# كشف المحجوب

مصنف: ابوالحسن سيد علي بن عثمان هجويري

مترجم

عطا محمد حامي



سنڌي ادبي بورڊ

# كشف المحجوب


مصنف

ابوالحسن سيد علي بن عثمان هجويري

سنڌيڪار:

عطا محمد حامي





سنڌي ادبي بورڊ

ڄام شورو سنڌ

2005ع

چاپو پهريون سال 1988ع تعداد 1000
چاپو ٻيو جنوري 2005ع تعداد 1000



قيمت: هڪ سؤ ستر روپيا
[Price: Rs. 170-00]

ملڻ جو هنڌ:
سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر
تلڪ چاڙهي، حيدرآباد
(فون نمبر 0221-633679)
Email Address: sindhiab@yahoo.com

هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس ڄامشورو ۾ مئنيجر سيد سڪندر علي شاهه ڇپيو ۽ انعام الله شيخ سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ، ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو.

# ڇپائيندڙ پاران

سنڌي ڪنڌ ۾ اسلامي تعليمات جي ڦهلاءَ ۽ بهتر زندگيءَ جي اجراءَ ۾ جيڪو اعليٰ ڪردار اوليائن، بزرگن، اهلِ دل عالمن، صاحبِ نظر صوفين ۽ انسان دوست ابدالن ادا ڪيو آهي، تنهن جي پنجاهين پتيءَ جيتري جستجو به عظيم جنگجو بادشاهه يا حشمت پريا سالار نه ڪري سگهيا آهن. ڇاڪاڻ جو الله وارن جو سمورو توجهه دلين کي فتح ڪرڻ تي ڏنل هو، جڏهن ته بادشاهن، شهنشاهن ۽ سپه سالارن جي دلچسپيءَ جو محور گهٽي قدر، زر ۽ زمين بڻيل هئا. هڪڙن خانقاهن، مدرسن، مڪتبن ۽ ويرانن کي آباد ڪري وحدانيت جا سبق پاڙهي ماڻهن جي روح کي روشن ڪيو ۽ ٻين دربارن، جنگ جي ميدانن ۽ مسندن ذريعي فرمان جاري ڪري زور ۽ زبردستيءَ سان پنهنجن نظرين، خيالن ۽ حڪمن کي مخلوق مٿان مڙهيو. پر بعد ۾ صدين پڄاڻان تاريخ اها تصديق ڪئي، ته جن ڏاڍ ۽ زبردستيءَ سان ڏنڊي جي زور تي زمين والاري، سي آخرڪار زمين دوز ٿي ويا، پر جن پاڻ وڃائڻ جو هنر سکي، انسانن جي دلين ۾ جاءِ جوڙي، سي ابد تائين امر بڻجي ويا.

هن خطي جي تاريخ ۾ تصوف ۽ تدريس ذريعي جن عظيم صوفي بزرگن عرفان جو اعليٰ ترين درجو حاصل ڪيو آهي، تن منجهه حضرت ابوالحسن سيد علي بن عثمان هُجويري بالمعروف داتا گنج بخش رحه جن جي ذات باصفات نهايت ئي مٿانهون مقام والاري ٿي. پاڻ نه رڳو تصوف، تبليغ ۽ تعليم جي انتهائي اهم منصبن تي فائز رهيا، پر عمل جي ميدان ۾ پڻ سندن مَٽُ ۽ ثاني نه هو. اهو سندن شخصيت ۽ درس جو جادو هو، جو جن دلين تي شهنشاهن جا فرمان نه هلي سگهيا، سي سندن شخصيت ۽ ڪردار جي اعجاز جون ديوانيون ٿي، حق جي ڪلمي تي لبيڪ چوندي، ظلمتِ شب جي ڇهري تي ستارن جيان سجنديون رهيون.

سنڌو ماٿريءَ ۾ انساني ڀلائيءَ جي پيغام کي عام ڪرڻ ۾ حضرت داتا گنج بخش نه رڳو تلقين ۽ تبليغ کي زندگيءَ جو معمول بڻايو، پر تفڪر، تدبر ۽ تحرير جي دنيا ۾ پڻ تمام وڏو نانءُ ڪمايو. سندن هيءَ دلنواز تحرير "ڪشف المحجوب" ڪئين صدين کان بيمار دلين ۽ ڪمزور ذهنن ۾ نئين زندگي پيدا ڪرڻ ۽ چڱائيءَ جي واٽ ڏانهن راهنمائي ڪرڻ ۾ هڪ مجرب نسخي جي حيثيت رکي ٿي. تصوف ۽ طريقت جي رازن کي نهايت آسان زبان ۾ بيان ڪندڙ هن جڳ مشهور ڪتاب، عام توڙي خاص ۾ جيڪا مقبوليت ماڻي آهي، سا هر پير، بزرگ يا اولياءَ جي حصي ۾ نه اچي سگهي آهي. منجهانئس فيض پرائيندي ڪئين عام ماڻهو عالمن جي درجي کي وڃي پهتا ۽ ڪئين عاشق، اهلِ الله جي رتبي کي وڃي رسيا. اهوئي سبب آهي جو "ڪشف المحجوب" ديني توڙي سماجي حوالن سان انتهائي اهم ڪارج ڀريل ڪتاب ڳڻيو وڃي ٿو.

سنڌي ادبي بورڊ طرفان هن شاندار تحرير کي سنڌيءَ جو روپ ڏيڻ جو فيصلو 1980ع ۾ تڏهوڪي چيئرمن علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جن جي دور ۾ ٿيو ۽ سنڌ ئي ڪوشش سان سنڌ جي هڪ ناميارِي اديب، شاعر ۽ دانشور سائين عطا محمد 'حامي' صاحب جن جي هٿان عمل ۾ آيو. جڏهن تہ ڪتاب جي اشاعت 8 سال پوءِ يعني 1988ع ۾ ممڪن ٿي سگهي. هاڻي تقريباً 17 سالن جي وٿيءَ کان پوءِ "ڪشف المحجوب" جي ٻئي ڇاپي جي ٻڌرائي ڪرڻ جي سعادت مون جهڙي مسڪين کي حاصل ٿي رهي آهي، جيڪا ڳالهہ مون لاءِ اعزاز ماڻڻ ۽ وڏي ثواب ڪمائڻ جو درجو رکي ٿي.

اُميد تہ هن پلي ڪتاب ۾ پڙهندڙ بہ مون سان حصيدار ٿيندا ۽ نهايت محبت خلوص ۽ عقيدت وچان ڪيل هن ڪاوش کي ڀرپور موٽ ڏيندا.

چامر شورو، سنڌ
10 جنوري 2005ع
بمطابق
28 ذوالقعد 1425هجري

انعام الله شيخ
سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ

# حرف اول

سنڌي ادبي بورڊ جي جولاءِ، 1980ع واري ميٽنگ ۾ پنهنجي ڪرم فرما مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جن کي پنهنجي بيروزگار هجڻ سبب ڪنهن ترجمي جي ڪم لاءِ عرض ڪيم، جنهن تي هنن پنهنجي سيڪريٽري جناب غلام رباني صاحب سان مشورو ڪري، سون کي حضرت شيخ علي بن عثمان جلابي، هيجويري رحمة الله عليه جي ڪتاب ڪشف المحجوب، جي ترجمي ڪرڻ جو حڪم ڏنو. مون کي اهڙي عارف جي فارسي ڪتاب جي سنڌيءَ ۾ ترجمي ڪرڻ لاءِ فخر محسوس ٿيو. ان وقت ئي بورڊ جي لئبريري مان حضرت غوث بهاءُ الدين زڪريا ملتانيءَ وارو نقل ڪيل نسخو هٿ اچي ويو. اهو ڪٿي خيرپور آيس. ۽ پبلڪ لئبريري مان ڪشف المحجوب جا اردو ۾ ٻه ترجما هٿ ڪيم. پنهنجن دوستن وٽان اردوءَ جا ٻيا ٽي ترجما ٻه مليا. اهي پنجئي ترجما آڏو رکيم ۽ پهرئين رمضان شريف تي ڇهون فارسي وارو ڪتاب ٻه ڪٿي ڪم کي لڳي ويس. انهن پنجن ترجمن جي سهولت هجڻ جي باوجود، ڪيترن تصوف جي اصطلاحن سمجهڻ، ۽ سنڌيءَ ۾ انهن جي مفهوم لکڻ ۾ ڏاڍي ڏکيائي محسوس ٿي، ايتري قدر جو اردو ۽ فارسيءَ جي مستند لغات کي استعمال ڪرڻو پيو. ۽ دوستن سان ٻه مشورو ڪندو رهيس. بهرحال، اهو ٻارهن مهينن جو ڪم سوا ٻن مهينن ۾ تاريخ 9 ذي القعد تي پورو ڪري ڇڏيم. اهو ڪم نظرثانيءَ بعد بورڊ جي آڏو پيش ڪري رهيو آهيان.

منهنجي خيال ۾ اهو سنڌي زبان ۾ پهريون ترجمو آهي ۽ اميد ٿو رکان، ته سنڌي ادب ۾ هڪ نمايان اضافو ثابت ٿيندو.

منهنجي ڪيل ترجمي ۾ ڪهڙيون خوبيون يا خاميون آهن؟ تن لاءِ آءٌ پنهنجي طرفان ڪجهه نٿو چوان. ڪتاب اوهان جي آڏو آهي ڪٿي ڪا خوبي نظر اچي ته دعا جي نظر ڪيوم، پر خامي ڏسو ته معافي ڏيوم ۽ ان کان واقف ڪريو ته آئنده لاءِ درستي ڪري ڇڏيان. وما توفيقي الا بالله العلي العظيم.

خيرپور ميرس،
25- سيپٽمبر 1980ع

نياز مند
**عطا محمد "حامي"**

*

( ب )

# سوانح مصنف

حضرت داتا گنج بخش رحمة الله عليه جن جو نالو علي ۽ ڪنيت ابوالحسن آهي. سندس نسب شجرو هي آهي: علي بن عثمان بن علي بن عبدالرحمن بن شجاع بن علي بن حسين اصغر بن زيد بن امام حسن بن علي ڪرم الله وجه.

سندس ولادت ۽ وفات جي تاريخن جو پورو پتو ڪونهي. ولادت جو سال ڪنهن به پراڻي ڪتاب ۾ لکيل ناهي. البت اڄڪلهه جي سوانح نگارن جي اندازي موجب سندس ولادت 400 هجري جي لڳ ڀڳ ٿي هوندي. ساڳي طرح وفات جي سال جو اندازو به 465 هجري جي لڳ ڀڳ لڳايو ويو آهي. شهنشاهه جهانگير جي زماني جي هڪ عالم ۽ عارف مولانا جامي لاهوريءَ جي قطع تاريخ مان به اهوئي سال "سردار" لفظ مان ڪڍيو ويو آهي.

سال وصلش بر آيد از سردار 465 ھ

سندس مرشد جو نالو حضرت ابوالفضل محمد بن حسن خُتلي هو، جيڪو پنهنجي زماني جو هڪ بينظير ولي ٿي گذريو آهي. سندس طريقت جو شجرو هن ريت آهي: شيخ علي هجويري، شيخ محمد بن حسن خُتلي، شيخ حصري، شيخ ابوبڪر شبلي، شيخ جُنيد بغدادي، شيخ سري سقطي، شيخ معروف ڪرخي، شيخ دائو طائي، حضرت حبيب عجمي، حضرت حسن بصري، حضرت علي المرتضيٰ ڪرم الله وجه.

حضرت داتا صاحب جن پنهنجي زماني جي هيٺين مشائخن سان قرب جون ڪچهريون ۽ روحاني رهاڻيون ڪري، فيض حاصل ڪندا رهيا. حضرت ابوالعباس بن مُحمد شقاني، حضرت ابوالقاسم بن علي گرگاني، حضرت عبدالڪريم قشيري، حضرت شيخ احمد حمادي سرخسي، حضرت ابوجعفر محمد صيدلاني، حضرت ابوسعيد ابوالخير، حضرت ابو احمد المظفر ۽ ٻيا.

ڪين ننڍي عمر ۾ ٿي شادي ڪرائي وئي هئي، مگر طرفين جي مزاج ۾ هم آهنگي نه هئي ۽ سندس اهليه به جلد وفات ڪري وئي. پوءِ يارهن سالن تائين ڪيس شاديءَ جو خيال ئي نه رهيو. آخرڪار هڪ جاءِ تي اڻ ڏٺي عاشق ٿي پيو، ۽ هڪ سال تائين مجاز ۾ مبتلا رهيو. نيٺ خدا جي فضل سان هميشه لاءِ مجازي حد ٽپي حقيقت جي واديءَ ۾ پهچي ويو.

پاڻ سير ۽ سياحت جو وڏو شوقين هو، ۽ ايترا سفر ڪيائين، جو عام ماڻهو لاءِ ان وقت ناممڪن هئا. جن جن ملڪن ۽ شهرن ۾ ويو، انهن جي نامڪمل لسٽ هي آهي: ماوراء النهر، آذربائيجان، بُسطام، خراسان، ڪمش، ڪمند، نيشاپور، بخارا، سمرقند، سَر حنس، طوس، شام، بيت الجن، دمشق، رمله، عراق، بغداد، فارس، فرغانہ، ڪند، ميمنه، مرو، ترڪستان، هندستان (غير منقسم) وغيره.

حضرت داتا صاحب جن جو لاهور ۾ اچڻ جي سال جو به پورو پتو ناهي. مختلف مصنفن جي اندازي موجب 460 هجري جي لڳ ڀڳ آتي آيو، ۽ هميشه لاءِ رهي پيو. لاهور جي حاڪم راجو ۽ سڄي آبادي شهادت جو ڪلمو پڙهي مسلمان ٿي. ان ڪان سواءِ ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان ماڻهن جا جٿا اچي مسلمان ٿيندا رهيا.

ڪشف المحجوب جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته سندس ٻيون به 9 تصنيفون آهن. مگر هاڻي ڪٿي به ملي نٿيون سگهن: (1) ديوان (2) ڪتاب فنا و بقا (3) اسرار الخرق و المؤنات (4) الرعايت بحقوق الله تعاليٰ

(5) ڪتاب البيان لاهل العيان (6) نحوالقلوب (7) منهاج الدين (8) ايمان (9) شرح ڪلام منصوره.

**(ڪشف المحجوب)**

هي داتا صاحب جن جو آخري ڪتاب آهي. جنهن جو گهڻو حصو لاهور ۾ لکيو ويو آهي. اهو سندس ساٿي ابوسعيد هجويري جي تصوف متعلق ڪيل سوالن جي جواب ۾ لکيو ويو آهي. هي مقدمي کان سواءِ اٺيتاليهه باب آهن. تصوف جي تعريف ۽ ان سان تعلق رکندڙ صفتن ۽ ڪمن جو تفصيل سان ذڪر ڪيو ويو آهي، ۽ تصوف جي هر نقطي تي تفصيل سان روشني وڌي وئي آهي. صوفياڻن اصطلاحن کي سليس نموني سان سمجهايو ويو آهي. داتا صاحب جي زماني تائين عالم اسلام جي صوفين جو مستند احوال ۽ سندس عقيدن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. داتا صاحب کان پوءِ جي بزرگن، هن ڪتاب مان گهڻو فيض حاصل ڪيو آهي. هي ڪتاب شرعيت جي مسئلن، طريقت ۽ معرفت جي رمزن ۽ رازن جو هڪ بي بها خزانو ۽ اڳواڻن ولين جي برڪت ڀريل احوال جو سرمايو آهي. فارسي زبان ۾ تصوف ۽ احسان تي لکيل پهريون ڪتاب آهي.

حضرات: فريد الدين عطار، مولانا جامي، خواجه پارسا، ۽ خواجه بده نواز گيسو دراز رحمة الله عليهم جهڙن بزرگن هن ڪتاب کي پنهنجين تصنيفن جي ماخذ بڻائڻ جو شرف حاصل ڪيو آهي.

هر دور جي بزرگن ۽ صوفين هن ڪتاب کي تصوف جي بي مثل ڪتاب سڏيو آهي. حضرت نظام الدين دهلوي جي خيال موجب "جنهن ماڻهو کي ڪو مرشد نه هجي، ۽ هن ڪتاب جو مطالعو ڪري ته هن جو مطلب پورو ٿي ويندو". اهو ڪتاب ڪاملن لاءِ رهنما ۽ عام ماڻهن لاءِ ڪامل مرشد جي حيثيت ٿو رکي. حقيقي تصوف کي عام ماڻهن تائين پهچائڻ ۾ هن ڪتاب جو وڏو حصو آهي.

شهزادي دارا شڪوه، پنهنجي ڪتاب سفينة الاولياءَ ۾ لکيو آهي: پير علي هجويري جا ڪتاب گهڻا آهن، پر هي ڪتاب مشهور ۽ معروف آهي، ۽ هڪ ڪامل مرشد جي حيثيت ٿو رکي.

*



## بسم الله الرّحمٰن الرّحيم

ربنا آتنا من لدنک رحمة و هيء لنا من امرنا رشدا الحمد لله الذي كشف لاوليائه بواطن ملكوته و قشع لا صفيائه سرائر جبروته واراق دم المحبين بسيف جلاله و اذاق سر العارفين روح وصاله هو المحي لموات القلوب بنوار ادراكه و المنعش لها براحة روح المعرفة بنشر اسمائه و الصلواة عليٰ رسوله محمد ﷺ و عليٰ آله و اصحابه و ازواجه.

"اي اسان جا الله سائين! اسان تي پنهنجي درگاه مان رحمت نازل ڪر ۽ پنهنجي مرضيءَ سان اسان لاءِ هدايت جو رستو قائم ڪر. ان خدا کي تعريف جڳائي جنهن پنهنجن پيارن (محبن) لاءِ ملڪوتي راز ظاهر ڪيا. پنهنجن چوندبل ٻانهن کي پنهنجي وڏائي ۽ جبروت جا ڳجهه ٻڌايا. پنهنجن عاشقن کي پنهنجي جلال جي ترار سان ڪُٺو. عارفن کي وصل جي شراب جو مزو چکايو مُردن کي پنهنجي بي نيازي جي روشني سان نئين زندگي بخشي. ڪومائل دلين کي پنهنجي بزرگ نالن ۽ معرفت جي شراب واري مَهڪ سان تازو روح عطا ڪيو. سندس رسول محمد ﷺ جن تي سندس آل، اصحاب ۽ ازواج تي درود ۽ سلام هجن."

ان کان پوءِ مان علي ولد عثمان جلابي، غزنوي، هجويري (الله مٿس رحم فرمائي) عرض ٿو ڪريان تہ مون استخارو ڪيو. نفساني خواهش کي دل مان ڪڍيو. ۽ الله توکي وڏي نصيب وارو ڪري، تنهنجي سوال ڪرڻ تي مون پڪو ارادو ڪيو. ۽ تنهنجي مرضيءَ موجب، پڇاڙيءَ ۾ هن ڪتاب جو نالو ڪشف المحجوب رکيو. تنهنجي مقصد ۽ مراد کي نظر ۾ رکي ڪتاب کي ڪجهه حصن ۾ ورهايو. مان الله پاڪ کان مدد ٿو گهران ۽ ڪتاب کي پوري ڪرڻ لاءِ خدا تعاليٰ کان توفيق حاصل ڪرڻ جي اميد رکان. هن ڪتاب جي تڪميل ۾ پنهنجي قول فعلن جي ذات کان بيزاري جو اظهار ٿو ڪريان. ۽ اعتماد ٿو رکان تہ سموري توفيق الله پاڪ جي طرف کان حاصل ٿي آهي.

### (فصل)

مون ڪتاب جي مُنڍ ۾ پنهنجو نالو لکيو آهي. ان مان ٻہ مطلب حاصل ٿين ٿا: هڪ نصيب عام ۽ ٻيو نصيب خاص. عام نصيب جو مطلب اهو آهي، تہ جيڪڏهن ڪجهه گهٽ علم وارا ماڻهو انهيءَ نموني جو ڪتاب ڏسن ٿا، ۽ ڪين ڪٿي بہ ڪتاب لکندڙ جو نالو نظر نٿو اچي، تڏهن انهيءَ ڪتاب کي پنهنجي لکيل ڪتاب ٿا چاڻائين، ۽ ڪتاب جو مقصد ئي فوت ڪري ٿا ڇڏين. پنهنجي نالي ڇاپرائڻ سان ڪتاب لکندڙ جو مقصد اهو هوندو آهي، تہ سندس نالي کي بقا حاصل ٿئي، ۽ ڪتاب مان فائدو حاصل ڪندڙ ڪيس نيڪ دعائن سان ياد ڪن. مون سان هڪ اهڙو واقعو ٿي گذريو آهي. هڪ دفعي ڪنهن ماڻهوءَ منهنجي شعرن جو مجموعو گهريو. مون وٽ ان ڪتاب جو نقل بہ ڪونہ هو. انهيءَ ماڻهوءَ منهنجو ڪتاب واپس نہ ڪيو. اُلٽو ڪتاب جي منڍ مان منهنجو نالو ڪاٽي، منهنجي سمورين ڪوشش تي پاڻي ڦيري ڇڏيو. خدا مٿس رحم ڪري. مون منهاج الدين جي نالي سان تصوف تي هڪ ٻيو ڪتاب بہ لکيو هو. هڪ هيڻانهين ذهنيت واري ماڻهوءَ منهنجو نالو ڊاهي پنهنجو نالو لکي ڇڏيو، ۽ ماڻهن ۾ مشهور ڪيو تہ اهو ڪتاب سندس لکيل آهي. بهرحال، خاص ماڻهو سندس انهيءَ حرڪت تي کلندا رهيا، ۽ نوبت اتي وڃي پهتي، جو الله پاڪ کيس برڪت کان دُور ڪيو ۽ سندس نالو پنهنجي درگاه جي طالبن کان ڊهرائي ڇڏيو.

نصيب خاص جو مطلب اهو آهي تہ جيڪڏهن ڪي نظر جا صاحب ڪتاب ڏسن ٿا ۽ سمجهن ٿا تہ ان جو لکندڙ انهيءَ فن ۾ علم ۽ تحقيق ۾ ڪمال جو صاحب آهي، تڏهن ان کي ادب سان پڙهڻ ۽ ياد رکڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. ۽ اهڙيءَ طرح سان ڪتاب لکندڙ جو مقصد تڪميل تي پهچي ٿو وڃي. خدا پاڪ ئي بهتر طريقي سان سڪجهه ڄاڻي ٿو.

### (فصل)

مون ٻڌايو آهي، تہ مون استخاري جو طريقو استعمال ڪيو آهي. ان جو مطلب اهو آهي، تہ مون الله پاڪ جي عظمت جو خيال رکيو آهي. حضور صلعم جن فرمايو آهي، تہ قرآن پاڪ جي تلاوت وقت الله سائين وٽ شيطان پليد کان پناهہ گهرو. الله جي مدد ۽ توفيق جو مطلب خير جي طلب رکڻ ۽ پاڻ کي سيني ڪمن ۾ الله پاڪ جي حوالي ڪرڻ ۽ جدا جدا مصيبتن ۽آفتن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ آهي. رسول ﷺ جن جا اصحاب (مٿن الله راضي هجي) روايت ٿا ڪن، تہ حضور صلعم جن کين قرآن مطابق استخارو سيکاريو. جڏهن انسان ڄاڻي ٿو تہ سيني ڪمن جي بهتريءَ کي انسان جي سوچ جي ڪري ناهي، ۽ الله تعاليٰ انسانن جي ڪاميابي ۽ بهتري کي انسانن جي مقابلي ۾ وڌيڪ ٿو ڄاڻي، جيڪا بُرائي يا ڀلائي انسان تي اچڻي آهي، اها ازلي ۽ سندس مقدر ۾ لکيل

آهي. ان بابت رضا تي راضي رهڻ کان سواءِ ٻيو ڪوبہ چارو ڪونهي. خدا کان مدد گهرڻ سان نفس جون سيئي بـُـرايون ۽ تڪليفون دور ٿي وينديون آهن. ۽ ڪاميابي ۽ بهتري حاصل ٿيندي آهي. انڪري آدميءَ کي هر حال ۾ خدا کان ئي مدد وٺڻ گهرجي، تہ جيئن الله پاڪ سڀني ڪوتاهين، گناهن ۽ آفتن کان امان ۾ رکي.

**(فصل)**

مون لکيو آهي، تہ نفساني خواهش کي دل مان ڪڍي ڇڏيو اٿر. ان جو مطلب اهو آهي، تہ جنهن بہ ڪم ۾ لالچ اچي ويندي آهي، ان مان خير ۽ برڪت ختم ٿي ويندا آهن. ۽ دل مقصد جي منزل تان هٽي ويندي آهي. ان وقت دل ٻن حالتن کان ٻاهر نہ هوندي آهي، يا سندس گهرج پوري ٿي ويندي آهي، يا وري پوري نہ ٿيندي آهي. گهرج پوري ٿيڻ تي مٿس موت ايندو آهي، ڇو تہ جهنم جو ذريعو نفساني خواهش حاصل ٿيڻ کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ هوندو آهي. جيڪڏهن گهرج پوري نہ ٿيندي آهي تہ دل جو بار هلڪو ٿي ويندو آهي، ۽ هن کي ڇوٽڪارو حاصل ٿيندو آهي. بهرحال بهشت جو وسيلو اهو آهي تہ انسان نفساني خواهش کي قابو ۾ رکي، جيئن الله تعاليٰ فرمايو آهي، تہ "جنهن نفساني خواهشن کي روڪيو، تنهن جنت ۾ جاءِ جوڙي ڇڏي." ونهي النفس عن الهويٰ فان الجنة هي الماويٰ. نفساني خواهشن جي مختلف ڪمن ۾ ڦاسڻ جو مطلبُ اهو آهي تہ جڏهن انسان اهڙا ڪم ڪندو آهي، تڏهن انهن ۾ الله پاڪ جي خوشي شامل نہ هوندي آهي، ۽ اهڙا انسان پاڻ کي قيامت جي ڏينهن واري عذاب کان بچڻ جي ڪوشش بہ نہ ڪندا آهن. اهڙي حالت ۾ نفس جي سرڪشين جي ڪابہ حد نہ رهندي آهي، ۽ نہ وري نفس ڪا ڪمزوري محسوس ڪندو آهي. الله چاهيو، تہ انهن سڀني ڳالهين جي سمجهاڻي هن ڪتاب ۾ ڏني ويندي.

**(فصل)**

مون لکيو آهي تہ آءٌ تنهنجي چوڻ تي تيار ٿيس، ۽ تنهنجن سوالن جي جواب لاءِ هن ڪتاب لکڻ جو ارادو ڪيم. ان جو مطلب اهو آهي، تہ تو مون کي سوال ڪرڻ جي لائق ڄاتو ۽ مون کان پنهنجي حالت متعلق پڇا ڪئي، ۽ پنهنجي فائدي حاصل ڪرڻ لاءِ، هن ڪتاب لکڻ لاءِ تيار ڪيو. اهڙيءَ حالت ۾ مون پنهنجو فرض ڄاتو تہ تنهنجن سوالن جو جواب ڏيان. مون ڪتاب جي منڍ ۾ ئي تنهنجن سوالن جي جواب ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جڏهن انسان جي نيت ڪم جي شروعات ۾ ئي نيڪ هوندي آهي تہ ان ڪم هلندي مختلف مشڪلاتون پيش اينديون آهن. مگر انسان کي معذور سمجهيو ويندو آهي. ان ڪري پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: نية المومن خير من عمله. "مومن جي نيت سندس ڪم کان سُٺي هوندي آهي. ڪم کان اڳ ۾ نيت جي درستي، ڪم جي شروعات کان بهتر ٿيندي آهي، ۽ سڀني ڪمن ۾ بيت کي وڏو دخل هوندو آهي، ۽ نيت ئي ڪمن جو سچو دليل ٿيندي آهي، ڇو تہ نيت جي ڪري ئي انسان هڪ متصد کي ڇڏي ٻئي مقصد ڏانهن ويندو آهي. جيڪڏهن ڪو مسافر ڪنهن شهر ۾ ڪجهہ وقت رهندو آهي، تہ ڪيس ان شهر جو رهواسي نہ سڏبو آهي. ڪيس اتان جو رهواسي تڏهن سڏبو، جڏهن هو اتي مستقل رهندو. ان کان سواءِ ٻيا بہ گهڻا ئي مثال آهن، تنهنڪري ڪم جي شروعات ۾ ئي نيت جي پڪائي ڪم جي بهتريءَ جي ضامن آهي. الله بهتر ڄاڻيندڙ آهي.

**(فصل)**

مون ٻڌايو آهي، تہ ڪتاب جو نالو ڪشف المحجوب رکيو اٿر. ان جو مطلب اهو آهي تہ ڪتاب جو نالو ئي ٻڌائيندو تہ ان جي اندر ڇا آهي؟ جيڪڏهن ڪن اهل نظر وارن صاحبن جو ٽولو، ڪتاب جو نالو ٻڌندو، تہ هو سمجهي ويندو تہ ڪتاب ۾ ڇا لکيل آهي؟ توکي ڄاڻڻ گهرجي تہ الله وارن ۽ ان جي درگاهہ جي پيارن کان سواءِ سڄي دنيا تحقيق جي مزي کان محروم آهي. هي ڪتاب حق جي رستي جو ڏس ڏيندڙ، تحقيق جي لفظن جي شرح ڪندڙ، ۽ انسان جي حجابن جو کوليندڙ آهي، تنهنڪري هن جو انهيءَ کان سٺو نالو ٻيو نہ ٿي سگهندو. حقيقت ۾ جهڙي طرح اوگهڙ پردي جو ضد، ۽ پردو اوگهڙ جو ضد آهي، تهڙي طرح ويجهڙائي (قرب) دوري ٻڌجي نٿي سگهي، ۽ دوري ويجهڙائي ٿي نٿي سگهي. جهڙيءَ طرح سرڪي ۾ پيدا ٿيل ڪيڙو ٻي ڪنهن شيءِ ۾ پوندو تہ مري ويندو، تهڙي طرح ٻين شين ۾ پيدا ٿيل ڪيڙو سرڪي ۾ پوندو تہ اهو بہ مري ويندو. معافي جي علم کي بيان ڪرڻ هڪ ڏکيو ڪم آهي. ان کي صحيح معنيٰ ۾ اهو ئي بيان ڪري سگهندو، جيڪو ان لاءِ ئي پيدا ڪيو ويندو آهي. پيغمبر ﷺ جن جو چوڻ آهي: ڪُل مُيسر لـِما خُلِقَ لہ. "ان لاءِ هر شيءِ آسان آهي، جنهن لاءِ هُو ٺاهيو ويو آهي." الله پاڪ هر هڪ ماڻهوءَ کي ڪنهن نہ ڪنهن خاص شيءِ لاءِ پيدا ڪيو آهي، ۽ اها شيءِ ان لاءِ آسان بڻائي وئي آهي.

حجابن جا ٻہ قسم آهن: هڪڙو "حجاب رينِي"، جيڪو ڪنهن تان لٿو وڃي، ۽ ٻيو "حجاب غيني"، جيڪو تمام جلد لٿو

ويندو آهي، يعني ماڻهوءَ جو حجاب ذاتي هوندو آهي، جيڪو سچو هوندو آهي. هن لاءِ حق ۽ باطل جا حجاب (پردا) هڪ جهڙا هوندا آهن. ان کي حق جو پردو چيو ويندو آهي، ۽ ان جو لاڙو هميشه حق جي طلب ڏانهن هوندو آهي، ۽ هو باطل کان ڀڄندو آهي. ريني حجاب ڪڏهن به نه لهندو آهي. رين، ختم ۽ طبع ٽيئي هڪڙي معنيٰ وارا لفظ آهن. جيئن الله تعاليٰ فرمايو آهي: ڪلا بل رانَ عليٰ قلوبهم ما ڪانوا يڪسبون. "اهو ائين نه آهي، پر سندن بدڪارين جي ڪَري، سندن دلين تي داغ ٿي ويا آهن." وري ٻئي هنڌ الله تعاليٰ فرمايو آهي: اِن الَذين كَفَرُو سَواءٌ عَلَيهم ءَانذَرتَهُم اَم لَم تُنذِر هُم لاَ يُومِنُونَ. "ڪافرن کي (عذاب کان) ڊيڄارڻ يا نه ڊيڄارڻ هڪ جهڙو آهي، ڇو ته هو ايمان کي ڪڏهن قبول نه ڪندا." ان جو سبب هن طرح ارشاد ٿيل آهي: ختم الله عليٰ قلوبهم. "الله تعاليٰ سندن دلين کي ختم ڪري ڇڏيو آهي." يعني مٿن حجاب ريني وجهي ڇڏيو آهي. هيئن به فرمايل آهي: طَبَعَ ال عَليٰ قلوبهم. "الله تعاليٰ سندن دلين کي بدلائي ڇڏيو آهي." حجاب غيني ڪنهن نه ڪنهن وقت لهندو آهي. ان ۾ ذاتي تبديلي نه هجڻ جي برابر ۽ ناممڪن ٿيندي آهي. باقي صفت جي تبديلي جائز هوندي آهي. مرشد ريني ۽ غيني حجابن جي لطيف اشارن کان واقف هوندا آهن. حضرت جنيد فرمايو آهي: الرَين من جملة الوطنات و الغَين من جملة الخطرات. "حجاب رين موطنات مان حجاب غين خطرات مان آهي." موطن جڳهه وارو هوندو آهي ۽ خطرو مٿان پئجي ويندو آهي. جيڪڏهن دنيا جا سمورا ڪٽ لاهيندڙ (صيقلگر) ڪٺا ڪيا وڃن، تڏهن به هو پٿر مان آئينو ٺاهي نه سگهندا. آئيني تي ڪَٽ چڙهيل هوندي ته اها صيقل سان صاف ڪري سگهبي. جهڙيءَ طرح پٿر جي ميراڻ فطري ٿيندي آهي، تهڙيءَ طرح آئيني جي روشني به فطري هوندي آهي. فطرت قائم رهڻ واري شيءِ آهي. آئيني جي اصليت فطري آهي، اُڌاري ورتل صفت کي جڳهه نه ٿيندو آهي. هي ڪتاب ان لاءِ لکيو اٿم، ته جيڪي دليون حجاب غينيءَ ۾ گرفتار آهن، تن تان هن ڪتاب جي پڙهڻ سان حجاب لهي وڃن، ۽ هو حقيقي منزل حاصل ڪري سگهن. ڪي ماڻهو اهڙا آهن، جيڪي سچائيءَ کان ٽهن ٿا، ۽ ڪوڙ سان رغبت ٿا رکن. اهڙا ماڻهو پنهنجي مقصد جي منزل ماڻي نٿا سگهن. انهن کي هن ڪتاب جي پڙهڻ سان ڪو فائدو حاصل ٿي نه سگهندو. الله تعاليٰ جي معرفت وارين نعمتن جو شڪرانو ادا ٿو ڪريان.

## (فصل)

مون لکيو آهي ته تنهنجو مقصد معلوم ٿيو، ۽ اهو هن ڪتاب ۾ لکيو اٿم. ان جو مقصد اهو آهي، ته جيستائين جواب ڏيندڙ کي سوال ڪندڙ جي مسئلن جو علم نه هوندو، تيستائين سوال ڪندڙ جي دلي مراد جو نتيجو حاصل نه ٿيندو، ڇو ته عام طور تي سوال هميشه ڏکيو ڪيو ويندو آهي، ۽ جيستائين ان جو آسان جواب نه ڏنو ويندو تيستائين ڪوبه فائدو حاصل نه ٿيندو. ڏکين سوالن جو جواب آسان تڏهن ٿيندو، جڏهن انهن جي پوري پوري حقيقت کان واقف نه ٿبو. مون اهو نه لکيو آهي، ته مون هن ڪتاب ۾ تنهنجي مراد پوري ڪري ڇڏي آهي. ان جو مطلب اهو آهي ته جڏهن سوال ڪندڙ پنهنجن سوالن پڇڻ وقت پنهنجن سوالن جي حقيقت کان هر طرح واقف آهي، تڏهن انهن جا جواب به بلڪل پورا هئڻ گهرجن، ۽ خاص طرح نئين ماڻهوءَ لاءِ تفصيل سان هجن. منهنجو اهو به مطلب هو، ته مان تفصيل سان جواب ڏيان، ۽ تنهنجن سوالن جي بنياد تي هي ڪتاب لکان. توفيق جي اميد الله ۾ ئي آهي.

## (فصل)

مون لکيو آهي، ته الله تعاليٰ کان امداد جي اميد ٿو رکان. ان مان منهنجي مراد اها آهي، ته الله کان سواءِ انسان جو ڪو به مددگار ڪونهي. هو نيڪ ڪم ۾ سندس مدد ڪندو آهي، ۽ وڌيڪ توفيق عطا ڪندو آهي. حقيقي توفيق اها آهي، جيڪا جهانن جي جوڙيندڙ وٽان عطا ٿيل هجي. انساني ڪمن جو دارومدار ڪتاب، سنت، ۽ الاهي توفيق تي آهي. انهيءَ ڳالهه تي مسلمانن جي اُمت جو اتفاق آهي. معتزله ۽ قدري ٽولي وارا توفيق جي لفظ کي سڀني معنائن کان خالي سمجهندا آهن. صوفين جي هڪ ٽولي جو قول آهي، ته الله جي اطاعت ۽ فرمانبرداريءَ تي قدرت رکڻ جو نالو توفيق آهي. جڏهن انسان الله تعاليٰ جي فرمانبردار ٿيندو آهي، تڏهن سندس ارادي جي قوت اڳي کان وڌيڪ ٿيندي آهي. ان کان پوءِ انسان جي سموري حرڪت ۽ چُرپُر جي طرف کان تصور ڪٽي ويندي آهي. جنهن طاقت جي ذريعي، انسان خدا جي عبادت ڪندو آهي، اها توفيق سڏبي آهي. هتي هن مسئلي جي حل ڪرڻ جو موقعو ناهي. هن کان ٻي شيءِ مراد آهي. هاڻي الله تعاليٰ جو مدد ۽ توفيق سان تنهنجا سوال هُو بَهُو هتي نقل ٿو ڪريان. ان کان پوءِ ڪتاب شروع ڪندس. الله تعاليٰ وٽان ئي مدد جي اميد ٿو رکان.

سوال جي صورتحال: ابوسعيد هجويري مون علي هجويري کي چيو، ته طريقت وارن صوفين جي ڪيفيت، انهن جي منزل، ۽ سندن مذهبن جي ڳالهه ٻڌاءِ، تصوف وارن جي رمزن ۽ اشارن کي ظاهر ڪر، ۽ انهيءَ حقيقت جي خبر ڏي، ته الله تعاليٰ جي ذات صفات سان محبت

جو ناتو ڪيئن ٿيندو آهي؟ صوفين جي صاف دلين تي محبت جو مزو ڪهڙي ڪيفيت پيدا ڪندو آهي. ۽ الله تعاليٰ جي اصلي حقيقت معلوم ڪرڻ تي عقل جي آڏو پردا ڇو ٿا اچن؟ ۽ نفس نفرت ڇو ڪري؟ ان جي صفائي ۽ روشني سان روح کي آرام ڇو ٿو اچي؟

سوالن جا جواب ڏيندڙ علي ولد عثمان جلابي جواب ڏيڻ ۾ الله تعاليٰ جي مدد ٿو گهري. ۽ چوي ٿو ته اسان جي هن زماني ۾ علم جو ڪو به قدر ڪونهي. خاص ڪري اسان جي ملڪ جي سموري خلق لوڀ ۽ لالچ ۾ ڦاٿي پئي آهي. ۽ خدا جي رضا کان مُنهن موڙي رهي آهي. اسان جا عام عالم طريقت جي حقيقي رستي تان هٽي ويا آهن. ۽ عام ماڻهن کي گمراهه ڪري رهيا آهن. تنهنڪري اچو ۽ همٿ جي ڪمر ٻَڌو. هن سوال جي حقيقت تائين خاص (عارفن) کان سواءِ عام ماڻهن جو هٿ پهچي نٿو سهگي. عام ارادتمندن جون اميدون ان کي سمجهڻ کان مايوس آهن. حقيقت ۾ الله تعاليٰ جي خاص ٻانهن کان سواءِ ٻين سڀني جي ڇاڻ بيڪار آهي. (اهوئي سبب آهي جو) عام ماڻهن معرفت مان مراد ان جي لغوي معنيٰ ورتي آهي. ۽ دل و جان سان (معرفت جي) پردي جا خريدار بڻجي چڪا آهن. (حقيقت ۾) اهو ڪم تحقيق جو هو. مگر اڄڪلهه فقط تقليد (پيروي) جو رواج رهجي ويو آهي. ايتري قدر جو تحقيق گم ٿي وئي آهي. ان ڪري عام ماڻهو به پاڻ کي حق جا ڄاڻندڙ عارف ٿا سڏرائين. خاص ٻانها انهن کان ان ڪري خوش آهن. جو هو سندن دلين ۾ معرفت جي تمنا ٿا رکن. ۽ منجهن محبت جو سوز ڏسي رهيا آهن. تصوف ۽ معرفت جي دعوا ڪندڙ پنهنجي دعوا ۾ ايترا محو ٿي ويا آهن. جو حقيقي معنيٰ سمجهڻ کان عاجز آهن. پير ۽ مريد ٻنهي مجاهدو (ڪوشش) ڇڏي ڏنو آهي. ۽ فقط پنهنجي وهم ۽ گمان جو نالو مشاهدو (ديدار) رکيو اٿن. مون انهيءَ فن ۾ ڪيترائي ڪتاب لکيا هئا. پر سڀئي وڃائجي ويا.

عام ماڻهن کي پنهنجي ٺڳيءَ جي ڄار ۾ ڦاسائڻ لاءِ ڪيترن ڪوڙن دعويدارن صوفين جا ڪجهه لفظ ياد ڪري ڇڏيا آهن. ۽ انهن جو اصلي مطلب وساري ويٺا آهن. سندن دلين ۾ انڪار کان سواءِ ٻيو ڪجهه به ناهي. (هو انهيءَ انڪار کي) نعمت ٿا سمجهن. هڪ ٽولو هڪ علم جي حاصل ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وينو. مگر ڪجهه به حاصل ڪري نه سگهيو. ٻئي ٽولي فن جو مطالعو ڪيو. پر ان جي معنيٰ کي پوريءَ طرح پروڙي نه سگهيو. هو فقط عبارت ياد ڪري. ظاهر ڪندو رهيو ته "اسان تصوف جي فن ۽ معرفت جي علم کان واقف آهيون. حقيقت ۾ اهو ڇنو انڪار آهي. حاصل اهو آهي ته حقيقي معنيٰ ڪبريت احمر (ڳاڙهي گندرف) وانگر آهي. ۽ تمام قيمتي آهي. اهڙي شيءِ جو هجڻ ڪيميا وانگر آهي. ان جون اٺ رتيون (دانگ) ڪافي ٽامي ۽ ڪانسي کي سون بڻائي ڇڏين سگهن. ڳالهه جو تت اهو آهي ته هر ماڻهو اهڙي دوا چاهي ٿو. جيڪا سندس درد کي دُور ڪري سگهي. هن کي ان کان سواءِ ٻي ڪابه شيءِ نه گهُربي آهي. بزرگن مان ڪنهن چيو آهي:

فكل من في فـواده وجع
ليطلب شيئا يوافق الوجعا

"ماڻهوءَ کي جهڙي قسم جي تڪليف هوندي آهي. تهڙي قسم جي دوا گهرندو آهي." جنهن بيمار کي معمولي شين جي ضرورت هوندي آهي. ان کي موتين ۽ مرجان جي ضرورت نه هوندي آهي. جو خميري ۾ مشڪ واري دوا ۾ وجهي. اها معنيٰ انهن لاءِ آهي. جيڪي ان مان فائدو حاصل ڪرڻ ٿا چاهين. هن کان اڳ به جاهلن الله وارن جي ڪتابن سان. سمجهڻ کان سواءِ اها روش اختيار ڪئي. هنن کي جڏهن خدائي خزانا (ڪتاب) حاصل ٿيا. ۽ انهن جو قدر نه ڄاتائون. تڏهن انهن کي ٽوپي ناهيندڙن. ۽ جلدسازن وٽ وڃي وڪيائون. هنن انهن (ڪتابن) جا پنا ڦاڙي ٽوپين جي استرن ۾ وجهي ڇڏيا. ۽ جلدسازن وري ابونواس جي ديوان ۽ جاحظ جي غزلن وارن جلدن ۾ هڻي ڇڏيا. هنن جو مثال اهڙو آهي. ڄڻ بادشاهه جو باز ڪنهن ڪراڙيءَ عورت جي گهر جي ڀت تي وڃي ويٺو. ۽ هن ان کي پڪڙي. سندس ڪنڀ ڪوهي ڇڏيا.

الله تعاليٰ اسان کي اهڙي زماني ۾ پيدا ڪيو آهي. جنهن ۾ لوڀ ۽ لالچ وارن پنهنجن (ڪُوڙن) طريقن جو نالو شريعت رکي ڇڏيو آهي. (هنن) پنهنجي شان شوڪت جي طلب. اقتدار ۽ غرور کي عزت. مرتبو ۽ علم سڏرايو آهي. مڪر ۽ فريب کي خدا جو خوف ڄاتو آهي. حسد ۽ ڪيني کي حلم جو نالو ڏنو اٿن. لڙائي ۽ جهڳڙي کي مناظرو سڏيو اٿن. ظاهري داري ۽ بيوقوفيءَ کي پاڪدامني ۽ منافقي کي زهد سڏيو اٿن. پنهنجي بڪ بڪ. دل جي خواهش ۽ نفس جي شوخي جو نالو محبت رکيو اٿن. ۽ ڪفر کي درويشي ٿا سڏين. سڌي رستي کان انڪار ڪرڻ کي صفائي ۽ بيدين (زنديق) بڻجڻ کي فنا ٿا سڏين. حضور صلعم جن جي شريعت کي ڇڏڻ جو نالو طريقت ٿا رکن. ۽ زماني جي آفت کي مصلحت ٿا چون. ايتري قدر جو آهي جاهل ماڻهو معنيٰ جي صاحبن (الله جي نيڪ ٻانهن) تي غلبو حاصل ڪري ويا آهن. جيئن اسلام جي منڊ ۾ حضور ﷺ جي اهلبيت تي مروان جي آل کي غلبو حاصل ٿي ويو هو. تحقيق وارن جي بادشاهه ۽ بينظير دليلن جي پيش ڪندڙ حضرت ابوبڪر واسطي (مٿس الله رحم ڪري) ۽ اهلبيت جي باري ۾

چا نہ چڱو چيو آهي: ابتلينا بزمان ليس فيه آداب الاسلام ولا اخلاق الجاهيلة ولا احكام ذوي المروة. "اسان اهڙي زماني ۾ پيدا ٿي آزمائش ۾ وڌا ويا آهيون، جنهن ۾ نہ اسلام جا آداب آهن ۽ نہ وري جهالت جي زماني وارا اخلاق آهن ۽ نہ وري ڪا مروت ۽ سٺو لچڻ آهي." هن باري ۾ هڪ بزرگ چيو آهي:

لحاء الله ذي الدنيا مناخا الراكب

فـكـل بعيد اللهم فيها مـعـذب

"دنيا ۾ الله کان دعا گهرڻ وارو اهڙي طرح آهي، جهڙي طرح اٺ ويهارڻ وارو هُش هُش ڪندو آهي. جيڪو ماڻهو دنيا جي غمن کان بچي ويو ۽ فڪر کان آزاد ٿيو، اهو آخرت جي عذاب کي تمام ويجهڙو ۽ ذليل ٿيڻ وارو آهي."

(اي حق جا طالب) الله تعاليٰ توکي نيڪ ڪري، (تون) يقين ڪر، تہ مون هن دنيا کي ڳُجهن جي جاءِ ۽ مخلوقات کي ان جي خاص امانت ڄاتو آهي. جو ڪجهہ هتي موجود ۽ ثابت آهي، ان کي سندس دوستن جي حق ۾ سندس مهربانين جو مرڪز سمجهان ٿو. جوهر، عرض، مختلف عناصر، جسم ۽ طبعيتون سيئي سندس اسرارن جو پردو آهن. انهن سڀني شين کي خدا جي مقابلي ۾ ثابت سمجهڻ شرڪ آهي. الله تعاليٰ هن دنيا کي پردي ۾ رکيو آهي، تہ جيئن هر ماڻهو پنهنجي جاءِ تي سندس حڪم موجب هدايت ۽ قلب جو اطمينان حاصل ڪري سگهي، ۽ پنهنجو پاڻ خدا جي توحيد کان پردي ۾ رهي. دنيا ۾ جيڪي بہ روح آهن، سي انسان جي مزاج جي ڪابہ پرواهہ نٿا ڪن، ۽ ويجهڙائي هجڻ جي باوجود تمام دور آهن. خدا تعاليٰ جا ڳجهہ عقل جي دائري ۾ اچي نٿا سگهن. ان ڪري الله جي لطيفن ۽ انساني روحن جي وچ ۾ پردو اچي ويو آهي، ۽ انساني جسم پنهنجي وجود کان پري ٿي ويو آهي. قرآن ڪريم ۾ ارشاد آهي: العصر ان الانسان لفي خسر. "زماني جو قسم آهي، تہ انسان وڏي نقصان (خساري) ۾ آهي." اهو بہ فرمان آهي: انہ ڪان ظلوما جهولا." بيشڪ هو وڏو ظالم ۽ جاهل آهي." حضور ﷺ جن بہ فرمايو آهي: خلق الله الخلق جي ظلمة ثم القيٰ اليـه نورا. "الله تعاليٰ مخلوق کي اونده ۾ پيدا ڪيو، ۽ پوءِ مٿس نور وسايو." هن دنيا ۾ اهو پردو سندس (انسان جو) مزاج بڻجي ويو، تنهنڪري ان سان طبعيتن جو تعلق پيدا ٿيو، ۽ مٿس عقل غلبو ڪري ويو، ايتري قدر جو پنهنجي جهالت جي ڪري دل ۽ جان سان روح جي صفائي جي بدران حجابن (پردن) جو خريدار ٿي ويو. هو پنهنجي ذاتي ڪشف جي سونهن کان بي خبر رهيو. ۽ خدائي رمزن کي سڃاڻي نہ سگهيو. هو بنهي جهانن جي ڇوٽڪاري کان منهن موڙي، جانورن وانگر پڇي ويو. انهيءَ ڪري نہ توحيد جي خوشبوءِ سنگهيائين، ۽ نہ الله جو جلوو پسيائين، ۽ نہ وري وحدانيت جي ذوق جو مزو چکيائين. هو گناهن جي گندگيءَ جي ڪري، حقيقي ديدار (مشاهدي) جي تحقيق ڪري نہ سگهيو، ۽ دنيا جي لوڀ لالچ جي ڪري، خدا جي معرفت کان محروم رهيو. انهن حجابن جي ڪري هو حقيقي مشاهدو ماڻي نٿو سگهي. ان ڪري هو الله جي رضا کي ڇڏي، دنيا جي لوڀ لالچ ڏانهن لاڙو ٿو رکي. (عام ماڻهن) پنهنجي حياتيءَ سان رحماني زندگي تي غلبو حاصل ڪري ورتو آهي، ۽ پنهنجي نفساني خواهشن جي پنيان لڳي پيا آهن. نتيجو اهو نڪتو آهي جو هو نفساني خواهشن جا پتلا بڻجي پيا آهن. ڪين کائڻ پيئڻ، سمهڻ، ۽ شهواني خواهش پوري ڪرڻ کان سواءِ ڪوبہ پتو ڪونهي. وڏي عزت ۽ اقبال واري رب پاڪ پنهنجن خاص دوستن کي اهڙن ڪمن کان پري رهڻ لاءِ هن طرح هدايت ڪئي آهي: ذرهم يا ڪلوا ويتمتعوا و يلههم العمل فسوف يعلمون. "انهن ماڻهن کي ڇڏي ڏي تہ کائڻ پيئڻ عيش جي زندگي گذارين، جيئن دنيا جي حرص کين غافل رکي. کين جلد گُهرايو ويندو ۽ هو نتيجي کان واقف ٿيندا." سندس طبعيت جي بادشاهہ کين حقيقي رمزن کان بي خبر رکيو آهي ۽ هو چڱائي ۽ توفيق حاصل ڪرڻ جي بدران، ذلت ۽ خواريءَ ۾ ونجي ويا آهن. اهي خراب نفس جا فرمانبردار ٿي ويا آهن. اهو وڏو حجاب ۽ بُرائي جو مرڪز آهي. ان لاءِ الله تعاليٰ فرمايو آهي: ان النفس لأ مارة بالسوءِ." بيشڪ امارو (خراب) نفس برائين جو حڪم ڪندڙ آهي." هاڻي مان اصل ڪتاب شروع ٿو ڪريان ۽ طالب جي مراد کي خاص مقامن ۽ جدا جدا قسمن جي پردن ۾ ظاهر ڪندس، ۽ سهڻي نموني سان فن جون ڳالهيون ٻڌائيندس. انهن ڳالهين کي پاڪ مرشدن (مشائخن) جي حڪمن موجب لکندس، ۽ فن جي صاحبن جي عبارتن کي تمام مناسب نموني سان آڻيندس. ڪتاب جي مطلب سمجهائڻ لاءِ ديني بزرگن ۽ پهتل ٻانهن جي احوال سان مدد وٺندس، جيئن طالب جي مراد پوري ٿئي ۽ ظاهري عالم ۽ ٻين کي خبر پوي تہ تصوف جو طريقو ڪيترو نہ سٺو آهي. طريقت جو وڻ ڪيتري قدر مضبوط آهي، ۽ سندس شاخون ڪيتريون نہ ميويدار آهن. هر ڪنهن کي سمجهڻ کپي تہ سمورا علم، تصوف مان نڪتا آهن. تصوف جا عالم پنهنجن مريدن کي هميشہ علم حاصل ڪرڻ جي هدايت ڪندا رهيا آهن، ۽ کين راند روند ۽ اجائي واندڪائيءَ کان روڪيندا رهيا آهن. هن فن ڏانهن لاڙي رکڻ، ۽ ان کي وڌائڻ جي ڪوشش ۾ سندن ڪتاب پريا پيا آهن، جن ۾ اهڙا مضمون آهن، جيڪي الله تعاليٰ جي رستي جو پتو ڏين ٿا. سموري توفيق الله تعاليٰ جي طرف کان آهي.

# فهرست

---



# باب پهريون

## علم جو ثبوت

الله تعاليٰ سچن عالمن جي صفت ۾ فرمايو آهي: "انما يخشي الله من عباده العُلماءُ" (الله جي ٻانهن ۾ خدا جو خوف رکندڙ عالم ئي آهي). پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: "طلب العلم فريضة عليٰ كل مسلم و مسلمة" (هر مسلمان مرد ۽ مسلمان عورت تي علم حاصل ڪرڻ فرض آهي). ٻي جاءِ تي پڻ سندن فرمان آهي ته: "اطلبو العلم و لو كان بالصين" (علم چين مان ملي، تڏهن به علم حاصل ڪيو).

روشن هجي ته علم گهڻن ئي قسمن جا آهن، ۽ انسان جي عمر ٿوري آهي. ان ڪري ظاهر آهي ته سيني علمن جو حاصل ڪرڻ هر هڪ ماڻهوءَ تي فرض ناهي. مثال طور: نجوم جو علم، حسابن جو علم، صنائع جو علم وغيره. ان هوندي به انهن علمن مان ايترو حاصل ڪرڻ ضروري آهي، جنهن جي پاڪ شرعيت ۾ ضرورت آهي، مثال طور نجوم جي علم مان ايترو ڄاڻڻ لازمي ٿيندو، جنهن مان رات ڏينهن ۽ روزي نماز جا وقت معلوم ڪري سگهجن. طب جي علم مان ايترو سمجهڻ ضروري آهي، جيترو پنهنجي صحت جي حفاظت ۾ معمولي مرضن جي روڪ ٿام ڪري سگهجي. اهڙي طرح حسابن جو علم، ڪم از ڪم ايترو پڙهڻ گهرجي، جنهن مان پنهنجي مرضي جي پروڙ پئجي سگهي. بهرحال علم گهٽ ۾ گهٽ ايترو پڙهڻ گهرجي، جنهن مان شرعي ضرورتون پوريون ڪري سگهجن. اهڙو علم، جنهن جو آخرت جي فائدن سان ڪو لاڳاپو ڪونهي. ان جي الله تعاليٰ ملامت ڪئي آهي: "ويتعلمون مان يضرهم وَ لاَ ينفعهم" (اهڙا علم سِکن ٿا، جيڪي نقصانڪار آهن، ۽ ڪو به فائدو نٿا پهچائن). حضور ﷺ جن پڻ اهڙن علمن کان پناهه گهري آهي، ۽ فرمايو آهي: "اعوذبک من علم لا ينفع" (منهنجا موليٰ، مان اهڙي علم کان پناهه ٿو گهران، جنهن ۾ ڪو فائدو ڪونهي). بهرحال ٿوري علم تي گهڻو عمل ڪري ٿو سگهجي. شاگرد لاءِ ضروري آهي ته عمل سان علم حاصل ڪري. هن لاءِ حضور ﷺ جن فرمايو آهي: "المتعبد بِلاَ فِقهٌ كالحمار في الطاحُونة" (اهو عبادت ڪندڙ، جنهن کي فقهه جو علم نٿو اچي، سو انهيءَ جانور جي گڏهه وانگر آهي، جيڪو صبح کان شام تائين ساڳي جاءِ تي پيو ڦِري، ۽ ڪيس{ اڳتي وڌڻ جو} پتو ئي نٿو پئي). مون عام ماڻهن ۾ هڪ اهڙو ٽولو ڏٺو آهي جيڪو علم کي عمل کان وڌيڪ ٿو سمجهي ۽ هڪ ٻيو ٽولو، جيڪو عمل کي علم کان وڌيڪ ٿو سمجهي، حقيقت ۾ اهي ٻئي ٽولا ڪُوڙا آهن، ڇو ته عمل علم کان سواءِ، صحيح عمل نٿو رهي. دراصل عمل ان وقت صحيح عمل ٿيندو آهي، جڏهن ساڻس علم به شامل ٿيندو آهي، ۽ عمل ڪندڙ کي پتو پوندو آهي، ته انهيءَ عمل مان ڪيس ڪهڙو فائدو حاصل ٿيندو؟ جهڙيءَ طرح نماز تڏهن صحيح ٿيندي آهي، جڏهن نماز پڙهندڙ پاڪائيءَ جي حڪمن کان واقف هوندو آهي، ۽ جيستائين پاڻيءَ جي پاڪ هجڻ جو پتو نه پوندو، تيستائين وضو صحيح ٿي نه سگهندو، قبلي جو پتو نه هوندو، تڏهن نه نماز ٺيڪ نه ٿيندي. اهڙي طرح نيت جي معنيٰ ۽ حقيقت جي علم کان سواءِ نماز نه ٿيندي. نماز جي ارڪانن ڄاڻڻ کان سواءِ به نماز صحيح نه ٿيندي. جڏهن عمل، علم سان ئي عمل ٿيو آهي، تڏهن جاهل ماڻهو ان کي علم کان ڪيئن جدا ڪري سگهندا. ان کان سواءِ جيڪي علم کي عمل کان وڌيڪ ٿا سمجهن، اهي به غلطي تي آهن، ڇو ته علم به عمل کان سواءِ صحيح علم نه ٿيندو آهي. الله تعاليٰ فرمايو آهي: "نَبَذَ فريقٌ من الذين اوتوالكتاب كتابَ الله و راءَ ظهورهم كَانهُم لايعلمون" [1]. (انهن مان هڪ ٽولو اهڙو آهي، جنهن کي الله تعاليٰ جو ڪتاب عطا ٿيو آهي، مگر انهن ڪتاب کي اهڙي طرح پٺي ڏني آهي، جو ڄڻ ڪيس ڄاڻن ئي نٿا). انهيءَ آيت مان ثابت آهي، ته الله تعاليٰ اهڙن عالمن جو نالو بي عمل هجڻ ڪري عالمن جي لسٽ مان ڪڍي ڇڏيو آهي. پڙهڻ،

---

[1] البقرة 101

ياد ڪرڻ، ۽ ياد ڪيل علم جي حفاظت ڪرڻ هڪ عمل آهي، ۽ ان سان ماڻهو اجر جو حقدار ٿيندو آهي. جيڪڏهن عالم جو علم سندس عمل سان شامل نہ هوندو، تہ پوءِ هو ڪنهن بہ ثواب جو حقدار ٿي نہ سگهندو. هن سلسلي ۾ بہ جماعتون آهن: هڪڙي جماعت وارا دنيا جي عزت ۽ نت نانگر جي ڪري علم حاصل ڪندا آهن. ڪين حقيقي علم سان ڪوبہ لڳاءُ نہ هوندو آهي. اهڙا ماڻهو سچ پچ علم کان خالي رهندا آهن، ڇو تہ هو علم کي عمل کان جدا سمجهندا آهن، ڪين نہ علم جو قدر هوندو آهي، ۽ نہ وري عمل کان واقف هوندا آهن. ڪي جاهل ماڻهو وري چوندا آهن تہ اها فقط قال يعني علم جي ڳالهہ آهي. اسان کي علم جي بدران حال يعني عمل جي ڳالهہ گهرجي. ڪو بيوقوف وري ڇٽي ڏيندو آهي، تہ عمل جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ اسان لاءِ علم ڪافي آهي. حقيقت ۾ جهڙي طرح عمل کان سواءِ علم فائدو نٿو پهچائي، تهڙيءَ طرح علم کان سواءِ عمل بہ بيڪار آهي. اهي ٻيئي ڳالهيون ڪوڙيون آهن. اصل ۾ علم ۽ عمل ٻئي هڪٻئي لاءِ ضروري آهن. حضرت ابراهيم ادهم فرمايو آهي، تہ هڪ دفعي مون رستي تي هڪ پٿر ڏٺو. جنهن تي لکيل هو، تہ مون کي اٿلائي ڏسو. مون ان کي اٿلائي ڏٺو تہ ٻئي پاسي تي لکيل هيو: "انت لا تعمل بما تعلم فکيف تطلب ما لا تعلم." (جڏهن تون پنهنجي ڄاتل علم تي عمل نٿو ڪرين، تڏهن ان کي ڇو ٿو ڳولين. جيڪو تنهنجو ڄاتل ناهي؟) اصل ۾ توکي اهڙين ڳالهين تي عمل ڪرڻ گهرجي، جن جي توکي خبر آهي. ائين ڪندين، تہ انهن جي برڪت سان توکي اڻ ڄاتل ڳالهين جي ڄاڻ بہ پوندي. حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه فرمايو آهي: "همة العلماء دراية وهمة السفهاء الرواية". (عالمن جو ڪم آهي درايت يعني سوچ ويچار ڪرڻ، ۽ جاهلن جو ڪم آهي روايت معنيٰ ڪا ڳالهہ نقل ڪرڻ). ان ڪري ٿي عالمن کي جاهلن کان ڌار ڪيو ويو آهي. جيڪو ماڻهو دنيا جي عزت ۽ نت نانگر لاءِ علم پرائي ٿو، تنهن کي عالم سڏرائڻ جو ڪوبہ حق ناهي، ڇو تہ دنيا جي نت نانگر جي خواهش ڪرڻ ئي جهالت آهي. اصل ۾ علم پنهنجو پاڻ ۾ ئي هڪ وڏو مرتبو آهي. هن کان وڌيڪ ٻيو ڪوبہ مرتبو ڪونهي. جڏهن جاهل ظاهري علم جي درجي کي نٿو ڄاڻي سگهي، تڏهن هن کي خدائي علم جي رازن ۽ رمزن جي ڪهڙي خبر پئي سگهندي؟ الله تعاليٰ سڀ کان وڌيڪ ڄاڻيندڙ آهي.

**(فصل -1)**

اي حق جا طالب! ياد رک تہ علم ٻن قسمن جا آهن: هڪڙو الله تعاليٰ جو ۽ ٻيو مخلوق جو. مخلوق جو علم الله تعاليٰ جي علم مان ئي حاصل ٿيندو آهي. الله تعاليٰ جو علم سندس صفتن مان آهي. ان جي صفتن جو ڪو انت ڪونهي. اسان جو (مخلوق جو) علم اسان جي صفت آهي، ۽ اسان سان قائم آهي. اسان جون صفتون محدود آهن. الله تعاليٰ فرمايو آهي: "وما اوتيتم من العلم الا قليلا" [1]. (اسان اوهان کي تمام ٿورڙو علم عطا ڪيو آهي). سڀني علمن ۾ ان جي تعريف جون صفتون آهن، جن جون حدون مقرر ٿيل آهن، ۽ سڀني ۾ سڀني صفت اها آهي: "العلم صفة يصير الجاهل بها عالما". (علم اها صفت آهي، جنهن سان جاهل عالم بڻجي ويندو آهي). الله تعاليٰ فرمايو آهي: "والله محيط بالکافرين" [2]. (تحقيق الله تعاليٰ ڪافرن کي گهيري ۾ آڻي ڇڏيو آهي). ۽ اهو بہ فرمايو اٿس: والله بِڪُلِ شيءِ عليم" (الله تعاليٰ کي سڀني شين جو علم آهي). الله تعاليٰ جو علم سندس صفت آهي، ۽ ان مان ڪائنات جون سڀئي شيون معلوم ڪري ٿيون سگهجن. سندس علم ۾ ڪابہ مخلوق شريڪ ٿي نٿي سگهي. ان جو علم نہ ورهائجي ٿو سگهجي ۽ نہ وري جدا ٿي ٿو سگهي. سندس ڪمن جي رٿا سندس علم جو دليل آهي. هو هر هڪ ڪم پنهنجي علم سان ڪندو آهي ۽ هر هڪ (فعل) پنهنجي فاعل جو دليل هوندو آهي. ڳُجهيون توڙي ظاهري شيون سندس علم ۾ هونديون آهن. طالب کي گهرجي تہ پنهنجن ڪمن ڪرڻ وقت سمجهي، تہ الله تعاليٰ کيس ڏسي رهيو آهي.

چون ٿا، تہ بصري جو هڪ امير ماڻهو پنهنجي باغ ڏانهن ويو، ۽ اتي هڪ سوناريءَ تي سندس نظر پئجي وئي. انهيءَ

---

(1) 85 اسراء.
(2) 19 البقرة.

امير، سوناريءَ جي مڙس کي کنهن بہ ڪم سان ٻاهر موڪليو، ۽ سوناريءَ کي چيائين، تہ گهر جا سمورا دروازا بند ڪري. عورت جواب ڏنو، تہ هوءَ ٻيا سمورا دروازا بند ڪندي، مگر هڪڙو دروازو بند نہ ڪري سگهندي. امير پڇيو، تہ اهو ڪهڙو دروازو آهي؟ هن جواب ڏنو، تہ هوءَ اهو دروازو بند ڪري نہ سگهندي، جيڪو خدا ۽ سندس وچ ۾ آهي. امير لڄي ٿيو ۽ گناهہ جي خيال کان توبهہ ڪيائين. حضرت حاتم اصم رضہ فرمايو آهي، تہ مون جڏهن چار علم حاصل ڪيا، تڏهن دنيا جي سيني علمن کان جان ڇُٽي پئي. ماڻهن پڇا ڪئي، تہ اهي چار علم ڪهڙا آهن؟ هُن ٻڌايو، تہ پهريون علم اهو آهي تہ منهنجو رزق جيترو مقرر ٿيل آهي، ان کان گهٽ يا وڌ ڪڏهن بہ ٿي نہ سگهندو. ان ڪري مان بہ وڌيڪ رزق جي تلاش کان بيپرواهہ آهيان. ٻيو علم اهو آهي، تہ مون تي الله تعاليٰ جا ڪجهہ اهڙا حق آهن، جيڪي مون کان سواءِ ٻيو ڪو بہ ادا ڪري نٿو سگهي. ان ڪري مان انهن حقن ادا ڪرڻ ۾ مشغول ٿي ويو آهيان. ٽيون علم هي آهي، تہ منهنجو هڪ طالب آهي، جنهن کي موت سڏيندا آهن. ان کان ڀڄي وڃڻ ناممڪن آهي. ان ڪري مان ان لاءِ هميشہ تيار رهندو آهيان. چوٿون علم هي آهي، تہ منهنجو رب مون کي هر گهڙي ڏسندو رهي ٿو، ۽ مان هن جي اڳيو شرمسار آهيان، ۽ گناهن کان پاسو ڪندو ٿو رهان، ۽ هر اهڙي ڪم کان بچڻ جي ڪوشش ڪندو ٿو رهان، جيڪو قيامت جي ڏينهن لڄي ڪري.

## (فصل -2)

انساني علم کي خدائي معرفت ۾ داخل هئڻ گهرجي، ۽ ٻانهي کي وقت جو علم بہ ڄاڻڻ گهرجي، يعني هن کي مصلحت جي ڄاڻ هئڻ گهرجي، ۽ ان کي وقت تي ڪارائتو هجڻ بہ لازمي آهي. اهڙي علم جا ظاهر ۽ باطن ٻن قسمن جا ٿيندا آهن: هڪڙا اصولي ۽ ٻيا فروعي، اصولي علم جو ظاهر شهادت جو ڪلمو آهي، ۽ اصولي علم جو باطن، معرفت جي پڪي ڄاڻ آهي. فروعي علم جو ظاهر ماڻهن سان سهڻي نموني جو برتاءُ ڪرڻ، ۽ فروعي علم جو باطن نيت جو نيڪ رکڻ آهي. انهن مان هر هڪ جو هڪ ٻئي کان سواءِ هجڻ ناممڪن آهي. ظاهر ۽ باطن ۾ هڪ جهڙائي جو نہ هجڻ منافقي آهي. اهڙيءَ طرح باطن جو ظاهر کان سواءِ هجڻ زنديقي ۽ بيديني آهي. ظاهري شريعت باطن کان سواءِ اڻ پوري ۽ باطن جو ظاهر کان سواءِ هجڻ لوڀ ۽ لالچ آهي. حقيقت جي علم يعني اصولي علم جي باطن جا ٽي رڪن آهن:

پهريون رڪن: الله جي ذات جو علم، ۽ ان جي هيڪڙائي جو عقيدو، ۽ ان سان ڪنهن کي شريڪ ڪرڻ جو انڪار.

ٻيون رڪن: الله تعاليٰ جي صفتن ۽ ان جي حڪمن جو علم.

ٽيون رڪن: الله تعاليٰ جي حڪمت کي قبول ڪرڻ ۽ ان جي ڪمن کي مڃڻ.

اهڙيءَ طرح شريعت (اصولي علم جي ظاهر) جا بہ ٽي رڪن آهن: پهريون: الله جو ڪتاب، ٻيون: رسول پاڪ جي سنت، ٽيون: امت جو اجتماع.

الله جي ذات، سندس صفتن، ۽ سندس ڪمن جي علم لاءِ ،الله تعاليٰ جو پنهنجو فرمان آهي: فاعلم انه لااللـه الا الله "يقين سان ڄاڻي ڇڏيو، تہ الله کان سواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق ڪونهي". ٻيو فرمان آهي: فاعملو ان الله مولاڪم[1]. "يقين سان ڄاڻو تہ الله تعاليٰ اوهان جي مالڪ آهي". ٽئين هنڌ فرمايو ويو آهي: الم تر الي ربڪ ڪيف مدالظل. "ڇا تو پنهنجي رب جي قدرت ڏانهن نہ ڏٺو آهي، تہ هن پاڇي کي ڪيئن ڊگهو ڪيو آهي؟" هڪ ٻي جاءِ تي ارشاد آهي: افلاينظرون الي الابل ڪيف خلقت[2]. "ڇا اوهان اُٺ ڏانهن نٿا ڏسو تہ ان کي ڪيئن ٺاهيو ويو آهي؟" انهن کان سواءِ ٻيون ڪيتريون ئي آيتون آهن، جيڪي خدا جي ڪمن تي نظر ڪرڻ جو حڪم ٿيون ڏين، تہ جيئن سندن ذات ۽ صفتن کي سڃاڻي، ماڻهو حقيقي ڪم ڪندڙ (خدا) جي معرفت حاصل ڪري سگهي. حضور ﷺ جن بہ فرمايو آهي: مَن عَلِمَ ان الله ربه واني نبيه حرم الله تعاليٰ لحمه و دمه علي النار. "جنهن اهو ڄاتو، تہ الله ؏ ان جو رب ۽ مان سندس نبي آهيان، ان

(1) 40 انفال.
(2) 17 غاشيہ.

جي گوشت ۽ رت تي الله تعاليٰ دوزخ جي باھ حرام ڪئي آهي." الله تعاليٰ جي ذات جي علم جو اهو شرط آهي تہ هر عاقل ۽ بالغ ماڻهوءَ کي اهو عقيدو رکڻ گهرجي، تہ هو پنهنجي ذات ۾ ازل کان وٺي موجود آهي. ڪيس ڪابہ حد ڪانهي. هن لاءِ ڪوبہ طرف ۽ ڪابہ جاءِ ڪانهي، سندس ذات ۾ ڪابہ ڦير ڦار تي نٿي سگهي، ۽ نہ وري مٽس ڪا آفت اچي تي سگهي. مخلوق مان ڪوبہ هن وانگر ناهي. ڪيس زال ۽ ٻار ٻچا ڪين آهن. جا بہ شڪل انسان جي عقل ۽ خيال ۾ اچي، ان جو پيدا ڪندڙ بہ پاڻ آهي. سيني جو پيدا ڪندڙ ۽ هميشہ رهندڙ بہ پاڻ آهي. سندس قول آهي: ليس ڪمثلہ شيءٌ وهو السميع البصير [1]. "هن وانگر ڪوبہ مثال ڪونہ آهي ۽ ڏسندڙ ٻڌندڙ بہ پاڻ آهي".

الله تعاليٰ جي صفتن جو علم اهو آهي، تہ اهو عقيدو رکڻ گهرجي تہ الله تعاليٰ جون صفتون اهڙيون آهن، جيڪي سندس ذات سان قائم آهن، ۽ هميشہ لاءِ قائم رهنديون، اهي صفتون اصل ذات بہ ڪين آهن، تہ ذات کان ٻاهر بہ ڪين آهن. اهي اصل (ازل) کان وٺي آهن، ۽ هميشہ (ابد) لاءِ رهنديون. جهڙيءَ طرح علم قدرت، حيات، ڏسڻ جي طاقت، ٻڌڻ جي طاقت، ڪلام ۽ بقا وغيرھ. سندس ئي ارشاد آهي: انہ عليم بذات الصدور." بيشڪ هو سينن جي رازن جو ڄاڻيندڙ آهي". ٻي جاءِ تي فرمائي ٿو: والله علي ڪل شيءٍ قدير "بيشڪ الله تعاليٰ هر شيءِ تي قادر (قدرت رکندڙ) آهي". هڪبئي جاءِ تي فرمان آهي: وَ هو السميع البصير. "هو (خدا) ٻڌندڙ ۽ ڏسندڙ آهي." الله تعاليٰ اهو بہ فرمايو آهي: فعالٌ لمايُـريد. "هو جو چاهيندو آهي، سو ڪندو آهي". ٻي جاءِ تي فرمائي ٿو: هو الحي لا الـہ الا هو [2]. "هو جيئرو ۽ باقي آهي. هن کان سواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق ناهي". وري هڪ جاءِ تي فرمائي ٿو: قولہ الحق ولہ الملڪ. "هو قول جو سچو آهي ۽ حقيقي ملڪ هن لاءِ آهي."

خدائي ڪمن جي ثابتي جو علم اهو آهي، تہ انسان اهو عقيدو رکي، تہ سموري مخلوق جو پيدا ڪندڙ الله تعاليٰ آهي، ۽ انسانن جي ڪمن (افعال) جو پيدا ڪندڙ بہ اهوئي آهي. نہ هجڻ واري حالت (نابـُود) مان هجڻ واري حالت (وجود) ۾ آڻيندڙ بہ ان جي ذات کان سواءِ ٻيو ڪونہ آهي. نيڪي ۽ بديءَ جو پيدا ڪندڙ بہ اهو ئي آهي، جيئن فرمايو اٿس: الله خالق ڪل شيءٍ. "الله تعاليٰ ئي هر شيءِ پيدا ڪندڙ آهي."

شرعيت جي حڪمن جي ثابتيءَ لاءِ اهو يقين هئڻ گهرجي، تہ انهيءَ واجب الوجود (خدا) اسان ڏانهن پنهنجا رسول موڪليا ۽ انهن کي طرح طرح جا اهڙا معجزا عطا ڪيا، جيڪي عام عادت جي ابتڙ ۽ عقلن کي حيرت ۾ وجهڻ وارا هئا. اسان جو رسول پيغمبر محمد ﷺ سچو رسول آهي. ڪين گهڻا معجزا ڏنا ويا آهن. سندن ئي وسيلي سان الله تعاليٰ جا پيغام ۽ غيب جون خبرون اسان تائين پهتيون آهن، ۽ اهي سموريون بلڪل سچيون آهن. پاڪ شرعيت جو پهريون رڪن الله جو ڪتاب آهي، جيئن خدا تعاليٰ فرمايو آهي: منہ آيات محڪمات هـُن أم الڪتاب [3]. "ان (ڪتاب) ۾ ڪجھہ پختيون (محڪم) آيتون آهن، جيڪي ڪتاب جو اصل آهن". ٻيون رڪن رسول ﷺ جن جي سنت (پيروي) آهي. سندن اطاعت لاءِ قرآن ۾ ارشاد آهي: وما آتا ڪم الرسول فخذوہ ومانـهاڪـُم عنہ فانتهوا. "رسول پاڪ جن، جيڪو حڪم ڏين، ان جي تعميل ڪريو، ۽ جنهن ڳالھ کان منع ڪن، ان کي ڇڏي ڏيو". ٽيون رڪن امت جو اجماع آهي. حضور ﷺ جن فرمايو آهي: لايجتمع امتي علي الضلالة وعليڪم باالسواد الاعظم. "منهنجي امت ڪڏهن بہ گمراهيءَ تي گڏ نہ ٿيندي" توهان کي وڏي جماعت سان رهڻ گهرجي، تہ اهڙيءَ طرح حقيقت جا ڪم تمام گهڻا آهن، جيڪڏهن ڪو انهن کي هڪ جاءِ تي ڪٺو ڪري لکڻ چاهي، تہ ناممڪن آهي، جو تہ الله تعاليٰ جي رازن ۽ رمزن جو ڪو ڇيھ ڪونهي.

## (فصل -3)

ياد رکڻ گهرجي، تہ ٻي دينن مان هڪ ٽولو آهي جنهن کي سوفسطائي سڏيو ويجي ٿو. انهن تي لعنت هجي، هنن جو چوڻ آهي، تہ ڪنهن بہ شيءِ جو علم نيڪ ناهي. علم پنهنجي ذات ۾ ڪابہ شيءِ ناهي. اسان انهن کان پڇون ٿا، تہ اوهان

(1) 11 عاشوري.
(2) 65 غافر.
(3) 7 آل عمران.

جو چئو ته، ته ڪنهن به شيء جو علم نيڪ ناهي، ته اهڙي حالت ۾ اسان کي ٻڌايو، ته اوهان جو اهو خيال بلڪل نيڪ آهي، يا غلط آهي؟ جيڪڏهن چون ته نيڪ آهي، ته پوءِ اهائي علم جي ثابتي آهي، پر جيڪڏهن چون ته غلط آهي، ته پوءِ ان جي باري ۾ بحث ڪرڻ اجايو آهي. اهڙن ماڻهن سان گفتگو ڪرڻ ئي نه گهرجي: ٻي دينن جو ٻيون ٽولو، جنهن جو عقيدو آهي، ته اسان جو علم ڪنهن به شيء متعلق نيڪ ناهي. اسان کي اهڙي ٽولي کي ڇڏي ڏيڻ گهرجي. سندن اها ڳالهه بيوقوفيءَ واري آهي، ڇو ته علم کي ڇڏي ڏيڻ ٻن ڳالهين کان خالي نه ٿيندو: يا ته علم جو ڇڏڻ علم جي ڪري هوندو، يا وري جهالت جي ڪري هوندو. تنهنڪري ڪنهن به صورت ۾ علم جو انڪار ڪرڻ ناممڪن ٿيندو. ۽ جهالت کان خالي نه هوندو. جڏهن اهو ثابت آهي ته علم جهالت جي ابتڙ آهي، ته ان جو ترڪ ڪرڻ جهالت آهي. تڏهن جاهل ڦٽ لعنت جي لائق ٿيندو. ۽ جهالت ڪفر جو مثال آهي. تنهنڪري سمجهڻ گهرجي، ته جهالت سان حقيقت جو ڪو واسطو ڪونهي. اها ڳالهه سڀني مرشدن (مشائخ) جي برخلاف آهي. جڏهن عام ماڻهن اهو قول ٻڌو، ۽ ان کي قبول ڪيائون. ۽ چيائون، ته سڀني صوفين جو اهوئي مذهب آهي، ۽ ڪم جو طريقو به اهو ئي آهي، تڏهن سندن اعتماد گهٽجي ويو. سچ ۽ ڪوڙ جو سنڌو ختم ٿي ويو. اڄ اسان اهڙن ماڻهن جي ڳالهين کي خدا جي حوالي ٿا ڪريون. ته جيئن هو گمراهيءَ ۾ رهن. جيڪڏهن سچو دين سندن مدد ڪري ها، ته هو پنهنجو سارو زور گمراهيءَ جي بدران هدايت ۾ ڪم آڻين ها. ۽ سچي دين جي امداد کان مُنهن نه موڙين ها. هو خدا جي خاص ٻانهن کي انڌي نظر سان نه ڏسن ها. مگر پنهنجي ڏينهن رات جي سڌاري لاءِ هنن جي عزت ڪن ها، يعني ٻي دينن جو ٽولو صوفين جو احترام ڪري ها. ۽ سندن عقيدن جي پيروي ڪري ها.

جيڪڏهن ٻي دينن جي ٽولي وارن مان ڪن صوفين سڳورن وٽ وڃي پناهه ورتي آهي، ته هنن جي نوراني جلون جي ڪري، وڏين مصيبتن مان ڇوٽڪارو حاصل ڪري ويا آهن. ۽ انهن جي عزت جي ڪري، پنهنجي سڄي زندگي گذاري رهيا آهن. ڪين سڀني کي هڪ جهڙو سمجهڻ نه گهُربو هو. ۽ حق وارن سان مقابلو ڪري، سندن عزت ۾ هٿ وجهڻ نه کپندو هو. اها ڳالهه هنن لاءِ سٺي هئي. (مصنف داتا گنج بخش جو چوڻ آهي ته) مون کي هڪ اهڙي ماڻهوءَ سان بحث ڪرڻ جو موقعو مليو، جنهن کي ماڻهن هڪ وڏو عالم ٿي سمجهيو، حالانڪ هو اهڙو هو، جنهن غرور جي دستار کي علم، نفس جي پيروي کي سنت، شيطان جي فرمانبرداري کي امامن جو ڪردار ٿي ڄاتو. بحث ڪندي هن ٻڌايو، ته ٻي دينن جا ٻارنهن ٽولا آهن، جن مان هڪ ٽولو صوفين جو آهي. مون جواب ۾ چيو ته جيڪڏهن هڪ ٽولو صوفين جو آهي، ته باقي يارنهن ٽولا اوهان مان هوندا. جيڪڏهن اوهان هڪ ٽولي کان پاڻ کي بچائي ٿا سگهو، ته پوءِ صوفي پاڻ کي انهن يارهن ٽولن کان ڇو نه بچائي سگهندا؟ حقيقت ۾ اهي سموريون مصيبتون ۽ فساد موجوده زماني جي خرابيءَ جو نتيجو آهن. انهيءَ ۾ ڪوبه شڪ ناهي ته الله تعاليٰ پنهنجن نيڪ ٻانهن ۽ ولين جي هڪ ٽولي کي عام ماڻهن کان لڪائي ڇڏيو آهي، ۽ ڪين ٻين ماڻهن کان جدا رکيو آهي. مرشدن جي مرشد حضرت علي بن بندار صيرفي ڪهڙو نه چڱو چيو آهي: "فساد القلوب عليٰ حسب الزمان واهله" (دلين جي گمراهي دنيا وارن جي گمراهي وانگر ٿيندي آهي). هاڻي اسان هڪ باب لکي رهيا آهيون، ۽ مرشدن جا قول پيش ٿا ڪريون، ته جيئن اهڙا ماڻهو جن تي الله جي مهرباني آهي، سي منڪرن جي چار کان بچن ۽ تنبيهه حاصل ڪن. توفيق الله تعاليٰ جي هٿ ۾ آهي.

## (فصل -4)

حضرت محمد بن فضل بلخي جو قول آهي: العلوم ثلثة علم من الله و علم مع الله و علم بالله. "علم جا ٽي قسم آهن: هڪ علم الله جي طرف کان ، ٻيون علم الله جي گڏ هجڻ سان ۽ ٽيون علم الله تعاليٰ جي ياد سان." علم بالله معرفت جو نالو آهي. سڀني نبين ۽ ولين، انهيءَ سان الله کي سڃاتو آهي. انهيءَ معرفت کان سواءِ ڪين سڃاڻپ جي منزل نه ملي آهي، ڇو ته الله جي ذات جي ڄاڻ محنت ۽ ڪوشش سان حاصل نه ٿيندي آهي. ماڻهن جو علم خدا جي معرفت جو سبب ٿبو آهي. حقيقت الله تعاليٰ جي معرفت جو سبب سندن هدايت ۽ مهرباني آهي. علم من الله جو نالو شرعيت جو علم آهي. الله تعاليٰ اسان ڏانهن پنهنجا حڪم موڪلي، انهن جي تعميل اسان تي فرض ڪئي آهي. علم مع الله ۾ درجن (مقامات)

جو علم، حق جي رستي جو علم ۽ ولين جي منزل جو بيان آهي. انهيءَ جي پوري ڄاڻ شرعيت جي پيروي کان سواءِ حاصل نٿي ٿي. اهڙي طرح سان شرعيت جي پيروي به درجن (مقامات) جي ظاهر ٿيڻ کان سواءِ نيڪ ناهي. حضرت ابو علي ثقفي جو قول آهي: "العلم حياة القلب من الجهل و نور العين من الظلمة ". (جهالت ۽ اونداهي جي مقابلي ۾ علم دل جي زندگي ۽ اکين جو نور آهي). مطلب اهو آهي ته جهالت جي دُور ٿيڻ سان ۽ ڪفر جي اونده هٽڻ سان دل کي حياتي ۽ اکين کي روشني حاصل ٿئي ٿي. جنهن کي معرفت ناهي، ان جي دل مُـئل آهي، ۽ جنهن شرعيت جو علم ناهي، اهو ناداني‌ءَ جو مريض آهي. ان ڪري ڪافرن جون دليون مُئل آهن، چو ته ڪين خدا جي معرفت حاصل ناهي. غافل ماڻهن جي دل به بيمار آهي، چو ته هو الله جي حڪمن جي تعميل نٿا ڪن. حضرت ابوبڪر وراق ترمذي فرمائي ٿو: من اكتفيٰ باالكلام من العلم دون الزهد فقد تزندق ومن اكتفيٰ بالفقه دون الورع فقد تفسق. "جنهن علم ڪلام تي پروسو رکيو، ۽ عبادت (زهد) نه ڪئي، سو بي دين آهي، ۽ جنهن فقه جي علم تي پروسو ڪيو، ۽ خدا جو خوف (تقويٰ) نه رکيائين، سو فاسق (بي حيا) آهي." ان جو مطلب اهو آهي ته جنهن فقط توحيد جو علم پڙهيو، ۽ عبادت نه ڪئي، سو بي دين بڻجي ويو. ۽ جنهن پرهيزگار ٿيڻ کان سواءِ فقه جو علم سکيو، سو فاسق ۽ فاجر بڻجي ويو. مطلب ته پنهنجن ڪمن نيڪ ڪرڻ ۽ رياضت اختيار ڪرڻ کان سواءِ توحيد مجبوري (جبر) آهي. توحيد جي پوچا ڪندڙ کي پنهنجي قول ۾ جبري ۽ فعل ۾ قدري ٿيڻ ضروري آهي، جيئن سندس هلت چلت جبر ۽ قدر جي وچ ۾ هجي. انهيءَ بحث جو تت اهو آهي جيڪو ڪامل مرشد حضرت ابوبڪر وراق فرمايو آهي: التوحيد دون الجبر وفوق القدر. "توحيد جبر جي هيٺان ۽ قدر جي مٿان آهي." تنهنڪري جيڪو ماڻهو عمل کان سواءِ توحيد جو علم اختيار ڪندو آهي، ۽ بي عملي جي بر خلاف نه ٿيندو آهي، ۽ عبادت نه ڪندو آهي، اهو بي دين (زنديق) ٿي ويندو آهي. فقه لاءِ پرهيزگاريءَ جو هجڻ وڏي اهميت وارو آهي. جيڪو شرعيت ۾ فقه جي علم رکڻ جي باوجود پرهيزگار نه ٿيندو آهي، اهو شڪ ۽ گمان ۾ رهندو آهي، ۽ مذهب کان سواءِ مجتهد جي پيروي ڪندو آهي، سو آسانيءَ سان فسق ۾ فجور (بي حيائي جي ڪمن) ۾ مبتلا ٿي ويندو آهي. اهي سڀ شيون غفلت جي ڪري پيدا ٿينديون آهن. مرشدن جي مرشد حضرت يحيىٰ بن معاذ فرمايو آهي: اجتنب صحبة ثلاثة اصناف من الناس العلماء الغافلين و الفقراء المداهنن والمتصوفة الجاهلن." ٽن قسمن جي ماڻهن جي صحبت کان پاسو ڪرڻ گهرجي: بي عمل عالم، زبان کي سچ کان بند ڪرڻ وارا فقير ۽ جاهل صوفي." هاڻي سمجهڻ گهرجي، ته بي عمل عالم ڪير آهن؟ اهي هي آهن، جن دنيا کي پنهنجي دل جو قبلو بڻايو آهي، ۽ حيلن بهانن سان پاڪ شرعيت ۾ آسانيون پيدا ڪري رهيا آهن، ۽ حڪومت وارن جا پوڄاري بڻجي ويا آهن. ظالمن جي چاپلوسي ڪرڻ کي پنهنجو ڏوهاري جو ورد سمجهي رهيا آهن، ۽ انهن جي چانئٺ جي طواف کي پنهنجي مقصد جو ڪعبو بڻائي رهيا آهن، ۽ عام ماڻهن ۾ پنهنجي مانَ ۽ مرتبي کي وڌائڻ سندن مسجد جو محراب بڻجي چڪو آهي. هو پنهنجي هٺ ۽ وڏائيءَ کي هوشياري سمجهي رهيا آهن، ۽ ان تان قربان ٿا ٿين. پنهنجي ڪلام ۾ اينتري بناوت ٿا ڪن، جو عام ماڻهن ۾ سندن ڪلام تمام باريڪ ٿو ليکجي. پنهنجن امامن ۽ استادن جي شان ۾ گستاخي ڪندا ٿا رهن، ۽ ديني بزرگن بابت غلط ڳالهيون ٿا ڪن. جيڪڏهن هن وقت ڪائنات کي انهن جي تارازيءَ ۾ توريو، ته ڪوبه وزن ظاهر نه ٿيندو، ۽ حسد ۽ ساڙ کي مذهب جو نالو ڏنو ويندو. اصل ۾ انهن جي ويچاري تمام خراب آهي. پلا اهڙين ڳالهين جو علم سان ڪهڙو واسطو آهي؟ علم ته اهڙي شيءِ آهي، جنهن سان علم وارن جي دلين مان ناداني جون ڳالهيون ناس ٿي وينديون آهن.

زبان کي سچ کان بند ڪرڻ وارا فقير اهي آهن، جيڪي هر هڪ ڪم پنهنجي خواهش مطابق ڪندا آهن. هو ڪوڙ واري ڪم جي به تعريف ڪندا رهندا آهن: جيڪڏهن ڪين ڪو ماڻهو سندن طبعيت جي ابتڙ ڪم ڪندڙ نظر ايندو آهي، ته ان کي گـلا ڪندا آهن. هو ماڻهن ۾ تمام گهڻي لالچ رکندا آهن ۽ ڪين ڪوڙ (باطل) جي دعوت ڏيندا آهن.

جاهل صوفي اهي هوندا آهن، جن کي ڪنهن به مرشد جي صحبت نصيب نه ٿيندي آهي، ۽ ڪنهن به وڏي جو ادب نه سکندا آهن. هو انهن کي عام ماڻهن ۾ شامل ڪندا آهن. هنن زماني جي ڪابه تڪليف نه ڏٺي آهي. هو انڌي پيروي سبب

رنگا رنگي ڪپڙا پائيندا آهن، ۽ عام ماڻهن ۾ شامل ٿي، تمام خراب عادتن ۾ ڦاسي ويندا آهن. سندن صحبت ۾ حد کان وڌيڪ بيوقوفيءَ جو مظاهرو ٿيندو آهي. هو بين کي بہ پاڻ وانگر سمجهندا آهن، ۽ وٽن سچ ۽ ڪوڙ جي ڪا تميز نہ هوندي آهي، تنهنڪري انهن ٽنهي ٽولن لاءِ خدا کان مدد ٿو گهران. پنهنجن مريدن کي بہ انهن کان ڏور رهڻ جي هدايت ٿو ڪريان. حضرت با يزيد بسطامي رح. متس الله جي رحمت هجي، فرمائي ٿو: عملت في المجاهدة ثلثين سنة فما وجدت شيئاً اشد علي من العلم ومتابعته." مون ٽيهہ سال مجاهدا ڪيا، مگر علم ۽ ان جي پيروي کان وڌيڪ سخت ڪا بہ شيء نظر نہ آئي. سيني ڪمن ۾ علم تي عمل ڪرڻ، ان ڳالهہ کان ڏکيو آهي، جو باهہ تي پير رکيا وڃن. علمي تحقيق سان هڪ مسئلي جي ڄاڻ رکڻ کان پلصراط تان هزار ڀيرا لنگهڻ سهنجو آهي. هڪ بدڪار (فاسق) لاءِ علم موجب ڪو مسئلو حل ڪرڻ دوزخ ۾ رهڻ کان ڏکيو آهي. ان ڪري تو تي واجب آهي تہ اڳ ۾ علم حاصل ڪر ۽ پوءِ ان تي عمل پيدا ڪر. ڀانهو ڪيترو بہ علم حاصل ڪندو، تڏهن بہ هو الله جي مقابلي ۾ جاهل رهندو، تنهن ڪري هن کي گهرجي، تہ هو هميشہ ائين سمجهي تہ پاڻ ڪجهہ بہ نٿو ڄاڻي، ڇو تہ هو بندگيءَ جي علم کان سواءِ ڪجهہ بہ سکي نٿو سگهي، ۽ بندگي خدا جي رستي ۾ هڪ وڏو حجاب آهي. هن لاءِ ڪنهن بزرگ چيو آهي: العجزعن درک الادراک، ادراکُ والوقف في طرق الاخيار اشراکُ. "علم جي ڄاڻ کان عاجز رهڻ ئي علم جي ڄاڻ آهي. نيڪين جي رستي کان هٽي وڃڻ شرڪ آهي." جيڪو علم نٿو سکي، ۽ پنهنجي جهالت تي قائم ٿو رهي، اهو ڪافر آهي. جيڪو سکي ٿو، ۽ علم ۾ ڪمال حاصل ٿو ڪري، اهو حقيقي مطلب سمجهي ٿو وڃي، ۽ منجهس علميت پيدا ٿئي ٿي، ۽ هو ڄاڻي ٿو، تہ سندس علميت علم ۾ عاجزي ڏيکارڻ کان سواءِ ڪجهہ بہ ناهي، ڇو تہ شَڪَن ۽ شُبهن کي حقيقت ۾ ڪا اهميت ڪانهي. اها عاجزي انسان کي علم جي تلاش ۾ پختو ڪري ڇڏيندي آهي.



# باب پيو

## درويشيءَ جو ثبوت

درويشي (فقر) کي خدا جي رستي ۾ وڏو مرتبو حاصل آهي، ۽ هن رستي ۾ درويشن لاءِ وڏا خطرا آهن. الله تعاليٰ فرمايو آهي: لِلفقراء الذين أحصروا في سبيل الله لايستطيعون ضرباً في الارض يحسبهم الجاهل اغنياء من التعفف[1]. "اهڙن درويشن جي خدمت ڪرڻ گهرجي، جيڪي الله جي رستي ۾ اهڙيءَ طرح وڪوڙيا پيا آهن، جو زمين تي هلي چلي نٿا سگهن. جاهل ماڻهو انهن جي خوداري ڏسي، ڪين مالدار سمجهي رهيا آهن." ٻئي هنڌ الله تعاليٰ فرمايو آهي: ضرب الله مثلا عبدا مملوڪا لايقدر عليٰ شي[2] ۽ "الله تعاليٰ ٻانهي جو مثال بيان ڪيو آهي، جيڪو ٻئي جي ملڪيت ۾ آهي، ۽ ڪنهن بہ شيءِ تي طاقت نٿو رکي." هڪ ٻي جاءِ تي ارشاد آهي: تتجافيٰ جنوبهم عن المضاجع يدعون ربهم خوفاً و طمعاً[3]. "انهن جا پاسا آرام ڪان آجا آهن، هو خوف ۽ اميد جي حالت ۾ پنهنجي رب پاڪ کي پُڪاريندا ٿا رهن." حضور رسول ﷺ جن بہ درويشي اختيار ڪئي ۽ فرمايو: اللهم احيني مسڪيناً و اَمِتني مسڪيناً وَاَحشُرني في زمرة المساڪين. "اي الله سائين! مون کي مسڪينيءَ ۾ جيئرو رک، ۽ مسڪيني ۾ مار، ۽ منهنجو حشر مسڪينن جي ٽولي سن ڪر." اهو بہ فرمايو اٿن، تہ حشر جي ڏينهن خدا تعاليٰ فرمائيندو: ادنوا مني احبائي فيقول المائڪة من احبائڪ فيقول الله عز وجل الفقراء والمساڪين." منهنجن دوستن کي مون وٽ آڻيو. ملائڪ عرض ڪندا، تہ اوهان جا دوست ڪهڙا آهن؟ وڏي عزت ۽ مرتبي وارو الله چوندو، تہ اهي فقير ۽ مسڪين آهن." اهڙيون ٻيون بہ آيتون ۽ حديثون آهن. اهي ايتريون تہ مشهور آهن، جو دليل لاءِ سندن پيش ڪرڻ جي ضرورت ئي ڪانہ آهي. حضور ﷺ جن بہ پنهنجي رسالت جي وقت ۾ درويشن ۽ مهاجرن سان اٿندا ويهندا هئا. انهن سيني ڳالهين کي ڇڏي ڏنو هو. الله تعاليٰ کي ئي روزي ڏيندڙ سمجهندا هئا، ۽ ان جي ذات تي پورو پورو پروسو رکندا هئا. ان ڪري ئي حضور ﷺ جن کي سندن صحبت ۽ سندن حق قائم رکڻ لاءِ موڪليو ويو هو. الله تعاليٰ ڪين فرمايو آهي: وَلا تَطرُدِ الذين يدعون ربهم بالغداوة و العشي يريدون وجهه "جيڪي (اصحاب صفه) صبح شام پنهنجي رب جي عبادت ڪن ٿا، ۽ ان جو رضامندي چاهين ٿا، تن کي نہ ڇڏ." ٻي جاءِ تي فرمان آهي:" وَلا تَعمد عيناڪ عنهم تريد زينة الحياة الدنيا" (دنياوي زينت لاءِ تنهنجون اکيون انهن کي ڇڏي، ٻي شيءِ تي پوڻ نہ گهرجن). ان ڪان سواءِ حضور ﷺ جن جو اهو معمول هوندو هو، جو انهن اصحابن مان ڪنهن کي بہ ڪٿي ڏسندا هئا، تہ چوندا هئا، هي اُهي ماڻهو آهن، جن لاءِ الله تعاليٰ مون کي تاڪيد ڪيو آهي. الله تعاليٰ درويشيءَ جو وڏو مرتبو ڪيو آهي، جو تہ انهن درويشن ظاهري وارن ۽ ڳُجهن ڪمن کي ڇڏي ڏنو آهي، ۽ وڏيون تڪليفون ۽ مصيبتون سَهي، خدا ڏانهن لاڙو رکيو اٿن. ايتري قدر جو فقيري سندن فخر بڻجي وئي آهي، هو نہ سچائي (فقيري) جي اچڻ ڪري خوش ٿيندا آهن، ۽ نہ وري ان جي هلڻ وڃڻ تي غمگين ٿيندا آهن. فقيريءَ جي هڪ رسم آهي، ۽ حقيقي رسم سچائي ۽ پريشاني آهي. اصل ۾ اها سندن نصيب جي بلندي آهي. جنهن بہ اها رسم ڏني، ۽ مراد حاصل ڪرڻ ڪان سواءِ فقط ان رسم کي اختيار ڪيو، اهو حقيقت ڪان پري هٽي ويو. مراد ملڻ سان حقيقت بہ حاصل ٿي ويندي. جنهن کي بہ حقيقت حاصل ٿيندي، اهو ساري ڪائنات ڪان منهن موڙي ڇڏيندو، هو پوريءَ طرح فنا حاصل ڪرڻ لاءِ سيني شين کي فنا سمجهندو، ۽ باقي رهندڙ ڏانهن ڌيان ڏيندو، جيئن حديث ۾ آيو آهي: "من لم يعرف سويٰ رسمه لم يسمع سويٰ اسمه" (جنهن فقيريءَ جي رسم ڪان سواءِ ڪجهه نہ ڄاتو، تنهن ان جي نالي ڪان سواءِ ڪجهه بہ نہ ٻڌو). فقير درويش اهو آهي، جنهن وٽ ڪجهه بہ نہ

---

(1) 273 البقرة.
(2) 75 النحل.
(3) 16 السجدة.

هجي، ۽ ڪابہ شيء منجهس خلل پيدا نہ ڪري. هو دنياوي مال جي ڪري شاهوڪار نہ هجي. ۽ نہ وري مال جي نہ هجڻ جي ڪري محتاج رهي. دنيا جي مال (اسباب) جو هجڻ يا نہ هجڻ، ٻئي هڪ لاءِ هڪجهڙا آهن. اجا بہ هو مال جي نہ هجڻ جي ڪري وڌيڪ خوش هوندو آهي. ان لاءِ مرشدن فرمايو آهي تہ درويش جيتري قدر سچو هوندو اوتري قدر هن جو حال ڪشادو هوندو. چو تہ درويش لاءِ دنيا جي ظاهري مال جو وجود ئي نياڳ جي نشاني هوندو آهي. تنهنڪري درويش لاءِ دنيا جا لاڳاپا جيترا وڌيڪ هوندا، اوترا ان لاءِ نقصانڪار ثابت ٿيندا. حقيقت ۾ درويش اهو آهي، جيڪو زندگيءَ جي ضرورتن مان ڪنهن بہ شيء سان واسطو نہ رکي. هن لاءِ ايترو هئڻ گهرجي، جيترو سندس جيئري رهڻ لاءِ ڪافي هجي. الله تعاليٰ جي پيارن ٻانهن جون زندگيون الله جي ڳجهن رازن. ۽ مهربانين سان ڀريل هونديون آهن. دنيا جي فاني مال جون محتاج نہ ٿينديون آهن. اهي دنيا جو مال متاع تہ خدا تعاليٰ ڏانهن وڌڻ کان روڪيندو آهي.

**حڪايت:** بيان ڪيو ويو آهي تہ هڪ درويش جي ڪنهن بادشاهہ سان ملاقات ٿي. بادشاهہ درويش کي چيو، تہ پنهنجي ضرورت ٻُڌاءِ! فقير جواب ۾ چيو، تہ مان پنهنجن غلامن جي غلام کان ڪابہ شيء نہ گهرندو آهيان. بادشاهہ فرمايو تہ اهو ڪيئن ٿي سگهندو؟ فقير جواب ڏنو، تہ منهنجا بہ غلام آهن، جيڪي تنهنجا بادشاهہ آهن. هڪڙو دنيا جو حرص ۽ ٻيو نہ ڪُٽندڙ اميد.

حضور ﷺ جن فرمايو آهي:" الفقر عز لاهله" (درويشي درويشن لاءِ عزت جو سبب آهي). جا شيء ڪنهن اهل لاءِ عزت هوندي آهي، سا نا اهل لاءِ ذلت بڻبي آهي. درويش جي عزت ان ۾ آهي، تہ هو پاڻ کي ذليل ڪمن کان بچائي، ۽ پنهنجي حال کي خلل وارين ڳالهين کان حفاظت ۾ رکي، نہ سندس بدن گناهہ جي ذلت ۾ خراب ٿئي، ۽ نہ وري سندس روح خلل وارين ڳالهين ۾ گرفتار رهي. درويش جي ظاهري حالت نعمتن سان ڀريل ۽ اندروني حالت ڳجهين مهربانين سان سينگاريل هجي، جيئن سندس بدن روحاني ۽ دل رباني جو مرڪز بڻجي وڃي. مخلوق سان سندس ڪوبہ لاڳاپو نہ رهي، ۽ آدميت سان سندس ڪوبہ واسطو نہ رهي، ۽ هو مخلوق جي لاڳاپي ۾ آدميت جي نسبت جو محتاج نہ رهي. جيڪڏهن ساري دنيا سندس ملڪيت ۾ اچي وڃي، تڏهن بہ هن ۾ غرور پيدا نہ ٿئي. ٻئي جهان سندس درويشيءَ جي تارازيءَ ۾ مڇر جي پَرَ جيترو وزن بہ نٿا رکن. اهڙيءَ حالت ۾ درويشن جو هڪ دم بہ ٻنهي جهانن ۾ سمائجي نٿو سگهي.

## (فصل -1)

مرشدن (مشائخن) تي الله جي رحمت هجي. هنن درويشيءَ ۽ بي نيازي جي ڳالهہ ۾ اختلاف ڪيو آهي تہ صفتن جي لحاظ کان ٻنهي ۾ وڌيڪ ڪير آهي؟ حقيقي بي نياز (غني) تہ صرف الله تعاليٰ جي ذات آهي، ۽ ان ذات کان سواءِ سڀني وصفن ۾ ڪوبہ ڪامل ڪونهي.

حضرت يحيٰ بن معاذ رازيؒ، احمد بن ابي الحواريؒ، حارث المحاسبيؒ، ابوالعباس بن عطاؒ، رويم بن محمدؒ، ابو الحسن بن شمعونؒ ۽ متاخرين مان مرشدن جو مرشد ابو سعيد بن محمد الميهني (متن الله جي رحمت هجي) سڀني بي نيازي (غنا) کي درويشي کان وڌيڪ چاتو آهي. درويشيءَ جي مقابلي ۾ هنن وٽ دعويٰ جو دليل اهو آهي تہ بي نيازي الله تعاليٰ جي صفت آهي، ۽ درويشيءَ کان ان جي ذات پاڪ آهي. تنهنڪري اها صفت جنهن جو خدا ۽ انسان جي وچ ۾ لاڳاپو هجي، ان جو مرتبو، ان صفت کان مٿانهون آهي، جيڪا فقط انسان ۾ هجي، ۽ خدا ۾ نہ هجي. اسان جو چوڻ آهي تہ اهو لاڳاپو صرف لفظي ۽ نالي ماتر آهي، ۽ حقيقي ۽ معنوي ناهي، حالانڪ اهو لاڳاپو ۽ هڪ جهڙائي معنيٰ ۾ هئڻ گهرجي. اهوممڪن ناهي، چو تہ الله تعاليٰ جون صفتون قديم (اصل کان) آهن، ۽ مخلوق جون حادث (فاني). تنهنڪري اهو دليل ڪوڙو آهي. مان علي بن عثمان جلابي چوان ٿو، تہ اهو هڪ بيڪار بحث آهي. غني خدا جي صفت آهي، ۽ اهو ئي ان جي لائق آهي. مخلوق انهيءَ نالي جي لائق بڻجي نٿي سگهي. انسان پيدا ئي فقير ۽ محتاج ٿيو آهي، تنهنڪري هن کي فقر (درويشي) جو نالو جڳائي ٿو. مجازي لحاظ کان خدا کان سواءِ ڪنهن بہ انسان کي غني سڏڻ جائز نہ آهي. الله تعاليٰ ذاتي طور غني آهي. هو سڀني سببن جو آهي. سندن بي نيازيءَ لاءِ ڪوبہ سبب ڪونهي، ۽ نہ وري هن لاءِ ڪنهن سبب جي

ضرورت آهي. ڀانهي کي جيڪا بي نيازي (غنا) حاصل ٿئي ٿي، اها خدا جي عطا ڪيل هوندي آهي ۽ هو سڀني جو محتاج هوندو آهي. ٻنهي ۾ لاڳاپو ۽ هڪجهڙائي حقيقي نہ هوندي آهي. خدا جي ذات ۾ ڪنهن جو بہ لاڳاپو جائز ناهي، نہ ان جي صفتن ۾ بہ لاڳاپو جائز ٿيندو. ۽ نالي ۾ بہ لاڳاپو رکي نہ سگهبو. باقي رهندي لفظن ۽ نالي جي ڳالهہ. نالو فقط سڃاڻپ لاءِ هوندو آهي. خدا ۽ مخلوق جي وچ ۾ وڏو فاصلو رکيل آهي. تنهنڪري الله جي بي نيازي (غنا) اها آهي، تہ هن کي ڪنهن جي بہ پرواهہ ڪانهي. هو جو ڪجھ چاهيندو آهي، سو ڪندو آهي. ڪوبہ سندس ارادي کي روڪي نٿو سگهي. ۽ نہ وري ڪوئي سندس قدرت جي آڏو اچي سگهندو. سندس ارادي جي خلاف ڪوبہ سگهہ ساري نٿو سگهي. سندس قدرت جي آڏو دم هڻڻ جي ڪنهن کي بہ طاقت ناهي. سندس سموريون صفتون قديم آهن. هو هميشہ پنهنجين صفتن سان قائم رهڻ وارو آهي. ۽ اصل کان وٺي قائم هو. مخلوق جي بي نيازي مال متاع هٿ ڪرڻ سبب ٿورن ڏينهن لاءِ هوندي آهي. هن کي هميشہ جي بي نيازي نہ هوندي آهي. هو (انسان) ڪڏهن مصيبت ۾ هوندو آهي، تہ ڪڏهن فرحت ۾ رهندو آهي. هو عاجزيءَ ۾ ذليل بہ ٿيندو آهي. تنهنڪري اها نسبت انسان لاءِ عارضي ۽ خدا لاءِ حقيقي هوندي آهي. الله تعاليٰ جو فرمان آهي: يا ايهاالناس انتم الفقراء الي الله و الله هو الغني الحميد. "اي انسانو! اوهان خدا آڏو محتاج آهيو ۽ الله تعاليٰ خوبين وارو ۽ بي نياز آهي". ٻيو فرمان آهي: والله غَـنـِي وَ اَ نتـُم الفقراء "الله بي نياز آهي ۽ اوهان محتاج آهيو." عام ماڻهن جو هڪ ٽولو چوي ٿو، تہ اسان تونگر کي درويش کان وڌيڪ ٿا سمجهون، چو تہ الله تعاليٰ تونگر کي ٻنهي جهانن ۾ نيڪ بنايو آهي. ۽ هن تي تونگري جو احسان ڪيو آهي. انهن ماڻهن هن ڳالهہ ۾ بي نيازي کي دنيا جي گهٽائي، انسانن جي اميدن جو پورو ٿيڻ ۽ آساني سان مرادن جو حاصل ٿيڻ ٿي سمجهيو آهي. هنن جو دليل آهي، تہ الله تعاليٰ تونگريءَ تي شڪر ڪرڻ، ۽ سڃائيءَ ۾ صبر ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي. مصيبت ۾ صبر ڪرڻ ۽ ٿوري تي راضي رهڻ جو ارشاد ڪيو آهي. نعمتن حاصل ٿيڻ تي وري شڪر گذار ٿيڻ جو فرمان آهي. تنهنڪري مصيبتن کان نعمتن جو درجو مٿي آهي. ان جي جواب ۾ اسان چئون ٿا، تہ نعمت حاصل ٿيڻ تي شڪر گذار ٿيڻ کي وڌيڪ نعمت جي ملڻ جو سبب بڻايو ويو آهي، ۽ سڃائي ۾ صبر ڪرڻ کي خدا جي ويجهڙائي حاصل ڪرڻ جو سبب بڻايو ويو آهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو: لئن شڪرتم لاَ زيد نڪـُم "اوهان شڪر ڪندا تہ اوهان کي وڌيڪ ڏيندس". ۽ صبر لاءِ فرمايائين: ان الله مع الصابرين. "بيشڪ الله تعاليٰ صبر ڪرڻ وارن سان آهي". جيڪو ماڻهو مالداريءَ ۾ غفلت سبب شڪر نٿو ڪري، تہ الله تعاليٰ سندس غفلت کي اڃا بہ وڌائي ٿو. ۽ جيڪو سڃائيءَ جي مصيبت ۾ صبر ٿو ڪري، جيڪو الله جي ويجهڙائيءَ جو سبب آهي، تہ الله تعاليٰ سندس ويجهڙائي کي اڃا بہ وڌائي ٿو. اها بي نيازي، جنهن کي مرشد سڃائي کان سٺو ٿا سمجهن، اها ٻئي قسم جي آهي. ۽ عام ماڻهن جي مقصدن جي ابتڙ آهي. عام ماڻهو بي نيازي ان کي ٿا سڏين، جنهن ۾ دنيا جي نعمتن جي گهٽائي هجي، ۽ شاهوڪار انهن مان فائدو حاصل ڪري سگهي. خدا جي ويجهڙائي ٻي شيءِ آهي، ۽ غفلت ۾ غرق ٿيڻ ٻي شيءِ آهي. حضرت شيخ ابو سعيد فرمائي ٿو: الفقر هو الغنا باالله. "درويشي اها بي نيازي آهي، جيڪا الله تعاليٰ جي ويجهڙائي سان حاصل ٿيندي آهي." ان مان مراد هميشہ رهڻ وارو (ابدي) ڪشف آهي. جيڪو الله پاڪ جي جلوي ڏسڻ سان حاصل ٿيندو آهي.

اسان چئون ٿا، تہ جيڪو ڪشف الله تعاليٰ جي جلوي ڏسڻ سان حاصل ٿيندو آهي، ۽ جنهن کي ڪن مرشدن بي نيازي (غنا) سڏيو آهي، تنهن ٿي پردو پئجي سگهي ٿو يا نہ؟ جيڪڏهن اهڙي ڪشف واري کي پرديدار سمجهنداسون تہ پوءِ اهو جلـوَن جي ديدار جو محتاج رهندو يا نہ؟ جيڪڏهن اوهان چئو ٿا، تہ محتاج نہ رهندو تہ اهو ممڪن نہ ٿيندو. جيڪڏهن اوهان چئو ٿا، تہ محتاج رهندو تہ اهڙي حالت ۾ گهرج پوڻ سان بي نيازي جو نالو ئي نہ رهندو. اصل ۾ بي نيازي خدا جي ذات سان هوندي آهي. اها ذات پنهنجن صفتن سان قائم، ۽ مرادن سان ثابت رهندي آهي. انسانن ۾ وصفن جو قائم رهڻ ۽ مرادن جو ثابت هجڻ ممڪن نہ آهي. چو تہ اهي بي نيازيءَ جي لائق ناهن. حقيقت ۾ انسان جي ذات عين نياز هوندي آهي. ان جي فاني هجڻ لاءِ سندس محتاجي ڪافي آهي. تنهنڪري جنهن کي هميشہ رهڻ واريون صفتون هونديون آهن،

اهو حقيقي غني هوندو آهي، ۽ جنهن جون صفتون عارضي هوندون آهن. اهو ڪنهن بہ مستقل نسبت جي لائق نہ هوندو آهي. تنهنڪري الغني من اغناه الله. "غني اهو آهي جنهن کي خدا تعاليٰ غني بڻائي. ان جو مطلب صاف آهي. يعني غني الله آهي، جيڪو فاعل آهي، ۽ جنهن کي غني بڻايو ويو، سو مفعول آهي. فاعل هميشہ پنهنجي ذات سان قائم هوندو آهي، ۽ مفعول جو وجود فاعل جو محتاج هوندو آهي. انهن ڳالهين جو نتيجو اهو نڪرندو تہ جيڪو خدا جي فضل ڪان سواءِ پنهنجو پاڻ رهندو. انهيءَ جي صفت بشريت هوندي، ۽ جيڪو خدا جي فيض سان قائم هوندو. تنهن جي بشريت واري صفت فنا ٿي ويندي. مان علي بن عثمان جلابي چوان ٿو تہ حقيقي بي نيازي (غنا) ڪي صفتن جي قائم رهڻ سان ڪو واسطو ناهي، چو تہ اهو ثابت ٿي چڪو آهي تہ انساني صفتون گهڻ حيثيت واريون ۽ فنا ٿيندڙ آهن. ان ڪان سواءِ انهن صفتن جي فنا ٿيڻ ڪان پوءِ بہ اهو لفظ چئي نٿو سگهجي، چو تہ فنا ٿيڻ واري شيءِ کي ڪوبہ نالو ڏئي نٿو سگهجي. جنهن بہ شيءِ جون صفتون فنا ٿي وڃن. تنهن تي نہ درويشي (فقر) جو نالو رکي ٿو سگهجي، ۽ نہ وري بي نيازي جو.

عام ماڻهن جي گهڻائي، ۽ سمورا مرشد درويشيءَ کي بي نيازي ڪان وڌيڪ سمجهندا آهن. چو تہ قرآن ۽ حديث ۾ درويشيءَ جي تعريف ڪئي وئي آهي. أمت جي گهڻي حصي جو انهيءَ ڳالهہ تي اتفاق آهي. مون حڪايتن ۾ ڏٺو آهي تہ هڪ دفعي حضرت جنيدؒ ۽ حضرت ابن عطاؒ انهيءَ مسئلي تي بحث ڪري رهيا هئا. ابن عطاؒ جو چوڻ هو تہ بي نياز (غني) ماڻهو وڏي فضيلت وارا آهن. چو تہ قيامت جي ڏينهن انهن کي پنهنجي دولت جو حساب ڏيڻو پوندو، ۽ حساب ڏيڻ وقت هو الله تعاليٰ جي خطاب مان سڌي طرح فيض حاصل ڪري سگهندا. جيڪڏهن ڪين سزا ملندي تہ اها بہ سندن محبوب جي طرفان هوندي. جيڪا محبت وارن کي ملندي رهندي آهي. حضرت جنيد جواب ڏنو تہ جتي شاهوڪارن ڪان حساب جي گهر ٿيندي، اتي فقيرن ڪان عذر پڇيو ويندو، ۽ ظاهر آهي تہ عذر جي منزل حساب جي منزل ڪان مٿانهين آهي. ان ۾ هڪ عجيب نڪتو آهي. محبت ۾ عذر مان ڌاريائپ ظاهر ٿيندي آهي ۽ سزا وري هيڪڙائي جي ابتڙ هوندي آهي. محبت وارا ٻنهي حالتن کي مصيبت سمجهندا آهن، چو تہ عذر ۾ محبوب جي حڪم جي بجا آوري ۾ ڪوتاهي هوندي آهي. يعني جڏهن هو پنهنجو حق گهري، تڏهن هي عذر پيش ڪري، ۽ سزا وري دوست جي حڪم جي ڪوتاهي تي ملندي آهي. ان وقت اهو دوست انهيءَ ڪوتاهيءَ جي ڪري ڪيس سزا ڏيندو آهي. اهي ٻئي ڳالهيون ممڪن نہ آهن. سيني ڳالهين ۾ فقير صبر ۽ شاهوڪار شڪر ڪندا آهن. حقيقي دوستيءَ ۾ دوست پنهنجي دوست ڪان ڪابہ شيءِ نہ گهرندو آهي، ۽ نہ وري ڪو دوست پنهنجي دوست جي حڪم مڃڻ ڪان انڪار ڪندو آهي. ڪنهن بزرگ ڪهڙو نہ چڱو چيو آهي:" ظَلَمَ مَن سمى ابن آدم اميراً وقد سماه ربه فقيراً" (جنهن آدم جي ٻچي کي امير سڏيو، تنهن ظلم ڪيو. هن جي رب هن جو نالو فقير رکيو آهي). الله جي درگاهہ ۾ جنهن وجود جو نالو فقير آهي، سو جيڪڏهن ظاهر ۾ امير آهي، تڏهن بہ حقيقت ۾ اهوئي فقير رهندو. جنهن پنهنجي محبوب جي زنجير ۾ پاڻ کي قيدي نہ چاتو، سو هلاڪ ٿي ويو. توڙي ڪٿي ظاهر ۾ هو تخت ۽ تاج جو مالڪ هجي. دراصل غني صدقي وٺڻ وارن مان هوندا آهن، ۽ فقير صدق (سچ) وارا هوندا آهن. صدق وارا صدقي وٺڻ وارا نہ ٿي سگهندا آهن. نتيجو اهو نڪتو تہ حضرت ايوب عہ جي درويشي حضرت سليمان عہ جي بي نيازي وانگر آهي. اهوئي سبب آهي جو سخت صبر ڪرڻ واري حضرت ايوب عہ کي نعم البدل يعني نيڪ ٻانهو سڏيو ويو، ۽ تخت ۽ تاج واري حضرت سليمان عہ کي بہ نعم البدل يعني نيڪ ٻانهو سڏيو ويو. الله جي رضا حاصل ٿيڻ سبب حضرت ايوب عہ جي درويشيءَ کي حضرت سليمان عہ جي بي نيازيءَ وانگر سڏيو ويو. مون استاد ابوالقاسم قشيري ڪان ٻڌو تہ ماڻهن درويشي ۽ بي نيازيءَ جي باري ۾ بحث ڪري، هڪ کي سٺو سمجهيو، مگر مان اهو ٿو چاهيان، تہ منهنجو حقيقي محبوب جنهن کي پسند ڪري، اهوئي مون کي گهرجي. جيڪڏهن مون لاءِ بي نيازي (شاهوڪاري) پسند ڪري تہ مون کي پنهنجي يادگيري ڪان غافل نہ رکي، ۽ جيڪڏهن درويشي پسند ڪري، تہ ان ۾ لوڀ ۽ لالچ ڪان پناهہ ۾ رکي. حقيقت ۾ شاهوڪاري بہ ان جي نعمت آهي، مگر جيڪڏهن ان جي ڪري غفلت پيدا ٿئي، تہ مصيبت آهي. درويشي بہ ان جي نعمت آهي، مگر جيڪڏهن ان جي ڪري لالچ پيدا ٿئي، تہ وڏي مصيبت آهي. اصل شاهوڪاري ۽ درويشي ٻئي انهيءَ حقيقي

بادشاهه (منعم) جون نعمتون آهن. مگر انهن مان جيڪي نتيجا نڪرن ٿا، سي جدا جدا قسمن جا آهن. درويشي ان شيءِ جو نالو آهي، جنهن سان دل مان الله جي ناليٰ کان سواءِ هر شيءِ نڪري وڃي، ۽ شاهوڪاري (غنا) ان شيءِ جو نالو آهي، جيڪا دل کي الله تعاليٰ کان سواءِ ٻين شين ڏانهن مشغول رکي. جيڪڏهن دل کي ڪشادگي (فراغت) حاصل ٿئي ٿي، ته نه درويشي شاهوڪاري کان پلي آهي ۽ نه وري شاهوڪاري درويشيءَ کان سٺي آهي. شاهوڪاري مال جي گهڻائي جو نالو آهي، ۽ درويشي مال جي گهٽتائي جو نالو آهي. حقيقت ۾ ساري مال متاع جو حقيقي مالڪ الله تعاليٰ آهي. جيڪڏهن طالب ملڪيت کي ترڪ ڪري ڇڏيندو ته هو شرڪ کان بچي ويندو، ۽ ٻنهي نالن کان بيپرواهه ٿي رهندو.

## (فصل -2)

طريقت جي مرشدن شاهوڪاريءَ ۽ درويشيءَ جي باري ۾ ڪجهه رمزون بيان ڪيون آهن. مان پنهنجي وس آهر سندن ڪجهه قول هن ڪتاب ۾ ڏيان ٿو انشاء الله. متاخرين مان هڪ چيو آهي: " ليس الفقير من خلا من الزاد انما الفقير من خلا من المراد. " (فقير اهو سچو ناهي جنهن وٽ ڪجهه نه هجي، مگر فقير اهو آهي جنهن جي دل خواهش کان خالي هجي). جيڪڏهن ڪنهن کي خدا دولت عطا ڪري، ۽ هو ان جي سنڀال جو ارادو ڪري ته هو غني آهي. جيڪڏهن هو انهيءَ دولت تان هٿ کڻي ڇڏي، تڏهن به غني آهي، ڇو ته انهن ٻنهي حالتن ۾ پرائي ملڪيت تي قبضي ڪرڻ جو سوال اُٿندو. حقيقت ۾ پرائي ملڪيت تي قبضو نه ڪرڻ ۽ پنهنجي ملڪيت جي سنڀال ڇڏي ڏيڻ جو نالو فقيري آهي. حضرت يحيٰ بن معاذ رازي چيو آهي: "عامة الفقر خوف الفقر". (فقيري جي نشاني فقيري وڃائڻ جي خوف جو نالو آهي). درويشيءَ جي نيڪ هجڻ جي نشاني اها آهي، ته درويش ولايت جي ڪمال تي پهچڻ، ديدار جي قائم رهڻ، صفتن جي فنا ٿيڻ، ۽ بيخود رهڻ جي باوجود ، ڊڄندو رهي. هن کي درويشيءَ جي فنا جو به خوف رکڻ گهرجي. درويشيءَ جو ڪمال اهو آهي، ته ماڻهو اهڙي مقام تي پهچي وڃي، جتي الله کان ڪنجي وڃڻ جو خوف نه هجي. حضرت رويم بن محمدؒ جو قول آهي: "من نعت الفقير حفظ سره وصيانة نفسه و آداءَ فرائضه". (فقيري جي صفت اها آهي، ته هن جو راز غرض کان پاڪ هجي، هن جو نفس مصيبت کان آزاد هجي، ۽ هو پنهنجا فرض ادا ڪندڙ هجي). جو ڪجهه سندس دل ۾ اچي، ان کي زبان سان ظاهر نه ڪري، ۽ جو ڪجهه سندس زبان تي ظاهر ٿئي، ان ۾ دل کي مشغول نه رکي. هن کي دل ۽ زبان تي ايترو قبضو هئڻ گهرجي، جو ڪابه شيءِ هن لاءِ رنڊڪ پيدا نه ڪري. حقيقت ۾ اها حالت انساني ضرورتن جي فنا ٿيڻ جي نشاني آهي. ٻانهي کي ظاهري توڙي ڳجهي طرح سان الله ڏانهن مشغول رهڻ گهرجي. حضرت بشر حافيؒ جو قول آهي:" افضل المقامات اعتماد الصبر علي الفقر الي القبر". (فقيري ۾ چڱي ۾ چڱو درجو آهي ته فقير قبر تائين صبر تي قائم رهي). فقيري درجن جي فنا ٿيڻ جو نالو آهي. فقيريءَ ۾ صبر تي قائم رهڻ جو مطلب اهو آهي، ته پنهنجي عملن کي ڪجهه به سمجهڻ نه گهرجي، ۽ انساني گهرجن کان مٽي رهجي. ان قول موجب ظاهر ۾ درويشي شاهوڪاريءَ کان وڌيڪ آهي. فقير کي پختو عقيدو رکڻ گهرجي، ته هو فقيريءَ کان ڪنهن به حالت ۾ منهن نه موڙيندو. حضرت شبلي جو قول آهي:" الفقير من لايستغني بشيءِ دون الله". (فقير اهو آهي، جيڪو ڪنهن کان به بيپرواهه ٿيڻ جي گهر نٿو ڪري. فقير کي خدا کان سواءِ ڪنهن مان به مزو نٿو اچي). ڇو ته دنيا ۾ هن جي زندگيءَ جو خدا کان سواءِ ٻيو ڪو مقصد ڪونه هوندو آهي. انهن لفظن جو مطلب هي آهي، ته ڪوبه هُن (خدا) جي ذات کان سواءِ بي نياز ٿي نٿو سگهي. ۽ هُن کي هٿ ڪرڻ ۾ ٿي بي نيازي آهي. اسان جو وجود خدا کان جدا آهي. جدائي کي دور ڪرڻ کان سواءِ هن کي هٿ ڪري نٿو سگهجي. يعني بي نيازي حاصل ڪري نٿي سگهجي. حقيقت ۾ اسان جو وجود خود هڪ پردو آهي. ان کي هٽائڻ سان ٿي بي نيازي حاصل ڪري سگهبي. حقيقت وارن لاءِ اهو نڪتو تمام نازڪ ۽ ڏکيو آهي. ان جي حقيقت اها آهي، ته الفقير لا يستغني عنه. فقير ڪڏهن به فقير کان بي نياز نه ٿيندو آهي، يعني فقير اهو هوندو آهي، جنهن کي ڪڏهن به شاهوڪاري نصيب نه ٿيندي آهي. هيءَ اها ڳالهه آهي، جنهن لاءِ خواجه عبدالله انصاري فرمايو آهي، ته اسان جو غم هميشه رهڻ وارو آهي، ۽ اسان جي مراد ڪڏهن به پوري نه ٿيندي. اهڙيءَ طرح اسان جو وجود دين ۽ دنيا ۾ فنا ٿي نه سگهندو. ڪنهن شيءِ کي حاصل ڪرڻ

لاءِ هر جنس جو هجڻ لازمي آهي، ۽ اها ازلي ذات (الله تعاليٰ) اسان جي جنس مان ناهي. ان ذات جي قول نہ مڃڻ لاءِ غفلت جي ضرورت آهي، مگر فقيرَ ڪڏهن بہ غافل نٿو رهي. سامهون ايندڙ ۽ هميشہ قائم رهندڙ رستو ڪيڏو نہ ڏکيو آهي. هو اهڙو دوست آهي، جنهن جو ديدار محنت ۽ ڪوشش سان حاصل ٿي نٿو سگهي. هن جو ديدار مخلوق جي ڪنهن جنس وانگر بہ ناهي. فنا ۽ بقا سان هن جي ذات ۾ ڪا بہ ڦير ڦار نٿي ٿئي. فاني شيءِ ڪڏهن بہ باقي (هميشہ رهندڙ) بڻجي سگهي، جو هن سان گڏجي سگهي ۽ جو باقي آهي، اهو بہ فاني ٿي نٿو سگهي. جو ان سان ويجهڙائي حاصل ٿي سگهي. تنهنڪري ان جا چاهيندڙ وڏي مشڪل ۾ قائل آهن. دل کي آٿت ڏيڻ لاءِ هنن سهڻيون عبارتون ناهيون آهن. ۽ روح کي خوش ڪرڻ لاءِ درجا، منزلون ۽ طريقا گهڙيا اٿن. مگر سندن عبارتون ۽ درجا سندن وجود تائين محدود آهن. ۽ الله تعاليٰ جي ذات انهن سڀني کان پاڪ آهي. حضرت ابوالحسن نوري فرمائي ٿو: "نعمت الفقير السكوت عند العدم و البذل الوجود". (فقير جي تعريف هي آهي، تہ جڏهن وٽس ڪجهہ نہ هُجي تہ چپ رهي، ۽ جڏهن وٽس هجي تہ خوب خرچ ڪري). ٻي هنڌ فرمايو اٿس: "الاضطراب عند الوجود". (جڏهن هن وٽ ڪجهہ هوندو تہ پريشان رهندو). مطلب اهو آهي، تہ جڏهن وٽس ڪجهہ نہ هوندو آهي، تہ هو چپ رهندو آهي، ۽ جڏهن وٽس مال هوندو آهي، تڏهن ٻين کي پاڻ کان وڌيڪ حقدار سمجهي، انهن تي خرچ ڪري ڇڏيندو آهي. هن کي جڏهن هڪ گرهہ جي ضرورت هوندي آهي، ۽ اها پوري نہ ٿيندي آهي، تڏهن سندس دل پريشان نہ ٿيندي آهي، ۽ جڏهن کيس هڪ گرهہ ملندو آهي، تڏهن پنهنجي مقابلي ۾ ڪنهن ٻئي کي لائق سمجهي، ان کي ڏئي ڇڏيندو آهي. اهو هڪ وڏو ڪارنامو آهي. هن ڳالهہ ۾ ٻہ اشارا آهن: هڪڙو اشارو هي آهي، تہ هو نہ هجڻ جي حالت ۾ خاموش ۽ رضا تي راضي هوندو آهي، ۽ پاڻ وٽ ڪجهہ هجڻ جي حالت ۾ چاهيندو آهي تہ ٻين تي خرچ ڪر. رضا تي راضي رهڻ ۾ انسان انعام جو حقدار ٿيندو آهي ۽ ٻين تي خرچ ڪرڻ ۾ محبتِ ظاهر ٿيندي آهي. رضا ۾ انعام ملندو آهي، ۽ انعام ويجهڙائي جو دليل ٿيندو آهي. محبت ڪرڻ وارو وري انعام (خلعت) کي ترڪ ڪندو آهي، ڇو تہ انعام ۾ جدائيءِ جو نشان بہ هوندو آهي. ٻيو اشارو هي آهي، تہ ڪجهہ هجڻ جي حالت ۾ دل کي ان ڳالهہ جو آٿت هوندي آهي، تہ ڪجهہ ملندو. جڏهن ڪجهہ ملندو آهي، تڏهن ملڻ واري شيءِ الله تعاليٰ کان جدا هوندي آهي، ۽ الله تعاليٰ کان سواءِ ٻي ڪابہ شيءِ کي ڇڏي ڏيندو آهي. هن باري ۾ مرشدن جو مرشد ابوالقاسم جنيد بن محمد بن الجنيدؒ فرمايو آهي: "الفقر خُلوُ القلب عن الاشكال". درويشي دل کي هر شڪل کان خالي ڪرڻ جو نالو آهي. دل جڏهن سڀني شڪلين کان خالي ٿي وڃي ٿي، تڏهن ان ۾ صفائي کان سواءِ ٻيو ڇا بچندو؟ خدا جي غير کان هٽ ڪٽڻ کان سواءِ ٻيو ڪو بہ چارو ڪونهي. حضرت شبلي چيو آهي: "الفقر بحر البلآ وبلاء ئه ڪُل عزِ". (فقيري بلائن جو سمنڊ آهي، ۽ ان جون سموريون بلائون عزت جو سبب آهن). ظاهري عزت فقير کان سواءِ ڪنهن ٻئي جي نصيب ۾ هوندي. جيڪو بلائن ۾ قائل هوندو آهي، تنهن کي تيستائين عزت جي خبر نہ پوندي آهي، جيستائين هو بلائن کان بيپرواهہ بڻجي، پنهنجي حقيقي مالڪ کي ياد ڪندو آهي. انهيءَ حالت جي پيدا ٿيڻ وقت سموريون بلائون سر بسر عزت بڻجي وينديون آهن. ان جي عزت سارو وقت هوندي، ۽ ان جو سارو وقت محبت بڻجي ويندو. ان جي محبت وري ديدار جو مرڪز بڻجي ويندي، جيئن طالب جو دماغ پنهنجي محبوب جي ديدار جو لائق بڻجي سگهي، ۽ هو اک کان سواءِ ڏسندڙ، ۽ ڪن کان سواءِ ٻڌندڙ بڻجي وڃي. اهو ٻانهو پيارو ٿيندو آهي، جيڪو دوست جي مصيبت جو بار پاڻ کڻندو آهي. مصيبت خودبخود عزت ٿيندي آهي، ۽ نعمت ذلت جو سبب بڻبي آهي. تنهنڪري عزت اها آهي، جيڪا ٻانهي کي خدا تائين پهچائي، ۽ ذلت اها آهي جيڪا ٻانهي کي خدا کان پري ڪري. فقيري وري مصيبت حاضر هجڻ جو نشان آهي، ۽ شاهوڪاري جي راحت پري ٿيڻ جو نشان آهي. جيڪو خدا وٽ پهچندو سو پيارو ليکبو، ۽ جيڪو پري ٿيندو سو ڌڪاريل سڏبو. جنهن مصيبت سان ديدار حاصل ٿئي، سا قبول ڪرڻ جي لائق آهي. حضرت جنيدؒ فرمايو آهي: "يا معشر الفقراء انكم انما تعرفون بالله و تكرمون الله فانظر وا كيف تكونون مع الله اذا خلوتم به". (اي فقيروا اوهان الله تعاليٰ جي ڪري سُڃاتا ٿا وڃو، ۽ ان ڪري ئي اوهان کي عزت ڏني وڃي ٿي. تنهنڪري اوهان کي سوچڻ گهرجي، تہ اڪيلائيءَ جي ڪري ئي خدا سان ڪيئن ٿا هلو؟) مخلوق اوهان

کي فقير ٿي سڏي، ۽ اوهان جو حق ادا ٿي ڪري. ٻڌايو تہ اوهان فقيريءَ جي رستي جو حق ڪيئن ڪا ادا ڪيو؟ جيڪڏهن مخلوق اوهان کي اوهان جي دعوا جي ابتڙ ڪنهن ٻئي نالي سان سڏي، تہ اوهان کي ناراض ٿيڻ نہ گهرجي، ڇو تہ اوهان بہ پنهنجي دعوا ڪرڻ ۾ انصاف تي ناهيو. اهو ماڻهو وڏو ڪميڻو آهي، جنهن کي خدا وارو سڏين. مگر هو خدا وارو نہ هجي. اهو ماڻهو وڏي بخت وارو آهي، جنهن کي ماڻهو بہ خدا وارو سڏين، ۽ هو پاڻ بہ خدا وارو هجي. الله وارو هجي. الله جو پياري ۾ پيارو ٻانهو اهو آهي، جنهن کي ماڻهو الله وارو سمجهن، ۽ هو سچ پچ الله وارو هجي. جيڪو ماڻهو الله وارو نہ هجي ۽ ٻيا ماڻهو هن کي الله وارو سمجهن، اهو اهڙي طبيب وانگر آهي، جيڪو بيمارن کي دوا ڏئي، مگر جڏهن پاڻ بيمار ٿئي، تڏهن ڪنهن ٻئي طبيب جو محتاج ٿئجي. اهو ماڻهو جنهن کي ماڻهو الله وارو سڏين، ۽ واقعي الله وارو هجي، تہ اهو اهڙي طبيب وانگر آهي، جيڪو بيمارن کي بہ دوا ڏئي، ۽ جڏهن پاڻ بيمار ٿئي، تڏهن ڪنهن ٻئي طبيب جو محتاج نہ ٿئجي، ۽ پنهنجي دوا پاڻ ڪري سگهي. اهو ماڻهو جنهن کي ٻيا الله وارو نہ سمجهن، ۽ هو پاڻ الله وارو هجي، اهو اهڙي طبيب وانگر آهي، جنهن کي ماڻهو طبيب ڪري نہ مڃن، مگر هو ماڻهن جي پرواهہ نہ ڪري، ۽ سٺي خوراڪ، فرحت ڏيندڙ شربت، ۽ سٺي هوا سان پنهنجي صحت کي قائم رکڻ ۾ وقت صرف ڪري، بيمار نہ ٿئي. اهڙو ماڻهو ٻين جي نظرن کان لڪل هوندو آهي. متاخرين مان ڪن جو چوڻ آهي: "الفقر عــدم بــلا وجود" (فقيري ڪجهہ بہ نہ هجڻ واري اها حالت (عدم) آهي، جنهن کي ڪو وجود ڪونهي). هن قول جي سمجهاڻي ناممڪن آهي، ڇو تہ ڪجهہ بہ نہ هجڻ واري شيءِ (معدوم) جو ڪو وجود نہ هوندو آهي، ۽ سمجهاڻي ان شيءِ جي ڏئي سگهبي آهي، جنهن کي ڪو وجود هجي. ظاهر ۾ هن قول جو مطلب اهو ٿي سگهي ٿو، تہ فقيري ڪابہ شيءِ ناهي. اها ڳالهہ غلط آهي. حق جي رستي وارن سالڪن جون سمجهاڻيون ۽ گفتا بي بنياد شين بابت ٿي نٿا سگهن. اصل شيءِ جو انڪار ڪري نٿو سگهجي، پر انڪار فقط ان مصيبت جو آهي، جيڪا اصليت کي بگاڙي ڇڏي. سموريون انساني صفتون مصيبت جو سبب ٿئيون آهن. جڏهن مصيبت دور ٿيندي، تڏهن صفتون بہ فنا ٿي وينديون. صفتن جو فنا ٿيڻ مقصد حاصل ڪرڻ، يا ان تان هٽ ڪٽڻ جي وسيلن کي ختم ڪري ڇڏيندو. جيڪڏهن اصل تائين پهچڻ جو رستو بند ٿي ويندو، تہ اصل جو فنا ٿيڻ بہ نظر ايندو، ۽ ماڻهو ذلت جي کوهہ ۾ وڃي ڪرندو.

مون فلسفين (متڪلمين) جي هڪ ٽولي کي ڏٺو، جن ان گفتي جي معنيٰ نہ سمجهي هئي، ۽ خواهہ مخواهہ ان تي ڪـل مسخري ڪري رهيا هئا، ۽ چئي رهيا هئا، تہ اها ڳالهہ عقل جي ابتڙ آهي. مون دعوا ڪندڙ جو هڪ اهڙو ٽولو بہ ڏٺو آهي. جيڪو هن جهالت واري ڳالهہ کي سچو سمجهي رهيو هو، ۽ ڪيس ان حقيقت جي ڪابہ خبر ڪانہ هئي. حقيقت ۾ ٻئي ٽولا بيخبر هئا: هڪڙو جهالت جي ڪري انڪاري ٿيو هو، ۽ ٻيو بيوقوفي جي ڪري پريشان ٿيو هو. هڪڙن عدم ۽ فنا جو مطلب اهو ورتو هو، تہ اڻ وڻندڙ ۽ خراب صفتن کي ڇڏي، سٺين ۽ تعريف جهڙين صفتن جي تلاش ڪجي، ۽ ٻين وري صفتن جي ترڪ ڪرڻ کي سٺو ڄاتو. سچي ڳالهہ هيءَ آهي، تہ فقير خود فقيريءَ جي سمورين معنائن کي بيان ڪري نٿو سگهي، ۽ هو پنهنجي اصلي مقصد جي سڀني سببن کي بہ نٿو ڄاڻي. مگر الله جي ڳُـجهن جو مرڪز بہ اهوئي فقير هوندو آهي. جيستائين سندس فقير پنهنجا ڪم پرهيزگاري ۽ خدا جي خوف سان ڪندو رهندو آهي، تيستائين سندس سڀني ڪمن کي الله تعاليٰ جي درگاهہ مان قبوليت جي نسبت حاصل ٿيندي رهندي آهي، تان جو هڪ اهڙو وقت بہ ايندو آهي، جڏهن فقير جا سمورا ڪم پورهئي جي قيد کان آزاد ٿي ويندا آهن، ان وقت ان جي ڪمن جي نسبت بہ نہ رهندي آهي. لفظن ۽ معنائن کي بہ فقير سان ڪا نسبت نہ هوندي آهي، مگر الله جي رمزن ۽ ڳُـجهن جي وسيلي فقيرن تي جو ڪجهہ نازل ٿيندو آهي، تہ ان جي نازل ٿيڻ جي ج. نقير ٿي هوندو آهي. فقير رستي تي هلندڙ يا پنهنجي وس وارو نہ هوندو آهي. فقير ڪو بہ ڪم پنهنجي اختيار سان نہ ڪندو آهي. هو ڪابہ شيءِ پنهنجي اختيار سان نہ وٺندو آهي، نہ وري ڪنهن شيءِ کي پنهنجي اختيار سان پري ڪندو آهي. هو ٻانهي هجڻ جي حيثيت ۾ الله تعاليٰ جي ذات کان ٻاهر (غير) آهي، مگر الله تعاليٰ جي ذات جو خاص نشان بہ آهي.

مون هڪ ٽولي کي ڏٺو، جنهن زبان ۽ ڪلام کي ڄاڻ جي دعويٰ ٿي ڪئي. ان ٽولي وجود جي انڪار کي سچي فقيري ٿي ڄاتو، ۽ پنهنجي دعويٰ ۾عقل جي ڪمال کيٰ ڪمال جو انڪار ٿي سمجهيائون. اها هڪ عجب جهڙي ڳالهه هئي، مون اهو به ڏٺو ته انهن جي انڪار جو مطلب فقيري جي صفت جو انڪار هو.۽ مون اهو به ڏٺو ته هنن فقيري ۽ تصوف کي حقيقتِ جي طلب ۽ حقيقت جو انڪار ٿي سڏيو. حقيقت ۾ هنن پنهنجي بي بنياد خيالن کان سواءِ هر شيءِ کي غلط ٿي سمجهيو: هنن مان هر هڪ ماڻهو فقيري کان واقف نه هو. اصل ۾ ماڻهو لاءِ فقيري جي ڄاڻ ولايت جي ڪمال جو نشان هوندي آهي. هن ڳالهه کي سمجهڻ جي ڪوشش همٿ جو ڪم آهي ۽ حقيقي معنيٰ سان محبت رکڻ وڏو ڪمال آهي. تنهنڪري فقيريءَ جي طالب ۽ صوفيءَ لاءِ ان ڳالهه کان سواءِ ٻيو ڪو چارو ڪونهي، ته سندن رستي تي هلن، اهي منزلون پوريون ڪن، ۽ عبارتن تي غور و فڪر ڪري، انهن جي سمجهڻ جي ڪوشش ڪن، ته جيئن اهي اونده ۾ نه رهن. سمورا اصول (بنياد ) اصولن مان سموريون شاخون (فروع) شاخن مان نڪرنديون آهن. عام ماڻهو اصولن کي ڇڏي ڏيندا آهن ۽ فروعات (شاخن) ٿي پاڙيندا آهن. حقيقت ۾ اصولن کان بيخبر ماڻهو پنهنجن پيرن تي بيهي نه سگهندو آهي. جنهن کي فروعات جو پتو نه هوندو آهي، سو گهٽ ۾ گهٽ اصولن جو سهارو وٺي سگهندو آهي. جيڪو اصولن کان بي خبر هوندو آهي، ان کي ڪو سهارو نه ملندو آهي. مون هي سڀ ڪجهه اوهان جي حوصلي وڌائڻ لاءِ لکيو آهي، ته جيئن اوهان روحاني سفر اختيار ڪري سگهو، ۽ سفر جي آداب کي وساري نه ويهو، مان هاڻي تصوف جي باب ۾ صوفين جا ڪجهه اصول، رمزون ۽ اشارا بيان ڪندس. پوءِ حقباز ماڻهن جون حالتون ۽ صوفي مرشدن جي مختلف مذهبن جو ذڪر ڪندس. اڳتي هلي تصوف جي قسمن، علم ۽ قانونن جي باري ۾ ڪجهه لکندس. پوءِ وسُ آهر صوفين جا آداب ۽ رمزون بيان ڪندس، ته جيئن پڙهڻ وارن کي حقيقت جو پتو پئجي وڃي. سموري توفيق الله تعاليٰ جي طرف کان آهي.

# باب ٽيون

## تصوف متعلق

وڏي شان واري الله تعاليٰ چيو آهي: "وَعِبادُ الرحمانِ الذين يَمشُونَ علي الارض هَونا وَاِذا خاطَبَهُمُ الجَاهِلُونَ قالوا سلاما" [1]. (الله جا ٻانها، جيڪي زمين تي عاجزي سان هلندا آهن، تن سان جڏهن جاهل بد اخلاقي سان ڳالهائيندا آهن، تڏهن هو سلام ڪري، هليا ويندا آهن). حضور ﷺ جن فرمايو آهي: "مَن سَمِعَ صوتَ اَهل التصوف فلا يومن عليٰ دعائهم كُتِبَ عند الله من الغافلين." (جنهن صوفين جو آواز ٻڌو، ۽ ان کي نہ مڃيائين، تہ اهو الله تعاليٰ وٽ غافلن ۾ شمار ٿيندو). ماڻهن تصوف جي لفظ متعلق گهڻو ڪجهہ لکيو آهي، ۽ ڪتاب تصنيف ڪيا آهن. هڪڙن خيال ظاهر ڪيو آهي، تہ صوفيءَ کي صوفي ان ڪري سڏيو ويندو آهي، جو صوف (اُنَ) جا ڪپڙا پائيندو آهي. ٻيا چوندا آهن تہ صوفي نماز ۾ پهرين صف (قطار) ۾ هوندو آهي، ان ڪري کيس صوفي سڏيندا آهن. ڪي وري چوندا آهن تہ هنن اصحاب صفي جي صحبت اختيار ڪئي، تڏهن کين صوفي سڏيو ويو. ڪن جو خيال آهي تہ صوفي لفظ صفا نڪتل آهي. طريقت جي تحقيق ۽ ان جي معنيٰ ۾ هر ڪنهن جا پنهنجا پنهنجا لطيفا آهن. اهي سمجهاڻيون صوفي لفظ جي لغوي معنيٰ تي روشني وجهي نٿيون سگهن. هر هڪ سمجهاڻي ۾ ڏکيا دليل ڏنا ويا آهن. تڏهن بہ لفظ صفا غور ڪرڻ جي لائق آهي. صفا جي معنيٰ صفائي آهي، ۽ صفائي جو ضد ڪدورت آهي. حضور ﷺ جن فرمايو آهي: "ذَهَبَ صَفوُ الدُنيا و بَقِيَ كَدَرُها" (دنيا مان صفائي هلي وئي، ۽ ڪدورت باقي وڃي بچي). شين جي سٺي حصي کي صفا، ۽ خراب حصي کي ڪدر سڏيندا آهن. صوفي پنهنجي اخلاق ۽ ميل ميلاپ کي صاف رکندا آهن، ۽ قلبي مصيبتن کان آزاد هوندا آهن، تنهنڪري کين صوفي سڏيو ويندو آهي اهو نالو عارفن لاءِ "اسم عام" (خاص ۽ مقرر ڪيل نالو) جي حيثيت ٿو رکي. صوفين جو مان مرتبو ان ڳالهہ کان مٿانهون آهي، تہ سندن ڪمن ۾ ڪا لکل شيءِ هجي. صوفي لفظ سندن ڳجهين صفتن کي ظاهر ڪرڻ لاءِ ڪافي ناهي. سندن الله تعاليٰ سان ويجهڙائي واري حالت انهيءَ لفظ ۾ سمائجي نٿي سگهي. تنهنڪري صوفي جو اشتقاق (جَڙ) صفا مان ڪڍي، ان کي "اسم صفت" بڻائڻ ٺيڪ نہ رهندو. هن زماني ۾ الله تعاليٰ تصوف جي حقيقت ۽ صوفين کي عام ماڻهن جي دلين کان لڪائي ڇڏيو آهي. اهوئي سبب آهي جو ڪن ماڻهن جو خيال آهي تہ تصوف فقط ظاهري پرهيزگاري ۽ تقويٰ تائين محدود آهي، ۽ منجهس باطني ديدار ڪونہ آهي. ڪي وري انهيءَ گمان ۾ آهن تہ تصوف هڪ ظاهر داري جو طريقو آهي، ۽ ان کي ڪوبہ بنياد ڪونهي. ايتري قدر جو ڪن مسخرن ۽ اڻ ڄاڻ عالمن سان ملي، صرف ظاهر واري اک سان ڏٺائون، ۽ تصوف جو انڪار ڪيائون. اهي ماڻهو تصوف جي اصلي حقيقت کي سمجهڻ جي ڪوشش ئي نٿا ڪن، ۽ اجايو ان کي گهٽ وڌ ٿا سڏن. عام ماڻهن وري، سوچ ۽ ويچارن کان سواءِ، انهن جي انڌي پيروي ڪئي آهي. هنن پنهنجن وڏن ۽ اصحاب سڳورن جي حڪمن کان بہ منهن موڙي ڇڏيو آهي. "ان الصفا صِفَةُ الصِديق اِن اَرَدتَ صوفيا علي تحقيق "جيڪڏهن سچو صوفي بڻجڻ چاهين، تہ ڄاڻ تہ صوفي ٿيڻ حضرت صديق رضہ جي صفت آهي". باطن جي صفائي هڪ اصول ۽ هڪ فرع (شاخ) آهي. اصول اهو آهي تہ دل الله جي غير کان خالي هجي، ۽ فرع اهو آهي تہ جنهن جي دل هن فريبي دنيا کان دور هجي. اهي ٻئي صفتون حضرت صديق اڪبر رضہ جون آهن، جنهن جو نالو عبدالله ابوبڪر رضہ بن ابي قحافہ آهي. هن رستي جو امام اهو ئي آهي. سندس دل غيرن جي محبت کان خالي هئي. حضور ﷺ جن جي وفات وقت سمورن اصحابن سڳورن جون دليون ٽُٽي پيون هيون، ۽ حضرت عمر رضہ تلوار ڪڍي چوڻ لڳو هو، تہ جيڪو چوندو حضور ﷺ جن وفات ڪري ويا آهن، ان جو سر ڌڙ کان جدا ڪري ڇڏيندس. حضرت صديق اڪبر رضہ ٻاهر

---

[1] 63 الفرقان.

آيو، وڏي آواز سان چيائين: الا من عبدَ محمد فان محمد قـد ماتَ و من عبد رب محمد فـانـه حـي لا يـمـوُ تُ." خبردار جن محمد ﷺ جن جي بندگي ڪئي، اهي سمجهن تہ پاڻ وفات ڪري ويا، ۽ جن محمد ﷺ جن جي رب جي بندگي ڪئي، اُهي سمجهن تہ پاڻ سڳورا جيئرا آهي، ۽ هنن لاءِ موت ڪونهي". وري هيءَ آيت پڙهيائين: وَمَـا محمد الا رسول قد خَلَـت من قَبله الرسل أفـان ماتَ او قُـتِـلَ انقَـلَـبْـتُـم عليٰ أعقا بِـكُـم [1]." محمد ﷺ جن فقط رسول آهن، ۽ ڪانئن اڳ بہ رسول گذريا آهن. جيڪڏهن پاڻ وفات ڪري وڃن، يا شهيد ٿي وڃن، تہ توهان پنهنجي پُـراڻي رَوِش تي اچي ويندؤ ڇا؟" جيڪو فاني شين سان دل رکندو آهي، اهو پاڻ فنا ٿي ويندو آهي، ۽ سندن سموري محنت اجائي ويندي آهي. جيڪو الله سان لنئون لڳائيندو آهي، اهو باقي رهندو آهي. جنهن محمد ﷺ جن ڪي بشريت جي نظر سان ڏٺو، ان جي دل مان سندن وفات ڪرڻ سان، سندن عزت بہ ختم ٿي وئي. جنهن حضور ﷺ جن ڪي حقيقت جي نظر سان ڏٺو، ان لاءِ سندن جيئري رهڻ يا وفات ڪري وڃڻ ۾ ڪو فرق ناهي، چو تہ سندن ٻئي حالتون الله تعاليٰ سان نسبت رکن ٿيون. حضرت صديق اڪبر رضہ حالتن کي ڇڏي، حالتن جي پيدا ڪندڙ (الله تعاليٰ) کي سامهون رکيو. حقيقت ۾ حالتون، حالتن جي خلقيندڙ جي حڪم سان ظاهر ٿينديون آهن. حضرت صديق اڪبر رضہ حضور ﷺ جن جي عزت، سندن شان موجب ڪئي ۽ پنهنجي دل جو لاڳاپو خدا کان سواءِ ڪنهن بہ شيءِ سان نہ رکيو. ۽ پنهنجي نظر کي ماڻهن جي نظر کان بچائي ورتو. ڪنهن ڪهڙو نہ چڱو چيو آهي: مَـن نَـظَـر اْ لي الخلق هَـلَـكَ ومن رجع الي الحق مَـلَـكَ. "جنهن مخلوق کي ڏٺو سو هلاڪ ٿيو، ۽ جيڪو الله تعاليٰ ڏانهن موٽيو سو مالڪ ٿيو". مخلوق ڏانهن ڏسڻ تباهيءَ جو نشان آهي، ۽ الله ڏانهن ڏسڻ بادشاهيءَ جو نشان آهي. حضرت صديق اڪبر رضہ جو دنيا کان دور رهڻ اهڙي طرح هو. جو هن پنهنجو سمورو مال متاع الله جي راهہ ۾ ڏئي ڇڏيو، ۽ پاڻ هڪ ڪنبل ويڙهي حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ آيو حضور ﷺ جن ڪانئس پڇيا ڪئي: مَـا خَـلَّـفـتَ لـعيا لـكَ. "پنهنجن ٻارن ٻچن لاءِ ڇا ڇڏي آيو آهين؟" فَـقَـالَ الله و رسوله. "چيائين تہ الله ۽ ان جو رسول". يعني وڏا ۽ نہ کٽڻ وارا بہ خزانا ڇڏيا اٿم. پڇيائون تہ ڪهڙا؟ جواب ڏنائين، تہ هڪ الله تعاليٰ جي محبت ۽ ٻي ان جي رسول جي پيروي. دل جڏهن دنيا جي لاڳاپن کان دور ٿي وئي، تڏهن ان جون خرابيون بہ دور ٿي ويون. اهي سموريون صفتون سچي صوفيءَ جون آهن. هن ڳالهہ جو انڪار حقيقت جي انڪار وانگر آهي، ۽ هڪ هٺ ڌرمي بہ آهي.

مان اڳ ۾ چئي آيو آهيان، تہ "صفا"، "ڪدر" جو ضد آهي. ڪدر (ميراڻ) انساني صفتن ۾ شامل آهي. صحيح معنيٰ ۾ سچو صوفي اهو آهي، جيڪو "ڪدر" ڇڏي ڏئي. حضرت يوسف عليہ السلام کي ڏسڻ وقت مصر جي عورتن جي بيهوشي، حقيقت ۾ سندن بشري صفتن جو غلبو هو. ۽ اُهي ماديت (جسمانيت) کان هٽي، رُوحانيت ۾ محوَ ٿي ويون. جڏهن انهيءَ غُلبي پڇاڙي ڪئي، تڏهن بشريت جو غلبو فنا ٿي ويو، ۽ انهن عورتن چئي ڏنو: "مـا هـٰـذه بَـشَـراً ". (هي ماڻهو ناهي). حقيقت ۾ حضرت يوسف عليہ السلام جي حُسن مصر جي عورتن جي بشري صفتن کي بدلائي ڇڏيو. هنن پنهنجي ڪلام جو نشانو حضرت يوسف عليہ السلام کي بڻايو، مگر اصل ۾ هنن پنهنجو هي حال ظاهر ڪيو. طريقت جي مرشدن جو چوڻ آهي: "ليس الصفا من صفات البشر لأن البشر مدر و مدر لا يخلوا عن الكدر". (صفا انساني صفتن مان ناهي، چو تہ انسان مٽيءَ جو پتلو آهي، ۽ مٽيءَ جو پتلو ڪدورت سان خالي نہ هوندوآهي). صفا انساني صفتن مان نہ آهي، چو تہ مٽيءَ جي پتلي جو دارو مدار ڪدورت تي آهي، تنهنڪري هو ڪدورت کان پاڪ ٿي نٿو سگهي. صفا جو لاڳاپو انساني ڪمن (افعال) سان ناهي. فقط محنت ۽ رياضت سان آدميت فنا ٿي نہ سگهندي. صفا جي صفت بہ اعمالن ۽ حالتن سان ڪو واسطو نٿي رکي. ان کي ڪنهن نالي يا لقب سان ڪو تعلق ڪونهي. "الصفا صفت الاحباب وهُـم شموس بلا سحاب". (صفا الله جي دوستن جي صفت آهي، جيڪي اهڙي سج وانگر آهن، جيڪو ڪڪرن ۾ لڪل ڪونهي). صفا محبت جو نشان آهي، محبت ڪرڻ وارا پنهنجن صفتن کي فنا ڪري، فقط محبوب جي صفتن سان رهندا آهن. حال وارن

[1] 144 آل عمران.

جي نظر ۾ انهن جو مثال سج وانگر آهي. جڏهن حضور ﷺ جن کان حضرت حارث رضه جي باري ۾ پڇيو ويو، تڏهن فرمايائون: "عبد نورَ الله قَلبَـهُ با لايمان". (هو اهڙو ٻانهو آهي، جنهن جي دل کي الله، ايمان جي نور سان روشن ڪيو آهي). انهيءَ نور جي فيض سان سندس منهن چنڊ وانگر روشن ٿي پيو آهي. ۽ هو رباني نور جو پتلو بڻجي پيو آهي. ڪنهن بزرگ چيو آهي:

ضـيـاءُ الشـمـس و الـقـمـر اذا اشـتركـا
انمو ذج من صفاء الحب و التوحيد اذا اشتكا
(سج ۽ چنڊ جو ميلاپ توحيد ۽ صفا جي ميلاپ وانگر آهي).

جتي الله تعاليٰ جي محبت جو نور موجود هجي، اتي سج ۽ چنڊ جي نور جي ڪهڙي حيثيت رهندي؟ ٻنهي جو پاڻ ۾ مقابلو ڪري نٿو سگهجي. دنيا ۾ سج ۽ چنڊ کان روشن ڪا بہ شيءِ ناهي. انساني اک سج ۽ چنڊ جو جلوو برداشت ڪري نٿي سگهي. جڏهن سج ۽ چنڊ پنهنجي ڪمال تي هوندا آهن، تڏهن اک آسمان کي ڏسندي آهي. دل وري معرفت جي نور، توحيد ۽ محبت جي وسيلي عرش کي ڏسندي آهي، ۽ قيامت تائين جيڪو احوال آهي، ان کي ڇاڻي وٺندي آهي. طريقت جي سيني مرشدن جو ان ڳالھ تي اتفاق آهي، تہ جيڪڏهن ٻانهو مقامن جي قيد کان ڇوٽڪارو حاصل ڪندو آهي، حالتن جي ميراڻ (ڪثافت) کان پاڪ ٿيندو آهي، ۽ بدلجندڙ ۽ قيرقار ۾ ايندڙ دنيا کان بيپرواھ ٿي ويندو آهي، تڏهن سموريون وڻندڙ حالتون، هن ۾ داخل ٿي وينديون آهن، ۽ پنهنجين انساني وصفن کان جدا ٿي ويندو آهي، يعني پنهنجي ڪنهن پسند ڪيل صفت کي ڏسي، ان جو قيدي نہ بڻبو آهي. ان ڏانهن وري نہ ڏسندو آهي، ۽ ان تي مغرور بہ نہ ٿيندو آهي. سندس حال عقل جي وٺ پڪڙ کان آزاد ٿي ويندو آهي. الله تعاليٰ وٽ سندس وقت وهمن ۽ وسوسن جي قبضي کان نڪري ويندو آهي. الله تعاليٰ وٽ سندس حاضري ختم نہ ٿيندي آهي، ۽ سندس وجود ظاهري سببن کان بي نياز ٿي ويندو آهي." لأن الصفا حضُور بِلاَ ذَهاب و وجود بِلاَ أسبَاب" (تحقيق صفا اهڙي حاضري آهي، جيڪا فنا نہ ٿي ٿئي، ۽ اهڙو وجود آهي، جيڪو سببن کان سواءِ هجي)؟ جيڪو وجود حاضر هوندو آهي، سو غائب نہ ٿيندو آهي. هو ڪنهن بہ سبب سان نہ ملندو آهي. جيڪا حاضري غائب ٿيڻ سان متجي وڃي، ان کي حاضري چئي نہ سگهبو، ۽ جيڪو وجود ڪنهن سبب جي ڪري موجود هجي، اهو صحيح معنيٰ ۾ وجود ئي ناهي. صوفي جڏهن اهڙي منزل تي پهچي ويندو آهي، تڏهن هو دنيا ۽ آخرت ۾ فنا ٿي ويندو آهي. سندس انساني جسم ظاهر هوندو آهي، پر حقيقت ۾ هو رحماني بڻجي ويندو آهي. هن جي نظر ۾ زر ۽ جواهر بہ نڪرن ۽ پٿرن وانگر هوندا آهن. دنيا وارن لاءِ جيڪا ڳالھ اهنجي هوندي، سا ڳالھ هن لاءِ سهنجي ٿيندي آهي، پوءِ ڪٿي حڪمن جي پيروي هجي يا ٻيو ڪجھ.

هڪ دفعي حضرت حارث بن زيد حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. حضور ﷺ جن فرمايو: "كيف اصبحتُ يا حارث" (اي حارث اڄ تنهنجو صبح ڪيئن گذريو؟) هن چيو "(قال) اصبحت مومناً بالله حقا فقال أنظر ما تقول يا حارثة ان لكل شي حقيقة فما حقيقة ايمانك فقال عَزَلتُ وَ حَرفت نفسي عن الدنيا فاستوىٰ عندي حجرها و ذَهبُـها وَ فضتُـها و مَدَرُها فاسهرت ليلي و أصمات نهاري حتيٰ صرتُ كَاَني أنظُر اليٰ عرش ربي بارزاً و كَـاَ ني أنظُـر اليٰ اهل الجنة يـتَـزاَ وَدُون فيها كَاَني أنظُر اليٰ اهل النار يـتَـضَـارَ عـون وً فـي رواية يتعاورون والحديث" (هن عرض ڪيو، تہ الله تعاليٰ جي سچائيءَ تي ايمان رکندي، رات گذاريم. حضور ﷺ جن فرمايو: اي حارث! تون سوچ ۽ ويچار ڪر تہ ڇا چئي رهيو آهين؟ هر شيءِ کي هڪ حقيقت هوندي آهي. ٻڌاءِ تہ تنهنجي ايمان جي حقيقت ڇا آهي ۽ ان جو دليل ڪهڙو؟ هن عرض ڪيو، تہ مون پنهنجو پاڻ کي دنيا کان دور ڪري، پنهنجي رب کي سڃاتو آهي. ان جي نشاني اها آهي، جو پٿر، سون، چاندي ۽ مٽي مون لاءِ هڪ جهڙا آهن، ڇو تہ مون دنيا کان بيزار ٿي آخرت تي نظر رکي آهي. منهنجو حال اهو آهي، جو رات جو جاڳندو آهيان، ۽ ڏينهن جو اُڃيو بکيو رهندو آهيان. يعني روزو رکندو آهيان. هاڻي منهنجي اها حالت بڻجي وئي آهي جو ڄڻ تہ پنهنجي الله تعاليٰ جي عرش کي ڏسي رهيو آهيان، ۽ اهو بہ ڏسي رهيو آهيان تہ بهشت وارا هڪ ٻئي

سان ملي رهيا آهن. ۽ دوزخ وارا هڪ ٻئي سان ملي روئي پِٽي رهيا آهن. هڪ روايت ۾ ائين بہ آهي تہ هنن کي هڪ ٻئي سان وڙهندي ۽ ماريندي ڏسي رهيو آهيان. حضور ﷺ جن ٽي دفعا فرمايو. تہ اي حارث! تو گهڻو ڪجهہ پرايو آهي. هاڻي انهيءَ ڳالهہ تي قائم رهہ. ڇو تہ انهيءَ ڳالهہ کان سواءِ ٻي ڪابہ ڳالهہ ڪانهي.

ڪامل ولي ۽ تحقيق ڪندڙ عارف صوفيءَ جي نالي سان سڏبا آهن. اهو صفائيءَ وارو ٽولو انهيءَ نالي سان پڪاريو ويندو آهي. هڪ بزرگ جو قول آهي: "من صفا الحب فهو صافٍ ومن صفا الحبيب فهو صوفي" (جنهن محبت کي پاڪ ۽ صاف رکيو، سو صاف آهي، ۽ جو دوست ۾ فنا ٿي، ان جي غير کان دُور ٿي وڃي، اهو صوفي آهي).

لغت جي لحاظ کان هي لفظ ڪنهن بہ لفظ مان نڪتل نہ آهي، ڇو جو تصوف جو درجو انهن ڳالهين کان بلند آهي. اشتقاق لاءِ جنس جي ضرورت هوندي آهي. موجودات جي هر شيءِ ميري (ڪثيف) آهي، ۽ صفا جو ضد آهي، تنهنڪري ڪابہ شيءِ پنهنجي ضد مان نڪري (مشتق ٿي) نٿي سگهي. صوفي سڳورن لاءِ تصوف جون معنائون سج کان بہ وڌيڪ روشن آهن. هو ڪنهن بہ عبارت يا اشاري جا محتاج نہ آهن." لأن الصوفي ممنوع عن العبارت والاشارت" (صوفي عبارت ۽ اشاري کان آزاد آهي). صوفي جي سمجهاڻي ڏئي نٿي سگهجي. جيڪڏهن دنيا جا سمورا ماڻهو چاهيندي يا نہ چاهيندي، ان لفظ جي سمجهاڻي ڏين، تہ بہ انهيءَ نالي کي ڪو خطرو ناهي. ان هوندي بہ حقيقت ڄاڻڻ لاءِ ايترو سمجهڻ گهرجي، تہ طريقت جي مرشدن ۽ سچن عارفن کي صوفي چوندا آهن. تصوف جو لفظ تَـفعل جي باب مان آهي. اهو اصل جي شاخ آهي. تفعل جي باب جي خصوصيت اها آهي، تہ ان کي فعل جي ضرورت هوندي آهي. هن لفظ جي لغوي حقيقت ۽ ظاهري معنيٰ جو فرق موجود آهي.

الصفا ولايَـة ولَـهَـا أيَـة و روايـة
والتصوف حكاية لـلصفا بـلا شكاية

"صفا ولايت جي منزل آهي، ۽ ان جو نشانيون روايتون آهن". تصوف صفا جي اهڙي ڳالهہ (حڪايت) آهي، جنهن ۾ ڪا شڪايت ناهي. صفا جي معنيٰ روشن ۽ ظاهر آهي. انهيءَ لحاظ کان تصوف جي معنيٰ حڪايت آهي. صفا وارا (صوفي) ٽن ٽولن ۾ ورهائي ٿا سگهجن. هڪڙا صوفي، ٻيا متصوف، ۽ ٽيان مستصوف. صوفي اهو آهي، جيڪو پاڻ کي فنا ڪري حق سان ملي وڃي، ۽ نفس جون خواهشون ماري، حقيقت سان گڏجي وڃي. متصوف اهو آهي، جيڪو محنت ۽ مجاهدي سان انهيءَ منزل کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري، ۽ انهيءَ ڪوشش سان صوفين جي زندگي کي سامهون رکي، پاڻ کي نيڪ ڪرڻ ۾ مشغول رهي. مستصوف اهو آهي، جيڪو دنيا جي شان و شوڪت ۽ دولت هٿ ڪرڻ لاءِ پاڻ کي صوفين وانگر ٺاهي، مگر کيس صوفين جي ڪنهن بہ منزل جو پتو نہ هجي. اهڙن هٿرادو صوفين لاءِ عارفن جو قول آهي: "المستصوف عند الصوفية كالذ باب وعند غير هم كالذياب" (هٿرادو صوفي مَکَ وانگر آهي، جيڪا مُنهن مٿو پـٽيندي رهي ٿي، ۽ نفساني خواهش لاءِ ذليل ۽ خوار ٿئي ٿي) صوفين کان سواءِ اهو ٻين لاءِ هڪ بگهڙ وانگر آهي، جيڪو مردار کائڻ لاءِ پنهنجي سموري طاقت ڪم ۾ آڻي ٿو. تنهنڪري صوفي وصل (ميلاپ) جو صاحب، متصوف اصول جو صاحب، مستصوف فضول جو صاحب آهي. جنهن ماڻهوءَ جي حصي ۾خدا جو وصل اچي ٿو، اهو پنهنجي مراد حاصل ڪري وٺي ٿو، ٻئي ڪنهن ڏانهن بہ ڌيان نٿو ڏئي. جنهن ماڻهوءَ جي قسمت ۾ اصول اچي ٿو، اهو طريقت جي راهہ تي قائم رهي ٿو، ۽ پاڻ کي طريقت جي ڳالهين ۾ قابو ٿو رکي. جيڪو ماڻهو فضول جو مالڪ بڻجي ٿو، اهو سيني ڳالهين کان نراس (محروم) رهي ٿو، ۽ پاڻ کي ريتن ۽ رسمن جي منزل تي رکي ٿو. هو رسمن جي ڪري، سيني جي اڳيان شرمسار ٿئي ٿو، ۽ سندس اڳيان پردو اچي ٿو وڃي. هن باري ۾ مرشدن ڪيترين ئي رمزون ۽ عجيب نُڪتا بيان ڪيا آهن. انهن سيني جو بيان ڪري نٿو سگهجي. البت ڪجهہ بيان ڪندس، جيئن پڙهڻ وارا فائدو حاصل ڪري سگهن. سموري توفيق الله جي طرف کان آهي.

(فصل -1)

حضرت ذوالنون مصري فرمايو آهي: "الصُوفي اِذَا نَـطَـقَ بَـانَ نُـطقَـهُ مِـنَ الـحَـقَـائِق وَ اِن سَـكَـتَ نُـطَـقَـت عَـنـهُ الجوارح بقطع العَـلاَ ئق" (جڏهن صوفي ڳالهائيندو آهي، تہ ان جو گفت حقيقت موجب هوندو آهي، ۽ جڏهن چپ رهندو آهي، تڏهن سندس حالت دنيوي لاڳاپن جي ٽٽي وڃڻ کي ظاهر ڪندي آهي.) يعني، سندس ڳالهائڻ طريقت جي اصولن تي پورو هوندو آهي، چُپ رهڻ سندس فقيري کي ظاهر ڪندو آهي. سندس ٻئي حالتون نيڪ هوندون آهن. يعني هن جو ڳالهائڻ بلڪل صاف سچو هوندو آهي، ۽ چپ رهڻ وقت سندس هر ڪم فقيري هوندو آهي. حضرت جنيد بغدادي فرمائي ٿو:" التصوف نعت القيم العبد فيه قيل نعت لِلعَبد ام للحق فقال نعت الحق حقيقة و نعت العبد رسم" (تصوف هڪ وصف آهي، جنهن ۾ آدمي جو قيام آهي. ماڻهن پڇيو تہ اها وصف خدا جي آهي يا انسان جي؟ حضرت جنيدؒ جواب ڏنو، تہ ان جي حقيقت خدا جي وصف آهي، ۽ ان جي رسم انسان جي وصف آهي.) مطلب اهو آهي، تہ تصوف جي حقيقت انساني صفتن جي فنا ۾ آهي، جيڪا الله تعاليٰ جي صفتن جي بقا سان حاصل ٿئي ٿي، تنهنڪري تصوف خدا تعاليٰ جي وصف آهي. رسمي طور تي تصوف ماڻهو کان نفس جي مستقل مجاهدي جي طلب رکي ٿو، ۽ مجاهدي طلب رکي ٿو. ۽ مجاهدي جو برقرار رهڻ انساني وصف آهي. انهيءَ مطلب کي ٻين لفظن ۾ هيئن بيان ڪري سگهجي، تہ حقيقي توحيد ۾ انساني صفتون صفا ڪونہ هونديون آهن، چو تہ اهي هميشہ نہ رهنديون آهن. انهن جو هجڻ، رسمي طور تي هوندو آهي، الله تعاليٰ انهن جو خالق ۽ مالڪ آهي. مثال طور: الله تعاليٰ ٻانهي کي روزي رکڻ جو حڪم ڏنو، ۽ روزي رکندڙ کي صائم سڏيو. اهو روزو رسمي طور تي ٻانهي جو ٿيو، مگر حقيقت ۾ خدا جو ٿيو. الله تعاليٰ حضور ﷺ جن کي فرمايو: "الصوم لي و أنا اجزي بـه" (روزو منهنجو آهي، ۽ مان ئي ان جو اجورو (جزا) ڏيندس.) ساري مخلوق ان جي ملڪيت آهي. انسان سان هر شيءِ جي نسبت رسمي هوندي آهي، ۽ حقيقي نہ هوندي آهي. حضرت ابوالحسن نوري فرمايو آهي: "التصوف ترڪ ڪل حَظ النفس" (تصوف نفس جي هر مزي کان هٿ ڪڻڻ جو نالو آهي). اهو ٻن نمونن سان ٿيندو آهي: هڪڙو رسمي طور تي، ۽ ٻيو حقيقي طور تي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو مزي کي ترڪ ٿو ڪري، ۽ ان جي ترڪ ڪرڻ ۾ بہ ڪيس مزو ٿو اچي، تہ هو رسمي آهي. جيڪڏهن مزو خودبخود ترڪ ٿي وڃي تہ اها مزي جي فنا آهي، ۽ خاص ديدار (مشاهدو) آهي. مزي کي ترڪ ڪرڻ انساني ڪم آهي، ۽ مزي جو خودبخود ترڪ ٿي وڃڻ خدا جو ڪم آهي. انساني ڪم رسم آهي، ۽ خدائي ڪم حقيقت آهي. حضرت نوريؒ جو اهو قول، حضرت جنيدؒ جي مٿئين قول جي تصديق ٿو ڪري. حضرت ابوالحسن نوريؒ جو هي قول بہ آهي: "الصوفية هم الذين صفت ارواحهم فصاد و في الصف الاول بين يدي الحق" (صوفي اهي آهن، جن جا روح بشريت جي ميراڻ (ڪثافت) کان پاڪ، نفساني مصيبتن کان صاف، ۽لوڀ لالچ کان آزاد آهن. اهي پهرئين قطار ۾ وڏي مرتبي سان الله جي پناهہ ۾، ۽ غير کان پري آهن). حضرت نوريؒ جو هي بہ قول آهي: "الصوفي الذي لايَـملِـكُ وَلاَ يُـملَـكَ" (صوفي اهو آهي جيڪو ڪنهن بہ شيءِ جو مالڪ نہ هجي، ۽ نہ وري ڪنهن شيءِ جي ملڪيت بڻجي.) انهيءَ جو مطلب عين فنا آهي. فاني صفتن وارو نہ ڪنهن جو مالڪ هوندو ۽ نہ ڪنهن جي ملڪيت ۾ ايندو آهي، چو تہ موجود هجڻ واريون شيون ئي ملڪيت بڻبيون آهن. ان جو مطلب اهو آهي، تہ صوفي دنيا جي مَڏي ۽ آخرت جي زينت واري ڪنهن بہ شيءِ کي پنهنجي قبضي ۾ آڻڻ جي ڪوشش نہ ڪندو آهي. هو پاڻ کي بہ نفس جي حڪم هيٺ نہ سمجهندو آهي، ۽ نہ وري خود کي ان جي ملڪيت ڄاڻندو آهي. هو ٻين تي حڪومت نہ ڪندو آهي، متان ڪو ٻيو هن کي ڪنهن جي حڪومت هيٺ سمجهي. صوفين جي انهيءَ قول ۾ هي نُڪتي ڏانهن اشارو آهي، جنهن کي پوري (ڪُلي) فنا سڏيندا آهن. خدا گهريو، تہ اسان هن ڪتاب ۾ اُنهن جون غلطيون نروار ڪنداسون، تہ جيئن تو کي سڀ ڪجهہ معلوم ٿي وڃي. حضرت ابن جلاؒ جو چوڻ آهي: "التصوف حقيقة ولا رسم له" (تصوف هڪ حقيقت آهي، جنهن ۾ ڪابہ رسم ناهي). رسم انساني صفت

آهي، ۽ ان جو لاڳاپو انساني ڪمن سان ٿيندو آهي، مگر حقيقت الله تعاليٰ جي صفت آهي. تصوف انساني دنيا کان مُنهن موڙڻ جو نالو آهي. ان رسم کي ڪو دخل ناهي. حضرت ابو عمر دمشقيؒ جو چوڻ آهي: "التصوف رؤيـة الڪـونِ بعين النقص بَل عَضُ الطرف عن الڪون" (تصوف ڪائنات کي گهٽ (ناقص) ڏسڻ جو نالو نہ آهي، پر ان کان منهن موڙڻ جو نالو آهي.) ان جو مطلب اهو آهي، تہ انساني وصفون فنا ٿي وينديون آهن. اکيون دنيا جي شين کي ڏسنديون آهن، پر جڏهن دنيا جي شين کان منهن موڙيو ويندو، تڏهن اکين جي نظر واري وصف بہ گم ٿي ويندي. جڏهن ظاهر ۾ اکيون بُوٽبيون آهن، تڏهن روحاني نظر قائم رهندي آهي، پنهنجي ذات کي وساري ڇڏڻ وارو الله جي نظر سان ڏسندو آهي. ظاهري دنيا کي ڏسڻ وارو اصل ۾ پنهنجي ذات کي ڳوليندو آهي، هن جو ڪم (فعل) پنهنجو هوندو آهي، ۽ هو ان کي ظاهر ڪندو آهي. هو ڪنهن بہ حالت ۾ پنهنجي ذات کان ٻاهر نڪري نہ سگهندو آهي. ڪيس پنهنجي خامي نظر ايندي آهي، پر هو پنهنجيون اکيون بند ڪري ڇڏيندو آهي، ۽ نہ ڏسندو آهي. بهرحال اک هڪ پردو آهي، ۽ نظر پردي ۾ رڪندي آهي. ان جي ابتڙ هڪ ظاهري دنيا کي ڏسڻ وارو ڏسندو تہ ڪجهہ بہ ناهي، مگر ان جي آڏو پردو بہ نہ هوندو آهي. اهو هڪ طريقت وارن ۽ معنيٰ جي صاحبن جو مجيل اصول آهي، مگر هتي ان جي سمجهاڻيءَ جي ضرورت ناهي. حضرت ابوبڪر شبليءَ جو چوڻ آهي: "التصوف شرڪ لأنه صِيَانَـةُ القَلب عن رؤيـة الغير ولا غير" (تصوف شرڪ آهي، ڇو تہ هي دل کي غير جي ڏسڻ کان بچائڻ جو نالو آهي، ۽ الله کان سواءِ ٻئي ڪنهن جو وجود ئي ڪين آهي.) ٻين لفظن ۾ توحيد جي ثابتي لاءِ غير جو خيال کان دل کي بچائڻ جي ڪوشش اجائي آهي. حضرت حصريؒ فرمائي ٿو:" التصوف صفاء السر من ڪدورة المخالفة" (الله جي ڳجهہ ۽ دل کي مخالفت جي ميراڻ (ڪدورت) کان بچائڻ جو نالو تصوف آهي.) مطلب اهو آهي تہ دل کي الله جي مخالفت کان بچائڻ گهرجي، ڇو تہ دوستي هر خيال ٿيڻ جو نالو آهي، ۽ هر خيال ٿيڻ (موافقت) مخالفت جو ضِد آهي. هن دنيا ۾ دوست هميشه دوست جي حڪم هيٺ هوندو آهي. جڏهن هر خيالي هوندي، تڏهن مخالفت جي ڪا ضرورت نہ رهندي. حضرت محمد بن عليٰ بن حسين بن ابيطالب رضي الله عنهم فرمايو آهي: "التصوف خُـلق فمن زاد عليڪ في الخُلق زاد عَـليڪَ في التصوف" (تصوف خوش خُلقي آهي، جيڪو زياده نيڪ ۽ خوش خلق هوندو آهي، سو وڌيڪ صوفي هوندو آهي). خوش خلقي جون ٻہ صورتون آهن: هڪ خدا سان خوش خلقي سندس حڪمن جي پيروي آهي. ٻانهن سان خوش خلقي اها آهي، تہ انهن سان ميل ميلاپ فقط الله جي واسطي رکيو وڃي. اهي ٻئي صورتون، طالب سان واسطو ٿيون رکن، ڇو تہ الله تعاليٰ جي پاڪ ذات انساني حڪمن مڃڻ يا بغاوت ڪرڻ کان بي نياز آهي. انهن ٻنهي صورتن جو دارومدار الله تعاليٰ جي توحيد جي ڄاڻ تي آهي. حضرت مرتعشؒ جو چوڻ آهي: "الصوفي لا يسبق همنه خطوَتَهُ البنة" (صوفي اهو آهي، جنهن جو هر قدم ان جي خيال موجب هجي.) يعني، هن کي پوري پوري حاضري (حضور) حاصل ٿيل هجي. جتي سندس جسم هجي، اتي سندس قدم هجي، ۽ جتي سندس قدم هجي، اتي سندس قول هجي. هن قسم جي حاضريءَ ۾ غائب هجڻ صفا ڪونہ هوندو آهي. ان جي ابتڙ ڪن ماڻهن جو چوڻ آهي، تہ پاڻ کان غائب رهي، الله سان ظاهر ٿيڻ گهرجي. حقيقت ۾ ائين چوڻ گهريو هو، تہ الله تعاليٰ سان ظاهر ٿيڻ سان گڏ پاڻ سان بہ ظاهر ٿيڻ گهرجي. مجموعي طرح سان ان جو مطلب اهو آهي، تہ جيستائين ديدار (رويت) نہ ٿئي، تيستائين غائب رهڻ جي حالت برقرار آهي، ۽ جڏهن ديدار ٿي ويندو، تڏهن غائب هجڻ کان سواءِ حاضري (حضور) حاصل ٿي ويندي. اهو قول حضرت شبليءَ جي قول وانگر آهي: "الصوفي لايريٰ في الدارين مع الله غير الله" (صوفي اهو آهي، جيڪو ٻنهي جهانن ۾ الله تعاليٰ کان سواءِ ٻيو ڪجهہ نہ ڏسي). ٿورن لفظن ۾ ڳالهہ اها آهي، تہ انسان جي هستي (الله تعاليٰ جو) غير آهي، ۽ جڏهن هو ڪنهن غير کي نٿو ڏسي، تڏهن ڇڻ تہ پاڻ کي بہ نٿو ڏسي، ۽ سندس احساس بلڪل خالي ٿي وڃي ٿو، پوءِ ڪٿي ان جو انڪار ڪري يا اقرار. حضرت جنيد فرمايو آهي: "التصوف مَبني عليٰ ثمان خصالِ السخاء والرضاء والصبر وَ الا شارت و الغربـة وَ ليسَ

الصوف و السياحة والفقر. اما السخاء فلاِ براهيم وَ اما الرضاء فلاِسماعيل و اما الصبر فلاَيوب و اما لا شارة فلعيسيٰ وَاما الفقر فلِمُحَمد صلي الله عليهم اجمعين" (تصوف جو بنياد انن ڳالهين تي آهي، جيڪي انن پيغمبرن سان واسطو رکن ٿيون: سخاوت ۾ حضرت ابراهيم ع. جنهن پنهنجي پٽ جي قرباني ڏني، رضا ۾ حضرت اسماعيل ع. جنهن خوشيءَ سان پنهنجي پياري جان پيش ڪئي، صبر ۾ حضرت ايوب ع. جنهن خدا جي غيرت آڏو صبر ڪيو، ۽ ڪيڙن پوڻ جي مصيبت سٺي، اشارت ۾ حضرت زڪريا ع. جنهن لاءِ الله تعاليٰ چيو آهي:" اَلا تڪَلمَ الناس ثلاثة ايم الا رمزاً" ٽن ڏينهن لاءِ اشاري کان سواءِ ڪنهن سان ڳالهائي ۽ ان لاءِ الله تعاليٰ هيئن به فرمايو:" اِذ نادي ربه نِداءً خَفِياً" جڏهن هن پنهنجي رب وٽ هوريان ٻاڏايو. غربت ۾ حضرت يحييٰ ع. جيڪو پنهنجي وطن ۾ ڌاريو ٿي رهيو. اَنَ جي پوشاڪ پهرڻ ۾ حضرت موسيٰ ع. جنهن جي پوشاڪ اُن جي هئي، سير سفر ۾ حضرت عيسيٰ ع. جيڪو خدا جي راهه ۾ بلڪل اڪيلو ٿي رهيو. ۽ زندگي جي سامان مان فقط هڪ پيالو ۽ ڦڻي رکيائين. جڏهن هڪ ماڻهوءَ کي ٻُڪ ۾ پاڻي پيئندو ڏٺائين، تڏهن پيالو اُڇلي ڇڏيائين. ڪنهن ماڻهوءَ کي آڱرين سان وار سواريندي ڏٺائين، ته ڦڻي به ڦٽي ڪري ڇڏيائين. ۽ درويشي (فقر) ۾ حضرت محمد ﷺ جن کي الله تعاليٰ ساري زمين جي خزانن جون چاٻيون عطا ڪري ڇڏيون، ۽ فرمايو، ته محنت کان سواءِ شان شوڪت سان زندگي گذاريو. مگر حضور ﷺ جن عرض ڪيو، ته مان خزانا نٿو گهران. مون کي هڪ ڏينهن ڍاوَل ۽ ٻيو ڏينهن بک ۾ رکيو وڃي. اهو طريقت جي رستي جو چڱو اصول آهي. حضرت حصريؒ فرمايو آهي: "الصوفي لا يوجَدَ بَعد عَدمِه وَلاَ يَعدَمُ بَعدَ وجوده". "صوفي اهو آهي جنهن جي فنا کي بقا ناهي، ۽ جنهن کي بقا کي فنا ناهي". يعني هن کي جو وڃائجي ويندو آهي، ان کي حاصل نه ڪندو آهي. ٻين لفظن ۾ هن وٽ حاصل ٿيل شيءِ (يافت) غائب ٿيل شيءِ نه بڻبي آهي، ۽ غائبُ ٿيل شيءِ ڪڏهن به حاصل ٿيل شيءِ نه ٿيندي آهي. هن وٽ اثبات ڪڏهن به نفي سان نه هوندو آهي، ۽ نفي به اثبات سان هوندي آهي. انهن سڀني ڳالهين جو تت هي آهي، ته صوفي سڀني انساني صفتن کان آزاد هوندو آهي، ۽ سندس جسماني حواس ختم ٿيَ ويندا آهن، ۽ سڀني شين سان سندس ناتا ٽُٽي ويندا آهن، ايتري قدر جو انساني ڳُجهه ظاهر ٿي ويندا آهن. هن جي پريشاني (تفريقَ) هٽي ويندي آهي، ۽ پنهنجو پاڻ قائم رهندو آهي. هن جو مثال پيغمبرن ۾ چٽو نظر ايندو آهي، هڪ حضرت موسيٰ عليه. جنهن جي حاضريءَ ۾ ڪڏهن به فرق نه آيو! عرض ڪيائين: رب اشرح لي صدري. "اي الله تعاليٰ! منهنجي سيني کي ڪشادو ڪرَ". ٻيو اسان جو رسول ﷺ، جن ۾ توحيد جي ذري جيتري گهٽتائي به ڪانه هئي. ڪين چيو الم نشرح لڪ صدرڪ. "ڇا اسان اوهان جي سيني کي ڪشادو نه ڪيو آهي؟" هڪ طرف تي آرام جي تمنا ڪئي وئي، ۽ ٻئي طرف تي سوال ڪرڻ کان سواءِ آرام عطا ڪيو ويو. حضرت علي بن بندار صيرفي نيشاپوريؒ فرمايو آهي: التصوف اسقاط الرؤية لِلحَق ظاهراً وباطناً " تصوف اهو آهي، جنهن موجب صوفي ظاهر ۽ ڳجهي طرح پاڻ کي نه ڏسي سگهي" يعني ظاهر ۽ باطن ۾ فرق محسوس نه ڪري، پر هر جاءِ تي فقط خدا کي ڏسي. جڏهن تون ظاهر کي ڏسندين، ته الله جي رحمت جون نشانيون توکي نظر اينديون، پر اهي سموريون نشانيون، الله جي رحمت جي آڏو مڇر جي پَرَ جهڙيون به معلوم نه ٿينديون، ۽ تون ظاهري ڏسڻ کي ڇڏي ڏيندين، جيڪڏهن تون باطن تي نظر ڪندين، ته الله تعاليٰ جي مدد جا نشان ته ڏسي وٺندين مگر الله جي مدد جي مقابلي ۾ اهي نشان هڪ داڻي جي مُلهه جيترا به معلوم نه ٿيندا. ان ڪري تون باطن کان به منهن موڙي ڇڏيندين، ۽ ڇاڻي وٺندين، ته هر شيءِ جو مالڪ الله تعاليٰ آهي، ۽ اها ڄاڻ توکي سمجهائي ڇڏيندي، ته تون پاڻ ڪجهه به نه آهين. حضرت محمد بن احمد المقريؒ فرمايو آهي: التصوف اِقامَةُ الاحوالِ مَعَ الحَقِ. "الله تعاليٰ سان حالتن جي برقرار رهڻ جو نالو تصوف آهي. يعني، صوفيءَ کي حالتون پنهنجي حال کان ڦيرائي، غلط رستي تي آڻي نٿيون سگهن، ڇو ته جنهن ماڻهو جي دل حالتن جي پيدا ڪندڙ سان ڳنڍجي ويندي آهي، ان کي حالتون ثابت قدمي تان هٽائي نه سگهنديون آهن، ۽ هو حق جي رستي کان ڦري نه سگهندو آهي.

**(فصل -2)**

معاملن (كمن) جي باري ۾ حضرت ابو حفص حداد نيشاپوريؒ جو قول آهي:" التصوف كُلُهُ آداب لِكُلِ وقت آدَبَ و لِكُلِ مَقَامٍ آدَب ولِكُل هال آدب فمن لَزِم آدابَ الاوقات بَلَغ مَبلَغَ الرجال ومن ضَيعَ الآ داب فَهُوَ بَعيد مِن حَيثُ يَظُنَ القُرب وَ مَردُود من حَيثُ يَظُن القبولَ". "تصوف پورو پورو ادب آهي. جيكو وقتن جي ادب كي نظر ۾ ركندو آهي، اهو آدميت جي مٿاںهين درجي تي پهچندو آهي، ۽ جيكو ادب كي وڃائي ڇڏيندو آهي، اهو ويجهڙائي ۽ قبوليت كان هٽي ويندو آهي، ۽ مردود بڻبو آهي." اهو قول ابوالحسن نوريءَ جي هن قول كي ويجهڙو آهي: لَيسَ التصوف رسوماً وَ لا علُوماً و لكِنهُ اخلاق " تصوف رسمن ۽ علمن جو نالو ناهي پر اخلاق آهي". جيكڏهن تصوف رسمن ۾ داخل هجي ها، تہ محنت سان ملي وڃي ها، جيكڏهن عالمن جو حصو هجي ها، تہ تعليم سان حاصل ٿي سگهي ها. حقيقت ۾ اهو اخلاق ۾ شامل آهي. جيستائين تون ان كي پاڻ ۾ نہ ڳوليندين، ۽ ان جي معاملن كي ٺيک نہ كندين، ۽ ان سان پاڻ انصاف نہ كندين، تيستائين هو كنهن بہ صورت ۾ ملي نہ سگهندو. رسمن ۽ اخلاق ۾ اهو فرق آهي، جو رسم ظاهر داري جو عمل هوندو آهي. جو كنهن مقصد جي كري ظاهر ٿيندو آهي، ۽ حقيقت كان خالي هوندو آهي. سندس صورت ۽ اصليت ۾ وڏو فرق هوندو آهي. ان جي ابتڙ اخلاق ۾ اهڙا عمل (كم) شامل هوندا آهن، جيكي ساراهہ جوڳا هوندا آهن، ۽ منجهن كا بہ ظاهر داري، مقصد فريب نہ هوندو آهي. سندن صورت ۽ اصليت ۾ كو بہ فرق نہ ٿيندو آهي. حضرت مرتعشؒ فرمايو آهي: التصوف حسن الخلق." تصوف سٺي خلق جو نالو آهي". اهو ٽن نمونن سان ٿيندو آهي: پهريون هيءَ تہ ريا ۽ ڏيكاءَ كانسواءِ خدا تعاليٰ جي حكمن جي پيروي كجي. ٻيو هيءَ تہ مخلوق ۾ وڏن جي عزت كجي، ننڍن سان پيار ۽ محبت سان پيش اچجي، هک جيڏن سن انصاف سان هلجي ۽ بدلي جي اميد نہ ركجي. ٽيون هيءَ تہ لوڀ لالچ ۽ شيطاني خيالن كان پرهيز كجي. اهي ٽيئي كم ٺيک ٿي ويندا، تہ انسان سٺي خلق وارو ٿي ويندو. اهو سارو بيان هن طرح جو آهي: كنهن حضرت بيبي عائشه رضہ صديقه كان پڇيو: حضور ﷺ جن جي اخلاق متعلق كجهہ ٻڌايو. حضرت بيبي عائشه رضہ فرمايو تہ قرآن پڙهو. الله تعاليٰ جو فرمان آهي: خُذِالعَفو وَ امُر بالعُرف و أعرض عَنِ الجَاهلين." بخشي ڇڏڻ جي رَوش اختيار كيو، چڱي ڳالهہ جو حكم كيو ۽ جاهلن كان دُور رهو". حضرت مرتعشؒ فرمايو آهي: مَذهَبُ كُلهُ جِد فلاَ تَخلِطُوهُ بِشَيءِ مِنَ الهَزل." هي كوشش ۽ سوچ ويچار جو رستو (مذهب) آهي. هن ۾ مذاق ۽ مسخري كي شامل نہ كيو". يعني ظاهر پرستن جي پنيان نہ لڳو، ۽ انهن جي انڌي پيروي كان ڊڄو. عام ماڻهن جڏهن انهن ظاهر پرستن كي نچندو ۽ ڳائيندو، يا درٻارين مان انعام وٺندي، ۽ سٺين گرهن تي هكٻئي سان وڙهندي ڏسندا آهن. تڏهن اهي سڀني ولين سڳورن ۾خراب عقيدو ركندا آهن. ۽ مٿن الزام مڙهيندا آهن، ۽ چوندا آهن تہ اهو تصوف آهي. ۽ اهي تصوف جا اصول آهن. ۽ سمجهندا آهن تہ پهرين زماني وارا صوفي بہ اهڙائي هوندا. ائين چوڻ وارن اهو نہ سمجهيو، تہ وقت فتنو ۽ زمانو مصيبت جو گهر آهي. حرص بادشاهہ كي ظلم لاءِ تيار كندو آهي. ۽ لالچ هک عالم كي بدكاري ۽ زنا ۾ ڦاسائيندي آهي. ريا هک عبادت كندڙ (زاهد) كي منافقي جو رستو ڏيكاريو آهي. اهڙي طرح لوڀ ۽ لالچ صوفين كي ناچ ۽ راڳ آواز ڏانهن مائل كنديون آهن. ظاهر آهي تہ اهڙا طريقت وارا برباد ٿي ويندا آهن، پر طريقت برباد نہ ٿيندي آهي. ساڳيءَ ريت جيكڏهن كي ماڻهو مذاق ۽ مسخري كي پاک ۽ صاف شين ۾ شامل كندا آهن، تہ پاک ۽ صاف شيون مذاق ۽ مسخري بڻجي نہ وينديون آهن.

حضرت ابو علي قزوينيؒ فرمايو آهي: التصوف هو الاخلاق الرضية." تصوف پسند كيل اخلاق جو نالو آهي". پسند كيل كم وارو انسان اهو ٿيندو آهي، جيكو هرحال ۾ الله تعاليٰ جي مرضيءَ موجب هلندو آهي. انهيءَ كي رضا تي راضي رهڻ چوندا آهن. حضرت ابوالحسن نوريؒ فرمايو آهي: التصوف هو الحريت و الفَتو ة و تَرک الكَلف والسخاء و البَذلَ

الدنياء. تصوف آزاديءَ جو نالو آهي، ۽ آزادي لالچ جي قيد مان نڪرڻ ڪي چئبو آهي. جوانمردي اها آهي، تہ انسان سمورا ناتا ٽوڙي، ۽ تڪليف جو ترڪ ڪرڻ اهو آهي، تہ پنهنجي لاڳاپن واري حصي وٺڻ لاءِ ڪوشش نہ ڪري، ۽ سخاوت اها آهي تہ دنيا ڪي دُنيا وارن لاءِ ڇڏي ڏجي. حضرت ابوالحسن بوشنجه رح فرمايو آهي: التصوف اليوم اسم ولا حقيقة وقد ڪان حقيقة وَ لاَ اسم. "اڄ تصوف صرف اهڙو نالو وڃي رهيو آهي، جنهن ۾ ڪا حقيقت ڪانهي، ۽ اصل ۾ اها حقيقت نالي ڪان سواءِ ٿيندي آهي". اصحاب سڳورن وڏڙن (متن الله جي رحمت هجي) جي وقت ۾ هن جو نالو نہ هيو، پر هڪ حقيقت هوندي هئي، جيڪا سيني ۾ سمايل هوندي هئي. اڄ ڪلهہ فقط نالو آهي، ۽ حقيقت ناهي، يعني اڳ معاملو ڇاتل سڄاتل هو، جنهن ۾ ظاهر داري ڪانہ هئي، ۽ هاڻي معاملو اڻ ڇاتل ۽ ظاهر داري ڇاتل سڄاتل آهي.

هن وقت تائين سڀ ڪجهہ تصوف جي تحقيق متعلق مرشدن جي قولن مان بيان ٿيل آهي. خدا توکي نيڪي ڏئي، تولاءِ طريقت جو رستو کُلي وڃي، ۽ تون طريقت جي منڪرن کان بچي سگهين، تہ ان جي ڪري انڪار مان سندن مراد ڪهڙي آهي؟ جيڪڏهن فقط نالي کان انڪار ڪيو اٿن، تہ وڏي ڳالهہ ناهي، پر جيڪڏهن معنيٰ جا منڪر آهن، تہ پوءِ ڄڻ پيغمبر ﷺ جن جي شرعيت ۽ سنن لڇڻن جو انڪار ڪندڙ آهن. خدا تعاليٰ توکي اها نيڪي عطا ڪري، جيڪا ولين جي حصي ۾ آئي آهي. مان توکي وصيت ٿو ڪريان، تہ انهن خيالن تي پوري طرح عمل ڪر، ۽ انصاف جو شرط پورو ڪر. رياءَ کان پرهيز ڪر ۽ صوفي سڳورن تي سٺو عقيدو رک. سڀ توفيق الله تعاليٰ جي طرف کان آهي.



# باب چوٿون

## صوفين جي گودڙي

صوفين جي پوشاڪ ٽـڳڙين لڳل هوندي آهي، ۽ انهيءَ جو پائڻ پيغمبري سنت آهي. حضور ﷺ جن فرمايو آهي: عليڪم بِـلـَبـَس الصوف تجدون حلاوة الايمان في قلوبڪم. "اوهان اُوني پوشاڪ پايو. اوهان جي دلين ۾ ايمان جـو ميٺاج پيدا ڪندي". اصحاب سڳورن مان بہ ڪنهن جو قول آهي: ڪان النبي ﷺ يَـلبـِسُ الصوف وَ يـَرڪب الحمار" حضورﷺ جن اُن جي پوشاڪ پائيندا هئا. ۽ گڏهہ جي سواري ڪندا هئا". حضور ﷺ جن حضرت بي بي عائشہ رضہ کي فرمايو: لا تـُضـَيـِعـي الثـوب حتيٰ تـُرقعيہ "ڪپڙا خراب نہ ڪر جيستائين ان ۾ اڳڙي لڳي سگهي". حضرت عمر رضہ کان روايت آهي، تہ اُن وقت هڪ گودڙي (خرقو) هئي، جنهن ۾ ٽيهہ اڳڙيون لڳل هيون. سندس چوڻ هوندو هو تہ سٺو ڪپڙو اهو آهي، جنهن جي قيمت گهٽ هجي. حضرت عمر رضہ لاءِ اهو بہ مشهور آهي تہ سندن قميص جون ٻانهون آڱرين تائين هونديون هيون. ڪڏهن وڏي قميص پائيندو هو، تہ ٻانهن وٽان قميص کي ڦاڙي ، آڱرين جي برابر ڪري ڇڏيندو هو. رسول ﷺ جن کي خدا تعاليٰ وٽان حڪم پهتو: وثِيابـَڪ فطـَهـِر اي فقـَصر " پنهنجي پوشاڪ کي پاڪ رک، يعني ان کي ننڍو ڪر". حضرت حسن بصريؒ جو چوڻ آهي، تہ هن بدر جي ستر صحابين کي ڏٺو، جيڪي اُن جي پوشاڪ پائيندا هئا. حضرت صديق رضہ اڪيلائپ ۾ اُنَ جي گودڙي پائيندو هو. حضرت حسن بصريؒ اهو بہ چوندو هو، تہ هن حضرت سليمان رضہ فارسي کي اُن جو ڪنبل پاتل ڏٺو، جنهن ۾ اڳڙيون لڳل هيون. حضرت عمر رضہ حضرت علي ڪرم الله وجہ ۽ هرم بن حيان کان روايت آهي، تہ هنن حضرت اويس رضہ قرني کي اُن جي پوشاڪ ۾ ڏٺو، جنهن ۾ اڳڙيون لڳل هيون. حضرت حسن بصري، حضرت مالڪ دينارؒ ۽ حضرت سفيان ثوريؒ سڀ اُن جو لباس استعمال ڪندا هئا. دنيا جي امام حضرت ابو حنيفہ کان روايت آهي، ۽ اها روايت محمد بن علي حڪيم ترمذي جي ڪتاب "تاريخ المشائخ" ۾ لکيل آهي، تہ هو منڍ ۾ اُن جو ڪنبل پائيندو هو، ۽ اڪيلائپ جي ڪنڊ ۾ رهندو هو. ان زماني ۾ رسول ﷺ جَن کي خواب ۾ ڏٺائين. ڪيس فرمايو ويو تہ توکي عام ماڻهن سان رلجي رهڻ گهرجي، ڇو تہ توتي سنت کي جيئري رکڻ جو فرض آهي. حضرت امام اعظم اڪيلائپ ۾ ويهي رهڻ ڇڏي ڏنو، مگر* ڪڏهن بہ قيمتي پوشاڪ نہ پاتائين. حضرت دائود طائي جيڪو وڏو تحقيق ڪندڙ صوفي ٿي گذريو آهي، سو بہ اُنَ جي گودڙي رڪندو هو. حضرت ابراهيم ادهم، حضرت امام اعظمؒ وٽ اڳڙيون لڳل اُنَ جي پوشاڪ سان آيو. محفل وارن ڪيس بيقدري ۽ ذڪار جي نظر سان ڏٺو. حضرت امام اعظم چيو تہ هو اسان جو سردار حضرت ابراهيم ادهم آهي. محفل ۾ موجود رهندڙ ماڻهن چيو: "اوهان ڪڏهن بہ ڇرچو نہ ڪندا آهيو، ٻڌايو تہ حضرت ابراهيم کي سرداري ڪيئن ملي؟" حضرت امام جواب ڏنو، تہ لڳاتار عبادت ڪرڻ سان. هو هميشہ خدا جي بندگي ۾ مشغول رهيو، ۽ اسان نفس جي بندگيءَ ۾ بند رهياسون. ايتري قدر جو هو اسان جو سردار بڻجي ويو.

ان زماني ۾ ڪي گودڙي پوش درويش اهڙا بہ هئا، جيڪي پنهنجين عادتن ۾ پاڪ نظر ايندا هئا. مگر اصل ۾ سندن مقصد شان شوڪت ۽ شهرت کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ هوندو هو. سندن ظاهري حالت اندروني حالت کان ٻي طرح هوندي هئي. ممڪن آهي ايترن گهڻن ماڻهن ۾ ڪو الله جو نيڪ ٻانهو هجي. هر جماعت ۾ سچا ڪارڪن گهٽ هوندا آهن. عام ماڻهن جي نظر ۾ اهڙو ماڻهو صوفي بڻجي ويندو آهي، جنهن ۾ صوفين جي ڪا هڪ نشاني بہ نہ هوندي آهي. رسول ﷺ جن فرمايو آهي: مَن تشبہ بـِقـَوِمِ فـَهـُوَ مـِنهـُـمِ. "جيڪو ڪنهن قوم سان مشابهت رکندو آهي، اهو انهيءَ قوم ۾ شامل سمجهيو ويندو آهي". مگر ڪي ماڻهو فقط ظاهري رسمن تي نظر رکندا آهن، ۽ ڪي وري باطن جي صفائيءَ جي جاچ ڪندا آهن. تصوف جا طالب ٽِئن ٽولن ۾ ورهايل آهن. هڪڙا اهي آهن، جيڪي صوفين جي اندر جي صفائي، طبعيت جي مزاج جي وِڇڙائي، ۽ هلت چلت جي چڱائي کي ڏسي، انهن ۾ شامل ٿيندا آهن، اها اميد رکي وڃندا آهن، تہ جيئن ڪين

بہ اهڙو درجو حاصل ٿئي. انهن جي شروعات حالتن جي ظاهر ٿيڻ، خواهشن جي ترڪ ڪرڻ ۽ نفس جي ڪوشش (رياضت) ڪرڻ سان ٿيندي آهي. ٻيا اهي آهن، جن جي بدن جي صلاحيت، قلب جي اطمينان ۽ دل جي تندرستي، ڪين صوفين جي ظاهري حالتن کي ڏسڻ جي توفيق عطا ڪندي آهي، ۽ هو صوفين کي شرعيت جو پابند، اسلام جي حڪمن تي پورو ۽ عملن جي پيروي ڪندڙ سمجهندا آهن. تڏهن سندن دل ۾ انهن سان هلڻ جو شوق پيدا ٿيندو آهي، ۽ هو حق جو رستو اختيار ڪندا آهن. انهن جي شروعات ڪوشش ۽ سٺين عادتن سان ٿيندي آهي. ٽيان اهي آهن، جيڪي صوفين جي انسانيت، سهڻن لڇڻن ۽ طبعيت جي سلامتي ڏسي، سندن هلت چلت جو مطالعو ڪندا آهن، ۽ ڏسندا آهن، تہ هو ڪيئن نہ وڏن جو ادب ڪن ٿا ڪن، ننڍن سان مهرباني سان پيش ٿا اچن، هڪ جيڏن کي دوست ٿا سمجهن، ۽ ڪنهن بہ نموني سان دنيوي فائدي جو خيال نٿا رکن، ۽ هميشه ڪين جيڪو ملي ٿو، ان تي راضي ٿا رهن. اهڙا ماڻهو صوفين جي محفل ۾ داخلو حاصل ٿا ڪن. اهي دنيا جي خواهش جي ڏکيائي کي سهنجو ٿا ڪن ۽ خير وارن ۽ نيڪ ٻانهن ۾ شامل ٿي ٿا وڃن. چوٿان اهي ماڻهو آهن، جن جي بيوقوفي، روحاني ڪمزوري، ذات کان سواءِ مرتبي جي چاهت، علم کان سواءِ وڏائي جي خواهش، انهن کي غلط فهميءَ ۾ وجهي ڇڏيندي آهي، تہ صوفين جو ظاهري حال ئي سڀ ڪجهہ آهي، هو صوفين جي ڪچهري ۾ ايندا آهن، تہ ڪين رواداري ۽ سهڻي نموني سان ڏٺو ويندو آهي. ان هوندي بہ صوفين کي خبر هوندي آهي، تہ اهي ماڻهو جاهل آهن، ۽ طريقت جي سالڪ بڻجڻ جي ڪوشش نٿا ڪن. عام ماڻهو انهن جي اهڙي عزت ڪندا آهن، ڇڻ تہ هو حقيقت ۾ بہ الله جا دوست آهن. اصل ۾ هنن کي صوفين جي پوشاڪ پائڻ پنهنجن عيبن کي ڇپائڻو هوندو آهي، انهن جو مثال ڪتابن سان لڏيل گڏهہ وارو آهي. الله تعاليٰ جو فرمان آهي: مَـثَلُ الذين حُـمـلُـوا التوراة ثم لم يحملوها كَمَثَلِ الحِمار يَحمِل اَسفَارا بئس مثل القوم الذين كَـذبُـو بايات الله والله لاَ يـهديَ القَـومَ الظالـمين." جيڪي فريبي ماڻهو توراة کنيو بيٺا آهن، تن جو مثال ان گڏهہ وانگر آهي، جنهن تي ڪتاب لـڏيل آهن. ان قوم جو مثال تمام خراب آهي، جنهن الله تعاليٰ جي نشانين کي ڪُوڙو ڄاتو. الله تعاليٰ ظالمن جي قوم کي هدايت نٿو ڪري".

اڄ ڪلهہ اهڙا ماڻهو گهڻائيءَ ۾ آهن. تنهنڪري ضروري آهي، تہ اهڙن ماڻهن کان پاسو ڪيو وڃي. طريقت ۾ قبول ٿيڻ لاءِ توڻ هزارين ڪوششون ڪرين، تڏهن بہ ضروري ناهي تہ طريقت توکي قبول ڪري، ڇو تہ ان لاءِ اندروني سوز جي ضرورت آهي، ۽ نہ گودڙي جي. راز ڄاڻيندڙ لاءِ درويشيءَ جو ڪُڙتو بہ عالمن جي چوغي جي مٽ ٿيندو آهي. جنهن کي طريقت پنهنجو ڪندي آهي، ان لاءِ سندس ڪڙتو چوغو بڻبو آهي. ان ڄاڻ لاءِ اَڻ جي گودڙي بدبختي جو فرمان ۽ قيامت جي ڏينهن شقي هجڻ جو اعلان هوندي آهي. هڪ ڪراڙي بزرگ کان پڇيو ويو: لِمَ لا تَلبسُ المُرَقَّعَة؟ قَالَ مِنَ النـفاق ان تلبس لباس الفِتيان ولا تد خُل في حَمَل اثقال الفتوة." توڻ گودڙي ڇو نٿو پائين؟ هن جواب ڏنو تہ اهو هڪ فريب آهي، جو صوفين جي پوشاڪ پائجي، ۽ تصوف جي بار کڻڻ جي همٿ نہ رکجي". جيڪڏهن ان جو مقصد اهوئي آهي تہ انهي پوشاڪ پائڻ سان الله تعاليٰ جي آڌو، ان جي خاص ۽ نيڪ ٻانهن ۾ شمار ٿيو، تہ اها هٺ ڌرمي آهي، ڇو تہ ان جي پاڪ ذات پوشاڪ جي قيد کان سواءِ بہ سڀ ڪجهہ ڄاڻندڙ آهي. جيڪڏهن ڏيکاءَ ڪرڻو آهي تہ سچي هجڻ جو (هڪ قسم جو) رياءُ آهي، ۽ ڪوڙي هجڻ جي صورت ۾ منافقي آهي. هي رستو تمام ڏکيو ۽ خطري وارو آهي. الله جي ڄاڻ (معرفت) جو رستو ظاهري پوشاڪ جي درجي کان تمام مٿي آهي. الصفا مِـنَ الله تعاليٰ اِنعام واكرام والصوف لباس الانعام. "صفا خدا جو انعام اڪرام آهي، ۽ اوني ڪپڙو جانورن جي پوشاڪ آهي". پوشاڪ مڪار ماڻهن جو فريب آهي. ڪي ماڻهو صوفين جي ويجهڙائي چاهيندا آهن. ۽ ظاهر ۾ انهن جي صورت ٺاهيندا آهن. اهو فقط انهيءَ ڪري تہ دنيا وارا ڪين صوفي سڳورن جي جماعت ۾ شامل سمجهن. ڪجهہ طريقت جا مرشد پاڻ بہ گودڙي ڪندا آهن، ۽ پنهنجن مريدن کي بہ ان جي پائڻ تي زور ڀريندا آهن. سندن مقصد اهو آهي تہ هو مخلوق ۾ مٿيرا ٿي رهن ۽ ماڻهو انهن تي نظر رکن. جيڪڏهن سندن هڪ قدم بہ اُبتو کڄي تہ هر طرف کان مٿن لعنت ۽ ملامت شروع ٿي وڃي ٿي. جيڪڏهن پنهنجي پوشاڪ ۾ رهي گناهہ ڪرڻ چاهين تہ ماڻهن جي مَرم کان نہ ڪري سگهن. مطلب تہ گودڙي ولين لاءِ زينت آهي. عام ماڻهو هن

سان عزت حاصل كندا آهن. ۽ خاص ماڻهن كي ذلت هٿ ايندي آهي. عام ماڻهن جي عزت انهيءَ ۾ آهي ته جڏهن گودڙي پائن، تڏهن ماڻهو كين ملامت جهڙو ڄاڻن. تنهنكري گودڙي عام ماڻهن لاءَ نعمت آهي، ۽ خاص ماڻهن لاءِ مصيبت كان زرھ. عام ماڻهن مان گهڻا پريشان هوندا آهن، ڇو ته سندن هٿ ۾ كجھ بہ نہ هوندو آهي، ۽ نہ وري كين مرتبي جي حاصل كرڻ جو كو ذريعو هٿ ايندو آهي. اَنَ جي پوشاك كي دولت گڏ كرڻ جو هٿيار بڻائيندا آهن. خاص ٻانها حكومت بہ ترك كندا آهن، ۽ ذلت كي عزت كان مٿي سمجهندا آهن، ۽ نعمت جي مقابلي ۾ مصيبت وڻندا آهن. المرقعة قميص الوفاءِ لأهل الصفا وَ سِر بال السرور لأهل الغرور. "گودڙي صفا وارن لاءِ وفا جي پوشاك، ۽ غرور وارن لاءِ سرور جو جامو آهي". صفا وارا گودڙي پائي، ٻنهي جهانن كان ٻاهر ۽ دنيا جي سامان كان دور ٿي ويندا آهن. اهڙيءَ طرح غرور وارا الله كان پردي ۾، ۽ نيكي كان پري ٿي ويندا آهن. مطلب ته هر هك لاءِ نيكيءَ جو هك پاسو ۽ كاميابي جو هك سبب هوندو آهي. انهن جي مراد هك خاص شيءِ آهي، جيكا هِكڙن لاءِ صفا ۽ پاكبازي، ٻين لاءِ خدا تعاليٰ جي بخشش ۽ عطا. ۽ ٻِيَن لاءِ حجاب جو پردو هوندي آهي. درويشن كي اميد هوندي آهي ته هك ٻئي سان سهڻو ميل ميلاپ، ۽ محبت سان سيني جو ڇوٽكارو ٿيندو آهي، ڇو ته رسول ﷺ جن جو فرمان آهي: من احَبَ قوماً فَهُوَ مِنهُـم " جو كنهن ٽولي سان محبت كندو آهي، اهو ان ۾ شمار ٿيندو آهي". كنهن بہ جماعت سان محبت كرڻ وارا قيامت جي ڏينهن ان جماعت سان هوندا. مگر ضرورت ان ڳالھ جي آهي ته دل سان الله جي طلب كريون، ۽ ظاهري رسمن كان دور رهون، ڇو ته ظاهر ۾ جكڙجي ويل كڏهن بہ حقيقت كي پهچي نہ سگهندو آهي. آدميت جو وجود رب جي ذات جو پردو آهي، ۽ اهو پردو حال مقام حاصل كرڻ كان سواءِ ختم نہ ٿيندو آهي. حقيقت ۾ پردي ختم ٿيڻ جو نالوئي صفا آهي. فنا ٿيندڙ صفت لاءِ كابہ پوشاك پائڻ اجائي آهي، ۽ پاڻ كي تكليف سان سينگارڻ ممكن نہ آهي. ٻين لفظن ۾ جڏهن صوفي سڏائڻ يا نہ سڏائڻ هك جهڙو آهي. گودڙي يا اگڙين لڳل لباس جو شرط ئي آهي، ته ان جو مقصد صرف سهولت ۽ هلكو ٿيڻ هجي. جتان كپڙو ڦاٽي پوي، اتان ٽوپو ڏيڻ گهرجي. مرشدن سڳورن جا هن باري ۾ بہ قول آهن: هك ٽولي جو خيال آهي، ته ٽوپي ڏيڻ ۾ كنهن بہ ترتيب جي ضرورت ناهي. جتي بہ سُئي لنگهي، اتي ٽوپو ڏيڻ گهرجي ۽ ان ۾ كوبہ تكلف كرڻ نہ گهرجي. ٻئي ٽولي جو چوڻ آهي ته ٽوپي ڏيڻ ۾ ترتيب ۽ قائدي جي ضرورت آهي. سُئي رٽ كي نظر ۾ ركي، سهڻي نموني سان ٽوپو ڏيڻ درويشي جي كمن ۾ شامل آهي. معاملي جي درستي، اصلي درستي جو دليل آهي. مون علي بن عثمان جلابي طوس ۾ حضرت ابوالقاسم گرگانيءَ كان پڇيو، ته درويشن لاءِ گهٽ ۾ گهٽ كهڙي شيءِ جي ضرورت آهي، جنهن كي فقيري جي لائق سمجهيو وڃي؟ هن جواب ڏنو، ته ٽي شيون اهڙيون آهن، جن ۾ گهٽتائي كري نٿي سگهجي: پهرين هيءَ ته هن كي خبر هئڻ گهرجي ته نيك نيك ٽوپو كيئن ڏنو وڃي؟ ٻي هيءَ ته نيك ڳالھ كي كيئن سمجهيو وڃي؟ ٽئين هيءَ ته نيك قدم كيئن كنيو وڃي؟ انهيءَ ڳالھ ٿيڻ وقت مون سان درويشن جو هك ٽولو موجود هو. جڏهن اٿي ٻاهر آياسون، تڏهن هرهك ماڻهو حضرت گرگاني جي قول ۾ واڌارو كرڻ لڳو. جاهلن جي هك ٽولي كي اها سمجهاڻي پسند آئي ته درويشي فقط اها ڳالھ آهي ته ٽوپي ڏيڻ ۾ كمال حاصل هجي، زمين تي پير سڌي هئڻ جي مشق هجي، ۽ هي گمان هجي ته درويش طريقت جي حقيقتن كي سمجهڻ جي قابليت ركندڙ آهن. مون كي انهي سردار يعني حضرت گرگاني سان قلبي لاڳاپو هو. ۽ مان اهو گوارا كري نہ سگهيس ته سندس قول جي بيقدري كئي وڃي. مون چيو: اچو ته ان باري ۾ ڳالھ ٻولھ كريون، ۽ هر هك پنهنجا خيال ظاهر كري. جڏهن منهنجو وارو آيو، تڏهن مون چيو ته نيك ٽوپو اهو ٿيندو آهي، جيكو درويشيءَ لاءِ ڏنو وڃي، ۽ ناھ نُوھ لاءِ نہ هجي. جيكو ٽوپو درويشي لاءِ ڏنو ويندو آهي، اهو سڌو هوندو آهي، توڙي كٽي ظاهر ۾ سڌو معلوم نہ ٿئي. صحيح ڳالھ اها هوندي آهي، جيكا دل جي خلوص سان كئي ويندي آهي، ۽ نہ اها جيكا مجبوري جي كري كئي ويندي آهي. عمل سچي نيت ساڻ كرڻ گهرجي، ۽ نہ بي خياليءَ سان. ان كي دل ۽ جان سان سمجهڻ گهرجي، ۽ نہ هٿ ڌرمي سان. صحيح قدم اهو هوندو آهي جيكو وجد (بيخودي) جي حالت ۾ كنيو ويندو آهي، ۽ جنهن ۾ كيل تماشي جو ذرو بہ شامل نہ هوندو آهي. كن ماڻهن اها ڳالھ

حضرت گرگانيءَ کي وجي ٻڌائي. هن فرمايو: اصاب عَـلي خَـير َ ہُ الله "الله تعاليٰ علي کي نيڪي ڏني. هن صحيح ڳالهہ ڪئي آهي". صوفي دنيا جي بار هلڪي ڪرڻ ۽ درويشي ۾ سچائي (خلوص) پيدا ڪرڻ لاءِ گودڙي پائيندا آهن. سچي روايت ۾ آيو آهي تہ جڏهن حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي آسمان ڏانهن کنيو ويو تہ کيس اُنَ جي گودڙي پاتل هئي. هڪ مرشد جو بيان آهي، تہ مون حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي خواب ۾ ڏٺو تہ کيس اُنَ جي گودڙي پاتل هئي. جنهن جي هر هڪ ٽاڪي مان نور ظاهر ٿي رهيو هو. مون پڇيو تہ اهو نور ڇا جو آهي؟ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جواب ڏنو. تہ اهو الله تعاليٰ جي عنايتن جو نور آهي. مون هرهڪ ٽاڪو صرف ضرورت وقت هنيو آهي. جيڪو جيڪو سور مون کي نصيب ٿيو. ان جي بدلي ۾ الله تعاليٰ مون کي نور عطا ڪيو. مون ماوراء النهر ۾ ملامتين جي هڪ بزرگ کي ڏٺو. جنهن اهڙي ڪابہ شيءِ کاڌي يا پيتي ڪا نہ پئي، جيڪا ماڻهن کي عام جام ملي ٿي. هن جي خوراڪ ۾ فقط اهي شيون هيون، جيڪي عام ماڻهو اُڇلي ڇڏيندا آهن، مثلاً ساڳ، ڪَوڙو ڪَدُو، ڳريل سڙيل گجرون وغيره. هن جي ساري پوشاڪ ليڙون ليڙون ٿيل هئي، جيڪي هن هِتان هُتان ميڙي صاف (پاڪ) ڪيون هيون، ۽ انهن مان گودڙي ٺاهي ڇڏي هئي. مروالرود ۾ مون آخري بزرگن مان هڪ کي ڏٺو، جيڪو حال ۽ ڪردار جو صاحب هو. ان جي مصلي ۽ ٽوپيءَ ۾ ڪيتريون اڳڙيون لڳل هيون، جن ۾ وِڇُن ٻچا ڄڻي ڇڏيا هئا. منهنجي مرشد ڇاونجاهہ سالن تائين هڪ پوشاڪ ۾ گذارو ڪيو هو. ۽ هر وقت ان کي ٽاڪا هڻندو رهندو هو. عراق وارن جي حڪايتن ۾ڇاٽايل آهي، تہ هڪڙا ٻہ درويش هئا. هڪڙو ديدار (مشاهدي) وارو، ۽ ٻيو محنت (مجاهدي) وارو. هڪڙي فقط انهن لِيڙن مان پوشاڪ پائيندو هو، جيڪي وجد جي حالت ۾ درويشن جي جسم کان جدا ٿينديون هيون، ۽ ٻيو انهن ٽاڪن جي ٽڪرن مان ڪپڙا پائيندو هو، جيڪي توبهہ جي حالت ۾ درويش جي پوشاڪ مان ڦاٽي ڪِري پوندا هئا. اهڙي طرح ان جي ظاهري حالت سندس باطني ڪيفيت وانگر هئي. اهڙي ڪيفيت پنهنجي حال جي سنڀال لاءِ هوندي آهي. حضرت محمد بن حنيف ويهن سالن تائين ٽاٽ جو ڪپڙو پاتو. هو هر سال چار ڀيرا چلو ڪڍندو هو. هر چِلي ۾علمي باريڪين تي ڪتاب لکندو هو. انهيءَ زماني ۾ پارس ۾ هڪ حقيقت ۽ طريقت وارو عالم محمد بن زڪريا رهندو هو، جيڪو گودڙي نہ پائيندو هو. ڪنهن شيخ هن کان پڇيو تہ گودڙي پائڻ جوڪهڙو شرط آهي؟ ۽ اهو ڪم ڪنهن کي ٿو جُڳائي؟ هن جواب ڏنو تہ گودڙي پائڻ جو شرط اهو آهي جيڪو محمد بن زڪريا يا سفيد پوشاڪ ۾ ادا ٿو ڪري ۽ اها پوشاڪ ان کي ڄُڳائي ٿي.

## (فصل -1)

صوفين لاءِ پنهنجي هلت چلت کي ترڪ ڪرڻ طريقت جي ابتڙ هوندو آهي. هن دور ۾ صوفي اُنَ جو لباس گهٽ پائيندا آهن. ان جا ٻہ سبب آهن: هڪڙو اهو تہ اُنَ نيڪ (نج) نہ رهي آهي، ڇو تہ اُنَ ڏيڻ وارا جانور، خراب ۽ ناپاڪ جڳهن تي اٿن ويهن ٿا. ٻيو تہ اهو لباس عام بدعتي ماڻهو استعمال ڪن ٿا. اهڙن ماڻهن جي ابتڙ هلڻ ڀلائي آهي، ڀوءِ ڪٿي ظاهر ۾ سنت جي برخلاف ئي ڇو نہ هجي.

صوفي ماڻهو ٽاڪي هڻڻ ۾ تڪلف ڪرڻ کي جائز سمجهندا آهن، ڇو تہ دنيا ۾ سندن وقار مٿانهون ٿي ويو آهي. هر ڪوئو ڪرو سندن پيروي ڪرڻ کي ضروي ٿو سمجهي، ۽ گودڙي پائڻ کي لازم ڪري ڇڏيو اٿن. هو خراب ڪم ڪندا آهن تہ انهن جي نسبت جي ڪري صوفي شرمسار ٿيندا آهن. تنهنڪري هو اهڙي نموني سان ٽوپو ڏيندا آهن جو ماڻهو سندن نقل ڪري نہ سگهندا آهن، ۽ اهو انهيءَ نموني جي ٽوپي ڏيڻ سان هڪ ٻئي کي سڃاڻي سگهندا آهن. اها ڳالهہ صوفين جي فطرت ۾ٽجي وئي آهي. ايتري قدر جو هڪ درويش ڪنهن مرشد جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. هن جي گودڙي ۾ ٽوپو ويڪرو آيل هو. تنهنڪري ان مرشد هن کي پاڻ کان پري ڪري ڇڏيو. مقصد اهو هو تہ صفا (تصوف) جو بنياد طبعيت جي نزاڪت ۽ قلب جي صفائي تي آهي. صفا وارن لاءِ طبعيت جي ڏنگائي، ڪنهن بہ حالت ۾ قبول نہ ٿيندي آهي. هنن لاءِ غلط ڪم سندن طبعيت تي ايترو بار ڪندو آهي، جيترو هڪ خراب شعر.

کن ماڻهن پوشاڪ جي باري ۾ ڪوبہ تڪلف نہ ڪيو آهي. الله تعاليٰ گودڙي عطا ڪئي، تہ اها قبول ڪيائون. جيڪڏهن ڪو چوغو ملين تہ خوشيءَ سان پائي ڇڏيائون. ۽ اگهاڙا رهيا تہ شڪايت نہ ڪيائون. مان علي بن عثمان جلابي انهيءَ طريقي تي هلندو آهيان. لباس جي معاملي ۾ اهوئي طريقو اختيار ڪندو آهيان. حڪايتن ۾ آيو آهي، تہ جڏهن حضرت احمد بن خضرويہ حضرت ابو يزيد جي زيارت ڪرڻ آيو. تڏهن ڪيس چوغو (قبا) پهريل هو. حضرت ابن شجاع جڏهن حضرت ابوحفص سان ملڻ آيو. تڏهن چوغو پاتل هئس. اهو سندن عام لباس نہ هو. اهي گهڻو ڪري گودڙي پائيندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن پشم جي قميص يا سفيد پهرياڻ بہ پائيندا هئا. گهڻو ڪري انساني طبعيتن کي ڪن شين سان لڳاءُ ٿي ويندو آهي. انسان رسمن ۽ رواجن کي چاهيندو آهي. جڏهن ڪيس ڪا عادت پئجي ويندي آهي، تڏهن اها سندس ٻي فطرت بڻجي ويندي آهي، ۽ اها ٻي فطرت پردي جي شڪل اختيار ڪري ويندي آهي. اهوئي سبب آهي جو پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: "خَيرُ الصيام صومُ آخي دائود عليہ السلام" (روزن مان سڀني ۾ سٺو روزو منهنجي ڀاءُ دائود جو آهي. اصحاب سڳورن عرض ڪيو:" يا رسول الله اهو ڪيئن؟ فرمايائون هو هڪ ڏينهن روزو رکندو هو، ٻئي ڏينهن ڇڏي ڏيندوهو. تہ جيئن نفس کي روزي رکڻ يا کولڻ جي عادت نہ پئجي وڃي، ۽ اها عادت هڪ پردي جو سبب نہ بڻجي وڃي. هن معاملي ۾ حضرت ابو حامد دوستان مروزي نيڪ هو. جڏهن سندس مريد کو موقعو ڏسندا هئا، تڏهن ڪيس ڪپڙا پارائيندا هئا، ۽ جڏهن ضرورت محسوس ڪندا هئا، تڏهن اهي لاهي ويندا هئا. هو انهن کان ڪڏهن بہ اهو نہ پڇندو هو تہ هنن ڪيس ڪپڙا ڇو پارايا ۽ ڇو لاهرايا؟ اسان جي هن زماني ۾ بہ غزني (خدا ان کي حفاظت ۾ رکي) ۾ هڪ بزرگ آهي، جنهن کي مويد سڏيندا آهن، هن وٽ لباس جي باري ۾ پسند ۽ ناپسند کي ڪو دخل ڪونهي. هو جتي بہ آهي، اتي نيڪ آهي.

هاڻي ڏسڻو اهو آهي تہ ڪپڙا گهڻو ڪري نيري رنگ جا ڇو آهن؟ پهريون سبب هي آهي تہ صوفين پنهنجي طريقت جو بنياد سير سفر تي رکيو آهي، ۽ سفر ۾ سفيد ڪپڙو پنهنجي حالت ۾ نٿو رهي، ۽ آساني سان ڌوئي نٿو سگهجي، ۽ ڪپڙن لاءِ هر ڪنهن جي اهائي خواهش هوندي آهي، تہ صاف هجن. ٻيو سبب اهو آهي تہ نيرو لباس غم جا ستايل، مصيبت جا ماريل، ۽ ڏکن جا ڏتل ماڻهو پائيندا آهن. هي دنيا محنت جو مقام، مصيبت جو گهر، غم جو خيمو، درد جو ديرو، جدائي جي جاءِ، ۽ بلائن جي آڏو آهي. طريقت جي طالبن جڏهن اهو ڏٺو تہ هن دنيا ۾ دل جي مراد پوري ٿي نہ سگهندي، تڏهن الله تعاليٰ جي جُدائي جي ماتم ۾، نيرو لباس پاتائون. ٻين وري بندگي کي ڪچو، دل کي وهمن ۾ وڪوڙيل، ۽ زندگيءَ کي وقت وڃائڻ جي شيءِ سمجهي، نيرو لباس پسند ڪيو، ڇو تہ ڪنهن شيءِ کي وڃائي ڇڏڻ موت کان بہ خراب آهي. هڪ ماڻهوءَ ڪنهن دوست جي مري وڃڻ تي، ۽ ٻيو ماڻهو پنهنجين پڪين اميدن جي ختم ٿيڻ تي نيرو لباس پائيندو آهي. هڪ درويش کان پڇيو ويو، تہ هو نيرو لباس ڇو ٿو پائي؟ هن جواب ڏنو، تہ پيغمبر ﷺ جن ٽي شيون ڇڏي ويا آهن: هڪ درويشي، ٻيون علم، ٽئين تلوار. تلوار طاقت وارن کي هٿ آئي، ۽ انهن جو غلط استعمال ڪيو. علم عالمن کي مليو، ۽ هنن ان کي پڙهڻ ۽ پڙهائڻ تائين محدود رکيو. درويشيءَ کي درويشن سنڀاليو، ۽ ان کي دولت ميڙڻ جو وسيلو بڻائي ڇڏيو. مان انهن ٽنهي قسم جي ماڻهن جي ماتم ۾ نيرو لباس پاتو آهي.

حضرت مرتعش﷫ بغداد جي ڪنهن پاڙي ۾ گهمي رهيو هو. ڪيس اُڃ لڳي، ۽ هڪ دروازي تي بيهي پاڻي گهُرڀائين. هڪ عورت ڪيس پاڻيءَ جو ڪُوزو آڻي ڏنو. پاڻي پيتائين، ۽ ان عورت جي چهري تي نظر ڪيائين تہ ان جي حسن تي وڃي ويو، ۽ ويهي رهيو، تان جو گهر جو مالڪ آيو. مرتعش﷫ چيو مون کي تنهنجي گهر مان مِٺو پاڻي پياريو ويو آهي، ۽ منهنجي دل لُٽجي وئي آهي. گهرجي مالڪ چيو تہ اها منهنجي نياڻي آهي. مان توکي پرڻائي ڏيڻ لاءِ تيار آهيان. حضرت مرتعش کي گهر ڏانهن وٺي ويو. پاڻ وڏو دولتمند هو. هن پنهنجي ڌيءُ واري جائي کي غسلخاني ڏانهن موڪليو. ڪيس قيمتي ڪپڙا پارايا ويا، ۽ ان جي گودڙي جي بدران ڪيس هڪ وڏي ملهہ وارو وڳو پهرايو ويو. رات ٿيڻ تي حضرت مرتعش نمار لاءِ اُٿيو، تہ جيئن ورد ۽ وظيفا پورا ڪري. هن اڪيلائپ ۾ رڙ ڪئي: "هَاتُــو مرقعتي" (منهنجي

گودڙي ڪٽي اچو). گهروارن پڇيو ته ڪيس ڪهڙي تڪليف آهي؟ هن جواب ڏنو ته سندس دل مان آواز اچي رهيو آهي ته اي مرتعش. توکي هڪ گستاخي واري نظر جي اها سزا ڏني وئي آهي، جو تنهنجي بدن تان تنهنجي گودڙي لهرائي وئي آهي. ٻي نظر جي سزا اها هوندي، جو تنهنجي اندر تان آشنائي وارو لباس به لاٿو ويندو.

جيڪو لباس خدا جي رضا حاصل ڪرڻ لاءِ پاتو وڃي ٿو، ان ۾ الله تعاليٰ جي دوستن جي پيرويءَ جو خيال رکيو وڃي، ته اهو لباس برڪت وارو آهي. جيڪڏهن انهيءَ نموني سان زندگي گذري سگهي ته گذار، نه ته پنهنجي دين جي سنڀال ڪر، ۽ ولين جي لباس ۾ خيانت ڪرڻ جو ڏوهه نه ڪر. ته تون سچو مسلمان بڻجي وڃين. اها ڳالهه ولايت جي ڪوڙي دعويٰ ڪان ڀلي آهي. اُنَ جي گودڙي ٻن ٽولن کي جڳائي ٿي: هڪڙا دنيا کي ترڪ ڪندڙ ماڻهو، ۽ ٻيا الله جا عاشق. مرشدن جو اهو طريقو رهيو آهي، جو جڏهن ڪو مريد دنيا جا لاڳاپا لاهي، وٽن ايندو آهي، تڏهن هو ان کي ٽن سالن تائين مختلف نمونن ۾ ادب جي تعليم ڏيندا آهن. جيڪڏهن مريد ثابت قدم رهندو آهي، ته وهواه! ٻيءَ حالت ۾ هن کي چئي ڏيندا آهن، ته طريقت ۾ هن لاءِ قبول ٿيڻ جو دروازو نه کُليو آهي. پهرئين سال خلق جي خدمت، ٻئي سال الله جي خدمت، ۽ ٽئين سال دل جي خدمت جي تعليم ملندي آهي. خلق جي خدمت جي صورت هي آهي، ته پنهنجو پاڻ کي خادم سمجهي، سڀني ماڻهن کي پنهنجي مالڪ جي درجي تي سمجهي، يعني سڀني کرن ڪوٽن کي پاڻ کان ڀلو سمجهي، ۽ سڀ جي خدمت ڪرڻ پنهنجو فرض ڄاڻي. خدمت اها ناهي، جو پاڻ کي مخدومن کان به مٿي سمجهي. ان ۾ پورو پورو نقصان آهي. حقيقت ۾ اهو به هڪڙو پردو (حجاب) آهي، ۽ زندگي جي مصيبتن ۾ شامل آهي. الله تعاليٰ جي خدمت اها آهي، ته پاڻ کي دنيا جي سڀني مزن کان ڪاٽي ڇڏي، ۽ فقط الله جي عبادت ڪري، ۽ اها به صرف الله جي ذات لاءِ هجو ته جيڪڏهن ڪنهن ٻئي مقصد لاءِ عبادت ڪبي، ته اها پنهنجي ذات جي پوڄا ٿيندي، ۽ نه الله جي. دل جي پاسداري اها آهي ته طبعيت کي اطمينان هجي، وهم وساريل هجن، ۽ الله تعاليٰ جي حاضريءَ ۾ ڪنهن به قسم جي غفلت ۽ بيپرواهي نه هجي. جيڪڏهن اهي ٽيئي شرط پورا ٿين ته پوءِ مريد ڪنهن به پيروي (تقليد) ڪان سواءِ اُنَ جي گودڙي پائي ٿو سگهي. اهو ضروري آهي، ته گودڙي پارائيندڙ به پنهنجي حال تي قائم هجي، طريقت جون لاهيون چاڙهيون ڏسي چڪو هجي، حال جي ذوق ۾ ڪامياب ٿيل هجي، عملن جي ادا ڪرڻ ۾ نيڪ هجي، جلال جو قهر ۽ جمال جو لطف ڏسي ڇڏيو هجيس. ڪيس اها به خبر هجي ته مريد ڪهڙي منزل تي پهچي سگهندو؟ هو موٽي ويندو، واقفن مان ٿيندو، يا ڪاملن مان ٿيندو؟ جيڪڏهن سندس موٽي وڃڻ جو انديشو هجي، ته منڍ ۾ ئي هن کي مريد نه بڻائجي، جيڪڏهن ڪنهن رنڊڪ جو خوف هجي ته ان جو انتظام ڪجي، ۽ جيڪڏهن مريد منزل جو واقف بڻجي وڃي، ته هن کي سکيا ڏجي. طريقت وارا اصل ۾ دلين جا طبيب ٿيندا آهن. جيڪڏهن طبيب بيمار کان واقف نه هوندو ته غلط علاج سان بيمار کي ماري ڇڏيندو، ڇو جو ڪيس بيمار جي نظرداري جو پتو ڪونهي، ۽ هن جي خطرناڪ نشانين کي سمجهي نه سگهندو، ته غلط غذا ۽ غلط شربت ڏيندو. حضور ﷺ جن فرمايو آهي: "الشيخ في قومه ڪا لنبي في امته" (شيخ پنهنجي قوم لاءِ ائين آهي، جيئن نبي پنهنجي اُمت لاءِ هوندو آهي). نبين سڳورن پنهنجي اُمت کي جيڪا دعوت ڏني، ۽ تبليغ ڪئي، اها سندن اُمت جي حالت مطابق ڪئي. هنن ڪين سندن مزاج مطابق دوا ڏني، ته جيئن سندن دعوت جو مقصد پورو ٿئي. تنهنڪري رباني ولايت ۾ ڪمال حاصل ڪرڻ لاءِ پڻ مرشد کي ٽي سال رياضت ڪرائڻ کان پوءِ مريدن کي گودڙي پارائڻ گهرجي. اصل ۾ گودڙي ڪفن جي حيثيت رکندي آهي، جيئن دنيا جي لذتن کان دل آزاد ٿي وڃي، ۽ زندگي جي راحتن کان بيپرواهي حاصل ٿي وڃي. سڄي عمر خلق جي خدمت لاءِ وقف وڃي، ۽ خواهش کان پوريءَ طرح سان هٿ ڪڍي وڃي. اهڙي حالت ۾ طريقت جو مرشد گودڙي عطا ڪندو آهي، ۽ مريد کي پنهنجين نوازشن سان عزت بخشيندو آهي. مريد وري پنهنجين ذميوارين جي پورائي ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، ۽ پنهنجين خواهشن کي پاڻ تي حرام ڪري ڇڏيندو آهي.

گودڙي پائڻ جي باري ۾ ڪوڙ اشارا (استعارات) آهن. حضرت ابو معمر اصفهاني، ته هن مضمون تي هڪ ڪتاب لکيو آهي. هن باري ۾ گهڻا صوفي مبالغو نه ڪندا آهن. مگر اسان جو مقصد هن ڪتاب ۾ رڳو بزرگن جا قول نقل ڪرڻا

نہ آهن. مگر جيڪي مشڪل ڳالهيون آهن, تن کي آسان بہ ڪرڻو آهي. گودڙي پائڻ جو سُنّي ۾ سُنو اشارو هي آهي تہ گودڙي جو ڪالر صبر آهي, ٻہ ٻانهون خوف ۽ اميد, ان جو اڳو ۽ پـِـيڇو, قبض ۽ بسط (ساهہ جي ڪلڻ ۽ بند ٿيڻ جي حالت), ڪمر نفس جي مخالفت, ڪَفَ يقين جي درستي, ۽ ان جي ويهڪ خلوص آهي. ان ڪان بہ پلو اشارو هي آهي: ڪالر فنا جو نشان, ٻانهُون نفس جي سنڀال ۽ پاڪائي, ان جو اڳو پـِـيڇو (تيرِ يزون) درويشي ۽ صفا, ڪمر ديدار جو جتاءُ, ويهڪ حاضري جي ماٺ ۽ وصل جي درجي جي بقا آهي. جڏهن باطن لاءِ اهو لباس آهي, تہ پوءِ ظاهر لاءِ بہ هئڻ گهرجي. هن باري ۾ منهنجو هڪ ڪتاب "اسرار الخرق و المؤمنات" آهي. انهيءَ ڪتاب جو نسخو مريد وٽ هئڻ گهرجي.

جيڪڏهن مريد گودڙي پائڻ ڪان پوءِ حال ۾ هجي, يا وقت جي بادشاهہ جي ظلم هيٺ, ان کي ڦاڙي ڦِٽو ڪري, تہ هو مجبور آهي. جيڪڏهن پنهنجي اختيار هوش حواس ۾ رهي, گودڙي کي ڦاڙي ڇڏي تہ پوءِ هن کي گودڙي پائڻ ٺيڪ نہ آهي, ۽ جيڪڏهن ٻہ دفعا پائي, تڏهن بہ دنيا جي انهن مڪار گودڙي پائيندڙ ۾ ليکيو ويندو, جيڪي صرف ڏيکاءُ لاءِ اُنَ جي پوشاڪ پائيندا آهن. پوشاڪ جي باري ۾ اصل حقيقت هيءَ آهي تہ جڏهن صوفي هڪ درجي ڪان ٻئي درجي ۾داخل ٿيندو آهي, تڏهن پنهنجي پوشاڪ بدلائيندو آهي. اهو منزل جي ترقي جي شُڪر ظاهر ڪرڻ جو نمونو آهي, مگر ياد رکڻ گهرجي تہ معمولي پوشاڪ هڪ درجي لاءِ هوندي آهي, ۽ گودڙي فقر ۽ صفا جي سيني درجن لاءِ هوندي آهي. ان کي رد ڪري ڇڏڻ طريقت کي رد ڪري ڇڏڻ وانگر آهي. مون هن مضمون جي باري ۾ ٿورو اشارو ڪيو آهي, ۽ هي وقت هن مسئلي سمجهائڻ لاءِ ٺيڪ ناهي. خدا گهريو تہ راڳ (سماع) جي ڳُـجهن ظاهر ڪرڻ واري باب ۾ گودڙي جي وڌيڪ سمجهاڻي ڏني ويندي. اهو بہ چيو ويو آهي, تہ گودڙي عطا ڪرڻ واري ۾ ايتري قدرت هئڻ گهرجي, جو هو جنهن کي بہ محبت جي نظر سان ڏسي, اهو دوست بڻجي وڃي, ۽ جنهن گنهگار کي گودڙي پارائي, اهو الله جو ولي بڻجي پوي. مان هڪ دفعي پنهنجي طريقت جي مرشد سان آذربائيجان جو سفر ڪري رهيو هئس. اتي ٻن ٽن گودڙي پوش درويشن کي ڏٺم. اهي ڪڻڪ جي ٻار ۾ بيٺا هئا تہ مَنَ زميندار ڪجهہ ڪڻڪ گودڙين ۾ وجهي. اهو حال ڏسي مرشد سائين فرمايو: "اُولائڪ الذين اشترو ضلالة بالهُديٰ فما ربحت تجارتهم وما ڪانوا مهتدين" (هي اهي ماڻهو آهن, جن هدايت جي بدران گمراهي خريد ڪئي آهي. ڪين انهيءَ تجارت مان ڪوبہ فائدو حاصل نہ ٿيندو, ۽ اهي هدايت حاصل ڪرڻ وارا نہ هئا).

مون غرض ڪيو: يا حضرت! اهي هن بلا ۾ ڪيئن ڦاٿا ۽ ماڻهن لاءِ ذلت جو سبب ڇو بڻيا؟ جواب ڏنائون تہ سندن مرشدن کي مريدن گڏ ڪرڻ جي لالچ ۽ هنن کي دولت گڏ ڪرڻ جيَ طمع هئي. هڪ لالچ ٻي لالچ ڪان وڌيڪ نہ ٿيندي آهي, ۽ حقيقت ڪان سواءِ دعويٰ ڪرڻ لوڀ لالچ جو وسيلو آهي. حضرت جنيد لاءِ مشهور آهي تہ هن باب الطلق ۾ هڪ مجوسي جي ڇوڪري کي ڏٺو, جيڪو تمام سُهڻو هو, هن هٿ کڻي دعا گهري تہ منهنجا موليٰ تو هن کي ڪهڙو نہ سهڻو بڻايو آهي. مهرباني فرمائي هن کي منهنجي جماعت ۾ آڻ. ٿوري وقت ڪان پوءِ, اهو مجوسي ڇوڪرو آيو ۽ عرض ڪيائين, تہ اي مرشد سائين! مون کي شهادت جو ڪلمو پڙهايو. اهو ڇوڪرو مسلمان ٿيو, ۽ الله جي ولين ۾ شامل ٿي ويو. شيخ بوعلي سياهہ ڪان پڇيائون, تہ گودڙي پائڻ ڪنهن کي جڳائي؟ جواب ڏنائين, تہ اهڙي درويش مرد کي, جنهن کي الله تعاليٰ ايترو پنهنجو ڪيو هجي, جو ڪيس سمورن حڪمن ۽ دنيا جي حالتن جو پتو هجي.

گودڙي صالح ۽ نيڪ ماڻهن جو نشان آهي. درويشن صوفين جي پوشاڪ آهي. درويشي ۽ تصوف جي باري ۾ اڳ ۾ ئي بيان ٿي چڪو آهي, جيڪڏهن ڪو ماڻهو دنيا جي مال گڏ ڪرڻ لاءِ ولين جي پوشاڪ پائيندو آهي, ۽ پنهنجن مصيبتن جو سامان گڏ ڪندو آهي, تہ حقيقت وارن کي نقصان نہ پهچندو آهي, جو بيان ڪيو اٿم سو حقيقت وارن لاءِ ڪافي آهي. هن ڪان وڌيڪ سمجهاڻي ڏيڻ هن ڪتاب جو مقصد ناهي. سڀ توفيق الله تعاليٰ جي طرف ڪان آهي.

# باب پنجون

## درويشي ۽ صفا جو اختلاف

تصوف ۾ درويشي ۽ دل جي صفائي جي باري ۾ اختلاف آهي. ڪن جو خيال آهي تہ درويشي دل جي صفائي ڪان وڌيڪ آهي، ۽ ڪن جو چوڻ آهي، تہ دل جي صفائي درويشي ڪان مٿي آهي. درويشي (فقيري) کي وڌيڪ سمجھڻ وارا چون ٿا تہ درويشي ۾ پوريءَ طرح فنا جو درجو آهي، ۽ هن ۾ هر شيءِ فنا ٿي ويندي آهي. دل جي صفائي درويشي جو هڪ درجو آهي، ۽ جڏهن پوريءَ طرح فنا اچي ويندي آهي، تہ هر هڪ درجو بہ ختم ٿي ويندو آهي. هي مسئلو درويشي ۽ دل جي صفائي کا ڏار آهي. هن جي باري ۾ اڳ بہ حديث ٿي چڪو آهي. جي ماڻھو دل جي صفائي کي درويشي ڪان پلو سمجھندا آهن، سي چوندا آهن تہ درويشي جو وجود آهي، ۽ ان تي نالو بہ رکي سگھبو آهي. ان جي ابتڙ دل جي صفائي هر شيءِ ڪان خالي هوندي آهي. هي عين فنا آهي ۽ درويشي عين غِنا هوندي آهي. درويشي هڪ درجي جي حيثيت رکي ٿي، ۽ دل جي صفائي ڪمال جو نالو آهي. هن زماني ۾ هي معاملو وڏي زور شور سان بحث هيٺ ايندو آهي، ۽ هر جماعت ڏکيا اشارا ۽ نازڪ نُڪتا پيش ڪندي آهي. درويشي ۽ دل جي صفائي جي قديم هجڻ، ۽ بهتر هجڻ ۾ بہ وڏو اختلاف آهي. راءِ ۾ اتفاق نہ درويشي جي حق ۾ آهي، ۽ نہ دل جي صفائي جي حق ۾ آهي، ۽ سچائي کي بحث ۾ نہ آڻيندا آهن. خواهش پوري نہ ٿيڻ تي اقرار ڪندا آهن. سندن انڪار ۽ اقرار فقط پنهنجي دل جي ڳالھہ تي اڙجي وڃڻ جا نشان بڻجي چڪا آهن. سلوڪ جو رستو انهي افسانہ سازي ڪان مٿڀرو آهي. ولي سڳورا انهيءَ مقام تي پهچندا آهن، جتي ٻيو ڪوبہ مقام نہ هوندو آهي. سموريون منزلون ۽ درجا ختم ٿي ويندا آهن. گفتگو جي طاقت نہ رهندي آهي. ڪوبہ مشرب (رستو) باقي نہ رهندو آهي، نہ وري ذوق جو وجود رهندو آهي. نہ چُپ رهندي آهي نہ ڪو غلبو. نہ هوش رهندو آهي نہ بيهوشي. بحث ڪرڻ وارا اهڙيون شيون ڳوليندا آهن، جن جي حقيقت سندن سمجھہ ۾ نہ ايندي آهي، ۽ هنن ڪان ان جي تعريف بہ ٿي نہ سگھندي آهي. هو پنهنجي پنهنجي سمجھہ آهر ڪو شاندار نالو چوندي وٺندا آهن. دماغي طور تي بهتري حاصل ٿيڻ جو ڪو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي، مگر جڏهن خيالن کي نالو ڏبو آهي، تہ پوءِ هڪ نالي کي ٻين نالن ڪان پلو سمجھيو ويندو آهي، تنهنڪري ڪجھہ ماڻهن لاءِ درويشي جو نالو پلو، موزون ۽ قدر ڪرڻ جهڙو هوندو آهي، جو تہ هن ۾ ترڪ ڪرڻ ۽ عاجز ٿيڻ جي حقيقت هوندي آهي. ڪن ٻين ماڻهن دل جي صفائي واري لفظ کي وڌيڪ چاتو آهي، جو تہ ان ۾ خراب (ميراڻ وارين ) شين جي ترڪ ڪرڻ ۽ دنيا جي مال متاع کي ڇڏي ڏيڻ جي حقيقت هوندي آهي. انهن ٻن لفظن جي چوڻ جو مقصد اهو آهي، تہ هڪ ظاهر ٿيڻ واري خيال کي ڳولي نہ سگھبو آهي، ۽ پاڻ ۾ گڏجي گفتگو ڪرڻ وقت پنهنجو مفهوم پوريءَ طرح بيان ڪري سگھبو آهي. طريقت وارن ۾ ڪوبہ اختلاف نہ هوندو آهي، پوءِ ڪٿي هو درويشيءَ جو لفظ استعمال ڪن يا دل جي صفائي (صفا) جو انهن جي ابتڙ اکرن ۾ اڙيل، جن کي حقيقت جي ڪابہ خبر نہ هوندي آهي، تن لاءِ لفظن جي هيرڦير کان سواءِ ڪجھہ بہ نہ ايندو آهي. هنن ڪنهن بہ هڪ شيءِ تي اتفاق نہ ڪيو آهي، تنهنڪري هڪڙي کي ٻئي ڪان سٺو سمجھي رهيا آهن. طريقت وارا اصلي حقيقت جي ڳولا ڪندا آهن، ۽ اکرن ۾ حقيقت اڙيل عبارت جي اونداهي ۾ گم ٿي ويندا آهن. حاصل مطلب تہ جنهن کي اصلي حقيقت هٿ ايندي آهي، اهو ان کي پنهنجي دل جو قبلو بڻائي ڇڏيندو آهي. پوءِ اوهان هن کي درويش سڏيو يا صوفي. ٻئي نالا پريشاني واري حالت ۾ هوندا آهن. اهڙي حقيقت جيڪا لفظن ۾ سمائجي نہ سگھندي آهي، ان تي بحث مباحثو حضرت ابوالحسن سمنون جي وقت کان وٺي هلندو آيو آهي. هو جڏهن بقا واري ڪشف ۾ هوندو هو، تڏهن درويشي کي دل جي صفائي وارن کان وڌيڪ سمجھندو هو، ۽ جڏهن فنا واري درجي تي هوندو هو، تڏهن صفا کي درويشيءَ کان وڌيڪ چاهيندو هو. معاني جي ماهرن هن کان سبب پڇيو تہ هن جواب ڏنو تہ مون کي فنا ۽ هيٺ ٿيڻ واري درجي ۾ بقا واري درجي جهڙو ڪمال حاصل آهي. جڏهن اهڙي درجي تي هوندو

آهيان. جنهن جو لاڳاپو فنا سان هوندو آهي. تڏهن صفا (دل جي صفائي وارن) کي درويشي کان مٿي سمجهندو آهيان. ۽ جڏهن بقا واري درجي تي هوندو آهيان. تڏهن درويشي کي صفا کان بهتر ڄاڻندو آهيان. حقيقت ۾ درويشيءَ جو لاڳاپو بقا سان. ۽ صفا جو واسطو فنا سان هوندو آهي. آخر ۾ ذڪر ڪيل صفا جي درجي تي مان بقا جي خيال کي فنا ڪري ڇڏيندو آهيان. ۽ اڳ ۾ ذڪر ڪيل درويشي واري درجي تي فنا جي خيال کي فنا ڪري ڇڏيندو آهيان. ايتري قدر جو فنا ۽ بقا جو احساس ئي ختم ٿي ويندو آهي. اها رڳي لفظن جي ڦير گهير آهي. جو نه فنا کي فنا آهي. ۽ نه بقا کي فنا هوندي آهي. جيڪا شيءِ فنا ٿي ويندي آهي. سا پنهنجي وجود کي به ختم ڪري ڇڏيندي آهي. ۽ جيڪا بہ ٽيل شيءِ قائم رهندي آهي. سا پنهنجي وجود ۾ به قائم رهندي آهي. اصل ۾ فنا جو لفظ مبالغي طور ڪم نه آندو ويندو آهي. جڏهن ڪو ماڻهو فنا جي فنا ٿيڻ جو ذڪر ڪندو آهي. تڏهن هو فقط مبالغي وارن لفظن ۾ اهو چوڻ گهرندو آهي. ته فنا جو خيال ئي ختم ٿي چڪو آهي. پر جيستائين بقا جو ڪو خيال به موجود آهي. تيستائين فنا ڪم ۾ نه ايندي آهي. جيڪڏهن فنا ڪم ۾ اچي وئي. ۽ پوءِ فنا جو فنا ٿيڻ هڪ جُڙتُو ۽ بي معنيٰ لفظ کان سواءِ ڪجهه به نه هوندو آهي. اها فقط زبان جي ماهرن جي هٿرادو ڦير گهير هوندي آهي. جيڪا هو عبارت آرائي جي شوق ۾ ڪندا آهن.

ٻاراڻي وَهِي ۾ طبعيت جي جوش ۽ تيزيءَ جي ڪري. انهيءَ نموني سان فنا ۽ بقا تي هڪ ڪتاب لکيو هيم. ان جو نالو به " فنا ۽ بقا جو ڪتاب" رکيو هيم. مان هن ڪتاب ۾ اهائي شيءِ وڌي خبرداريءَ سان لکندس. انشاء الله تعاليٰ.

درويشي ۽ صفا ۾ اهوئي فرق آهي. جيستائين معنيٰ جو خيال آهي. تيستائين عملي طور تي يعني دنيا جي مال ترڪ ڪرڻ ۽ دل جي لالچ ۾ اچڻ جو حال مختلف آهي. اها شئي درويشي ۽ مسڪيني تائين پهچندي آهي. ڪن مرشدن سڳورن درويشي کي مسڪيني کان مٿي سمجهيو آهي. جيئن الله تعاليٰ جو فرمان آهي:" لِلفقراء الذين اَحصروا في سبيل الله لا يستطيعون ضرباً في الارض" (صدقو انهن فقيرن لاءِ آهي. جيڪي خدا جي رستي ۾ قابو آهن. ۽ زمين تي هلي چلي نٿا سگهن). مسڪينن وٽ زندگي جو سامان هوندو آهي. درويش ان کي لَت هڻي ڇڏيندا آهن. تنهنڪري درويشي عزت جو ۽ مسڪيني ذلت جو سبب هوندي آهي. زيب زينت جي سامان رکڻ وارو طريقت ۾ ذليل ڄاتو ويندو آهي. پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي:" تَعس عبدالداراهم و تعس عبدالدينار و تعس عبدالخميسة و القطيفة" (درهمن جو غلام هلاڪ ٿيو. دينارن جو غلام هلاڪ ٿيو. ۽ ڪيمخواب جي پوشاڪ جو غلام هلاڪ ٿيو.) زينت جي سامان کي ترڪ ڪندڙ پيارو ٿيندو آهي. جو ته سامان واري جو ڀروسو سامان تي هوندو آهي. ۽ جنهن کي سامان نه هوندو آهي. تنهن جو ڀروسو الله تعاليٰ جي ذات تي هوندو آهي. ضرورت جي وقت سامان وارو پنهنجي سامان جو سهارو ڳوليندو آهي. ڪجهه ماڻهو چوندا آهن ته مسڪين بهتر هوندو آهي. جو ته پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: "اللهم احيني مسڪيناً وَ اَمتني مسڪيناً وَ اَحشُرني في زمرة المساَڪين" (اي منهنجا موليٰ مون کي مسڪين سان جيئرو رک. مسڪينن سان مار. ۽ قيامت جي ڏينهن مسڪينن سان اُٿار). مسڪينن جو ذڪر ڪندي پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي. ته منهنجي زندگي ۽ موت مسڪينن سان هجي. ليڪن جڏهن درويشن جو ذڪر آيو. تڏهن فرمايائون: "ڪادَ الفقر ان يڪنُون ڪفراً" (ائين به ممڪن آهي ته درويشي ڪفر بڻجي وڃي). انهيءَ معنيٰ جي لحاظ کان درويش مال اسباب سان به واسطو رکندو آهي. مسڪين اهو آهي. جنهن کي مال اسباب ملي نه سگهي.

شرعيت ۾ فقيهن جي هڪ جماعت وٽ درويش ڪجهه دولت رکندو آهي. ۽ مسڪين وٽ ڪجهه به موجود نه هوندو آهي. هڪ ٻي جماعت جو خيال مٿئين ڳالهه جي بلڪل اُبتڙ آهي. جيڪي منزل جا صاحب پهرئين خيال سان اتفاق ڪندا آهن. سي صوفي لفظ کي مسڪينن جي ٽولي ۾ آڻيندا آهن. اهو اختلاف فقيهن جي اختلاف وانگر آهي. جن وٽ درويش وسيلي کان سواءِ ۽ مسڪين ڪفايت ڪندڙ هوندو آهي. اهي درويش کي صفا وارن کان بهتر سمجهندا آهن. جن جي خيال ۾ مسڪين وسيلي کان سواءِ. ۽ درويش ڪفايت ڪندڙ هوندو آهي. اهي صفا وارن کي درويش کان بهتر ڄاڻندا آهن. درويشي ۽ صفا وارن جي وچ ۾ اها اختلاف جي مختصر صورت آهي. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

# باب ڇهون

## ملامت

طريقت جي مرشدن جي هڪ جماعت ملامت جو رستو اختيار ڪيو آهي. ملامت محبت جي سچائي ۾ وڏو اثر رکندي آهي، ۽ ڪامل ذوق جو پتو ڏسيندي آهي. هونئن بہ حق وارا ماڻهن جي ملامت جو نشانو بڻبا رهيا آهن. خاص طور تي هن امت جا وڏا وڏا بزرگ ملامت هيٺ ايندا رهيا آهن. رسول ﷺ جن جيڪي حق وارن جا رهبر ۽ امام آهن، ۽ محبت وارن جا پيشوا آهن، ۽ عام ماڻهن جي نظر ۾ وڏي مان مرتبي وارا هوندا هئا. مگر جڏهن حقيقت ظاهر ٿي، وحي نازل ٿيو، ۽ حق جي دوستي جو فيض مليو، تڏهن ماڻهن ملامت جي زبان ڊگهي ڪئي. ڪنهن چيو تہ ڪاهن آهن، ڪنهن ڪين شاعر چاتو، ڪنهن چيو تہ چريا آهن، ڪن وري ڪين ڪوڙو سڏيو. الله تعاليٰ ايمان وارن جو ذڪر ڪيو، تہ اهي ملامت ڪرڻ وارن جي خوف جي پرواهہ نٿا ڪن. ولا يخافون لومة لائم ذالڪ فضل الله يوتيه من يشاء والله واسع عليم "هو ڪنهن بہ ملامت ڪندڙ جي ملامت کان نٿا ڊڄن، اهو الله جو فضل آهي. هو انهن کي چاهيندو آهي، ان تي فضل ڪندو آهي. الله وڏي قدرت (وسعت) وارو ۽ ڄاڻڻهار آهي".

اهو خدا جو قانون آهي، تہ ان جا چاهيندڙ ملامت جو نشانو بڻبا آهن، مگر خدا سندن دلين کي ملامت ۾ پريشان ٿيڻ کان بچائيندو آهي. اها الله جي غيرت آهي، جنهن جي وسيلي هو پنهنجن دوستن کي غير جي نظر کان بچائيندو آهي، جيئن ڪنهن جي نظر سندن حسن جي ڪيفيت تي نہ پهچي سگهي. هو پنهنجي نظر کان پاڻ بہ بچندا رهندا آهن، جيئن پنهنجو حسن ڏسي ڪنهن مصيبت ۽ تڪبر ۾ پئجي نہ وڃن. عام ماڻهن جي نظر مٿن رهندي آهي، تہ جيئن مٿن ملامت ڪري سگهن. لوامہ (ملامت ڪندڙ) نفس سندن طبعيت جو حصو بڻجي ويندو آهي، جيئن سندن هر ڪم تي ملامت ڪندو رهي. جيڪڏهن هنن کان ڪا برائي ٿيندي آهي، تہ هو پنهنجي برائي جي ڪري پاڻ تي ملامت ڪندا آهن. جيڪڏهن ڪو نيڪ ڪم ڪندا آهن تہ نيڪي ڪرڻ ۾ ڪنهن نہ ڪنهن ڪمزوريءَ جي ڪري، پاڻ کي ملامت جو نشانو بڻائيندا آهن. اهو هڪ طريقت جو پڪو اصول آهي. هن رستي ۾ خودپسندي (پاڻ کي چاهڻ) کان وڌيڪ ڪوبہ خوفناڪ پردو يا مصيبت ڪانهي. خودپسندي جا ٻہ سبب ٿيندا آهن: هڪ ماڻهن جي عزت ۽ انهن جي تعريف ڪندا آهن، ۽ هو مغرور ٿي ويندو آهي. ٻيو هي تہ ڪنهن ٻئي جي ڪم کي پسند نہ ڪندو آهي. ڪيس فقط پنهنجو ڪم وڻندو آهي. الله تعاليٰ اهو غرور ۽ تڪبر وارو رستو پنهنجن دوستن لاءِ بند ڪري ڇڏيندو آهي. انهن جا ڪم ڪيترا بہ سٺا هوندا آهن تہ بہ عام ماڻهن کي نہ وڻندا آهن. سندن نفس جي محنت ڪيتري بہ مٿانهين هوندي آهي، تڏهن بہ هو ان کي پنهنجي طاقت ۽ همٿ جو نتيجو نہ سمجهندا آهن، ۽ خودپسنديءَ جي مرض ۾ مبتلا نہ ٿيندا آهن، ۽ تڪبر کان حفاظت ۾ رهندا آهن. جيڪو الله کي وڻندو آهي، اهو عام ماڻهن کي پسند نہ ايندو آهي. جيڪو پنهنجي پيٽ پوڄا ۾ مشغول رهندو آهي، ان کي الله جي ذات نہ چوندبيندي آهي. ابليس خلق کي وڻندو هو، ۽ ملائڪن بہ ڪيس قبول ڪيو هو. هو خدا کي نہ وڻندو هو، تنهنڪري خودپسندي ۾ اچي ويو. ڪيس خودپسندي جو ڦل دائمي لعنت جي صورت ۾ مليو. حضرت آدم عليه السلام کي ملائڪن پسند نہ ڪيو، ۽ چيو: أَتَجعَلُ فِيهَا مَن يُفسِدُ فيها "اي اسان جا موليٰ! تون زمين ۾ اهڙي مخلوق رهائيندين، جيڪا فساد برپا ڪندي؟" حضرت آدم عليه السلام پنهنجو پاڻ کي پسند نہ ڪيو، ۽ عرض ڪيو: رَبَّنَا ظَلَمنَا أَنفُسَنَا. "اي اسان جا موليٰ، اسان پنهنجن نفسن تي ظلم ڪيو آهي". هو الله تعاليٰ کي پسند هو، تنهنڪري فرمايائين: فَنَسِيَ وَ لَمْ نَجِد لَهُ عَزماً. "آدم عہ وساري ڇڏيو. اسان ڪيس ارادي سان گمراهي ۾ ايندڙ نہ ڏٺو". پيدا ٿيڻ ۽ پاڻ کي پسند نہ ڪرڻ، هن لاءِ رحمت جو ميوو آندو، جيئن معلوم ٿي وڃي، تہ الله جو قبول ڪيل، عام مخلوق کان پري هوندو آهي، ۽ عام مخلوق جو قبول ڪيل الله تعاليٰ کان جدا هوندو آهي. مطلب تہ ملامت الله جي دوستن جي خوراڪ ۽ قبوليت جو نشان

هوندي آهي. اهو اوليائن جو طريقو ۽ الله جي پيارن جي ويجهڙائي جو نشان هوندو آهي. دنيا مخلوق جي قبول ڪيلن تي خوش ٿيندي آهي، ۽ هو خلق جي رد ڪرڻ تي خوش ٿيندا آهن. پيغمبر ﷺ جن جي حديث آهي تہ ڪين جبرائيل عليہ السلام الله جو پيغام پهچايو. قبائلي اوليائي تحت لا يَعرِ فُـهُـم غـَيري الا أولـِيائي. "منهنجا دوست منهنجي چوغي هيٺان آهن. ڪين منهنجن دوستن ڪان سواءِ، ٻيو ڪوبہ سڃاڻي نہ سگهندو آهي". الله سڀ ڪان بهتر ڄاڻندڙ آهي.

(فصل -1)

ملامت جون ٽي صورتـون آهن: سـِڌو هلڻ، ارادو ڪرڻ، ۽ ترڪ ڪرڻ. سڌي هلڻ واري ملامت هي آهي تہ آدمي پنهنجي پير تي پورو هلي رهيو هجي، مذهب جا فرض ادا ڪندو هجي. بندگي جي ڪنهن بہ شرط کي نہ وساريندو هجي، ۽ ماڻهن جي ملامت ڪرڻ تي بہ هر ڪنهن ڪان بيپرواهہ ٿي پنهنجي ڪم ۾ مشغول هجي. ارادي ڪرڻ واري ملامت هي آهي تہ ماڻهو پنهنجن هم جنسن ۾ عزت وارو هجي، وڏو مرتبو رکندو هجي، ۽ ان جي دل ۾ وڏي ٿيڻ جي محبت پيدا ٿي وڃي، ۽ هو سندس تعريف ڪندڙن جي ڳالهين ۾ ڦاٿل پنهنجي وڃي، ۽ انهن مان هڪ هڪ تي الڳ ٿي وڃي، ۽ هو الله ڏانهن ويجهي ٿيڻ لاءِ، ماڻهن جي ملامت سهي، ۽ ڪو اهڙو ڪم ڪري ويهي جيڪو شرعيت جي ابتڙ تہ نہ هجي، پر ان جي ڪري ماڻهن کي هن لاءِ نفرت پيدا ٿي وڃي. اهو هن جو پنهنجو ڪم ٿيندو آهي، ۽ ماڻهن جو انهيءَ ڳالهہ سان ڪوبہ واسطو نہ هوندو آهي. ترڪ ڪرڻ واري ملامت هي آهي تہ ڪو فطرتي طور تي ڪفر ۽ گمراهيءَ ۾ ڦاسي وڃي، ۽ هو شرعيت ترڪ ڪرڻ، ۽ پيروي ڪان پاسي ڪرڻ جي پروپئگنڊا شروع ڪري، ۽ سمجهي تہ هو ملامت جي رستي تي هلي رهيو آهي. اهو بہ سندس شخصي ڪم آهي. سڌي رهڻ واري ملامت ۾ ماڻهو مڪر ۽ فريب ڪان پري هوندو آهي، ڏيکاءُ ڪان بچندو آهي، ۽ عام ماڻهن جي ملامت جي پرواهہ نہ ڪندو آهي، ۽ پنهنجي پير تي پورو هوندو آهي. ڪيس ڪنهن بہ نالي سان پڪاريو ويندو تہ ان لاءِ ڪو فرق محسوس نہ ٿيندو. مرشدن جي روايتن ۾ لکيل آهي تہ هڪ ڏينهن حضرت ابوطاهري حرمي گڏهہ تي سوار ٿي بازار مان لنگهي رهيو هو. هڪ مريد بہ هن سان گڏ سوار هو. ڪنهن وڏي آواز سان چيو: "هڪ بي دين اچي وِيو آهي". مريد ڪاوڙ ۾ انهيءَ ماڻهوءَ سان اٽڪي پيو، ۽ بازار ۾ گوڙ ٿي ويو. مرشد مريد کي چيو: "جيڪڏهن تون چـُپ ڪرين تہ توکي اهڙي ڳالهہ ٻڌائيندس، جا توکي هن قسم جي مصيبت ڪان آزاد رکندي". مريد خاموش ٿي ويو. گهر پهچڻ تي مرشد چيو: "منهنجي صندوق کڻي اچ." مريد کڻي آيو. ان ۾ ڪجهہ خط هئا. مريد کي چيائين: " پڙهہ! مون ڏانهن جي خط آيا آهن. انهن ۾ مونکي ڪنهن شيخ الاسلام جو خطاب ڏيئي لکيو آهي، ڪنهن پاڪ مرشد سڏيو آهي، ڪنهن وڏو عابد مرشد لکيو آهي، ۽ ڪنهن حرمين جو شيخ چيو آهي. اهي سمورا هڪ قسم جا لقب آهن، نالا نـاهن. مان انهـن مـان ڪنهن هڪ جي لائق نہ آهيان. هر ڪنهن پنهنجي عقيدي موجب ڪوڙ ڪو لقب گهڙي ورتو آهي. جيڪڏهن هن بـَد شـَد چوڻ واري ماڻهوءَ بہ پنهنجي عقيدي موجب مون کي ڪنهن لقب سان ياد ڪيو تہ پوءِ جهڳڙي ڪرڻ جي کهڙي ڳالهہ هئي؟"

جيڪو ماڻهو ڄاڻي واڻي ملامت سهندو آهي، ۽ اجائي عزت تان هٿ کڻندو آهي، حڪومت ڪان پري رهندو آهي، ۽ حضرت عثمان رضہ وانگر ٿيندو آهي، جيڪو پنهنجي خلافت جي وقت پنهنجي کجين جي باغ مان اچي رهيو هو، ۽ ڪاٺين جي ڀـَري مٿي تي هيس. هونئن وٽس چار سوءُ غلام هئا. ماڻهن پڇيس: اي اميرالمومنين! اوهان اهو ڇا ڪري رهيا آهيو؟ فرمايائين: أُرِيدُ أن أجـَرب نـَفسِي. "مون پنهنجي نفس کي آزمائڻ جو ارادو ڪيو آهي". مون وٽ غلام آهن، جيڪي اهو ڪم ڪري ٿا سگهن، مگر مان پنهنجي آزمائش ٿو وٺان، تہ متان دنيا جي شان و شوڪت ڪيس ڪم ڪرڻ ڪان روڪي ڇڏي. اها حڪايت ملامت جي جائز هجڻ لاءِ ڪافي آهي.

انهيءَ مضمون تي حضرت امام اعظم متعلق بہ هڪ حڪايت آهي، جيڪا خدا گهريو تہ مناسب موقعي تي لکندس. حضرت ابويزيد لاءِ مشهور آهي تہ جڏهن حجاز جي سفر تان واپس پنهنجـي شهر ۾ اچڻ وارو ٿيو، تہ سندس اچڻ جي خبر مشهور ٿي وئي، ۽ ماڻهو سندس استقبال لاءِ نڪتا تہ جيئن ڪيس وڏي شان سان شهر ۾ وٺي اچن. حضرت ابويزيد انهن ماڻهن جي ڪري، الله جي ويجهڙائيءَ ڪان پري ٿي ويو، ۽ پريشان ٿيو. بازار ۾ پهچڻ شرط هڪ ماني ڪڍي کائڻ لڳو.

اهو رمضان جو مهينو هو. سڀ ماڻهو ناراض ٿي هن کي اڪيلو ڇڏي ويا. هڪ مريد هن سان گڏ هو. ان کي چيائين: ڏِسَئِي، مون هڪ شرعيت جي مسئلي تي عمل ڪيو. ۽ سڀني مون کي رد ڪري ڇڏيو.

مان علي بن عثماني جلابي چوان ٿو، ته ان زماني ۾ ملامت جي لائق هجڻ لاءِ ڪو غير معمولي يا عادت جي ابتڙ ڪم ڪرڻ ضروري هوندو هو. اڄ ڪلهه جيڪڏهن ڪو ماڻهو چاهي ته مٿس ملامت ڪن، ته ان کي ٻڌايو ته ان کي نفل جون ٻه رڪعتون تمام ڊگهيون ڪري پڙهي، يا دين تي بلڪل پوريءَ طرح عمل ڪري ته سموري خلق مٿس مڪر ۽ منافقيءَ جو الزام هڻي ڇڏيندي. ترڪ واري ملامت جي اها صورت آهي، ته ماڻهو شرعيت جي قانون جي ابتڙ هلندو رهي، ۽ مذهب جي خلاف ڪم ڪري، ۽ سمجهي ته ملامت جي راهه تي هلي رهيو آهيان. حقيقت ۾ اهو ماڻهو ڇٽي گمراهي، فتني ۽ لالچ ۾ ڦاٿل آهي. هن زماني ۾ گهڻا ماڻهو انهيءَ نموني جا آهن. سندن مقصد اهو نه هوندو آهي ته ماڻهو کين رد ڪن، مگر سندن دلي خواهش اها هوندي آهي ته ماڻهو کين قبول ڪن. ٻيءَ حالت ۾ مخلوق وٽ رد ٿيڻ جي رستي ڳولڻ کان اڳ ۾ اهو ضروري هجي ها، ته اهي ماڻهن وٽ اڳ ۾ ئي قبول هئا. اهڙي حالت کان پوءِ ڪو اهڙو ڪم ڪن ها، جو ماڻهو کين رد ڪري ڇڏين ها. انهيءَ حالت کان سواءِ خلق ۾رد ٿيڻ واري ڪوشش مقبول ٿيڻ جو بهانو آهي.

مون کي هڪ دفعي هڪ ڪوڙي دعوا ڪندڙ ماڻهوءَ سان گڏ رهڻ جو اتفاق ٿيو. هڪ ڏينهن هو خراب حالت ۾ ظاهر ٿيو، ۽ ملامت هيٺ اچڻ جو بهانو ڪيائين. ڪنهن ڪيس چيو ته اها اجائي ڳالهه آهي. مون ڏٺو ته هو چِڙي پيو. چيومانس: اي يار! جيڪڏهن تنهنجي ملامت واري دعوا ٺيڪ آهي، ته انهيءَ ماڻهو جو اعتراض ته تنهنجي فائدي ۾آهي. انهيءَ فائدي واري ڳالهه تي چڙڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ اصل ۾ تنهنجو اهو نمونو ملامت وارو نه پر فريب ڪرڻ جي ويجهو آهي. الله تعاليٰ جي هدايت واري ڳالهه تي هلڻ واري کي پنهنجي دعوا کي ثابت ڪرڻ گهرجي. ان جي ثابتي فقط سنت جي پيروي آهي. دعوا ڪرڻ کان پوءِ فرضن جي ترڪ ڪرڻ تي تون اسلام کان ٻاهر نڪري وينديں.

## (فصل -2)

ڄاڻڻ گهرجي، ته طريقت ۾ ملامت کي ترقي وٺائڻ وارو ان زماني جو مرشد احمدون قصار هو. ان جا ملامت ۾ ڪافي قصا آهن. ان جو قول آهي:" الملامت ترڪ السلامت" (ملامت سلامتيءَ جي ترڪ ڪرڻ جو نالو آهي). جڏهن ڪو ماڻهو الله جي جلال ظاهر ٿيڻ جي اميد تي پنهنجي سلامتيءَ تان هٿ کڻندو آهي، مصيبتن سهڻ لاءِ تيار رهندو آهي. پنهنجين پيارين شين کي ڇڏيندو آهي، ۽ لڳ لاڳاپڻ کي ترڪ ڪرڻ چاهيندو آهي، اهو ماڻهو جيترو ماڻهن کان دور رهندو اوترو الله تعاليٰ جي ويجهڙائيءَ مان فائدو وٺندو آهي. ملامت جي عقيدي وارا ماڻهو دنيا وارن جي پياري شيءِ يعني سلامتيءَ جي برخلاف ٿيندا آهن. سندن همٿ عام ماڻهن جي همٿ کان ٻي طرح ٿيندي آهي. انهن جون وصفون وجداني هونديون آهن. حضرت احمد بن فاتڪ کان روايت آهي: حضرت بن منصور کان پڇيائون: "مَـنِ الصوفي" يعني (صوفي ڪير آهي؟) جواب ڏنائين:" وَجداني الذات" (جنهن جي طبعيت جو بنياد وجدان تي هجي). حضرت حمدون به ملامت جي باري ۾ چيو آهي، ته هي رستو عام ماڻهن لاءِ ڏاڍو ڏکيو آهي. مان هن باري ۾ ٿوري ڳالهه ڪري ٿو سگهان." رجَـاءِ المَـرجِـيَـة وَ خَـوفُ القَـدرِيَـة" (يعني: مرجين جي اميد ۽ قدرين جو خوف). هن قول جي معنيٰ ڳجهي آهي. ان کي ظاهر ڪرڻ ضروري آهي. اها انسان جي فطرت آهي، ته هن لاءِ الله جي رستي ۾ هر دلعزيز هڪ وڏي رڪاوٽ آهي. هن کي هر شيءِ ايتري پياري آهي، جو هن جي ٿوري تعريف ڪرڻ وارو به هن جو محبوب بڻجي ويندو آهي. ۽ پاڻ حقيقت کان پري هٽي ويندو آهي. جنهن کي اهو خوف نظر ۾ هوندو آهي اهو پاڻ بچائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. انهيءَ ڪوشش ۾ به خطرناڪ صورتون پيش اينديون آهن. هڪڙي الله جي حجاب جو خوف، ۽ ٻيو اهو خطرو ته هن کان ڪو اهڙو ڪم ٿي نه وڃي، جنهن سان ماڻهو گمراهه ٿين، ۽ مٿس ملامت ڪن. هن جو اهو مقصد اهو ته هوندو آهي ته ماڻهن ۾ مرتبو حاصل ڪري آرامي ٿي وڃي، ۽ نه وري اهو مطلب هوندو آهي ته ماڻهو غلطيءَ ۾ اچي هن تي ملامت ڪن. بهر حال ملامتيءَ لاءِ اهو ضروري آهي، ته اڳ ۾ ماڻهن مان دنيا ۽ آخرت جا جهڳڙا دور ڪري، ۽ پوءِ پنهنجي دل جي آزاديءَ لاءِ اهڙو ڪم ڪري، جيڪو شرعيت

موجب ڪبيره يا صغيره گناهہ نہ هجي، ايتري قدر جو ماڻهو ان کي رد ڪري ڇڏين. ڪردار جي لحاظ کان هن جو سندس خوف قدرين خوف وانگر هجي، ۽ ملامت ڪرڻ وارن جي لحاظ کان سندس اميد مرجين وانگر هجي.

دوستيءَ جي ميدان ۾ ملامت کان وڌيڪ ڪابہ شيءِ نہ هوندي آهي. دوست جي ملامت دوست جي دل تي اثر نہ ڪندي آهي. دوست جي گهٽيءَ کان سواءِ دوست جي ڪا جڳهہ نہ هوندي آهي. دوست جي دل ۾ غير نہ رهي سگهندا آهن: "لأن المَلَامة رَوضَةُ العاشِقِينَ وَ نَزهَةُ المُحبِينَ وَ رَاحةُ المُشتَاقِين وَ سُرُورُ المُرِيدِين "(ملامت عاشقن لاءِ باغ، محبت ڪرڻ وارن لاءِ خوشبوءِ، مشتاقن لاءِ راحت ۽ مريدن لاءِ خوشي هوندي آهي. ملامت وارا دل جي سلامتي لاءِ جسماني ملامت اختيار ڪرڻ ۾ خصوصيت رکندا آهن. خدا جي مخلوق مان الله جي ويجهڙن ٻانهن. ملائڪن ۽ روحانيت وارن کي بہ هي شيءِ نہ ملندي آهي. پهرين امتن ۾ جيڪي عبادت ڪرڻ وارا (زاهد)، لاڙي رکڻ وارا، الله جا طالب هئا اهي بہ انهيءَ شيءِ کان خالي هئا. اهڙا ماڻهو فقط هن امت ۾ آهن جيڪي دل جي ٽٽڻ واري رستي تي هلي رهيا آهن، ان رستي جا علمبردار آهن. مون لاءِ سلامت جي طلب ڪرڻ رڳو رياءُ آهي ۽ رياءُ ۾ منافقي آهي. رياڪار رڳو ڏيکاءُ لاءِ اهو رستو اختيار ڪندو آهي، جيئن ماڻهو کيس قبوليت واري نظر سان ڏسن. ملامتي حقيقت ۾ اهڙي رستي تي هلندو آهي تہ جيئن ماڻهو کيس رد ڪري ڇڏين. اهي ٻئي جماعتون مخلوق ۾ گم ٿي رهنديون آهن ۽ ان کان ٻاهر نڪري نہ سگهنديون آهن. هڪڙي هڪڙي نموني ۽ ٻي ٻئي نموني سان ظاهر ٿيندي آهي. درويش جي دل ۾ عام مخلوق جو ڪو خيال بہ نہ هوندو آهي. هو جڏهن مخلوق سان واسطو نہ رکندو آهي تہ پوءِ رياءُ يا ملامت جو ڪوبہ امڪان نہ هوندوآهي. مون کي ماوراءِ النهر جي هڪ ملامتي سان گڏ رهڻ جو موقعو مليو. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ مون هن کان پڇيو: ادا هن اجائي شور ڪرڻ مان تنهنجو مطلب ڇا آهي؟ چيائين: عام مخلوق کي پاڻ کان پري رکڻ. مون چيو مخلوق جي تہ ڪا پُڄاڻي ناهي. تنهنجي عمر توڙي وقت ۾ جاءِ ايترا ويڪرا (وسيع) نہ آهن، جو سموري خلق کي پري ڪري سگهن. بهتر اهو آهي تہ تون هنن کان پاڻ کي پري ڪر جيئن ساري جهنجهٽ کان بچي سگهين. ڪجهہ ماڻهو پاڻ مخلوق ڏانهن مائل هوندا آهن ۽ سمجهندا آهن تہ خلقت انهن ڏانهن مائل آهي. توکي ڪوبہ نٿو ڏسي. تون پنهنجو پاڻ کي نہ ڏس. تو لاءِ هر فتنو تنهنجي پنهنجي نظر جو نتيجو آهي. تنهنجو ٻين سان ڪهڙو واسطو آهي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو پرهيز واري غذا سان شفا حاصل ڪندو آهي ان هوندي بہ هو منع ڪيل غذا گهري تہ اهو يقيناً ماڻهپي کان ٻاهر هوندو. ڪي ماڻهو ملامت جو رستو محنت جي ڪري وٺندا آهن ۽ سندن مقصد اهو هوندو آهي تہ ماڻهو کين نفرت جي نظرن سان ڏسن ۽ کين پنهنجي بيوسيءَ جو احساس ٿئي. انهن لاءِ بيوسي ۽ بيڪسي خوشيءَ جو سبب هونديون آهن.

چون ٿا، تہ ڪنهن حضرت ابراهيم رحہ کان پڇيو: ڪڏهن دنيا ۾ توهان جي ڪا مراد پوري ٿي آهي؟ چيائين: "هائو! ٻہ دفعا. هڪ دفعي ٻيڙيءَ ۾ سوار هئس. مون ڪنهن کي بہ نٿي سڃاتو. منهنجا ڪپڙا بلڪل ڦاٽل هئا. وار وڌا ٿي ويا هئا. ٻيڙيءَ وارا سمورا ماڻهو مون تي کلي رهيا هئا. هڪ مسخرو هر هر اچي منهنجا وار پٽي رهيو هو ۽ مون تي ٺٺڪار ڪري رهيو هو. مان پاڻ کي مراد حاصل ڪرڻ وارو سمجهي رهيو هئس ۽ پنهنجي ڦٽ لعنت تي خوش ٿي رهيو هئس. ٻيڙي وارن جي هي خوشي ان وقت وڌي وئي جڏهن مسخري منهنجي مٿان اچي پيشاب ڪيو. ٻئي دفعي وري هي ٿيو جو مان سخت بارش ۾ هڪڙي ڳوٺ ۾ ڦاٿس. سيءَ ۾ ڏڪي رهيو هئس. منهنجي گودڙي پُسجي وئي هئي. هڪ مسجد جي دروازي تي ويس پر ڪنهن بہ اندر اچڻ نہ ڏنو. ٻيءَ ۽ ٽينءَ مسجد ۾ بہ اهڙيءَ طرح ڪامياب نہ ٿيس. سردي تمام وڌي وئي هئي. مان هڪ حمام جي چُلهي ڏانهن هليو ويس ۽ پنهنجو دامن باهہ ۾ وجهي ڇڏيم. چُلهي جي دُونهين ۾ منهنجو بدن ۽ ڪپڙا ڪارا ٿي ويا ان رات بہ منهنجي مراد پوري ٿي هئي. مون (علي بن عثمان جلابي) کي هڪ دفعي هڪ مشڪل پيش آئي جيڪا هزارين ڪوشش ڪرڻ کان پوءِ بہ حل ٿي نہ سگهي. ان کان اڳ اهڙي مشڪل جي وقت مان حضرت ابويزيد رحہ جي مزار تي وڃي وينو هئس ۽ مشڪل حل ٿي وئي هئي. هن دفعي بہ اهو ارادو ڪيم. ٽن مهينن تائين مزار تي حاضري ڏنم مگر منهنجي مشڪل حل نہ ٿي. روزانو ٽي دفعا وهنجندو هئس ۽ ٽيهہ دفعا طهارت ڪندو

هئس. ان هوندي بہ مشڪل جي آسان ٿيڻ جي اميد پوري نہ ٿي. نيٺ اُتان اُٿيس ۽ خراسان جي سفر جو ارادو ڪيم. انهيءَ ملڪ جي هڪ ڳوٺ ۾ رات جو پهتس. اتي هڪ خانقاه هئي جنهن ۾ صوفين جي هڪ جماعت هئي. منهنجي پوشاڪ هڪ سخت قسم جي گودڙي هئي ۽ مون وٽ هڪ لٺ (عصا) ۽ ڪوزري کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ ڪونہ هو. انهن ماڻهن جي آڏو ڏاڍو حقير (ڌڪاريل) هئس. ڪوبہ واقف نہ هو. انهن رسمي طور تي چيو، تہ اهو ماڻهو اسان جي جماعت جو ناهي. حقيقت بہ اها هئي، تہ مان سندن جماعت ۾ شامل نہ هئس. مون ڪي رات گذارڻي هئي. مون کي هڪ ڇت تي ويهاريائون ۽ پاڻ ان کان مٿاهين ڇت تي وڃي ويٺا. مون کي اهڙي ماني اُڇلي ڏنائون، جيڪا سُڪي سڙي وئي هئي. سندن ڪاڌي جي خوشبوءِ مون ڏانهن اچي رهي هئي. هو مون تي ٺوڪ جون ڳالهيون ڪري رهيا هئا. ڪاڌي کائڻ کان پوءِ هو گدرا کائڻ لڳا ۽ مذاق ڪندي مون ڏانهن کلون اُڇلي رهيا هئا. مان پنهنجي دل ۾ چئي رهيو هئس: يا مولي! جيڪڏهن تنهنجي دوستي وارو لباس نہ پايان ها تہ شايد مون سان ائين نہ ٿي ها. جو جيتريقدر مون تي ٺوڪون ڪري رهيا هئا اوتري قدر منهنجي دل خوش ٿي رهي هئي ايتريقدر جو ان وقت منهنجي اُها مشڪل بہ حل ٿي وئي. مون کي معلوم ٿي ويو تہ مرشد انهن جاهلن کي پنهنجي ڪچهريءَ ۾ ڇو ويهڻ ڏيندا آهن ۽ سندن بار ڇو کڻندا آهن؟ اهي ملامت جا حڪم آهن جيڪي مون الله سائينءَ جي توفيق سان ظاهر ڪيا آهن. الله بهتر ڄاڻڻ وارو آهي.

# باب ستون

## اصحاب سڳورا

هاڻي تصوف جي امامن مان اصحاب سڳورن جو بيان ڪريان ٿو، جيڪي حضور ڪريم ﷺ جن کان پوءِ سڀني ڪمن ۾ پيشوا، تصوف جي مسئلن ۾ سردار ۽ سڀني حالتن ۾ رهبر هئا. ۽ انصار ۾ سڀني کان اڳ ۾ ايمان آڻيندڙ (سابقون الاولون) هئا. خدا گهريو ته سندن جو احوال مان تنهنجو مقصد يقين سان پورو ٿيندو.

انهن ۾ نبين کان پوءِ سڀني کان پلو، پيغمبر جو خليفو، تجريد جي صاحبن جو سردار، تفريد وارن جو شهنشاهه، انساني مصيبتن کان دور، شيخ الاسلام، اميرالمؤمنين ابوبڪر عبدالله بن عثمان صديق رضي الله عنه آهن. سندن ڪرامتون مشهور آهن. حقيقتن ۽ (ديني) معاملن ۾ سندن اشارا ۽ دليل ظاهر آهن. تصوف واري باب ۾ سندن باري ۾ ڪجهه بيان ڪيو اٿم. مرشد سڳورا (مشائخ ڪرام) ڪين ديدار (مشاهدي) حاصل ڪندڙن ۾ سڀ کان وڏيڪ سمجهندا آهن. ان ڳالهه جو سبب اهو آهي ته هنن وٽان روايتون ۽ حڪايتون تمام گهڻ مليل آهن.

اهڙيءَ طرح حضرت عمر رضي الله جن کي سندن طبعيت جي سختي ۽ همٿ جي بلندي جي ڪري محنت ۽ (مجاهدي) ۾ وڏيڪ سمجهندا آهن. صحيح حديثن ۾ آيو آهي، ته عالمن وٽ مشهور آهي، ته حضرت ابوبڪر رضه جي رات جي نماز ۾ قرآن شريف هوريان ۽ حضرت عمر رضه وڏي آواز ۾ پڙهندا هئا. حضور ﷺ جن حضرت ابوبڪر رضه کان پڇا ڪئي: اوهان قرآن هوريان ڇو پڙهندا آهيو. عرض ڪيائون: أَسمَعَ مَن أُنَاجي يعني: جنهن وٽ گذارش ڪندو آهيان اهو ٻڌڻ ۾ تمام سَرلو آهي." جنهن مان سمجهان ٿو، ته هو مون کان پري ناهي. هن جي آڏو هوريان يا ڏاڍيان پڙهڻ هڪ جهڙو آهي. ساڳي ڳالهه حضرت عمر رضه جن کان پڇي وئي، ته جواب ڏنائون: أوقظ الوسنان اي النائم وَ أطردَ الشيطان يعني: سمهي پيلن کي جاڳائيندو ۽ شيطان کي دور ڪندو آهيان. اهو محبت (مجاهدي) جو نشان آهي ۽ حضرت ابوبڪر رضه جو اشارو ديدار (مشاهدي) ڏانهن آهي. مجاهدي جي منزل مشاهدي جي مقابلي ۾ اهڙي آهي. جهڙو سمنڊ جي مقابلي ۾ ڦڙو. انهيءَ سبب جي ڪري حضور ﷺ جن فرمايو آهي: هَل أنتَ الأحسَنَةُ مِن حَسَنَات أَبِي بَكر. اي عمر! تولاءِ ابوبڪر جي خوبين مان فقط هڪ خوبي آهي. غور ڪرڻ جهڙي ڳالهه آهي جو حضرت عمر رضه جي اها حالت آهي ته پوءِ باقي دنيا وارا ڪهڙي شمار ۾ هوندا. روايت آهي، ته حضرت ابوبڪر رضه فرمايو آهي: دارُنا فَانِيَة وَ أحوَالُنَا عَارِيَة وَ أنفَاسُنَا مَعدُودَة يعني: اسان جو جهان فاني آهي، اسان جا احوال اُڌارا آهن. اسان جا دم محدود آهن، ۽ اسان جي سُستي ظاهر آهي. فنا ٿيڻ واري گهر جي تعمير ڪرڻ جهالت، اڌاري حال تي پروسو رکڻ حماقت، ڳڻن دَمن تي اعتبار ڪرڻ غفلت ۽ سستي کي مذهب سمجهڻ هڪ قسم جي خيانت آهي ڇو ته اُڌاري ورتل شيءِ واپس ڪرڻي پوندي، فاني شيءِ هڪ ڏينهن برباد ٿي ويندي، محدود شيءِ ختم ٿي ويندي ۽ سستي ۾ پنهنجو ڪوبه علاج ڪونهي. اشارو اهو آهي، ته دنيا ۽ جو ڪجهه اُن ۾ آهي سي اهڙيون شيون نه آهن جن سان پيار ڪيو وڃي، ڇو ته فنا ٿيندڙ شين سان پيار الله آڏو هڪ پردو بڻجي ويندو آهي، دنيا ۽ خرابي ڏانهن ونندڙ نفس طالب ۽ مطلوب جي وچ ۾ پردو بڻجي ويندا آهن. الله جا نيڪ ٻانها انهن کان پرهيز ڪندا آهن. جيڪا شيءِ اُڌاري ملندي آهي، سا ڪنهن ٻئي جي ملڪيت هوندي آهي ۽ الله وارا ڪنهن ٻئي جي ملڪيت تي قبضو نه ڪندا آهن. هڪ هي روايت به آهي، پاڻ (حضرت ابوبڪر رضه جن) مناجات (دعا گهرڻ) ۾ چوندا هئا: اَللهمَّ ابسُط لِي الدُنيا وَ زَهِدني فيها. "اي منهنجا مولي! مون لاءِ دنيا ويڪري ڪر ۽ مون کي ان ۾ زُهد عطا ڪر يعني: ان جي مصيبتن کان بچاءِ". هن ڳالهه ۾ هڪ رمز آهي. اڳ ۾ دنيا طلب ڪئي وئي، ته جيئن شڪر بجا آڻي سگهجي. پوءِ توفيق حاصل ڪرڻ جو عرض ڪيو ويو، ته جيئن خدا پاڪ جي واسطي ان تان هٿ کڻي سگهجي. اهڙيءَ طرح سان شڪر ڪرڻ ۽ خدا جي راهه ۾ خرچ ڪرڻ جو درجو حاصل ٿئي، صبر جي منزل هٿ ڪري سگهجي، ۽ فقر (درويشي)

جو بنياد اختيار تي هجي جنهن ۾ پريشاني کي ڪو دخل نہ هجي. اها هڪ بزرگ جو قول جي ترديد آهي جنهن چيو هو. تہ مجبوري واري درويشي اختيار واري درويشي کان پلي ٿيندي آهي ڇو تہ مجبوري واري درويشي پنهنجو پاڻ وجود ۾ ايندي آهي ۽ اختيار واري درويشي کي پاڻ پيدا ڪيو ويندو آهي. حقيقت ۾ پلي درويشي اها آهي جيڪا ڪنهن ڪوشش ۽ محنت کان سواءِ حاصل ٿئي. اسان جي نظر ۾ درويش اهو خوش هوندو آهي جنهن جي دل تي شاهوڪاري (غنا) جي حالت ۾ درويشي جو شوق غلبو ڪندو آهي ۽ ڪيس دنيا جي تمام پيارين شين ۽ اولاد کان بيپرواهہ ڪري ڇڏي ۽ اٿين نہ جو درويشي واري حالت ۾ شاهوڪاري جو شوق دل تي طاري هجي ۽ اهڙي شدت اختيار ڪري جو درويش پئسن (درهم و دينار) جي تلاش ۾ ظالمن ۽ حاڪمن جي دروازن تي رُلندو رهي. شاهوڪاري مان درويشي جي دائري ۾ اينڊڻ تعريف جي لائق آهي ۽ درويشي هوندي حڪومت جي خواهش ڪندڻ حضرت ابوبڪر رضہ جن کان سواءِ ٻيو ڪو بہ ناهي. پاڻ نبين کان پوءِ سڄي مخلوق کان پلا آهن ۽ ڪانئن اڳ ۾ قدم رکڻ جائز ناهي. هنن اختيار واري درويشي کي مجبوري واري درويشي کان مٿي ڄاتو. سمورن مرشدن جو اهو مذهب آهي سواءِ هڪ بزرگ جي جنهن جو قول اسان بيان ڪيو ۽ سندس دليل کي رد ڪيو ڇو تہ هن حضرت ابوبڪر رضہ جي مقابلي ۾ پنهنجي قول جي اهميت ظاهر ڪئي هئي ۽ پنهنجا دليل پيش ڪيا هئا. حضرت زهري رحہ روايت ڪئي آهي. تہ جڏهن هنن ممبر تي اچي خطبو پڙهيو هو ۽ چيو هو: وَ اللهِ ما كُنتُ حريصـا عيل الأمـارَةِ يـوما ولاَ لـيلةً وَ لاَ كُنتُ فـيهـا راغِـب ولاَ سـا عـتـهـا الله قـطُ فـي سِر. وَ عـلاَ نـيـةً وَ مـالي فـي الأمارَةِ مِـن راحـةُ. "خدا جو جو قسم آهي. تہ مون کي امير بڻجڻ جي لالچ ڪانهي ۽ نہ وري ڪنهن ڏينهن رات جو امير بڻجڻ جو حرص ڪيو اٿم. مون کي ان ڏانهن ڪوبہ لاڙو ناهي ۽ نہ وري ظاهر ڳجهہ ۾ الله تعاليٰ کان ان جي گــهر ڪئي اٿم ۽ مون لاءِ ان ۾ ڪابہ راحت ناهي". جڏهن خدا تعاليٰ ڪنهن کي سچائي جي ڪمال جو درجو عطا ڪندو آهي ۽ تمڪين (آرام) جي عنايت ڪندو آهي. تڏهن اهو الله تعاليٰ جي اشاري جو منتظر رهندو آهي ۽ ڪيس جو بہ اشارو ٿيندو آهي. ان تي عمل ڪندو آهي. درويشي هجي يا اميري بنهي ۾ سندس ڪنهن بہ قبضي ۽ اختيار جي گنجائش نہ هوندي آهي. حضرت ابوبڪر رضہ اول کان آخر تائين خدا جي رضا (تسليم) کان سواءِ ڪنهن شيءِ کي پنهنجو نہ ڪيو آهي. تصوف وارا تجريد، تمڪين، درويشي جي خواهش ۽ حڪومت ترڪ ڪرڻ جي آرزو ۾ حضرت ابوبڪر رضہ جي پيروي ڪندڙ هوندا آهن. اهي ئي عام مسلمانن ۽ خاص طور تي صوفين جي طريقت ۽ دين جا امام آهن.

ايمان وارن جا سردار، احسان وارن جا پيشوا، تحقيق وارن جا امام ۽ محبت جي سمنڊ ۾ غرق ٿيل حضرت ابو حفص عمر بن خطاب رضي الله عنه جن هئا جيڪي ڪرامت ۽ دانائي ۾ مشهور آهن. ۽ سندن دانائي ۽ ثابت قدمي کي شهرت حاصل آهي. تصوف ۾ سندن گهڻائي لطيفا ۽ ڏکيون رمزون آهن.

پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: الحقَ يَـنطقُ عليٰ لِـسَـان عُـمَـر. الله سائين عمر جي زبان تي ڳالهائيندو آهي. هيءَ فرمايائون. كان في الأمَـمِ مُـحَـدثُـو فَـان يَـكُ مِـنهـمَ فـي اُمـتـي فَـعَـمرُ رضي الله عنه. اڳين امتن ۾ محدث ٿيا آهن. جيڪڏهن منهنجي امت مان ڪو محدث آهي. تہ اهو عمر رضہ آهي. طريقت ۾ سندن گهڻيون ئي سهڻيون رمزون آهن جيڪي (سموريون) هن ڪتاب ۾ اچي نہ سگهيون. پاڻ فرمايو اٿن: اَلعزُ لـةُ راحـةَ مِـن خُـلـطَـاءِ السـوءِ. بري صحبت جي مقابلي ۾ گوشہ نشيني راحت جو سبب آهي. گوشہ نشينيءَ جون بہ صورتون آهن: هڪڙي مخلوق کان پرهيز ڪرڻ ۽ ٻي لاڳاپا لاهي ڇڏڻ. پرهيز جو مطلب اهو آهي تہ انسان پاڻ لاءِ اڪيلائي جو ڪُنڊَ چونڊي. ظاهر ۾ پنهنجي هم جنسن جي صحبت کان پري رهي. اڪيلائپ ۾ پنهنجن عيبن تي نظر رکي. ماڻهن مان ميل ميلاپ ڪاٽي ڇڏي ۽ ڪنهن کي بہ پنهنجن هٿن سان ڏنگ نہ هڻي. لاڳاپا لاهي ڇڏڻ جو ڪم دل سان واسطو ٿو رکي. جڏهن ڪنهن ٻاهرين شيءِ سان واسطو نہ هوندو آهي ۽ ماڻهو لاڳاپا لاهي ڇڏيندو آهي تڏهن ڪيس ڪنهن بہ مخلوق جو پتو نہ هوندو آهي. ۽ ڪنهن بہ شيءِ جو خيال هن جي دل ۽ دماغ تي طاري نہ ٿيندو آهي. هو ماڻهن ۾ رهندو آهي ۽ ماڻهن کان پري هوندو آهي: هي هڪ تمام وڏو درجو آهي. حضرت عمر رضہ جن هن معاملي ۾ صحيح رستي سان هئا. ظاهر ۾ هڪ خليفي ۽ حاڪم جي حيثيت ۾

ماٺهن ۾ موجود رهندا هئا مگر سندن هڪ قول مان ڇنيءَ طرح سان ظاهر آهي تہ الله وارا ماٺهن سان ملندا رهندا آهن. مگر انهن جي دلين جو لڳاءُ الله تعاليٰ سان ٿي هوندو آهي. ۽ هو هر حال ۾ انهيءَ سان تعلق رکندا آهن. انهن کي جيتري بہ ماٺهن جي صحبت ملندي ان کي الله تعاليٰ جي حڪم موجب نڀاهيندا آهن. تڏهن بہ اها صحبت کين الله پاڪ کان باغي نہ ڪندي آهي ڇو تہ الله تعاليٰ جي نيڪ ۽ پيارن ٻانهن جي نظر ۾ دنيا ڪنهن بہ طرح سان صفائي جو آئينو نہ ٻڌبي آهي ۽ ان جون حالتون پيار ڪرڻ جي لائق نہ هونديون آهن. حضرت عمر رضہ جن فرمايو آهي: دار اُسِسَتْ علي البَـلوَيٰ بِـلاَ بَـلويٰ مُحَـال جنهن جاءِ جو بنياد بلائن سان پريل هوندو آهي اُها ڪڏهن بہ بلائن کان خالي نہ رهندي آهي. حضرت عمر رضہ جن حضور پاڪ ﷺ جن جا خاص صحابي هئا ۽ سندن سمورا ڪم مقبول هئا. جڏهن پاڻ اسلام قبول ڪيائون تڏهن حضرت جبرائيل عليه السلام اچي ويو: يَـا مُـحَـمَـدُ قَـد استَـبشَـرَ اَهلُ اَلسماءِ اليَـومَ بِـاسلامِ عُـمَـرَ.اي محمد ﷺ! اڄ آسمان وارا عمر رضہ جي اسلام جي خوشخبري ڏين ٿا. طريقت جا مرشد اُن جي پوشاڪ پائڻ ۽ دين جي باري ۾ سختي ڪرڻ ۾ حضرت عمر رضہ جي پيروي ڪندا آهن ڇو تہ پاڻ دين جي سيني ڪمن ۾سموري مخلوق جا امام آهن.

اصحابن سڳورن مان حياءُ جا خزانا، صفا وارن جا سردار، الله جي رضا واري درگاهہ جا قبول ٿيل، حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي طريقي تي هلندڙ حضرت ابو عمر عثمان رضي الله عنه جن هئا. سندن فضيلتون ۽ تعريفون تمام ڇٽيون آهن. حضرت عبدالله بن رباح ۽ حضرت اُبوقتاده رضہ بيان ٿا ڪن. تہ حرب الدار (جنگ جهڙي حالت ۾) وارن ڏينهن ۾ اسان حضرت عثمان رضہ جن وٽ هئاسون. جڏهن شور ۽ فساد ڪرڻ وارا وٽن گڏ ٿي ويا. تہ سندن غلامن هٿيار ڪنيا. پاڻ فرمايائون: جيڪو غلام هٿيار نہ کڻندو اهو آزاد آهي. اسان خوف کان ٻاهر نڪري آياسون. حضرت حسن ابن علي عليه جن ملي ويا. اسان بہ ساڻس گڏ هلياسون. اسان جو خيال اهو هو تہ ڏسون تہ ڇا ٿو ٿئي؟ خلافت جي بارگاهہ ۾ پهچي (حضرت حسن عہ) جن حضرت عثمان رضہ جن جو سلام ڪيو ۽ شور ۽ غوغاءُ تي افسوس ظاهر ڪيائون ۽ عرض ڪيائون اي اميرالمومنين! اسان اوهان جي حڪم کان سواءِ تلوار کڻي نٿا سگهون. اوهان سچا امام آهيو. اجازت ڏيو تہ انهيءَ فتني کي دور ڪيون. حضرت عثمان رضہ جن فرمايو: يَـا ابنِ اَخـِي اِرجِـع وَ بَـيتِـکَ حَـتيٰ يَـا تـِيَ الله بِـاَمرِهِ فَـلاَ حَـاجَـتَ لَـنَاَ في اِهرَاقِ الدماءِ "اي منهنجي ڀاءُ جا پٽ! موٽي وڃ ۽ پنهنجي گهر وڃي ويهہ ايتري تائين جو خدا جي تقدير ظاهر ٿئي، اسان کي مسلمانن جي رت وهائڻ جي ضرورت ناهي. اهو رنج ۽ مصيبت ۾ رضا جو نشان آهي".

جڏهن نمرود عليه اللعنة باهہ ٻارائي، حضرت ابراهيم عليه السلام جن کي منجنيق ۾ وجهي باهہ ۾ اڇلڻ لاءِ رکيو، تڏهن حضرت جبرائيل عليه السلام اچي چيو: هَـل لَـکَ مِـن حَـاجَـة "اوهان کي ڪا ضرورت آهي؟" حضرت ابرهيم عليه السلام جن فرمايو: اَما اِلَـيکَ فَـلاَ "تو وٽان ڪنهن شيءِ جي ضرورت ناهي". حضرت جبرائيل چيو تہ الله تعاليٰ کان گهرو. جواب ڏنائون: حَسبِـي مِـن سَـوالي عِـلمُـه بِـحَـالي "هو منهنجو حال مون کان وڌيڪ ڄاڻي ٿو". ڪيس خبر آهي تہ ڀلائي ڪهڙي شيءِ ۾ آهي؟ هن جاءِ تي حضرت عثمان رضہ جن حضرت خليل عليه السلام جن جي جاءِ تي هئا. گوڙ شور نمرود جي باهہ وانگر هو ۽ حضرت حسن عليـه السلام جن جبرائيل جي جاءِ تي هئا. حضرت ابراهيم عليـه السلام جن لاءِ ڇوٽڪارو ۽ حضرت عثمان رضہ جن لاءِ شهادت هئي. ڇوٽڪاري جو واسطو فنا سان آهي. هن شيءِ جي باري ۾ اڳ ۾ بہ لکي چڪو آهيان. تصوف وارا مال ۽ جان خرچ ڪرڻ، ڪمن جي رضا ۽ عبادت جي سچائي ۾ حضرت عثمان رضہ جن جا پوئلڳ آهن. پاڻ شرعيت ۾ حقيقت ٻنهي ۾ ڪنهن گمان کان سواءِ امام هئا. الله تعاليٰ جي دوستيءَ ۾ سندن مرتبو ظاهر آهي.

اصحابن مان مصطفيٰ ﷺ جن جا ڀاءُ، مصيبتن جي سمنڊ جا تارو، ولايت جي باهہ ۾ پچي لال ٿيل ۽ سيني صوفين ۽ ولين جا پيشوا حضرت ابوالحسن علي بن ابي طـالب ڪرم الله وجهہ جن آهن. کين تصوف ۾ وڏو شان ۽ مٿانهون مرتبو حاصل آهي. حقيقت جي اصول ۾ ايتري باريڪ نظر ۾ نڪتہ سنجي حاصل اٿن جو سندن شان ۾ حضرت جنيد عليه الرحمة چيو آهي. شيخنا في الاصول والبلاءِ علي المرتضيٰ ڪرم الله وجهہ "اصول قائم رکڻ ۽ مصيبت سهڻ ۾ اسان جا مرشد

حضرت علي مرتضيٰ عليه السلام جن آهن" يعني: علم ۽ معاملن ۾ اسان جا امام حضرت علي رضہ جن آهن. صوفي تصوف جي علم کي اصول سڏيندا آهن ۽ سمورا معاملات مصيبتن جو سهڻ ٿيندا آهن. هڪ ماڻهو سندن خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين ته اي قبلا! مون کي وصيت ڪر. فرمايائون: لاَ تَجعلَن اَكبَرَ شَغلِكَ و ولَدكَ فَان يَكُنْ اَهلُكَ وَ ولَدُكَ مِن اَولياء الله تعاليٰ فَانِ الله لاَ يُضيعَ اَولياءَهُ فَانِ كَانُو اَعدَاء الله فَماَ هَمُّكَ و شَغلُكَ لاَ عداء الله "ڏس زال ۽ پٽ جي معاملي کي هر ڳالهه ۾ اهميت ڏي جيڪڏهن هو الله جا دوست هوندا ته الله پنهنجي دوستن کي نه وڃائيندو آهي ۽ جيڪڏهن الله جا دشمن ٿيندا ته توکي دشمنن سان ڪو واسطو ڪونهي". هن مسئلي جو واسطو الله جي غيرن سان ناتا ٽوڙڻ آهي. هو پنهنجن ٻانهن کي جيئن وڻندو اٿس تيئن رکندو آهي. سچو يقين هئڻ گهرجي. حضرت موسيٰ عليه السلام حضرت شعيب عليه السلام جي ڌيءَ کي مصيبت جي حالت ۾ ڇڏي ڏنو. ۽ الله تعاليٰ جي حوالي ڪيو. حضرت ابراهيم عليه السلام حضرت هاجره ۽ حضرت اسماعيل عليه السلام جن کي سڃي ۽ غير آباد رڻ پٽ ۾ ڇڏي ڏنو ۽ خدا تعاليٰ جي حوالي ڪيو ۽ ڪين ڪنهن به ڪم ڪان وڏيڪ اهميت نه ڏني. سيني پنهنجين دلين کي الله ڏانهن موڙي ڇڏيو ۽ رضا جي حالت ۾ ٻنهي جهانن جون مرادون حاصل ڪيون. هيءَ اها ڳالهه آهي جيڪا حضرت علي ڪرم الله وجهه جن اُن سوالي کي ٻڌائي. جنهن پاڪ ۾ پاڪ شيءِ جي پڇا ڪئي هئي. فرمايو اٿن ته جنهن جي دل کي الله تعاليٰ غني (بي پرواهه) ڪيو هجي. جيڪا دل الله تعاليٰ جي عنايتن جي ڪري غني هجي، ان کي دنيا جو مال متاع سچو ڪري نٿو سگهي، هو خوشيءَ جي حالت ۾ رهڻ نه چاهيندو آهي. اها ڳالهه تصوف ۽ درويشيءَ جي آهي. اُن جو ذڪر اڳ ۾ به ٿي چڪو آهي. تصوف وارا عبارتن جي حقيقت، اشارن جي ڏکيائي، دنيا ۽ آخرت کي ڇڏڻ ۽ تقدير جي اچڻ وارن معاملن ۾ حضرت علي ڪرم الله وجهه جن جي پيروي ڪندا آهن. سندن ڪلام جا لطيفا بي انداز آهن. اسان کي هن ڪتاب ۾ اختصار کان ڪم وٺڻو آهي. الله ئي بهتر ڄاڻندڙ آهي.

# باب انون

## اهلبيت رضي الله تعاليٰ عنهم

رسول مقبول ﷺ جن جا اهلبيت ازلي پاڪباز هئا ۽ هر هڪ کي تصوف ۾ ڪمال حاصل هو. اهي سمورا صوفين جا سردار هئا. مان انهن مان خصوصيت کان سواءِ ڪن جو ٿورو احوال پيش ڪندس. (انشاء الله). أنهن ۾ مصطفيٰ ﷺ جن جا جگربند، حضرت مرتضيٰ ڪرم الله وجهه جن جي دل جي خوشبوءِ، حضرت بي بي زهرا رضي الله عنها جن جي اکين جا نور حضرت ابو محمد حسن بن علي ڪرم الله وجه آهن. ڪين طريقت تي وڏي نظر هئي. انهيءَ مضمون تي سندن گهڻائي ڏکيا نُڪتا بيان ڪيل آهن. پاڻ وصيت طور فرمايائون: عَلَيكم بِحفظ السرائر فَانَ الله مُطَلع عَلي الضَمائِر. "اوهان پنهنجن دلين جي حفاظت ڪريو، ڇو ته الله تعاليٰ دلين جا راز ڄاڻندڙ آهي". ان ڳالهه جي حقيقت هيءَ آهي ته ٻانهي کي دل جي حفاظت جو حڪم آهي، اهڙيءَ طرح رازن جي ظاهر ڪرڻ جي سنڀال جو به حڪم آهي. دل جي حفاظت هيءَ آهي ته الله کان سواءِ ٻئي ڏانهن مائل نه ٿيو. اظهار جي حفاظت هيءَ آهي ته الله تعاليٰ جي مخالفت نه ٿئي. چون ٿا. ته جڏهن قدري عقيدي وارن جو زور ٿيو ۽ معتزلن جي تعليم دنيا ۾ عام ٿي ويئي، تڏهن حضرت حسن بصري رضہ حضرت حسن بن علي ڪرم الله وجه جن کي خط لکيو ۽ أن خط ۾ لکيائين:

بسم الله الرحمنن الرحيم. السلام عليک يا ابن رسول الله وقرة عينيه و رحمةالله و برڪاته. اما بعد فانڪُم مَعاشرِ بني هاشم ڪَالفُلک الجارية في بحر و مَصَابيح الدجي و اعلام الهديٰ و ائمة القادة الذين من تبعهم نَجيٰ ڪَسَفِينَة نوح المَشحُونَة اَني يَوْ اليهَا المومنُون و يَنجُو فيها المُتَمَسڪُون فما قولک يا بن رسول الله جن حيرتنا في القدر و اختلافنا في الاستطاعة تعلمنا بِما تاڪد عليه رايک فَانڪم ذُرية بعضها من بعض بعلم الله علتم وَ هُوَ الشاهد عليڪم و انتم شهداءَ الله علي الناس والسلام "الله جي نالي سان شروع ٿو ڪريان جيڪو ٻاجهارو ۽ وڏي رحم وارو آهي. اي پيغمبر عليه السلام جن جا فرزند ۽اکين جا نور! اوهان تي الله پاڪ جي سلامتي هجي. رحمت ۽ برڪت هجي. هن کان پوءِ روشن هجي ته اوهان هاشم جي اولاد آهيو. اوهان جو مثال وڏي سمنڊ ۾ ٻيڙين جو. اونداهين ۾روشني جو. هدايت جي نشانين جو. اوهان أهي رهبر آهيو. جو جيڪو به اوهان جي پيروي ڪندو اهو ڇوٽڪارو (نجات) حاصل ڪندو. جهڙيءَ طرح حضرت نوح عليه السلام جي ايماندار پوئلڳن هنن ڏانهن ڏيان ڏنو ۽ ٻيڙيءَ جي وسيلي ڇوٽڪارو حاصل ڪيو. اوهان قدرين جي ڏکئي مسئلي ۾ ڇا ٿا فرمايو؟ هن بحث ۾ اوهان جي ڪهڙي راءِ آهي؟ انسان صفا مجبور آهي يا ڪيس پنهنجن ڪمن ڪرڻ جو اختيار آهي؟ اوهان پيغمبر ﷺ جن جا فرزند آهيو. الله اوهان کي علم عطا ڪيو آهي ۽ اوهان جي حفاظت ڪندڙ آهي. اوهان مخلوق جا حفاظت ڪندڙ ۽ گواهه آهيو. والسلام.

جڏهن حضرت حسن رضي الله عنه کي اهو خط مليو تڏهن جواب لکيائون: بسم الله الرحمنن الرحيم. اما بعد فقد انتهيٰ اِلي ڪتابک عند حيرتک و حيرت ڪن زعمت من امتنا والذين عليه اي ان ۾ لم يو من بالقدر خيره وشره من الله تعاليٰ فقد ڪفر و من حمل المعاصي علي الله فقد فجر ان الله لايطاع باڪراه ولا يعصي بغلبة ولا يهمل العباد في ملڪه لڪنه الاملک لما ملڪهم و القادر عليٰ ما عليه قدرهم فان ائتموا وابالطاعة لم يڪن لهم صادا ولالهم عنها مشيعا وان اتوا باالمعصية و شاء ان يمن عليهم فيهول بينهم و بينها ان عرفهم و مڪنهم وجعل لهم السبيل اليٰ اخذ مادعاهم اليه و ترک مانهاهم عنه والله الحجة البالغة والسلام. شروع ٿو ڪريان الله جي نالي سان جيڪو ٻاجهارو ۽ وڏي رحم وارو آهي. هن کان پوءِ لکجي ٿو. ته اوهان جو خط مليو. جي ماڻهو اهو ايمان نه ٿا رکن ته خير ۽ شر الله وٽان آهن. اهي ڪافر آهن. جيڪي پنهنجي گناهن کي الله ڏانهن نسبت ٿا ڏين اهي فاجر آهن. قدر وارن جي جماعت جو مقصد تقدير جو انڪار آهي، جبر وارن جي جماعت گناهن کي الله ڏانهن نسبت ٿي ڏئي. ٻانهو الله پاڪ وٽان مليل توفيق تائين پنهنجي

كمن (فعلن) ۾ اختيار رکندڙ آهي. اسان جو مذهب قدر ۽ جبر وارن جي وچ تي آهي.

منهنجو مقصد صرف اهو هڪ جملو بيان ڪرڻ هو سڄي عبارت ان جي ڪري نقل ڪئي اٿم جو ڳالهه تمام فصاحت واري ۽ وزن واري هئي. ان مان بہ معلوم ٿي ويو تہ حضرت حسن جن جو حقيقتن ۽ اصول ۾ ايترو مٿانهون درجو هو. جو حضرت حسن رضہ بصري کي ان جي علم جي وسعت مان فائدي حاصل ڪرڻ جي ضرورت محسوس ٿي.

حڪايتن مان هڪ حڪايت آهي تہ هڪ بدوي (واهڻي) ماڻهو رڻ پٽ مان آيو. حضرت حسن رضہ جن ڪوفي ۾ پنهنجي گهر جي دروازي تي ويٺا هئا. بدوي گار ڏني ۽ سندن والدين کي گهٽ وڌ چيو. پاڻ اُٿيا ۽ چيائون اي بدوي! تون بکيو يا اُڃيو تہ نہ آهين يا توکي ڪا تڪليف تہ نہ آهي؟ هن (بدوي) وري بہ کين سندن والدين کي گهٽ وڌ چيو. پاڻ هڪ غلام کي حڪم ڪيائون جنهن چاندي جي سِڪن جي هڪ ٿيلهي ڪڍي اچي هن جي آڏو رکي. پوءِ فرمايائون : مان مجبور آهيان. منهنجي گهر هن مهل ٻيو ڪجهہ ناهي نہ تہ توکي وڌيڪ بہ ڏيان ها. بدوي اها ڳالهہ ٻڌي رڙ ڪري چيو: مان گواهي ٿو ڏيان تہ اوهان برابر رسول الله ﷺ جن جا فرزند آهيو. مون اوهان جي بربادي جو امتحان پئي ورتو. حقيقت ۾ اها تصوف وارن جي صفت آهي تہ هو مخلوق جي بري ۽ ڀلي چوڻ تي هيٺ مٿي نہ ٿيندا آهن ۽ سخت ڪلامي مٿن ڪوبہ اثر نہ ڪندي آهي.

مصطفيٰ ﷺ جيَ خاندان جا چراغ، سيني لاڳاپن کان آزاد ۽ پنهنجي زماني جا سردار حضرت ابوعبدالله حسين بن علي بن ابي طالب رضي الله عنهم جن بہ انهيءَ جماعت ۾ شامل آهن. پاڻ تحقيق سان الله تعاليٰ جا ولي، صفا جي صاحبن جا قبلا ۽ ڪربلا جا شهيد (قتيل) آهن. تصوف وارن جو سندن حال جي درستي تي اتفاق آهي. جيستائين حق ظاهر هو. تيستائين حق جي پيروي ۾ مصروف رهيا ۽ جڏهن حق ختم ٿيڻ لڳو، تڏهن هٿ ۾ تلوار ڪري ميدان ۾ نڪري آيا ۽ خدا جي راهہ ۾ سر قربان ڪرڻ کان سواءِ کين آرام نہ آيو. حضور مقبول ﷺ جن کين ڪافي نوازش سان سرفراز ڪيو هو. حضرت عمر رضہ بن خطاب کان روايت آهي، تہ هنن هڪ ڏينهن ڏٺو تہ پيغمبر ﷺ جن پنهنجن گوڏن تي جهڪي ڪنڌ هيٺ ڪري هلي رهيا هئا. حضرت حسين عليہ السلام سندن پٺيءَ تي سوار هئا. هڪ رسيءَ جو هڪڙو منڍ پاڻ ڪريم ﷺ جن جي منهن مبارڪ ۾ هو تہ ٻيو منڍ حضرت حسين جن جي هٿ ۾ هو. حضرت عمر رضہ جن چيو: اي حسين توهان جي سواريءَ لاءِ ڪهڙو عمدو اُٺ موجود آهي. حضور ڪريم ﷺ جن فرمايو: اي عمر رضہ هي سوار بہ ڪهڙو نہ ڀلو آهي؟

طريقت ۾ حضرت حسين عليہ السلام جن جو ڪلام بہ ڏاڍو سهڻو هوندو هو. سندن ڪيترائي قيمتي اشارا ۽ رمزون ذڪر ڪيل آهن. سندن قول آهي:" اَسفَقُ الاخوانِ عَلَيکَ دِينُکَ". تنهنجو سڀ کان مهربان ڀاءُ تنهنجو دين آهي. ماڻهوءَ جو ڇوٽڪارو دين جي پيرويءَ ۾ آهي. دين جي مخالفت هلاڪت جو سبب آهي. دانائي اُن ڳالهہ ۾ آهي تہ پنهنجي مهربان ڀاءُ جي مرضيءَ موجب هلڻ گهرجي. سندس مهرباني محسوس ڪري، پيرويءَ تي پورو رهجي. مهربان ڀاءُ اُهو هوندو آهي، نصيحت بہ ڪندو آهي ۽ مهربانيءَ جو دروازو ڪڏهن بہ بند نہ ڪندو آهي. چون ٿا تہ هڪ ڏينهن ڪو ماڻهو حضرت حسين عليہ السلام جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين: مان درويش ۽ عيالدار ماڻهو آهيان. اڄ رات جي ڪاڌي جي ضرورت اٿم. پاڻ فرمايائون: ويهي رهہ. منهنجو رزق اچي رهيو آهي. ٿوريءَ دير کان پوءِ حضرت معاويہ وٽان پنج ٿيلهيون آيون . هر هڪ ٿيلهيءَ ۾ هزار دينار هو. ٿيلهين آڻڻ واري عرض ڪيو: معاويہ افسوس سان چيو آهي، تہ اهي في الحال پنهنجن خادمن تي خرچ ڪريو. باقي لاءِ انتظار ڪيو وڃي ٿو. حضرت حسين عليہ السلام جن پنج ئي ٿيلهيون انهيءَ سائل کي ڪڍي ڏنيون ۽ فرمايو: توکي وڏي تڪليف آئي ۽ انتظار ڪرڻو پيو. هن وقت اِهوئي پيش ڪري سگهان ٿو. جيڪڏهن اڳ ۾ پتو هجي ها تہ توکي انتظار جي ايتري تڪليف نہ ڏجي ها. اسان ماڻهو مصيبت جو شڪار آهيون. اسان دنيا جو راحتون ترڪ ڪري ڇڏيون آهن. پنهنجن مقصدن کي وڃائي ويٺا آهيون ۽ ٻين لاءِ حياتي گذاري رهيا آهيون. امت ۾ سندن فضيلتون لڪل نہ آهن.

اهڙن ئي ماڻهن مان نبوت جا وارث، اُمت جا ڏيا، مظلوم سيد، مرحوم امام، عابدن جا تاج ۽ ولين جا پيشوا

حضرت ابوالحسن علي بن حسين بن علي بن ابيطالب رضي الله عنه جن آهن. پنهنجي زماني ۾ سيني کان سڳورا ۽ عبادت ڪندڙ هئا. حقيقت ظاهر ڪرڻ ۽ ڏکين مسئلن کي سمجهائڻ ۾ مشهور هئا. ماڻهن ڪانئڻ پڇيو ته دنيا ۽ آخرت ۾ وڏيڪ نيڪي ڪنهن جي نصيب ۾ آهي؟ فرمايائون: مَن اذا رَضِي لَم يَحمِلهُ رَضاهُ عَلَى الباطِل وَ اذا سَخِطَ لَم يُخرِجهُ سَخَط عَنِ الحق." اُهو ماڻهو جيڪو راضي رهي ٿو ته ڪوڙ ڏانهن لاڙو رکي ۽ راضي رهي ته حق ڇڏي نه ڏي". اهو ثابت قدمن جو ڪمال آهي. ڪوڙ کي برداشت ڪرڻ ڪوڙ آهي. ناراض ٿي حق کي ڇڏڻ به ڪوڙ آهي. مومن ڪڏهن به ڪوڙ ۾ نه ڦاسندو آهي.

ذڪر ڪيو ويو آهي. ته جڏهن حضرت حسين بن علي عليه السلام جن کي پنهنجن پٽن سميت شهيد ڪيو ويو. تڏهن حضرت زين العابدين رضي الله عنه جن کان سواءِ ڪوبه عورتن کي دلداري ڏيندڙ ڪونه هو. هو پاڻ به بيمار هئا. حضرت حسين عليه السلام جن کين علي اصغر سڏيندا هئا. جڏهن عورت کي اگهاڙي مٿي سان اُٺن تي چاڙهي دمشق ۾ آندو ويو. تڏهن کين يزيد بن معاويه وٽ پيش ڪرڻ لاءِ ڪنهن چيو: ڪَيفَ اَصبَحتُم يا عَلِي وَ يا اهل البَيت الرحمَة. قالَ اصبَحنا مَن قَومِنا بِمَنزِلَة قَومُ مُوسىٰ مِن آل فِرعَونَ يُذبِحُونَ ابناءَ هم ويستحيون نِسائهُم فَلاتَدرِي صَبا حَنا مِن مَسائنا وَ هذا مِن حَقيقَة بَلائنا. "اي علي! اي دنيا جي رحمت اهلبيت ٻڌايو ته اوهان جي هيءَ صبح ڪهڙو آهي؟ يعني اوهان هن وقت ڪهڙيءَ حال ۾ آهيو؟ فرمايائون: اسان جي قوم اسان کي اهڙو صبح ڪرايو آهي. جهڙو فرعون ۽ سندس قوم حضرت موسيٰ عليه السلام جي قوم کي ڪرايو هو. سندن مرد قتل ڪيا ويا هئا ۽ عورتن کي جيئرو رکيو ويو هو. اسان لاءِ صبح ۽ شام جو فرق ختم ٿي چڪو آهي. اها اسان جي مصيبت جي حقيقت آهي".

حڪايتن ۾ آيل آهي. ته هڪڙي سال هشام بن عبدالملڪ بن مروان حج تي آيو. ڪعبي جو طواف ڪري رهيو هو. جڏهن ڪاري پٿر (حجر اسود) کي چمڻ جو ارادو ڪيائين تڏهن ماڻهن جي گوڙ ۾ ڪيس رستو نه مليو. هو ممبر تي چڙهيو. خطبو پڙهڻ شروع ڪيائين. ان وقت حضرت زين العابدين عليه السلام جن آيا. سندن منهن مبارڪ چوڏهينءَ جي چنڊ وانگر روشن. رخسار چمڪندڙ ۽ پوشاڪ خوشبوءِ سان ڀريل هئي. پاڻ طواف ڪيائون. حجر اسود جي پرسان آيا. ته ماڻهو احترام جي ڪري هڪ پاسي ڏانهن هٽي ويا ۽ وڏي پٿر کي چميائون. ڪنهن هشام بن عبدالملڪ کي چيو: اوهان مومنن جا امير آهيو. پر حجر اسود تائين پڄي نه سگهيا. هو نوجوان آيو ته سڀ ماڻهو هڪ پاسي هٽي ويا ۽ حجر اسود کي خالي ڪري ڇڏيائون. هشام چيو: مان هن کي نٿو سڃاڻان. هشام جو مطلب اهو هو ته سندس ماڻهو حضرت زين العابدين کي سڃاڻي، سندس طرفداري نه ڪن ۽ ڪيس اميرالمؤمنين بڻائڻ جي ڪوشش نه ڪن. اتي فرزدق شاعر بيٺو هو. هن چيو ته مان هن ماڻهو کي سڃاڻان ٿو. ماڻهن پڇيو: ٻڌاءِ ته ڪير آهي؟ سندس چهري ۾ ڪيڏي نه هيبت آهي. فرزدق چيو: مان هن جون صفتون ۽ حسب نسب ڄاڻان ٿو. ائين چئي ڪجهه شعر پڙهيائين:

1- هي اهو ماڻهو آهي جنهن جي قدمن جي نشانن کي به مڪي وارا سڃاڻندا آهن ڪيس ڪعبو ۽ حرم ٻئي سڃاڻندا آهن.

2- هي خدا جي مخلوق ۾ سڀ کان سٺي ماڻهوءَ جو فرزند آهي ۽ مشهور خدا جو خوف رکندڙ پرهيزگار آهي.

3- هي حضرت بي بي فاطمه عليها السلام جو لعل آهي. تون جهالت جي ڪري هن کي نه ٿو سڃاڻين. هن جي ناني تي نبوت ختم آهي.

4- هن جي نوراني پيشاني مان هدايت جو نور اهڙيءَ طرح چمڪي رهيو آهي جهڙيءَ طرح سج جي روشني سان اونداهيون ختم ٿي وينديون آهن.

5- هو پنهنجي نظر کي حياءُ جي ڪري هيٺ ڪندو آهي ۽ ماڻهو هيبت کان هن ڏانهن اکيون مٿي ڪري نه ڏسي سگهندا آهن. هو ڳالهه ڪندو آهي. ته سندس سڳوري وات مان گل ڇڻندا محسوس ٿيندا آهن.

6- جڏهن هن کي قريش مان ڪو ڏسندو آهي تہ يڪدم چئي ڏيندو آهي تہ هن تي سموريون خوبيون ختم آهن.

7- هو عزت ۽ مرتبي جي اهڙي منزل تي پهتل آهي جو عرب ۽ عجم جو ڪوبہ مسلمان هن سان برابري نہ ٿو ڪري سگهي.

8- سندس نانو سڀني نبين کان پلو ۽ سندن امت سڀني امتن کان پلي آهي، تون بہ سندن امت جو هڪ ماڻهو آهين.

9- هو جڏهن حجر اسود کي چمڻ لاءِ ويجهڙو ٿئي تڏهن ممڪن آهي تہ هو بہ سندس آڱرين جو مزو محسوس ڪري ڪيس قابو ڪري جهلي.

10- سندس سڳوري هٿ ۾ هڪ لڪڻ آهي جنهن جي خوشبوءِ دل کي مزو ڏيندڙ آهي. سندس سڳورن هٿن جي خوشبوءِ هر طرف پکڙيل آهي.

11- هو نرم دل آهي. ڪاوڙ ڪرڻ ۽ تنگ ٿيڻ ۾ هن کان ڪوبہ انديشو ڪونهي. هو پنهنجين پڻ خوبين يعني سٺي اخلاق ۽ پاڪ عادتن سان سينگاريل آهي.

12- سندس وصفون ساراهيل ۽ الله جي رسول ﷺ جن کان حاصل ڪيل آهن. سندس فطرت ۽ وضع قطع پاڪ آهي.

13- اي هشام! تنهنجو انڪار ڪري هن کي ڪوبہ نقصان پهچائي نہ ٿو سگهين. هن کي عرب، عجم جا سڀ ماڻهو سڃاڻندا آهن.

14- سندس ٻئي هٿ اهڙا آهن جن جو فيض مينهن وانگر عام آهي، سندس بخشش هر وقت جاري آهي جيڪا سڃائي ۾ بہ ختم نہ ٿيندي آهي.

15- هن جو خدا جي سڄي مخلوق تي عام احسان آهي. هن جي ڪري گمراهي، سڃائي، ظلم ۽ زيادتي سڀ انتشار ۾ آهن.

16- ڪنهن بہ سخي جي سخاوت هن جي بخشش واري حد تي نٿي پهچي سگهي ۽ ڪابہ قوم هن جي برابر ٿي نٿي سگهي، پوءِ شمار ۾ ڪٿي ڪيتري بہ وڏيڪ هجي.

17- اهي ماڻهو ڏڪر جي حالت ۾ مينهن وانگر رَحائي ڇڏيندا آهن. ماڻهو جنگ جي ڪوري ۾ ڪامي رهيا آهن ۽ هي ماڻهو ٻبر شينهن وانگر آهن.

18- هي انهيءَ جماعت مان آهي جنهن سان محبت ڪرڻ دين ۽ ساڻس بغض رکڻ ڪفر آهي. هن سان تعلق رکڻ ڇوٽڪاري ۽ پناهہ جو سبب آهي.

19- جيڪڏهن سڀني پرهيزگارن کي ڪٺو ڪيو وڃي، تہ اهي سڀني جا امام ظاهر ٿيندا. جيڪڏهن زمين وارن کان سٺن ماڻهن بابت پڇيو ويندو تہ جواب ڏيندا تہ هي آهن.

20- هنن لاءِ سڃائي ۽ شاهوڪاري ٻئي هڪ جهڙيون آهن. سڃائي سندن هٿن جي ڪشادگي کي گهٽ ڪري نہ سگهندي.

21- الله تعاليٰ کين فضيلت ڏني آهي. بزرگي ۽ شرافت سان نوازيو آهي ۽ هنن لاءِ لوح و قلم ۾ اهوئي لکجي چڪو آهي.

22- خدا جي ذڪر کان پوءِ انهن جو ذڪر سڀني کان اڳ ۾ آهي هر ميدان ۾ سندن گفتا موجود آهن.

23- اهو ڪهڙو قبيلو آهي جنهن جي گردن تي هنن جو ۽ سندس ابن ڏاڏن جي احسان جو بار ناهي.

24- جنهن کي خدا جي معرفت حاصل آهي، اهو سندن مٿانهين درجي کي ڄاڻي ٿو ڇو تہ دين هنن جي گهر کان ئي ساري امت تائين پهتو آهي.

فرزدق شاعر حضرت زين العابدين عليه السلام جي شان ۾ انهن شعرن کان سواءِ رسول ﷺ ۽ اهلبيت جي تعريف ۾ ٻيا شعر بہ چيا آهن جن جي ڪري هشام ڏاڍو ڪاوڙيو ۽ فرزدق کي گرفتار ڪري عسفان واري جيل ۾ رکيو جيڪو مڪي

۽ مديني جي وچ تي آهي. جڏهن حضرت امام عليه السلام کي هن واقعي جو پتو پيو تڏهن فرزدق جي ايماني جُـرات جي تعريف ڪيائين ۽ هن ڏانهن ٻارهن هزار درهم ۽ دينار هن نياپي سان موڪليا، تہ اسان لاچار آهيون. هن کان وڌيڪ اسان وٽ مال هجي ها تہ اهو بہ موڪليون ها . فرزدق اهو مال واپس موڪلي عرض ڪيو: اي رسول ﷺ جا فرزند! مون اميرن ۽ بادشاهن جي شان ۾ گهڻائي قصيدا چيا آهن. جيڪڏهن انهن جي ڪفاري ۾ ڪجهہ شعر رسول ﷺ جن جي فرزندن جي محبت ۾ چيا اٿم، تہ ڪهڙو ڪمال ڪيو اٿم؟ مون پنهنجي ايمان جي غيرت جو ثبوت ڏنو آهي. مون ڪنهن بہ مال جي لالچ ۾ اهي شعر نہ چيا آهن. انهن جو اجورو خدا کان وٺڻ تو چاهيان. مان خدا کان الله جي رسول ﷺ جي اهلبيت جي محبت ۽ دوستي تو چاهيان. حضرت امام عليه السلام کي جڏهن اهو پيغام پهتو تڏهن اها رقم واپس ڪري هن کي چورائي موڪليو تہ اي ابوالفراس جيڪڏهن تون اسان سان محبت ٿو رکين تہ جو ڪجهہ اسان موڪليو آهي ان کي قبول ڪر، ڇو تہ اسان الله جي رضا ۾ پنهنجي ملڪيت کي ڪڍي تنهنجي ملڪيت ۾ ڏئي ڇڏيو آهي. ان کان پوءِ فرزدق اهو انعام ورتو ۽ احسانمندي ظاهر ڪئي. حضرت امام زين العابدين جي تعريف ۽ ثنا ان کان وڌيڪ آهي جيتري ڪئي وڃي.

اهلبيت مان معاملي جو غلبو ڪندڙ دليل، ديدار ڪرڻ وارن جي ظاهري حجت، نبي ﷺ جي اولاد ۾ امام حضرت علي عليه جي نسل مان بزرگ شخصيت حضرت ابو جعفر محمد بن علي بن حسين بن حضرت علي ڪرم الله وجهہ آهن. ڪين امام باقر عہ بہ سڏيندا آهن. سندن ڪُنيت ابو عبدالله ۽ لقب باقر هو. علم جون باريڪيون ۽ سهڻا اشارا سندن خصوصيت آهي. سندن ڪرامتون مشهور، نشانيون روشن، ۽ دليل چٽا آهن. چون ٿا، تہ هڪ وقت جي بادشاهہ ڪين شهيد ڪرڻ جو ارادو ڪيو ۽ پاڻ وٽ گهرايو. پاڻ جڏهن آيا تڏهن معافي ورتائين، تحفا ڏنائين ۽ سهڻي نموني سان واپس موڪليو. ماڻهن (بادشاهہ کان) پڇيو، تہ اوهان ڪيس قتل ڪرائڻ ٿي چاهيو. هي ڇا ٿي ويو؟ بادشاهہ جواب ڏنو: پاڻ جڏهن مون وٽ آيا، تہ سندن کبي ۽ سڄي پاسي تي بہ شينهن هئا ۽ سمجهڻ لڳس تہ جيڪڏهن مون (سندن قتل لاءِ) هٿ مٿي ڪيو تہ هو مون کي چيري ڦاڙي ڇڏيندا. چون ٿا، تہ هڪ روايت موجب، قرآن پاڪ جي هن آيت فَمَن يَكفر بالطَاغوت ويُومن باالله فَقَد استَمسَكَ قَالَ كل من شُغلَكَ عَن مُطَالعة الحَق فَهُوَ طَاغوتُكَ جنهن طاغوت کي ڇڏيو ۽ الله تي ايمان آندو جي تفسير ۾ فرمايو: جا بہ شيءِ توکي الله تعاليٰ جي يادگيري کان غافل ڪري اهو تنهنجو طاغوت آهي. غور ڪري ڏس، تہ توکي ڪهڙي شيءِ پردي ۾ رکيو آهي. يعني ڪهڙي شيءِ توکي الله پاڪ جي يادگيري کان غافل ٿي رکي. انهيءَ کي ڇڏ تہ تولاءِ راز ٿين. ڳجهي علم جو دروازو کلي ۽ حق جي راهہ ۾ ڪوبہ پردو نہ اچي. ڇو تہ جتي بہ پردو هوندو اتي ويجهڙائي جي دعويٰ ڪرڻ بيڪار آهي.

سندن خادمن مان هڪڙي روايت ڪئي آهي، تہ رات جو دير سان ورد وظيفي کان فارغ ٿي وڏي آواز سان دعا (مناجات) گهرندا هئا ۽ چوندا هئا، تہ اي منهنجا الله! اي منهنجا مولا! رات اچي وئي، دنيا وارن جي بادشاهي ختم ٿي، آسمان تي تارا نڪري آيا، ماڻهو آرام ۾ پئجي ويا، اکيون بند ٿي ويون، آواز گم ٿي ويا، ماڻهو دنيا وارن جي درگاهن مان هليا ويا، بنو اميہ آرام جي بسترن ڏانهن هليا ويا، پنهنجون قيمتي شيون سنڀالي رکيائون، پنهنجا دروازا بند ڪري ڇڏيائون، چوڪيدار پهري جي ڊيوٽيءَ تي چڙهيا ۽ محتاج سندن دروازا ڇڏي هليا ويا. اي منهنجا مولا! تون جيئرو، قائم دائم، ڏسندڙ ۽ ڄاڻندڙ آهين. سمهڻ ۽ آرس پچڻ تنهنجي پاڪ ذات کان پري آهي. جيڪو توکي سمهندڙ ۽ آرس سمجهي اهو ڪنهن بہ نعمت جي لائق ناهي. اي منهنجا مولا! توکي ڪابہ شيءِ ڪنهن بہ شيءِ کان غافل ڪري نٿي سگهي. تنهنجي بقا واري ذات- رات ۽ ڏينهن جي ڦيرڦار کان مٿي آهي. جيڪو ماڻهو دعا گهرندو ان لاءِ تنهنجا دروازا کليل آهن. تنهنجي تعريف ڪرڻ واري لاءِ تنهنجا خزانا جاري آهن. جيڪو بہ سوالي ٻڄي تنهنجي دروازي تي ايندو آهي اهو خالي نہ ويندو آهي. توکان دعا گهرڻ وارو ڪڏهن بہ مايوس نہ ٿيندو آهي. اي منهنجا مولا! جڏهن مون کي موت ۽ قبر جو حساب ياد آهي، تہ مون کي ڪهڙي خوشي ٿيندي؟ جڏهن موت جو فرشتو منهنجي سامهون آهي تڏهن مان دنيا جي فائدي واري

کھڙي شيءِ جي آرزو رکندس. مان هر شيءِ تنهنجي پاڪ ذات کان گهرندو آهيان. تون فقط هڪڙو ۽ لاشريڪ آهين. توکان دعا ٿو گهران تہ مون کي آساني جو موت ڏي جنهن ۾ ڪابہ سختي نہ هجي ۽ حساب واري ڏينهن تي اها راحت عطا ڪر جنهن ۾ ڪوبہ عذاب نہ هجي. پاڻ جڏهن اهي دعائون گهرندا هئا، تہ ڏاڍو روئيندا هئا. هڪ رات ڪانئن خادم پڇيو: اي منهنجا ابن ڏاڏن جا سردار، اهي ڳوڙها ڇو ٿا ڳاڙيو؟ فرمايائون: اي دوست حضرت يعقوب عليہ السلام جن جو هڪ پٽ گم ٿي ويو هو، تہ پاڻ ايترو رُنا هئا، جو سندن نظر هلي وئي ۽ اکيون سفيد ٿي ويون هيون. منهنجا ارڙهن عزيز، منهنجو بابو يعني حسين ۽ ڪربلا جا شهيد گم ٿي ويا آهن. مان (هن ڳالهہ ۾) حضرت يعقوب عليہ السلام جن کان گهٽ ناهيان. جو پنهنجن عزيزن جي جدائيءَ ۾ منهنجون اکيون سفيد ٿي نہ وڃن.

عربي زبان ۾ اها مناجات تمام فصيح آهي. ڊيگهہ کان بچڻ لاءِ ان جو مطلب فارسي ۾ لکيو ويو آهي. خدا گهريو تہ ڪنهن ٻي جاءِ تي بہ لکندس.

انهن ۾ سنت جا يوسف، طريقت جي سونهن، معرفت جا تارو، ۽ تصوف جي زينت حضرت ابو محمد جعفر بن محمد صادق بن محمد بن علي بن حسين بن علي بن ابوطالب جن آهن. (الله سائين سڀني سڳورن تي راضي هجي). پاڻ مٿانهين حالت ۾ سهڻي سيرت وارا هئا. سندن ظاهر ۽ باطن ٻئي سينگاريل هئا. پاڻ سڀني علمن ۾ سهڻيون رمزون ڇڏي ويا آهن. مرشدن سڳورن وٽ ڏکئي ڪلام ۾ معنيٰ جي واقفيت ۾ وڏا مشهور آهن. تصوف ۾ سندن ڪافي ۽ مشهور ڪتاب آهن. هڪ روايت موجب فرمايو اٿن: مَن عَـرفَ اللهَ اَعرَضَ عَـما سواه. جنهن الله تعاليٰ کي سڃاتو آهي تنهن ٻي هر شيءِ کان منهن موڙي ڇڏيو آهي. عارف (خدا کي ڄاڻندڙ) غير کان ٻري ۽ سببن کان ڪٽجي ويل هوندي آهي. هن لاءِ معرفت عين اڻ ڄاڻائپ هوندي آهي. يعني اڻ ڄاڻائپ معرفت جو حصو هوندي آهي ۽ معرفت ان جي اڻ ڄاڻائپ جو حصو هوندو آهي. عارف مخلوق ۽ ان جي فطرت کي سندس دل ۾ ايترو گذر بہ نہ هوندو آهي، جو هو ان ڏانهن رغبت رکي. غير جو وجود ايڏو اهم ناهي جو سندس خيال ۾ گم ٿي وڃجي.

هيءَ بہ روايت آهي جنهن موجب، پاڻ فرمايائون: لايصح العبادة الا بالتوبة لان الله قدم التوبة علي العبادة قال الله تعاليٰ التائبُـون العَـابدون. "عبادت تيستائين نيڪ نٿي ٿئجي جيستائين ان سان توبهہ ڪئي نہ هجي. تحقيق الله سائين توبهہ کي عبادت کان مٿي رکيو آهي." انهيءَ ڪري ئي فرمايو اٿن: "توبهہ کان سواءِ ڪابہ عبادت درست نٿي ٿئي ڇو تہ توبهہ منزل وارو مقام آهي ۽ بندگي ان جي انتها آهي." الله سائين جڏهن گنهگارن جو ذڪر ڪيو تڏهن توبهہ جو حڪم ڏنائون: تُـوبُـوا اِلي اللهِ جميعاً الله وٽ سڀني گناهن جي توبهہ ڪيو. ليڪن جڏهن الله تعاليٰ پنهنجي حبيب ﷺ جن کي ياد ڪيو، تہ ٻانهپ ۽ بندگي سان ياد ڪيو. فـاَ و حَـيٰ اِليٰ عَـبدِهِ مـا اَوحيٰ. الله پنهنجي ٻانهي ڏانهن وحي موڪليو، جيڪو (وحي) موڪلڻو هو.

حڪايتن ۾ آهي، تہ حضرت دائود طائي رحہ حضرت امام صاحب جن وٽ آيو ۽ چيائين: "اي رسول الله ﷺ جن جا فرزند مون کي ڪا نصيحت فرمايو (ڇو جو) منهنجي دل ڪاري ٿي ويئي آهي." پاڻ جواب ڏنائون: "اوهان پنهنجي وقت جا عبادت گذار (زاهد) آهيو منهنجي نصيحت جي ڪهڙي ضرورت آهي؟" دائود طائي رحہ چيو: "اوهان پيغمبر ﷺ جن جا فرزند آهيو. الله تعاليٰ اوهان کي سڀني تي فضيلت ڏني آهي. سڀني کي نصيحت ڪرڻ اوهان جو ڪم آهي." امام صاحب جن فرمايو: "مون کي ان ڳالهہ جو خوف آهي تہ متان حشر جي ڏينهن منهنجو نانو منهنجي پڪڙ ڪري تہ مون پيروي جو حق ادا نہ ڪيو آهي. اها ڳالهہ خانداني نسب سان واسطو نٿي رکي ڇو تہ هن لاءِ سٺن ڪمن جي ضرورت هوندي آهي." حضرت دائود طائي رحہ روئي پيو ۽ چيائين: "اي منهنجا موليٰ! جنهن جي فطرت ۾ نبوت جو اثر آهي، جنهن وٽ اصول جا دليل آهن، جنهن جا نانا حضور ڪريم ﷺ جن هجن ۽ جنهن جي والده حضرت بي بي بتول هجي، ان جي سامهون دائود جي

کهڙي حيثيت آهي جو سنن کمن تي ناز ڪريان؟" هنن وٽان اها روايت آهي، تہ هڪ دفعي پنهنجن نوڪرن سان وينا هئا. فرمايائون: "اچو تہ واعدو ڪريون تہ قيامت جي ڏينهن جنهن کي بہ ڇوٽڪارو حاصل ٿئي اهو باقي ٻين جي شفاعت ڪري. نوڪرن عرض ڪيو: "حضور ڪريم ﷺ جن جي فرزند کي شفاعت جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ اوهان جا نانا سڄورا سموري مخلوق جي شفاعت ڪندڙ آهن." فرمايو: "مان پنهنجن عملن تي شرمسار آهيان تہ پنهنجي سڳوري ناني کي ڪهڙو منهن ڏيکاريندس. اها پنهنجي نفس جي غلطي ڪڍڻي آهي ۽ ڪمال جي صفتن ۾ شامل آهي." سمورا الله سان واصل ٿيل، ولي سڳورا، وڏي عزت وارا نبي سڳورا ۽ الله جا رسول انهيءَ صفت سان سينگاريل هئا. حضور ڪريم ﷺ جن فرمايو: اذَا أَرَادَ اللهُ بِعَبدٍ خَيرًا بَصَّرَهُ بِعيُوبِ نَفسِهِ": جڏهن الله تعاليٰ جو ڪنهن ٻانهي تي مهرباني ڪرڻ جو ارادو ٿيندو آهي تڏهن هن (ٻانهي) کي پنهنجا ذاتي عيب ظاهر ڪري ڏيکاريندو آهي. جيڪو نظر وارو صاحب عاجزي ۽ ٻانهپ سان ڪنڌ هيٺ ڪندو آهي، الله تعاليٰ هن کي هر مراد ۾ ڪاميابي عطا ڪندو آهي.

جيڪڏهن مان سيني اهلبيتن سڳورن جو ذڪر ڪريان، ۽ هر هڪ جون فضيلتون لکان، تہ هن ڪتاب ۾ انهن جي جاءِ نہ ٿيندي. طريقت کي مڃڻ وارا هجن يا ان جي انڪار ڪرڻ وارا هجن، سيني لاءِ اهو ڪافي آهي. خدا ڪري سندن عقل کي چاڙهڻ جي توفيق حاصل ٿئي. هاڻي رسول ﷺ جن جي صفي وارن اصحاب سڳورن جو ذڪر ڪندس. هن کان اڳ هڪ ڪتاب "منهاج الدين" لکي چڪو آهيان. ۽ ان ۾ صفي وارن صحابي سڳورن مان هر هڪ جي پوري پوري تعريف ڏني اٿم. هاڻي انهن جا نالا لقب لکان ٿو. خدا توکي عزت ۽ ڪاميابي عطا ڪري. سمورو علم الله وٽ آهي ۽ سڀ توفيق انهيءَ وٽان آهي.

# باب نائون

## صفي وارا اصحاب سڳورا

سڄي امت جو ان ڳالهه تي اتفاق آهي، تہ رسول ﷺ جن جي مسجد ۾ اصحابن جي هڪ جماعت رهندي هئي. جيڪا عبادت لاءِ تيار، دنيا کي ترڪ ڪندڙ ۽ زندگي جي ڪم ڪار کان ڪٽيل هوندي هئي. اللہ تعاليٰ انهن لاءِ فرمايو آهي: وَلَا تَطْرُدِ الذين يَدعُونَ رَبَّهُم بالغداوة وَالعَشِي يُرِيدُونَ وَجهَہٗ. "انهن کان پري نہ ٿيو جيڪي صبح شام پنهنجي رب کي ياد ڪندا آهن ۽ ان طلبگار رهندا آهن." ڪلام پاڪ ۾ انهن ماڻهن جي فضيلت جو بيان آهي. پيغمبر ﷺ جن جون ڪيئي حديثون سندن فضيلت ۾ موجود آهن. هن ڪتاب جي مقدمي ۾ اسان انهن جو ڪجهہ بيان ڪيو آهي. حضرت ابن عباس رضہ جن پيغمبر ﷺ جن کان روايت ڪئي آهي: وقف رسول الله ﷺ عليٰ اصحاب الصفـة فراي فقرهم وجهدهم و طيب قلوبهم فقال ابشروا يااصحاب الصفة فمن رضي من امتي اعليٰ النعت الذي انتر عليه راضيا بما فيه فانه من رفقائي في الجنـة. جڏهن رسول الله ﷺ جن سندن پرسان لنگهيا ۽ انهن کي ڏٺائون، سندن درويشي تي نظر ڪيائون ۽ محنت (رياضت) کي ڏٺائون ۽ انهيءَ حالت ۾ ڪين خوش ڏٺائون، تہ فرمايائون: "اي صفي وارا اصحابو! اوهان کي خوشخبري تہ ڏيان. جيڪو منهنجي امت ۾ اوهان جي انهيءَ صفت تي راضيو رهندو، اهو بهشت ۾ منهنجي دوستن سان رهندو."

صفي جي اصحاب مان حق جي هوڪي ڏيڻ وارو ۽ رسول ﷺ جن جي ويجهڙو بزرگ حضرت بلال بن رباح هو. ٻيو بي نياز موليٰ جو دوست نبي سڳوري ﷺ جو راز محرم حضرت ابوعبدالله سلمان فارسي رضہ هو. ٽيون مهاجر ۽ انصار جو سپاهي ۽ الله تعاليٰ جو رضا چاهيندڙ حضرت ابو عبيده بن عامر بن عبدالله الجراح رضہ هو. چوٿون اصحابن ۾ ڀلارو ابو يقفان قبيلي جي زينت حضرت عمار بن ياسر رضہ هو. پنهنجو علم ۽ بردباري جو خزانو حضرت ابو مسعود عبدالله بن مسعود الهذلي رضہ هو. ڇهون پاڪ درگاهہ ۾ هميشه رهندڙ، عيب ۽ مصيبت کان پاڪ حضرت عتبو بن مسعود رضہ حضرت عبدالله جو ڀاءُ هو. ستون خلوت ۾ رهندڙ سالڪ، عيبن ۽ گهٽتائين کان پاڪ حضرت مقداد بن الاسود رضہ هو. اٺون پرهيزگاري جي درجي جو رهبر، مصيبتن ۽ تڪليفن سهڻ ۾ ثابت قدم ٿي رهندڙ حضرت خباب بن الارت هو. نائون رضا جي درگاهہ جو قاصد، فنا ۽ بقا جي درگاهہ جو طالب حضرت صهيب بن منان رضہ هو. ڏهون نيڪيءَ جو گوهر ۽ قناعت جي سمنڊ جي موتي حضرت عتبوبن غزوال رضہ هو. يارهون حضرت فاروق جو ڀاءُ دنيا ۽ ان جي هر شيءِ کان بي پرواهہ حضرت زيد بن خطاب رضہ هو. ٻارهون مشاهد جي طلب ۾ محنت ڪندڙن جو سردار حضرت ابو ڪبشو رضہ هو. تيرهون رسول ڪريم ﷺ جن جو غلام توبهہ ڪندڙ ۽ مخلوق کان پري رهڻ وارو، ۽ الله تعاليٰ ڏانهن لاڙو رکندڙ حضرت ابوالمرثد حضرت ڪناد بن حصين العروي رضہ هو. چوڏهون نوڙت ڪرڻ وارن جي زينت ۽ پڪين دليلن ڏيڻ وارو حضرت حذيفه بن يمان رضہ هو. پندرهون عذاب کان ڊڄندڙ ۽ مخالفت جي رستي کان بچڻ وارو حضرت عڪاشه بن حصن رضہ هو. سورهون، مهاجر ۽ انصار جي زينت حضرت مسعود بن ربيع المقاري رضہ هو. سترهون زهد ۾ حضرت عيسيٰ عہ جهڙو ۽ الاهي شوق ۾ حضرت موسيٰ عہ جو نشان حضرت ابوذر جندب بن جناده الغفاري رضہ هو. ارڙهون پيغمبر جي نفسن جي سنڀال ڪندڙ ۽ پائرن جو خير گهرندڙ حضرت عبدالله بن عمر رضہ هو. اڻويهون ثابت قدمي ۾ قائم ۽ پيروي ۾ پختو حضرت صفوان بن بيفار رضہ هو. ويهون همٿ جو صاحب ۽ تهمت کان پاڪ حضرت ابودر داعويمر بن عامر رضہ هو. ايڪيهون اميد جي درگاهہ ۾ ڀٽڪل حضرت رسول ﷺ جن جو پيارو حضرت ابولبابه بن عبدالمنذر رضہ هو. ٻاويهون شرافت جي سمنڊ جي ڪيميا ۽ توڪل جي موتي جي سپي (صدف) حضرت عبدالله بن بدر الجهني رضہ هو.

جيڪڏهن سيني جو ذڪر ڪبو، تہ ڪتاب وڌي ويندو. شيخ ابو عبدالرحمان محمد بن الحسين السلمي جيڪو طريقت ۽ ڪلام جي مرشدن جي تاريخ لکندڙ آهي تنهن هڪ ڪتاب لکيو آهي جنهن ۾ هن صفي وارن جي تعريف، فضيلت ۽ لقب بيان ڪيا آهن. مگر هن مسطح بن عباد کي بہ صفي وارن اصحابن ۾ شامل ڪيو آهي. مان ڪيس پسند نٿو ڪريان ڇو تہ هن ام المومنين حضرت بي بي عائشه رضها تي تهمت ۾ اڳرائي ڪئي هئي. البت حضرت ابوهريره، ثوبان، معاذ بن حارث، سائب بن خلاد، ثابت بن وديعة، اوجيس عويم بن مساعد، سالم بن عمير بن ثابت، ابو يعسر ڪعب بن عمرو، حبيب بن مغفل، عبدالله بن انيس، حجاج بن عمرو الاسلمي رضي الله عنهم صفي وارن اصحابن ۾ شامل هئا. اهي ڪڏهن پيٽ گذران جي ڌنڌي ۾ بہ شامل ٿيا مگر مرتبو سيني جو هڪ جهڙو آهي. حقيقت ۾ اصحاب سڳورن جو زمانو سڀني ۾ سٺو زمانو هو، اهي ماڻهو تمام سٺي وقت ۾ ٿي گذريا آهن ۽ سڄي مخلوق ۾ پيلارا هئا. الله تعاليٰ ڪين حضور ﷺ جن فرمايو آهي: "خير القرون قرني ثم الذين يلونهم ثم الذين يلونهم". پهي ۾ پهو زمانو منهنجو آهي پوءِ انهن جيڪي انهن کي ويجهڙا ٿيا آهن ۽ پوءِ انهن جو جيڪي انهن کي ويجهڙا ٿيا. "والسابقون الاولون من المهاجرين و الانصار و الذين اتبعوهم باحسان". اڳ ۾ آيل پهريان مهاجر ۽ انصار ۽ پوءِ اهي ماڻهو جن نيڪي ۾ انهن جي پيروي ڪئي.

هاڻي مان ڪن تابعين (پيروي ڪندڙن) جو ذڪر ڪندس جيئن سيني کي فائدو حاصل ٿئي ۽ زمانو هڪ ٻئي زماني سان ملندو اچي جيئن خدا گهريو.

# باب ڏهون

## تابعين سڳورا

**1- خواجہ اويس قرني رضي الله: امت جو آفتاب، دين ملت جو ڏيئو.**

حضرت اويس قرني رضہ تصوف جي وڏن مرشدن ۾ شمار ٿئي ٿو. هو رسول ﷺ جن جي زماني ۾ هو. مگر سندن زيارت جو شرف حاصل ڪري نہ سگهيو. ان لاءِ مٿس حال جو غلبو ۽ ماءُ جي خدمت رنڊڪ واري پٽ بڻيا رهيا. حضور ڪريم ﷺ جن اصحاب سڳورن کي چيو تہ قرن ۾ اويس نالي هڪ مرد آهي. هو منهنجي امت لاءِ قيامت جي ڏينهن ربيعہ ۽ مضر قومن جي رڍن جيترن ماڻهن جي شفاعت ڪندو. حضرت عمر رضہ ۽ حضرت ڪرم الله وجهہ کي چيائون تہ اوهان انهيءَ سان ملجو. هو ننڍي قد وارن ۽ وڏن وارن وارو آهي سندس کابي پاسي تي هڪ سوڄ جهڙو اڇو نشان آهي، اهڙوئي نشان سندس هٿ جي تريءَ تي آهي. هن سان ملڻ وقت منهنجي طرفان سلام چئجو ۽ عرض ڪجو تہ هو منهنجي امت لاءِ دعا گهري. پيغمبر ﷺ جن جي وفات کان پوءِ حضرت عمر رضہ مڪي ۾ آيو تہ ساڻس حضرت علي ڪرم الله وجهہ بہ هو. چيائين: نجد وارا بيهي رهن. جڏهن نجد وارابيهي رهيا تڏهن پڇيائون: قرن قبيلي جا ڪي ماڻهو اوهان ۾ آهن ڇا؟ ماڻهن جواب ڏنو: هائو، اهي هڪ جماعت کي حضرت عمر رضہ جن وٽ آيا. حضرت عمر رضہ جن اويس متعلق پڇا ڪئي. هنن ٻڌايو تہ اويس نالي هڪ چريو آهي جو شهر ۾ نہ ايندو آهي ۽ ڪنهن وٽ بہ نہ ويهندو آهي. جي شيون ماڻهو کائيندا آهن، اهي نہ کائيندو آهي. کيس غم ۽ خوشيءَ جي ڪابہ خبر ڪانهي. حضرت عمر رضہ جن چيو تہ مان ساڻس ملڻ ٿو چاهيان. ماڻهن چيو تہ هو رڻ ۾ اسان جي اُٺن کي ويجهڙو آهي. ٻئي ڄڻا حضرت اويس رضہ وٽ ويا. هو نماز ۾ مشغول هو تنهنڪري ٻئي ويهي رهيا. جڏهن حضرت اويس رضہ نماز کان واندو ٿيو تڏهن ٻني سڳورن کي سلام ڪيائين پنهنجي پاسي ۽ ترويءَ وارا نشان ڏيکاريائين. حضرت عمر رضہ ۽ حضرت علي ڪرم لله وجهہ جن حضور ڪريم ﷺ جن جا سلام پڄايا ۽ امت لاءِ دعا ڪرڻ جو پيغام بہ ڏنو. ڪجھ دير ترسي اويس رضہ چيو: اوهان کي وڏي تڪليف آئي آهي، هاڻي وڃو. قيامت ويجهڙي آهي جتي ختم نہ ٿيڻ واري ملاقات ٿيندي. هن وقت آخرت جي سفر لاءِ توشو تيار ڪري رهيو آهيان.

قرن وارا واپس ٿيا تہ سندن دلين ۾ حضرت اويس جو مان ۽ مرتبو وڌيو. حضرت اويس رضہ ڪوفي ڏانهن هليو ويو. حضرت هرم بن حيان کيس اُتي ڏٺو هو. پوءِ هو ڪنهن کي بہ نظر نہ آيو. خانہ جنگي جي زماني ۾اميرالمومنين حضرت علي ڪرم الله وجهہ جن جي طرفان جهاد ڪندي صفين واري جنگ ۾ شهيد ٿيو. عاشَ حميداً و مَاتَ شهيداً. پاڪ زندگي گذاريائين ۽ شهادت جو درجو ماڻيائين.

حضرت اويس رضہ کان روايت آهي، تہ "السلامة في الوحدة" اڪيلائپ ۾ سلامتي آهي. اڪيلائپ جي ڪنڊ ۾ رهڻ واري جي دل غير کان خالي هوندي آهي. هن لاءِ دنيا ۽ غير دنيا سان ڪو واسطو ڪونہ هو. هو زندگي جي مصيبتن کان حفاظت ۾ رهندو آهي تڏهن بہ اهو خيال غلط آهي تہ فقط اڪيلائپ جي ڪنڊ وسائڻ ئي ڪافي آهي. جيستائين ابليس جو دل تي قبضو هوندو تيستائين نفساني خواهش جو زور رهندو. جيڪڏهن انسان کي دنيا ۽ آخرت جي ڪا آرزو ستائي رهي هجي تہ اڪيلائپ حقيقت ۾ اڪيلائپ نہ رهندي آهي ڇو تہ ڪنهن شيءِ يا ان جي خيال سان مزو وٺڻ ساڳيو هوندو آهي. سچي اڪيلائپ اها هوندي آهي جو اڪيلائپ وارو ڪچهري ۾ اڪيلائپ کي نہ ڇڏي، جيڪڏهن گوشہ نشين آهي تہ پاڻ کي گوشہ نشينيءَ ۾ بہ فارغ نہ سمجهي. انسانن سان الله جي عشق کان سواءِ لاڳاپا لاهي نہ سگهبا آهن. جنهن کي الله جو عشق هوندو آهي ان لاءِ ماڻهن سان ملڻ ۾بہ نقصان نہ هوندو آهي. البت الله جي عشق لاءِ ماڻهن جو ميل جول وچ ۾ هڪ پٿر بڻجي ويندو آهي. ماڻهن سان ملنڊڙ، عشق جي حقيقت کان بي خبر هوندو آهي. لأن الوحدة صفت عبد صاف اسمع

قوله تعاليٰ: اَلَيسَ اللهُ بِـكافٍ عَـبدَہ. اڪيلائپ پاڪ صاف ٻانهن جي صفت آهي. الله جو فرمان ٻڌو. ڇا هو پنهنجن ٻانهن لاءِ ڪافي نہ آهي؟

## 2- هرم بن حيان رض: صفائي جي شمع ۽ وفا جي کاڻ.

حضرت هرم بن حيان رض طريقت جي مرشدن مان هڪڙو ٿي گذريو آهي، هو معاملن جو صاحب هو. اصحاب سڳورن جي صحبت حاصل ڪئي هئائين. خواجه اويس رض جي زيارت لاءِ قرن ڏانهن ويو پر حضرت اويس رض اتان نڪري چڪو هو. نا اُميد ٿي مڪي ڏانهن واپس آيو تہ معلوم ٿيس تہ حضرت اويس ڪوفي ۾ آهي. هو ڪوفي ڏانهن ويو مگر اتي بہ حضرت اويس رض سان ملي نہ سگهيو. هو جڏهن بصري ڏانهن واپس اچي رهيو هو تڏهن ڏٺائين تہ حضرت اويس فرات جي درياءَ جي ڪناري وضو ڪري رهيو هو. وضوءَ کان فارغ ٿي ڏاڙهي کي ڦڻي ڏئي رهيو هو تہ حضرت هرم رض اڳتي وڌي سندس سلام ڪيو. حضرت اويس رض سندس نالو وٺي جواب ڏنو. حضرت هرم رض پڇيو تہ هنن ڪيئن سڃاتو؟ حضرت اويس رض جواب ڏنو: "منهنجو روح تنهنجي روح کي سڃاڻندو آهي". ڪجهہ وقت گڏجي ويٺا. پوءِ حضرت هرم رض کي اجازت ڏنائون. سندن قول موجب حضرت اويس رض گهڻو ڪري حضرت عمر رض ۽ حضرت علي ڪرم الله وجهه جي باري ۾ ڳالهيون ڪيون. حضرت عمر رض کان روايت ڪيائين تہ پاڻ حضور ڪريم ﷺ کان ٻڌائون: اِنـمَـا الاعمَـالُ بالنـيات وَ لِـكـُلِ امري مانوي فمن كانت هجرتـه الي الله و رسولـه فهجرتـه الي الله ورسوله و من كان هِجرتـه الي الدنيا يصيبها او امرئـة يـتـزَ وَ جهـَا فهجرتـه اَلي ما هاجر اليـه. عمل نيت سان واسطو رکندا آهن. هر ماڻهوءَ کي پنهنجي نيت موجب ميوو ملندو آهي. جنهن ماڻهو الله ۽ رسول لاءِ هجرت ڪئي ان جو درجو ڪيس ملندو. جنهن دنيا يا عورت لاءِ هجرت ڪئي، تہ اُتي وڃي ان سان نڪاح ڪندو. اهڙي ماڻهوءَ جي هجرت دنيوي ڪمن لاءِ ٿيندي. پوءِ حضرت اويس رض حضرت هرم رض کي چيو: عليک بقلبک پنهنجي دل جي سنڀال ڪر. هن قول جون ٻہ معنائون آهن: هڪ هيءَ تہ دل کي محنت (مجاهدي) سان الله جو فرمانبردار بڻاءِ، ٻي هيءَ تہ پاڻ کي پنهنجي دل جو فرمانبردار بڻاءِ. اهي ٻيئي ڳالهيون آهن. دل کي الله جو فرمانبردار بڻائڻ، ارادت وارن (مريدن) جو ڪم آهي. تہ جيئن دل شهوتن، لالچن ۽ گـهرجن کان پاڪ رهي ۽ جيڪا بہ شيءِ نيڪ نہ هجي ان کان دل کي دور رکي، روحاني تندرستي حاصل ٿئي، حڪمن جي تعميل ڪرڻ جي توفيق حاصل ٿئي، الله تعاليٰ جي نشانين تي نظر هجي ۽ دل محبت جو مقام بڻجي وڃي. پاڻ کي دل جو فرمانبردار ڪرڻ انهن ڪاملن جو ڪم آهي جن جون دليون الله جي نور (جمال) جيان روشن ٿي چڪيون آهن. ۽ سمورن لاڳاپن کان ڇُٽي چڪيون آهن، جن کي وصال جو انعام (خرقو) حاصل ٿي چڪو آهي، جيڪي الله جي نعمتن سان نواز جي چڪا آهن، جن جون دليون الله جي ديدار (مشاهدي) سان چمڪي رهيون آهن، جيڪي الله جي قرب حاصل ڪري چڪا آهن ۽ جن جي دل جي حالت جسماني حالتن جي اُبتڙ نہ هجي. اول ذڪر ڪيل ماڻهو دل جا صاحب هوندا آهن ۽ آخر ۾ ذڪر ڪيل ماڻهو پنهنجي دل جي قبضي ۾ هوندا آهن. دل جا صاحب پنهنجين دلين جا حاڪم ۽ بقا وارين صفتن جا مالڪ هوندا آهن. دل جي قبضي هيٺ آيل ماڻهو جون صفتون فنا ٿي وينديون آهن. هي مسئلو وڏي وڃي الله تعاليٰ جي هن قول تائين پهتو آهي: الا عِـبَـادَکَ مِـنهُـمُ اَلـمُـخلـصِـين . انهيءَ کي ٻن طريقن سان پڙهيو ويندو آهي: هڪڙو لام جي زير سان ٻيو لام جي زبر سان. لام جي زير وارو مخلص فاعل آهي جنهن جون صفتون بقا واريون آهن ۽ لام جي زبر وارو مخلص مفعول آهي جنهن جون صفتون فنا واريون آهن. خدا گهريو. تہ ڪنهن ٻي جاءِ تي هن شيءِ کي ڇـنيءَ طرح بيان ڪندس. حقيقت ۾ فاني صفت جو درجو باقي صفت کان مٿي آهي ڇو تہ هن سان بدن (جسم) دل وانگر بڻيا آهن ۽ دليون الله جي ديدار کي ويجهڙيون هونديون آهن. باقي صفت سان پنهنجي دلين کي وڏي ڪوشش (مجاهدي) جي وسيلي حڪمن جو فرمانبردار بڻائبو آهي. بنيادي طور تي هن مسئلي جو لاڳاپو صحو، سڪر، مشاهدي مجاهدي سان آهي. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

### 3- خواج حسن بصري رح: وقت جو امام، زماني جو يگانو.

حضرت ابو علي حسن بن ابي الحسين البصري رحه طريقت وارن ۾ وڏي مرتبي وارو بزرگ ٿي گذريو آهي. ڪي هن جي ڪنيت ابو محمد ۽ ڪي ابوسعيد بيان ڪندا آهن. علم ۽ معاملن جا ڪيترائي سهڻا اشارا هن سان نسبت رکن ٿا. چون ٿا، ته هڪ اعرابي (واهڻي ماڻهو) هن وٽ آيو ۽ صبر جي سمجهاڻي جو عرض ڪيائين. فرمايائين ته صبر جون ٻه صورتون آهن: هڪ مصيبت ۽ آفت جي وقت صبر ڪرڻ ۽ ٻيو انهن شين جي باري صبر ڪرڻ، جن کان منع ٿيل هجي ۽ انهن کان بچڻ جا حڪم موجود هجن. اعرابي چيو: اوهان زاهد آهيو ۽ مون اڄ تائين اوهان کان وڌو زاهد نه ڏٺو آهي. خواجه حسن رحه فرمايو: اعرابي، منهنجو زهد خواهشن تائين محدود آهي ۽ منهنجو صبر ثابت قدم نه هجڻ کان سواءِ ڪجهه به ناهي. اعرابي عرض ڪيو: اوهان منهنجي دماغ کي جهٽڪو ڏئي ڇڏيو آهي. مهرباني فرمائي کولي سمجهايو. خواج صاحب رحه چيو: مصيبتن ۾ منهنجو صبر فقط دوزخ جي باهه کان بچڻ جي خوف جي نشاني آهي ۽ پريشاني وانگر آهي. هن دنيا ۾ زهد آخرت ۾ ڪجهه حاصل ڪرڻ لاءِ آهي ريس ڪرڻ جهڙو الله جو ٻانهو اهو آهي جيڪو شخصي مطلب تان هٿ ڪڻندڙ هجي ۽ ان جو صبر الله تعاليٰ لاءِ هجي ۽ دوزخ جي باهه کان بچڻ لاءِ نه هجي. ان جو زهد به الله تعاليٰ لاءِ هجي ۽ فقط بهشت حاصل ڪرڻ لاءِ نه هجي. انهيءَ جو نالو سچائي جي تندرستي آهي.

حضرت خواجه حسن رحه کان اها به روايت آهي. ان صحبة تورث سوء الظن بالاخيار. برن جي صحبت ڀلن لاءِ بدگماني پيدا ڪندي آهي. اها ڳالهه ساهه ۾ سانڍڻ جهڙي آهي. خاص طرح ان زماني جي ماڻهن لاءِ جيڪي عام طور تي الله جي نيڪ ٻانهن کان بدگمان رهن ٿا. ان جو سبب اهو آهي ته هو ڪوڙن صوفين سان ملن ٿا ۽ ڏسن ٿا ته اهڙن نالي ۾ صوفين جا ڪم خيانت وارا آهن. سندن زبان ڪوڙ ۽ گلا سان ڀريل آهي، سندن ڪن واهيات ڪلام ٻڌندڙ آهن، سندن اکيون شهوت سان خوش ٿين ٿيون. سندن سموري ڪوشش حرام جي مال گڏ ڪرڻ لاءِ آهي. هو سمجهن ٿا ته سمورا صوفي اهڙا هوندا آهن ۽ انهن جو مسلڪ به اهڙوئي آهي. حقيقت ۾ سچا صوفي سڳورا الله تعاليٰ جي حڪمن تي هلندا آهن. سندن چپن تي الله تعاليٰ جو نالو هوندو آهي. سندن دلين ۾ الله جي محبت ۽ ڪنن ۾ الله جي پڪار جو آواز هوندو آهي. سندن اکيون الله سائين جي ديدار سان نوازيل هونديون آهن. سندن سمورن خيالن جو مرڪز الله جون رمزون هونديون آهن. جيڪڏهن انهن ۾ ڪي بد اخلاق ماڻهو به اچي ويندا ته انهيءَ بداخلاقي جي ذميداري به انهن تي پوندي آهي. خراب ماڻهن سان ملڻ وارو پاڻ به خراب هوندو آهي جو ته نيڪ طبعيت وارا صرف نيڪ طبعيت وارن سان ملندا آهن. ملامت ڪرڻ جهڙن خراب ماڻهن جي طبعيت به پنهنجي نموني جي هوندي آهي نه ملڻ جهڙن ماڻهن سان ملڻ جو لاڙو رکندا آهن. سهڻي اخلاق وارن صوفين جامنڪر خدا جي نظر ۾ شرير ۽ رذيل هوندا آهن جو ته هو شريرن ۽ رذيلن سان ملندا آهن. هو صوفين سڳورن کي پنهنجي مرضي جهڙو نه ڏسي انهن جا منڪر بڻجي ويندا آهن ۽ سندن پيروي کان انڪار ڪندا آهن. شرير ماڻهو هلاڪ ٿيندا آهن ته ڪين به هلاڪت نصيب ٿيندي آهي. انهن ۾ اهڙا شامل ناهن جيڪي سچن صوفي سڳورن کي سهڻي نظر سان ڏسندا آهن. سندن مجلسن ۾ دل ۽ جان سان ويهندا آهن ۽ دنيا ۾ سندن طريقي کي سنئو سمجهندا آهن. هو انهن جي برڪت سان پنهي جهانن جا مطلب حاصل ڪندا آهن ۽ ٻئي هر طرف کان منهن ڦيري ڇڏيندا آهن. شاعر جي قول موجب:

فلا تحقرن نفسي و انت حبيبها

فكل امري يصبوا الیٰ من يجانس

"منهنجي دل کي حقارت سان نه ڏس جو ته تون ان جو حبيب آهين

۽ هر شخص پنهنجي جنس ڏانهن لاڙو ڪندو آهي".

### 4- سعيد ابن المسيب: عالمن جو رئيس، فقيهن جو فقيه.

حضرت سعيد ابن المسيب رضه هڪ وڏي شان ۽ مرتبي وارو، پيارن ڳالهين وارو، سهڻي دل رکندڙ ۽ طريقت جو

صاحب هو، علمن، هنرن، فقهه، توحيد، تفسير، شعر ۽ لغت وغيره ۾ سندس بيشمار فضيلتون آهن. ان لاءِ مشهور آهي، ته هو هڪ چالاڪ پرهيزگار هو مگر رڳو ڏسڻ جو پرهيزگار ۽ چالاڪ نه هو. سندس اهو طريقو سڀني مرشدن جي نظر ۾ ساراهيل آهي. روايت ۾ سندس هي قول آهي: ارض بـاليسير من الدنيا مع سلامة دينك كمارضي قوم بكثيرها مع ذهاب دينهم. جيڪڏهن تنهنجو دين سلامت رهي ته دنيوي مال جي ٿوري حصي تي به خوش رهه، جهڙي طرح وڏيڪ دنيا حاصل ڪرڻ وارا دين کي برباد ڪري خوش ٿيندا آهن. درويشي ۽ دين جي سلامتي شاهوڪاري (غنا) ۽ غفلت کان ڀليون آهن. درويش جڏهن پنهنجي دل کي ڏسندو آهي ته کيس دنيا حاصل ڪرڻ جي لالچ نه هوندي. پنهنجي هٿ ڏانهن ڏسندو آهي ته کيس قناعت جي دولت نظر ايندي آهي. شاهوڪار کي پنهنجي دل ۾ وڌ ۾ وڌ لالچ نظر ايندي آهي. سندس هٿ ۾ دنيا جي دولت هوندي آهي ۽ اها به شڪ واري. الله جي دوستن جي رضا غافلن جي رضا کان ڀلي هوندي آهي ڇو ته اهي غافل غرور سان ڀريل ۽ مصيبتون ۽ آفتون آڻيندڙ دنيا کي آرام حاصل ڪرڻ جو وسيلو سمجهندا آهن. ذلت ۽ خراب ڪمن کان پڇتائڻ واري حالت سٺي آهي. مصيبت اچڻ تي غافل چوندا آهن: شڪر آهي جو اسان جي جان بچي پئي. الله جا دوست چوندا آهن: شڪر آهي جو اسان جو دين محفوظ رهيو. دل ۾ دوست جو جلوو هوندو آهي ته بدني مصيبت راحت بڻجي ويندي آهي. دل غفلت سان ڀريل هوندي آهي ته بدن هزارن راحتن جي هجڻ جي باوجود راحت محسوس نه ڪندو آهي. حقيقت ۾ دنيا جي مال متاع جي گهٽتائي تي راضي رهڻ مال متاع جي گهڻي ٿيڻ جو سبب بڻبو آهي ۽ گهڻائي جي لالچ ٿيڻ جو سبب ٿيندي آهي. هن ڳالهه متعلق مشهور آهي ته هڪ دفعي حضرت سعيد رضه مڪي شريف ۾ ويٺو هو. اُتي کنهن ماڻهو اچي پڇيو ته اها ڪهڙي شيءِ آهي جنهن ۾ حرام ناهي ۽ اها ڪهڙي شيءِ آهي جنهن ۾ حلال ڪونهي؟ فرمايائين: ذڪر الله حلال ليس فيه حرام و ذڪر غيره حرام ليس فيه حلال. الله تعاليٰ جو ذڪر اهو حلال آهي جنهن ۾ حرام ڪونهي ۽ غير جو ذڪر اهو آهي جنهن ۾ حلال ڪونهي. الله جي ذات جي ذڪر ۾ ڇوٽڪارو آهي ۽ غير جي ذڪر ۾ هلاڪت آهي. سموري توفيق الله تعاليٰ جي طرف کان آهي.

# باب يارهون

## (تبع تابعين)

### 1- حضرت حبيب عجمي رحہ: طريقت جو بهادر ۽ شريعت جو ڪامل.

حضرت حبيب عجمي رحہ هڪ وڏي همٿ وارو ۽ وڏي مرتبي وارو بزرگ ٿي گذريو آهي. سندن زماني ۾ سندس مان ۽ مرتبو تمام مٿانهون هو. سندس توبهہ جي ابتدا حضرت حسن رضہ بصري جي سڳوري هٿ تي ٿي. اڳ ۾ هو وياج خور هو ۽ براين ۾گرفتار هو. الله تعاليٰ کيس توبهہ جي توفيق عطا ڪئي. جو سڌي رستي تي آيو. هن علمي معاملن جو گهڻو حصو حضرت حسن رحہ بصري کان حاصل ڪيو. هن جي زبان فارسي هئي ۽ عربي نہ ڄاڻندو هو. الله تعاليٰ کيس وڏيون ڪرامتون عطا ڪيون هيون. هڪ ڏينهن شام جي نماز جي وقت خواجہ حسن رحہ بصري سندس حجري جي پرسان اچي لنگهيو. هو تڪبير هڻي نماز ۾ مشغول ٿي ويو. خواجہ صاحب اندر آيو مگر هن جي پٺيان نماز ۾ نہ بيٺو ڇو تہ هو ٺيڪ نموني سان عربي اچاري نٿي سگهيو. خواجہ صاحب رات جو خواب ۾ الله تعاليٰ کي ڏٺو ۽ عرض ڪيو: ياالاهي تنهنجي رضا ڇا ۾ آهي؟ حڪم ٿيو: اي حسن! توکي منهنجي رضا جو مقام مليو هو. مگر تو فائدو حاصل نہ ڪيو. جيڪڏهن ڪالهہ شام حبيب جي پٺيان نماز پڙهين ها. تہ هن جي نيت جي سچائي توکي عبادت جي حقيقت کان واقف ڪري ڇڏي ها ۽ مان توکان راضي ٿي وڃان ها.

طريقت جي مرشدن وٽ مشهور آهي، تہ جڏهن حضرت حسن رحہ بصري حجاج جي وٺ پڪڙ کان ڀڄي حضرت حبيب جي حجري ۾ آيو تڏهن حجاج جي سپاهين حضرت حبيب رحہ کان پڇيو: "تو ڪٿي حسن بصري کي ڏٺو آهي؟" حضرت حبيب رحہ جواب ڏنو آهي ۽ هو منهنجي حجري ۾ بند آهي. سپاهي حجري ۾ ويا ۽ اُتي ڪنهن کي نہ ڏسي ڄاتائون تہ حبيب هنن سان مسخري ڪئي آهي. حضرت حبيب تي سختي ڪيائون. حضرت حبيب قسم ڪنيو تڏهن ٻيون دفعو ۽ ٽيون دفعو حجري ۾ ويا ۽ ڳولا ڪيائون مگر حضرت حسن رحہ بصري نظر نہ آيو. جڏهن سپاهي واپس هليا ويا تڏهن خواجہ صاحب ٻاهر نڪتو ۽ چيائين: "اي حبيب! مان تنهنجي برڪت جي ڪري ڪنهن کي نظر نہ آيس، مگر تو ظالمن کي ڇو چيو تہ مان حجري ۾ بند آهيان؟ حضرت حبيب رحہ جواب ڏنو: اها منهنجي برڪت نہ هئي، پر منهنجي سچ ڳالهائڻ جي برڪت هئي. ڪوڙ ڳالهايان ها تہ شايد اسان ٻنهي خوار ٿيون ها." انهيءَ قسم جون ڪيتريون ئي ڪرامتون مشهور آهن.

هڪ دفعي هن کان پڇا ڪئي وئي، تہ خدا جي رضا ڪهڙي شيءِ ۾ آهي؟ جواب ڏنائين: في قلب ليس فيہ غبار النفاق. "ان دل ۾ جنهن ۾ نفاق جو غبار بہ نہ هجي". نفاق ميلاپ جو دشمن آهي. رضا جو دارو مدار ميلاپ تي آهي محبت جو نفاق سان ڪوبہ لاڳاپو ڪونهي. محبت جو مقام رضا ۾ آهي، رضا دوستن جي ۽ نفاق دشمنن جي صفت آهي. اها هڪ وڏي ڳالهہ آهي. خدا گهريو تہ ڪنهن ٻي جاءِ تي ان جو بيان ڪبو. توفيق ۽ طاقت الله تعاليٰ جي طرف کان آهي.

### 2- حضرت مالڪ بن دينار: محبت وارن جو اڳواڻ.

جنن ۽ ماڻهن جي زينت حضرت مالڪ بن دينار رحہ خواجہ حسن رحہ بصري جو دوست هو. صوفين ۾ وڏي حيثيت جو مالڪ هو. هن جون ڪرامتون، رياضتون ۽خصلتون مشهور آهن. سندس ڄمڻ وقت هن جو پيءُ غلام هو. هن جي توبهہ جي شروعات هن طرح ٿي: هڪ رات هو پنهنجن دوستن سان عيش ۽ خوشيءَ ۾ مشغول هو. جڏهن سڀ سمهي پيا تڏهن هڪ ساز مان آواز آيو، تہ اي مالڪ! توکي ڇا ٿي ويو؟ توبهہ ڇو نٿو ڪرين؟ ان تي حضرت مالڪ رحہ سڀ ڪجهہ ترڪ ڪري ڇڏيو. حضرت خواجہ حسن رحہ وٽ آيو ۽ سچي دل سان توبهہ ڪيائين. الله تعاليٰ کيس وڏو درجو عطا ڪيو. هڪ دفعي هو ٻيڙيءَ ۾ سفر ڪري رهيو هو. مٿس هڪ موتي چورائڻ جي تهمت هنئي وئي. هن آسمان ڏانهن ڏٺو. گهڙيءَ ۾ هزارين

مڇيون پاڻيءَ تي مٿي اچي ويون. هر هڪ جي وات ۾ هڪ موتي هو. حضرت مالڪ رحہ هڪ مڇيءَ جي وات مان موتيءَ جو داڻوڪڍي تهمت رکڻ واري کي ڏنو ۽ ٻيڙيءَ مان نڪري پاڻيءَ تان هلندي ڪناري تي پهچي ويو.

سندس قول آهي: احب الاعمال علي الاخلاص في الاعمال.

عملن ۾ سڀني کان سٺو عمل خلوص آهي. جيستائين خلوص ناهي تيستائين ڪوبہ عمل صحيح معنيٰ ۾ عمل نٿو بڻجي. خلوص کي عمل سان اهو لاڳاپو آهي جيڪو روح کي بدن سان هوندو آهي. روح کان سواءِ بدن پٿر وانگر آهي ۽ خلوص کان سواءِ عمل تماشي وانگر آهي. خلوص عمل جو ڳجهہ ۽ بندگي عمل جو ظاهر آهي. ظاهر ڳجهہ سان ئي پورائي تي پهچندو آهي. ڳجهہ جو ملهہ ظاهر تي مدا رکندو آهي. جيڪڏهن ڪو هزار سال دل جي خلوص سان رهي ۽ ان جي ظاهري عملن ۾ خلوص نروار نہ ٿئي تہ اهو خلوص بي معنيٰ آهي. اهڙي طرح جيڪڏهن ڪو هزار سال ظاهر عمل ڪري ۽ سندس دل خلوص کان خالي هجي، تہ انهيءَ جي عمل کي عبادت ۾ داخل نہ ڪري سگهبو.

## 3- حضرت ابو حليم بن سليم الرعي رحہ: فقيرن جو فقير ۽ ولين جو امير.

حضرت ابو حليم بن سليم الراعي رحمت الله عليه وڏن مرشدن ۾شمار ٿئي ٿي. هن جون نشانيون ۽ دليل بيشمار آهن. حضرت سلمان رضہ فارسي جو دوست هو. حضور ڪريم ﷺ جن کان روايت ٿو ڪري، تہ پاڻ فرمايائون: نيـة المومن خير من عمله. مومن جي نيت سندس عمل کان سٺي آهي. هن کي ٻڪرين جو ڌڻ هوندو هو. فرات درياه جي ڪناري تي رهندو هو ۽ اڪيلائپ جو طريقو اختيار ڪندو هو. روايت آهي، تہ هڪ مرشد (شيخ) اتان لنگهيو ۽ ڏٺائين، تہ هڪ بگهڙ هن جي ٻڪرين جي سنڀال ڪري رهيو هو ۽ هو نماز ۾ مشغول هو. هن دل ۾ خيال ڪيو تہ سندس زيارت ڪريان، ڪجهہ وقت ترسيو. جڏهن حضرت حبيب رحہ نماز مان فارغ ٿيو، تہ انهيءَ مرشد وڏي سندس سلام ڪيو. حضرت حبيب پڇيو: پٽ ڪيئن آيو آهين؟ عرض ڪيائين تہ زيارت ڪرڻ. فرمايائين: الله تعاليٰ توکي نيڪي عطا ڪري. انهيءَ مرشد چيو: هي ڪهڙي ڳالهہ آهي جو بگهڙ ٻڪرين جي سنڀال ٿو ڪري؟ فرمايائين: ان جو سبب اهو آهي جو انهن ٻڪرين جو ڌنار الله تعاليٰ جو فرمانبردار آهي. ائين چئي هڪ ڪاٺيءَ جو پيالو پٿر جي هيٺيان رکيائين. پٿر مان ٻہ چشما جاري ٿيا: هڪ کير جو ٻيو ماکيءَ جو. انهي مرشد پڇيو تہ: توکي اهو درجو ڪيئن حاصل ٿيو؟ فرمايائين: حضرت محمد ﷺ جن جي پيروي سان. حضرت موسيٰ عليه السلام جي قوم سندس مخالفت ڪري رهي هئي پوءِ بہ سخت پٿر مان چشما جاري ٿيا هئا. حضرت محمد ﷺ جن جو درجو حضرت موسيٰ عليه السلام کان تمام مٿانهون آهي. ڇا ان جي پيروي ڪندڙ لاءِ کير ۽ ماکي (جا چشما ) جاري نہ ٿين؟ مرشد عرض ڪيو تہ ڪا نصيحت فرمايو. چيائين: لاتجعـل قلبڪ صندوق الحرص و بـطـنـڪَ دعاءُ الحرام. دل جي حرص جي جاءِ ۽ پيٽ کي حرام جي جڳهہ نہ بڻاءِ مخلوق جي هلاڪت حرص ۽ حرام سان ٿيندي آهي. انهن ٻنهي شين کان بچڻ ۾ ڇوٽڪارو آهي. منهنجي مرشد کي حضرت حبيب رحہ جا گهڻائي واقعا ياد هئا مگر هاڻي انهن کان وڌيڪ بيان ڪرڻ ممڪن نہ آهي، ڇو تہ منهنجا گهڻا ڪتاب غزنيٰ ۾ آهن. مان هند جي شهر لهانور (لاهور) ۾ ناجنسن جي صحبت ۾ قائل آهيان. هر خوشي ۽ تڪليف ۾ خدا تعاليٰ جو شڪر آهي.

## 4- حضرت ابو حازم مدني رحہ: نيڪ پير.

حضرت ابو حازم رحہ وڏن مرشدن جو رهنماءُ هو. معاملن ۾وڏي درجي وارو هو. درويشي ۾ ثابت قدم ۽ مجاهدي ۾ ڪامل هلت وارو هو. حضرت عمر بن عثمان مڪي رحہ جن جي وڏي تعريف ڪندڙ آهي. ان کان روايت آهي، تہ حضرت ابوحازم کان پڇيائون: ما مالڪ قال الرضا عن الله و الغنان عن الناس. تنهنجي دولت ڪهڙي آهي؟ چيائين: الله جي رضا ۽ خلق کان بي نيازي. جيڪو الله جي رضا چاهيندو آهي اهو دنيا کان بيپرواهہ ٿي ويندو آهي ۽ ان جي سڀ کان وڏي دولت الله تعاليٰ جي رضا هوندي آهي. غنا مان مراد الله سان غني هجڻ آهي. جيڪو الله سان غني هوندو آهي اهو غير الله کان بيپرواهہ رهندو آهي. ان جو رستو فقط الله تعاليٰ جي بارگاهہ ڏانهن وڃڻ وارو هوندو آهي. اڪيلائپ ۾ توڙي ماڻهن ۾ فقط

انهيءَ کي پڪاريو آهي.

سڳورن مرشدن مان ڪو ماڻهو ساڻس ملڻ آيو. هو سُتل هو. هن انتظار ڪيو. جڏهن جاڳيو تڏهن فرمايائين: مون هاڻي هاڻي حضور ڪريم ﷺ جن جي خواب ۾ زيارت ڪئي آهي. تولاءِ حڪم آهي تہ ماءُ جي حقن جي سنڀال حج کان وڌيڪ آهي. موٽي وڃ ۽ سندس دلداري وجي ڪر. اهو ماڻهو موٽي ويو. حضرت ابوحازم لاءِ ٻيو ڪجھ بہ نہ ٻڌو اٿم.

## 5- حضرت محمد بن واسع رحہ: مجاهدي وارن ڪي دعوت ڏيندڙ ۽ پنهنجي مشاهدي جي جاءِ تي قائم رهندڙ.

حضرت محمد بن واسع رحہ پنهنجي زماني جو بينظير ماڻهو هو. ڪيترن ئي تابعين جي صحبت جو شرف حاصل ڪيو هئائين. طريقت جي دولت سان مالا مال هو. طريقت جي حقيقت متعلق سندس وڏا اشارا آهن. فرمايو اٿس: مارايت شَيئا الا ورايت الله فيه: "مان اها ڪابہ شيءِ نہ ڏٺي آهي، جنهن ۾ الله تعاليٰ جو جلوہ نہ ڏٺو هجيم". اهو مشاهدي جو مقام آهي جتي دوستيءَ جي غلبي سبب هر ڪم ۾ فقط هر ڪم ڪندڙ (فاعل) نظر ايندو جهڙي طرح تصوير ڏسڻ سان تصوير ڪيندڙ نظر ايندو آهي. هن قول جو واسطو حضرت ابراهيم سان آهي جنهن سج، چنڊ ۽ تارن کي ڏسي چيو هو: هذا ربي يعني هي منهنجو رب آهي. اهو شوق جو غلبو هو جنهن جي ڪري هر شيءِ ۾ محبوب جو جلوو نظر ٿي آيو جو تہ جڏهن دوست ڏسندا آهن تڏهن دنيا کي هن جي قدرت (قهر) ۾ ٻڌل ۽ غلبي هيٺ نظر آيل سمجهندا آهن. هستيءَ جو وجود سندس قدرت جي آڏو پريشان نظر ايندو آهي ۽ دنيا جو هجڻ ڪابہ شيءِ نظر نہ ايندو آهي. شوق واري نظر هجي تہ مقهور نہ پر قاهر، مفعول نہ پر فاعل، مخلوق نہ پر خالق نظر ايندو. اهو مشاهدي جو مقام آهي. ان جي سمجهاڻي خدا گهريو تہ ڏني ويندي. ڪن ماڻهن جو خيال آهي تہ: رايت الله فيه (مون هن ۾ الله کي ڏٺو) واري قول ۾ جاءِ، حصي ۽حلول (رلجي وڃڻ) جي گهرج آهي ۽ ڪفر جو قول آهي ڇو تہ جاءِ (مڪان) جاءِ وارا (مڪان پذير) هم جنس هوندا آهن جيڪڏهن جاءِ مخلوق آهي تہ جاءِ وارا بہ مخلوق ٿيندا. جيڪڏهن جاءِ وارا قديم آهن تہ جاءِ بہ قديم ٿيڻ گهرجي. هن ۾ بہ شيون غلط آهن: يعني مخلوق کي قديم ۽ خالق کي محدث سمجهڻ. ٻئي شيون ڪفر جي برابر آهن. شين ۾ خالق کي ڏسڻ مان مراد هي آهي تہ ان جي قدرت جا نشان ۽ دليل نظر اچن. هن ۾ سهڻا نُڪتا ۽ رمزون آهن. جي خدا گهريو تہ پنهنجي جاءِ تي بيان ٿينديون.

## 6- حضرت ابو حنيفہ نعمان بن ثابت رحہ: امامن جو امام، اهل سنت جو پيشوا، فقيهن جو شرف ۽ عالمن جي عزت.

حضرت ابوحنيفہ نعمان بن ثابت الخَزَاز رحہ مجاهد، عبادت ۾ ثابت قدم بزرگ ٿي گذريو آهي. طريقت جي اصول ۾ وڏي مرتبي جو مالڪ هو. پهريان هن اڪيلائپ ۾ زندگي گذارڻ جو ارادو ڪيو. خلق کان بيزاري ظاهر ڪيائين ۽ چاهيائين تہ دنيا کان دُور ٿي رهي. هڪ رات خواب ۾ ڏٺائين تہ پيغمبر ﷺ جن جا هڏا قبر مان ڪڍي گڏ ڪري رهيو هو ۽ انهن مان ڪي چوندي رهيو هو. خوف ۽ هيبت ۾ جاڳيو ۽ پنهنجي هڪ دوست حضرت محمد بن سيرين کان تعبير پڇيائين . هن چيو، تہ توکي پيغمبر جن جي سنت کي محفوظ ڪرڻ ۾ وڏو درجو حاصل ٿيندو. اوهان صحيح ڳالهہ کي غلطي کان جدا ڪري سگهندا. ٻيون دفعو ڪيس پيغمبر ﷺ جن جي زيارت نصيب ٿي. حضور ڪريم ﷺ جن فرمايو: "اي ابو حنيفہ! تنهنجي زندگي سنت کي زندھ رکڻ لاءِ وقف آهي. اڪيلي رهڻ جو ارادو ترڪ ڪري ڇڏ.

هو گهڻن ئي مرشدن (مشائخ) جو استاد هو. حضرت ابراهيم اڌهم فضيل بن عياذ دائود طائي ۽ بشر حافي وغيرهہ هن کان فيض ورتو آهي. ذڪر ڪيو ويو آهي، تہ ابو جعفر منصور جي حڪومت ۾ شرعيت جي ڪمن جي انتظام هلائڻ لاءِ هڪ قاضيءَ جي سخت ضرورت هئي. هن مقصد لاءِ چار ماڻهو نظر ۾ هئا يعني امام ابو حنيفہ، سفيان ثوري، مسعر بن ڪدام ۽ شريح (متن الله جون رحمتون هجن) ماڻهو سڏڻ آيو. رستي ۾ ابو حنيفہ چيو: مان پنهنجي عقل موجب هن

معاملي ۾ ڪجھ چوڻ ٿو گھران. سيني چيو، چئُ. هن چيو تہ مان ڪنهن نہ ڪنهن حيلي سان انهيءَ مصيبت کي پاڻ تان ٽارڻ ٿو گھران. مسعر پاڻ کي چريو ظاهر ڪري، پوءِ سفيان رستي مان ڀڄي ويو ۽ هڪ ٻيڙي ۾ وڃي پناھ ورتائين ۽ چيائين تہ مون کي بچايو. منهنجو سر ڪاٽي رهيا آهن. اهو حضور ﷺ جن جي هن حڪم ڏانهن اشارو هيو. "من جعل قاضيا فقد ذبح بغير سكين". جيڪو ماڻهو قاضي بڻيو اهو ڪاتيءَ کان سواءِ ڪسجي ويو. ٻيڙيءَ جي ملاح هن کي لڪائي ڇڏيو. باقي ٽئي ابو منصور وٽ پهتا. اڳ ۾ ابوحنيفه جو وارو آيو. چيائين مان عرب جي نسل مان نہ آهيان. عرب جا سردار منهنجي فتويٰ تي راضي نہ ٿيندا. ابو منصور چيو. تہ قاضيءَ جي عهدي لاءِ نسب جي ضرورت ناهي. هن لاءِ علم گهرجي. تون عالمن جو پيشوا آهين. هن چيو تہ مان هن ڪم جي لائق ناهيان.جيڪڏهن مان سچ ٿو چوان، تہ معذور آهيان ۽ جيڪڏهن ڪوڙ ٿو ڳالهايان، تہ ڪوڙو ماڻهو قاضي نٿو بڻجي سگهي. اوهان وقت جا خليفا آهيو. ڪوڙي ماڻهوءَ کي قاضي نہ بڻايو ۽ رعيت جو اعتبار ، جان مال ۽ عزت آبرو ان جي حوالي نہ ڪريو. انهيءَ نموني سان هن ڇوٽڪارو حاصل ڪيو. مسعر کي پيش ڪيو ويو، تہ هن منصور جو هٿ جهلي ورتو ۽ پڇڻ لڳو تہ ڪيئن آهيو؟ توهان جا ٻار ٻچا ڪهڙي حال ۾ آهن؟ منصور چيو، تہ هي چريو آهي، هن کي ٻاهر ڪڍي ڇڏيو. ان کان پوءِ شريح کي حڪم ٿيو، تہ قاضي جو عهدو قبول ڪري. هن چيو تہ مان سودائي مزاج جو ماڻهو آهيان. منهنجو دماغ تمام ڪمزور آهي. منصور چيو، تہ پنهنجو علاج ڪراءِ. مزاج مطابق شربت ۽ دوائون استعمال ڪر. دماغ ٺيڪ ٿي ويندو. بهرحال ان کي قاضي بڻايو ويو. ابو حنيفه هليو ويو ۽شريح سان گفتگو بہ ڪانہ ڪيائين.

مٿيون واقعو ابوحنيفه جي شان ج وڃڻو نشان آهي. اڳ ۾ تہ دانائي سان سيني جي طبعيت جو لاڙو سمجهي ويو ۽ پاڻ کي مصيبت کان بچائي ويو. مخلوق کان دور رهڻ ۽ دنيوي شان شوڪت تي غرور نہ ڪري هن ڳالھ جو دليل آهي، تہ حال جو سالم رهڻ ۽ سلامتي ڪناري ڪرڻ ۾ آهي.

اڄ ڪلھ سمورا علم وارا هن يعني قاضي جي عهدي کي پسند ڪندا آهن. اهي ماڻهو نفس جي خواهش ۾ قابو آهن ۽ حق جي رستي کان نفرت ٿا ڪن. اميرن جا محل سندن قبلا آهن. ڪين ظالمن جا گھر آباد نظر اچي رهيا آهن. ڪرڙن (جابر) حاڪمن جي فرش کي قاب قوسين او ادنيٰ وانگر سمجهي رهيا آهن ۽ اهڙي هر شيءِ جا منڪر آهن جيڪا سندن مزاج جي ابتڙ آهي. هڪ دفعي غزنيٰ ۾ هڪ علم ۽ امامت جي دعويٰ ڪندڙ مون کي چيو تہ گودڙي پائڻ بدعت آهي. مون چيو، تہ ريشم ۽ اطلس مردن لاءِ بلڪل حرام آهي. اهي ظالمن ۽ بدڪارن کان منٿون ڪري ورتا ٿو وڃن. اهي ظالم بہ اهڙا آهن جن جو سمورو مال حرام هوندو آهي. اهو ريشم ۽ اطلس تہ پاتو ٿو وڃي ۽ ان کي بدعت نٿو سڏيو وڃي. ان جي ابتڙ حلال ڪپڙو جيڪو حلال جاءِ تان حلال مال جي بدلي ۾ ورتو وڃي ٿو، ان کي بدعت سڏيو وڃي ٿو. جيڪڏهن اوهان طبعيت جي غرور ۽ عقل جي گمراهي ۾ قائل نہ هجو ها تہ اوهان جي زبان مان هن کان سٺي ڳالھ نڪري ها ريشمي ڪپڙو عورتن لاءِ حلال ۽ مردن لاءِ حرام آهي. جيڪڏهن اهي ٻئي صورتون ٺا ڪيو تہ ٺيڪ آهي ۽ اسان انصاف نہ ڪرڻ کان خدا جي پناھ ٿا گهرون.

امام ابو حنيفه رحہ فرمائي ٿو. تہ جڏهن نوفل بن حيان وفات ڪري ويو، تہ مون خواب ۾ ڏٺو قيامت برپا آهي. سڀ ماڻهو پنهنجن عملن جو حساب ڏيئي رهيا آهن. حضور ڪريم ﷺ جن ڪوثر جو حوض تي ويٺا آهن. سندن سڄي ڪٻي مرشدن (مشائخ) جو ڪٽڪ ويٺو آهي. هڪ سهڻي صورت وارو بزرگ جنهن جي مٿي جا وار سفيد آهن، سو حضور ڪريم ﷺ جن جي ڳٽي سان ڳٽو ملايو ويٺو آهي. ان جي بلڪل پرسان نوفل بن حيان ويٺو آهي، مون کي ڏسي مون ڏانهن وڌيو ۽ سلام ڪيائين. مون چيو تہ مون کي پاڻي ڏيو. فرمايائين: حضور ڪريم ﷺ جن کان اجازت گهران ٿو. حضور ڪريم ﷺ جن آڱر سان اشارو ڪيو. نوفل مون کي پاڻي جو پيالو ڏنو ۽ دوستن کي بہ پياريو. سڀني پيتو پر پيالي ۾ پاڻي گهٽ نہ ٿيو. مون پڇيو تہ پاڻ ڪريم ﷺ جن جي سڄي طرف وارو بزرگ ڪير آهي؟ چيائين: حضرت ابراهيم عليه السلام ۽ کاٻي

پاسي تي حضرت ابوبڪر صديق رضہ. اهڙيءَ طرح پڇندو ويس ۽ آڳرين تي ڳڻيندو رهيس. سترهن ماڻهن جي باري ۾ پڇيا ڪيم تہ اڪ ڪلي وٺي: ان وقت سترهن تائين ڳڻي چڪو هئس. اهڙيءَ طرح معاذ الراضي رحہ چوي ٿو. تہ مون رسول ڪريم ﷺ جن کي خواب ۾ ڏٺو ۽ عرض ڪيو: يا رسول الله ﷺ اين اطلبک قال علم ابي حنيفہ. مان اوهان کي ڪٿي ڳوليان. فرمايائون. ابو حنيفہ جي علم ۾.

پاڪائيءَ ۾ سندس بيشمار تعريفون آهن. جيڪي هن ڪتاب ۾ سمائجي نہ سگهنديون. مان هڪ دفعي حضرت بلال رسول ﷺ جي بانگي جي مزار تي سمهيو پيو هئس. خواب ۾ ڏٺم تہ مڪي شريف ۾ آهيان. حضور ﷺ جن باب شيبہ ڪان ٻاهر آيا ۽ هڪ ڪراڙي ماڻهوءَ کي اهڙيءَ طرح جهولي ۾ کنيون آيا جيئن ماڻهو ٻارن کي شفقت سان کڻندا آهن. مون اڳتي وڌي پير مبارڪ چميا. حيران ٿيم تہ اهو ڪراڙو ماڻهو ڪير آهي؟ حضور ﷺ جن منهنجي دل جي ڳالهہ سمجهي ۽ فرمايو: اهو تنهنجي ڳوٺ ۾ رهڻ وارو ۽ تنهنجو امام ابو حنيفہ آهي. مون کي ان خواب مان وڏي تسلي آئي ۽ پنهنجي شهر وارن سان ارادت پيدا ٿي. خواب مان اهو بہ ظاهر ٿيو تہ ابو حنيفہ انهن مان آهي جيڪي طبعيت جي وصفن ۾ فاني ۽ شرعيت جي حڪمن ۾ باقي آهن. اها حقيقت هن ڳالهہ مان ظاهر ٿئي ٿي جو حضور ڪريم ﷺ جن کيس پاڻ کڻي آيا. جيڪڏهن هو پاڻ هلي اچي ها، تہ صفتن ۾ باقي هجي ها. صفتن ۾ باقي هجڻ وارا ماڻهو منزل بہ حاصل ڪري سگهندا آهن ۽ منزل کان ٿڙي بہ ويندا آهن. پيغمبر ﷺ جن هن کي کنيو هو تنهنڪري يقين سان ان جون ذاتي صفتون فنا ٿي ويون هيون ۽ هو پيغمبر ﷺ جن جي صفتن سان بقا وارو ٿي چڪو هو. پيغمبر ﷺ جن هر غلطي ۽ خطا کان پاڪ آهن. ممڪن ناهي جو ڪنهن ماڻهوءَ کي سندن سهارو ملي ۽ هو غلطي يا خطا ڪري. هيءَ هڪ سهڻي رمز آهي.

چون ٿا، تہ جڏهن دائود طائي علم حاصل ڪيو ۽ کيس پيشوائيءَ جو درجو مليو تہ امام ابو حنيفہ وٽ آيو ۽ پڇيائين، تہ هاڻي ڇا ڪريان؟ جواب ڏنائين: "عمل جي ضرورت آهي جو تہ عمل کان سواءِ علم اهڙي بدن وانگر آهي جنهن ۾ روح ڪونهي. عمل کان سواءِ علم صاف نہ ٿيندوآهي ۽ خلوص کان خالي رهندو آهي. جيڪو فقط علم کي سڀ ڪجهہ سمجهندو آهي اهو ڪڏهن ڪڏهن بہ سچو عالم نہ هوندو آهي. علم جي گهر ڪندو آهي اهڙيءَ طرح جهڙي طرح هدايت مجاهدي جي طلب ڪُندي آهي. مجاهدي کان سواءِ مشاهدو ممڪن ناهي. اهڙي طرح عمل کان سواءِ علم ڪجهہ بہ ناهي. علم فقط عمل سان ڪم وارو ٿيندو آهي. انهيءَ سان ترقي ڪري برڪتن جو سبب بڻبو آهي. ٻنهي کي جدا ڪرڻ محال آهي جهڙيءَ طرح آفتاب جي روشنيءَ کي آفتاب کان الڳ ڪرڻ ناممڪن آهي.

## 7- عبدالله بن مبارڪ المروزي: زاهدن جو سردار ۽ اوتادن جو پيشوا.

حضرت عبدالله بن مبارڪ المروزي طريقت وارن ۾ هڪ وڏو درجو رکندڙ آهي. هو شرعيت ۽ طريقت جي سموري احوال، قولن ۽ سببن جو عالم هو ۽ پنهنجي وقت جو امام هو. وڏن مرشدن سان ملاقات ڪري چڪو هو. سندس ڪيتريون ئي ڪرامتون ۽ تصنيفون مشهور آهن. توبهہ جي ابتدا هيٺئين نموني سان ڪيائين: هو هڪ ٻانهيءَ تي عاشق ٿي پيو. هڪ رات رندن جي صحبت مان اٿيو. هڪ ساٿي کي ساڻ ڪري معشوقہ جي پٽ جي هيٺان وڃي بيٺو. هوءَ ڇت تي نڪري آئي ۽ ٻيئي صبح تائين هڪ ٻئي کي ڏسندا رهيا. صبح جي بانگ آئي، تہ عبدالله سمجهيو تہ شايد رات جي بانگ آهي. جڏهن سج نڪتو تڏهن سمجهيائين تہ سڄي رات ديدار ۾ غرق هيو. طبعيت کي ڏاڍي تڪليف پهتس. اندرئي اندر ۾ چوڻ لڳو: "اي مبارڪ جا پٽ! توکي شرم اچڻ گهرجي. سڄي رات نفسياتي خواهش ۾ بيٺو رهين ۽ ڪرامتن جي طلب بہ رکين ٿو. جيڪڏهن امام نماز ۾ ڊگهي سورت پڙهندو آهي، تہ تون ڪاوڙجي ويندو آهين. تنهنجي ايمانداريءَ جي دعوا ڪٿي آهي؟ ان وقت توبهہ ڪيائين علم ۽ ان جي طلب ۾ مشغول ٿي ويو. الله تعاليٰ ان کي وڏو درجو ڏنو. هڪ دفعي سندس ماءُ ڏٺو، تہ هو باغ ۾ ستو پيو آهي ۽ هڪ وڏو نانگ نازبوءِ جي ٽاريءَ سان سندس منهن تان مکيون هڪلي رهيو آهي. ان کان

پوءِ هو مرو مان لڏي ويو ۽ بغداد ۾ اچي مرشدن جي صحبت ۾ رهيو. پوءِ ڪجھ وقت مڪي شريف ۾ اچي مجاور ٿيو. ان ڪان پوءِ وري مرو ۾ آيو. سڀ ماڻهو سندس دوست ۽ مدد گار ٿيا. درس ۽ مجلس شروع ڪيائين. انهن ڏينهن ۾ مرو ۾ ڪجھ اهل حديث ۽ ڪجھ طريقت جي پيروي ڪندڙ هئا. عبدالله کي رَضِي الفريقين سڏيو ويندو هو ڇو ته هو ٻنهي فرقن سان هڪ جهڙائي رکندو هو ۽ ٻئي فرقا کيس پنهنجو سمجهندا هئا. هن ٻه ڪمرا ٺهرائي ڇڏيا هئا: هڪ اهل حديث لاءِ ۽ ٻيو طريقت وارن لاءِ. اڄ تائين اهي ٻه ڪمرا موجود آهن. ان ڪان پوءِ هو حجاز ۾ اچي مجاور ٿيو. ڪانئس پڇيو ويو. ته توهان ڪهڙي عجيب شيءِ ڏٺي آهي؟ چيائين. ته مون هڪ راهب کي ڏٺو جيڪو مجاهدي ۾ تمام ڪمزور ۽ خدا جي خوف ڪان ڪُبڙو ٿي ويو هو. مون هن ڪان پڇيو: اي راهب! خدا جو رستو ڪهڙو آهي؟ هن جواب ڏنو: جيڪڏهن تون خدا کي ڄاڻين ها. ته ان جو رستو به سڃاڻين ها. مان ان جي پُوڄا ڪندو آهيان جنهن کي سڃاڻندو ناهيان ۽ تون ان جي نافرماني ڪندو آهين جنهن کي سڃاڻندو به آهين." پوءِ چيائين تون غم ۽ فڪر ڪان خالي نظر ٿو اچين ۽ مان پاڻ کي خوف ۾ ڏسي رهيو آهيان. عبدالله فرمايو آهي ته مون کي وڏي عبرت حاصل ٿي ۽ ڪيترن ئي خراب ڪمن ڪان بچي ويس. ان ڪان روايت آهي: الله جي دوستن لاءِ دل جو سڪون حرام آهي. حق وارا دنيا ۾ طلب ۾ بيقرار رهندا آهن ۽ آخرت ۾ خوشيءَ ۾ بي چين رهندا آهن. دنيا ۾ الله ڪان جدائي سندن قرار ڇنيو ننڌي آهي ۽ آخرت ۾ حق جو حضور ۽ ان جو جلوو کين بيقرار رکندو آهي. مختصر هي آهي. ته دنيا انهن لاءِ آخرت ۽ آخرت دنيا وانگر هوندي آهي. دل جي سڪون لاءِ ٻن شين جي ضرورت هوندي آهي. مقصود کي حاصل ڪرڻ يا مقصود ڪان غافل ٿي وڃڻ. مقصد جو حاصل ٿيڻ دنيا ۽ آخرت ٻنهي ۾ جائز ناهي ڇو ته ڪاميابي محبت جي سوز کي ختم ڪري ڇڏيندي آهي ۽ الله جي دوستن تي غفلت حرام آهي ڇو ته غافل دل طلب جي ڪوشش ڪان معذور هوندي آهي. اهو طريقت جي تحقيق ڪندڙ جو قول آهي ۽ الله تعاليٰ بهتر ڄاڻندڙ آهي.

## 8- حضرت ابوعلي فضيل بن عياض رحہ:

حضور وارن مان ۽ وصال جي درگاه جو بادشاهه ابوعلي فضيل بن عياض طريقت وارن ۾ وڏو درويش هو. معاملن ۽ حقيقتن ۾ ڪامل درجو هئس. طريقت جي مشهور بزرگن ۾ عزت ۽ احترام سان ياد ڪيو ويندو هو. سندس زندگي سچائي جو پتلو هئي. شروعات وري عمر ۾ وڏو مڪار ماڻهو هو. مرو ۽ باورد جي وچ ۾ ڦُر ڪندو هو مگر هر وقت چڱائي ڏانهن لاڙو به رکندو هو. سندس طبيعت ۾ جوانمردي ۽ همت گهڻي هئي. ڦرلٽ وقت قافلي جي ڪنهن به عورت ڏانهن هٿ نه وڌائيندو هو. ٿوري پئسي وارن کي نه ڦُريندو هو. هر ڪنهن لاءِ ڪجھ نه ڪجھ رقم ڇڏي ڏيندو هو.هڪ سوداگر مرو ڪان وڃي رهيو هو. ماڻهن کيس چيو ته ڪجھ مقابلي ڪرڻ جو سامان به ڪڻ ڇو ته رستي ۾ فضيل ڌاڙيل آهي. هن جواب ڏنو مون ٻڌو آهي ته هو خدا ڪان ڊڄڻ وارو ماڻهو آهي. هن هڪ قاري کي پاڻ سان ڪنيو. اُٺ تي هو ۽ رات ڏينهن قرآن پڙهندو هليو. جڏهن قافلو فضيل جي ڌاڙي هٽڻ واري جاءِ جي ويجهو پهتو. تڏهن قاري هي آيت پڙهي رهيو هو: اَلَمۡ يَانِ لِلَّذِين اٰمنوا ان تَخشَعَ قُلُوبهم بذِڪرِ الله." ڇا ايمان وارن لاءِ اهو وقت نه آيو آهي جو سندن دليون خدا جي ذڪر ڪان ڊڄن؟" اهي لفظ ٻڌي فضيل حال ۾ اچي ويو ۽ ازلي عنايت سندس دل ۽ جان تي طاري ٿي وئي. هن ڦرلٽ ڪان بس ڪئي. پنهنجن سيني دشمنن کي راضي ڪيائين ۽ مڪي شريف هليو ويو. ڪافي وقت اتي مجاور ٿي رهيو ۽ ڪيترن ئي ولين سڳورن سان مليو. پوءِ ڪوفي آيو ۽ ڪجھ وقت حضرت ابو حنيفه رحہ سان صحبتون ڪيائين. هن جون ڪيتريون ئي مثانهيون روايتون آهن. هو اهل حديث وارن وٽ مجيل آهي. تصوف ۽ معرفت جي حقيقتن ۾ سندس ڪلام وڏي درجي وارو آهي. هن ڪان روايت آهي: من عرف الله حق معرفته عبده بِڪُل طاقتہ. جنهن الله تعاليٰ کي حقيقي معنيٰ ۾ سڃاتو تنهن پوري طاقت سان ان جي عبادت اختيار ڪئي. ڇو ته دوستن جو حڪم طبيعت تي بار نه ٿيندو آهي. دوستي جيتري زياده هوندي اوترو عبادت جو شوق زياده ٿيندو. دوستي معرفت جي حقيقت آهي. حضرت بي بي عائشه ڪان روايت آهي ته هڪ

رات پيغمبر ﷺ جن ٻاهر اُٿي ويا. مون سمجهيو، تہ ٻي ڪونيءَ ۾ هليا ويا آهن. پنيان وجي ڏٺم تہ پاڻ مسجد ۾ نماز پڙهي رهيا آهن، ۽ قيام جي حالت ۾ روئي رهيا آهن. تان جو صبح ٿي ويو ۽ حضرت بلال رضہ اچي بانگ ڏني. حضور ﷺ جن صبح جي نماز پڙهڻ کان پوءِ واپس گهر آيا. من ڏٺو، تہ سندن قدم سڄورا سُڄي پيا هئا ۽ قنيل آڱرين مان زرد پاڻي وهي رهيو هو. مان روئي ڏنو ۽ چيو: يا رسول الله ﷺ اوهان جون اڳيون ۽ پويون ڪمزوريون معاف ٿي چڪيون آهن. توهان ايتري تڪليف ڇو ٿا ڪريو؟ اها تڪليف تہ اهڙن ماڻهن لاءِ هئڻ گهرجي جيڪي عاقبت کان ڊڄندا هجن. حضور ﷺ جن فرمايو: منهنجين ڪمزورين جي معافي الله تعاليٰ جو فضل ۽ ڪرم آهي. اَفَلاَ اَڪُونَ عَبداً شَڪُوراً ڇا مون کي شڪر گذار ٻانهو نہ بڻجڻ گهرجي؟ الله تعاليٰ ڪرم ڪيو ۽ مون کي بخشش جي بشارت ڏني. ڇا مون کي عبادت ڪرڻ نہ گهرجي؟ ۽ وس آهر الله جي نعمتن جو شڪر ڪرڻ نہ گهرجي؟

روايت آهي تہ معراج واري رات حضور ﷺ جن پنجاهہ دفعا نماز قبول ڪئي هئي. حضرت موسيٰ عليہ السلام جن جي چوڻ تي وري وري واپس ويا ايتري تائين جو فقط پنج دفعا نماز فرض مقرر ٿي. منڍ ۾ حضور ﷺ جن پنجاهہ ٿي قبول ڪيون هيون ڇو تہ سندس سڄوري طبعيت ۾ مخالفت اصل ڪانہ هئي. محبت موافقت کي ويجهي هوندي آهي.

روايت آهي تہ حضرت فضيل رحہ فرمايو: الدنيا دار المرضيٰ و الناس فيها مجانين و لِلمَجَانين في دار المرضيٰ الغُل و القيد "دنيا پاڳل خانو آهي ۽ دنيا وارا پاڳل آهن جيڪي زنجيرن ۾ جڪڙيا پيا آهن".

نفساني خواهشون اسان جي ڳلي جا طوق ۽ گناهہ اسان جا زنجير آهن.

حضرت فضل بن ربيع رحہ کان روايت آهي تہ: مان هڪ دفعي هارون الرشيد سان مڪي شريف ويس. حج پوري ڪرڻ کان پوءِ خليفي مون کان پڇيو: هتي ڪوئي الله وارو آهي، جنهن جي زيارت ڪريان؟ مون چيو: هائو! حضرت عبدالرزاق رحہ صغاني هتي موجود آهي، چيائين: مون کي هن ڏانهن وٺي هل. اسان اُتي پهتاسون. ڪجهہ وقت اُتي ويناسون. جڏهن اٿڻ لڳاسون، تڏهن هارون الرشيد اشاري سان چيو، تہ هن کان پڇيو تہ مٿس قرض تہ ناهي؟ پتو پيو، تہ قرض آهي ۽ اهو ادا ڪيو ويو. ٻاهر نڪري خليفي چيو تہ منهنجي دل اڃا اجايل آهي ۽ ڪنهن وڏي بزرگ سان ملڻ ٿو چاهيان. مون چيو، تہ حضرت سفيان بن عينيہ رحہ موجود آهي، چيائين ان ڏانهن وٺي هل. اتي بہ ڪجهہ وقت ويناسون. هلڻ وقت وري خليفي قرض جي باري ۾ پڇيو قرض نڪتو، اهو بہ ادا ڪيو ويو. خليفي چيو مطلب اڃا پورو نہ ٿيو آهي. مون چيو حضرت فضيل بن عياض رحہ بہ هتي موجود آهي. اسان اُتي وياسون. هو هڪ ڪونيءَ ۾ قرآن پڙهي رهيو هو. اسان دروازو کڙڪايو. آواز آيو، تہ ڪير آهيو؟ مون چيو، تہ اميرالمومنين اوهان ڏانهن اچي رهيو آهي. جواب مليو، تہ اسان کي اميرالمومنين سان ڪهڙو واسطو آهي؟ مون چيو سبحان الله ڇا حضور ﷺ جن جو هي حڪم ناهي: ليس للعبد ان يذل نفسہ في طاعت الله قال بليٰ اما الرضا عز دايم جند اهلہ. "ڪنهن ماڻهوءَ کي الله جي عبادت ۾ ذلت طلب ڪرڻ نہ گهرجي". جواب مليو: نيڪ آهي مگر الله جي رضا هميشہ جي شان شوڪت جو سبب آهي، توهان مون کي ذلت ۾ سمجهي رهيا آهيو ۽ مان پاڻ کي مٿاهين درجي تي ڏسي رهيو آهيان. ائين چئي حضرت فضيل هيٺ لٿو. ڏيئو وسائي ڇڏيائين ۽ هڪ ڪنڊ ۾ ويهي رهيو. هارون الرشيد اونده ۾ هيڏانهن هوڏانهن ڳوليندو رهيو. آخرڪار سندس هٿ هن تائين پهچي ويو. حضرت فصيل چيو: مون اهڙو نرم ۽ نازڪ هٿ ڪڏهن بہ نہ ڏٺو آهي. عجب ٿو لڳي شايد اهو الله تعاليٰ جي عذاب کيان بچي وڃي. هارون الرشيد روئڻ لڳو ايتري قدر جو بيهوش ٿي ويو. هوش ۾ اچڻ تي چيائين: مون کي ڪا نصيحت ڪريو. چيائين تنهنجو ڏاڏو سڄورو حضرت عباس رضہ حضور ﷺ جن جو چاچو هو. هن حضور ﷺ جن کان اميري طلب ڪئي تہ حضور ﷺ جن فرمايو: مان اوهان کي دنيوي حڪومت جي بدران قلبي حڪومت ڏيان ٿو. خدا تعاليٰ جي عبادت ۾ گذاريل هڪ گهڙي ماڻهن جي هڪ هزار سالن واري حڪومت کان بهتر آهي. حڪومت قيامت جي ڏينهن شرمسار جو سبب بڻبي. هارون چيو اڃا بہ ڪجهہ فرمايو، هن چيو: جڏهن عمر بن عبدالعزيز کي خلافت ملي تڏهن هن سالم بن عبدالله، جابر بن حيات ۽ محمد بن

كعب رضي الله عنهم کي گهرائي چيو تہ کا تدبير ٻڌايو. حکومت عذاب آهي، مان مصيبت ۾ ڦاسي ويو آهين. انهن مان هڪڙي چيو "جيڪڏهن خدا جي عذاب کان بچڻ چاهيو ٿا، تہ پوڙهن کي پيءُ، جوانن کي ڀاءُ ۽ ننڍن کي پٽ سمجهو ۽ انهن سان اهڙو برتاءُ ڪيو جهڙو گهر ۾ پيءُ، ڀاءُ ۽ پٽ سان ڪبو آهي. سڄي حڪومت اوهان جو گهر آهي ۽ ان ۾ رهندڙ ڪٽنب آهي. پيءُ جي زيارت ڪيو، ڀاءُ تي احسان ڪريو ۽ پٽ سان سهڻي نموني سان هلو. مون کي خوف آهي تنهنجو سهڻو بدن دوزخ واري باهہ حوالي نہ ٿئي. خدا تعاليٰ کان خوف رک ۽ ان جا حق سهڻي نموني سان ادا ڪر. هارون قرض جي پڇا ڪئي. الله تعاليٰ جي عبادت جو قرض آهي. مون کي خوف آهي، تہ متان ان جي پڪڙ ٿئي هارون چيو تہ منهنجو مطلب ماڻهن جو قرض آهي. چيائين الله تعاليٰ جا هزارين احسان آهن. هن مون کي پنهنجين نعمتن سان مالا مال ڪري ڇڏيو آهي، مون کي اهڙي ڪابہ شڪايت ناهي، جيڪا سندس ٻانهن اڳيان پيش ڪريان. هارون ڪيس هڪ هزار دينار جي ٿيلهي سندس اڳيان رکي ۽ چيو تہ پنهنجي ڪم ۾ آڻ ۽ ضرورت جي وقت خرچ ڪر. فضيل چيو: افسوس آهي جو منهنجي ساري محنت اجائي وئي. تو ظلم جو رستو اختيار ڪيو ۽ مون تي ظلمُ روا رکيئي. هارون چيو: مون ڪهڙو ظلم ڪيو؟ چيائين مان توکي ڇوٽڪاري جو رستو ٿو ڏيکاريان ۽ تون مون کي هلاڪت ۾ وجهي رهيو آهين. ظلم اهوئي ٿيندو آهي. هارون روئيندي ٻاهر نڪري آيو ۽ چيائين تہ فضيل حقيقت ۾ بادشاهہ آهي. اهو سندس درجي جو دليل آهي جيڪو دنيا وارن ۾ هن کي حاصل ٿيو آهي. دنيا ۾ ان جي زينت هن جي نظر ۾ ڪا حقيقت نٿا رکن. هو دنيا وارن سان نِوڙت دنيا لاءِ نٿو ڪري، ان جون فضيلتون بيشمار آهن.

## 9- ابوالفيض ذوالنون بن ابراهيم مصري رحہ: تحقيق ۽ ڪرامت جي ٻيڙي، ولايت جي عزت جو شمشاد:

حضرت ذوالنون مصري رحہ نوبي قبيلي مان هو. طريقت وارن ۾ تمام وڏي درجي جو مالڪ هو. مصيبت ۽ ملامت واري طريقي تي هو. مصر وارا سمورا ماڻهو ان جي درجي جي بلندي کان اڻ واقف هئا ۽ سندس بزرگي جا منڪر هئا. مرڻ تائين سندس حال ۽ جمال کان ڪوبہ واقف نہ هو. جنهن رات هن وفات ڪئي، ستر ماڻهن حضور ڪريم ﷺ جن کي خواب ۾ ڏٺو. فرمائي رهيا هئا، تہ اسان خدا جي دوست ذوالنون جو استقبال ڪرڻ آيا آهيون. مرڻ کان پوءِ سندس پيشانيءَ تي هيءَ عبارت لکيل هئي: هـذا حبيب الله ماتَ في حُبِ الله قتيل الله. "هي الله جو دوست آهي. الله جي حب ۾ وفات پاتائين هي شهيد آهي". جڏهن جنازو کنيائون تڏهن پکي گڏ ٿي ويا ۽ ميت تي پنهنجن پَرَن سان ڇانوَ ڪيائون. مصر وارن تي وڏو اثر ٿيو ۽ هو پشيمان ٿيا. تصوف ۾ سندس بيشمار املهہ گفتا آهن. چيو اٿس: العارف کل يوم اخشع لانہٗ في کل ساعة اقرب "عارف ڏهاڙي گهٽي ۾ گهٽي نوڙت ڪندو آهي ڇو تہ هر گهڙيءَ جو پنهنجي مالڪ کي ويجهو ٿيندو آهي". هر قدم تي (عارف جي) دل دماغ تي الله تعاليٰ جو دٻدٻو (جبروت) غلبو ڪندو رهندو آهي ۽ هر قدم تي هو محسوس ڪندو آهي تہ هو اهڙي مطلق بادشاهہ کان ڪيترو پري آهي. هڪ دفعي حضرت موسيٰ عليہ السلام گفتگو ۾ الله تعاليٰ کان پڇيو: منهنجا مولا! مان اوهان کي ڪٿي ڳوليان؟ جواب مليس: "ٽُٽل دلين ۾." عرض ڪيائين: "منهنجا مولا! ڪابہ دل منهنجي دل کان وڌيڪ ٽُٽل نہ آهي." آواز آيو: "پوءِ جتي تون آهين اُتي مان آهيان."

جيڪو بہ خوف ۽ نوڙت کان سواءِ عارف هجڻ جي دعوا ڪندو آهي اهو ڪُوڙو ۽ رياءُ وارو هوندو آهي. صحيح ڄاڻ (معرفت) جو نشان ارادي جي سچائي آهي. سچائي (خلوص) سڀني سببن ۽ لاڳاپن کي ختم ڪري ڇڏيندي آهي ايتري قدر جو الله تعاليٰ جي ذات کان سواءِ ڪجهہ بہ باقي نہ رهندو آهي. اهڙوئي قول حضرت ذوالنون رحہ جو آهي: الصدق سيف الله في ارضہ عليٰ شيءِ الا قطعة. "سچائي خدا جي تلوار آهي، جنهن شيءِ تي پوندي آهي ان کي ڪاٽي ڇڏيندي آهي" سچائي سبب واري تي نظر رکڻ جو نالو آهي ۽ سببن کي ثابت ڪرڻ جو نالو ناهي. جڏهن سببن کي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪجي ٿي تہ سچائي هٽي ويندي آهي. حڪايتن ۾ آهي تہ هڪ ڏينهن حضرت ذوالنون رحہ نيل درياءَ ۾ پنهنجي سائين سان گڏ هڪ ٻيڙيءَ ۾ سوار هو. ٻئي پاسي کان بہ هڪ ٻيڙي اچي رهي هئي. جنهن ۾ ڪجهہ شوقين ماڻهو سوار هئا ۽ اخلاق

ڪان ڪريل ڪم ۾ مشغول هئا. حضرت ذوالنون رحہ جي ساٿين کي ڏاڍي تڪليف محسوس ٿي. ڪيس عرض ڪيائون: اوهان دعا ڪريو تہ اهي سڀ ٻُڏي وڃن تہ هنن جي شر کان ماڻهن کي ڇوٽڪارو نصيب ٿئي. حضرت ذوالنون اُٿي بيهي رهيو ۽ هٿ کڻي دعا گهريائين: اي منهنجا مولىٰ! اوهان هنن ماڻهن کي دنيا ۾ عيش عشرت عطا ڪيو آهي، آخرت ۾ ڪين سڪون ۽ راحت عطا ڪر. هن دعا تي مريدن کي سخت حيرت ٿي. هوريان هوريان ٻيڙي ويجهي ٿي. جڏهن شوقين ماڻهن حضرت ذوالنون رحہ کي ڏٺو جو جهٽ پٽ روئڻ لڳا. معافي ورتائون. چنگ ۽ رباب ٽوڙي ڇڏيائون. توبهہ ڪيائون ۽ الله تعالىٰ ڏانهن لاڙو رکيائون. حضرت ذوالنون رحہ چيو: اوهان ڏٺو؟ مقصد حاصل ٿي ويو. اهي بہ ڪامياب آهن ۽ اوهان بہ ڪامياب آهيو ڪنهن کي بہ تڪليف نہ ٿي آهي. اهو ذوالنوُن رحہ جي مهربان دل جو دليل آهي. ڪيس مسلمانن سان ڏاڍي عقيدت هوندي هئي. هو نبي ﷺ جن جي سنت تي پورا پابند هو. حضور ڪريم ﷺ جن ڪافرن جي جفا تي ڪڏهن بہ ڪاوڙ نہ ڪندا هئا ۽ فرمائيندا هئا: اللهم اهد قومي فانهم لايعلمون. "اي منهنجا مولىٰ! منهنجي قوم کي هدايت عطا ڪر هو منهنجي حال کان واقف نہ آهن".

اهو بہ مشهور آهي تہ هڪ دفعي هو بيت المقدس ڏانهن وڃي رهيو هو. راهہ ۾ هڪ ڪراڙي عورت کي ڏٺائين، جنهن کي ڪوُٽرو هٿ ۾ هو ۽ لٺ جي ٽيڪ تي هلي رهي هئي. ڪيس هڪ ريشم جو جُبو پهريل هو. هن کان پڇا ڪيائين: ڪٿان اچي رهي آهين؟ ڪراڙي جواب ڏنو: الله تعالىٰ وٽان. وري پڇيائين: ڪيڏانهن وڃي رهي آهين؟ جواب آيو الله تعالىٰ ڏانهن. حضرت ذوالنون رحہ وٽ هڪ دينار هو. اهو ڪراڙي عورت کي ڏيڻ لاءِ ڪڍيائين. ڪراڙي ذوالنون جي منهن تي ٿُڦ هڻي ۽ چيو: اي ذوالنون! تو مون کي غلط سمجهيو آهي. مان وڏي شان واري خدا جي ٻانهي آهيان. مان ڪنهن کان ڪجهہ بہ نہ گهرندي آهيان! انهيءَ جي عبادت ڪندي آهيان. ان کان مدد وٺندي آهيان ۽ بس. ائين چئي هوءَ هلي وئي. انهيءَ حڪايت ۾ هڪ سهڻو اشارو آهي. انهيءَ چوڻ ۾ سچي محبت جو اشارو آهي تہ مان انهيءَ جي ٻانهي آهيان. معاملن جون ٻہ صورتون هونديون آهن: هڪ هي تہ ماڻهو نيڪ ڪم ڪري ۽ سمجهي تہ الله تعالىٰ لاءِ ڪري رهيو آهيان. ظاهر ۾ هر ڪم پنهنجي ذات لاءِ هوندو آهي، پوءِ ڪٿي ان ۾ ڪابہ نفساني خواهش نہ هجي تڏهن بہ دل ۾ آخرت جي ثواب جو خيال ضرور رهندو آهي. ٻي صورت اها آهي تہ دنيا ۽ آخرت جو خيال بلڪل نہ هجي. نہ دنيا لاءِ عزت جي لالچ هجي ۽ نہ وري آخرت جي اجوري ۽ سزا جو خيال هجي. هر ڪم فقط الله تعالىٰ جي تعظيم لاءِ هجي ۽ حڪمن جي تعميل ۾ هر ذاتي مقصد کي ڇڏي ڏنو ويو هجي. اڳ ۾ ذڪر ڪيل ماڻهو سمجهندا آهن. تہ هو جيڪي بہ ثواب جا ڪم آخرت لاءِ ڪندا آهن. اهي الله تعالىٰ لاءِ ڪندا آهن. اهي اهو سمجهي نٿا سگهن." تہ سچن سالڪن کي فقط فرمانبرداري جي لالچ هوندي آهي ۽ انهي فرمانبرداري ۾ انهن کي اهڙي خوشي حاصل ٿيندي آهي جيڪا گنهگار کي گناهہ ۾ ڪڏهن بہ نہ ملندي آهي، ڇو تہ گناهن جي خوشي ٿورين گهڙين لاءِ هوندي آهي ۽ فرمانبرداري دائمي سرچشمو هوندي آهي. الله تعالىٰ انساني عبادت ۽ محنت کان بي نياز آهي. ڪيس محنت (مجاهدي) جي ترڪ ڪرڻ ۾ ڪيس ڪوبہ نقصان نہ پهچندو آهي. الله تعالىٰ جي قول موجب: ان احسنتم احسنتم لانفسكم وان اساتم فلها:" جيڪڏهن توهن نيڪ آهيو تہ پنهنجي ذات لاءِ آهيو ۽ بدڪار آهيو تہ بہ پنهنجي جان لاءِ آهيو". جو بہ الله جي رستي تي هلندو آهي اهو پنهنجي فائدي لاءِ هلندو آهي. الله تعالىٰ مخلوق کان بي نياز آهي. اهي آخرت جي هميشہ واري حياتي جا طالب هوندا آهن ۽ چوندا آهن تہ اسان الله جي عبادت ۾ مشغول آهيون. انهن جي ابتڙ الله جي عشق جا طريقا ٺي ٻيا هوندا آهن. الله جا عاشق حڪمن جي تعميل کي محبوب جي تعميل سمجهندا آهن ۽ هن مضمون جو ڪجهہ بيان اخلاص واري باب ۾ ڪندس. انشاءُ الله.

**10- حضرت ابو اسحاق ابراهيم بن اذهم بن منصوره رحہ: اميرن جو امير ۽ لقا جي رستي جو سالڪ:**

حضرت ابو اسحاق ابراهيم بن اذهم رحہ پنهنجي طريقي ۾ وقت جو يگانو ماڻهو هو. پنهنجي وقت جي بزرگن جو سردار هو ۽ حضرت خواجہ خضر عليه السلام جو مريد هو. پاڻ کان اڳ وارن (مقتدين) ڪيترن بزرگن سان ملاقات ڪيل

هئس. حضرت امام ابو حنيفه رحہ سان بہ مليو هو ۽ ان کان علم بہ حاصل ڪيائين. اڳ ۾ هو بلخ جو بادشاهہ هو. هڪ ڏينهن شڪار ڪندي هڪ هرڻ جي پنيان لشڪر کان پري نڪري ويو. الله تعاليٰ هرڻ کي زبان عطا ڪئي ۽ هن مخاطب ٿي حضرت ابراهيم کي چيو: ڇا توکي انهيءَ لاءِ پيدا ڪيو ويو آهي يا توکي ائين ڪرڻ جو حڪم مليو آهي؟

حضرت ابراهيم توبهہ ڪئي ۽ هر طرف کان منهن موڙي ڇڏيو ۽ خدا جي خوف ۽ عبادت جو رستو ورتائين. حضرت فضيل بن عياض ۽ حضرت سفيان ثوري سان مليو. ڪجهہ وقت تائين انهن سان صحبت ڪيائين. باقي بچيل عمر محنت سان ڪمائي روزي ڪيائين. طريقت ۾ هن جا نوان ظاهر ٿيل قول ۽ نفاست وارا لطيفا مشهور آهن. حضرت جنيدرحہ جي قول موجب: مفاتيح العلوم ابراهيم. "ابراهيم سڀني علمن جي چاٻي آهي". سندس قول آهي: اتخذ الله صاحبا ؕ ذر الناس جانبا: خدا جي دوستي جو دامن پڪڙيو ۽ باقي سڀني شين کان منهن موڙي ڇڏيو.

جيڪو ماڻهو دل جي سچائي سان خدا ڏانهن لاڙو رکندو آهي اهو ئي سچي دنيا کان منهن موڙيندو آهي. دنيا وارن جو خدا جي محبت ۾ ڪو دخل ڪونهي. خدا جي ويجهڙائي جو اصول اهو آهي تہ هن جي حڪمن جي تعميل ۾ فقط بندگي ۽ سچائي هجي.

الله جو عشق نفساني خواهشن کي ترڪ ڪرڻ سان حاصل ٿيندو آهي. جيڪو نفساني خواهشن جو شڪار ٿيندو آهي اهو الله جي ويجهڙائي حاصل ڪري نہ سگهندو آهي. جيڪو خواهشن کان بيزار ٿيندو آهي اهو پنهنجي خالق کي وڌيڪ ويجهڙو ٿيندو آهي انسان جي پنهنجي ذات سڀني انسان جو تت هوندي آهي. پنهنجي ذات کان ڦري وڃڻ سڄي انسان ذات کان ڦري وڃڻ جهڙو ٿيندو آهي مگر مخلوق کان منهن موڙي فقط پنهنجي ذات ۾ گم ٿي وڃڻ بہ ظلم آهي ڇو تہ مخلوق جنهن بہ حال ۾ آهي اها الله جي تقدير سان آهي ۽ تنهنجو معاملو فقط توسان آهي الله جي ذات طالب جي ظاهر ۽ باطن جي ثابت قدمي ٻن شين تي مدار ٿي رکي: هڪ سڄاڻپ يعني علم تي، ۽ ٻي عمل تي. علم جي لحاظ کان هر خير ۽ شر ۾ الله تعاليٰ جي تقدير ڪر ڪندي نظر ٿي اچي ڇو تہ ڪابہ شيءِ تيستائين ساڪن يا متحرڪ (چُرندڙ) نہ هوندي آهي، جيستائين ان کي سڪون يا حرڪت جي حالت ۾ الله جي طرف کان نہ آندو وڃي. خدا جي حڪمن جي تعميل جو ٻيو نالو عمل آهي. اهو معاملن جي نيڪ هجڻ ۽ تڪليف جي سنڀال ۾ صورت وٺندو آهي. خدا جي تقدير نافرماني جو دليل نہ ٿئي آهي. جيستائين ماڻهو پاڻ کان بيزار نہ ٿيندو، مخلوق کان بيزار ٿيڻ ۾ ڪابہ حقيقت ناهي. جڏهن انسان پنهنجي ذات کان بيزار ٿيندو آهي تہ خلق جو وجود پنهنجي جاءِ تي خالق جي مصلحت جي تڪميل لاءِ لازمي هوندو آهي. سالڪ جڏهن الله جي ذات ڏانهن مشغول ٿيندو آهي تڏهن ان جو پنهنجو وجود الله جي رضا جي تڪميل لاءِ ضروري هوندو آهي. جيڪڏهن خدا جي ذات کان سواءِ ڪنهن بہ شيءِ ڏانهن لاڙو هوندو آهي تہ اهو پنهنجي ذات کان نہ پر ڪنهن ٻئي کان هئڻ گهرجي، ڇو تہ غير ڏانهن لاڙو توحيد جي صورت آهي ۽ پنهنجي ذات ڏانهن لاڙو خالق اڪبر جي ترديد آهي. حضرت ابوالحسن سالبہ رحہ پنهنجي هڪ مريد کي چيو: پنهنجي ذات جي فرمانبرداري کان بهتر اهو آهي تہ ڪنهن ماڻهوءَ جو فرمانبردار ٿجي. غير جي صحبت خدا لاءِ هوندي آهي. پنهنجي ذات جي صحبت فقط نفس جي پالنا لاءِ هوندي آهي. هن مضمون متعلق هن ڪتاب ۾ ڪٿي مناسب جاءِ تي ڪجهہ ٻيو نہ لکيو ويندو. انشاءَ الله العزيز.

حڪايتن ۾ آهي تہ حضرت ابراهيم اڌهم رحہ هڪ دفعي ڪنهن رڻ مان وڃي رهيو هو. اتي ڪنهن ڪراڙي ماڻهوءَ سان ملاقات ٿيس. هن چيو: اي ابراهيم! توکي خبر آهي تہ هيءَ ڪهڙي جڳهہ آهي؟ تون سواءِ ڪنهن سفر جي سامان جي، سفر ڪري رهيو آهين. ابراهيم سمجهيو تہ اهو ابليس آهي. هن جي کيسي ۾ چار درهم هئا، جيڪي ڪوفي ۾ هن پنهنجي زنبيل وڪڻي حاصل ڪيا هئا. يڪدم ڪڍي ٻاهر ڦٽا ڪيائين ۽ عهد ڪيائين تہ هر ميل جي فاصلي تي چار سؤ نفل ادا ڪندو. چار سال رڻ ۾ گذاريائين. ڪيس ڏاڍي روزي ملندي رهي. انهيءَ دوران حضرت خضر عليہ السلام سان ملاقات ڪيائين ۽ هن کان اسم اعظم سکيائين. ان کان پوءِ سندس دل پوريءَ طرح سان غير جي خيال کان ڪڇي وئي. ان جي تعريف تمام گهٽي آهي، سڀ توفيق الله تعاليٰ جي طرف کان آهي.

### 11- حضرت بشر بن حارث الحافي رحہ: معرفت جو تخت ۽ معاملن وارن جو تاج:

حضرت بشر بن حارث الحافي رحہ مشاهدي ۾ وڏي شان جو مالڪ ۽ معاملن ۾ وڏي ڪمال جو صاحب هو. حضرت فضيل رحہ جي صحبت جو فيض حاصل ڪيو هئائين. پنهنجي مامي عالي بن حزم جو مريد هو. اصول ۽ فروغ جو وڏو عالم هو. سندس توبهہ جي شروعات هن نموني سان ٿي. ڪنهن وقت مستيءَ جي عالم ۾ ڪيڏانهن وڃي رهيو هو. رستي ۾ هڪ ڪاغذ جو ٽڪرو زمين تي پيو هو. اهو تعظيم سان کنيائين. ڪاغذ تي بسم الله شريف لکيل هئي. بشر ان ڪاغذ جي ٽڪري کي عطر لڳايو ۽ ڪنهن پاڪ جاءِ تي رکي ڇڏيو. ان رات هن کي غيب کان خواب ۾ آواز آيو: اي خدا جي نالي کي خوشبوءِ لڳائڻ وارا! خدا تعاليٰ تنهنجن ڪمن کي دنيا ۽ آخرت ٻنهي ۾ خوشبودار ڪيو آهي. انهيءَ خواب ڏسڻ کان پوءِ حضرت بشر رحہ توبهہ ڪئي ۽ زاهد بڻيو. الله جي مشاهدي غلبو ڪيو تہ اگهاڙن پيرن سان گهمڻ شروع ڪيائين. ساٿين جي پڇڻ تي جواب ڏنائين: زمين الله تعاليٰ جو فرش آهي. مان نٿو چاهيان تہ ان تي جتيءَ سان هلان. منهنجي پيرن ۽ الله تعاليٰ جي فرش جي وچ ۾ ڪا شيءِ نہ هجڻ گهرجي. اهو سندس معاملي جو عجيب پاسو آهي. سندن نظر ۾ جتي بہ هڪ حجاب هو.

روايت آهي. تہ بشر چيو: من اراد ان يكون عزيزاً في الدنيا و شريفاً في الأخر فــيــجتــنــب ثلثاً لايسال احد حاجة ولايذكر احدا بسوء ولايجيب احدا الى طعامة. جيڪو ماڻهو دنيا جي عزت ۽ آخرت جي بلندي جو طالب آهي ان لاءِ هي ٽي شيون ضروري آهن (1) غير کان انعام جي لالچ نہ رکڻ. (2) ڪنهن کي بُرو نہ سڏڻ. (3) ڪنهن جي طعام جي دعوت قبول نہ ڪرڻ.

سالڪ ڪڏهن بہ غير الله کي نعمتن جو مالڪ (منعم) نٿو سمجهي. حقيقي منعم خدا جي پاڪ ذات آهي. پنهنجي هر جنسن کان گهرڻ ظلم آهي. اهڙي طرح جيڪو بہ ڪنهن جي برائي ڪندو آهي. اهو اصل ۾ خدا تعاليٰ جي نڪتہ چيني آهي، چو تہ هر شيءِ جو خالق اهو آهي. مخلوق جا عيب ڪڍڻ اصل ۾ خالق جي عيبن ڪڍڻ وانگر آهن. ڪافرن کان سواءِ جن کي خدا جي حڪم سان برو سڏيو ويندو آهي. ٻين جي طعام جي دعوت کان پرهيز ڪرڻ جو مطلب اهو آهي تہ الله پاڪ جي ذات پاڪ آهي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو روزيءَ جو سبب بڻبو تہ ان تي نہ، پر حقيقي رزاق تي نظر هئڻ گهرجي ۽ سمجهڻ گهرجي، تہ جو ڪجهہ هو پيش ڪري رهيو آهي. اهو الله تعاليٰ جي طرف کان آهي. جيڪڏهن طعام جي دعوت ڏيڻ وارو هي سمجهندو هجي تہ پيش ڪيل طعام انهيءَ جو آهي ۽ هو احسان ڪرڻ لاءِ پيش ڪري رهيو آهي تہ پوءِ قبول نہ ڪرڻ گهرجي، چو تہ روزي ۾ ڪنهن جو بہ احسان ناهي. سنت وارن وٽ روزي خوراڪ آهي خوراڪ فقط الله تعاليٰ جي عطا آهي. هن جي ابتڙ معتزلن جو خيال آهي، تہ روزي ملڪيت جي حيثيت تي رکي. مجاز ۾ انهيءَ قول جو مطلب ڪو ٻيو آهي. الله بهتر ڄاڻڻ وارو آهي.

### 12- حضرت ابويزيد طيفور بن عيسيٰ بسطامي رحہ: معرفت جو آسمان، ۽ محبت جو بادشاهہ:

حضرت ابو يزيد طيفور بسطامي رحہ وڏن مشائخن ۾ وڏو درجو ٿو رکي. حال ۾ ايترو مٿانهون ۽ شان ۾ ايترو بلند هو جو حضرت جنيد رحہ فرمايو آهي: ابو يزيد مان منزلة جبرئيل من ملائكة. "ابو يزيد اسان وٽ اهو درجو ٿو رکي جيڪو فرشتن ۾ حضرت جبرئيل رکندو هو". هو قوم جو مجوسي هو. سندس پيءُ بسطام جو هڪ بزرگ هو. پيغمبر ﷺ جي حديثن ۾ سندس روايتون تمام بلند ۽ قدر واريون آهن. هو طريقت جي ڏهن امامن مان هڪ هو. هن کان اڳ انهيءَ علم ۾ ڪنهن کي بہ ايتري مهارت حاصل نہ هئي. سيني حالن ۾ علم جو منحب ۽ شرعيت جو احترام ڪندڙ هو. ڪي ماڻهو پنهنجي بي ديني جي ڪري ڪجهہ بيڪار ڳالهيون هن ڏانهن منسوب ڪندا آهن. سندن قول آهي: علمت في المجاهدة ثلثين سنة فما وجدت شيئاً اشد علي من العلم. ومتابعة لولا اختلاف العلماء بقيت و اختلاف العلماء رحمة الا في تجريد التوحيد. "مون ٽيهن سالن تائين مجاهدو ڪيو آهي. علم ۽ ان جي پيروي کان وڌيڪ ڏکي شيءِ ڪابہ نہ ڏٺي اٿم.

جيكڏهن عالمن ۾ اختلاف نہ هجي ها تڏهن بہ مان ڪجهہ بہ نہ ڪري سگهان ها. عالمن جو اختلاف توحيد ۽ تجريد کان سواءِ هڪ رحمت آهي".

حقيقت ۾ انساني طبعيت جهالت ڏانهن مائل هوندي آهي. ۽ بي علم ماڻهو جهالت جي ڪري ڪيترائي ڪم ڪري ڇڏيندو آهي. علم وارو ڪوبہ ڪم تڪلف جي سوچ کان سواءِ نہ ڪندو آهي. شرعيت جي راهہ پلصراط کان وڌيڪ سنهي ۽ خطري واري آهي. سالڪ لاءِ ضروري آهي تہ هر حال ۾ اهڙي طرح هلي جو جيڪڏهن وڏا درجا ۽ بلند احوال حاصل نہ ٿين ۽ هو ڪري پوي تڏهن بہ شرعيت جي دائري ۾ ڪري. هر شيءِ ڇني وڃي تڏهن بہ گهٽ ۾ گهٽ شرعي اعمال ڇڄي نہ سگهن، ڇو جو شرعيت جي حڪمن جو عمل ڇڏڻ مريد لاءِ وڏي ۾ وڏو نقصان آهي. ان هوندي بہ شرعيت تي عمل ڪرڻ جي دعوا ڪرڻ واري جا پول پڌرا ٿي ويندا آهن.

حضرت ابو يزيد رحہ فرمايو آهي: الجنة لا خطرلها عند اهل المحبت واهل المحبة محجوبون بمجبتهم." محبت وارن لاءِ خدا جي محبت جي مقابلي ۾ بهشت ڪي ڪا اهميت ناهي. محبت جي دعوا ڪندڙ محبت جي پردن ۾ لڪل هوندا آهن". بهشت وڏي شيءِ آهي مگر مخلوق آهي ۽ خدا جي محبت جي اها صفت آهي جيڪا مخلوق ناهي. جيڪو خدا جي محبت (نا مخلوق) جي بدران بهشت (مخلوق) جي محبت ۾ گرفتار رهندو اهو پنهنجي اهميت وڃائي ڇڏيندو. الله جي دوستن وٽ مخلوق جي ڪابہ اهميت ڪانهي. دوستن لاءِ دوستي هڪ پردو هوندي آهي. ڇو تہ دوستي جي وجود سان خدا ۽ پنهنجي وچ ۾ ٻيائي ڪي تسليم ڪرڻو پوندو آهي. ليڪن ٻيائي توحيد جي ابتڙ آهي. محبت جو رستو توحيد کان توحيد ڏانهن هوندو آهي. محبت جي رستي ۾ محبت ئي آفت ۽ مصيبت بڻجي ويندي آهي. محبت ۾ مريد ۽ مراد جي ضرورت هوندي آهي. يا تہ خدا مريد ۽ ٻانهو مراد هوندو آهي يا وري خدا مراد ۽ ٻانهو مريد هوندو آهي. جيڪڏهن خدا مريد ۽ ٻانهو مراد هوندو تہ خدا جي نظر ۾ ٻانهي جي هستي ثابت ٿي ويندي. ليڪن جيڪڏهن ٻانهو مريد ۽ خدا مراد هوندو تہ ٻانهي جي پنهنجي هستي رستي جي روڪ بڻجي ويندي. محب (ماڻهوءَ) جو محبوب لاءِ فنا ٿيڻ انهيءَ کان ڪيترا دفعا پلو آهي جو هو محبت لاءِ فنا ٿئي.

چون ٿا، تہ هڪ دفعو ابو يزيد رحہ ڪعبي ۾ ويو. هڪ خالي گهر ڏٺائين. سوچيائين: منهنجو حج نہ ٿيو. ڇو تہ مون اهڙا پٿر تہ ڪوڙ ڏٺا آهن. ٻئي دفعي ويو تہ گهر بہ ڏٺائين ۽ گهر جي مالڪ کي بہ ڏٺائين. پوءِ سوچيائين: منهنجو حج نہ ٿيو. ڇو تہ اها حقيقت توحيد جي ابتڙ هئي. وري ٽيون دفعو ويو. فقط گهر جي مالڪ کي ڏٺائين. گهر غائب نظر آيس. دل مان آواز آيو: اي ابو يزيد! جيڪڏهن پاڻ کي نہ ڏسين ها تہ مشرڪ نہ ٿئين ها توڙي سڄي دنيا تي تنهنجي نظر هجي ها. تون مشرڪ آهين ڇو تہ تنهنجي نظر پنهنجي ذات تي آهي. توڙي تو سڄي دنيا کي وساري ڇڏيو آهي. حضرت ابو يزيد فرمايو آهي: مون توبهہ ڪئي. توبهہ کان بہ توبهہ ڪئي. پنهنجي ذات کي ڏسڻ کان بہ توبهہ ڪيم. حضرت ابو يزيد رحہ جي حال جي دوستي جي باري ۾ اها شيءِ هڪ عجيب رمز ٿي رکي. اهو حال وارن لاءِ هڪ سٺو دليل آهي.

## 13- حضرت ابو عبدالله حارث بن اسد محاسبي (رحہ):

حضرت ابو عبدالله اصول ۽ فروع جو عالم هو ۽ پنهنجي زماني ۾ علم وارن لاءِ رجوع ڪرڻ جي جاءِ هو. تصوف جي اصول تي ان جو مشهور ڪتاب "رغائب" آهي. ان کان سواءِ سندس ٻيا بہ ڪيترائي ڪتاب آهن. ڪيس هر فن ۾ وڏي همٿ ۽ سهڻو حال هوندو هو. بغداد ۾ شيخن جو شيخ هو. سندس قول آهي: العلم بحر ڪات القلوب في مطالعة الغيوب اشرف من العمل بحرڪات الجوارح. "غيب جي مطالعي لاءِ دل جي حرڪتن جو علم، هٿن ۽ پيرن جي عمل کان افضل آهي". ان جو مطلب اهو آهي تہ علم ڪمال جي جاءِ آهي ۽ جهل طلب جي جاءِ آهي. خدا تعاليٰ وٽ علم جهالت کان گهڻو سٺو آهي. علم ماڻهوءَ کي ڪمال جي درجي تي پهچائي ٿو ۽ جهل مقصد جي جاءِ تي پهچڻ بہ نہ ڏيندو آهي. علم جو درجو عمل کان بہ مٿانهون آهي، ڇو تہ خدا تعاليٰ کي فقط علم سان ئي سڃاڻي ٿو سگهجي. هن کي صرف عمل سان حاصل ڪري نٿو

سگھجي. جيڪڏهن علم کان سواءِ ڪارگر هجي ها تہ عيسائيت جا راهب وڏي محنت سان ديدار حاصل ڪري سگهن ها ۽ مومن ديدار کان سواءِ گنهگار بڻيا رهن ها. ڪن راوين کي غلط فهمي ٿي آهي: هو بنهي جڳهن تي عمل ئي پڙهندا آهن. يعني العمل بحرکات القلوب اشرف من العمل بحرکات الجوارح. حقيقت ۾ اهو محال آهي. انساني عمل دل جي حرڪتن سان نہ ٿيندو آهي. جيڪڏهن باطني مراقبو ۽ فڪر مراد آهي تہ اها ڪا نئين ڳالهہ ناهي ڇو جو پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: تفکر ساعة خير من عبادة سنين سنة. "فڪر جي هڪڙي گهڙي سٺ سالن جي بندگي کان بهتر آهي". حقيقت ۾ روحاني عمل جسماني عمل کان مٿانهون هوندو آهي ۽ اندروني حواسن ۽ عملن جو اثر ٻاهرين عملن کان وڌيڪ مڪمل هوندو آهي. ان واسطي چيو ويندو آهي: نوم العالم عبادة و سهر الجاهل معصية. "عالم جي ننڊ عبادت ۽ جاهل جو جاڳڻ گناهہ هوندو آهي". دل واري جي قلب تي خدا جو حڪم هلندو آهي پوءِ هوءِ جاڳندو هجي يا ننڊ ۾ هجي. دل الله جي حڪم هيٺ هوندي تہ بدن خود بخود حڪم هيٺ اچي ويندو. ظاهري حرڪتن جي ڪري حڪم هيٺ آيل نفس کان الله جي غلبي هيٺ آيل دل ڀلي آهي.

مشهور آهي تہ حضرت ابو عبدالله رحہ هڪ درويش کي چيو: ڪُـن لله والاَّ فـلا تـڪُـن: "يا تہ خدا جو ٿي رهہ يا ڪجهہ بہ نہ ٿي". يعني يا تہ الله تعاليٰ سان باقي ٿي وڃ يا پاڻ کي فنا ڪري ڇڏ. يا تہ صفتن سان اطمينان حاصل ڪر يا درويشي ۾ پريشان ٿي وڃ. يا تہ هن ڳالهہ جي لائق ٿي وڃ جنهن لاءِ الله تعاليٰ چيو آهي: اَسجُدو لِآدم. "اي ملائڪو آدم کي سجدو ڪريو". يا وري هن طرح سان جيئرو رهہ جيئن الله تعاليٰ جو حڪم آهي: هل أتيٰ علي الانسان حِين مِنَ الدهـر لَـم يَـڪن شيئاً مَذ ڪُوراً. "ڇا انسان تي اها گهڙي نہ گذري آهي جنهن ۾ هو ڪجهہ بہ ڪين هو؟" جيڪڏهن پنهنجي رضا ۽ رغبت سان پنهنجي پاڻ کي خدا تعاليٰ جي حوالي ڪندين تہ قيامت جي ڏينهن تنهنجو حشر تنهنجي هٿ ۾ هوندو. ٻي حالت ۾ حشر جي حاڪم جي هٿ ۾ هوندو. هيءَ هڪ نازڪ نُڪتو آهي ۽ الله بهتر ڄاڻڻ وارو آهي.

## 14- حضرت ابوسليمان دائود بن نصير طائي رحہ: هيءُ وڏن مشائخن ۽ تصوف جي سردارن مان هو:

حضرت ابو حنيفه جو شاگرد ۽ طريقت ۾ حضرت حبيب راعي جو مريد هو. حضرت فضيل ۽ حضرت ابراهيم اڌهم وارن جو همعصر هو. هر علم ۽ فن جو ماهر ۽ فقهہ ۾ فقيهن جو فقيهہ هو. مگر اڪيلائپ اختيار ڪيائين. مال ۽ دولت کان منهن موڙي زهد ۽ تقويٰ جو دامن هٿ ۾ ڪيائين. چون ٿا، تہ پنهنجي هڪ مريد کي چيائين: ان اردت السلامة سَـلم علي الدنيا وان اردت الڪرامة ڪبر علي الاخرت. "خيريت چاهين ٿو تہ دنيا کي ڇڏي ڏي، ڪرامت جي ضرورت ٿو رکين تہ آخرت تان هٿ کڻي ڇڏ". اهي ٻئي پردن جا مقام آهن. هر ڪشادگيءَ جو راز ان قول ۾ لڪل آهي. جسماني راحت دنيا کي ڇڏي ڏيڻ ۾آهي ۽ دل جو سڪون آخرت جي لالچ کان هٿ ڌوئڻ ۾ آهي. هو دائود بن حسن رحہ سان تڪلف کان سواءِ ملندو هو، مگر حضرت ابو يوسف قاضي کان پرهيز ڪندو هو. ڪنهن ماڻهوءَ پڇيس: حضرت اوهين ائين ڇو ٿا ڪريو؟ فرمايائين: محمد بن حسن مال ۽ دولت سان راند ڪندو هو. هن دين جو علم حاصل ڪيو، ان جي باوجود سندس مان ۽ مرتبي ۾ ڪو اضافو نہ ٿيو. ان جي ابتڙ ابو يوسف هڪ فقير هو. علم حاصل ڪيائين تہ ان جي صدقي هن مان ۽ مرتبو حاصل ڪيو. حضرت معروف ڪرخي رحہ فرمائي ٿو. مون حضرت دائود طائي رحہ کان وڌيڪ دنيا کان بيزار ڪنهن کي بہ نہ ڏٺو آهي. سندس نظر ۾دنيا ۽ دنيا وارا خسيس هئا. کيس فقيرن جي شڪست حاليءَ جي باوجود وڏي ارادت هئي. حضرت دائود طائي جا مناقب بيشمار آهن.

## 15- حضرت ابوالحسن سري بن مغلس سقطي رحہ:

هي حضرت جنيد رحہ جو مامو هو. سيني علمن ۾ ڪامل هو. تصوف ۾يگانو هو. مقامات کي مقرر ڪرڻ ۽ باطني احوال کي وڌائڻ وارن ۾کيس وڏن واري حيثيت حاصل هئي. عراق جا وڏا وڏا مشائخ سندس مريد هئا. حضرت حبيب راعي رحہ سان ملاقات ٿيل هيس ۽ ان جو صحبتي هو. حضرت معروف ڪرخي رحہ جو مريد هو. بغداد جي بازار ۾ نانوائي جو

كر كندو هو. چون ٿا، تہ هڪ دفعي بازار کي باھ لڳي وئي. ماڻهن اچي ٻڌايو تہ سندس دڪان بہ سڙي ويو. چيائين: چڱو ٿيو. مون کي انهيءَ باھ کان ڇوٽڪارو مليو. پوءِ پتو پيو تہ سڄي بازار سڙي خاڪ ٿي وئي، مگر هن جو دڪان بچي ويو. هن سمورو سامان غريبن ۾ ورهائي ڇڏيو ۽ درويشي اختيار ڪيائين. ڪنهن پڇيس: اوهان جي طبعيت ۾ تبديليءَ جي شروعات ڪيئن ٿي؟ چيائين: هڪ ڏينهن حضرت حبيب راعي منهنجي دڪان جي سامهون لنگهيو، مون ڪيس مانيءَ جو هڪ ڳيو ڏنو ۽ عرض ڪيو تہ ڪنهن غريب کي ڏئي ڇڏجو. هن چيو: الله تعاليٰ توکي هن جو اجورو ڏيندو. ان کان پوءِ منهنجي دل ۾ دنيوي ڪاروبار جي بهتري جي ڪا آرزو نہ رهي.

- ان جو قول آهي: اللهم مهما عذ بتني بہ من شيءِ فلا تعذبني بذل الحجاب. "اي منهنجا مولي! ڀيو جيڪو بہ عذاب ڏيندين اهو سهندس، پر مهرباني فرمائي حجابن جي عذاب ۾ مبتلا نہ ڪر". چو تہ حجاب نہ هوندو تہ هر عذاب سهڻ تنهنجي ذڪر ۽ مشاهدي سان سهنجو آهي. جيڪڏهن آهي تہ تنهنجو ڪرم بہ عذاب کان گهٽ ناهي. حقيقت ۾ جهنم جو وڏي ۾ وڏو عذاب اهو آهي تہ جهنم وارا خدا جي ديدار کان محروم هوندا. جيڪڏهن ديدار نصيب ٿئي تہ جهنم وارا ڪڏهن بہ بهشت جي تمنا نہ رکن، چو تہ ديدار جو مزو عذاب جي سختيءَ کي ختم ڪري ڇڏيندو. اهڙيءَ طرح بهشت جي ڪابہ خوشي ڪشف کان وڌيڪ دل ۾ ويهڻ واري ڪانهي. هزارين خوشين جي باوجود الله تعاليٰ جو ديدار نہ ٿئي تہ جيڪر بهشت وارن جون دليون ٽٽي پون. اها خدائي رسم آهي تہ سندس دوست ان جو جلوو ڏسندا آهن ۽ هر مصيبت سهندا ويندا آهن. سندن لبن تي اها دعا هوندي آهي: تنهنجي حجاب جي مقابلي ۾ هر عذاب قبول آهي. تون سامهون آهين تہ ڪنهن بہ مصيبت جو خوف ناهي. الله بهتر ڄاڻڻ وارو آهي.

## 16- حضرت ابوعلي شفيق بن ابراهيم آزدي رحہ:

هي شرعيت جي علمن، معاملن ۽ حقيقت جو ماهر هو. تصوف جي ڪيترن ئي مضمونن تي سندس ڪتاب لکيل آهن. هو حضرت ابراهيم اڌهم ۽ ڪيترن ٻين وڏن بزرگن سان صحبت ڪري چڪو هو. هن جو قول آهي: جعل الله اهل طاعته احياءَ في مماتهم و اهل المعاصي امواتا في حياتهم. "عبادت وارا مري بہ جيئرا رهندا آهن ۽ گناهہ ڪندڙ جيئرا رهي بہ مئل هوندا آهن". عبادت ڪندڙ مرڻ کان پوءِ بہ جيئرا رهندا آهن، چو تہ فرشتا ڪين حشر تائين آفرين چوندا رهندا آهن ۽ حشر ۾ بہ ڪين هميشه واري حياتي نصيب ٿيندي آهي. هو فنا حاصل ڪري هميشه واري اُجوري سان زندهہ ۽ باقي رهندا آهن.

هڪ ڪراڙو ماڻهو سندس آڏو آيو ۽ عرض ڪيائين: مان وڏو گنهگار آهيان ۽ توبهہ ڪرڻ ٿو چاهيان. فرمايائين: تون دير سان آيو آهين. ڪراڙي ماڻهوءَ چيو: اهو ٺيڪ ناهي. مان موت کان اڳ ۾ آيو آهيان. ايڏي دير تہ نہ ٿي آهي.

چون ٿا، تہ سندس توبهہ جي شروعات هن طرح سان ٿي: هڪ سال بلخ ۾ وڏو ڏڪار پيو. ماڻهو هڪ ٻئي کي کائي رهيا هئا. اهڙي آفت ۽ مصيبت ۾ حضرت شفيق ڏٺو تہ هڪ نوجوان وچ بازار ۾ نچي رهيو آهي. ماڻهن پڇيو: تون ڇو ٿو نچين؟ سڄي مخلوق مصيبت ۾ ڦاٿل آهي، توکي پنهنجي هلت تي شرم اچڻ گهرجي؟ نوجوان جواب ڏنو: مون کي ڪوبہ غم ناهي. منهنجو مالڪ سڄي ڳوٺ جو مالڪ آهي ۽ منهنجي روٽي انهيءَ جي حوالي آهي. حضرت شفيق دانهن ڪري چيو: يا الاهي! هيءُ نوجوان انهيءَ ڳالهہ تي ناز ڪري رهيو آهي تہ سندس مالڪ سڄي ڳوٺ جو مالڪ آهي. تون شاهن جو شاهہ آهين ۽ روزيءَ جو واعدو بہ ڪري چڪو آهين. پوءِ بہ اسان بد نصيب پاڻ کي رنج ۽ مصيبت ۾ ڦاٿل سمجهي رهيا آهيون. هن حقيقت جو رستو اختيار ڪيو ۽ پوءِ روزيءَ لاءِ ڪڏهن بہ فڪر نہ ڪيائين. هو چوندو هو: مان انهيءَ نوجوان جو مريد آهيان. مون جو ڪجهہ بہ سکيو آهي، انهيءَ کان سکيو آهي. اها سندس عاجزي هئي.

## 17- ابوسليمان بن عبدالرحمان بن عطيہ دراني رحہ:

تصوف وارا سندس وڏي عزت ڪندا هئا ۽ عقيدت کان ڪيس "ريحان دل" سڏيندا هئا. هو رياضت ۽ مجاهدي ۾ ڏاڍو

مشهور هو. وقت جي علم ۽ آفتن جي ڄاڻ جو ماهر هو. مصيبتن اچڻ واريءَ جاءِ تي وڏي نظر رکندو هو. عبادت، قلب جي سنڀال ۽ عضون تي سندن سهڻا اشارا آهن. سندس قول آهي: اذ اغلب الرجاء علي الخوف فسد الوقت. "جيڪڏهن اميد خوف تي غالب ٿيندي تہ وقت پريشان ٿي ويندو". وقت جو مقصد حال جي ثابت قدمي آهي ۽ ثابت قدمي برقرار رهندي آهي جيستائين خوف برقرار هوندو آهي. ان جي ابتڙ جيڪڏهن خوف اميد تي غالب هوندو تہ توحيد جو نقصان ٿيندو، ڇو تہ خوف جو غلبو نااميدي جي نشاني آهي ۽ الله تعاليٰ کان نااميدي شرڪ آهي. مطلب تہ توحيد جي ثابتي اميد سان آهي ۽ اها بہ وقت جي خوف سان. جڏهن خوف ۽ اميد برابر ٿيندا آهن، تڏهن ٻئي قائم رهندا آهن. توحيد جي ثابتي مومن بڻائيندي آهي ۽ وقت جي ثابتي پرهيزگار بڻائيندي آهي. اميد جو بنياد ديدار تي آهي ۽ اها پختي عقيدي جو نتيجو هوندي آهي. خوف جو لاڳاپو مجاهدي سان ٿيندو آهي، جيڪو پريشانيءَ کان خالي تہ هوندو آهي. مشاهدو بہ مجاهديءَ سان حاصل ٿيندو آهي. ٻين لفظن ۾ هر اميد نااميدي مان پيدا ٿيندي آهي. جڏهن انسان پنهنجي عملن ۾ آئندي جي ڇڱائيءَ کان نااميد ٿي ويندو آهي، تڏهن سندس نااميدي ڇوٽڪاري جي رشتي جي شمع بڻجي ويندي آهي ۽ هو بهتري ۽ خدا تعاليٰ جو لطف حاصل ڪندو آهي، خوشين جا دروازا کلي ويندا آهن. نفساني خواهشون ختم ٿي وينديون آهن ۽ حقيقت جي جَلوَن کي سچائي ونندو آهي.

حضرت احمد الحواري جو چوڻ آهي، تہ هڪ رات مون کي اڪيلائپ ۾ نماز پڙهندي ڏاڍي لذت محسوس ٿي. ٻئي ڏينهن حضرت ابوسليمان سان ڳالهہ ڪيم، تہ هن فرمايو: تون ڏاڍو ڪمزور آهين، ڪجهہ اڪيلائپ ۾، ڪجهہ ماڻهن ۾ پڙهہ. ڪائنات ۾ ڪابہ اهڙي شيءِ ناهي، جيڪا ٻانهي ۽ خدا جي وچ ۾ پردو ڪري سگهي. ڪنوار جي پردي لاهڻ جو مطلب اهو هوندو آهي تہ ڪيس سڀ ڏسي وٺن ، جيئن سندس عزت ۾ اضافو اچي. ڪنوار لاءِ اهو ٺيڪ ناهي تہ سندس نظر گهوٽ کان سواءِ ڪنهن ٻئي تي پوي، ڇو تہ ٻئي ڏانهن ڏسڻ، هن جي ذلت جو سبب بڻبو. جيڪڏهن زاهد جي شان تي سڄي دنيا جي نظر پوي تہ ڪو نقصان ڪونهي. ليڪن جيڪڏهن هو پاڻ پنهنجي شان کي ڏسندو تہ گمراهہ ٿي ويندو.

## 18- حضرت ابو محفوظ معروف بن فيروز ڪرخي رحہ:

هن جو شمار وڏن مشائخن ۾ ٿئي ٿو. هو طبع جي برد باري ۽ عبادت جي سچائيءَ ۾ مشهور آهي. ترتيب جي لحاظ کان سندس ذڪر اڳ ۾ اچڻ گهربو هو مگر مون انهن ٻن بزرگن جي پيروي ڪئي آهي جيڪي مون کان اڳ ۾ لکي چڪا آهن. انهن مان هڪ نقل ڪرڻ وارو ۽ ٻيو تصوف جو صاحب آهي يعني شيخ ابو عبدالرحمان سلمي ۽ استاد ابوالقاسم قشيري رضي الله عنهما. شيخ ابو عبدالرحمان پنهنجي ڪتاب ۾ اها ترتيب رکي آهي. ۽ امام ابوالقاسم پنهنجي ڪتاب جي مقدمي ۾ انهيءَ ترتيب جو ذڪر ڪيو آهي، مون سندن پيروي ڪئي آهي. حضرت معروف حضرت سري سقطي رحہ جو استاد ۽ حضرت دائود طائي رحہ جو مريد هو.

ابتدا ۾ حضرت معروف غير مسلم هو. حضرت امام رضا عليہ السلام جن جي هٿ تي ايمان آندائين ۽ سندن نظر هيٺ وڏو مرتبو حاصل ڪيائين. روايت آهي تہ فرمايائين: لِلفتيان ثلث علامت: وفاء بلا خلاف و مدح بلاجد و عطا بلا سوال. "جوانمرديءَ جا ٽي نشان آهن: هڪ وفائي بي خلاف، ٻيو تعريف بي عطا ۽ ٽيون عطا بي سوال". وفائي بي خلاف هي آهي، تہ ٻانهپ ۾ برخلاف هلت ۽ ڏنگي چال پاڻ تي حرام سمجهڻ گهرجي. تعريف بي عطا هي آهي، تہ جنهن ڪو بہ نيڪ سلوڪ نہ ڪيو هجي ان کي بہ نيڪي سان ياد ڪجي. عطائي بي سوال هي آهي تہ جڏهن عطا جي توفيق هجي، تہ اها ڪري ڇڏجي ۽ جنهن جي حال جي خبر هجي ان کي سوال جي تڪليف نہ ڏجي. اهو مخلوق ۾ ڳڌجي ڪم ڪرڻ جو طريقو آهي. سيني ماڻهن ۾ اهي صفتون اڌاريون آهن. حقيقت ۾ اهي خدائي صفتون آهن. خدا تعاليٰ پنهنجن دوستن جي حق ۾ وفا ۾ ابتڙ روش نٿو ڪري. ٻانها ڪيترا بہ ابتڙ هلن، سندس لطف ۽ ڪرم ۾ ڪمي نہ ايندي آهي. سندس وفا هيءَ هئي تہ ازل واري ڏينهن انسان کي ڪنهن خوبي کان سواءِ نوازيو ويو ۽ اڄ بہ سندس غلط هلت جي باوجود مٿس عتاب نٿو ڪري.

تعريف بي عطا بہ فقط سندس صفت آهي، چو تہ هو ٻانهن جي ڪمن کان بي نياز آهي. انسان جي ٿورڙي نيڪي واري هلت تي بہ ان جي تعريف ٿو ڪري. عطائي بي سوال بہ هن کان سواءِ ٻيو ڪو ڪري سگهي. هو ڪريم آهي. سڀني حال کان واقف آهي ۽ گهرڻ کان سواءِ سڀني جي مراد پوري ڪندڙ آهي. جڏهن الله تعاليٰ ڪنهن کي توفيق ڏيندو آهي ۽ پنهنجي انعام سان هن جي سر بلندي ڪندو آهي تہ سندس معاملن ڪي انهن تن شين سان سينگاريندو آهي. انسان پنهنجي هم جنسن سان پنهنجي همٿ آهر اهڙو برتاءُ ڪندو آهي. انهيءَ حالت ۾ هو جوانمرد ۽ جوانمرديءَ ۾ نالي ڪڍڻ جو لائق آهي. اهي ٽيئي صفتون حضرت ابراهيم عليہ السلام جن ۾ موجود هيون. خدا گهريو تہ اهو ذڪر ڪنهن مناسب جاءِ تي ڪندس.

## 19- حضرت ابوعبدالرحمن حاتم بن علوان العاصم رحہ: بلخ جي وڏي اقبال وارن ۽ خراسان جي پراڻن مشائخن مان هو:

حضرت شفيق رحہ جو مريد ۽ حضرت احمد بن خضرويہ رحہ جو استاد هو. منڍ کان پڇاڙي تائين هر حال ۾ سچائيءَ تي ثابت قدم رهيو. حضرت جنيد رحہ چيو آهي: صديق زماننا حاتم الاصم رحہ حاتم اصم اسان جي زماني جو صديق آهي. سندس ڪلام مٿاهين درجي جو آهي جنهن ۾ نفس جي آفتن، طبع جي سختيءَ جي ڄاڻ جا ڏکيا نُڪتا ۽ معاملن جون روايتون ذڪر ڪيل آهن سندس قول آهي:" الشهوة ثلثة شهوت في الاک و شهوة في الڪلام في النظر فاحفظ الاڪل بالثقة و لسان و باصدق و المنظر بالعبرة". "شهوت جون ٽي صورتون آهن: کاڌي جي شهوت، ڪلام جي شهوت ۽ نظر جي شهوت. کاڌي جي سنڀال خدا جي پيروي سان ڪلام جي سچائي سان ۽ نظر جي عبرت سان ڪيو". توڪل کاڌي جي شهوت کان حفاظت ۾ رکي ٿي. توڪل جو بنياد علم جي درستي تي آهي، جن کي پنهنجي خالق جو صحيح علم آهي، اهي ڄاڻن ٿا تہ روزي پهچائيندڙ صرف الله جي پاڪ ذات آهي. اهي صحيح علم سان ڳالهائيندا ۽ ڏسندا آهن. سندن کاڌو پيتو محبت، ڪلام وجد ۽ نظر الله جو ديدار آهي. صحيح علم جي ڪري هو فقط حلال کائيندا آهن. ڳالهائيندا آهن تہ الله جي تعريف ڪندا آهن. ڏسندا آهن تہ انهيءَ کي ڏسندا آهن. انهن لاءِ اها شيءِ حلال آهي. جيڪا هو عطا ڪندو آهي ۽ ان جي کائڻ جي اجازت ڏيندو آهي. ظاهر ڪرڻ جهڙي اها تعريف آهي جيڪا ارڙهن هزار عالمن ۾ فقط ان لاءِ هجي. قدر ڪرڻ جهڙي شيءِ فقط اها آهي جنهن ۾ ان جو شان ۽ دٻدٻو هجي. جيڪو ان کان حاصل ڪري سندس اجازت سان کائبو تہ اهو شهوت ۾ نہ ايندو. هن جو ذڪر جيڪو سندس اجازت سان ڪبو سو شهوت نہ ٿيندو. هن جي قدرت کي سندس اجازت سان ڏسبو تہ اهو بہ شهوت جي حد ۾ نہ ايندو. کاڌو حلال هجي تڏهن بہ پنهنجي خواهش سان کائڻ شهوت آهي. الله تعاليٰ جي ذڪر وارو گفتگو جيڪڏهن نفساني خواهش سان هجي تڏهن بہ شهوت آهي. نفساني خواهش واري نظر بہ شهوت ۽ مصيبت آهي پوءِ ڪٿي ان لاءِ ڪي دليل بہ موجود هجن. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

## 20- حضرت ابوعبدالله محمد بن ادريس شافعي رحہ:

پنهنجي وقت جي بزرگن مان سڀني علمن ۾ يگانو هو. جوانمردي ۽ پرهيز گاري ۾ سندس بيشمار فضيلتون آهن. جيستائين مديني شريف ۾ رهيو تيستائين امام مالک جو شاگرد هو. عراق ۾ اچي حضرت محمد بن حسن کان فيض ورتائين. هميشہ اڪيلائپ ڏانهن لاڙو رکندو هو. ڪيس تصوف جي تحقيق جو شوق هو. کافي وقت گذرڻ کان پوءِ ڪيترائي پيروي ڪندڙ وٽس جمع ٿي ويا. حضرت احمد بن حنبل بہ انهن ۾ شامل هو. پوءِ سندس طبيعت درجي حاصل ڪرڻ ۽ امانت ڏانهن لاڙو رکيو ۽ اڪيلائپ جو خيال ڇڏي ڏنائين. هر حال ۾ سٺن لڇڻن جي مالک هو. منڍ ۾ صوفين جي برخلاف هو مگر جڏهن حضرت سليمان راعي سان ملاقات ڪيائين ۽ ساڻس ويجهڙائي نصيب ٿيس تڏهن کان وٽي سندس طبيعت ۾ ڦيرو آيو. ان کان پوءِ جتي بہ ويو اتي حقيقت جي تلاش ۾ مشغول رهيو. روايت آهي تہ هڪ دفعي فرمايائين: اذا رايت العالم يشتغل الرخص فليس يحيي منہ شيءِ. "جيڪڏهن ڪو عالم دين ۾ آسانيءَ جو شوق رکي تہ سمجهيو

سندس دامن ۾ ڪجهه بہ ناهي". عالم مخلوق جو اڳواڻ هوندو آهي. اهو لائق ناهي، تہ ڪوبہ پنهنجو قدم ان ڪان اڳ ۾ رکي پوءِ ڪٿي ڪهڙي بہ مطلب سان هجي. الله جي رستي تي هلڻ لاءِ وڏي خبرداري جي ضرورت آهي. تاويلون اهي ماڻهو ڪندا آهن جن کي حقيقت ڪان منهن موڙڻو هوندو آهي ۽ هو اختصار ۽ سهولت ڏانهن لاڙو رکندا آهن. تاويل عام ماڻهن جي عادت آهي ۽ شرعيت جي دائري ۾ رهڻ لاءِ اختيار ڪبي آهي. مجاهدو خاص ماڻهن جو ڪم آهي ۽ اهي ان جي ميوي جي لذت محسوس ڪندا آهن. عالم خاصن ۾ شامل آهن. خاص ماڻهو عام ماڻهن واري هلت اختيار ڪندا تہ انهن ۾ ڪابہ اميد رکڻ اجائي آهي. ان ڪان سواءِ تاويل خدا جي حڪمن ۾ گهٽتائي جي برابر آهي. دوست دوست جي حڪمن ۾ گهٽتائي نہ ڪندو آهي.

هڪ طريقت جي شيخ بيان ڪيو آهي تہ هڪ رات ڪيس حضور ﷺ جن خواب ۾ نظر آيا. شيخ چيو حضور ﷺ جن کي عرض ڪيم تہ مون وٽ حديث پهتي آهي تہ الله تعاليٰ زمين ۾ ولي ۽ اوتاد پيدا ڪيا آهن. حضور ﷺ جن فرمايو تہ اها منهنجي حديث صحيح آهي. شيخ عرض ڪيو: مان انهن مان ڪنهن هڪ کي ڏسڻ ٿو چاهيان. حضور ﷺ جن فرمايو: محمد بن ادريس کي ڏس! ان ڪان سواءِ سندس ٻيون بہ گهڻيون فضيلتون آهن.

## 21- ابو محمد احمد بن حنبل رحہ:

هن جي عبادت ۽ پرهيزگاري مشهور آهي. پيغمبر ﷺ جن جي حديث جو حافظ هو. طريقت وارن جو هر طبقو سندس عزت ۽ احترام ڪندو هو. هن ڪيترن ئي وڏن مشائخن سان صحبت ڪئي مثلاً ذوالنون مصري، بشر حافي، سري سقطي، معروف ڪرخي رضي الله عنهم. صحيح دانائي ۽ ظاهري ڪرامتن جو مالڪ هو. اڄ ڪلهه ڪي ماڻهو ڪيس مشبهين (الله تعاليٰ جي جسم جو عقيدو رکندڙ) جي تعليم کي هن ڏانهن نسبت ڏين ٿا. اصل ۾ اهو سراسر بهتان آهي ۽ من گهڙت ڳالهين مان پيدا ٿيل آهي. هو اهڙين ڳالهين ڪان مٿيرو آهي. دين جي اصول ۾ سندس عقيدا سيني عالمن پسند ڪيا آهن.

بغداد ۾ معتزله مذهب وارن زور ورتو تہ انهن امام احمد حنبل رحہ کي تڪليف پهچائڻ جو ارادو ڪيو. ڪيس چيو ويو، تہ قرآن کي سڏي. هو پوڙهو ۽ ڪمزور ٿي چڪو هو. سندس ٻئي هٿ پنيان ٻڌا ويا ويا. ظالمن ڪيس هزار ڪوڙا (شرعي لڪڻ) هنيا مگر هن قرآن کي مخلوق نہ سڏيو. انهيءَ حالت ۾ سندس اڳٺ کلي ويو. سندس هٿ ٻڌل هئا. غيب ڪان مدد پهتي. اڳٺ ازخود ٻڌجي ويو. اها ڪرامت ڏسي تڪليف ڏيندڙن ڪيس ڇڏي ڏنو. هو زخم سهي نہ سگهيو ۽ ٿوري وقت ۾ مري ويو. موت ڪان ٿورو وقت اڳ ۾ ماڻهو خدمت ۾ حاضر ٿيا. پڇيائون: اوهان انهن ظالمن جي حق ۾ ڇا ٿا فرمايو جن اوهان کي تڪليف پهچائي. فرمايائين: ڪجهه بہ نہ. انهن ماڻهن مون کي خدا جي رستي ۾ ماريو ۽ اهو سمجهي ماريو آهي تہ سچا آهن ۽ مان ڪوڙو آهيان. . مان هڪ زخم لاءِ بہ قيامت ۾ انهن سان جهڳڙو نہ ڪندس. معاملات ۾ سندس قول وڏا قيمتي آهن. جيڪڏهن هن ڪان سواءِ ڪنهن مسئلي بابت سوال ڪيو ويندو تہ ڏسندو هو تہ جيڪڏهن اهو مسئلو معاملن متعلق آهي تہ ان جو جواب پاڻ ڏيندو هو پر جيڪڏهن ڪو مسئلو حقيقت متعلق هوندو هو تہ چوندو هو تہ بشر حافي ڪان پڇ. ڪنهن ڪانئس سوال ڪيو: اخلاص ڇا آهي؟ جواب ڏنائين: الاخلاص هو الخلاص من آفات الاعمال. "اخلاص اهو آهي تہ عملن جي آفت ڪان ڇوٽڪارو حاصل ٿئي". يعني هر ڪم مڪر، ريا ۽ غرض ڪان خالي هجي. وري پڇيائين: ما التوڪل." توڪل ڇا آهي؟" چيائين الثقة ابالله "اهڙو ايمان رکڻ تہ خدا روزي پهچائيندڙ آهي". وري پڇيائين: ماالرضا. "رضا ڇا آهي؟" چيائين تسليم الامور الي الله. "پنهنجن ڪمن کي خدا جي حوالي ڪرڻ". وري پڇيائين: ماالمحبت. "محبت ڇا آهي؟" چيائين: اهو سوال بشر حافي ڪان پڇ. جيستائين هو جيئرو آهي، تيستائين مان ان جو جواب نہ ڏيندس.

امام حنبل رحہ هميشه امتحان ڏيندو رهيو. سندس حياتيءَ جي معتزلن جو زور هو. وفات ڪان پوءِ مشبهين جون

تهمتون ايتري قدر هيون جو اهل سنت بہ هن کان پوريءَ طرح واقف ٿي نہ سگهيا. هن تي ڪافي تهمتون رکيون ويون، پر هو سيني کان آزاد رهيو. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

## 22- حضرت ابوالحسن احمد بن ابي حواري رحہ:

هو شام جي وڏن مشائخ سڳورن مان هو. سمورا مرشد سندس ساراهہ ڪندا آهن. حضرت جنيد رحہ چيو آهي: احمد بن ابي حواري رحہ ريحانة الشام. "حضرت احمد بن ابي حواري شام جي خوشبوءِ آهي". طريقت جي علم تي سندس لطيف قول آهن. پيغمبر ﷺ جن حديثن جو سچو راوي هو. حضرت ابو سليمان دراني جو مريد هو. حضرت سفيان بن عينيہ ۽ مروان بن معاويہ الفزاري سان ڪچهريون ڪيل هيس. وڏو سير سفر ڪندڙ هو ۽ هر جاءِ تان فائدو حاصل ڪندو هو. سندس قول آهي: الدنيا مزبلة و مجمع الكلاب و اقل من الكلاب من عكف عليها فان الكلب يا خذ منها حاجة و ينصرف والمحب لها لايزول عنها ولايتركها بحال. "هيءَ دنيا گند جو ڍير آهي، جنهن تي ڪتا گڏ ٿيا آهن. جيڪو ان تي وڌيڪ ويهندو، اهو ڪتي کان بہ خراب هوندو. ڇو تہ ڪتو ڍير مان مطلب جي شيءِ ڪٺي هڻي ويندو آهي مگر دنيادار ان تان هٽڻ جو نالو ئي نہ وٺندو آهي". ان مان ظاهر آهي تہ هو دنيا ۽ دنياوارن کان ڪيترو بيزار هو. طريقت وارن لاءِ اها بيزاري ۽ لاڳاپن لاهڻ واري حالت خوشيءَ جو سبب هوندي آهي. منڍ ۾ پڙهڻ سان چاهہ هوندو هئس. ان ۾ وقت جي امام جو مرتبو حاصل ڪيائين. پوءِ سمورا ڪتاب درياءَ ۾ اُڇلي ڇڏيائين ۽ چيائين: نعم الدليل انت واما الاشتغال بالدليل بعد الوصول محال. "اوهان چڱي رهبري ڪئي. منزل تي پهچڻ کان پوءِ رهبر جي ضرورت نہ هوندي آهي". رهبر جي ضرورت تيستائين هوندي آهي، جيستائين سالڪ هلندو رهي. جڏهن منزل جي بارگاهہ اچي ويندي آهي، تڏهن رستا يا دروازا بيڪار هوندا آهن. مشائخ جو خيال آهي تہ اها شيءِ احمد کان سڪر (بيهوشي) جي حالت ۾جاري ٿي هوندي، ڇو جو طريقت جي رستي ۾ جنهن چيو تہ مون منزل حاصل ڪري ورتي آهي، اهو گمراهہ بڻجي ويو. ڪنهن منزل جو حاصل ڪرڻ اڳتين منزل کان پري ٿيڻ آهي. پيو ڪم ڪار اجايو آهي. فارغ ٿيڻ سستي آهي. ميلاپ ڪابہ شيءِ ناهي. ڪم ۾ فرصت ۾ هڪ لاڳاپو آهي ۽ ٻئي انساني صفتن ۾ شامل آهن. ميلاپ ۽ جدائي خدا تعاليٰ جي مرضي ۽ ڪامل قدرت تي پروسو رکن ٿا. الله جو ميلاپ ناممڪن آهي. قرب ۽ ويجهڙائيءَ جو انهيءَ ذات سان ڪوبہ لاڳاپو ڪونهي. ميلاپ اهو آهي تہ انسان کي الله تعاليٰ وٽان عزت نصيب ٿئي ۽ جدائي اها آهي تہ هو ذليل ۽ خوار هجي.

منهنجو خيال آهي، تہ ابي الحواري وصول جو لفظ الله تعاليٰ جي راهہ حاصل ٿيڻ جي معنيٰ ۾ ڪم آندو آهي. الله جو رستو ڪتابن مان حاصل نہ ٿيندو آهي. جڏهن ڇٽو رستو سامهون هوندو آهي تڏهن ڪنهن جي رهبري يا سمجهاڻي جي ضرورت نہ رهندي آهي. علم جي پوري ڪرڻ (تحصيل) کان پوءِ ڪتاب ۽ گفتگو جي ضرورت ناهي. مشائخن بہ ائين ڪيو آهي، مثلاً وڏي شيخ ابوٓ سعيد فضل الله بن محمد الميهني وغيره بہ ڪتاب درياءَ ۾ اُڇلي ڇڏيا هئا. ڪن رسم جي چاهيندڙن بہ انهن جو نقل ڪيو آهي مگر انهن اهو پنهنجي سستي ۽ جهالت جي ڪري ڪيو آهي. وڏن مشائخن جو مطلب يقين سان اهوَ هو تہ انهن ۽ الله تعاليٰ جي ذات جي وچ ۾ ڪابہ شيءِ نہ هجي ۽ دنيا ۽ دنياوارن سان ناتا پوري طرح ٽٽي ،ون. حقيقت ۾ اها حالت سُڪر (نشي) جي آهي. ڪنهن نشين يا سيڪڙاٽ کي ائين ڪرڻ نہ گهرجي، ڇو تہ بلندي واري درجي تي پهتل (متمڪن) ماڻهو لاءِ ٻئي جهان (ڪونين) حجاب بڻجي نٿا سگهن تہ ڪاغذ جا پرزا (ڪتاب) انهن لاءِ ڪهڙو حجاب بڻبا. جڏهن دل ئي لاڳاپن کان دور ٿي وئي تہ پوءِ ڪاغذ جي ٽڪرن جي ڪهڙي حيثيت رهندي. ڪتابن کي درياءَ ۾ وجهڻ ۾ سندن مراد معنيٰ جي تحقيق سان عبارت جو انڪار آهي. بهتر اهو آهي تہ عبارت کي زبان سان ادا نہ ڪيو وڃي ڇو تہ جيڪي ڪتاب ۾ لکيل آهي ۽ جيڪا عبارت زبان تي جاري آهي سا انهيءَ عبارت کان وڌيڪ نہ آهي. مان سمجهان ٿو، تہ حضرت احمد کي حال جي غلبي ۾ ڪوبہ ٻُڌڻ وارو نہ ملي سگهيو هو. هو پنهنجي حال جي سمجهاڻي ڪاغذ جي ٽڪرن تي لکي ڇڏيندو هو. جڏهن ڪاغذ جا گهڻا پرزا جمع ٿي ويا ۽ ڪوبہ نظر وارو نہ مليو تڏهن سيني درياءَ

۾ اُجلي ڇڏيائين ۽ چيائين: اوهان سڀ رهبر آهيو مگر اوهان ۾ مشغول ٿيڻ محال آهي. هي به ٿي سگهي ٿو ته هن وٽ تمام گهڻا ڪتاب هئا جن جو واسطو وردن، وظيفن ۽ معاملن سان هو. انهن جي ضرورت ڪانه هئي، تنهنڪري انهن تان هٿ کنيائين ۽ انهن جي عبارت کي ترڪ ڪيائين الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

## 23- حضرت ابوحامد احمد بن خضرويه بلخي رح:

جوانمرد سپاهي ۽ خراسان جو آفتاب ابواحمد بن خضرويه وڏي حال وارو ۽ وقت جي طريقت وارن جو سارا هيل هو. پنهنجي زماني ۾ صوفين جو پيشوا ۽ عام و خاص جو پيارو بزرگ هو. ملامت وارن بزرگن مان هو ۽ سپاهين وارو لباس پائيندو هو. سندس گهر واري حضرت فاطمه به وڏي شان واري عورت هئي. بلخ جي امير جي ڌيءَ هئي. جڏهن سندس دل ۾ توبهه جو خيال پيدا ٿيو، تڏهن هن احمد کي پيغام ڏنو ته هو سندس پيءُ کي درخواست ڪري. احمد منظور نه ڪيو. حضرت فاطمه وري ماڻهو موڪليو ۽ چيو ته مون کي توهان ۾ جوانمردي جي اميد هئي، اوهان کي هڪ عورت جي رهبري ڪرڻ گهرجي ۽ نه وري رهزني. حضرت احمد راضي ٿي ويو ۽ هن جي پيءُ کي درخواست ڪيائين. هن پنهنجي ڌيءَ جو سڱ هن کي ڏنو. حضرت فاطمه پنهنجي گهر ۾ گوشه نشين ٿي وئي. جڏهن احمد ابو يزيد جي زيارت جو ارادو ڪيو، ته فاطمه به گڏجي هلي جڏهن حضرت ابو يزيد جي سامهون فاطمه برقعو مٿي ڪري ڇڏيو ۽ هن سان ڪنهن حجاب کان سواءِ گفتگو ڪيو ته احمد کي وڏو تعجب ٿيو ۽ غيرت وچان فاطمه کي چيائين: مون کي بڌاءِ ته ابو يزيد جي سامهون ايترو بي تڪلف ٿي گفتگو ڪرڻ جو مطلب ڇا آهي ؟ فاطمه جواب ڏنو: تون منهنجي طبعيت کان واقف آهين ۽ ابو يزيد منهنجي طريقت کي ڄاڻندڙ آهي. توسان نفس جي لالچ جو لاڳاپو آهي ۽ هن سان خدا جي راهه جو واسطو آهي. ان ڳالهه جو پڪو دليل هيءَ آهي ته هن کي منهنجي صحبت جي ضرورت ناهي، تون منهنجي صحبت جو محتاج آهين. اهڙيءَ طرح هو ابو يزيد سان بي تڪلف ٿي گفتگو ڪندي رهي. هڪ ڏينهن ابو يزيد فاطمه جو هٿ ڏٺو مينديءَ سان رڱيل هو. پڇيائين: هي ڇو؟ فاطمه جواب ڏنو ته اڄ تائين تو منهنجو هٿ ۽ ان تي مينديءَ جو رنگ نه ڏٺو هو، مون لاءِ اوهان جي صحبت خوشيءَ جو سبب هئي. هاڻي اوهان جي نظر منهنجي هٿ ۾ مينديءَ جي رنگ تي آهي، ان ڪري صحبت حرام ٿي ويئي. اتان نڪري نيشاپور اچي ويا ۽ اتي ئي رهيا. نيشاپور جي ماڻهن کي هن لاءِ وڏي عقيدت هئي. جڏهن يحييٰ بن راضي نيشاپور ۾ آيو ته احمد سندس دعوت جو ارادو ڪيو. فاطمه کان پڇيائين ته دعوت لاءِ ڪهڙي سامان جي ضرورت آهي؟ فاطمه چيو: ايتريون ڳئون، رڍون، ايتري سبزي، مصالح، خوشبوءِ، بتيون ۽ ويهه گڏهه. احمد پڇيو: گڏهه ڇا لاءِ؟ فاطمه جواب ڏنو: جڏهن ڪو نيڪ ماڻهو ڪنهن نيڪ ماڻهوءَ وٽ مهمان ٿئي ته آسپاس جي ڪتن جو به حق ٿيندو.

ابو يزيد فاطمه جي باري ۾ چيو: من اراد ان يَنظُر الىٰ رجل من الرجال مختوم تحت لباس النسوان فلينظر الىٰ فاطمه رحمها الله. "جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن مرد کي زناني لباس ۾ ڏسڻ چاهي اهو فاطمه کي ڏسي". حضرت ابو حفص حداد رح جو قول آهي: لولا احمد بن خضرويه ما ظهرت الفتوة. "جيڪڏهن احمد بن خضرويه نه هجي ها ته جوانمردي به نه هجي ها". احمد جا قول تمام متانهان آهن. هو تهذيب وارين روايتن لاءِ مشهور آهي. اخلاق ۽ تصوف تي سندس بيشمار ڪتاب آهن. هڪ دفعي فرمايائين: الطرق واضح والحق لائح و الراعي قد اسمع فما التحير بعدها الامن العمي. "رستو ظاهر آهي. حقيقت روشن آهي. پاسبان سڏي چڪو آهي. ان هوندي به ڪو پٽڪي وڃي ته سندس انڌي هجڻ جو تصور آهي". رستو ڳولڻ بيوقوفي آهي ڇو ته الله جي راهه سج وانگر روشن آهي. الله تعالىٰ جي ذات ايتري ظاهر آهي جو ان جي تلاش جي ضرورت ئي ناهي. سندس قول آهي: استرعز فقرک. "پنهنجي فقر جي عزت کي لڪائي رک". ماڻهن کي ائين نه چوندا وتو ته اسان فقير آهيون. حقيقت ۾ فقير خدا جو انعام آهي ۽ ان جو راز ظاهر ڪرڻ نه گهرجي. هن ڪنهن امير کي رمضان جي مهيني ۾ ڪائڻ جي دعوت ڏني. سندس گهر ۾ سُڪل مانيءَ جي ٽڪرن کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه

هو. امير ماڻهو گهر وڃي هن ڏانهن اشرفين جي ٿيلهي موڪلي. هن اها ٿيلهي واپس موڪلي ۽ چيو: اها منهنجي راز کولڻ جي سزا آهي. اها ڳالهه سندس سچي فقر جو دليل آهي. الله بهتر ٿو ڄاڻي.

## 24- حضرت ابوتراب عسڪر بن الحسين نخشبي رحہ: توڪل وارن جو امام ۽ زماني وارن جو سارا هيل.

حضرت ابوتراب عسڪري رحہ خراسان جي وڏن ۽ اڳواڻن مشائخن مان هو. جوانمردي، عبادت ۽ پرهيزگاري ۾ مشهور هو. سندس ڪرامتون ۽ عجيب ڳالهيون بيشمار آهن. سير ۽ سفر ڪرڻ وارن صوفين ۾ ڪيس خاص درجو مليل هو. دنيا کان منهن موڙي رڻن ۽ جبلن ۾ اڪيلو گهمندو وتندو هو. هن جو موت بہ بصري جي رڻ ۾ ٿيو. مرڻ کان پوءِ ڪيترن ڏينهن تائين سندس مڙهہ رڻ ۾ ڏٺو ويو. ڪعبي ڏانهن منهن ڪيو بيٺو هوندو هو. هٿ ۾ لٺ هيس. ۽ پاڻيءَ جو ٿانءُ سامهون پيو هو. چيرينڊڙ ۽ جهنگلي جانور هن جي ويجهو نہ ايندا هئا. سندس قول آهي: الفقير قوته ما وجد و لباسه ماستر و مسكنه حيث. "درويش جي خوراڪ اها آهي جيڪا کيس ملي، سندس لباس اهو آهي، جيڪو سندس اوگهڙ ڍڪي، هن جي رهڻ واري جي جاءِ اها آهي جتي هو رهي". مطلب اهو آهي تہ خوراڪ، لباس ۽ رهڻ واري جاءِ جي معاملي ۾ درويش جي پنهنجي خواهش نہ هوندي آهي. سچي دنيا هنن ٽن مصيبتن ۾ ڦاٿل آهي ۽ ٽنهي جي لالچ ڪم ۾ مشغول رکندڙ آهي. اها ظاهري صورت آهي، حقيقي معنيٰ ۾ درويش جي خوراڪ وجد آهي. ان جو لباس پرهيزگاري آهي ۽ سندس رهڻ جي جاءِ غيب جو عالم آهي. الله تعاليٰ جو فرمان آهي: وأن لـواستقامـوا عليٰ طريقـة لا سـقينا هـم ماء غـرقـا. "جيڪڏهن هو حقيقت جي رستي تي ثابت قدم رهندا تہ اسان انهن تي رحمت جو مينهن وسائينداسون". وري فرمان آهي: وَرِيشاً وَ لِباسُ تقويٰ ذالـكَ خير. "عمدو لباس مگر پرهيزگاري جو لباس بهتر آهي". حضور ﷺ جن فرمايو آهي: الفـقر وطن الغيب. "فقر جو وطن غيب جو عالم آهي". ڪمال جو درجو اهو آهي تہ درويش جي خوراڪ ويجهڙائي جو شراب هجي، سندس لباس پرهيزگاري ۽ محبت هجي ۽ وطن، غيب جو عالم هجي، فقر، جو طريقت ظاهر هجي ۽ سندس معاملا روشن ۽ چٽا هجن. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

## 25- حضرت ابو زڪريا يحيىٰ بن معاذ رحہ:

هي حال ۾ بلند ۽ سيرت ۾ نيڪ هو. حقيقت جي رستي ۾ الله تعاليٰ جي اميد واري مذهب تي هلندڙ هو. حضرت محصري رحہ جو چوڻ آهي. تہ الله تعاليٰ جي طرف کان ٻہ يحيىٰ آيا. هڪ نبي ۽ ٻيو ولي. حضرت يحيىٰ بن زڪريا عليه السلام خوف جي طريقي تي اهڙيءَ طرح هلندڙ هو جو سمورا دعوا ڪندڙ خوف ۾ پنهنجي چڱائي کان نااميد ٿي ويا هئا. حضرت يحيىٰ بن معاذ رحہ اميد جي رستي اهڙيءَ طرح هلندڙ هو جو اميد جا سمورا دعوا ڪندڙ بيڪار ٿي ويا ۽ چيائون حضرت يحيىٰ بن زڪريا عليه السلام جو حال معلوم آهي، يحيىٰ بن معاذ جو ڪهڙو حال ٿيندو؟ جواب مليو: هو جهالت کان پاڪ هو ۽ ان کان ڪوبہ وڏو گناهہ نہ ٿيو آهي. معاملت ۽ ان جي برتاءُ ۾ سرگرم هو. ڪوبہ سندس خاڪ کي پهچي نٿي سگهيو. سندس دوستن جي پڇا ڪئي. اوهان جو مذهب اميد وارو آهي مگر معاملت ۾ اوهان ڊڄندڙ آهيو. ان جو ڪهڙو مطلب آهي؟ چيائين: ٻانهپ جو ترڪ ڪرڻ گمراهي آهي. خوف ۽ اميد دين جا ٿنيا آهن. جيڪڏهن ڪو ايمان جي هڪ ٿنيي جي پيروي ڪندو تہ هو ڪڏهن بہ ذلت جي کڏ ۾ نہ ڪرندو. ڊڄندڙ جدائي جي خوف کان عبادت ڪندو آهي ۽ اميد وارو ميلاپ جي اميد ۾ عبادت ڪندو آهي. ٻانهپ کان سواءِ ٻيئي غلط آهن. ٻانهپ جي موجود هوندي تہ ٻئي عبادت ۾ داخل آهن. جتي عبادت هوندي آهي اُتي عبارت جي ضرورت نہ رهندي آهي.

هن جا بيشمار ڪتاب لکيل آهن. سندس قول ۽ اشارا لطيف آهن خلفاءِ راشدين کان پوءِ هي پهريون طريقت وارو هو، جيڪو ممبر تي چڙهيو. مون کي سندس ڪلام لاءِ وڏي ارادت آهي جيڪو سوز سان پريل آهي. ڪنن لاءِ وڻندڙ، معنيٰ ۾ دقيق ۽ عبارت ۾ فائدي وارو آهي. سندس قول آهي: الدنيا دارالاشغال و الا آخرة دارالاهوال ولايزال العبد بيـن الاشتغال و

الاهوال حتيٰ يَستَقربـه القرار اما الي الجنة وَ اما الي النار. "دنيا شغلن جي جاءِ آهي. آخرت هول (خوف) جي جاءِ آهي. ۽انهو هميشهٔ خوف ۽ اُميد جي وچ ۾ رهندو آهي. ايتري تائين جو جنت ۾ راحت حاصل ڪري يا وري دوزخ جي باهه ۾ سڙي". نصيب وارو ماڻهو اهو آهي جيڪو شغلن کان آجو رهي ۽ هول (خوف) کان حفاظت ۾ هجي. ۽نهي جهانن کان ڪنارو ڪري، الله سائين سان مشغول هجي. يحييٰ شاهوڪاري (غنا) کي درويشي کان وڌيڪ ڀانئيندو هو. ريءِ ۾ جڏهن مٿس گهڻو قرض چڙهي ويو، تڏهن خراسان هليو ويو. بلخ جي ماڻهن کيس روڪي ڇڏيو. اتي ڪجهه وقت تائين واعظ ڪندو رهيو. ماڻهن کيس هڪ لک درهم نذراني طور ڏنا ته جيئن هو قرض لاهي سگهي. ريءِ ڏانهن واپس اچي رهيو هو. ته واٽ تي ڌاڙيلن جي وَر چڙهي ويو جيڪي سندس سموري چاندي ڦري ويا. هٿين سکڻي نيشا پور آيو ۽ اُتي وفات ڪيائين.

## 26- حضرت ابو حفص عمرو بن سالم نيشاپوري حدادي رحہ:

طريقت جي وڏي درجي وارن بزرگن مان هو. مشائخ سندس گهڻي تعريف ڪندا هئا. حضرت ابوعبدالله بيوردي ۽ حضرت احمد بن خضرويه سان صحبت ڪئي هئائين. شاهه شجاع سندس زيارت لاءِ ڪرمان مان آيو هو. مشائخن جي زيارت لاءِ بغداد ويو. عربي زبان نه ڄاڻندو هو. بغداد ۾مريدن پاڻ ۾ چيو. ڪيڏي شرم جي ڳالهه آهي جو مشائخ سڳورن جي ڳالهه سمجهڻ لاءِ اسان جي مرشد کي ترجمان جي ضرورت پوي ٿي. شونيزيه واري مسجد ۾ مشائخن سان ملاقات ٿيس. انهن ۾ حضرت جنيد رحہ به موجود هو. حضرت ابوحفص نهايت فصيح عربي ۾ گفتگو ڪئي ۽ سمورا مشائخ سندس مصاحت تي واهه واهه ڪرڻ لڳا. هن کان پڇيائون: ما الفتوة. جوانمردي ڇا آهي؟ چيائين اڳ ۾ اوهان مان ڪو ٻڌايئي. حضرت جنيدؒ چيو: الفتوة عندي ترڪ الرؤية واسقاط النسبة." منهنجي خيال ۾ جوانمردي اها آهي، ته جوانمردي کي جوانمردي نه سڏيو وڃي ۽ ان کي پنهنجي ذات سان نسبت نه ڏني وڃي". هن چيو: ما احسن ما قال الشيخ ولـڪن الفتوة عندي اداءُ الانصاف و ترڪ مطالبة الانصاف. "شيخ صاحب سٺو چيو آهي پر منهنجي خيال ۾ جوانمردي انصاف ڪرڻ ۽ پنهنجي ذات لاءِ انصاف نه گهر کي سڏيندا آهن". حضرت پنهنجن مريدن کي چيو: قوموا يا اصحابنا فقد زاد ابو حفص عليٰ آدم وذريته. "دوستو اٿو، ابوحفص جوانمردي ۾ آدم ۽ ان جي اولاد کان اڳتي نڪري ويو آهي". سندس شروعات واري زندگي جي باري ۾ مشهور آهي، ته هڪڙي عورت جي محبت ۾ گرفتار هو. پنهنجن دوستن جي صلاح سان نيشاپور جي هڪ يهوديءَ کان مدد گهريائين. يهودي چيس ته چاليهه ڏينهن جي نماز ۽ دعا کي ترڪ ڪر. ڪوبه نيڪيءَ جو ڪم نه ڪر. ۽ ڪابه نيڪي جي نيت نه ڪر. پوءِ مون وٽ اچ. مان اهڙو انتظام ڪندس جو محبوب تنهنجي پيرن ۾ اچي پوندو. ابو حفص يهوديءَ جي هدايتن تي عمل ڪيو ۽ چاليهن ڏينهن کان پوءِ ان يهوديءَ وٽ ويو. هن واعدي موجب کيس هڪ نقش ٺاهي ڏنو مگر اهو بلڪل بي اثر ثابت ٿيو. يهوديءَ چيو ته مان سمجهان ٿو. ته تو انهن چاليهن ڏينهن ۾ ضرور ڪو نيڪيءَ جو ڪم ڪيو هوندو. سوچ! حضرت ابو حفص چيو بيو. ته ڪوبه چڱو ڪم نه ڪيو آهي. صرف رستي تان هڪ پٿر هٽائي ڇڏيو اٿم. ته ڪنهن کي ٿاٻو نه اچي. يهودي چيو: ان خدا جي حڪمن جي برخلاف نه هل جنهن تنهنجي انهي ننڍڙي نيڪي کي به نه وڃايو آهي! حالانڪ تو چاليهن ڏينهن تائين لڳاتار هن جي حڪمن جي ڀڃڪڙي ڪئي آهي. ابو حفص توبهه ڪئي ۽ اهو يهودي به مسلمان ٿيو.

حضرت ابو حفص لوهارڪو ڪم ڪندو هو. هن باورد وڃي ابوعبدالله باوردي جي هٿ تي بيعت ڪئي. هڪ ڏينهن نيشاپور اچي پنهنجي دڪان تي ويٺو ۽ هڪ انڌي قاريءَ کان قرآن ٻڌڻ لڳو. مٿس اهڙي ڪيفيت طاري ٿي وئي جو بيخود ٿيجي ويو. باهه ۾ هٿ وڌائين ۽ انبوريءَ کان سواءِ ٻرندڙ ڪوئلا هٿ ۾ ڪنيائين. دڪان تي ڪم ڪرڻ واري ڇوڪري اها حالت ڏٺي ته خوف کان بيهوش ٿي ويو. ان کان پوءِ هن ڪوبه ڪم نه ڪيو ۽ دڪان تي واپس نه آيو.

سندس قول آهي: ترڪت العمل ثم رجعت اليه ثم ترڪني العمل فلم ارجع اليه. "مون ڪم کان منهن موڙيو ۽ وري

ان تي موٽي نہ آيس. وري ڪر مون ڪان منهن موڙيو ۽ مان ان ڏانهن موٽي نہ ويس". جڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن شيءِ کي تڪلف ۽ ڪوشش سان ترڪ جو مقام هن شيءِ کي حاصل ڪرڻ ڪان مٿي نہ هوندو آهي. ان جو دليل اهو آهي تہ ڪوشش سان حاصل ڪيل سموريون شيون مصيبت جو سبب هونديون آهن. قدر ان شيءِ جو ٿيندو آهي، جيڪا غيب جي پردي مان ظاهر ٿيندي آهي ۽ جتي بہ انساني اختيار هوندو آهي، اتي حقيقت جا لطيفا فنا ٿي ويندا آهن. تنهنڪري ٻانهي کي ڪنهن ڪم ڪرڻ يا نہ ڪرڻ جو اختيار ئي ڪونهي. عطا ڪرڻ ۽ فنا ڪرڻ الله تعاليٰ جي طرف ڪان آهي ۽ اهي ان جي تقدير موجب آهن. جڏهن عطا ٿيندي آهي، تڏهن تہ ان جي طرف ڪان ترڪ بہ هوندو آهي. جڏهن اهڙي حالت ٿيندي آهي، تڏهن ان جو قدر بہ ٿيندو آهي، چو تہ وٺڻ ۽ ترڪ ڪرڻ جو درجو ان جي طرف ڪان آهي. ائين نہ آهي جو ٻانهو پنهنجي طرف ڪان نفعو يا ترڪ ڪندو آهي. معلوم ٿيو، تہ جيڪڏهن مريد هزار سال الله تعاليٰ وٽ قبول ٿيڻ جي ڪوشش ڪري، تڏهن بہ ممڪن ناهي، جو الله تعاليٰ هڪڙي گهڙيءِ لاءِ بہ قبوليت عطا ڪري، تنهنڪري ان جي قبوليت توازن سان ٿيندي آهي ۽ هميشه واري خوشي اڳ ۾ ئي شامل هوندي آهي. ٻندي لاءِ خلوص ڪان سواءِ ٻي ڪابہ واهہ ناهي، تنهنڪري عزت وارو ٻانهو اهو آهي، جيڪو سڀني جو لاڳاپو ٽوڙي الله تعاليٰ سان دل لڳائي.

## 27- ابوصالح احمدون بن احمد بن عمارة القصار:

پراڻن مشائخن مان هو. زهد ۽ پرهيزگاريءَ ۾ اڳرائي ڪندڙ هو. فقه ۽ اصول جي علمن ۾ وڏو درجو هئس. نوري فرقي سان لاڳاپو رکندڙ هو. طريقت ۾ ابوتراب نخشبي ۽ علي نصرآبادي جو مريد هو. سندس معاملات جون رمزون ۽ مجاهدت ۾ ڪلام ڏکيو آهي. مشهور آهي تہ جڏهن سندس اهو درجو علم ۾ بلند ٿيو تہ نيشاپور جا ماڻهو هن وٽ آيا ۽ عرض ڪيائون تہ ممبر تي چڙهي ڪجهہ واعظ ڪريو، تہ عام ماڻهو فائدو وٺي سگهن. چيائين تہ مون کي واعظ ڪرڻ ٺيڪ نٿو لڳي، چو تہ منهنجي دل اڃا دنيا ۽ دنيا جي مانَ مرتبي ڏانهن مائل آهي. منهنجي واعظ مان ڪوبہ فائدو نہ ٿيندو، چو تہ اهڙي واعظ جو ڪنهن بہ دل تي اثر نہ ٿيندو. بي اثر ڳالهہ شرعيت سان مسخري ڪرڻ وانگر آهي. واعظ اهڙي ماڻهو کي ڪرڻ گهرجي، جنهن جو چُپ رهڻ دين ۾ خلل پيدا ڪري رهيو هجي. اهڙي ماڻهوءَ جي گفتگو سان خلل دور ٿي سگهي ٿو. ماڻهن پڇيو: اڳين ماڻهن جو ڪلام ايتري قدر اثر وارو ڇو آهي؟ فرمايائين: اهي خدا جي رضا، نفس جي ڇوٽڪاري ۽ اسلام جي عزت لاءِ ڳالهائيندا رهيا، مگر اسان مخلوق ۾ مقبول ٿيڻ، دنيا جي طلب ۽ نفس جي عزت لاءِ ڳالهائيندا آهيون.جيڪو الله جي مراد مطابق ڳالهہ ڪندو آهي، ان جي ڪلام ۾شان ۽ دٻدٻو هوندو آهي، جنهن سان شهر وارن جي دلين تي رعب ڇمي ويندو آهي. جيڪو پنهنجي ذاتي مراد موجب ڳالهائيندو آهي، ان ۾ لوڀ ۽ ذلت هوندي آهي. ان مان ماڻهن کي ڪوبہ فائدو نہ پهچندو آهي. اهڙي ڪلام ڪان چُپ رهڻ سٺو آهي.

## 28- حضرت ابوالسري منصور بن عمار رحہ:

انهن مشائخ سڳورن مان هو جيڪي منزل، مانَ ۽ مرتبي ۾ مٿانهان هئا. اصل عراق جو هو پر خراسان وارن ۾ بہ مڃيل هوندو هو. سندس ڪلام تمام سٺو ۽ ان جي طرز بيان تمام لطيف هئي. واعظ ڪندو هو. روايت، درايت، حڪمن ۽ معاملات جو ماهر عالم هو. ڪي صوفي سندس تعريف ۾ گهڻو مبالغو نہ ڪندا هئا. سندس قول آهي: سبحان من جعل قلوب العارفين ادعية الذكر و قلوب الزاهدين ادعية التوكل و قلوب المتوكلين ادعية الرضا و قلوب الفقراء ادعية و قلوب اهل الدنيا ادعية الطمع. "اهو پاڪ آهي جنهن عارفن جي دلين کي ذڪر جي جاءِ،زاهدن جي دلين کي توڪل جي جاءِ،توڪل ڪندڙ جي دلين کي رضا جي جاءِ، فقيرن جي دلين کي قناعت جي جاءِ ۽ دنياوارن جي دلين کي لالچ جي جاءِ بڻايو آهي". هي ڳالهہ سوچڻ جهڙي آهي، تہ الله تعاليٰ عضون ۽ احساسن کي بڻايو، تہ انهن جي حس ۽ ڪم ۾ بہ نسبت رکي. هٿن ۾ پڪڙڻ جي قوت، پيرن ۾هلڻ جي طاقت، اکين ۾ ڏسڻ ۽ ڪنن ۾ ٻڌڻ جي قوت ۽ زبان ۾ ڳالهائڻ جي طاقت رکي. انهن سيني جي پيدا ڪرڻ ۾ڪو خاص اختلاف نہ رکيو، مگر جڏهن دليون پيدا ڪيائين تہ هر هڪ دل جي مراد جدا،

هر هڪ دل جو ارادو مختلف ۽ هر هڪ دل جي خواهش الڳ نموني سان ناهيائين. ڪنهن دل کي گمراهي جي جڳهه، ۽ ڪنهن دل کي معرفت جو مقام. ڪنهن دل کي قناعت جي جاءِ ۽ ڪنهن دل کي لوڀ ۽ لالچ جي جاءِ بڻايائين. هن دل کان وڌيڪ ڪابہ نرالي شيءِ پيدا نہ ڪئي. هن جو هڪ قول هي آهي: الناس رجلان عارف بنفسه فشغله في المجاهدة و الرياضة و عارف بربه وشغله بخدمته و عبادته و مرضاته. ماڻهن جا بہ قسم آهن: هڪڙا پاڻ کي سڃاڻڻ وارا جيڪي مجاهدي ۽ رياضت ۾ مشغول رهندا آهن ۽ ٻيا پنهنجي رب کي سڃاڻڻ وارا جيڪي بندگي، عبادت، ۽ رضا جي طلب ۾ مصروف رهندا آهن. پهرئين قسم وارن جي عبادت رياضت ۽ ٻئي گروهہ جي رياست هوندي آهي. اهي درجي حاصل ڪرڻ لاءِ عبادت ڪندا آهن ۽ مقامات کان فارغ هوندا آهن. ٻنهي ۾ ڪيترو نہ فرق آهي. هڪڙن جي حياتي مجاهدو ۽ ٻين جي مشاهدو آهي.

سندس هڪڙو قول هي آهي: الناس رجلان مفتقر الي الله فهو في اعلىٰ الدرجات علىٰ لسان الشرعيت و آخر لا يرىٰ الافتقار لما علم من فراغ الله من الخلق و الرزق والاجل و السعادة و الشقاوة فهوفي افتقاره اليه و استغنائه به. "ماڻهو ٻن قسمن جا آهن: هڪڙا خدا جي نيازمند جن جوشرعيت ۾ وڏي ۾ وڏو درجو آهي. ٻيا وري بي نياز آهن ۽ سمجهندا آهن تہ الله تعالىٰ ازل جي ڏينهن کان وٺي سڀني جي روزي، موت، حياتي، بخت جي چڱائي ۽ بدبختي مقرر ڪري ڇڏي آهي. حقيقت ۾ اهي ئي ماڻهو (خدا جا) نيازمند آهن. ۽ هن (الله) کان سواءِ هر شيءِ بي نياز آهي. پهريان ماڻهو پنهنجي نياز مندي جي پردي ۾ لڪل آهن. ٻيا پنهنجي نيازمندي ۾ ڪشف وارا ۽ الله سان غني آهن. هڪڙا نعمت جا طالب ۽ ٻيا نعمت عطا ڪندڙ جا طالب آهن. نعمت جا طالب غني ٿيندا، تڏهن بہ فقير هوندا. نعمت عطا ڪندڙ جا طالب مشاهدي دولت سان مالا مال رهي فقير بہ آهن تہ غني بہ آهن.

## 29- حضرت ابوعبدالله احمد بن عاصم انطاڪي رح:

ولين جو سراهيل، ۽ رضا وارن جو وڏو. حضرت ابوعبدالله بن عاصم رحہ طريقت وارن جو وڏو بزرگ هو. شرعيت جي علمن، اصول، فروع ۽ معاملت جو ماهر هو. تمام وڏي عمر تائين دنيا ۾ رهيو. پراڻن ۽ وڏن مشائخن سان صحبتون ڪيائين. تابعين جي پيروي ڪندڙ رهيو. حضرت بشر ۽ حضرت سري جي زماني جو هو. حضرت حارث محاسبي جو مريد ۽ حضرت فضيل سان ملاقاتون ڪري، ان جي صحبت کان فائدو وٺندڙ هو. سڀني زبانن جو ماهر هو. سندس سنا لطيفا ۽ بلند ڪلام مشهور آهن. سندس قول آهي: انفع الفقر ما ڪنت به متجلا وبه راضيا. "ڀلي ۾ ڀلي درويشي اها آهي، جيڪا تو لاءِ عزت جو سبب بڻجي ۽ تون ان ۾ راضي هجين". يعني عام ماڻهن جي عزت ظاهري سببن سان ٿيندي آهي، مگر درويش جي عزت سببن جي سبب (الله تعالىٰ) کان آهي. هو هر حالت ۾ هن ڏانهن ڌيان ڏيندو آهي ۽ سندس حڪمن جي آڏو مٿو نوائيندو آهي. درويشي سببن جي نہ هجڻ جو ۽ شاهوڪاري (غنا) سببن جي وجود جو نالو آهي. سببن کان سواءِ درويشي، خدا جي معرفت ۽ سببن سان درويشيءَ جي دعوا پنهنجو ڏيکاءُ آهي. تنهنڪري اهي سبب پردي جو سبب آهن ۽ انهن جو ترڪ ڪرڻ ڪشف ۽ سونهن جو وسيلو آهن. ٻنهي جهانن جي دولت ڪشف، رضا ۽ غضب جي پردي ۾ آهي. اهو بيان درويشن جي سڀني کان وڌيڪ هجڻ کي چٽو ٿو ڪري.

## 30- حضرت ابو محمد عبدالله بن خُبيق رح: خدا جي خوف ۽ پرهيزگاريءَ جي رستي تي هلندڙ:

حضرت ابو محمد عبدالله بن خبيق رحہ تصوف جي متقي ۽ عبادت ڪندڙ مشائخن ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو. صحيح حديثن ۾ روايت ڪندڙ هو. فقهہ، معاملت ۽ حقيقت ۾ ثوري مدرسي سان واسطو هئس. اُتان جي مريدن سان سندس لاڳاپو هو. تصوف ۽ معاملت ۾ سندس قول تمام لطيف آهن. سندس قول آهي: من اراد ان يَڪُون في حياته فلا يسڪن الطمع في قلبه. "جيڪو چاهي تہ پنهنجي زندگيءَ ۾ جيئرو رهي (يعني صحيح زندگيءَ جو طلب رکي) ان کي پنهنجي دل ۾ لالــچ کي ڳجهہ نہ ڏيڻ گهرجي". لالچي پنهنجي لالچ جي هٿ سان هلاڪ ٿيندو آهي. لالچ دل تي مُهر لڳائي ڇڏيندي

آهي ۽ مهر لڳل دل مثل هوندي آهي. سبارڪ آهي اها دل، جيڪا الله کان سواءِ ٻين لاءِ مئل هجي ۽ فقط الله تعاليٰ لاءِ جيئري هجي. دل جي پيدائش ۾ عزت ۽ ذلت ٻئي لڪل آهن. الله تعاليٰ جو ذڪر سندس عزت ۽ لالچ ذلت آهي. سندس ئي قول آهي: خلق الله تعالیٰ القلوب مسڪن الذڪر فسارت مساڪن الشهوات من القلوب الا خوف مزعج او شوق مقلق. "الله تعاليٰ دلين کي ذڪر جي جڳهه بڻايو (مگر) نفس جي ويجهڙائيءَ جي ڪري اهي شهوت جي جڳهه بڻجي ويون. دشمن جي پريشان ڪندڙ خوف آرام وڃائيندڙ شوق کان سواءِ اهي شهوت کان آجيون ٿي نٿيون سگهن". خوف ۽ شوق ايمان جا ٿنيا آهن. ايمان وارن جي دلين ۾ قناعت ۾ ذڪر هوندو آهي ۽ اهي لوڀ ۽ غفلت کان پاڪ هوندا آهن. مومن جي دل لالچ ۾ شهوت جي پيروي نه ڪندي آهي. جو جو اهي شيون وحشت سان پيدا ٿينديون آهن ۽ وحشت واري دل ايمان کان خالي هوندي آهي. ايمان جو واسطو الله تعاليٰ سان آهي ۽ وحشت هميشه حق جي غير سان هوندي آهي. دانائن جي چوڻ موجب: الطماع مستوحش منه ڪل واحد. "طامع واري کان هر ڪو ڊڄندو آهي".

## 31- حضرت ابوالقاسم جنيد بن محمد الجنيد القواريري رحہ:

ظاهري ۽ باطن وارن ٻنهي ۾ مقبول هو. علم جي فن، اصول، فروغ ۽ معاملات ۾ ڪامل هو. ابوثوري جي صحبت ڪندڙ ۾ شامل هو. ڪلام ۾ وڏي بلندي وارو ۽ مثانهين حال جو صاحب هو. سمورا صوفي کيس طريقت جو امام سڏيندا آهن ۽ ڪنهن دعوا ڪندڙ ماڻهوءَ کي هن تي اعتراض ناهي. حضرت سري سقطي رحہ جو ڀاڻيجو ۽ مريد هو. ماڻهن حضرت سري رحہ کان پڇيو: ڪنهن مريد جو درجو پنهنجي مرشد جي درجي کان مٿي به ٿي سگهي ٿو؟ فرمايائين: بيشڪ ٿي سگهي ٿو. هن جو چٽو دليل اهو آهي ته جنيد منهنجو مريد آهي مگر سندس درجو مون کان مٿي آهي.

حضرت سري رحہ اها ڳالهه سندس بردباري جي ڪري ڪئي ۽ اها سندس بصيرت جي ڪري هئي مگر ماڻهو پاڻ کان مٿي نه ڏسندو آهي ۽ هميشه هيٺ ڏسندو رهيو آهي. حضرت سري رحہ جي قول جو دليل ظاهر آهي. هن جنيد کي پنهنجي درجي کان مٿي ڏٺو. توڙي سندس نظر جو مقام هيٺ هو. مشهور آهي ته حضرت سري رحہ جي حياتيءَ ۾ماڻهن حضرت جنيد رحہ کي واعظ ڪرڻ جو عرض ڪيو مگر هن قبول نه ڪيو ۽ چيو: جيستائين منهنجو مرشد موجود آهي مان ڪلام ڪري نٿو سگهان. هڪ رات خواب ۾ حضور ﷺ جن کي ڏٺائين. انهن کيس فرمايو: اي جنيد! ماڻهن کي پنهنجو ڪلام ٻڌاءِ. خدا تعاليٰ تنهنجي ڪلام کي ماڻهن لاءِ ڇوٽڪاري جو ذريعو بڻايو آهي. جاڳڻ بعد دل ۾ خيال ڪيائين ته شايد هاڻي منهنجو درجو منهنجي مرشد کان مٿي ٿي ويو آهي، جو ته حضور ﷺ جن حڪم ڪيو آهي. صبح سان حضرت سري رحہ هڪ مريد موڪلي حڪم ڪيو ته جڏهن جنيد نماز کان فارغ ٿئي ته کيس چيو وڃي ته: مريدن جي چوڻ تي تو واعظ شروع نه ڪيو، بغداد جي مشائخ جي درخواست به رد ڪري ڇڏي، مون چورائي موڪليو مگر راضي نه ٿئين، مگر هاڻي حضور ﷺ جن جو حڪم آهي، اهو پورو ڪر. حضرت جنيد رحہ جون اکيون کلي ويون، ۽ معلوم ٿيس ته حضرت سري رحہ سندس ظاهر ۽ ڳجهي حال کان پوريءَ طرح واقف آهي. سندس درجو بلند آهي، جو ته هو جنيد جي رازن کان واقف آهي ۽ جنيد سندس حال کان بيخبر آهي. حضرت جنيد رحہ حضرت سري رحہ وٽ حاضر ٿيو، توبهه ڪيائين ۽ پڇيائين:اوهان کي ڪيئن خبر پئي ته حضور ﷺ جن مون کي واعظ ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي؟ فرمايائين: خواب ۾ غيب جي آواز ٻڌايو ته حضور ﷺ جن جنيد کي واعظ جو حڪم ڏيڻ ويا آهن ته جيئن بغداد جا ماڻهو فائدو حاصل ڪن. اهو هن ڳالهه جو دليل آهي، ته مرشد هر حال ۾ پنهنجي مريد جي حال کان خبردار رهندو آهي.

هو وڏو عالي ڪلام وارو هو. ڪيترين ئي لطيف رمزن بيان ڪيون اٿس. سندس قول آهي: ڪلام الانبياء نباء عن الحضور و ڪلام الصديقين اشارة جن المشاهدات. "نبين جو ڪلام الله وٽ حاضري جو پتو ڏيندو آهي ۽ صديقن جو ڪلام مشاهدي ڏانهن اشارو ڪندو آهي". خبر جو واسطو نظر سان، ۽ مشاهدي جو فڪر سان هوندو آهي. خبر ديدار متعلق هوندي آهي ۽ رمز جو واسطو غير سان هوندو آهي. تنهنڪري ولين جي ڪمال جي پڇاڙي، نبين جي ڪمال جي ابتدا هوندي آهي. نبي ۽ ولي جو فرق بلڪل ظاهر آهي. نبي ولي کان پلو هوندو آهي. بي دينن (ملحدن) جون ٻه جماعتون ولي

كي پهريون ۽ نبي کي پيون درجو ڏينديون آهن. جنيد رحہ فرمايو آهي: مون کي ابليس جي ڏسڻ جو شوق هو. هڪ ڏينهن مسجد جي دروازي تي بيٺو هئس. پري کان هڪ ڪراڙي ماڻهوءَ کي ايندو ڏٺم. ويجهو اچي هن مون ڏانهن ڌيان ڏنو. کيس ڏسڻ سان منهنجي دل ڏڪي وئي. مون پڇيو: تون ڪير آهين؟ تنهنجي هيبت کان منهن جي دل ڏڪي وئي آهي؟ ڪراڙي چيو: مان اهوئي آهيان جنهن جي ڏسڻ جي توکي سڪ هئي. مون چيس: اي لعنتي! تون حضرت آدم کي سجدو ڇو نہ ڪيو؟ چيائين: اي جنيد توکي ڇا ٿي ويو آهي؟ ڇا مان الله جي غير کي سجدو ڪريان؟ مان ابليس جو جواب ٻڌي حيرت ۾ ٻڌي ويس. غيب جي آواز حڪم ڪيو. تہ ڪيس چئو تون ڪوڙ ٿو ڳالهائين. جيڪڏهن تو ۾ فرمانبرداري جو جذبو هجي ها تہ الله تعاليٰ جي حڪم جي ابتڙ نہ هلين ها. اهڙيءَ حالت ۾ تو خدا تعاليٰ جي ويجهڙائي ڇو حاصل نہ ڪئي؟ ابليس بہ منهنجي دل ۾ اچڻ وارو آواز ٻڌي ورتو ۽ رڙڪيائين: اي جنيد! تو مون کي ساڙي ڇڏيو. ائين چئي غائب ٿي ويو. هيءَ حڪايت حضرت جنيد رحہ جي پاڪدامني ۽ محفوظ رهڻ جو دليل آهي. الله تعاليٰ پنهنجن دوستن کي ابليس جي مڪر ۽ فريب کان هميشه بچائيندو آهي.

هن کان هڪ مريد ناراض ٿي ويو ۽ سمجهڻ لڳو. تہ هن کي بہ (طريقت جو) درجو حاصل ٿي ويو آهي. تنهنڪري هو مرشد جو محتاج ناهي. هڪ ڏينهن هو امتحان وٺڻ جي ارادي سان وٽس آيو. حضرت جنيد رحہ هن جي دل جي حالت کان واقف ٿي ويو. هن کو سوال پڇيو. هن چيو تہ لفظي جواب ٿو چاهين يا معنيٰ جو؟ مريد چيو: مان ٻئي جواب ٿو چاهيان. چيائين لفظي جواب اهو آهي. تہ جيڪڏهن تون پنهنجو امتحان وٺين ها. تہ هتي منهنجو امتحان وٺڻ نہ اچين ها. معنوي جواب هي آهي. تہ مون توکي ولايت جي درجي تان لاهي ڇڏيو. مريد جو منهن ڪارو ٿي ويو ۽ سندس دل جو سڪون ٽٽي پيو. توبہ زاري ۾ مشغول ٿيو ۽ بيهودين ڳالهين کان پرهيز ڪرڻ لڳو. حضرت جنيد رحہ فرمايو: توکي اها خبر ناهي تہ ولي رازن جا چاڻندڙ هوندا آهن ۽ تون سندس مقابلي جو تاب سهي نہ سگهندين. پوءِ هن تي ڪجهہ پڙهيائين ۽ کيس وري مراد حاصل ٿي وئي ۽ هو مرشدن جي ڪم ۾ دخل ڏيڻ کان پري رهيو ۽ توبہ ڪيائين.

## 32- حضرت ابوالحسن احمد بن محمد نوري رحہ:

طريقت جي شيخن جو شيخ. شريعت جي امامن جو امام. صوفين جي بادشاهہ. تڪلف جي مصيبت کان بيپرواهہ. حضرت ابوالحسن احمد بن محمد نوري رحہ. معاملات ۾ تمام نيڪ. ڪلام ۾ تمام فصيح. مجاهدي ۾ تمام مٿانهون بزرگ هو. طريقت ۾ سندس اسڪول ئي نرالو هو. هو صوفين جي نوري جماعت جي پيروي ڪندڙ هو. صوفي جدا جدا ٻارهن جماعتن ۾ ورهائجي سگهن ٿا. انهن مان ڏهہ مجيل آهن. اهي هي آهن: (1) محاسبي (2) قصاري (3) طيفوري (4) جنيدي (5) نوري (6) سهلي (7) حڪيمي (8) خرازي (9) خنيفي (10) شطاري. اهي سمورا الله جي راهہ تي آهن ۽ اهل سنت جماعت ۾ شامل آهن. باقي بہ جماعتون رد ڪيل (مردود) آهن. انهن مان هڪڙي جماعت حُلولي سڏائيندي آهي. اهي حلول (بدن ۾ داخل ٿيڻ) ۾ منجهيل آهن. مسالمي ۽ مشبهہ فرقن جا ماڻهو هن جماعت سان واسطو رکندا آهن. ٻي رد ڪيل جماعت حلاجين جي آهي. جيڪا شريعت کي ترڪ ڪندڙ ۽ بي ديني (الحاد) ۾ قائل آهي. آباحتي ۽ فارسي فرقا هن جماعت ۾ شامل آهن. اڳتي هلي هن ڪتاب جي هڪ جدا باب ۾ انهن فرقن جي اختلاف جي سمجهاڻي ڏبي. انشا ء الله العزيز.

حضرت نوري رحہ جي طريقت جو رستو تعريف جهڙو هو. سُستيءَ کي ترڪ ڪرڻ. سهولت ڳولڻ واري حالت کي ڇڏڻ ۽ هميشه مجاهدي ۾ رهڻ ۾ اڳرو هوندو هو. چون ٿا. تہ هو حضرت جنيد رحہ سان ملڻ آيو. تہ هو ڪرسيءَ تي ويٺو هو. چيائين: يا اَباالقاسم غشيتهم فصد روک و نسحتهم فرموني بالحجارة. "اي ابوالقاسم تو هنن کان سچ کي لڪايو ۽ هنن توکي ڪرسيءَ تي ويهاريو. مون ڪين نصيحت ڪئي مگر انهن مون تي پٿر اڇلايا". تعريف جو تعلق نفس جي خواهش سان آهي ۽ نصيحت کي نفس سان مخالفت آهي. ماڻهو هر انهيءَ شيءِ جو دشمن هوندو آهي جيڪا هن جي نفس جي برخلاف هوندي آهي. ڪيس هر انهيءَ شيءِ سان محبت هوندي آهي جيڪا هن جي نفس جي خواهش مطابق هوندي آهي.

حضرت ابوالحسن نوري رحہ حضرت جنيد رحہ جو دوست ۽ حضرت سري رحہ جو مريد هو. گهڻن ئي مشائخن سان ملاقات ڪئي هئائين ۽ سندن صحبت مان فائدو حاصل ڪيو هئائين. هو احمد بن الحواري سان بہ مليو هو. تصوف ۾ سندس لطيف اشارا ۽ سهڻا قول آهن. هن علم ۽ فن ۾ گهڻائي نازڪ نُڪتا بيان ڪيا آهن. سندس قول آهي: الجمع بالحق تفرقة جن غيره و تفرقة من غيره جمع بحق. "الله ڏانهن منهن ڪرڻ هر شيءِ کان پري ٿيڻ جو نالو آهي. ۽ هر شيءِ کان پري ٿيڻ الله تعاليٰ سان ويجهي ٿيڻ وانگر آهي". يعني جنهن کي الله تعاليٰ ڏانهن لاڙي رکڻ جي توفيق آهي هو هر غيرالله کان ڪَنّجي ويندو آهي ۽ جيڪو غيرالله کان ڪٽيل آهي، ان جو لاڙو الله تعاليٰ ڏانهن آهي. الله تعاليٰ ڏانهن لاڙو رکڻ مخلوقات جي غم کان ڇوٽڪارو آهي. مخلوقات جي غم کان ڇوٽڪارو ملندو. تہ الله تعاليٰ سان اقبال نيڪ ٿيندو ۽ جڏهن اقبال نيڪ ٿيندو تڏهن ماڻهن کان پري ٿيڻ لازمي ٿيندو. ڇو تہ بہ متضاد شيون هڪ جاءِ تي جمع نہ ٿي سگهنديون آهن. مون ٻڌو آهي تہ هو ٽي ڏينهن ۽ راتيون هڪ جاءِ تي بيهي روئي رهيو هو. ماڻهن حضرت جنيد رحہ کي ٻڌايو. هو آيو ۽ چيائين: اي ابوالحسن جيڪڏهن توکي علمُ آهي تہ دانهن ڪُوڪ ڪرڻ الله تعاليٰ جي اڳو فائدي واري آهي تہ مون کي بہ ٻڌاءِ تہ مان بہ ائين ڪريان. جيڪڏهن رڙيون فائدي واريون ناهن تہ رضا تي راضي رهہ تہ تنهنجي دل کي خوشي حاصل ٿئي. حضرت نوري رحہ رڙيون ختم ڪيون ۽ چيو: اي ابوالقاسم تون ڪهڙو نہ سٺو استاد آهين.

سندس قول آهي: اعز الاشياء في زماننا شيئان عالم يعمل بعلمه و عارف ينطق هن حقيقته. "اسان جي زماني ۾ بہ شيون تمام گهٽ آهن: هڪ جيڪو عالم پنهنجي علم تي عمل ڪري ۽ ٻيو عارف جيڪو پنهنجي حال جي حقيقت بيان ڪري". عمل کان سواءِ علم نہ هوندو آهي ۽ حقيقت کان سواءِ معرفت نہ رهندي آهي.

حضرت نوري رحہ پنهنجي زماني جو ذڪر ڪيو آهي. اهي شيون هر هڪ زماني ۾ گهٽ رهيون آهن. جيڪو بہ ڪنهن عالم يا عارف کي ڳوليندو آهي، اهو پنهنجو وقت آهي ۽ ڪيس پريشاني کان سواءِ ڪجهہ بہ هٿ نہ ايندو آهي. پاڻ کي نيڪ بڻائڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي جيئن سڄي دنيا عالم نظر اچي. خدا تعاليٰ ڏانهن لاڙو رکڻ کپي جيئن سڄي دنيا عارف ڏسڻ ۾ اچي. عالم ۽ عارف گهٽ آهن. گهٽ شيون مشڪل سان ملنديون آهن. جنهن شيءِ جي وجود جي ڄاڻ نہ هوندي، ان شيءِ ڳولڻ ۾ وقت وڃائڻ کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ ملندو. علم ۽ معرفت پنهنجي ذات کان مطلب ڪرڻ گهرجن ۽ حقيقت جي روشنيءِ ۾ پاڻ کي عمل تي مجبور ڪرڻ گهرجي.

سندس قول آهي: من عقل الاشياء با الله فرجوعه في كُل شيءِ الي الله. " جيڪي ماڻهو هر شيءِ کي الله جي طرف کان سمجهندا آهن، اهي هر شيءِ ۾ الله تعاليٰ ڏانهن ڌيان ڏيندا آهن". ملڪيت ۾ ملڪ جي جاءِ مالڪ سان ٿيندي آهي. الله ڏانهن ڏسڻ سان راحت ملندي آهي ۽ نہ مخلوق ڏانهن ڏسڻ سان. شين کي ڪمن جي سبب سمجهڻ ۾ مصيبت ئي مصيبت آهي. هڪ سالڪ لاءِ دنيا جي شين ڏانهن لاڙو ڪرڻ شرڪ جهڙو آهي ڇو تہ شين کي ڪم يا عمل جو سبب سمجهڻ سببن ۾ ٻُڏڻ آهي. سببن جي سبب يعني الله تعاليٰ ڏانهن لاڙي رکڻ ۾ ڇوٽڪارو حاصل ٿيندو آهي.

## 33- حضرت ابوعثمان سعيد بن اسماعيل حيري رحہ:

هي پراڻن ۽ صوفين ۾ شمار ٿئي ٿو. پنهنجي زماني جو بينظير ماڻهو هو. سيني ماڻهن جي دل ۾ هن لاءِ عزت ۽ پيار هو. ابتدا ۾ يحييٰ بن معاذ رحہ کان فائدو حاصل ڪيائين، پوءِ ڪجهہ وقت شاهہ شجاع جي صحبت ۾ رهيو. ان سان گڏ حضرت ابوحفص رحہ جي زيارت لاءِ نيشاپور ۾ آيو ۽ اتي رهي پيو ۽ ان صحبت ۾ سڄي حياتي گذاري ڇڏيائين. هڪ پختي روايت موجب هو ٻالپڻ کان وٺي حقيقت جي تلاش ۾ هوندو هو ۽ ظاهر وارن نفرت ڪندو هو. هن چيو: منهنجي دل چوندي هئي تہ هن ظاهر کان سواءِ جيڪو عام ماڻهو ڄاڻن ٿا، شرعيت ۾ هڪ راز آهي. مان بالغ ٿيس ۽ هڪ ڏينهن حضرت يحييٰ بن معاذ رحہ جي مجلس ۾ هي راز مون تي ظاهر ٿي ويو ۽ مون پنهنجو مقصد حاصل ڪيو. مون حضرت يحييٰ بن معاذ رحہ جي صحبت اختيار ڪئي. ڪجهہ ماڻهو شاهہ شجاع جي طرف کان آيا ۽ مون سان ان جو ذڪر

كيائون. منهنجي دل ۾ ان جي زيارت جو شوق پيدا ٿيو ۽ مان ريءِ کان ڪرمان روانو ٿيس ۽ شاهه شجاع جي صحبت واري طريقي جي طلب ڪيم . هن مون کي خدمت جي اجازت نہ ڏني ۽ چيائين: "تنهنجي طبعيت رجا (اميد) ڏانهن مائل آهي جو تہ يحيئ بن معاذ رحہ جو مقام رجا وارو آهي ۽ رجا وارا طريقت جي لائق نہ هوندا آهن. رجا سُستي جو سبب هوندي آهي. مون گهڻيون ئي زاريون ڪيون ۽ ويهہ ڏينهن سندس آستاني تي پيو رهيس. ويهن ڏينهن کان پوءِ مون کي حاضر ٿيڻ جو موقعو مليو ۽ مون کي قبوليت عطا ٿي. پوءِ شاهہ شجاع جي صحبت ۾ رهيس. وڏي غيرت وارو مرد هو.

شاهہ شجاع نيشاپور ۾ ابوحفص رحہ جي زيارت لاءِ آچي رهيو هو. مان بہ ساڻس گڏجي هليس. ابوحفص وٽ پهتاسون. شاهہ شجاع کي قبا پهريل هئي. ابوحفص رحہ ويهي رهيو ۽ چيائين جنهن شيءِ جي تلاش عبا ۾ هئي، اها قبا ۾ ملي وئي. ان دوران منهنجي سموري ڪوشش اها هئي، تہ مون کي ابوحفص رحہ جي صحبت نصيب ٿئي پر شاهہ شجاع جو رعب روڪيون بيٺو هو. ابوحفص رحہ منهنجي ارادي جو اندازو لڳائي ورتو ۽ مان الله تعاليٰ کان روئي روئي دعا گهرندو رهيس، تہ مون کي ابوحفص رحہ جي صحبت بہ نصيب ٿئي ۽ شاهہ شجاع بہ ناراض نہ ٿئي. شاهہ واپس ورڻ جو ارادو ڪيو ۽ مان بہ تيار ٿي ڪپڙا پائڻ لڳس. ان هوندي بہ منهنجي دل ابوحفص رحہ وٽ هئي. آخرڪار هن چيو: اي شاهہ! صحبت جي فيض واري حق ۾ هن ڇوڪري کي مون وٽ ڇڏي وڃو. مون کي هن سان دل ٿي وئي آهي. شاهہ مون ڏانهن ڏٺو ۽ چيو: "شيخ جو حڪم مڃ". شاهہ شجاع هليو ويو ۽ مان بہ ابوحفص رحہ جي خدمت ۾ رهي پيس. پوءِ سندس صحبت ۾ مون عجيب وغريب شيون ڏٺيون. هن جو درجو شفقت وارو هو.

الله تعاليٰ حضرت ابوعثمان رحہ کي ٽن مرشدن جي ڪري، ٽي مختلف درجا عطا ڪيا: رجا جو درجو حضرت يحيٰ جي صحبت ۾، غيرت جو درجو شاهہ شجاع جي خدمت ۾، ۽ شفقت جو درجو حضرت ابوحفص رحہ جي مجلس ۾. اهو جائز آهي، تہ مريد پنجن - ڇهن يا وڌيڪ مرشدن جي وسيلي مقصد جي منزل ماڻي ۽ مرشد جي صحبت ۾ ڪيس نئون درجو ملي. تڏهن بہ مناسب اهو آهي تہ مريد، مرشد کي ڪنهن جاءِ تي بہ گهٽ نہ ڪري. هن کي مرشد جي ڪمال کي ظاهر ڪرڻ نہ گهرجي ۽ اهوئي چوڻ کپي تہ مون سڀ ڪجهہ انهيءَ جي صحبت مان حاصل ڪيو آهي. مگر سندس درجو تمام مٿانهون هو. اها اخلاق جي تقاضا آهي. مريدن کي درجن ۽ حال سان ڪوبہ واسطو ڪونهي.

حضرت ابو عثمان رحہ نيشاپور ۽ خراسان ۾ تصوف جي تعليم ڏني. هن جنيد، رويم، يوسف بن الحسين ۽ محمد بن فضل رحمة الله عليهم جي صحبت حاصل ڪئي. ڪوبہ ماڻهو هن وانگر پنهنجن مرشدن وٽان فيض حاصل ڪري نہ سگهيو آهي. خراسان وارن هن کي ممبر پيش ڪيو ۽ هن تصوف تي تقريرون ڪيون. هن جون تصنيفون تمام مٿانهين درجي واريون آهن. تصوف جي علم وارن فنن ۾ هن جون پختيون روايتون آهن. سندس قول آهي: حق لمن اعزه الله بالمعرفة ان لا يذله بالمعاصية. "جنهن کي خدا معرفت سان مٿي ڪري، ان تي لازم آهي تہ هو گناهن ۾ نہ پرچي". ان ڳالهہ جو واسطو انساني ڪمن ۽ الاهي حڪمن مڃڻ ۾ لڳاتار ڪوشش ڪرڻ سان آهي. اهو نيڪ آهي تہ هو جنهن کي معرفت عطا ڪندو آهي، ان کي گناهن ۾ گرفتار ٿي، ذليل ٿيڻ کان بچائيندو آهي. تڏهن بہ معرفت ان جي عطا آهي ۽ گناهہ انسان جو ڪم آهي. جنهن کي الله جي طرفان عزت ملي، ان لاءِ پنهنجي فعل سان ذليل ٿيڻ ممڪن نہ آهي، جيئن حضرت آدم عليہ السلام کي معرفت سان نوازيو ويو، مگر کيس ان جي ذات سان ذليل نہ ڪيو ويو.

## 34- حضرت ابوعبدالله احمد بن يحيٰ جلابي رحہ:

وڏن طريقت وارن مان هو ۽ پنهنجي وقت جو پيشوا هو. سندس نيڪيءَ جو طريقو ۽ سيرت تعريف جهڙا هئا. حضرت جنيد رحہ سان صحبت ڪيائين. حضرت ابوالحسن نوري ۽ ٻين مشائخن سان بہ ملاقات ڪئي هئائين. سندس ڪلام مٿانهون ۽ اشارا لطيف هئا. سندس قول آهي: همت العارف الي مولاء فلم يعطف الي شيء سواه. "عارف وٽ معرفت کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ هوندو آهي". معرفت هن لاءِ دل جو سرمايو هوندي آهي ۽ دل بلڪل خدا ڏانهن مشغول هوندي آهي.

جيڪڏهن دل خراب خيالن واري هوندي تہ وهمن جو حملو ٿيندو ۽ اهي وهم پردو بڻجي ويندا.

چون ٿا، تہ هڪ ڏينهن هن هڪ ٻاهہ جي پوڄاري کي ڏٺو ۽ هن جي سونهن سوڀيا ڏسي حيرت ۾ پئجي ويو ۽ هن جي سامهون ويهي رهيو. اُتان حضرت جنيد رحہ لنگهيو. هن عرض ڪيس: اي احترام وارا استاد، اهڙو سهڻو چهرو بہ جهنم ۾ وڃي سگهندو؟ حضرت جنيد فرمايو: پٽ اهو نفس جو کيل آهي، جنهن ۾ تون منجهي پيو آهين. اها عبرت جي جاءِ ناهي. جيڪڏهن تون عبرت جي اک سان ڏسين تہ هن حياتيءَ جو هرهڪ ذرو اها ئي سونهن ۽ سوڀيا رکي ٿو. انهيءَ بي حرمتيءَ جي ڪري تمام جلد توتي عذاب اچڻ وارو آهي. حضرت جنيد رحہ اهو چئي هليو ويو. سالن سال توبهہ ڪيائين. خدا تعاليٰ کان توفيق گهريائين، تڏهن قرآن ڪيس وري ياد اچي ويو. ان کان پوءِ اهڙو حال رهيس، جو الله کان سواءِ ڪنهن ڏانهن بہ نہ ڏٺائين ۽ غير جي ڏسڻ تي ڪو وقت نہ وڃايائين.

## 35- حضرت ابو محمد رويم بن احمد رحہ:

حضرت جنيد رحہ جو ويجهو دوست هو. نطق ۾ حضرت دائود عليہ السلام جي پيروي ڪندو هو. قرآن جي تفسير ۽ قرائت جو وڏو عالم هو. وڏو حال جو صاحب، ۽ وڏي درجي وارو مشهور صوفي هو. اڪيلو سفر ڪندو هو ۽ ڏاڍي رياضت ڪندو هو. آخري عمر ۾ پاڻ کي دنيا وارن ۾لڪائي ڇڏيو هئائين. وقت جي خليفي کي اعتماد ۾ آڻي، قاضي مقرر ٿي ويو. مگر هن جو مقام ايڏو بلند هو، جو هن کان هر شيءِ بہ لڪائجي نہ سگهي. حضرت جنيد رحہ فرمايو آهي: اسان ماڻهو فارغ ٿيڻ جي باوجود مشغول آهيون ۽ رويم مشغول هجڻ جي باوجود بہ فارغ آهي.

تصوف تي سندس ڪافي ڪتاب آهن. سندس هڪ خاص ڪتاب سماع تي آهي، جنهن جو نالو "غلط الواجدين" آهي. مان هن ڪتاب ڏسڻ لاءِ مشتاق آهيان. چون ٿا، تہ هڪ ڏينهن ڪنهن ماڻهوءَ اچي پڇيو: ڪيف حالک." تنهنجو ڪهڙو حال آهي؟" چيائين: ڪيف حال من دينہ و همتہ دنيا وليس هو بصالح تقي و لا بعارف نقي. اهڙي ماڻهوءَ جو ڇا حال هوندو، جنهن جو مذهب سندس پنهنجي لالچ هجي ۽ جنهن جا خيال دنيا تائين محدود هجن ۽ جيڪو نہ پرهيزگار زاهد هجي ۽ نہ وري معرفت جو صاحب هجي. ان ۾ نفس جي عيبن ڏانهن اشارو آهي، جو تہ نفس لاءِ مذهب سڏيندا آهن ۽ سندس پنهنجي پيروي کي شرعيت جو نالو ڏيندا آهن. جيڪو سندن ها ۾ ها ملائيندو آهي، ان کي متقي چوندا آهن، پوءِ ڪٿي بي دين چون هجي جيڪو سندن مرضيءَ جي ابتڙ هوندو آهي، ان کي بي دين چوندا آهن. پوءِ ڪٿي ڪيڏو بہ پرهيزگار چو نہ هجي. اها مصيبت اسان جي زماني ۾ گهڻي آهي. اهڙي قسم جي ماڻهوءَ لاءِ خدا کان پناهہ گهرجي. رويم جو جواب سوال ڪندڙ جي قلب جي ڪيفيت موجب هو. يقين سان هن نيڪ نيڪ تشخيص ڪئي هوندي. اهو بہ ٿي سگهي ٿو، تہ هو خود اهڙي حالت ۾گرفتار هجي ۽ پنهنجو حال بيان ڪري رهيو هجي، يعني پنهنجي ڪمزوريءَ کي انصاف ڪرڻ وارن جي نظرن سان ڏسي رهيو هجي.

## 36- حضرت ابو يعقوب بن حسين رازي رحہ:

پنهنجي وقت جي وڏن امامن ۽ پراڻن مشائخن مان آهي. وڏي عمر هيس. حضرت ذوالنون مصري رحہ جو مريد هو. ڪيترن ئي مشائخن سان ملي چڪو هو. سڀني جي خدمت ڪئي هيائين. سندس قول آهي: اذ الناس الفقر الطموع و اعزهم المحب لمحبوبہ الصديق. "ماڻهن ۾ وڏو ذليل لالچ وارو فقير آهي ۽ پياري ۾ پيارو ماڻهو محبوب سان سچي محبت ڪرڻ وارو آهي". لالچ فقير لاءِ ٻنهي جهانن جي خواري جي سبب آهي. درويش اڳ ۾ ئي ماڻهن جي نظر کان ذڪاريل ٿيندو آهي. جيڪڏهن هن ۾ دنيا جي لالچ بہ هوندي تہ اجا بہ وڌيڪ ذڪاريل ٿيندو. آبرو واري شاهوڪاري ذليل فقيري کان ڀلي آهي. لالچي فقير ظاهر ۾ بہ ڪوڙو نظر ايندو آهي. محب پاڻ کي محبوب جي سامهون وڌ کان وڌ ذڪاريل سمجهندو آهي ۽ محبوب جي خاطرداري ۾ مصروف رهندو آهي. ان ۾ لالچ جو شڪ آهي. لالچ جي ختم ٿيڻ سان فقير بڻجڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. زليخا جي حضرت يوسف عليہ السلام ۾ لالچ هئي، تہ ان لاءِ رڳي خواري هئي. جڏهن لالچ منجي وئي

تہ الله تعاليٰ کيس نئون حسن ۽ جواني عطا ڪئي. قائدو آهي، تہ جڏهن محب قدم اڳتي وڌائيندو آهي تڏهن محبوب پوئتي هٽندو آهي. جڏهن دوست پنهنجي دوست سان پاڪر پائي ڏار ٿيندو آهي ۽ فقط دوستي مان طبع جي تسڪين حاصل ڪندو آهي، تڏهن دوست هن ڏانهن ڌيان ڏيندو آهي. محبت ۾ رڳي عزت آهي جيستائين وصل جي تمنا نہ هوندي آهي. جيڪڏهن ميلاپ جي آرزو هوندي آهي، تہ ڪاميابي نہ ٿيندي آهي تہ ذلت کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ هوندو آهي. جيڪڏهن محب جي دوستي جو احساس کيس فراق ۽ وصل کان بيپرواهہ ڪري نٿو ڇڏي، تہ ان جي محبت ڪچي آهي. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

## 37- حضرت ابوالحسن سمنون بن عبدالله الخواص رحہ:

پنهنجي زماني جو بيمثال ماڻهو ٿي گذريو آهي. محبت ۾ بلند درجو هئس. سڀ مشائخ سندس بزرگيءَ جا قائل هئا. عام ماڻهن ۾" محب سمنون" جي نالي سان مشهور هو، پر هو پاڻ کي "سمنون ڪذب" سڏيندو هو.

غلام الخليل جي هٿان وڏيون مصيبتون سٺائين ۽ وقت جي خليفي آڏو وڏيون ڏکيون شهادتون ڏنائين. مشائخ هن ڳالهہ تي ناراض هئا، تہ هو هڪ وڏو رياڪار ۽ ڪوڙو طريقت ۽ زهد جي دعويٰ ڪندڙ هو. هو وقت جي خليفي ۽ اميرن جو دادلو هو. دين کي دنيا جي بدلي ۾ خريد ڪندو هو. جيئن اڄ ڪلهہ بہ ٿي رهيو آهي. غلام خليل اميرن وٽ طريقت جي مشائخن جي برائي ڪندو هو ۽ سندس مراد اها هئي، تہ هنن وٽ فقط سندس رسائي هجي. مانَ مرتبو قائم رهي ۽ ڪو سچيءَ دل واري ڏينهن منهن نہ ڪري. حضرت سمنون ۽ ان جي زماني جا مشائخ ڪيترا نہ خوش نصيب هئا جو ڪين فقط هڪڙي غلام خليل سان واسطو پيو. هن زماني ۾ تہ لکين غلام الخليل آهن مگر ڪوبہ خوف ڪونهي. مردار تي ڳجهون ڪرنديون آهن.

جڏهن حضرت سمنون رحہ جي بغداد ۾ شهرت ٿي ۽ ماڻهن جا هجوم وٽس اچڻ لڳا تڏهن غلام خليل کي ڏاڍي تڪليف آئي مڪر ۽ فريب جا ڄار وڇائڻ لڳو. هڪ عورت حضرت سمنون رحہ جي حسن تي عاشق ٿي پئي ۽ پنهنجو پاڻ کي پيش ڪيائين مگر حضرت سمنون کيس رد ڪري ڇڏيو. هوءَ حضرت جنيد رحہ وٽ وئي ۽ عرض ڪيائين تہ سمنون رحہ کي سمجهايو تہ هو کيس پنهنجي شادي ۾ قبول ڪري. حضرت جنيد رحہ کي ڪاوڙ لڳي ۽ انهي عورت کي تنبيهہ ڪيائين. هوءَ وري حضرت سمنون رحہ وٽ آئي ۽ مٿس ناپاڪ تهمت لڳائي. عورت وقت جي خليفي وٽ شڪايت ڪئي. خليفي موت جو حڪم ڏنو. جلاد آيو ۽ خليفو حڪم ڏيڻ لڳو تہ سندس زبان بند ٿي وئي. ان رات خواب ۾ ڏٺائين تہ خليفي جي ملڪ جو زوال حضرت سمنون جي حال سان ايندو. ٻئي ڏينهن تي خليفي معافي ورتي ۽ حضرت سمنون کي عزت ۽ آبرو سان آزاد ڪيائين. سندس ڪلام مٿانهون آهي ۽ محبت متعلق ڏکيا اشارا آهن. هڪ دفعي حجاز کان واپس اچي رهيو هو. رستي ۾ قنديل شهر جي ماڻهن واعظ ڪرڻ لاءِ درخواست ڪئي. هن ممبر تي چڙهي ڳالهايو مگر ڪنهن تي بہ اثر نہ ٿيو. هن قنديلن ڏانهن منهن ڪري چيو: مان اوهان سان ڳالهائي رهيو آهيان.

بسموريون قنديلون ڪري چُور چور ٿي ويون. ان جو قول آهي: لا يعبر عن شيءِ الابما هو اوق منہ ولا شيءِ اوق من المحبت فبما يعبر عنها. "هر شيءِ جي سمجهاڻي ان شيءِ کان وڌيڪ نازڪ لفظن ۾ ڪري ٿي سگهجي. محبت کان ڪابہ شيءِ نازڪ ناهي. محبت کي ڪهڙي شيءِ ليکيو وڃي؟" مراد هي آهي تہ محبت جو تعبير محال آهي ڇو تہ تعبير معبر (تعبير ڪرڻ واري) جي صفت ۽ محبت محبوب جي صفت آهي. ان لاءِ لفظن ۾ سندس معنيٰ سمائجي نٿي سگهي.

## 38- حضرت ابوالفوارس شاهہ شجاع ڪرماني رحہ: شاهي خاندان مان هو، پنهنجي زماني ۾ بيمثال هو:

حضرت ابوتراب نخشبي سان صحبت ڪئي هئائين، ۽ ٻين ڪيترن مشائخن سان ملاقات ڪري چڪو هو. حضرت ابوعثمان حيري رحہ جي سوانح ۾ هن جو ڪجهہ حال بيان ٿي چڪو آهي. تصوف ۾ هن جا ڪيترائي رسالا آهن. ان جو

هڪ ڪتاب بہ آهي جنهن کي "مراة الحڪماء" سڏيندا آهن. سندس ڪلام جي طرز مثانهين آهي. سندس قول آهي: لاهل الفضل فضل مالم يروه فاذا راوه فلافضل لهم ولا هل الويت مالم يروها فاذا راوها فلا ولايت لهم. "جيستائين پنهنجي فضيلت کي نٿا ڏسن تيستائين فضيلت جا لائق فضيلت وارا آهن ۽ جيستائين سندس نظر پنهنجي ولايت تي نٿي پئي تيستائين ولايت وارا آهن". مطلب اهو آهي تہ جتي فضيلت ۽ ولايت آهن اتي نظر گم ٿي وڃي ٿي ۽ جتي نظر آهي اتي فضيلت ۽ ولايت ختم ٿي وينديون آهن. ڇو تہ فضيلت (فضل) هڪ اهڙي صفت آهي جنهن کي فضل وارو ڏسي نٿو سگهي ۽ ولايت هڪ اهڙي شيءِ آهي. جنهن کي ولي نہ ڏسندو آهي. جيڪڏهن ڪو چوي تہ اهي فاضل ۽ ولي آهن. تہ اهي نہ فاضل آهن نہ ولي. چون ٿا. تہ هن چاليهہ سال اوجاڳو ڪيو. چاليهن سالن کانپوءِ ستو تہ خواب ۾ خدا جو ديدار ماڻيائين. عرض ڪيائين: منهنجا مولي مان جاڳڻ وقت ديدار جو طالب هئس. آواز آيو: جيڪڏهن نہ جاڳين ها تہ اڄ خواب ۾ ديدار بہ حاصل نہ ڪرين ها. الله بهتر ٿو ڄاڻي.

## 39- حضرت عمرو بن عثمان مڪي رحہ: بزرگ ۽ وڏن صوفين ۾ شمار ٿئي ٿو. طريقت تي سندس ڪتاب مشهور آهن:

حضرت ابوسعيد خراجي جي ملاقات ۽ نباجي جي صحبت کان پوءِ حضرت جنيد رحہ جي مريدن ۾ شامل ٿيو. اصول ۾ پنهنجي وقت جو امام هو. سندس قول آهي: لايقع علي كيفيت الوجد عبارة لانـه سر الله عند المومنين. "وجد جي سمجهاڻي ڏئي نٿي سگهجي. ڇو تہ اهو الله ۽ مومن جي وچ ۾ راز آهي". ماڻهو ڪيڏي بہ ڪوشش ڪري تہ سندس سمجهاڻي الله جي راز کي ڇُهي نٿي سگهي. ڇو تہ انساني ڳالهہ ٻولهہ ۾ رب جا راز سمائجي نٿا سگهن. چون ٿا. تہ جڏهن حضرت عمرو رحہ اصفهان ۾ آيو. تڏهن هڪ نوجوان پنهنجي پيءُ جي منع ڪرڻ جي باوجود سندس مجلس ۾ شامل ٿي ويو. اهو نوجوان بيمار ٿي پيو ۽ بيماريءَ وڏي ڊيگهہ ڪئي. هڪ ڏينهن هو پين سان گڏ جي هن کان پڇڻ ويو. نوجوان اشاري سان چيو: ڪنهن قوال کي چئو. تہ ڪجهہ شعر ڳائي ٻڌائي. هن قوال کي حڪم ڏنو. هن ڳائڻ شروع ڪيو:

مالي مرضت فلم يعدني عايد　　　منكم ويمرض عبد كم فاعود.

"جڏهن مان بيمار ٿيان ٿو. تہ توهان پڇڻ نٿا اچو ۽ جڏهن توهان بيمار ٿيو ٿا. تہ آءُ پڇڻ اچان ٿو". بيمار نوجوان اٿي ويٺو ۽ سندس بيماري گهٽجڻ لڳي. هن عرض ڪيو ڪجهہ وڌيڪ شعر ٻڌايو. قوال وري چيو:

واشد من مرضي علي صدود علي صدود كم　　　و صدود عبد كم علي شديد.

"توهان جو پڇڻ نہ اچڻ مون لاءِ بيماريءَ کان سخت آهي. پڇڻ کان روڪڻ تڪليف ڏيندڙ آهي. نوجوان اٿي ويٺو ۽ سندس بيماري ختم ٿي وئي. سندس پيءُ کيس حضرت عمرو رحہ جي حوالي ڪري ڇڏيو ۽ جيڪو وسوسو سندس دل ۾ هو. ان کان توبهہ ڪيائين. اهو نوجوان پوءِ وڏو بزرگ ۽ طريقت جو صاحب ٿيو. الله بهتر ٿو ڄاڻي.

## 40- حضرت ابو محمد سهل بن عبدالله تستري رحہ:

پنهنجي وقت جي مرشد (شيخ) هو: سڀ ماڻهو سندس تعريف ڪندا هئا. وڏي رياضت. معاملن جي نيڪي ۽ دل جي خلوص ۾ وڏي مقام وارو هو. ڪمن جي عيبن تي روشني وجهڻ ۾ مشهور هو. ظاهر وارن عالمن جو چوڻ آهي. تہ هن شرعيت ۽ حقيقت کي هڪ جاءِ تي ڪٺو ڪيو. اهو قول غلط آهي. ڇو تہ ڪنهن بہ شرعيت ۽ حقيقت کي ڌار نہ ڪيو آهي. حقيقت جي بہ ڪا حيثيت ڪانهي. حضرت ابومحمد سهل جا قول عام طور تي آساني سان سمجهہ ۾ ايندڙ آهن. ان ڪري ظاهر وارن عالمن غلطي ڪئي آهي. الله تعالي شرعيت کي حقيقت سان ڪٺو ڪيو آهي. ۽ ڪنهن بہ ولي کي جرئت ناهي. تہ هنن کان جدا ڪري سگهي. جيڪڏهن انهن جي جدائي ثابت ٿي وڃي تہ يقيناً هڪ کي رد ۽ ٻي کي قبول ڪيو ويندو. ظاهر آهي تہ شرعيت کي رد ڪرڻ بي ديني (الحاد) ۽ حقيقت کي رد ڪرڻ شرڪ آهي. جيڪو فرق ڪيو وڃي ٿو. اهو معنوي ناهي. اهو فقط حقيقت کي ثابت ڪرڻ لاءِ ڪيو ويندو آهي. اصل ۾ لا الـه الاالله حقيقت آهي ۽ محمد رسول الله

شرعيت آهي. جيڪڏهن ڪو چوي، تہ ايمان بہ نيڪ رهي ۽ انهن ٻنهي جملن ۾ فرق بہ هجي، تہ اهو بلڪل ناممڪن ۽ ڪوڙ واري ڪوشش وانگر ٿيندو. مطلب تہ حقيقت ٿڙ (اصل) ۽ شرعيت ان جي شاخ آهي. معرفت، حقيقت ۽ خدا جي حڪمن جي پيروي شرعيت آهي. اصل ۾ ظاهر وارا اهڙي هر هڪ ڳالهہ جو انڪار ڪندا آهن. جيڪا سندن سمجهہ ۾ نہ ايندي آهي. ياد رکڻ گهرجي، تہ الله جي رستي واري اصول کان انڪار ڪرڻ خطرناڪ آهي ۽ ايمان جي دولت لاءِ الله تعاليٰ جي شڪر ڪرڻ گهرجي.

سندس قول آهي: ما طلعت الشمس ولا غربت عليٰ وجہ الارض الا وهم جهال باالله الا من يوثر الله عليٰ نفسہ وروحہ و دنياه و آخرتہ. "زمين تي سج اڀري لهي ويندو آهي، مگر ماڻهو خدا کان غافل رهندا آهن، سواءِ انهن جي جن خدا کي پنهنجي جان، تن، دنيا ۽ آخرت جي خيال کان وڌيڪ چاتو آهي". مطلب هيءُ آهي تہ پنهنجي نصيب جي پاڪر ۾ رهڻ وارو، پنهنجي خدا کان بيخبر رهندو آهي. سندس چاڻ تدبير کي ترڪ ڪرڻ چاهيندي آهي. تدبير کي ترڪ ڪرڻ رضا (تسليم) جو سبب آهي. تدبير جو سهارو وٺڻ تقدير کي رد ڪرڻ وانگر آهي. الله بهتر ٿو ڄاڻي.

## 41- حضرت ابوعبدالله بن فضل بلخي رحہ: هي عراق ۽ خراسان ٻنهي ۾ مقبول هوندو هو:

حضرت احمد بن خضرويہ رحہ جو مريد هو. ڪيس حضرت ابوعثمان حيري رحہ سان وڏي عقيدت هئي. تصوف عشق جي سبب کان، تعصب رکندڙ ماڻهن ڪيس بلخ مان ڪڍي ڇڏيو. هو سمرقند هليو ويو ۽ اتي ئي پنهنجي حياتي پوري ڪيائين. سندس قول آهي: اعرف الناس باالله اشدهم مجاهدة في اوامره واتبعهم لسنة نبيہ. "سڀ کان وڏو عارف اهو آهي، جيڪو سڀ کان وڌيڪ محنت (رياضت) ڪري ۽ نبي ڪريم ﷺ جي سنت تي هلي". جيڪو الله کي وڌيڪ ويجهو هوندو آهي، اهو سندس حڪمن تي (ٻين کان) وڌيڪ هلندو آهي. جنهن جي تقدير ۾ دوري آهي، اهو حضور ﷺ جن جي پيروي کان پڇندو آهي. سندس هڪ ٻيو قول آهي: عجبت ممن يقطع الوادي والقفار والمفاوز حتيٰ يصل اليٰ قلبہ لان فيہ آثار مولاه. "مون کي ان ماڻهوءَ تي تعجب آهي، جيڪو خدا جي گهر وڃڻ لاءِ رڻ پٽ جهاڳي ٿو، تہ نبين سڳورن جون نشانيون ڏسي. هو پنهنجي نفس ۽ نفس جي خواهش کي پار ڪري پنهنجي دل تائين ڇو نٿو پهچي؟ سندس دل ۾ تہ سندس مولا جون نشانيون (موجود) آهن. مطلب هي آهي تہ دل الله تعاليٰ جي معرفت جو مقام آهي ۽ انهي ڪعبي کان وڏي آهي، جنهن ڏانهن منهن ڪري متو جهڪائيندا آهيون. ماڻهو ڪعبي ڏانهن منهن ڪندا آهن ۽ الله دل ڏانهن ڏسندو آهي. جتي دل آهي، اتي منهنجو دوست آهي. جتي سندس حڪم آهي، اتي منهنجي آرزو آهي. جتي نبين جا نشان آهن. اتي منهنجن دوستن جون نگاهون آهن. الله بهتر ٿو ڄاڻي.

## 42- ابوعبدالله محمد بن علي ترمذي رحہ:

هن ڪيترائي وڏا ڪتاب لکيا آهن. جن جي فصاحت ۽ بلاغت سندس ڪرامت جي ثابتي آهي. مثلاً " ختم الولايت"، "ڪتاب النهج"، "نواد رالاصول" وغيره. منهنجي عقيدي موجب انهن کي وڏي عظمت آهي ۽ منهنجي دل انهن جي عاشق آهي. منهنجي مرشد فرمايو آهي، تہ حضرت محمد بن علي ترمذي رحہ هڪ اهڙو يگانو موتي آهي جنهن جو مثال نہ ملندو. ظاهري علم تي بہ سندس ڪافي ڪتاب آهن. حضور ﷺ جن جي حديث جو بہ پختو راوي ٿي گذريو آهي. قرآن پاڪ جو تفسير لکي رهيو هو، تہ وفات ڪري ويو. جو ڪجهہ لکي چڪو هو، اهو عالمن وٽ پکڙيل آهي. هن فقهہ جو علم حضرت ابوحنيفہ جي هڪ دوست وٽ پڙهيو. ترمذ ۾ ماڻهو ڪيس محمد حڪيم سڏيندا هئا. تصوف ۾ ڪيس حڪيمن جي ٽولي سان نسبت ڏيندا آهن.

سندس فضيلتون بيشمار آهن. حضرت خضر عليہ السلام سان بہ ملاقات ڪئي هئي. سندس مريد ابوبڪر الوراق جو چوڻ آهي، تہ هر آچر تي حضرت خضر عليہ السلام وٽس ايندو هو ۽ ٻئي گڏجي گفتگو ڪندا رهيا.

سندس قول آهي: من جهل با وصاف العبودية فهو بنعمت الربوبيـة اجهل. "جنهن کي شرعيت ۽ بندگيءَ جي اصولن جي خبر ناهي، ان وٽ الله جو علم ڪڏهن بہ رهي نٿو سگهي". مطلب هي آهي، تہ جنهن کي ظاهر ۾ پنهنجي نفس جي معرفت حاصل نہ ٿيندي آهي، ان کي الله جي معرفت بہ نہ ملندي آهي. جنهن کي آدميت جي آفتن جو پتو نہ هوندو آهي اهو الله تعاليٰ جي صفتن کان بہ بيخبر هوندو آهي. ظاهر جو باطن سان واسطو آهي. باطن ڪانسواءِ ظاهر سان واسطو رکڻ اجايو آهي، ۽ ظاهر ڪانسواءِ باطن سان تعلق رکڻ بہ محال آهي. خدا جي صفتن جي ڄاڻ تڏهن حاصل ٿيندي جڏهن بانهپ جون صفتون صحيح هونديون. انهن ڪانسواءِ معرفت حاصل نہ ٿي سگهندي. هي جملو اصولن جو اصول آهي، ۽ ڏاڍي فائدي واري ڳالهہ آهي. الله گهريو تہ ان جي وڌيڪ سمجهاڻي پنهنجي جاءِ تي پيش ڪنداس.

## 43- حضرت ابوبڪر محمد بن عمرو وَرّاق رحہ: وڏن مشائخن ۽ زاهدن ۾ شامل هو:

حضرت احمد خضرويه رحہ سان ملاقات ۽ محمد بن علي رحہ سان صحبت ڪري چڪو هو. آداب ۽ معاملات تي سندس ڪافي ڪتاب آهن. وڏا مشائخ کيس "مؤدب اولياء" سڏيندا رهيا. چون ٿا، تہ حضرت محمد بن علي رحہ هن کي ڪجهہ ڪتاب حوالي ڪري چيو، تہ انهن کي درياءَ داخل ڪر. کيس مجال نہ ٿي. ۽ ڪتاب گهر ۾ رکي ڇڏيائين. محمد بن علي حارث رحہ وٽ وڃي چيائين، تہ هن ڪتاب درياهہ ۾ اڇلي ڇڏيا. هن پڇيو: "ڇا ڏٺئي؟" چيائين: ڪجهہ بہ نہ ڏٺم. هن فرمايو: تون غلط ٿو چوين. وري وڃ ۽ ڪتاب پاڻي ۾ وجهي اچ. وراق جي دل تي انهيءَ ڪرامت جو ايڏو اثر ٿيو جو جلدي وڃي ڪتاب پاڻيءَ ۾ وڌائين. پاڻي بہ ڇڙا ٿي ويو، هڪ صندوق ظاهر ٿي جنهن جو ڪلف لڳل هو. ڪتاب ان صندوق ۾ وڃي پيا ۽ اها بند ٿي وئي. وراق واپس اچي سموري ڳالهہ ٻڌائي. محمد بن علي رحہ چيو: هاڻي ٺيڪ آهي. هن پڇيا ڪئي: مون کي ٻڌايو تہ اهو ڪهڙو راز هو؟ چيائين: مون اهي ڪتاب اصول تحقيق تي لکيا هئا. اهي ايڏا ڏکيا هئا جو ڪنهن جي بہ سمجهہ ۾ نہ اچن ها. حضرت خضر عليہ السلام مون کان گهريا هئا ۽ درياءَ کي الله تعاليٰ جو حڪم هو تہ کيس پهچائي. حضرت ابوبڪر وراق جو قول آهي: الناس ثلثة العلماء والأمراء والفقراء فاذافسد العلماء فسد الطاعة واذافسد الامراء فسد المعاش واذافسد الفقراء فسد الاخلاق. "ماڻهن جا ٽي قسم آهن: هڪڙا عالم، ٻيا امير ۽ ٽيان فقير. جيڪڏهن عالم فساد ڪندا تہ عبادت ۽ شرعيت ۾ فساد پيدا ٿيندو، جيڪڏهن امير فساد ڪندا، تہ ماڻهن جي معاشي حالت ۾فساد پيدا ٿيندو (تباهي ايندي). جيڪڏهن فقير فساد ڪندا، تہ ماڻهن جي اخلاق ۾ فساد پيدا ٿيندو". اميرن ۽ بادشاهن جو فساد سندن ظلم ۽ ستم ۾، عالمن جو فساد لوڀ ۽ لالچ ۾، ۽ فقيرن جو فساد رياڪاري ۾ هوندو آهي. جيڪڏهن امير، عالمن کان منهن نہ موڙيندا تہ فساد نہ ڪندا. جيڪڏهن عالم بادشاهن سان ڪچهريون نہ ڪندا، تہ فساد کان بچندا. جيڪڏهن فقير دولت کان پاسو ڪندا تہ فساد نہ مچائيندا. امير، جهالت جي ڪري ظلم ڪندا آهن. عالمن جي خرابي لالچ جي ڪري ٿيندي آهي. فقير وري ريا جي ڪري توڪل ڇڏي ڏيندا آهن. علم ڪانسواءِ بادشاهہ، پرهيزگاري کان سواءِ عالم ۽ توڪل کان سواءِ فقير شيطان کي ويجهڙا ٿيندا ويندا آهن. سڄي دنيا ۾ انهن ٽن جماعتن جي هٿان فساد ٿيندو آهي. الله بهتر ٿو ڄاڻي.

## 44- حضرت ابوسعيد احمد بن عيسيٰ خزاز رحہ:

توڪل ۽ رضا وارن جو پيڙو ۽ فنا جي طريقي جو سالڪ. حضرت احمد بن عيسيٰ مريدن جي حال جي زبان، ۽ طالبن جي وقت جو دليل هو. طريقت وارن ۾ هي پهريون ماڻهو هو جنهن فنا ۽ بقا متعلق لکيو. سندس فضيلتون بيشمار آهن. هو رياضت، دانائي (نڪتہ رسي) مٿانهين ڪلام ۽ بلند اشارن ۾ مشهور آهي. حضرت ذوالنون مصري رحہ سان ملاقات ۽ بشر رحہ ۽ سري رحہ سان صحبت ڪئي هئائين. هن وٽان پيغمبر ﷺ جن جي حديث آهي: جبلت القلوب عليٰ حب من احسن اليها و اعجبا من لم يري محسنا غيرالله ڪيف لا يميل بڪليہ الي الله. "دل قدرتي طور تي ان سان محبت ڪندي آهي، جيڪو مهربانيءَ سان پيش ايندو آهي". هن حديث لاءِ حضرت ابوسعيد فرمايو آهي: ان ماڻهوءَ تي تعجب آهي، جيڪو

دنيا ۾ خدا جي ذات کان سواءِ ڪنهن بئي کي احسان ڪندڙ سمجهندو آهي ۽ خدا تعاليٰ کي احسان ڪندڙ سمجهڻ کان پوءِ بہ دل ۽ جان سان ان جو نہ ٿيندو آهي. حقيقي احسان ڪرڻ وارو الله پاڪ آهي ۽ احسان اصل ۾ ان تي ڪبو آهي، جيڪو احسان جو محتاج هوندو آهي. جيڪي پاڻ احسان جا محتاج هوندا، اهي ٻين تي احسان ڇا ڪندا؟ الله تعاليٰ سڀني جو مالڪ ۽ حاڪم آهي ۽ ڪنهن جو بہ محتاج ناهي. ان لحاظ کان الله جا دوست هر نعمت حاصل ٿيڻ تي نعمت عطا ڪندڙ تي نظر رکندا آهن. سندن دليون پوريءَ طرح سان محبت ۾ گرفتار هونديون آهن. هو هر غير شيءِ کان پرهيز ڪندا آهن.

## 45- حضرت ابوالحسن علي بن محمد اصفهاني رحہ:

ڪي ماڻهو کيس علي بن سهل سڏيندا هئا. سندس شمار وڏن مشائخن مان ٿيندو هو. حضرت جنيد رحہ ۽ هن جي وچ ۾ لطيف خط و ڪتابت ٿيندي رهندي هئي. حضرت عمر بن عثمان هن جي زيارت لاءِ اصفهان آيو. هو حضرت ابوتراب جو صحبتي ۽ حضرت جنيد رحہ جو دوست هو. تصوف ۾سندس طريقو ساراهيل هو. رضا ۽ رياضت سان سينگاريل هو. فتني ۽ فساد کان دور رهندو هو. حقيقتن ۽ معاملن ۾سندس ڪلام بلاغت وارو دقيق اشارن ۾سندس بيان لطافت وارو هوندو هو. سندس قول آهي: الحضور افضل من اليقين لان الحضور وطنات واليقين خطرات. "حاضري يقين کان بهتر هوندي آهي، ڇو تہ حاضري واري ڪيفيت هميشه لاءِ هوندي آهي ۽ يقين بہ اچڻ واري شيءِ آهي". مطلب هيءَ آهي تہ حاضريءَ جي جاءِ دل آهي، جيڪا وسري نٿي سگهي. يقين هڪ اچڻي وڃڻي شيءِ آهي. حاضريءَ وارا (ذاتيءَ جي) درگاهہ ۾ پهچندڙ آهن. يقين وارا ڇڻ تہ آستاني تي پيا آهن. غيب ۽حاضري تي هڪ جدا باب مناسب جاءِ تي ايندو. انشاءَ الله تعاليٰ.

هن جو قول آهي: من وقت آدم الي قيام الساعة الناس يقولون القلب القلب وانا احب ان اري رجلاً يصف ايش القلب و کيف القلب فلا اري. "حضرت آدم کان قيامت تائين ماڻهو دل دل پڪاريندا. مان اهڙي ماڻهوءَ جي تلاش ۾ آهيان، جيڪو اهو ٻڌائي سگهي تہ دل ڇا آهي ۽ ڪيئن آهي؟ (اهڙو ماڻهو) نظر نٿو اچي". عام ماڻهو گوشت جي ٽڪري کي دل سڏيندا آهن. اها تہ چرين ڪرين ۽ ٻارن و ٽ بہ هوندي آهي، مگر اهي دل کان سواءِ هوندا آهن. دل ڇا آهي؟ اها عبارت ڪانسواءِ ڪٿي بہ موجود ناهي. حقيقت ۾ دل الله جي ديدار جي جاءِ آهي. اها عبارت کان سواءِ ڪٿي بہ موجود ناهي.

## 46- ابوالحسن محمد بن اسماعيل خيرالنساج رحہ:

پنهنجي وقت جي وڏن مشائخن مان هو. معاملات ۽ خطبن ۾ سندس بيان جو نمونو لطيف هوندو هو. هن جي تحرير تمام سٺي هوندي هئي. هن وڏي عمر پاتي. حضرت شبلي رحہ ۽ حضرت ابراهيم خوارص رحہ هن جي مجلس ۾ توبهہ ڪئي. هن شبلي کي تعظيم جي طريقي سان جنيد رحہ ڏانهن موڪليو. هو سري رحہ جو مريد، جنيد رحہ ۽ ابوالحسن رحہ نوري جو همعصر هو. حضرت جنيد رحہ کيس ڏاڍو پيارو سمجهندو هو. حضرت ابو حمزه بغدادي هن جي وڏي مراد رکندو هو. چون ٿا، تہ هن کي خيرالنساج ان ڪري چوندا آهن جو جڏهن پنهنجي وطن سامره مان حج جي نيت سان نڪتو ۽ ڪوفي مان لنگهيو. تہ شهر جي دروازي تي هڪ ريشم اڻندڙ ماڻهو کيس پڪڙي ورتو ۽ چيو: " تون منهنجو غلام آهين ۽ تنهنجو نالو خير آهي". هن ان ڳالهہ کي خدا جي طرفان ڪري سمجهيو ۽ هن جي ڳالهہ کي رد نہ ڪيو. ڪيترا سال ريشم اڻندڙ جي خدمت ڪندو رهيو. جڏهن هو کيس "يا خير" ڪري سڏيندو هو تڏهن هي بہ لبيڪ (حاضر سائين) چوندو هو. پوءِ هو ڏاڍو پشيمان ٿيو ۽ هڪ ڏينهن چئي ڏنائين: مون غلطي ڪئي آهي، تون وڃ. منهنجو غلام نہ آهين. اتان آزاد ٿي هو مڪي شريف ۾ آيو ۽ اهو درجو حاصل ڪيائين. جو حضرت جنيد رحہ جهڙي ماڻهو چيو: خير، اسان سڀني کان ڀلو آهي. هو خير سڏرائڻ پسند ڪندو هو ۽ چوندو هو تہ مون لاءِ جائز ناهي تہ اهڙو نالو بدلائي ڇڏيان جيڪي هڪ مسلمان مرد مون کي عطا ڪيو آهي. چون ٿا، تہ سندس موت اچڻ مهل شام جي نماز جو وقت هو. موت جي سستي کان هوشيار ٿيو. اکيون کوليائين ۽ موت جي فرشتي ڏانهن ڏسي چيائين: تون خدا جو فرمانبردار آهين. مان بہ فرمانبردار آهيان. توکي

جيڪو حڪم مليو آهي اهو پورو ڪري رهيو آهين يعني منهنجو ساهه ڪڍي رهيو آهين ۽ مون کي جيڪو حڪم مليو آهي اهو قضا ٿي رهيو آهي يعني شام جي نماز وڃي رهي آهي. جيڪو مون کي حڪم مليو آهي اهو مون کي پورو ڪرڻ ڏي. پوءِ توکي جيڪو حڪم آهي اهو پورو ڪر. پاڻي گهريائين. وضوءَ ڪان پوءِ نماز پڙهيائين ۽ الله تعاليٰ جي دعوت تي لبيڪ چيائين. ان رات ڪيس ڪنهن خواب ۾ ڏٺو. هن ڪان پڇيائون: الله تعاليٰ جي حاضري ۾ ڪيئن گذاريئي؟ چيائين: اهو نه پڇو. مختصر اهو آهي مون کي اوهان جي دنيا ڪان آزادي ملي.

هڪوار پنهنجي مجلس ۾ چيائين: شرح الله صدور المتقين بنوراليقين بڪشف بصاتر الموقنين بنور حقائق الايمان. "الله تعاليٰ متقين جي سينن کي يقين جي نور سان کولي ڇڏيو ۽ يقين وارن جي بصارت کي ايمان جي حقيقتن جي نور سان روشن ڪيو". جتي ايمان آهي اتي يقين آهي ۽ جتي يقين آهي اتي تقويٰ آهي. چو ته اهي سڀ هڪ ٻئي کي ويجهڙا آهن. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

## 47- حضرت ابوحمزه خراساني رح: خراسان جي پراڻن مشائخن مان هو:

حضرت ابوتراب جو صحبتي هو ۽ خراز رح سان ملاقات ڪري چڪو هو. توڪل تي پختو عقيدو رکندو هو. چون ٿا، ته هڪ دفعي ڪنهن کُوهه ۾ ڪري پيو. ٽن ڏينهن ڪان پوءِ اُتان هڪ مسافر لانگهائو ٿيا. هن سوچيو، ته هنن کي سڏ ڪجي. وري چيائين: ان جو مطلب اهو ٿيندو ته مان غيرالله جي مدد طلب ڪري رهيو آهيان ۽ پنهنجي رب جي شڪايت ٿو ڪريان. جڏهن مسافرن عين رستي ۾اهو کوهه ڏٺو ته چوڻ لڳا: اچو ته هن کي بند ڪري ڇڏيون جيئن ڪو ماڻهو ان ۾ نه ڪري پوي. ثواب جو ڪم ٿيندو. حضرت ابوحمزه ڏاڍو پريشان ٿيو ۽ حياتيءَ تان هٿ کڻي ويٺو. مسافرن کوهه کي مٽان بند ڪري ڇڏيو ۽ هليا ويا. حضرت ابوحمزه الله جي عبادت ۾ مشغول ٿي ويو ۽ موت جو انتظار ڪرڻ لڳو. رات ٿي ته کوهه جي ٻاهران ڇُرڪ محسوس ٿيس. غور سان ڏٺائين ته کوهه جو منهن کليل هو ۽ هڪ اژدها جو پڇ اندر ايندو ڏٺائين. هن ان کي خدا جي رضا ڄاتو. پُڇ کي ورتائين ۽ اژدها ڪيس ٻاهر ڇڪي ڪڍيو. غيب ڪان آواز آيو: ابو حمزه تنهنجو ڪهڙو نه عجيب ڇوٽڪارو آهي. اسان توکي موت جي وسيلي، موت ڪان بچائي ورتو. هن ڪان پڇيو ويو: غريب (اجنبي) ڪير هوندو آهي. جواب ڏنائين: المستوحش من الالف. "جيڪو محبت ۽ الفت ۾ پريشان ٿيل هجي". درويش لاءِ دنيا ۽ آخرت ۾ ڪو وطن ڪونهي ۽ وطن ڪان سواءِ محبت ڪرڻ وحشت آهي. جڏهن درويش جي محبت ماڻهن ڪان ڪنجي ويندي آهي تڏهن هو هر ڪنهن ڪان وحشت ڪندو (ٿهندو) آهي. سندس حالت کي غُربت سڏبو. اهو تمام مٿانهون درجو آهي. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

## 48- حضرت ابوالعباس احمد مسروق رح:

خراسان جي وڏن مشائخن مان هو. سمورا اولياءُ سڳورا ان ڳالهه تي متفق آهي ته هو اوتاد ۾ شامل هو ۽ قطب هن سان ڪم ۾ شريڪ هئا. هن ڪان پڇيائون ته قطب ڪير آهي؟ هن نالو ظاهر نه ڪيو، مگر اشاري سان ٻڌايائين ته حضرت جنيد رح قطب آهي. چون ٿا، ته هن چاليهن اهڙن مشائخن جي خدمت ڪئي، جيڪي تمڪين جي درجي تي پهتل هئا ۽ سيني ڪان فائدو حاصل ڪيائين. هن جي ظاهري توڙي باطني قابليت مجيل آهي. سندس قول آهي: من ڪان سرورة بغيرالحق فسروره يورث الهموم ومن لم يڪن انسه في خدمت ربه فانسه يورث الوحشة. "جنهن کي خدا ڪان سواءِ ڪنهن شيءِ مان خوشي هجي، ان جي خوشي سربسر رنج ۽ مصيبت آهي. جنهن خدا جي عبادت سان محبت نه هوندي آهي، ان جي محبت سربسر وحشت ٿيندي آهي". مطلب هيءَ هي آهي ته خدا ڪان سواءِ هر شيءِ فاني آهي ۽ جنهن کي فاني شيءِ سان پيار آهي، اهو پنهنجي مقصد جي فنا ٿيڻ تي نااميدي ڪان سواءِ ڪجهه به نٿو ڏسي. هن جي عبادت ڪان سواءِ هر شيءِ خاڪ آهي. جڏهن مخلوق جي حقارت ظاهر ٿيندي ته ان جي محبت به وحشت ۾ تبديل ٿي ويندي. ساري جهان جي وحشت غيرالله ڏسڻ جو نتيجو آهي. الله بهتر ٿو ڄاڻي.

## 49- حضرت ابوعبدالله بن احمد بن اسماعيل مغربي رحہ:

توڪل وارن جو استاد ۽ تحقيق ڪرڻ وارن جو پيشوا. ابوعبدالله بن احمد پنهنجي زماني جي وڏن پيشوائن مان هو. پنهنجن استادن وٽ بہ مقبول هو. هو پنهنجي مريدن جي احوال جو خيال رکندڙ بہ هو.

حضرت ابراهيم خواص ۽ ابراهيم شيباني ٻئي سندس مريد هئا. سندس ڪلام مثانهون ۽ دليل چٽا هئا. دنيا جي تارڪ هجڻ ۾ ثابت قدم هو. سندس قول آهي: مارايت انصف من الدنيا ان خدمتها خدمتک ان ترکتها ترکتک. "دنيا کان وڌيڪ انصاف پسند ڪابہ شيءِ ناهي. جيستائين ان جي خدمت ڪبي تہ خدمت ڪندي رهندي ۽ جڏهن ان کان منهن ڦيريو ويند، تڏهن هوءِ بہ منهن ڦيري ڇڏيندي". جو ماڻهو سچيءَ دل سان دنيا کان منهن موڙيندو، اهو سندس مصيبت کان بچي ويندو ۽ سندس آفت کان حفاظت ۾ رهندو. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

## 50- حضرت ابوعلي الحسن بن علي جرجاني رحہ: پنهنجي زماني جو يگانو ماڻهو هو.

معاملات جي علم ۽ مصيبتن جي چڪري متعلق سندس لکيل ڪتاب تمام روشني وجهندڙ آهن. هو محمد بن علي ترمذيءَ جو مريد ۽ ابوبڪر وراق جو همعصر هو. ابراهيم سمرقندي سندس مريد هو. سندس قول آهي: الخلق کلهم في ميادين الغفلة يرکبون و علي الظنون و يعقدون عند هم انهم في الحقيقة ينقلبون و عن المکاشفة ينطقون. "دنيا وارا غفلت جي ميدان ۾ گهوڙا ڊوڙائيندا آهن. پنهنجي گمان تي ڀروسو رکندا آهن. سندن عقيدي موجب انهن جا ڪم حقيقت سان ۽ انهن جو ڪلام ڪشف سان مالامال هوندو آهي". انهيءَ طريقت جي شيخ جو اشارو طبعيت جي غرور ۽ نفس جي تڪبر ڏانهن آهي. جاهل ڪڏهن بہ پنهنجي جهالت جو اقرار نہ ڪندو آهي. اهو بي علم ۽ ڪوڙن صوفين وانگر هوندو آهي. علم وارا صوفي سڀني مخلوق ۾ عزت جا لائق هوندا ۽ بي علم ذليل ۽ خوار رهندا آهن. سچا عالم حقيقت سان هوندا آهن ۽ جاهل حقيقت کان پري رهندا آهن ۽ شڪ ۾ قائل هوندا آهن. غلفت جي رستي تي هلندا آهن ۽ سمجهندا آهن تہ ولايت جي رستي وارا آهن. گمان تي ڀروسو ڪري چوندا آهن تہ اها حقيقت آهي. هو ظاهري رسمن جي پيروي ڪندا آهن ۽ سمجهندا آهن تہ اها اصليت آهي. هو نفس جي خواهش موجب ڳالهائيندا آهن، ۽ ان کي ڪشف جو نالو ڏيندا آهن. جيستائين الله جو جمال يا جلال ظاهر نہ ٿيندو آهي، تيستائين انسان جي مٽي مان غرور نہ نڪرندو آهي. هن جي جمال ۾ هر شيءِ غائب ٿي ويندي آهي. هن جو غرور بہ فنا ٿي ويندو آهي. هن جي جلال آڏو هو خود بہ فنا ٿي ويندا آهن. غرور جو ڪهڙو ذڪر ڪجي. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

## 51- حضرت ابومحمد احمد بن حسين جريري رحہ:

حضرت جنيد رحہ جو دوست هو ۽ حضرت سهل بن عبدالله جي صحبت مان فائدو وٺي چڪو هو. علم جي سڀني صفتن جو ماهر هو. فقہ ۾ وقت جو امام هو. هو اصول جو نيڪ هو. تصوف ۾ ايتري بلند درجي تي هو جو حضرت جنيد رحہ ڪيس پنهنجن مريدن جي ادب ۽ رياضت جي تلقين لاءِ مقرر ڪيو هو. حضرت جنيد رحہ کان پوءِ سندس سجاده نشين ٿيو. سندس قول آهي: دوام الايمان و قوام الاديان و صلاح الابدان في خلال ثلثة الاکتفاء والاتقاء ولاحتماء فمن اکتفا با الله صلحت سريرته و من اتقي ما نهي الله عنه استقامت سرته ومن احتمي مالم يوافقه ارياضت طبيعتہ فثمرة الاکتفاء صفوة المعرفة و عاقبة الاتقاء حسن الخليقة و غايت الاحتماء اعتدال الطبيعه. "ايمان جي بقا، دين جي پختگي ۽ بدن جي اصلاح ٽن شين سان واسطو رکندڙ آهن: يعني ڪفايت، تقويٰ ۽ احتياط سان. جنهن الله کي ڪافي سمجهيو ان جي دل روشن ٿي، جنهن منع ڪيل شين کان پرهيز ڪئي ان جي سيرت پاڪ ٿي ۽ جنهن پنهنجي ڪاڌي جي معاملي ۾ خيال (احتياط) رکڻ، طبعيت جو نيڪ رهڻ آهي". پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: من ڪثر صلواتہ بالليل حسن وجهہ بالنهار. رات جي نماز جي گهڻائي ڏينهن جو منهن کي روشن رکندي آهي". حديث ۾ آيو آهي تہ قيامت جي ڏينهن پرهيزگار روشن چهرن سان ۽ نور جي تختن تي ايندا. جيڪو ماڻهو ڪاڌي جي معاملي ۾ خيال رکندو آهي اهو نفس جي بيماري ۽ شهوت

ڪان پاڪ رهندو آهي. اها تمام سھڻي ۽ سچي ڳالھه آهي. الله بهتر ٿو ڄاڻي.

## 52- حضرت ابوالعباس احمد بن محمد بن سهل آملي رحہ:

هن جو درجو وڏن دبدبي وارن بزرگن ۾ شمار ٿئي ٿو. پنهنجي همعصرن ۾ وڏي احترام جي نظر سان ڏٺو ويندو هو. تفسير ۽ قرات جو عالم هو. قرآن جي لطيف ڳالهين سمجهڻ ۾ هن کي خصوصيت حاصل هئي. حضرت جنيد رحہ جي وڏن مريدن مان هو حضرت ابراهيم مارستاني جي صحبت مان فيض وٺي چڪو هو. حضرت ابوسعيد خراز سندس وڏي عزت ڪندو هو. ۽ تصوف ۾هن ڪان سواءِ ڪنهن ڪي بہ تسليم نہ ڪندو هو. سندس هڪ قول آهي: السڪون الیٰ مالوفات الطبايع يقطع صاحبها عن بلوغ الحقايق. "جنهن شيءِ سان محبت هجي ان مان سڪون حاصل ڪرڻ ماڻهوءَ کي سندس درجي تان ڪيرائي ڇڏيندو آهي". مطلب اهو آهي تہ جيڪو پيارين شين کي تسڪين جو سبب بڻائيندو آهي، اهو حقيقت ڪان تمام پري ٿي ويندو آهي، ڇو تہ طبعيت جو لاڙو نفس جو هٿيار هوندو آهي. نفس حجاب جو مقام آهي ۽ حقيقت ڪشف جي جاءِ آهي. پياري شيءِ ۾ قائل مريد ڪشف واري جهڙو ٿي نٿو سگهي. حقيقت جي ڄاڻ ڪشف آهي ۽ پيارن شين ڪان پري ٿيڻ لڪل آهي. انساني طبعيت جو لاڙو بہ طرفو ٿيندو آهي: هڪ دنيا ۽ ان جي دلچسپين ڏانهن ۽ ٻيو آخرت ۽ ان جي نعمتن ڏانهن. دنيا جو لاڙو جنسيت (شهوت) مان پيدا ٿيندو آهي ۽ آخرت جي محبت جو بنياد ان خيال تي هوندو آهي جنهن ۾ نہ جنسيت ۽ نہ آشنائي شامل هوندي آهي. آخرت جو تصور سڪڻو تصور هوندو آهي، ڇو تہ جيڪڏهن حقيقت اکين جي سامهون اچي وڃي، تہ ماڻهو پوريءَ طرح سان دنيا ڪان ڪٽجي وڃي. ولايت جي منزل سامهون اچي وڃي ۽ حقيقتون ظاهر ٿي پون. آخرت جو تعلق فطرتي طور فنا سان آهي. آخرت ۾ جو ڪجهہ آهي اهو انسان جي وهم ۽ گمان ۾ اچي نٿو سگهي. آخرت جو مرتبو ان ۾ آهي تہ ان جو رستو سخت مشڪل آهي. جيڪا ڳالهہ انسان جي دل ۽ دماغ ۾ سمائجي ويندي آهي ان جو ڪوبہ قدر نہ هوندو آهي. جڏهن آخرت جي حقيقت وهم ۽ گمان ۾ سمائجي نٿي سگهي تہ پوءِ طبعيت کي ان جي ديدار سان ڪهڙو پيار ٿي سگهندو؟ ظاهر آهي تہ طبعيت جو لاڙو فقط آخرت جي تصور ڏانهن هوندو آهي. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

## 53- حضرت ابوالمغيث حسين بن منصور حلاج رحہ:

معنيٰ ۾ غرق ۽ دعويٰ ۾ هلاڪ. حضرت منصور حلاج طريقت جي مشتاقن ۽ مستن ۾ شامل هو. تمام وڏي همٿ جو مالڪ هو. مشائخن ۾ هن متعلق اختلاف آهي. هڪ ٽولو ڪيس مردود ۽ ٻيو مقبول سڏيندو آهي. مثلاً عمر بن عثمان مڪي، ابو يعقوب نهر جوري، ابو ايوب اقطع، علي بن سهل اصفهاني، ابن عطا، محمد بن خفيف، ابوالقاسم نصرآبادي ۽ سموزا پوءِ وارا مشائخ ڪيس مقبول سمجهندا آهن. ڪجهہ بزرگ هن معاملي ۾ فيصلي واري ڳالهہ نہ ڪندا آهن. مثلاً جنيد، شبلي، جريري، حصري. ڪجهہ ماڻهو وري ڪيس جادوگر سمجهندا آهن. اسان جي زماني ۾ شيخ ابوسعيد ابوالخير، شيخ ابوالقاسم گرگاني، ۽ شيخ ابوالعباس سقاني هن لاءِ عقيدت ظاهر ڪندا آهن ۽ سندس بزرگيءَ جا قائل آهن. حضرت ابوالقاسم قشيري جو چوڻ آهي تہ جيڪڏهن منصور حلاج حقيقت ۽ معنيٰ وارن مان هو تہ ماڻهن جي رد ڪرڻ سان هو رد ٿي نہ سگهندو، پر جيڪڏهن هو طريقت ڪان پري ۽ الله جو رد ڪيل هوندو تہ ماڻهن جي مقبول چوڻ سان مقبول ٿي نہ سگهندو. ان جو معاملو خدا تي ڇڏي ڏيڻ گهرجي. جيستائين هو حق تي نظر اچي، ڪيس احترام سان ڏسڻ گهرجي. مطلب تہ ڪجهہ مشائخن ڪان سواءِ ٻيا سندس فضيلت جي ڪمال، حال جي صفائي، اجتهاد ۽ رياضت جي گهڻائي جا منڪر نہ آهن. هن جو ذڪر هن ڪتاب ۾ نہ ڪيو وڃي ها تہ خيانت ٿئي ها. ۽ اهو بہ فقط ان بنياد تي تہ ڪجهہ ظاهر وارا ڪيس ڪافر سمجهندا آهن. ان جي بزرگي جو انڪار ڪندا آهن ۽ سندس حال کي جادو ۽ فريب سان نسبت ڏيندا آهن ۽ اهو خيال ڪندا آهن تہ هي حسين بن منصور اهوئي بي دين حسين منصور حلاج آهي جيڪو محمد بن زڪريا جو استاد ۽ ابوسعيد قرمطي جو رفيق هو. مگر منصور جنهن متعلق مشائخن ۾ اختلاف آهي سو فارسي نسل مان بيضاورد جي رهڻ وارو هو ۽ ڪيس ان

بنياد تي رد نئو ڪيو وڃي تہ سندس تعليم يا دين ڪچو هو. ڪيس ان لاءِ رد ڪيو وڃي ٿو تہ سندس ڪردار ۽ هلت چلت پَـڪَـڙَ جي قابل هئا.

هو اڳ ۾ سهل بن عبدالله جو مريد ٿيو. ڪجهہ وقت ڪان پوءِ موڪل وٺڻ ڪان سواءِ هليو ويو ۽ عمر بن عثمان سان وڃي مليو. ڪجهہ وقت ڪان پوءِ اجازت وٺڻ ڪان سواءِ ان کي بہ ڇڏي ڏنائين ۽ جنيد رحہ ڏانهن منهن ڪيائين پر هن ڪيس قبول نہ ڪيو. ان ڪري سڀني ڪيس ڇڏي ڏنو. هو اصل طريقت ۾ نہ پر عمل ۾ متروڪ آهي. هن جي باري ۾ حضرت شبلي فرمايو آهي: انا و الحلاج شيءِ واحد فخلصني جنوني و اهلڪہ عقلہ. "مان ۽ حلاج ساڳي ڳالهہ آهيون. منهنجي چريائي مون کي بچائي ورتو ۽ هن جي عقل ڪيس هلاڪ ڪري ڇڏيو". محمد بن حنيف چيو آهي: هوَ عالم رباني. هو رباني عالم آهي وغيره. اصل ۾ مشائخن جي ناراضگي ۽ انهن کان ڌار رهڻ واري حالت منصور کي وحشت ۾ وجهي ڇڏيو.

هن جون تصنيفون روشن آهن. اصول ۽ فروع ۾ ان جون رمزون ۽ ڪلام مهذب آهن. مان بغداد ۽ ان جي آسپاس هن جي هٿ جا لکيل گهٽ ۾ گهٽ پنجاهہ رسالا ڏٺا آهن ۽ ڪجهہ خوزستان، فارس ۽ خراسان ۾ بہ ڏٺا اٿم. سڀني ۾ اهڙيون شيون نظر آيون جيڪي عام طور تي منڍ ۾ مريد ظاهر ڪندا آهن. ڪجهہ پختيون آهن، ڪجهہ ڪمزرو، ڪجهہ آسان ۽ ڪجهہ نہ قبول ڪرڻ جهڙيون آهن. جڏهن الله تعاليٰ جي درگاهہ مان ڪا شيءِ ظاهر ٿيندي آهي تڏهن ڏسڻ وارو پنهنجي وجداني ڪيفيت کي بيان ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. لفظ مبهم (بي معنيٰ) هوندا آهن. خاص طور تي جڏهن لکڻ وارو تڪڙ بہ ڪندو آهي ۽ ڪيس پنهنجو پاڻ تي ناز بہ هوندو آهي. اهي لفظ خيال تي بار ڪندا آهن ۽ ٻڌڻ وارا انهن جو مطلب نہ سمجهي سگهندا آهن ۽ چوندا آهن: "واهہ ڪهڙي نہ نازڪ شيءِ آهي". ڪجهہ ماڻهو جهالت کان انڪار ۽ ڪجهہ اقرار ڪندا آهن. سندن اقرار بہ انڪار جهڙو هوندو آهي. پر جڏهن تحقيق ۽ بصيرت وارا ڏسندا آهن تہ هو اڪرن ۾ نہ اڙندا آهن ۽ نہ وري حيرت ۾ پوندا آهن. هو چڱائي ۽ برائي سان واسطو نہ رکي، انڪار ۽ اقرار کان بہ دامن کي بچائيندا آهن.

اهي ماڻهو، جيڪي هن جوان ماڻهوءَ تي جادوءَ جي تهمتِ رکندا آهن، تہ اها ڳالهہ محال آهي. ڇو تہ اهل سنت والجماعت جي اصول موجب جادو اهڙيءَ طرح سچو آهي، جهڙيءَ طرح ڪرامت حق آهي. ليڪن ڪمال جي حالت ۾ جادو جو ظاهر ڪرڻ گهٽ درجي وارو آهي، مگر هن حالت ۾ ڪرامت جو ظاهر ٿيڻ ڪرڻ، معرفت آهي، هن لاءِ تہ جيڪڏهن جادو خدا جي ناراضگيءَ جو سبب آهي تہ ڪرامت وري الله تعاليٰ جي رضامندي جو نشان آهي. هي مسئلو ڪرامت جي ثابت ڪرڻ واري بيان ۾ سمجهاڻيءَ سان پيش ڪيو ويندو.

اهل سنت جي بصيرت وارن جو اتفاق آهي تہ مسلمان زبان خور ۽ جادوگر نہ ٿيندا آهن ۽ نہ وري ڪافر ڪرامت جا صاحب بڻبا آهن. ڇو تہ اضداد جو جمع محال آهي. حضرت حسين حلاج جيستائين حياتيءَ جي جامي ۾ هو، نيڪ رهيو. سٺي نموني سان نماز پڙهندو رهيو ۽ ذڪر ڪندو رهيو. لڳاتار روزا رکيائين، حمد و ثنا ڪندو رهيو. ان کان سواءِ خدا جي توحيد جا نُڪتا بہ بيان ڪندو رهيو. جيڪڏهن هو جادوگر هجي ها، تہ اهي سڀ ڳالهيون محال هيون. تنهنڪري صحيح ڳالهہ اها آهي، تہ اها ڪرامت هئي ۽ ڪرامت ولي کان سواءِ ٻيو ڏيکاري نہ سگهندو آهي.

اهل سنت ۾ ڪجهہ ماڻهو اهڙا آهن، جيڪي سندس اصولن کي رد ڪندا آهن ۽ سندس اهڙن گفتن تي اعتراض ڪندا آهن، جن مان بي دينيءَ جي معنيٰ نڪرندي آهي. ليڪن اهو عيب عبارت ۾ آهي ۽ معنيٰ ۾ ناهي. جيڪي ماڻهو حال جي غلبي هيٺ هوندا آهن، اهي صحيح عبارت پيش ڪري نہ سگهندا آهن ۽ اهو بہ ٿي سگهندو آهي تہ عبارت جو مفهوم مشڪل هوندو آهي ۽ پڙهڻ وارو ان جو مطلب سمجهي نہ سگهندو آهي، ۽ پنهنجي ڪمزوريءَ جي ڪري عبارت کي بي معنيٰ سمجهندو آهي. اها ڪمزوري سندس پنهنجي هوندي آهي ۽ عبارت جي نہ هوندي آهي.

مون بغدادي جي بيدينن (ملحدن) جي هڪ اهڙي جماعت بہ ڏٺي جيڪا حلاج جي پوئلڳ هجڻ جي دعوا ڪندڙ هئي. هن جي گفتن کي پنهنجي بي ديني جو بنياد بنائيندا آهن ۽ حلاجي سڏرائيندا آهن. منصور جي باري ۾ مبالغي کان ڪم

ونندا آهن. جهڙيءَ طرح رافضي ماڻهو حضرت علي كرم الله وجهه جي باري ۾ كندا آهن. انهن جي ترديد خدا گهريو تہ اختلاف واري باب ۾ ايندي. مختصر طور هي ڳالهہ تہ منصور بن حلاج جي قولن جي پيروي جائز ناهي، ڇو تہ هن تي حال جو غلبو هو. پيروي فقط تمكين واري جي كبي آهي.

الله جو شكر آهي جو مون كي حسين بن منصور سان عقيدت آهي ليكن سندس طريقو كنهن بہ اصليت تي قائم ناهي ۽ سندس حال كنهن بہ هك جاءِ تي قرار وٺندو ناهي. هن جي احوال ۾ گهٽائي فساد آهن مون منڍ ۾ هن قولن مان گهٽائي دليل حاصل كيا. ان جي كلام جي سمجهاڻي (شرح) بہ لكيم ۽ دليل سان سندس حال سلامتي ۽ كلام جي بلندي كي ثابت كيم. پنهنجي كتاب "منهاج الدين" ۾ بہ سندس ابتدا ۽ انتها تي تبصرو كيم ۽ هتي بہ كجهہ نہ كجهہ بيان كيو اٿر. جنهن شيءِ جي چنڊڇاڻ كري وڏي خبرداري كان پوءِ پاڻ وٽ آڻي سگهجي، ان جي پيروي كرڻ جي ضرورت ناهي. ياد ركو تہ لوڀ ۽ لالچ جو سچائي سان كو واسطو كونهي. لالچ وارا هميشه طريقت ۾ اُبتيون ڳالهيون ڳولهيندا آهن. حسين بن منصور جو هك قول آهي: الالسنة مستنطقات تحت نقطها مستهلكات. "زبانون ڳالهائڻ چاهينديون آهن ۽ گفتگو هيٺ هلاك ٿيڻ جي تمنا ركندو آهي". هك قسم جا قول خطرناك هوندا آهن. حقيقت جي معنيٰ بيان كرڻ جي كوشش بيكار آهي. جيكڏهن معنائون موجود آهن تہ اظهار كان خالي نہ ٿي سگهنديون آهن. جيكڏهن خالي آهن، تڏهن بہ اظهارن سان وجود ۾ اچي نٿيون سگهن. اظهار فقط وهم پيدا كندو آهي. وهم طالب كي گمراهہ كندو آهي، ڇو تہ هو سمجهندو آهي تہ لفظن جي اظهار ئي اصلي حقيقت آهي. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

## 54- حضرت ابواسحاق ابراهيم بن احمد خواص رحہ:

هي توكل ۾ وڏو شان ۽ بلند مرتبو ركندو هو. گهڻن ئي مشائخ سڳورن سان ملاقات كري چكو هو. سندس كرامتون بيشمار آهن ۽ طريقت جي معاملن تي سٺا كتاب لكيا اٿس. سندس قول آهي: العلم كله في كلمتين لا تتكلف في ما كفيت ولا تضيع ما استكفيت. "سمورو علم ٻن جملن ۾ آهي: ان شيءِ جي كرڻ جي كوشش نہ كر، جيكا تولاءِ مقرر آهي. ٻيو اهو، تہ جو كجهہ توكي كرڻو آهي ۽ توتي فرض آهي، ان كي وڃائي نہ ڇڏ، تہ جيئن دنيا ۽ آخرت ۾ خوش رهين". ان مان اهو مطلب ٿو نكري تہ مقدر كي كيل نہ بڻايو. جيكو ازل كان مقرر ٿي چكو آهي، اهو كوشش سان بدلائي نٿو سگهجي. ان جي حكمن جا باغي نہ ٿيو، ڇو تہ بغاوت جي سزا ملندي آهي. هن كان پڇيو ويو: "اوهان كهڙيون عجيب شيون ڏٺيون آهن؟" چيائين: گهڻيون ئي عجيب شيون ڏٺيون اٿم. مگر سڀ كان وڌيك عجيب شيءِ هيءَ آهي، تہ مون كي حضرت خضر عليه السلام پاڻ سان شريك ركڻ جي دعوت ڏني، مگر مون انكار كري ڇڏيو. اهو ان لاءِ نہ، تہ مون كي كنهن ٻلي رفيق جي ضرورت نہ هئي، ۾ ان لاءِ تہ مون كي خدا تعاليٰ جي بدران حضرت خضر عليه السلام تي ڀروسو كرڻو پوي ها ۽ خدا تعاليٰ تي توكل گهٽجي وڃي ها. ۽ نتيجي طور تي پنهنجا فرض آسانيءَ سان ادا كري نہ سگهان ها. اهو كامل هجڻ جو درجو آهي.

## 55- حضرت ابوحمزه بغدادي بزاز رحہ:

هن جو بہ درجو توكل وارن صوفين ۾ شمار ٿئي ٿو. حضرت حارث محاسبي جو مريد هو. حضرت سري رحہ سان صحبت كندڙ، ۽ حضرت نوري رحہ ۽ حضرت خيرالنساج رحہ جو همعصر هو. بغداد واري مسجد رصانه ۾ واعظ كندو هو. تفسير ۽ قراءت جو وڏو عالم هو. پيغمبر ﷺ جن جي حديثن جو ڀروسو جهڙو راوي هو. هو حضرت نوري رحہ سان گڏ هو. جڏهن مٿس سختي جاري هئي ۽ جڏهن الله تعاليٰ صوفين كي موت جي چنبي مان ڇڏايو هو. حضرت نوري رحہ جي تعليم جي سمجهاڻي ڏيڻ وقت هن جي حكايت جو بيان كيو ويندو هو.

هن جو قول آهي: اذا سلمت منك نفسك فقد اديت حقها و اذا سلم منك الخلق قضيت حقوقهم. "جيكڏهن تنهنجو

نفس پنهنجي هٿ کان حفاظت ۾ آهي تہ تو پنهنجي ذات جو حق ادا ڪيو. جيڪڏهن مخلوق تنهنجي هٿ کان محفوظ آهي تہ تون انهن سيني جو قرض ادا ڪري ڇڏيو". مطلب هيءُ آهي تہ انسان تي ٻہ جوابداريون آهن: هڪ پنهنجي ذات جي ٻي باقي ماڻهن جي. جيڪڏهن توهان پنهنجي نفس کان پري ٿي، آخرت جو ڇوٽڪارو تلاش ڪيو تہ اوهان جي پهرين جوابداري پوري ٿي. جيڪڏهن مخلوق کي پنهنجي خراب ڪمن سان نقصان نہ پهچايو تہ اوهان ٻي جوابداري بہ پوري ڪئي. پنهنجي نفس کي حفاظت ۾ رکو. ٻين کي تڪليف نہ ڏيو ۽ ان کان پوءِ پنهنجي خالق جا حق ادا ڪريو.

## 56- حضرت ابوبڪر محمد بہ موسيٰ واسطي رح:

هي تحقيق ڪندڙ مشائخ سڳورن ۾ شمار ٿئي ٿو ۽ حقيقتن جي معاملي ۾ وڏي مانَ ۽ مرتبي جو مالڪ هو. سمورا مشائخ کيس احترام جي لائق سمجهندا هئا. حضرت جنيد رح جي مريدن ۾ شامل هو. سندس ڪلام تمام اونهي معنيٰ وارو هو. جنهن کي ظاهر پرست سمجهي نہ سگهندا هئا. جيستائين مرو ۾ نہ ويو، تيستائين کيس امن ۽ سڪون نصيب نہ ٿيو. مرو جي ماڻهن سندس آجيان ڪئي، چو تہ هو نهايت بردبار ۽ زاهد بزرگ هو. مرو وارن سندس ڪلام ٻڌو ۽ هن حياتيءَ جا باقي ڏينهن اتي گذاريا. سندس قول آهي: الذڪرون في ذڪره اڪثر غفلة من الناسين لذڪره. "ذڪر وسارڻ وارن کان ذڪر ياد ڪرڻ وارا وڌيڪ غافل هوندا آهن". جيڪڏهن ڪنهن کان ذڪر وسري وڃي، تہ ڪو نقصان ڪونهي. نقصان ان ۾ آهي، تہ ذڪر ياد هجي ۽ خدا وسري وڃي. ذڪر جي مقصد کان ذڪر ٻيءَ طرح هوندو آهي. ذڪر جي مقصد کي وساري ڇڏڻ ۽ ذڪر ڪرڻ جي غرور ۾ رهڻ، غفلت کي وڌيڪ ويجهو آهي. ۽ اهو بہ ان جي مقابلي ۾ تہ غرور کان سواءِ ذڪر وسري وڃي. وسارڻ واري کي پنهنجي وِساري ۾ ۽ پري رهڻ جي حالت ۾ حاضر هجڻ جو غرور نہ هوندو آهي. حاضري وارو غرور حاضري کانسواءِ غفلت جي ويجهو ٿيندو آهي. الله جا طالب غرور جي ڪري هلاڪ ٿيندا آهن. جتي غرور وڌيڪ هوندو آهي، اتي حقيقت گهٽ هوندي آهي ۽ جتي حقيقت گهٽ هوندي آهي، اتي غرور جي ڪا حد نہ هوندي آهي. غرور جو بنياد عقل جي بدگمانيءَ تي هوندو آهي. عقل جي بدگمانين مان بدگمانيون پيدا ٿينديون رهنديون آهن. الله وارن جي همٿ کي بدگماني ۽ لالچ سان ڪو واسطو نہ هوندو آهي. بنيادي اصول هيءُ آهي تہ الله جو ذڪر حاضريءَ يا غير حاضري ۾ هوندو آهي. جڏهن ذڪر ڪندڙ پاڻ کان پري ۽ الله وٽ حاضر رهي، تہ اها حاضري نہ پر مشاهدو هوندو آهي. جڏهن ذڪر ڪندڙ الله کان پري ۽ پنهنجي ذات ۾ حاضر هجي تہ اهو ذڪر ناهي، غير حاضري غفلت جو نتيجو هوندي آهي. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

## 57- حضرت ابوبڪر بن دلف بن حجدر شبلي رح:

هي مشهور ۽ وڏن مشائخن ۾ شمار ٿئي ٿو. الله تعاليٰ جي مهرباني سان تمام سٺو وقت گذاريائين. سندس لطيف اشارا وڏي تعريف جهڙا آهن. تنهنڪري پوئين مشائخن مان ڪنهن چيو آهي: ثلثة من عجائب الدنيا اشارات الشبلي و نڪت المرتعش و حڪايات جعفر. "دنيا ۾ ٽي عجيب شيون آهن: شبلي جا اشارا، مرتعش جا نُڪتا ۽ جعفر جون حڪايتون". هو قوم جو سردار ۽ طريقت وارن جو اڳواڻ هو. منڍ ۾ وقت جي خليفي جي حاجبن جو افسر هو. حضرت خيرالنساج جي مجلس ۾ توبهہ ڪيائين ۽ حضرت جنيد رح جو مريد ٿيو. گهڻن ئي مشائخن سان ملاقات ڪئي هئائين. الله تعاليٰ جو فرمان آهي: قل للمومنين يَغضوا مِن اَبصَارهم. "اي پيغمبر ايمان وارن کي چئو، تہ پنهنجون اکيون هيٺ ڪن".ان آيت سڳوريءَ جي تفسير ڪندي حضرت شبلي چيو: اي پيغمبر! ايمان وارن کي چئو، تہ هو پنهنجون جسماني اکيون لالچ وارين شين کان بچائين ۽ پنهنجون روحاني اکيون الله تعاليٰ کان سواءِ ٻي هر شيءِ کان پري رکن. مطلب هي آهي تہ مومن کي لالچ ڏياريندڙ هر شيءِ کان اکيون پري ڪرڻ گهرجن ۽ الله تعاليٰ جي مشاهدي کان سواءِ ڪنهن ڏانهن بہ نہ ڏسن. اهو غفلت جو نشان آهي، تہ انسان لوڀ ۽ لالچ جو پوئلڳ هجي ۽ نفساني خواهشن وڏائڻ وارين شين ڏانهن ڏسندو رهي. غافل جي سڀ کان وڏي بدنصيبي اها آهي، تہ هو پنهنجن عيبن جي خبر نہ رکندو آهي. جيڪو دنيا ۾ ٻي خبر آهي،

اهو آخرت ۾ بہ بيخبر هوندو: ومن كان في هذه اعميٰ فهوفي ال آخرت اعميٰ." جيڪي هن دنيا ۾ انڌا آهن، اهي آخرت ۾ بہ انڌا هوندا". حقيقت ۾ جيستائين الله تعاليٰ ڪنهن کي لوڀ کان پاڪ نہ ڪري، تستائين سندس اکيون نہ ڏسڻ جهڙين شين کان بچي نہ سگهنديون. ۽ جيستائين اها پاڪ ذات ڪنهن جي دل ۾ محبت جو ديرو نہ ڪري، تيستائين سندس روحاني اکيون ٻئي (غير) ڏانهن ڏسڻ کان رهي نہ سگهنديون. چون ٿا، تہ هڪ ڏينهن بازار ۾ آيو تہ ماڻهن ڪيس چريو ڪري پڪاريو. هن چيو: انا عندكم مجنون و انتم عندي اصحاءَ افزادني الله جنوني و زاد في صحتكم. "اوهان مون کي چريو سڏيو ۽ مان اوهان کي سياڻو سڏيان. منهنجي چريائي محبت جي ڪري آهي ۽ اوهان جي سياڻپ غفلت جي ڪري آهي. الله منهنجي چريائي کي ۽ اوهان جي سياڻپ کي وڌائي. هن اهو سڀ غيرت جي ڪري چيو، چو تہ ماڻهو دوست ۽ ديواني ۾ تميز نہ ڪندا آهن ۽ ڪين پنهنجي غفلت جو احساس نہ هوندو آهي. اهي ماڻهو آخرت ۾ بہ احساس کانسواءِ هوندا. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

## 58- حضرت ابو محمد بن جعفر بن نصر خالدي رحہ:

هي حضرت جنيد رحہ جي پراڻن دوستن مان هو. مرشدن جي نفسن جو پاسدار ۽ سندن حقن جو نگهبان هو. سندس ڪلام هر فن ۾ مٿانهون آهي، خاص طور تي غرور ڦٽي ڪرڻ تي. هو هر هڪ مسئلي تي ڪا نہ ڪا حڪايت بيان ڪندو هو ۽ ڪنهن نہ ڪنهن طرف کان حوالو بہ ڏيندو هو.

سندس قول آهي: التوكل استواءُ القلب عند الوجود و العدم. "توڪل اها آهي تہ تنهنجي رزق جو هجڻ يا نہ هجڻ هڪ جهڙو هجي" مطلب هي آهي، تہ رزق جي موجودگي خوشيءَ جو سبب نہ هجي ۽ ان جي غير موجودگي غم جو سبب نہ بڻجي. انسان جو وجود خدا جي ملڪيت آهي، ان جي پالڻ يا فنا ڪرڻ جي قدرت انهيءَ مالڪ کي آهي. ڪجهہ بہ نہ ڪچڻ کان سواءِ ملڪيت مالڪ جي حوالي ڪرڻ گهرجي.

هن چيو آهي: هڪ ڏينهن حضرت جنيد رحہ وٽ آيس. هو بخار جي حالت ۾ هو. مون چيو: دعا گهر تہ الله تعاليٰ صحت عطا ڪري. چيائين: مون ڪالهہ دعا گهري هئي. خدائي آواز چيو: تنهنجو جسم خدا جي ملڪيت آهي. هو تندرست رکي يا بيمار. تون دخل ڏيڻ وارو ڪير آهين. پنهنجو قبضو ختم ڪر تہ بندگي جو صحيح درجو حاصل ٿئي. الله تعاليٰ وڌيڪ ڄاڻندڙ آهي.

## 59- ابو علي بن مهد القاسم رودباري رحہ:

هو نوجوان ۽ بزرگ صوفين ۾ شمار ٿيندو هو ۽ انهن جو اڳواڻ هو. معاملت جي فن ۾ وڏي مرتبي جو مالڪ هو. هن جون فضيلتون ۽ نشانيون بيشمار آهن. سندس ڪلام تصوف جي ڏکين نُڪتن سان پريل آهي.

سندس قول آهي: المريد لايريد لنفسه الا ما اراد الله له و المراد لايريد من الكونين شيأ. "مريد فقط ان شيءِ جي طلب ڪندو آهي جيڪا الله تعاليٰ ان لاءِ چاهيندو آهي. مراد اها آهي، تہ ٻنهي جهانن ۾ کو الله تعاليٰ جي ذات کان سواءِ ڪنهن بہ شيءِ جي طلب نہ ڪندڙ هجي. مطلب اهو آهي، تہ الله جي رضا تي راضي رهڻ وارو پنهنجي مرضي کي بہ ڇڏي ڏيندو آهي، تہ جيئن سچي مريد جو درجو حاصل ڪري سگهي. محبت واري جي پنهنجي مرضي ٿيندي ئي ناهي، تنهنڪري سندس پنهنجي مراد جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. هو الله کي چاهيندو آهي ۽ اهوئي گهرندو آهي جيڪي الله چاهيندو آهي. هو الله کان سواءِ ڪنهن بہ شيءِ کي نٿو چاهي. رضا جو مقام ابتدا ۽ محبت جو مقام انتها آهي. تحقيق جا درجا بندگي لاءِ هوندا آهن ۽ وحدانيت، ربوبيت جي تصديق لاءِ هوندي آهي، مريد پنهنجي ذات ۾ مراد الله جي ذات ۾ قائم هوندي آهي. الله بهتر ٿو ڄاڻي.

## 60- حضرت ابوالعباس قاسم بن مهدي اليساري رحہ: هو پنهنجي وقت جو امام هو.

ظاهري ۽ باطني علمن جو علمبردار هو. ابوبڪر واسطيءَ سان صحبت ڪئي هئائين. وڏن مشائخن وٽان ادب جي

علم ۾ تحصيل ڪئي هئائين. طريقت وارن جي صحبت ۾ سيني ڪان شريف ۽ الفت ۾ وڏي ظرف وارو ماڻهو هو. سندس ڪلام تمام مٿانهون هو. گهڻائي ڪتاب لکيائين. سندس قول آهي: التوحيد ان لايخطر بقلبك مادونه "توحيد اها آهي، تہ دل ۾ خدا کان سواءِ ڪابہ شيءِ نہ اچي". مطلب هي آهي، تہ مخلوقات مان ڪنهن بہ شيءِ سان لاڳاپو نہ هجي ۽ معاملن جي صفائي ۾ ڪدورت نالي ماتر بہ نہ هجي. غير جو بنياد الله جي غير جي ثبوت تي آهي ۽ غير جو ثبوت توحيد جو انڪار آهي.

هن جو مرو جي هڪ عزت واري ۽ خوش پوش خاندان سان تعلق هو. پيءُ جي طرف کان ورثي ۾ تمام گهڻي دولت مليس پر هن اها سموري حضور ﷺ جن جي ٻن وارن مبارڪن جي بدلي ۾ ڏيئي ڇڏي. انهن وارن جي برڪت سان الله تعاليٰ کيس توبہ جي توفيق عطا ڪئي. هو حضرت ابوبڪر واسطيءِ جي صحبت ۾ وڃي رهيو ۽ اهو درجو حاصل ڪيائين جو طريقت وارن جي هڪ جماعت جو امام بڻيو. وفات کان اڳ ۾ وصيت ڪيائين، تہ کيس دفن ڪرڻ وقت اهي وار مبارڪ سندس وات ۾ وجهي ڇڏين. سندس مزار مرو ۾ آهي ۽ اڄ بہ حاجت وارا ماڻهو اتي ويندا آهن. باسون باسيندا آهن ۽ مرادون حاصل ڪندا آهن. ان جو تجربو ٿيل آهي. الله بهتر ٿو ڄاڻي.

## 61- حضرت ابوعبدالله محمد بن خفيف رحہ:

پنهنجي زماني جو امام هو. مختلف علمن جو ماهر هو. مجاهدي ۾ وڏي شان وارو ۽ حقيقتن ۾سهڻي بيان جو مالڪ هو. سندس پاڪبازي سندس لکيل ڪتابن مان ظاهر آهي. حضرت ابن عطا شبلي، حسين بن منصور ۽ جرير سان صحبتون ڪيائين. مڪي شريف ۾ حضرت يعقوب نهرجوري سان ملاقات ڪيائين. اڪيلائيءَ ۾ ڪيترائي حفر ڪيائين. شاهي خاندان سان واسطو رکندڙ هو. الله تعاليٰ کيس توبہ جي توفيق ڏني. هن حڪومت کان هٿ ڪنيو. معنيٰ وارن وٽ سندس مقام مٿانهون آهي. سندس قول آهي: التوحيد الاعراض عن الطبيعة. "توحيد طبيعت کان منهن موڙڻ جو نالو آهي". مطلب هيءُ آهي تہ سڀ طبيعتون خدا جي نعمتن کان پردي ۾ انڌيون آهن. جيستائين انهن کان منهن نہ موڙيو، تيستائين الله تعاليٰ جو مشاهدو ممڪن ٿي نہ سگهندو. طبيعت وارو ماڻهو حقيقت ۽ توحيد کان پردي ۾ رهندو آهي. طبيعت جي مصيبت جي نظر اچڻ سان هو توحيد جي منزل جي منزل تي پهچي ويندو آهي. سندس ڪيتريون ئي ڪرامتون ۽ چٽا دليل موجود آهن. الله وڌيڪ ڄاڻندڙ آهي.

## 62- حضرت عثمان سعيد بن سلام مغربي رحہ:

سرداري جي تلوار، ۽ نيڪيءَ جو سج حضرت عثمان تمڪين وارن بزرگن مان هو. کيس علم ۽ فن ۾ عبور حاصل هو. رياضت ۽ ثابت قدمي وارو ولي هو. سندس نشانيون ۽ عمدا دليل گهڻا آهن. سندس قول آهي: من أثر صحبت الاغنياء علىٰ مجالسة الفقراء ابتلاه الله بموت القلب. "جيڪو اميرن جي صحبت کي فقيرن جي مجلس کان مٿي سمجهندو، ان کي الله تعاليٰ دل جو موت ڏيندو". هتي صحبت ۽ مجلس جا لفظ استعمال ڪيا ويا آهن. فقيرن کان ڦرڻ وارا مجلس کان پوءِ ڦرندا آهن، پر صحبت کان پوءِ نہ ڦرندا آهن. صحبت کان منهن نہ موڙيو آهي. جڏهن ماڻهو فقيرن جي مجلس مان اميرن جي صحبت لاءِ ويندا آهن، تہ انهن جون دليون محتاجن جي هٿان مري وينديون آهن، ۽ سندس جسم غرور ۾ گرفتار ٿي ويندا آهن. مجلس کان منهن موڙڻ جي سزا دل جو موت آهي، تہ فقيرن جي صحبت کان منهن موڙڻ جي سزا ڇا هوندي؟ انهيءَ بيان مان مجالست ۽ صحبت جو فرق معلوم ٿيندو. الله بهتر ٿو ڄاڻي.

## 63- حضرت ابوالقاسم بن ابراهيم بن محمد بن محمود نصرآبادي رحہ:

هو نيشاپور ۾ هڪ بادشاهہ جي حيثيت رکندو هو. بادشاهن جو دٻدٻو هن دنيا لاءِ هوندو آهي، پر هن جو دٻدٻو آخرت لاءِ بہ هو. هن جو ڪلام مٿانهون ۽ نشانيون (آيات) دل ۾ گهر ڪرڻ واريون هيون. حضرت شبلي جو مريد هو. خراسان جي پوئين صوفين جو استاد هو. پنهنجي زماني جو يگانو، علم ۽ عبادت ۾ سڀ کان وڌيڪ هو. سندس قول آهي:

انت بين لنسبتين نسبة الىٰ آدم و نسبة الي الحق فاذا انتسب الىٰ آدم دخلت في ميادين اشهوت و مواضع الافات والزلات وهي نسبت تحقق البشريت. قال الله تعالىٰ انه كان ظلوماً جهولا فا ذا انتسب الي الحق دخلت في مقامات الكشف والبراهين والعصمة والولايت وهي نسبت تحقق العبوديت. قال الله تعالىٰ و عبادالرحمان الذين يمشون علي الارض هونا. تنهنجي نسبت ٻہ طرفي آهي: هڪ آدم سان ۽ ٻي خدا سان. جيڪڏهن تون آدم جي نسبت جي دعوىٰ ڪندين، تہ تنهنجي سامهون نفساني شهوتن ۽ سهو (ڪمزوري) جو ميدان آهي. اهو بشريت جي حاصل ڪرڻ جو رستو آهي. الله تعالىٰ فرمايو آهي: انسان وڏو ظالم ۽ جاهل هو. جيڪڏهن تون خدا واري نسبت چاهيندين تہ تنهنجي سامهون ڪشف جا درجا، دليل، عصمت ۽ ولايت آهن. اها ٻانهپ جي تحقيق جي نسبت آهي ۽ الله تعالىٰ فرمايو آهي: الله جا ٻانها زمين تي نوڙت سان هلندا آهن". آدم جي نسبت قيامت واري ڏينهن ختم ٿي ويندي. الله سان ٻانهپ واري نسبت هميشہ رهندي ۽ ان ۾ ڪڏهن بہ تبديلي نہ ايندي. ٻانهو پاڻ سان يا آدم سان نسبت قائم ڪندو، تہ سندس ڪمال هن اقرار ۾ آهي:" اِني ظلمت نفسي". تحقيق مون پنهنجي نفس تي ظلم ڪيو". الله سان نسبت جي حالت هيءَ آهي: يا عباد لاخوف عليڪم اليوم. "اي ٻانها! اڄ اوهان لاءِ ڪو خوف ڪونهي. الله بهتر ٿو ڄاڻي.

## 64- حضرت ابوالحسن علي بن ابراهيم حصري رحہ:

طريقت جي سالڪن جو سردار ۽ تحقيق وارن جي جان جي سونهن حضرت ابوالحسن علي بن ابراهيم الله جي درگاهہ ۾ اقبال وارو آزاد ۽ صوفي سڀڱورن جو امام هو. پنهنجي زماني ۾ سندس مثال ڪونہ هو. سندس ڪلام مٿانهون ۽ عبارت دل ۾ رڪڻ جهڙي هئي. سندس قول آهي: دعوني في بلائي ها مالڪم الستر من اولاد آدم الذي خلقه الله تعالىٰ بيده ونفخ فيه من روحه و اسجدو له الملائڪه ثم امره يامر فخالف اذا ڪان اول الدن و رويا ڪيف يڪون آخره." مون ڪي منهنجي مصيبت ۾ رهڻ ڏيو. ڇا اوهان انهيءَ آدم جي اولاد ناهي، جنهن الله تعالىٰ خاص جوڙ سان پيدا ڪيو ۽ ڪيس حياتي عطا ڪئي. ملائڪن کي سجدي ڪرڻ جو حڪم ڏنو. پوءِ ڪجهہ حڪم ڪيس ڏنو. هو حڪم تي نہ هليو. پهرئين پيالي ۾ ئي اها حالت هئي تہ پوءِ آخري پيالي تائين ڇا حال ٿيندو؟ مطلب هي آهي، تہ جيڪڏهن ماڻهوءَ کي پنهنجي حال تي ڇڏي ڏنو وڃي، تہ بلڪل نافرمان ثابت ٿيندو. جيڪڏهن الله تعالىٰ جي عنايت شامل ٿيندي، تہ هو سراسر محبت ثابت ٿيندو. الله جي عنايتن تي نظر رکو ۽ پنهنجين برائين ڏانهن ڏسو ۽ سڄي عمر اهڙيءَ طرح گذاري ڇڏيو. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

اهي ڪجهہ پراڻن صوفي سڀڱورن جا حالات هئا. جيڪڏهن سمورن جو ذڪر ڪجي ها يا انهن جو احوال تفصيل سان لکجي ها يا سندن حڪايتن کي تحرير ۾ آڻجي ها، تہ اصلي مقصد فوت ٿي وڃي ها ۽ ڪتاب تمام ڊگهو ٿئي ها. هاڻي ڪجهہ پوءِ وارن صوفين تي لکڻو آهي. توفيق الله تعالىٰ وٽ آهي.

# باب ٻارهون

## (ٻوءِ وارا صوفي سڳورا)

اسان جي زماني ۾ ڪجهه اهڙا صوفي آهن، جيڪي رياضت جو بار تہ کڻي نہ سگهندا آهن مگر رياست جا طلبگار هوندا آهن. اهي طريقت وارن سيني بزرگن کي پاڻ جهڙو سمجهندا آهن. جڏهن پراڻن بزرگن جا قول ٻڌندا آهن ۽ سندس مان مرتبو ڏسندا آهن ۽ سندس معاملن جي باري ۾ پڙهندا آهن، ۽ پوءِ پاڻ تي نظر ڪندا آهن، تہ پاڻ کي انهن جي آڏو ڪجهہ بہ نہ سمجهي، چوندا آهن تہ اسان جو انهن سان ڪهڙو مقابلو ٿيندو؟ اهي ماڻهو گذاري ويا آهن ۽ وري اهڙا ماڻهو پيدا نہ ٿي سگهندا. اها ڳالهہ سراسر غلط آهي، جو تہ الله تعاليٰ ڪڏهن بہ زمين خالي نہ ڇڏيندو آهي ۽ پيغمبر ﷺ جي امت کي وليّ کان سواءِ رهڻ نہ ڏيندو آهي. پيغمبر ﷺ جن جو فرمان آهي، تہ منهنجي امت ۾ هڪ اهڙي جماعت قيامت تائين رهندي ايندي جيڪا حق ۽ سچائي تي هوندي. وڌيڪ بہ فرمايو اٿن: منهنجي امت ۾ چاليهہ ماڻهو حضرت ابراهيم جي خلق وارا هميشہ رهندا.

هاڻي جن مشائخن جو ذڪر ٿيندو انهن مان ڪجهہ گذاري ويا آهن ۽ ڪجهہ حيات آهن.

### 1- حضرت ابوالعباس احمد بن محمد قصاب رحہ:

هو ماوراءُ النهر جي پراڻن بزرگن سان صحبت ڪري چڪو آهي. حال جي بلندي، دانائي جي سچائي، دليلن جي گهڻائي ۽ ڪرامتن کان مشهور هو. طبرستان جو امام حضرت ابوعبدالله خياطي فرمائي ٿو: هي الله تعاليٰ جي خاص عنايت آهي جو هر ڪنهن کي علم کان سواءِ بہ اهڙو درجو عطا ڪندو آهي جيڪڏهن دين جي اصولن ۽ توحيد جي ڏکين مسئلن ۾ ڪا مشڪل پيش اچي تہ هو رهنمائي ڪري سگهي. حضرت ابوالعباس قصاب هڪ اهڙو ئي بزرگ آهي. هو اڻ پڙهيل هو مگر دين ۽ طريقت جي ڳالهين ۾ تمام سٺو ڪلام ڪندو هو. مون سندس ڪافي لطيفا ٻڌا آهن. مگر هن ڪتاب ۾ مون کي مختصر لکڻو آهي. هڪ دفعي آمُل شهر جي بازار مان هڪ وڏي بار سان لڏيل اُٺ لنگهيو. گهڻي گپ هئي. اُٺ جو پير ترڪي پيو ۽ هو وجي ڪِريو. سندس هڪ هڏو ڀڄي پيو. ماڻهو ان جو بار لاهي رهيا هئا. اُٺ جي مهار وارو ڇوڪرو روئي رهيو هو ۽ هٿ کڻي الله تعاليٰ کي پڪاري رهيو هو. اُتان حضرت ابوالعباس بہ لانگهائو ٿيو. هن اُٺ جي مهار وٺي آسمان ڏانهن منهن ڪري چيو: منهنجا موليٰ! هن اُٺ کي ٺيڪ ڪر. جيڪڏهن اهو ٺيڪ نٿو ٿئي تہ پوءِ منهنجي دل تي هڪ ڇوڪري جي فرياد اثر ڇو ڪيو- اُٺ هڪدم اٿي پيو ۽ هلڻ لڳو.

سندس قول آهي: "سڄي دنيا کي الله جي رضا تي راضي رهڻ گهرجي، نہ تہ ڏکيا ٿيندؤ. جيڪو رضا تي راضي رهندو، ان جي طبيعت جو لاڙو مصيبتن ڏانهن ٿيندو. مصيبت مصيبت ڏانهن نہ ايندي آهي. جيڪڏهن مصيبت ڏانهن لاڙو نہ رکبو تہ هوءِ ضرور ايندي ۽ تڪليف جو سبب بڻبي. اسان لاءِ تڪليف ۽ راحت مقدر ۾ لکجي چڪا آهن. مقدر ۾ تبديلي نہ ايندي آهي. رضا تي راضي رهڻ راحت جو سبب آهي. جيڪو رضا کي چاهيندو، ان لاءِ راحت ئي راحت آهي. ان کان منهن موڙڻ وارو قضا جاري ٿيڻ جي حالت هيٺ هميشہ مصيبت ۾ هوندو. الله بهتر ٿو ڄاڻي.

### 2- حضرت ابوعلي بن حسين بن محمد دقاق رحہ:

هو فن جو امام هو، پنهنجي زماني جو بينظير ماڻهو هو. بيان جو صاف ۽ زبان جو فصيح هو. ڪيترن ئي مشائخن سان ملاقات ۽ صحبت ڪري چڪو هو. حضرت نصرآبادي جو مريد هو ۽ واعظ ڪندو هو. هن جو قول آهي: من آنس بغيره ضعف في حاله و من نطق من غيره كذب في مقاله. "جو خدا کان سواءِ ڪنهن شيءِ کي دوست رکندو آهي، اهو پنهنجي حال ۾ ڪمزور هوندو آهي. جيڪو خدا کان سواءِ ڪنهن ٻئي جو ذڪر زبان تي آڻيندو آهي، اهو ڪوڙ ڳالهائيندو آهي."

مطلب هي آهي، ته غيرالله سان دوستي رکڻ جو بنياد الله کي نه سڃاڻڻ سان رکيو آهي. الله سان دوستي غيرالله سان دوستي نه رکڻ جو نشان هوندو آهي، جو غير کان ڀڄندو، اهو سندس ذکر به زبان تي نه آڻيندو. هڪ ڪراڙي ماڻهو ڳالهه ڪئي: هو هڪ ڏينهن حضرت دقاق جي مجلس ۾ هن خيال سان ويو ته توڪل وارن جي حال متعلق ڪجهه معلوم ڪري. ڪيس مٿي تي طبرستان جو هڪ عمامو (پٽڪو) ٻڌل هو. ڪراڙي سوال ڪيو: الله تي توڪل ڪرڻ واري ڪهڙي شيء آهي؟ هن جواب ڏنو: ماڻهن جي پڳڙين کي لالچ واري نظر سان نه ڏسڻ کي توڪل سڏيندا آهن. ائين چئي پڳڙي لاهي ڪراڙي جي سامهون رکيائين. الله بهتر ٿو ڄاڻي.

## 3- حضرت ابوالحسن علي بن احمد خرقاني رحہ:

هن جو شمار پراڻن مشائخن ۾ ٿئي ٿو. پنهنجي زماني جي مڃيل ولين سڀڳورن جي نظر ۾ ممتاز شخصيت وارو بزرگ هو. شيخ ابو سعيد هن سان اچي ملاقات ڪئي. مختلف ڳالهين تي گفتگو ٿيندو رهيو. اٿڻ وقت شيخ ابوسعيد چيو: مان توهان کي پنهنجو جانشين مقرر ٿو ڪريان. مون شيخ ابو سعيد جي خادم حسن مؤدب کان ٻڌو:" جڏهن شيخ ابوسعيد حضرت خرقاني وٽ پهتو، ته هن پنهنجي طرف کان ڪابه ڳالهه نه ڪئي ۽ حضرت خرقاني جون ڳالهيون ٻڌندو رهيو. ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن ڳالهه جو جواب ٿي ڏنائين. مون عرض ڪيو، ته حضرت اوهان چپ ڪري ڇو ويٺا آهيو؟ جواب ڏنائين. ته هڪ ڳالهه لاء هڪڙو ڳالهائڻ ۾ ڪافي هوندو آهي. استاد ابوالقاسم قشيري رحہ کان ٻڌم. چيائين: جڏهن اسان خراسان ۾آياسون تڏهن اسان جي فصاحت ختم ٿي ويئي ۽ حال جون عبارتون وينديون رهيون. اهو دٻدٻو ۽ شان شوڪت خراساني پير (خرقاني) جو هو. ايتري قدر جو ڇڻ ته اسان ولايت جي درجي تان لهي ويا هئاسين.

هن جو قول آهي: رستا ٻه آهن: هڪ گمراهي وارو ۽ ٻيو هدايت وارو. جيڪو گمراهي وارو آهي اهو خدا ڏانهن ٻانهي جو رستو آهي. ۽ جيڪو هدايت وارو آهي اهو ٻانهي ڏانهن خدا جو رستو آهي. جيڪڏهن ڪو ٻانهو چوي ته "مان الله تعالیٰ تائين پهتو آهيان، اهو ڪڏهن به صورت ۾ سچو ناهي. جيڪو چوي ته مون کي الله تعالیٰ تائين پهچايو ويو آهي، اهو يقين سان سچو آهي ۽ پهتل آهي. تنهنڪري ڪاميابي پهچڻ يا نه پهچڻ يا ڪامياب ٿيڻ يا نه ٿيڻ ۾ ناهي. هتي سوال فقط خدا وٽ پهچائڻ يا نه پهچائڻ ۽ آزاد ڪرڻ يا نه ڪرڻ جو آهي. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

## 4- حضرت ابوعبدالله محمد بن علي المعروف داستاني مقيم بسطام رحہ:

هو پنهنجي وقت جو بادشاهه هو. بيان ۽ عبارت ۾ يڳاني حيثيت جو مالڪ هو. سندس ڪلام تهذيب وارو ۽ اشارات تمام سهڻا هئا. شهر جو نيڪ لڇڻ وارو امام حضرت شيخ سهلڪي رحہ سندس جانشين هو. مون هن کان حضرت داستاني جا ڪيترائي خوبصورت ۽ دل ۾ جاء جوڙيندڙ قول ٻڌا. مثلاً فرمايائين: توحيد عنک موجود و انت في التوحيد مفقود. " توحيد تو ۾ موجود آهي ۽ تون ان ۾ غير موجود آهين". يعني توحيد ٺيڪ آهي پر تون ٺيڪ نه آهين. ڇو ته توکي الله تعاليٰ جي طلب ۾ قيام حاصل ڪونهي. توحيد جو گهٽ ۾ گهٽ درجو اهو آهي، ته تون پنهنجي هر ملڪيت کان دستبردار ٿي وڃ ۽ هر ڪم ۾ پوري رضا جو اقرار ڪر.

شيخ سهلڪي جو چوڻ آهي: هڪ دفعي بسطام تي ماڪڙ وڏو حملو ڪيو. سمورين زمينن ۽ وڻ ڪارا ٿي ويا. ماڻهو رڙيون ڪري رهيا هئا. شيخ هنن کان (رڙين ڪرڻ جو ) سبب پڇيو. مون ماڪڙ جو ذکر ڪيو. هو ڇت تي چڙهي ويو ۽ آسمان ڏانهن منهن ڪري ويهي رهيو. ماڪڙ ختم ٿيڻ شروع ڪيو. ٻيپهري تائين ماحول صاف ٿي ويو ۽ ڪنهن کي گاهه جي هڪ تيلي جيترو به نقصان نه ٿيو. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

## 5- حضرت ابوسعيد فضل الله بن محمد مهيني رحہ:

صوفين ۽ محبت وارن جو شهنشاهه هو. سندس همعصر مان هرهڪ هن مان فيض حاصل ڪيو. ڪن ديدار سان، ڪن عقيدي سان ۽ ڪن پنهنجي روحاني جذبن جي ڪري. هو سيني علمن جو ماهر هو ۽ وڏو داناء هو. ماڻهن جي دل جي

رازن سمجهڻ ۾ ڪمال حاصل هئس. سندس آثار، نشانيون ۽ دليل بيشمار آهن. اڄ تائين سندس آثار (نشان) موجود آهن.

نندي ڄمار ۾ علم پرائڻ لاءِ مهنا کان سرخس آيو ۽ حضرت ابو علي ظاهر سان لاڳاپو پيدا ڪيائين. ٽن ڏينهن جو سبق هڪ ڏينهن ۾ پورو ڪري ڇڏيندو هو، ۽ اهي ٽي ڏينهن به عبادت ۾ گذاريندو هو. ان وقت سرخس جو حاڪم شيخ ابوالفضل هو. هڪ ڏينهن هو سرخس جي درياءَ جي ڪناري سان وڃي رهيو هو. حضرت ابوالفضل کيس مليو ۽ چيائين: تنهنجو اهو رستو نه آهي. پنهنجي رستي سان وڃ. هن ڪوبه ڏيان نه ڏنو ۽ پنهنجي جاءِ تي واپس اچي رياضت ۽ مجاهدي ۾ مشغول ٿي ويو. آخرڪار هدايت جو دروازو کليو ۽ کيس وڏو درجو نصيب ٿي ويو.

شيخ ابومسلم فارسيءَ کي ابوسعيد سان اڻبڻت هئي. مون انهيءَ کان ٻڌو، چيائين: هڪ دفعي سندس زيارت لاءِ گهران نڪتس. بدن تي هڪ گودڙي هئي، جيڪا ميري ۽ پراڻي هجڻ جي ڪري چمڙي وانگر ٿي وئي هئي. سندس خدمت ۾ اچي ڏٺم، مصري ڪپڙي جي پوشاڪ پايون تخت تي ويٺو هو. دل ۾ چيم، ته هي ماڻهو دنيا سان لاڳاپي هوندي فقيري دعويٰ ٿو رکي! مون کي جيڪڏهن فقيري جي دعويٰ آهي، ته پنهنجي سچائيءَ تي آهي. منهنجو هن ماڻهوءَ سان ڪهڙو لاڳاپو ٿي سگهندو؟ حضرت ابوسعيد منهنجي دل جي حالت سمجهي ويو ۽ چيائين: يا ابا مسلم فني اي ديوان وجدت من كان قبله قائما في مشاهدت الحق يقع عليه اسم الفقر: " تو اهو ڪهڙي ڪتاب ۾ ڏٺو آهي، ته فقر جو لفظ فقط اهڙي ماڻهو لاءِ آهي جنهن جي دل مشاهدي ۾ مصروف هجي". يعني مشاهدي وارا الله سان رهي بي پرواهه ٿيندا آهن ۽ فقير مجاهدي ۾ گرفتار هوندا آهن. ابومسلم چيو: مان دل ۾ ڏاڍو پشيمان ٿيس ۽ پنهنجي بدگماني کان توبهه ڪيم.

سندس قول آهي: التصوف قيام القلب مع الله بلا واسطه. " تصوف ڪنهن به واسطي کان سواءِ خدا سان لاڳاپي جو نالو آهي". اهو اشارو صرف مشاهدي ڏانهن آهي. مشاهدو دوستي جي شدت، شوق جي گهڻائي ۽ سونهن جي ديدار ۾ انساني ضرورتن جي ختم ٿيڻ جو نالو آهي. بين لفظن ۾ الله جي بقا هيٺ صفتن جي فنا جو نالو آهي. "ڪتاب الحج" ۾ مشاهدي ۾ ان جي وجود تي ڪجهه بيو نه لکندس. انشاء الله تعاليٰ.

هڪ دفعي نيشاپور کان طوس وڃي رهيو هو. رستي ۾ هڪ تمام سرد وادي آئي. سرديءَ جي ڪري سندس پير ٿڌا ٿي ويا. هڪ درويش گڏ هئس. هن درويش سوچيو ته ڪمربند ڦاڙي ٻنهي پيرن کي ويڙهي ڇڏي، وري خيال آيس ته ڪمربند اهڙو سهڻو آهي جنهن کي وڃائڻ نه گهرجي. طوس پهچڻ تي اهو درويش مجلس ۾ حاضر ٿيو ۽ پڇيائين: وسوسي ۽ الهام ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ چيائين ڪمر بند ڦاڙي پيرن ۾ويڙهڻ وارو خيال الهام هو ۽ ان کي روڪڻ واري ڳالهه وسوسو (وهم) هو. اهڙيون ڪيئي ڪرامتون هن ڏانهن منسوب آهن. مگر اسان کي ڪلام ۾ ديگهه ڪرڻ منظور نه آهي. الله بهتر ٿو ڄاڻي.

## 6- حضرت ابوالفضل محمد بن حسين ختلي رحه:

مان طريقت ۾ هن جو پوئلڳ آهيان. هو تفسير ۽ حديث جو استاد هو ۽ حضرت جنيد رحه واري مسلڪ جي پيروي ڪندڙ هو. حضرت حصري رحه جو مريد هو، ۽ سندس رازن کان واقف هو. ابوعمر رحه قزويني ۽ ابوالحسن بن سالبه جو همعصر هو. سٺ سالن تائين گوشه نشين رهي دنيا ۽ دنياوارن کان پري رهيو. ماڻهن هن کي وساري ڇڏيو. گهڻو ڪري جبلن ۾ رهندو هو. وڏي عمر تائين زنده رهيو. سندس ڪرامتون، روايتون ۽ دليل بيشمار آهن. صوفين جي لباس ۽ رسمن کان نفرت ڪندو هو. رسم وارن ماڻهن سان سخت هوندو هو. مون هن کان وڌيڪ دبدبي وارو ماڻهو نه ڏٺو آهي مون هن کي هن طرح چوندي ٻڌو: الدينا يوم النا فيها صوم. "دنيا هڪ ڏينهن آهي ۽ اسان ان ۾ روزي سان آهيون". يعني دنيا مختصر آهي ۽ اسان جو ان ۾ ڪوبه حصو ڪونهي. اسان سندس زنجيرن ۾ به جڪڙيل ڏسڻ ۾ اچي رهيا آهيون. اسان ان جي مصيبت ڏسي چڪا آهيون. سندس حقيقت کان واقف آهيون، ۽ ان کان پري آهيون.

هڪ ڏينهن مان ڪيس وضو ڪرائي رهيو هئس. منهنجي دل ۾ خيال آيو تہ جڏهن هر ڪم تقدير موجب ٿئي ٿو، تڏهن آزاد ماڻهو ڪرامت جي اميد تي پيرن جا غلام ڇو ٿا رهن؟ فرمايائون: اي منهنجا پيارا، مان تنهنجي دل جي حالت سمجهي رهيو آهيان توکي معلوم هئڻ گهرجي هر شيءِ لاءِ سبب جي ضرورت آهي. جڏهن الله تعاليٰ چاهيندو آهي تہ ڪنهن شهزادي کي تخت عطا ڪري، تڏهن ان کي توبهہ جي توفيق عطا ڪندو آهي، ۽ پنهنجي ڪنهن دوست جي خدمت ان جي حوالي ڪندو آهي تہ جيئن اها خدمت سندس ڪرامت حاصل ڪرڻ جو سبب بڻجي وڃي. اهڙيون ڪيئي رمزون هن وٽان ڏهاڙي ظاهر ٿينديون هيون. وفات واري ڏينهن هو "بيت الجن" واري مقام تي هو. اهو هڪڙو ڳوٺ آهي جيڪو بانيا درياءَ ۽ دمشق جي وچ تي هڪ واديءَ جي ڪناري تي آهي. سندس مٿو منهنجي جهولي ۾ هو. مون کي بشري ڪمزورين جي ڪري پنهنجي هڪ دوست لاءِ دل ۾ نفرت هئي. هن فرمايو: "اي پٽ! مان توکي هڪ عقيدي وارو مسئلو ٿو ٻڌايان. ان تي پورو عمل ڪجانءِ تہ پوءِ تون هر رنج ۽ تڪليف کان حفاظت ۾ رهندين. ياد رک! هر حال ۾ هر مقام تي نيڪ ۽ بد الله تعاليٰ جي طرف کان آهن. ان جي جاءِ ڪنهن بہ ڪم ۾ نفرت جي سبب کان ناراض نہ رهندو ڪر". ان کان سواءِ ٻي ڪابہ وصيت نہ ڪيائين ۽ وفات ڪري ويو. الله بهتر ٿو ڄاڻي.

## 7- حضرت ابوالقاسم عبدالڪريم بن هوازن قشيري رحہ:

هو پنهنجي زماني جو يگانو ماڻهو هو. سندس درجو مٿانهون ۽ مقام بلند هو. سندس ڪرامتن ۽ روحاني ڪمال کي دنيا اڄ تائين مڃي رهي آهي. سندس قول دل ۾ جاءِ جوڙيندڙ ۽ ڪتاب روح کي وڻندڙ آهن. الله تعاليٰ سندس زبان کي واهيات گفتگو کان پاڪ رکيو هو. سندس قول آهي: مثل الصوفي ڪَعِـلَـتِ البرسام اولہ هذيان و آخره سڪوت فـاذا تمڪنت. "صوفي برسام جي مرض وانگر آهي. جنهن جي شروعات وقلڻ ۽ پڇاڙي چپ هوندي آهي". تصوف جا بہ پاسا آهن: هڪڙو وجد ۽ ٻيون ڏيکاءُ. ڏيکاءُ ابتدا وارن لاءِ هوندو آهي ۽ ان جو مطلب وقلڻ هوندو آهي. وجد وڏن ۽ آزمودگار ماڻهن جو مقام آهي. وجد جي حالت ۾ گفتگو محال آهي. مطلب واري وقت ۾ مٿانهون حوصلو ظاهر ٿيندو آهي. ان جو اظهار وقلڻ وانگر هوندو آهي. مقصد جو موتي هٿ ايندو آهي تہ زبان چپ ٿي ويندي آهي ۽ گفتگو جي ضرورت ختم ٿي ويندي آهي. ان جو مثال هي آهي، تہ حضرت موسيٰ مبتدي هو ۽ سندس حوصلو الله تعاليٰ جي ديدار تائين محدود هو. تنهنڪري عرض ڪيائين: "منهنجا موليٰ سامهون اچ توکي ڏسان". اها پڪار مقصد حاصل نہ ٿيڻ جو اظهار هو. اسان جا رسول ﷺ جن بلڪل متمڪن ۽ منتهي (تحصيل ڪيل) هئا. مقصد جي مقام تي پهتا، تہ طلب ختم ٿي وئي ۽ چيائون: "مان تنهنجي تعريف جو پورو پورو حق ادا ڪري نٿو سگهان". اهو مقام مٿانهون ۽ منزل بلند آهي. الله بهتر ٿو ڄاڻي.

## 8- حضريت ابوالعباس احمد بن محمد اشقاني رحہ:

هو اصول ۽ فروع جي علمن جو امام ۽ هر علم ۾ ڪامل هو. ڪيترن ئي وڏن مشائخن سان ملاقاتون ڪري چڪو هو. وڏن ۽ جيد طريقت وارن ۾ شمار ٿيندو هو. فنا جي طريقي تي لکندو هو. سندس تحرير جو نمونو سخت هو. اها سندس خصوصيت هئي. مون جاهلن جي اهڙي جماعت بہ ڏٺي، جيڪا سندس تحرير جي پيروي ڪندي هئي ۽ سندس شطحي (ظاهر ۾ شريعت جي ابتڙ) ڪلام جي پوئلڳ بڻبي هئي. اها سندس ڪلام جي غلط معنيٰ جي تقليد ڪندي هئي. حقيقت ۾ سندس عبارتن تي سوچ ۽ ويچار جي گهڻي ضرورت هئي. مون کي ساڻس گهڻي محبت هئي ۽ هو بہ مون تي وڏي مهرباني ڪندو هو. ڪن علمن ۾ هو منهنجو استاد هو. شريعت جي احترام ڪرڻ ۾ هر ماڻهوءَ کان منهن موڙڻ ۾ مون هن ماڻهوءَ کان وڌ ڪنهن کي نہ ڏٺو. اصول جي علم ۾ سندس ڏکين عبارتن کي ڪنهن امام يا تحقيق ڪندڙ کان سواءِ ڪوبہ فائدو حاصل ڪري نہ سگهندو. سندس طبعيت هر وقت دنيا ۽ آخرت کان بي نياز رهندي هئي. هو گهڻو ڪري چئي ڏيندو هو: اشتهي عدماً لاوجود لہ. "مون کي اهڙي نيستي (نہ هجڻ واري حالت) جي ضرورت آهي، جنهن جو وجود ڪونهي". فارسي ۾ چوندو هو: "هر آدمي را بايستن محال باشد و مرا نيز بايست محال است ڪہ بيقين دانم ڪہ آن بناشد و

آن آنست ڪ مي بايدم ڪ خداوند تعاليٰ مراد بعدم برد ڪ هرگز آن عدم را وجود نباشد". "هر ماڻهوءَ کي ڪنهن محال شيءِ جي ضرورت هوندي آهي. مون کي ب آهيءَ پورو يقين آهي ت هو ڪڏهن ب پوري ن ٿيندي يعني الله مون کي اهڙي نيستي (عدم) نصيب ڪري، جنهن جو وجود ن هجي". مقصد اهو آهي ت سمورا مقام ۽ ڪرامتون فقط حجاب جي حيثيت رکندڙ آهن. جيڪو الله تعاليٰ ۽ انسان جي وچ ۾ آهي. انسان کي حجاب ۾ رکڻ وارين شين سان محبت هوندي آهي. ديدار ۾ فنا ٿي وڃڻ حجاب ۾ اٽڪڻ کان بهتر آهي. الله تعاليٰ جي هستي کي نيستي (عدم) ناهي. جيڪڏهن مان اهڙيءَ طرح بلڪل فنا ٿي وڃان. جو منهنجي نيستي جو وجود ب ن رهي ت الله تعاليٰ جي حڪومت ۾ ڪهڙو فرق ايندو؟ فنا جي اصلي حقيقت اها آهي. الله بهتر ٿو ڄاڻي.

## 9- حضرت ابوالقاسم بن علي بن عبدالله گرگاني رح:

(دعا آهي ت الله تعاليٰ اسان ۽ سڀني مسلمانن لاءِ سندس عمر وڏي ڪري). پنهنجي زماني ۾ بينظير آهي ۽ ڪوب سندس مَٽ ڪونهي. سندس ابتدا تمام سٺي ۽ پائيدار هئي. هن شريعت لاءِ وڏا سفر ڪيا آهن. سڀ ماڻهو سندس مشتاق آهن ۽ سمورا طالب ڪيس مڃيندڙ آهن. مريدن جي دل جي ڳالهين ٻڌائڻ ۾ ڪمال حاصل اٿس. علمي فنن جو ب ماهر آهي. هن جا مريد جتي ب ويندا آهن اتي مجلسن جي زينت بڻبا آهن. خدا گهريو، ت هو پنهنجي پٺيان ب اهڙو جانشين ڇڏيندو. جنهن کي سمورا صوفي سڳورا پنهنجو رهبر ڪري مڃيندا، يعني وقت جي زبان ابوعلي ابوالفضل بن محمد الفارمدي (الله سندس عمر وڏي ڪري). جنهن جي خدمت جي حق ادا ڪرڻ ۾ ڪا ڪسر ن ڇڏي آهي، جيڪو پوريءَ طرح دنيا جا ناتا ٽوڙيندڙ آهي. جيڪو پنهنجي خدمت ۾ لڳاپن لاهڻ جي برڪت سان اهڙي مشائخن جي سردار يعني ابوالقاسم گرگاني جي زبان آهي.

هن ڏينهن مان سندس آڏو پنهنجا احوال ۽ مشاهدا بيان ڪري رهيو هئس. اهو ب ان لاءِ ت هو وقت جي نبض شناس هجڻ جي حيثيت سان منهنجي حالات تي نظر ڪندو. هو نهايت خيال ٻڌي رهيو هو. آئون ٻالپڻ جي غرور ۽ جوانيءَ جي زور جي ڪري بيان ۾ ڏيگه ڪري رهيو هئس ۽ دل ۾ چيم ت شايد هي بزرگ انهن منزلن مان لنگهيو آهي. ائين ن هجي ها، ت هو خيال ۽ نيازمندي سان ن ٻڌي ها. هو منهنجي دل جي حالت کي سمجهي ويو ۽ چيائين: اي پٽڙا! منهنجي نوڙت ۽ نياز توڙ يا تنهنجي حال لاءِ ناهن. پر ان ذات لاءِ جيڪا احوال کي پيدا ڪندڙ آهي. اهي شيون هر طالب جي آڏو اينديون آهن. توڙ ڪا خصوصيت ناهي. اهو ٻڌي منهنجو هوش اڏامي ويو. هن مون ڏانهن ڏٺو ۽ چيو: ماڻهوءَ کي طريقت سان فقط ايتري قدر واسطو آهي، جو جڏهن هو اُن تي هلندو آهي، ت سمجهندو آهي ت هن منزل حاصل ڪري ورتي. هو جڏهن پُلي ويندو آهي تڏهن پنهنجي تصور کي عبادت ۾ داخل ڪرڻ شروع ڪندو آهي. نفي، اثبات، عدم ۽ وجود سموريون خيالي شيون آهن. ماڻهو ڪڏهن ب خيالي بندش کان ٻاهر نڪري ن سگهندو آهي. هن کي گهرجي ت هو الله جي درگاه ۾ سر کي جهڪائي مردانگي ۽ فرمانبرداري کان سواءِ هر لاڳاپي کان هٿ کڻي ڇڏي. ان کان پوءِ ب هن سان گهڻيون ئي راز جون ڳالهيون ٿيون مگر مان ڊيگه جي خوف کان هتي بيان ن ٿو ڪيان.

## 10- حضرت ابو احمد مظفر بن احمد بن حمران رح:

هو رياست جي بارگاه جو بادشاه هو. الله تعاليٰ هن لاءِ طريقت جو دروازو کولي ڇڏيو ۽ ڪرامت جو ڇٽ مٿي تي رکيو. ڪيس فنا ۽ بقا جي باري ۾ بيان ڪرڻ جي مهارت حاصل هئي. مشائخن جو شيخ حضرت ابوسعيد چوندو رهندو هو، ت اسان کي الله جي درگاه مان بندگي عطا ٿي ۽ خواج مظهر کي سڌو سنئون خدا کان فيض حاصل ٿيو. مطلب هي آهي، ت اسان مجاهدي سان مشاهدو ڪيو ۽ هن مشاهدي سان مجاهدو ڪيو. مون ٻڌو آهي، ت هن جي چوڻ موجب، جو ڪجه ٻين کي رڻ پٽن ۾ رلندي مليو آهي، اهو ڪيس تخت تي ۽ آرام جي بستري تي عطا ٿيو آهي. ڪجه بي عقل ۽ گهٽ نظر وارن ماڻهن هن قول ٻڌائڻ کي تڪبر جو اظهار سڏيو آهي، مگر اهو ظاهر آهي، ت حقيقت جي اظهار کي تڪبر سڏي نٿو

سگهجي. خاص ڪري جڏهن اظهار وارو ماڻهو دل جو صاف هجي. اڄ ڪلهه شيخ ابو سعيد خواجه مظفر جو قابل ۽ وڏي ظرف وارو جانشين آهي.

هڪ ڏينهن مان سندس خدمت ۾ حاضر هئس. نيشاپور جي هڪ طريقت جي دعويٰ ڪندڙ چيو: "مان فنا تي بقا حاصل ڪندو آهيان". خواجه مظفر چيو: فنا مان بقا ڪيئن حاصل ڪري سگهندين؟ فنا ته عدم جو ۽ بقا هستي جو عالم آهي. ٻئي متضاد شيون آهن. جيڪڏهن وجود جو عدم نظر ۾ هوندو ته فنا فهم جي ويجهي ٿيندي. جيڪڏهن وجود جو عدم نه هوندو يعني نيستي هستي جو جامو پائيندي ته فنا جي حقيقت ختم ٿي ويندي. ڪنهن به شيءِ جي ذات فنا نه ٿيندي آهي. البت صفت ۽ سبب فنا ٿيندا آهن. صفت ڪان پوءِ موصوف ۽ سبب ڪان پوءِ مسبب (سببن جو سبب) باقي رهندو آهي. موصوف ۽ مسبب جي ذات فنا نه ٿيندي آهي. مان سمجهان ٿو ته خواجه صاحب جو قول مون ڪي لفظ به لفظ ياد نه آهي. مطلب اهو آهي. جيڪو بيان ڪيو اٿم. اجا توري سمجهاڻي به ڏيان ٿو ته جيئن ڳالهه سهنجي ٿي پوي. اختيار ماڻهوءَ جي صفت آهي ۽ اهو انهيءَ صفت جي ڪري خدا جي اختيار ڪان پردي ۾ آهي. سندس صفت هن لاءِ پردو آهي. خدا جو اختيار ازلي آهي ۽ انساني اختيار محدث (فاني) آهي. ازلي شيءِ فنا ڪان مٿي آهي. جڏهن خدا جو اختيار ڪنهن ماڻهوءَ جي باري ۾ ظاهر ٿيندو آهي، تڏهن هن جو پنهنجو اختيار فنا ٿي ويندو آهي ۽ سندس ذاتي غلبو ختم ٿي ويندو آهي.

هڪ ڏينهن مان هن وٽ حاضر هئس. مون ڪي ڏاڍو بخار هو. سفر واري لباس ۾ هئس ۽ وار پريشان هئا. چيائين: ڇا ٿو چاهين؟ مون عرض ڪيو: "مون ڪي سماع (راڳ) جي خواهش آهي". خواجه صاحب هڪدم ڳائڻ وارن جو بندوبست ڪيو. مان نوجوان هئس. طبعيت ۾ جوش ۽ سيڪڙاڻ وارو نمونو هو. راڳ ۽ ساز مون ڪي بيقرار ڪري ڇڏيو. ٿوريءَ دير ڪان پوءِ جڏهن هن آفت جو زور ۽ غلبو گهٽ ٿيو. ته فرمايائين: "پسند آيو؟" مون عرض ڪيو: " گهڻو مزو حاصل ڪيو اٿم". چوڻ لڳو: هڪ اهڙو وقت ايندو. جو تولاءِ هي راڳ ۽ ڪانون جي ڪان ڪان هڪ جهڙا هوندا. سماع جي ضرورت ان وقت هوندي آهي. جڏهن مشاهدو حاصل نه ٿيندو آهي. مشاهدي حاصل ٿيڻ ڪان پوءِ سماع بيڪار ٿي ويندو آهي. خبردار! هن ڪي پنهنجي عادت نه بڻائجانءِ. جيڪا طبعيت ثاني بڻجي وڃي ۽ ان ڪي ڇڏڻ مشڪل ٿي پوي. الله تعاليٰ بهتر ٿو ڄاڻي.



# باب تيرهون

## (جدا جدا ملڪن جا پوءِ وارا صوفي سڳورا)

سيني جي سوانح حيات لکڻ جي جاءِ ڪانهي. جيڪڏهن ڪجهه ماڻهن جو ذڪر ڇڏي ڏنو ويندو، ته ڪتاب جي مقصد فوت ٿيڻ جو انديشو آهي. اهوئي ٿي سگهي ٿو، ته رسم جي صاحبن ڪان سوءِ انهن وڏن مشائخن ۽ صوفي سڳورن جا نالا لکي ڇڏيان جيڪي منهنجي وقت ۾ ٿي گذريا آهن يا اڃا جيئرا آهن.

### 1- شام ۽ عراق:

(الف) شيخ زڪي بن علا رحه: وڏن مشائخن زماني جي سردارن ۾ شامل آهي. مون ڪيس محبت جي ڀڙڪندڙ ٽانڊن وانگر ڏٺو. عجيب دليلن ۽ نشانين جومالڪ هو.

(ب) ابوجعفر محمد المصباح صيدلاني رحه: طريقت جو رئيس هو. حقيقت جي مضمون تي تمام سنو بيان ڪندڙ هو. حُسين بن منصور سان خاص ارادت رکندو هو. ان جا ڪيئي ڪتاب مون ڪيس پڙهي ٻڌايا.

(ت) شيخ ابوالقاسم سدي: مجاهدي ۽ نيڪ حال وارو بزرگ هو. درويشن سان وڏي عقيدت رکندو هو ۽ سندس پوئلڳ هوندو هو.

### 2- فارس:

(الف) مشائخن جو شيخ ابوالحسن بن سالبه: هي تصوف تي وڏي فصيح زبان وارو، ۽ توحيد تي نهايت بليغ بيان وارو بزرگ هو. سندس قول مشهور آهن.

(ب) شيخ مرشد ابواسحاق بن شهريار: وڏي مانَ ۽ مرتبي وارو اختيار جو صاحب ٿي گذريو آهي.

(ت) شيخ طريقت ابوالحسن علي بن بڪران: وڏن صوفي بزرگن ۾شمار ٿيندوهو.

(ث) ابومسلم: پنهنجي وقت جي نيڪ بزرگن مان حال جو صاحب هو.

(ج) شيخ ابوالفتح: پنهنجي پيءُ وانگر الله تعاليٰ جي رحمت ۾ اميدوار هو.

(د) ابوطالب: جيڪو الله جي صفتن جي سوچ ۾ هو.

(هه) مان شيخ المشائخ ابواسحاق سان ملي نه سگهيو آهيان.

### 3- قهستان، آذربائجان، طبرستان ۽ فڪ:

(الف) شيخ فرخ معروف به اخي زنجاني: نيڪ سيرت ۽ سنن لڇڻن وارو بزرگ هو.

(ب) شيخ بدرالدين: وڏن صوفي بزرگن ۾ شامل هو. سندس ڪيترئي نيڪيون مشهور آهن.

(ت) وقت جو بادشاهه به خدا ڏانهن لاڙو رکندڙ ۽ نيڪ بندن مان هو.

(ث) شيخ ابوعبدالله جنيدي، رفيق ۽ احترام جهڙو هو.

(ج) شيخ ابوطاهر مڪشوف: پنهنجي زماني جو وڏو صوفي هو.

(د) خواجه حسن سمنان خدا جي محبت ۾ مستّ ۽ لطف و ڪرم ۾ اميد رکندڙ هو.

(هه) شيخ سهلڪي هڪ وڏو صوفي فقيرن مان هو.

(و) اديب ڪمندي پنهنجي وقت جي خاص مشائخن مان هو.

### 4- ڪرمان:

(الف) خواجه علي بن حسين يرڪاني پنهنجي وقت جو وڏو سياح هو ۽ خوب سفر ڪيا هئائين. ان جو پٽ حڪيم به

وڏي مانَ ۾ مرتبي وارو هو.

(ب) شيخ محمد بن سلمه وقت جي بزرگن مان هو.

انهن کان اڳ ۾ گهڻائي گمنام ۾ لڪل حال وارا ولي سڳورا گذريا آهن.

## 5- خراسان:

(الف) اڄ ڪلهه الله جي اقبال جو پاڇو خراسان تي آهي. جتي شيخ مجتهد ابوالعباس سره مغاني بہ رهيو آهي. وڏو زنده دل ۽ سٺي زندگي وارو بزرگ هو.

(ب) خواجه ابوجعفر محمد بن علي جواري تصوف جي وڏن محققن ۾ شامل آهي.

(ت) خواجه ابوجعفر ترشيزي وقت جو پيارو بزرگ هو.

(ث) خواجه محمود نيشاپوري وقت جو امام هو. سٺي زبان جو مالڪ هو.

(ج) شيخ محمد معشوق سٺو وقت گذاريندڙ ۽ آزاد ماڻهو هو. جنت جي نور سان روشن هو. هو خوش خلق ۽ سٺي باطن وارو هو.

(د) خواجه رشيد مظفر پٽ شيخ ابوسعيد جي لاءِ اميد ڪئي ٿي وڃي، تہ هڪ ڏينهن صوفين جو پيشوا ٿيندو ۽ دل وارن جي اميد جو قبلو ثابت ٿيندو.

(هـ) خواجه احمد حمادي سرخسي وقت جي ميدان جو مرد هو. ڪافي وقت منهنجو رفيق رهيو. مان سندس ڪافي ڪرامتون ڏٺيون. هو هڪ جوانمرد صوفي هو.

(و) شيخ احمد نجار سمرقندي. مروءِ ۾ رهندو هو پنهنجي وقت جو حاڪم هو.

(ز) شيخ ابوالحسن علي بن ابي طالب لاسود پنهنجي پيءُ جو نيڪ پٽ هو. وقت جو يگانو ماڻهو هو. بلند همت، سچائي ۽ دانائي وارو هو. خراسان جي سڀني بزرگن جو ذڪر ڪيو ويندو، تہ هي ڪتاب تمام ڊگهو ٿي پوندو. مان گهڻ ۾ گهٽ ٽن سون اهڙن بزرگن سان مليو آهيان. جن مان هر هڪ پنهنجي مسلڪ وارو ۽ اڪيلو ساري دنيا لاءِ ڪافي هو. ان جو سبب اهو آهي، تہ محبت جو سج ۽ طريقت جو اقبال خراسان وارن جي مقدر ۾ آهي.

## 6- ماورا ء النهر:

(الف) ابو جعفر محمد بن حسين حرمي وقت جو امام هو. خاص و عام ۾ مقبول هو. وجد جو صاحب ۽ حال وارو هو. وڏي همٿ جو صاحب هو.

(ب) خواجه فقيه، شان جو پٽلو ابومحمد بالغزي وقت جو سٺو ۽ نيڪ معاملن وارو ماڻهو هو.

(ت) احمد ايلائي وقت جو شيخ، زماني جو بزرگ، ۽ رسمن ۽ عادتن جو ترڪ ڪندڙ هو.

(ث) خواجه عارف وقت جو شيخ، وقت جو يگانو ۽ زماني جو بي مثال ماڻهو هو.

(ج) علي بن اسحاق زماني جو بزرگ ۽ دبدبي وارو ماڻهو هو. ڳالهائڻ جو سٺو هو.

اهي نالا انهن ماڻهن جا آهن، جن سان مون ملاقات ڪئي ۽ وٽن پهتس. اهي سڀ تحقيق جا صاحب هئا.

## 7- غزنين:

(الف) عزنين ۽ ان جي باشندن ۾ شيخ عارف ۽ پنهنجي وقت جو منصف ابوالفضل بن اسدي وڏو پير ٿي گذريو آهي. ان جا دليل روشن ۽ ڪرامتون ظاهر هيون. محبت جي آگ ۾ جلندڙ شعلو هو. هو اخفا وارن جي مسلڪ مان هو.

(ب) شيخ مجرد، دنيوي ناتن کان ٽٽل اسماعيل الشاشي وڏي جاهه ۽ جلال وارو بزرگ هو. ملامتي مسلڪ وارن مان هو.

(ت) شيخ سالار طبري تصوف جو عالم ۽ سٺي گذران وارو هو.

(ث) شيخ عيار، رازن جو خزانو ابوعبدالله محمد بن حڪيم، جيڪو مريد جي نالي سان مشهور هو. اُهو الله جي درگاهہ جو مست هو. هو خلق کان لڪل رهند هو، مگر ان جا دليل ۽ نشانيون روشن هئا. سندس ديدار سان سندس صحبت دل ۾ ديرو ڪرڻ واري هئي.

(ج) عزت وارو ۽ سڀ کان پلارو شيخ سعيد بن ابي سعيد عيار پيغمبر ﷺ جن جي حديث جو حافظ هو. وڏي عمر تائين جيئرو رهيو ۽ ڪيترن وڏن مشائخن سان صحبت ڪيائين. خبر جو صاحب ۽ وڏي حال وارو بزرگ هو، مگر لڪل رهندو هو ۽ پنهنجي حقيقت ڪنهن تي بہ ظاهر نہ ڪندو هو.

(د) عزت ۽ آبرو جو پتلو ابوالعلا عبدالرحيم بن احمد سعدي طريقت وارن ۾ پلارو ۽ وقت جو سردار هو. مون ڪي ساڻس وڏي عقيدت هئي. سندس روحاني ڪيفيت تمام مثانهين آهي. هو تصوف جي سيني شاخن کان چڱيءَ طرح واقف هو.

(هـ) شيخ اوحد قسورة بن محمد جرديزي طريقت وارن جي پوري عزت ڪندو آهي. سندس دل ۾ سيني لاءِ جڳهہ آهي. ڪيترن وڏن مشائخن سان ملاقات ڪري چڪو آهي.

هن شهر جي سني عقيدي ۽ عالمن ڪي ڏسي اميد ڪري ٿي سگهجي، تہ وقت گذرڻ تي اهڙا ماڻهو پيدا ٿيندا، جيڪي اسان جي عقيدي جا سچا حقدار هوندا. اهي خراب ماڻهو، جيڪي هن شهر ۾ ڪنا ٿي چڪا آهن ۽ طريقت کي بدنام ڪري رهيا آهن، دور ٿي ويندا ۽ غزنين وري بہ ولين سڳورن جي جڳهہ بڻجي ويندو. هاڻي تصوف جي مختلف مڪتبن ۽ سندن اختلافن جو بيان ڪنداسون. الله بهتر ٿو ڄاڻي.



# باب چوڏهون

## صوفين جا مختلف مڪتب ۽ سندس اختلاف

هن ڪان اڳ ۾ حضرت ابوالحسن نوري رح جي ذڪر ۾ چئي آيو آهيان تہ صوفين جا ٻارهن فرقا آهن، جن مان ٻہ رد ڪيل ۽ ڏهہ مجيل آهن. ڏهہ فرقا مجاهدي ۾ نيڪ ۽ سٺي رستي وارا آهن. مشاهدي ۾ لطيف طريقا رکندا آهن. سندن معاملن، مجاهدن ۽ رياضتن ۾ اختلاف آهي، مگر شريعت جي اصول، فروع ۽ توحيد ۾ اتفاق آهي. حضرت ابويزيد فرمايو آهي تہ: تجريد ۽ توحيد کان سواءِ عالمن جو اختلاف رحمت آهي. هن مضمون تي هڪ مشهور حديث بہ آهي. حقيقت ۾ تصوف جي حقيقت ٻن وڏن مشائخن جي روايتن ۾ آهي ۽ ان جي تقسيم بہ فقط رسمي ۽ مجازي آهي. مان تصوف جي سمجهاڻيءَ لاءِ مختصر نموني سان سندن قولن جي تقسيم ڪندس، تہ جيئن هر فرقي جو بنيادي خيال جو نُڪتو نروار ٿي وڃي، طالب کي علم حاصل ٿئي، عالمن کي قوت، مريدن جي اصلاح، محبت وارن کي ڪاميابي، عاقلن ۽ مروت وارن کي تنبيهہ ۽ مون کي ٻنهي جهانن جو ثواب حاصل ٿئي. توفيق الله تعاليٰ وٽ آهي.

### 1- محاسبي

محاسبي، ابوعبدالله حارث بن اسد محاسبي جا پوئلڳ آهن. حارث کي سندس سمورا همعصر مقبول نفس وارو ۽ قتل ٿيل نفس وارو ڪري مڃيندا هئا. ڪيس اصول ۽ فروع جي علم ۽ حقائق تي پورو عبور حاصل هو. تجريد ۽ توحيد تي اظاهري ۽ باطني صحت سان گفتگو ڪندو هو. سندس تعليم جي خصوصيت هيءَ هئي تہ هو رضا کي مقام نہ سمجهندو هو، پر احوال ۾ شامل ڪندو هو. هو پهريون صوفي جو، جنهن هن خيال جي مڪتب کي پنهنجو بڻايو ۽ جنهن تي خراسان وارن عقيدو رکيو. هن جي ابتڙ عراق وارن وٽ رضا مقامات ۾ شامل آهي ۽ توڪل جي انتها آهي. اهو اختلاف اڄ تائين ظاهري آهي. هاڻي ان جي سمجهاڻي ڏينداسون. انشاء الله.

### رضا جي حقيقت

سڀ کان اڳ ۾ رضا جي حقيقت کي ثابت ڪرڻ ۽ ان جي قسمن کي قائم ڪرڻ ضروري آهي. ان کان پوءِ حال ۽ مقام ٻنهي جو فرق لکيو ويندو. انشاء الله تعاليٰ.

ڪتاب ۽ سنت رضا جي معاملي ۾ گهڻو ڪجهہ ظاهر ڪن ٿا ۽ ان تي اُمت جو اجتماع آهي، تہ الله تعاليٰ فرمايو آهي: رضي الله عنهم ورضوا عنه. الله انهن کان راضي ٿيو ۽ هو الله کان راضي ٿيا. ٻيو فرمان آهي: لقد رضي الله عن المؤمنين اذيُبا يبعُونڪ تحت الشجرة. تحقيق الله مومنن کان راضي ٿيو جڏهن انهن وڻ هيٺ تنهنجي بيعت ڪئي. پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: ذاق طعم الايمان من رضي باالله ربا. ايمان جو مزو ان چکيو جيڪو الله سان سندس رضا تي راضي رهيو.

رضا جون ٻہ صورتون آهن: هڪ خدا جو ٻانهي سان راضي هجڻ ۽ ٻيو ٻانهي جو خدا سان راضي هجڻ. خدا جو راضي هجڻ اهو آهي تہ هو ٻانهي جي چڱن ڪمن تي هن کي اجر جي صورت ۾ ڪرامت ۽ عزت عطا ڪري. ٻانهي جو راضي ٿيڻ اهو آهي تہ الله تعاليٰ جي حڪمن آڏو سرجهڪائي ۽ حڪمن جي تعميل ڪري. خدا جو راضي هجڻ مٿي آهي، ڇو تہ جيستائين ان جي رضا نہ هوندي تيستائين ڪوبہ ماڻهو سندس حڪمن بجا آڻڻ جي توفيق نٿو رکي سگهي. انسان جي رضا جو تعلق خدا جي رضا سان آهي پر اها وجود ۾ ئي نٿي اچي سگهي جيستائين ان جي (خدا جي) رضا شامل نہ هوندي. ٻانهي جي رضا خدا جي قضا کي قبول ڪرڻ جو نالو آهي. عطا هجي يا ضبط، حالتن آڏو سر جهڪائڻ کي چوندا آهن. جلال هجي يا جمال، رضا وارن لاءِ ڪاوڙ جي باهہ ۾ جلي وڃڻ يا رحم ۽ ڪرم جي نور سان چمڪي پوڻ هڪ جهڙو آهي.

غضب هجي يا رحم. هر شيء ان جو مظهر آهي ۽ دل م رهندڙ آهي ڇو تہ هن جي خلقيل آهي.

حضرت اميرالمؤمنين حسين بن علي كرم الله وجهه كان حضرت ابوذر غفاري رضہ جي هن قول متعلق پڇيو ويو: الفقراحب الي من الغني و اسقم احب الي من الصحة. مون کي دولت کان فقيري ۽ صحت کان بيماري پياري آهي. حضرت حسين عہ جواب ڏنو: رحمالله ابا ذراما انا فا قول من اشرف علي حسن اختيار الله له لم يتمن غير ما اختيار الله لہ. خدا ابوذر تي رحم فرمائي. مان چوان ٿو تہ موليٰ جي رضا تي رهڻ وارو فقط اها شيء چاهيندو آهي جيڪا ان لاء موليٰ پسند كندو آهي. ماڻهو جڏهن موليٰ جي مرضي کي سمجهي وٺندو آهي تڏهن پنهنجي مرضي تان هٿ کڻي ويندو آهي ۽ هر مصيبت کان ڇوٽڪارو حاصل كندو آهي. اها شيء پريٺ (غيبت) نہ پر حاضري سان حاصل ٿيندي آهي. ڇو تہ لأن الرضا لـلاحزان نافية و لـلغفلة معالجة شافعية. رضا غم کي مٽائي ڇڏيندي آهي ۽ غفلت جي چنبي کان آزاد كندي آهي، دل مان غير جو انديشو ختم كندي آهي ۽ تكليف جي ڏچي کان بچائيندي آهي. رضا ڇوٽڪاري جو وسيلو آهي.

عمل جي لحاظ کان رضا خدا جي علم مطابق انسان جي سهٽي هلت آهي ۽ هن ڳالهہ کي مڃڻ ضروري آهي تہ سندس پاڪ ذات هر حال ۾ ڏسڻ واري آهي. هن حقيقت کي سمجهڻ وارن جا چار فرقا آهن: پهريون اهي ماڻهو جيڪي الله تعاليٰ جي عطا تي راضي آهن. اها معرفت آهي. ٻيا اهي ماڻهو جيڪي نعمتن تي راضي آهن. اها دنيا آهي. ٽيان اهي ماڻهو آهن، جيڪي مصيبت ۾ راضي آهن. اها سيني تكليفن جي جاء آهي. چوٿان اهي ماڻهو آهن، جيڪي مٿانهين درجي ملڻ تي راضي آهن. اهي محبت آهي.

جيڪي ماڻهو عطا كرڻ وار ي عطا کي ڏسندو آهي، اهو ان کي جان دل سان قبول كندو آهي ۽ تكليف کان حفاظت ۾ رهندو آهي. جيڪو عطيي سان عطا كرڻ واري کي ڏسندو آهي، اهو عطيي ۾ ڦاسي ويندو آهي، ۽ رضا واري رستي تكليف سان هلندو آهي ۽ گهٽيون مصيبتون ڏسندو آهي. حقيقي معرفت جو مدار كشف تي آهي. تكلف ۽ كوشش سان حاصل كيل معرفت پردي ۾ ۽ پابند هوندي آهي. اهڙي معرفت اڻ ڄاڻائپ، اهڙي نعمت عذاب ۽ اهڙي عطا حجاب هوندي آهي. جيڪو ماڻهو دنيا ۾ رضا تي راضي رهڻ واري مقام تي رکجي وڃي ٿو، اهو نقصان ۾ آهي، ڇو تہ انهيء طرح سان سندس زندگي هڪ جاء تي بيهي رهي ٿي. اهو پنهنجي دل جي باهہ ۾ سڙڻ وانگر آهي، ڇو تہ سڀني وارو عالم كنهن بہ طرح سان ان لائق ناهي جو كو خدا جي ولي مٿس مهرباني جي نظر كري يا سندس كو خيال دل ۾ اچڻ ڏئي. خوشي فقط اها خوشي آهي جيڪا خوشي كرڻ واري جي رهنمائي كري، ٻي حالت ۾ اها مصيبت آهي. تكليف ۾ رضا تي راضي رهڻ وارو هر شيء جي پيدا كرڻ واري تي نظر رکندو آهي ۽ سيڪجهہ سندس نالي جي كري سهندو آهي. هو تكليف کي پنهنجي حقيقي محبوب جي تصور ۾ تكليف ئي نہ سمجهندو آهي.

مٿانهين درجي ملڻ تي راضي رهڻ وارو الله جي ذات جو محب هوندو آهي. اهڙن ماڻهن جي پنهنجي ذات رضا ۽ تكليف ٻنهي حالتن ۾ ٻي حقيقت هوندي آهي. سندن دل الله تعاليٰ صفائي سان ڀريل ۽ الله جي محبت سان مالا مال هوندي آهي. اهي ماڻهو حاضر نظر ايندا آهن، مگر هوندا غائب آهن. اهڙا ماڻهو زمين تي رهندڙ مگر عرش تي پهتل، خاك جا پتلا مگر روحاني فطرت وارا. الله جي هيكڙائي کي مڃيندڙ، مخلوق کان منهن موڙيندڙ، درجن ۽ احوال جي قيد كان آزاد، موجودات كان پري ٿيندڙ، الله جي دوستن لاء تيار ۽ دوست جا منتظر هوندا آهن. الله تعاليٰ فرمايو آهي: لايملكون لأنفسهم ضراً و لا نفعاً ولا يملكون موتاً و لاحياة و لانُشورا. "اهي پنهنجن نفسن لاء نفعي ۽ نقصان جي طاقت نہ رکندا آهن ۽ نہ وري زندگي، موت ۽ حشر تي كو اختيار اٿن".

الله كان سواء كنهن ٻئي تي راضي رهڻ نقصان جو ۽ الله جي رضا تي راضي رهڻ الله جي رضا جو سبب هوندو آهي. ان جي رضا بادشاهي ۽ چڱائي جو منڍ هوندي آهي. رسول كريم ﷺ جن فرمايو آهي: مـن لم يرض بـالله و بقضائہ شغل قلبه و تعب بدنه. جيڪو ماڻهو الله تعاليٰ ۽ ان جي قضا (حكم) تي راضي نٿو رهي اهو دنيا جي سڀني ۽ نصيب جو طالب آهي، ان جو جسم مصيبتن جو شكار آهي.

(فصل)

حڪايت آهي. تہ حضرت موسيٰ چيو: دُلني عليٰ عمل اذا عمل رضيت عني فقال الله تعاليٰ انک لا تطيق ذلک يا موسيٰ عليه السلام ساجداً متضرعاً فاوحي الله اليه يا ابن عمران ان رضائي في رضاک بقضائي. "اي منهنجا موليٰ! مون کي اهڙو ڪم ٻڌاءِ جيڪو مان ڪري سگهان ۽ تنهنجي رضا بہ حاصل ڪري سگهان. حڪم ٿيو: اي موسيٰ اهو تو لاءِ ممڪن ناهي. موسيٰ عليه السلام سجدي ۾ ڪري پيو. زاري ڪيائين. وحي نازل ٿيو. تہ اي عمران جا پٽ! منهنجي رضا ان ۾ آهي. تہ تون منهنجي حڪم کي خوشي سان مڃ". مطلب هي آهي. تہ جڏهن ماڻهو رضا تي راضي ٿيندو آهي تڏهن الله تعاليٰ جي ذات بہ ان کان راضي ٿي ويندي آهي.

حضرت بشر حافي حضرت فضيل بن عياض کان پڇيو. تہ زهد وڌيک آهي يا رضا؟ فضيل جواب ڏنو: الرضا افضل من الزهد لأن الراضي لايتمني فوقَ منزلته. "رضا زهد کان وڌيک آهي ڇو تہ رضا واري جي دل ۾ ڪابہ تمنا نہ رهندي آهي". زاهد کي تمنا هوندي آهي. يعني زهد جي منزل کان مٿي بہ هڪ منزل هوندي آهي ۽ زاهد کي ان جي تمنا هوندي آهي. رضا کان مٿي ڪابہ منزل نہ هوندي آهي. جنهن جي رضا وارو تمنا ڪري. اهو درجو هر حالت ۾ الله جي بارگاهہ ۾ بهتر هوندو آهي.

انهيءَ حڪايت مان محاسبي مڪتب جي تائيد ٿئي ٿي. تہ رضا احوال واري درجي ۾ شامل آهي. ۽ الله جو انعام آهي. اها تڪلف سان هٿ آيل مقامن ۾ شامل ناهي. اهو بہ امڪان آهي. تہ رضا وارو تمنا بہ رکي سگهندو آهي. پيغمبر ﷺ جن پنهنجين دعائن ۾ فرمايو آهي: اسئلک الرضاءَ بعد القضاءَ. "منهنجا موليٰ مان قضا کان پوءِ رضا گهران ٿو". يعني مون کي اهڙي حالت ۾ رک. جو جڏهن بہ تنهنجو حڪم ٿئي. تڏهن مان رضا ۾ راضي هجان. ان مان ثابت ٿيو تہ رضا جو سوال قضا کان پوءِ پيدا ٿو ٿئي. ڇو تہ جيڪڏهن رضا اڳ ۾ هجي تہ فقط رضا جو ارادو ٿي سگهي ٿو ۽ فقط ارادو رضا سڏجي نٿو سگهي. حضرت ابوالعباس بن عطا فرمائي ٿو: الرضا نظر القلب اليٰ قديم اختيار الله للعبد. "رضا قدم خدا جي ساري اختيار کي دل ۾ جان سان مڃڻ جو نالو آهي". يعني جو ڪجهہ بہ ظاهر ٿئي تہ انسان کي اهو سمجهڻ گهرجي تہ اهو خدا تعاليٰ جي قديم ارادي اڳئين حڪم موجب آهي. خوش رهي ۽ پريشان نہ ٿئي. هن مڪتب شروع ڪرڻ واري حارث محاسبي جو چوڻ آهي: الرضا سڪون القلب تحت مجاري الاحڪام. "رضا خدا جي جاري ٿيندڙ حڪمن تي قلب جي تسڪين جو نالو آهي". هي قول پختو آهي. ڇو تہ دل جو سڪون انسان جي ڪوشش سان حاصل نہ ٿيندو آهي. اهو صرف خدا تعاليٰ جو انعام آهي. هن ڳالهہ جي ثابت ڪرڻ لاءِ تہ رضا احوال آهي مقام ناهي. عتبة الغلام جو واقعو بيان ڪيو وڃي ٿو. هو هڪ رات نہ سُتو ۽ صبح تائين پڪاريندو رهيو. ان تعذبني فانا لک محب و ان ترحمني فانا لک محب. "مون کي عذاب ۾ مبتلا ڪر يا رحمت جي نوازش ڪر. مان هر حال ۾ تو سان محبت ٿو ڪريان". يعني عذاب جي تڪليف ۽ نعمت جي راحت بدن کي حاصل ٿيندي آهي. محبت دل جو معاملو آهي. هيءَ ڳالهہ بہ محاسبي جي مڪتب جي تائيد ٿي ڪري. ڇو تہ رضا محبت جو نتيجو آهي. محبوب جو ڪجهہ بہ ڪندو تہ محب راضي ٿيندو. عذاب يا نعمت دوستي جا حجاب بڻجي نٿا سگهن. فقط الله تعاليٰ جي اختيار جي مقابلي ۾ پنهنجو اختيار بيڪار سمجهڻ گهرجي.

حضرت ابو عثمان حيري فرمائي ٿو: منذ اربعين سنة ما اقامني الله في حال فڪرهتہ وما نقلني اليٰ غيره فسخنة. "چاليهہ سال گذري ويا. الله تعاليٰ مون کي جنهن حال ۾ رکيو. مان ان کي مڪروهہ نہ سمجهيو. منهنجي حال ۾ اهڙي ڪابہ تبديلي نہ آئي جنهن مان سمجهيو وڃي. تہ مان ڪنهن بہ حال ۾ راضي نہ رهيو آهيان". اهو رضا جي هميشہ رهڻ واري حالت ۽ محبت جي ڪمال ڏانهن اشارو آهي. چون ٿا. تہ هڪ درويش دجله درياءَ ۾ ڪري پيو. هو ترڻ نہ ڄاڻندو هو. ڪناري تان ڪنهن پڪاري پڇيس: "ڪنهن کي مدد لاءِ سڏي وٺان؟" درويش جواب ڏنو:" نہ ". وري سڏڻ واري پڇيو: "تون ٻڏڻ ٿو چاهين ڇا؟" درويش چيو تہ:" نہ ". هن پڇيس: "پلا ڇا ٿو چاهين؟" درويش چيو: "اهو. جيڪو خدا چاهي. منهنجي چاهڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي".

مشائخن رضا بابت گهڻو ڪجھ چيو آهي ۽ اهو مبارتن جي اختلاف سان آهي. مگر اصول موجب اهي ٺي ئي بہ شيون آهن. جيڪي هتي بيان ڪيون ويون آهن. هاڻي ضروري آهي تہ احوال ۽ مقام جو فرق بيان ڪيو وڃي ۽ انهن جي حد مقرر ڪجي تہ جيئن توڪي ۽ ٻين پڙهندڙن کي هن حقيقت سمجهڻ ۾ سولائي پيدا ٿي وڃي. انشاء الله عزوجل.

## حال ۽ مقام جو ورق

صوفي عام طور تي حال ۽ مقام جا لفظ استعمال ڪندا آهن ۽ اهڙيون عبارتون گهڻو ڪري سامهون اينديون آهن. تحقيق وارا علمن جي تفسير ۾گهڻو ڪري انهن ئي لفظن تي پاڙيندا آهن. اهوئي سبب آهي جو تصوف جي علم جي طالبن لاءِ ان جو مطلب سمجهڻ ضروري آهي. هي باب حدن جي تفصيل جي مناسب جڳھ ناهي تڏهن بہ ان جي سمجهاڻي لازمي آهي. سڀ توفيق. همٿ ۽ پاڪبازي الله تعاليٰ جي طرف کان آهي.

معلوم هئڻ گهرجي تہ مقام لفظ ميم جي پيش سان اقامت ڪي چوندا آهن ۽ مقام ميم جي زبر سان اقامت جي جاءِ کي سڏيندا آهن. اهو تفصيل ۽ معنيٰ مقام جي لفظ متعلق غلط آهن. جو تہ عربي قاعدي موجب ميم جي پيش سان مقام اقامت ۽ اقامت جي جاءِ کي سڏيندا آهن. مقام مان مراد الله جي راھ ۾ ويهڻ آهي ۽ان مقام سان تعلق رکندڙ فرضن کي پورو ڪرڻ آهي. ايتري قدر جو انسان کي پنهنجي وس آهر يقين ٿي وڃي تہ هن کي ڪمال جو درجو حاصل ٿي چڪو آهي. اهو جائز ناهي تہ تڪميل ڪرڻ کانسواءِ ڪنهن مقام تان لنگهي وڃي. پهريون مقام توبھ جو. ٻيو انابت جو. ٽيون زهد جو ۽ چوٿون توڪل جو آهي. هي نٿو ٿي سگهي تہ توبھ ڪرڻ کان سواءِ ڪو انابت (الله ڏانهن موٽڻ) جي دعويٰ ڪري سگهي يا وري انابت کان سواءِ زهد جي ۽ زهد کان سواءِ توڪل جي مدعي بڻجي سگهي. الله تعاليٰ جبرئيل جي وسيلي خبر ڏني آهي: وَما منا الاله مقام معلوم. "اسان مان ڪوبہ اهڙو ناهي جنهن لاءِ ڪو مقام مقرر نہ هجي".

حال اها ڪيفيت آهي. جيڪا الله تعاليٰ جي طرفان دل تي وارد ٿيندي آهي. اهو انساني طاقت کان ٻاهر آهي. تہ هن ڪيفيت جي نازل ٿيڻ کان روڪي سگهي يا ڪوشش ڪري سگهي. مقام مان مراد طالب جو رستي ۾ رلڻ. ڪوشش ڪرڻ الله جي درگاهہ ۾ وس آهر قدم رکڻ آهي. هر هڪ درجي جو نالو مقام آهي. ان جي ابتڙ حال الله تعاليٰ جو فضل ۽ ڪرم آهي جيڪو محنت ۽ مجاهدي کانسواءِ ماڻهوءَ جي قلت تي طاري ٿيندو آهي. مقام عمل ۽ ڪسب (محنت) آهي. حال فضل ۽ عطا آهي. مقام وارو مجاهدي سان برقرار هوندو آهي ۽ حال وارو پنهنجي ذات کان بہ بيخبر پنهنجي حال ۾ مست رهندو آهي جو مٿس الله جي درگاهہ مان عطا ٿيل هوندو آهي. هتي مشائخ سڳورن ۾ اختلاف آهي. هڪ جماعت حال جي هميشه هجڻ جو قائل آهي ۽ ٻي جماعت اها ڳالھ نٿي مڃي. حضرت حارث محاسبيءَ جي خيال ۾ حال دائمي شيءِ آهي. سندس دليل اهو آهي. تہ محبت. شوق. دل جو قبض ٿيڻ. کلڻ سموريون شيون حال جي هيٺ هونديون آهن. جيڪڏهن حال دائمي نہ هجي. تہ محب محب ۽ مشتاق مشتاق رهي نٿو سگهي. جيستائين انسان جي صفت حال نہ هوندو تيستائين حال جو لفظ آڻڻ جائز ناهي. اهوئي سبب آهي جو هو رضا کي حال تو سڏي. حضرت ابوعثمان جو قول آهي: منذ اربعين سنة ما اقامني الله عليٰ حال فكر هتة. "چاليھ سال گذري ويا آهن. الله تعاليٰ مون کي جنهن بہ حال ۾ رکيو. مان ان کي ناپسند نہ ڪيو آهي".

ڪجھ ٻيا مشائخ حال جي دائمي هجڻ جا منڪر آهن. حضرت جنيد جو قول آهي: الاحوال كالبروق و ان يبقي فحديث النفس. "احوال بجلي وانگر ٿيندا آهن. انهن کي دائمي سڏڻ جو تصور نفس جي پيداوار آهي. جو تہ جيڪر نظر اچي ٿو اهو بيهي نٿو ۽ جيڪو باقي رهي ٿو اهو حال ناهي". اهڙيءَ طرح ٻين جو چوڻ آهي: الاحوال كا سمها يعني انها كما تحل بالقلب. "احوال جي حيثيت نالي کان وڌيڪ ناهي" يعني اهو دل تي وارد ٿيندا آهن. ۽ هو ختم ٿي ويندا آهن. جو ڪجھ باقي رهندو آهي. اهو صفت آهي. صفت لاءِ موصوف جي ضرورت هوندي آهي. ۽ موصوف کي صفت کان وڌيڪ وقار هئڻ گهرجي. ان طرح سان سوچيو ويندو. تہ حال جي دائمي هجڻ واري حيثيت ٻي معنيٰ نظر ايندي. مان حال ۽ مقام جو فرق ان لاءِ بيان ڪري رهيو آهيان تہ جتي بہ صوفين جي عبارتن يا هن ڪتاب ۾ اهي لفظ استعمال ٿيل هجڻ. تہ سندن معنيٰ نظر

جي سامهون هجي. مختصر ڳالھ آهي، تہ رضا مقامات جي انتها ۽ احوال جي ابتدا آهي. هيءَ هڪ اهڙي جاءِ آهي جنهن جو هڪ پاسو رياضت ۽ مجاهدي ڏانهن ۽ ٻيون پاسو محبت ۽ سڪ ڏانهن آهي. هن ڪان پوءِ ٻيو ڪوبہ مقام ڪونهي. هتي پهچي مجاهدو ختم ٿي ويندو آهي يعني منڍ ۾ مجاهدي سان ۽ پڇاڙي خدا تعاليٰ جي انعامن سان آهي. هن کي مقام سڏيو يا حال، ڪوبہ فرق نٿو پوي.

اهو محاسبي مڪتب جو خيال آهي. عملي طور تي اسد محاسبي ڪابہ خصوصيت بيان نٿو ڪري. هن پنهنجن پوئلڳن کي هيءَ تنبيهہ ضرور ڪئي هئي، تہ عمل يا قول سان ڪابہ اهڙي ڳالھہ نہ ڪيو، جيڪا نيڪ نہ هجي پر اُن ۾ برائي جو شڪ بہ ڪري سگهجي. مثلاً هڪ ڏينهن حضرت محاسبي جو مريد ابو حضره وٽس آيو. هن وٽ هڪ وڏو ڪڪڙ هو، جيڪو ٻانگون ڏيندو هو. ڪڪڙ ان ڏينهن بہ ٻانگ ڏني ۽ ابوحمزه نعرو هنيو، جنهن تي حارث محاسبي اٿي ڪڙو ٿيو ۽ چيائين: تون ڪافر ٿي وئين. ائين چئي، ڇري ڪڍي هن کي ڪُسهڻ لاءِ وڌيو. ٻيا مريد منٿون ڪري پيرين پوڻ لڳا ۽ ابوحمزه کي بچائي ورتائون حارث محاسبي چيس: "اي مردود مسلمان ٿي وڃ". ماڻهن چيو: يا حضرت هي تہ الله تعاليٰ جو ولي ۽ پڪو موحد آهي. اوهان هن تي ڇو ناراض ٿيا آهيو؟ هن جواب ڏنو: مان ناراض نٿو ٿيان. هي مشاهدي جو صاحب آهي سندس اندر توحيد ۾ غرق آهي، مگر هن ڪان ڪا اهڙي شيءِ ٿيڻ نہ گهرجي جيڪا حلُول جي عقيدي وارن وانگر هجي. ڪڪڙ هڪ بي عقل جانور آهي ۽ پنهنجي عادت موجب ٻانگ ڏيندو آهي. هن ائين ڇو سمجهيو. تہ ان ۾ الله جو آواز آهي؟ خدا ورهائجي نہ سگهندو آهي ۽ سندس قديم ذات ڪنهن بہ شيءِ ۾ حلول (گهڙي وڃڻ) ڪري نہ ڪندي آهي. ابوحمزه مرشد جو مطلب سمجهيو ۽ چيو: "مان پنهنجي عقيدي موجب نيڪ آهيان مگر منهنجو اهو ڪم مرتد ماڻهن جي ڪم سان ملندڙ جُلندڙ آهي، تنهنڪري توبهہ ٿو ڪريان". هن طريقي متعلق ٻيون بہ گهڻيون ڳالهيون آهن مگر مان اختصار ڪان ڪم وٺي رهيو آهيان. اهوئي رستو سلامتي وارو، تعريف جهڙو ۽ هوش لاءِ نقصانڪار ناهي. پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي. من كان منكم يومن با الله و اليوم ال آخر فلا يقضن مواقف التهر. "جو ماڻهو الله تعاليٰ تي ايمان ٿو رکي ۽ قيامت جي ڏينهن کي مڃي ٿو، ان کي گهرجي تہ هر انهيءَ جاءِ تان پري رهي جتي تهمت لڳڻ جو انديشو هجي". مان هميشه اها دعا گهرندو آهيان، تہ مون کي اهڙي توفيق عطا ٿئي. هن زماني ۾ظاهر وارن ماڻهن جي صحبت ۾ وڏي مشڪل آهي. جيڪڏهن فريب ۽ خراب ڪمن ۾ هنن سان مخالفت ڪبي تہ دشمني تي تيار ٿي ويندا. الله تعاليٰ جهالت ڪان پناهہ ۾ رکندو. (آمين). الله بهتر ٿو ڄاڻي.

## (2- قصاري)

قصاري جماعت جا ماڻهو ابو صالح حمدون بن عمارة القصار رحہ جي پيروي ڪندا آهن. هر بزرگ پنهنجي زماني جو تمام وڏو عالم ۽ طريقت جو سردار هو. "ملامت" جي ظاهر ڪرڻ ۽ ان کي مشهوري ڏيڻ جو عقيدو رکندو هو. معاملات ۾ سندس ڪلام تمام بلند هو. هن جو قول آهي: "خدا تعاليٰ توکي مخلوق ڪان وڌيڪ ڄاڻندڙ آهي". يعني اڪيلائپ ۾ تنهنجو معاملو الله تعاليٰ سان ان معاملي ڪان بهتر هئڻ گهرجي جيڪو عام ماڻهن ۾ مخلوق سان روا رکندو آهين. مخلوق سان تنهنجو تعلق تنهنجي ۽ تنهنجي خدا جي وچ ۾ وڏو پردو آهي. ڪتاب جي منڍ ۾ ملامت واري باب ۾ ان متعلق ڪجهہ احوال ۽ حڪايتون بيان ڪري چڪو آهيان مگر اهو احوال مختصر طور تي ڏنو اٿم، تہ ڪتاب ڊگهو ٿي نہ وڃي. هڪ تمام نازڪ ۽ خاص ڳالھ هي آهي، تہ هن جو قول آهي: مان هڪ ڏينهن نيشاپور جي آس پاس حيره درياءَ جي ڪپ سان وڃي رهيو هئس. مون کي نوح عيار مليو جيڪو نيشاپور جي سپني عيارن جو سردار هو. سخاوت ۽ جوانمرديءَ ۾ مشهور هو. مون پڇيو: "اي نوح! جوانمردي ڪهڙي شيءِ آهي؟" نوح چيو: "منهنجي جوانمردي يا تنهنجي؟" چيم: "ٻنهي جي". نوح جواب ڏنو: منهنجي جوانمردي هي آهي، تہ مان چوغو ڇڏي گودڙي پائيندو آهيان ۽ اُهي ڪم ڪندو آهيان، جيڪي گودڙي کي جڳائن. جيئن مان صوفي بڻجي وڃان ۽ الله سان ويجهو ٿي، بڇڙائي ڪان پري ٿيان. تون گودڙي ڦٽي ڪر، تہ تون مخلوق کي ۽ مخلوق توکي ڌوڪو نہ ڏئي. منهنجي جوانمردي شرعيت جي ظاهري حفاظت آهي ۽ تنهنجي

طريقت جي باطني حفاظت آهي. اها ڳالهہ اصول موجب ڏاڍي پختي آهي.

## 3- طيفوريہ

اهي ماڻهو حضرت ابويزيد طيفور بن عيسيٰ بن سروشان بسطامي جا پوئلڳ آهن. هو رئيس ۽ طريقت جي وڏن بزرگن مان هو. سندس طريقو غلبي ۽ مستي وارو هو. الله تعاليٰ جي شوق جو غلبو ۽ سندس دوستيءَ ۾ پاڻ کان پري ٿيڻ انساني وس کان ٻاهر آهي. ڪنهن ناممڪن شيءِ جي دعويٰ هميشه ڪوڙي هوندي آهي ۽ ان جي پيروي بہ محال ٿيندي آهي. هوش واري لاءِ مستي صفت ناهي ۽ انسان مستي ڪي جذب ڪرڻ جي طاقت نٿو رکي. مست ازخود پاڻ کان ٻاهر هوندو آهي ۽ مخلوق کان بي نياز رهندو آهي. اهو ٿي نٿو سگهي. تہ هو ڪوشش ڪري ڪا صفت پيدا ڪري سگهي. وڏن مشائخن جو هن ڳالهہ تي اتفاق آهي تہ فقط اهو ماڻهو پيرويءَ جي لائق هوندو آهي، جيڪو ثابت قدم وارو ۽ جملي احوال کان آزاد هجي. تڏهن بہ ڪن جو خيال آهي، تہ مستي ۽ پاڻ کان ٻاهر ٿيڻ راهہ بہ ڪوشش سان طئي ٿي سگهي ٿي، ڇو تہ پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: ابكوا فان لم تبكُون فتبا كوا. "روج ڪريو، جيڪڏهن روئي نٿا سگهو تہ روئڻ وارن جي شڪل اختيار ڪريو". ان جون بہ صورتون آهن. رياڪاريءَ سان ڪنهن جو نقل ڪرڻ سڌو سنئون شرڪ آهي، مگر جيڪڏهن نقل جو مقصد اهو هجي تہ من الله تعاليٰ پنهنجو ڪرم ڪري، انهن وانگر بڻائي، جن جو نقل ڪيو وڃي ٿو. اهو عين حديث نبوي جي مطابق آهي: من تشبيهہ بقوم فهو منهم. "جو ماڻهو ڪنهن قوم جي شڪل اختيار ڪندو، اهو ان قوم مان آهي". شرط اهو آهي تہ جنهن مجاهديءَ جي ضرورت سامهون اچي، ان کي پورو ڪجي ۽ الله تعاليٰ جي درگاهہ ۾ اميد رکجي، تہ الله تعاليٰ تحقيق ۽ معنيٰ جا دروازا کوليندو. ڪنهن شيخ جو قول آهي: المشاهدات مواريث المجاهدات. "مجاهدا مشاهدن جا وسيلا بڻبا آهن". مان چوان ٿو، تہ هر حال ۾ مجاهدا سٺا آهن، مگر غلبو ۽ مستي ڪڏهن بہ ڪسب (محنت) هيٺ نہ هوندا آهن ۽ مجاهدن سان ظاهر نہ ٿيندا آهن. مجاهدا ڪنهن بہ حالت ۾ غلبي ۽ مستي جو سبب بڻجي نٿا سگهن.

هاڻي مان سڪر ۽ صحو (مستي ۽ هوشياري) متعلق وڏن مشائخن جا مختلف خيال لکندس، تہ انهن جي سچي ڪيفيت سامهون اچي وڃي ۽ وهم دور ٿي وڃي. انشاءَالله تعاليٰ.

## سڪر ۽ صحو

معنيٰ جا صاحب "سڪر" جو لفظ الله جي محبت جي غلبي لاءِ استعمال ڪندا آهن ۽ "صحو" مراد حاصل ڪرڻ لاءِ ڪم آڻيندا آهن. هونئن سڪر معنيٰ نشو يا بيهوشي ۽ صحو معنيٰ هوش. هن معاملي تي گهڻو ڪجهہ لکيو ويو آهي. ڪي ماڻهو سڪر کي صحو کان پلو سمجهندا آهن ۽ ڪجهہ ماڻهو صحو کي سڪر کان سٺو چوندا آهن. حضرت ابويزيد ۽ سندس پوئلڳ سڪر کي وڌيڪ سمجهندا آهن. سندن خيال ۾ صحو جو بنياد آدميت جي صفت جي ثابت قدمي تي هوندو آهي ۽ آدميت جي صفت وڏي ۾ وڏو حجاب آهي. ان جي ابتڙ سڪر آدميت جي صفتن جي زوال ۽ نقصان تي مراد رکندو آهي. جڏهن انسان جو تدبر، اختيار، قبضو ۽ خوديءَ جي فنا ٿئي، تڏهن سڪر ظاهر ٿيندو آهي، ۽ فقط اهي قوتون ڪم لاءِ رهجي وينديون آهن، جيڪي آدميت کان مٿي هونديون آهن. اهي قوتون وڏ ۾ وڏ ڪامل هونديون آهن. حضرت دائود عليہ السلام صحو ۾ هو. جيڪو بہ ڪم ان کان ظاهر ٿيو، الله تعاليٰ ان کي ساڻس نسبت ڏيئي ڇڏي، ۽ فرمايو: قَـتَـلَ دائود جالوت. "حضرت دائود جالوت کي قتل ڪيو". اسان جا پيغمبر ﷺ جن مڪر جي عالم ۾ هئا. جيڪا شيءِ هنن کان ظاهر ٿي الله تعاليٰ ان کي پاڻ سان نسبت ڏئي، ۽ چيو: وَمارَمَـيت اِذ رَميت ولكن الله رمىٰ. "جڏهن پٿريون اڇليون تہ تو نہ اڇليون پر الله اڇليون". ماڻهوءَ ماڻهوءَ ۾ ڪيترو فرق آهي. جو پنهنجي ذات ۾ قائم ۽ صفات ۾ ثابت هو. ڪرامت جي ڪري ان جو فعل ان ڏانهن منسوب ڪيو ويو ۽ جيڪو الله جي ذات سان قائم ۽ پنهنجي صفات ۾ فاني هو. ان جو فعل پنهنجو فعل چاتو. انساني ڪم جو الله تعاليٰ جي ذات سان منسوب ٿيڻ ان کان بهتر آهي جو الله جو ڪم بندي سان

منسوب هجي. جڏهن الله جو فعل بندي سان منسوب ٿيندو، تڏهن بندو بشري صفتن ۾ قائم هوندو ۽ جڏهن بندي جو فعل الله سان منسوب ٿيندو، تڏهن بندو الله جي ذات سان قائم هوندو. بشري صفات ۾ قائم هجڻ سان اهو ٿيو، جو حضرت دائود عليه‌السلام جي نظر دستور جي خلاف اوريا جي عورت تي وڃي پئي ۽ پيغمبر ﷺ جن جي نظر بہ اهڙيءَ طرح پئي ۽ اها عورت حضرت زيد لاءِ حرام ٿي وئي، ڇو تہ پاڻ سڪر جي عالم ۾ هئا ۽ حضرت دائود عليه السلام صحو جي حالت ۾ هئا.

صحو کي سڪر کان وڌيڪ سمجهڻ وارا حضرت جنيد رحہ ۽ سندس پوئلڳ آهن. سندن نظر ۾ سڪر آفت جي جاءِ آهي، ڇو تہ ان جو مطلب پريشان حالي، صحت جي فنا ۽ پاڻ کان ٻاهر ٿيڻ آهي. طالب جي طلب فنا کان يا بقا کان ٿيندي آهي. محويت کان ٿيندي آهي يا ثبوت کان ٿيندي آهي. جيڪڏهن انسان نيڪ حال سان نہ هوندو تہ تحقيق ۽ طلب بيڪار ٿيندي. الله وارن جي دل تمام موجودات کان اڪيلي هئڻ گهرجي. اڪين بند ڪرڻ سان شين جي عالم جي ٻنڌڻ کان آزاد ٿي نٿو سگهجي. جيڪي ماڻهو عام شين جي دل فريبين ۾ اٽڪي پوندا آهن، اهي اصل ۾ ڪنهن شيءِ کي سندس اصلي رنگ ۾ نہ ڏسندا آهن. جيڪڏهن ڏسن ها تہ اٽڪڻ کان محفوظ رهن ها. ڏسڻ جون بہ صورتون آهن: ڏسڻ وارو يا تہ بقا جي لحاظ کان ڏسندو آهي يا فنا جي لحاظ کان. بقا جي لحاظ کان ڪائنات جي هر شيءِ پنهنجي بقا جي آڌو اڻ پوري ڏسبي آهي، ڇو تہ ڪابہ شيءِ پنهنجو پاڻ باقي ناهي. فنا جي لحاظ کان الله کان سواءِ هر شيءِ فاني نظر ايندي آهي. بهرحال هو ڪائنات کان ڦري ويندو آهي. ان ڪري پيغمبر ﷺ جن دعا ۾ فرمايو آهي: اللهم ارنا الاشياء ڪماهي. "اي مولىٰ! اسان کي هر شيءِ ان جي اصلي روپ ۾ ڏيکار". اها معنىٰ الله جي انهيءَ فرمان مطابق آهي: فاعتبروا يا اولي الابصار. "اي اکين وارا! عبرت حاصل ڪريو." اهو سڀ صحو کان سواءِ ٿي نہ سگهندو. سڪر وارا هن کان بلڪل محروم آهن. حضرت موسىٰ عليه السلام سڪر جي حالت ۾ هو. هڪ جلوي جو تاب سهي نہ سگهيو ۽ بيهوش ٿي ويو. اسان جا رسول ڪريم ﷺ جن صحو جي حالت ۾ هئا. مڪي کان قاب قوسين تائين تجلين ۾ هوشيار ۽ بيدار رهيا. الله بهتر ڄاڻي ٿو.

شربت الراح ڪاساً بعد ڪا سٍ فما نفد الشراب و ما رويت

"مون پيالي تي پيالو پيتو، نہ شراب گهٽ ٿيو ۽ نہ مون ڍءُ ڪيو".

منهنجي طريقت جو پير، جنيدي مڪتب سان واسطو رکندو هو. ان چيو، تہ سڪر ٻارن جو کيل آهي ۽ صحو مردن جي جنگ جو ميدان آهي. مان بہ سندس پيروي ۾ چوان ٿو تہ سڪر واري حال جو ڪمال صحو آهي. صحو جو سڀ کان هيٺيون درجو انسان جي بيوسي جو ادراڪ آهي، تنهنڪري جيڪو صحو ظاهر ۾ آفت معلوم ٿئي، اهو اُن سڪر کان بهتر آهي، جيڪو سربسر آفت آهي. حضرت ابوعثمان مغربي لاءِ مشهور آهي، تہ منڍ ۾ ويهہ سال بيابانن ۾ اڪيلو رهيو، جتي هن انسان جو آواز بہ نہ ٻڌو. اتي سندس جسم ڳري ويو ۽ اکيون ڏرا ڏئي ويون ۽ ٽاٽ سبڻ واري سُوئي جي ٽنگ وانگر وڃي ٿيون. انساني شڪل شباهت بدلجي وئي. ويهن سالن کان پوءِ انساني صحبت جو حڪم مليس. دل ۾ سوچيائين، تہ ان جي ابتدا الله وارن ۽ خدا جي گهر (ڪعبي) جي مجاورن سان ڪرڻ گهرجي. ان ڪري مڪي شريف جو ارادو ڪيائين. مشائخن کي روحاني طور تي ان جي اچڻ جي خبر پئجي وئي. استقبال لاءِ نڪتا. ڏٺائون تہ سندس صورت بدلجي چڪي هئي ۽ پيدائشي قوتن ۾ ذري جي سگهہ بہ ڪانہ هئي. مشائخن هن کان پڇيو: تو ويهہ سال ڪيئن گذاريا آهن؟ آدم ۽ ان جي اولاد حيرت ۾ آهي. ٻڌاءِ تون ڇو وئين، ڇا ڏٺئي، ڇا حاصل ڪيئي؟ ۽ هاڻي واپس ڇو آئين؟ فرمايائين: سڪر جي حالت ۾ نڪري ويو هئس. سڪر جي آفت جي آفت ڏٺم. نااميدي حاصل ٿي ۽ عاجزي ٻڌجي واپس اچڻو پيو. مشائخن چيو: مرحبا! توکان پوءِ سڪر ۽ صحو جي فرق تي گفتگو ڪرڻ حرام آهي. تو معاملو صاف ڪري ڇڏيو ۽ سڪر جي آفت کي نروار ڪري ڇڏيوَ.

سڪر اصل ۾ پنهنجي ذات جي فنا جو غلط احساس ٿيندو آهي. ان ۾ بشري حالتون بہ موجود هونديون آهن. اهو هڪ حجاب آهي. ان جي ابتڙ صحو بقا جو ديدار هوندو آهي، جتي بشري صفتون ختم ٿي وينديون آهن. اهو سراسر غلط

آهي، تہ مکر فنا جي ويجهو آهي. چو تہ سکر صحو جي صفت تي هڪ وڌيڪ صفت آهي ۽ جيستائين انساني صفتون ترقي ڪنديون رهنديون آهن، تيستائين انسان انهن کان بيخبر هوندو آهي. مگر جڏهن انسان بشريت جي صفتن کان دستبردار ٿيندو آهي، تڏهن الله وارن ان جي احوال کي اميد جهڙو سمجهندا آهن. صحو ۽ سکر جو مقصد بہ اهوئي آهي.

ابويزيد متعلق مشهور آهي، ڪيس غلبي جي حالت ۾ يحيىٰ بن معاذ ڪيس خط لکي پڇيو: " تنهنجو ان ماڻهوءَ متعلق ڪهڙو خيال آهي، جيڪو محبت جي درياءَ مان هڪ قطرو پي سرشار ٿي وڃي؟" ابويزيد پڇيو: تون ان ماڻهوءَ جي باري ۾ ڇا چوندين، جنهن لاءِ سڄو جهان محبت جو شراب ٿي وڃي ۽ هو سڀ پي اُڃايل رهي؟ شراب مستي جو هتيار ۽ هوشياري جو دشمن آهي. سکر کي ان شيءِ جي ضرورت آهي، جيڪا ان جهڙي هجي، يعني شراب، ۽ صحو يعني هوش کي شراب (مستي) سان ڪوبہ واسطو ڪونهي.

سکر جا بہ قسم ٿي سگهن ٿا: هڪڙو مودت جي ڪري، ۽ ٻيو محبت جي ڪري. پهرئين قسم جو سکر نعمت جي ڪري ظاهر ٿيندو آهي ۽ ٻئي قسم جي سکر لاءِ سبب جي ضرورت نہ هوندي آهي. اهو نعمت عطا ڪندڙ جي مهربانيءَ سان پيدا ٿيندو آهي. نعمت تي نظر رکڻ وارو پنهنجي شخصي لحاظ سان ڏسندو آهي، مگر نعمت عطا ڪندڙ (منعم) کي نظر ۾ رکڻ وارو نعمت عطا ڪندڙ ۾ گم ٿي ويندو آهي ۽ پنهنجي ذات کي وساري ڇڏيندو آهي، جڏهن تہ سکر وارو رهي بہ صحو وارو ٿيندو آهي.

صحو جا بہ قسم ٿي سگهن ٿا: هڪڙو غفلت جي ڪري، ۽ ٻيو محبت جي ڪري. پهريون قسم وڏي ۾ وڏو حجاب ۽ ٻئي قسم ۾ عين مشاهدو آهي. غفلت وارو فقط سکر هوندو آهي، جيڪو صحو محبت کان ٿيندو آهي، اهوسکر کان گهٽ نہ هوندو آهي. اصليت قابو هوندي آهي، تنهنڪري صحو ۽ سکر ۾ فرق نہ رهندو آهي. جيڪڏهن اصليت قابو نہ رهي، تہ ٻيئي بيڪار آهن. طريقت جي سالڪن جي راهہ ۾ سکر ۽ صحو ٻيئي اختلاف جي ڪري آهن. جڏهن حقيقت جو بادشاهہ ظاهر ٿيندو آهي، تڏهن ٻيئي شيون طُفيلي بڻجي وينديون آهن. ٻنهي جون حدون هڪ ٻئي سان ملنديون آهن. هڪڙي جو منڍ ٻئي جي پڇاڙي هوندو آهي. منڍ ۽ پڇاڙي ٻنهي جي وچ ۾ فرق ظاهر ڪندا آهن. اهو فرق صرف هڪ ٻئي جي نسبت جو هوندو آهي. ميلاپ هر تفرقي جو انڪار ڪندو آهي. شاعر جي قول موجب:

اذا طلع الصباح بنحم راح تساوي فيه سکران وصاح

"جڏهن پيالي جو سج اُڀرندو آهي، تڏهن مست ۽ هوشيار جو فرق نہ رهندو آهي".

سرخس ۾ طريقت جا بہ پيرَ لقمان ۽ ابوالنضل رهندا هئا. هڪ ڏينهن لقمان ابوالفضل وٽ آيو ۽ ڏٺائين تہ هو هڪ مسودو (ڪتاب جو خاڪو) سامهون رکي پڙهي رهيو هو. پڇيائين: "اي ابوالفضل! انهيءَ ڪاغذ ۾ ڇا ڳولهي رهيو آهين؟" هن جواب ڏنو: "اهو جيڪو تون ڪاغذ کان سواءِ ڳولي رهيو آهين". لقمان چيو: پوءِ هي فرقي بندي ڇا جي آهي؟" جواب ڏنائين: "اها فرقي بندي توکي پنهنجي سوال جي ڪري نظر اچي رهي آهي. سکر مان نڪري صحو ۾ اچ ۽ پوءِ صحو کي بہ ڇڏي ڏي تہ اهو تفرقو ختم ٿي ويندو ۽ معلوم ٿي ويندو تہ مان ۽ تون ڇا ڳولي رهيا آهيون؟"

اهو تصوف جي طيفوريہ ۽ جنيديہ مڪتبن جو فرق هو، جيڪو مون بيان ڪيو. معاملت ۾ يزيد ترڪ صحبت ۾ گوشہ نشيني جو قائل هو ۽ پنهنجن مريدن کي بہ اها ئي هدايت ڪندو هو. جيڪڏهن هٿ اچي وڃي تہ اهو طريقو سراهہ جهڙو آهي.

## 4- جنيديہ

هن مڪتب جا ماڻهوابوالقاسم جنيد بن محمد جا پوئلڳ آهن. حضرت جنيد پنهنجي زماني ۾ طائوس العلماءَ (عالمن ۾ مور) مشهور هوندو هو. هو هن جماعت جو سردار ۽ امامن جو امام هو. سندس تعليم صحو واري آهي. طيفوريہ مڪتب جي ابتڙ آهي، جيڪي سکر جا قائل آهن. جنيدي مڪتب وڌ ۾ وڌ مقبول ۽ مشهور ليکيو ويندو آهي. سڀ مشائخ اهو عقيدو رکندا آهن. ان هوندي بہ ظاهر ۾ سندن قول گهڻي قدر مختلف آهن. مون ڊيگهہ جي خوف کان

اختصار کان ڪم ورتو آهي. جيڪڏهن پڙهندڙن کي هن کان وڌيڪ ضرورت هجي تہ ڪو بيو ڪتاب ڏسي سگهن ٿا.

حڪايتن ۾ آيو آهي، تہ جڏهن حسين بن منصور حال جي غلبي هيٺ عمر بن عثمان کي ڇڏي جنيد رحہ وٽ آيو، تہ هن کان پڇيو: "ڇو آيو آهين؟" هن چيو تہ صحبت جي فيض لاءِ. فرمايائين: چرين جو اسان وٽ ڪو ڪم ڪونهي. مجلس لاءِ صحت جي ضرورت آهي. توکي صحت حاصل ٿئي تہ تون اهو ڪم ڪندين جيڪو سهل بن عبدالله تستري ۽ عمرو سان ڪيئي. حسين بن منصور چيو: ايها الشيخ الصحو والسكر صفتان للعبد و ما دام العبد محجو با عن ربہ حتيٰ فني اوصافه. "اي مرشد! سڪر ۽ صحو ٻہ انساني صفتون آهن. جيستائين اهي فنا نہ ٿينديون، انسان الله تعاليٰ کان پردي ۾ رهندو". جنيد رحہ چيو: يا ابن منصور اخطات في الصحو في السكر. "اي منصور جا پٽ! تون غلط ڇئي رهيو آهين. صحو الله تعاليٰ جي آڏو حال جي صحت جو نالو آهي ۽ سڪر گهڻي شوق ۽ محبت جي شدت جو نالو آهي. اهي ٻئي شيون انساني صفتن ۾ شامل نہ آهن ۽ ڪوشش سان حاصل ٿي نہ سگهنديون. تنهنجو ڪلام اجايو ۽ معنيٰ کان سواءِ آهي". الله بهتر ٿو ڄاڻي.

## 5- نوريہ

نوري مڪتب وارا ابوالحسن احمد بن محمد نوري جا پوئلڳ آهن. جيڪو تصوف جي عالمن ۾ مشهور ۽ معروف سردار هو. سندس تعريفون روشن ۽ دليل پختا آهن. سندس تصوف جو مڪتب ساراهيل آهي. هو تصوف ڪي فقر کان پلو سمجهندو هو. سندس فڪر جي مڪتب جي خاص ۽ قيمتي شيءِ هيءَ آهي تہ مجلس ۾ صحبتي جي حق کي بهتر ڄاڻڻ گهرجي. هو ايثار کان سواءِ مجلس کي حرام سمجهندو هو. ۽ چوندو هو تہ مجلس درويشن تي فرض آهي، ۽ گوشہ نشيني گرفت جهڙي آهي، پر مجلس ۾ ايثار جو هجڻ فرض جي حيثيت رکندڙ آهي. سندس قول آهي: ايا ڪم و العـزلـة فـان العـزلة مقـارنـةُ الشيطان و عليكم بالصحبة فـانَ فـِي الصُحبـَة رِضـاء الرحمنِ. "اڪيلائپ کان پرهيز ڪريو، ڇو تہ اها ابليس سان هم نشيني آهي. مجلس کي لازم سمجهو، ڇو تہ ان ۾ خدا تعاليٰ جي خوشنودي آهي".

هاڻي مان ايثار جي حقيقت جي سمجهاڻي ڏيندس. مجلس ۽ اڪيلائپ واري باب ۾ ان باري ۾ ڪجهہ رمزون ٻڌائيندس، تہ جيئن سڀ فائدو وٺي سگهن. انشاءُ الله عزوجل.

## ايثار

الله تعاليٰ فرمايو آهي: وَيـُوثِرُونَ عليٰ اَنـفُـسِـهِمِ ولَـوكَـانَ بِـهِمِ خَـصَـاصَـة. "ڪنهن بہ سامان نہ هجڻ جي باوجود هو بين کي پاڻ کان وڌيڪ ٿا سمجهن". اها آيت خاص طور تي غريب اصحابن سڳورن جي شان ۾ لـٿي آهي. اهي پاڻ محتاج هوندا هئا، تڏهن بہ ايثار ڪندا هئا. ايثار جي حقيقي معنيٰ هي آهي (پاڻ سان) مجلس ڪندڙ جو حق تسليم ڪيو وڃي، ۽ پنهنجي مطلب کي دوست کان هيٺ رکيو وڃي، ۽ تڪليف سهي بہ هن جي خوشي پوري ڪئي وڃي. ايثار بين جي مدد ڪرڻ جو نالو آهي ۽ ان جي حڪم جي تعميل ڪرڻي آهي. جيڪو الله تعاليٰ پيغمبر ﷺ جن کي ڏنو: خُـذِ العفو و امُر بالمعروف و اَعـرِض عـَنِ الجاهلِيَن. "معاف ڪيو، امر معروف جو حڪم ڏيو ۽ جاهلن کان ڏور رهو". ايثار جون ٻہ صورتون آهن: هڪڙو مجلس جو ايثار ۽ ٻيون محبت جو ايثار. مجلس واري سان ايثار جي ڪوشش تڪلف گهرندي آهي، مگر محبوب سان ايثار سراسر خوشي هوندو آهي.

چون ٿا تہ غلام الخليل صوفين تي سختي ڪئي ۽ هر هڪ کي پنهنجي ظلم جو نشانو بڻايو، تہ حضرت نوري، رقام ۽ ابوحمزه گرفتار ٿي خلافت جي دربار ۾ پيش ٿيا. غلام الخليل الزام هنيو، تہ اهي ماڻهو بي دينن ۾ شامل آهن ۽ انهن جا ليڊر آهن. انهن کي قتل ڪيو ويندو، تہ بي ديني جي پاڙ پٽجي ويندي. جيڪو هي چڱو ڪم پورو ڪندو مان ان لاءِ اَجر عظيم جو ضامن آهيان. خليفي يڪدم انهن کي قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنو. جلاد سيني جا هٿ ٻڌا ۽ تلوار ڪڍي رقام ڏانهن وڌيو. نوري يڪدم ڪلندو رقام جي جاءِ تي پهچي ويو. ماڻهو حيران هئا. جلاد پڇيو: اي جوان مرد! هي تلوار اهڙي شيءِ

ناهي جو تون كلندو هن جي وار هيٺان اچين. اجا تنهنجو وارو بہ نہ آيو آهي. نوري جواب ڏنو: "منهنجو مسلڪ ايثار (قرباني) آهي. دنيا ۾ پياري ۾ پياري شيءِ زندگي آهي ۽ مان چاهيان ٿو تہ باقي بچيل ڪجهہ دمَ ياٽرن جي ڪم اچي وڃن. مان سمجهان ٿو تہ هن دنيا جي زندگي جي هڪڙي گهڙي، ٻي دنيا جي هزار سالن کان سٺي آهي، ڇو تہ هتي خدمت جو مقام آهي، هوءَ دنيا ويجهڙائي جي مقام ۽ خدمت جي ويجهڙائي سان حاصل ٿيندي آهي. قاصد خليفي کي اها ڳالهہ ٻڌائي ۽ هو نوريءَ جي ڪلام جي نرمي ۽ نزاڪت کان حيرت ۾ پئجي ويو. مٿس اهڙو اثر ٿيو جو سندس قتل جو حڪم رد ڪيائين ۽ اهو معاملو تحقيق لاءِ قاضيءَ جي حوالي ڪيائين. قاضي القضاة (چيف جسٽس) ابوالعباس بن علي سيني کي پنهنجي گهر وٺي ويو. شرعيت ۽ طريقت متعلق انهن کان سوال پڇيائين. سيني کي هر لحاظ کان ڪامل ڄاتائين ۽ پنهنجي غفلت تي شرمسار ٿيو. نوري چيو: "اي قاضي صاحب! اوهان جو ڪجهہ پڇيو اهو نہ پڇڻ جي برابر آهي. خدا تعاليٰ جن کي بزرگي عطا ڪندو آهي، اهي خدا لاءِ ڪائيندا ۽ خدا لاءِ پيئندا آهن. ان لاءِ ويهندا ۽ ان لاءِ ڳالهائيندا آهن. انهن جي ڇُرپر ۽ هر شيءِ ان لاءِ هوندي آهي. هو سندس مشاهدي ۾ رهندا آهن. جيڪڏهن هڪ گهڙي لاءِ مشاهدي کان محروم ٿين تہ جيڪر بيقرار ٿي وڃن". قاضي ڏاڍو حيران ٿيو ۽ خليفي کي لکيائين، تہ جيڪڏهن اهي ماڻهو ملحد (بي دين) آهن تہ پوءِ دنيا ۾ ڪوبہ موحد ڪونهي. خليفي سيني کي درٻار ۾ گهرايو ۽ چيو: ڪنهن شيءِ جي ضرورت هجي تہ گُهرو. سيني چيو: "فقط هڪ شيءِ جي ضرورت آهي ۽ اها آهي تہ اسان کي وساري ڇڏيو. نہ پنهنجي ويجهڙائي ۾ رکو نہ وري درگاهہ مان تڙيل سمجهو. ڇو تہ اسان لاءِ اوهان جي ويجهڙائي ۽ دوري هڪ جهڙيون آهن". خليفي اکين ۾ پاڻي آندو ۽ هنن کي عزت ۽ آبرو سان آزاد ڪيائين.

نافع جي روايت آهي، تہ هڪ ڏينهن ابن عمرو کي مڇي جي خواهش ٿي. سڄي شهر ۾ ڳولا ڪئي وئي، مگر هٿ نہ آئي. ڪيترن ڏينهن بعد مون کي هٿ آئي. مون ڪباب ٺاهي پيش ڪيو. مڇيءَ کي ڏسي عمرو ڏاڍو خوش ٿيو. ان وقت دروازي تي ڪو سائل آيو. حڪم ڪيائين، تہ اها مڇي سائل کي ڏيو. غلام چيو: حضور، ايترن ڏينهن کان پوءِ مڇي هٿ آئي آهي، اها ڇو ڏئي رهيا آهيو؟ ان جي بدران سائل کي ڪا ٻي شيءِ ڏيون. چيائين: نہ. اها مون تي حرام آهي ۽ منهنجي دل تان لهي چڪي آهي. مون پيغمبر ﷺ جن کان ٻڌو آهي: ايما امري يشتهي شهوت فرد شهوت و آثر عليٰ نفسہ غفرلہ. "جنهن ڪنهن شيءِ جي آرزو ڪئي ۽ اها ڪيس هٿ آئي پر هن ڪنهن ٻئي جي خواهش کي پنهنجي خواهش کان مٿي سمجهي اها شيءِ ان کي ڏئي ڇڏي تہ اهو يقين سان بخشش جي لائق آهي".

چون ٿا، تہ ڏهہ درويش هڪ بيابان ۾ سفر ڪري رهيا هئا. مٿن اُڃ جو غلبو ٿيو. پاڻي جو فقط هڪ پيالو هو. اهو هڪ ٻئي تان قربان (ايثار) ڪندا رهيا ۽ ڪنهن بہ پاڻي نہ پيتو. انهن مان نَوَ ڄڻا مري ويا. ڏهين جڏهن ڏٺو، تہ هو اڪيلو آهي، تڏهن اهو پيالو پيتائين ۽ سلامتي سان واپس اچي ويو. ڪنهن ڪِيس چيو: "بهتر اهو هو تہ تون بہ نہ پئين ها". درويش جواب ڏنو:" توهان شرعيت کان بيخبر آهيو. جيڪڏهن مان نہ پيان ها، تہ خودڪشيءَ جو ڏوهي ٿيان ها ۽ عذاب ۾ گرفتار ٿيان ها". ان ماڻهو وري پڇيو: ان جو مطلب اهو ٿيو تہ انهن نَوَن درويشن خودڪشي ڪئي؟ درويش ٻڌايو: "هرگز نہ. هو هڪ ٻئي لاءِ ايثار ڪري رهيا هئا. مان جڏهن اڪيلو بچيس شرعيت موجب پاڻي پيئڻ مون تي فرض ٿي ويو".

جڏهن حضرت علي ڪرم الله وجهہ حضور ﷺ جن جي بستر تي ليٽي پيا ۽ حضور ﷺ جن حضرت ابوبڪر رحہ سان گڏجي مڪي شريف مان نڪري غار ۾ آيا، تڏهن مڪي جي ڪافرن حضور ﷺ جن جي قتل جو ارادو ڪيو هو. الله تعاليٰ جبرئيل ۽ ميڪائيل کي چيو: توهان ٻنهي ۾ ڀائيچارو آهي، هڪ جي عمر ٻئي کان وڌي آهي. توهان مان ڪهڙو ٻئي کي وڌيڪ سمجهي موت لاءِ تيار ٿيندو؟ ٻنهي مان ڪوبہ تيار نہ ٿيو. الله تعاليٰ فرمايو: عليءَ جو مقام ڏسو. هن ۽ منهنجي رسول ۾ برادري آهي. قرباني لاءِ جان پيش ڪيائين ۽ زندگي جو ايثار ڪيائين. اوهان ٻئي زمين تي وڃو ۽ دشمن کان سندس حفاظت ڪريو. حڪم موجب ٻئي زمين تي آيا ۽ حضرت علي جي مٿي ۽ پيراندي کان ويهي رهيا. جبرئيل چيو: بخ بخ من مثلڪ يا ابن ابي طالب ان الله تعاليٰ يبا هي بڪ عليٰ ملائڪتہ. "توکي مبارڪ هجي اي ابي طالب جا ٻچڙا!

توسان ڪير برابر ٿي سگهندو. الله تعاليٰ تنهنجي فضيلت فرشتن سان بيان ڪري رهيو آهي ۽ تون مٽي نند ۾ ستو پيو آهين". ان وقت هي آيت سندس شان ۾ نازل ٿي: وَمِنَ النَّاسِ مَن يَشْرِي نَفْسَهُ ابْتِغَاءَ مَرْضَاتِ اللهِ وَ اللهُ رَئُوفٌ بِالْعِبَادِ. ماڻهن مان ڪي اهڙا آهن جيڪي خدا جي خوشنودي لاءِ پنهنجي جان جو سودو ڪندا آهن. ۽ الله تعاليٰ ٻانهن تي مهربان آهي.

جڏهن احد واري اسلامي جنگ (غزوه) ۾ مومنن جي آزمائش ٿي رهي هئي ته انصارن جي صالح عورتن مان هڪڙي ارادو ڪيو ته پاڻ جنگ جي ميدان ۾ وڃي سرفروش مجاهدن کي پاڻي پياري. هڪڙو صحابي زخمن کان چور ٿي مري رهيو هو. هن پاڻي گهريو. جڏهن ڪيس پاڻي ڏنو پئي ويو ته هڪ ٻئي زخمي چيو: اهو پاڻي مون کي ڏيو. پهرئين زخمي پاڻي پيئڻ کان انڪار ڪيو ۽ چيائين: اهو پاڻي ٻئي کي ڏيو. جڏهن هوءَ پاڻي کڻي ٻئي زخميءَ ڏانهن وئي ته ٽئين پاڻي جي گهر ڪئي. ٻئي به پاڻي نه پيتو ۽ چيو: اهو ٽئين زخمي کي وڃي ڏيو. اهڙيءَ طرح زخمين کي پاڻي پيش ٿيندو رهيو. نيٺ ستين زخمي پاڻي پيئڻ چاهيو ۽ مري ويو. واپس ٿي ته باقي ڇهه به مري ويا. ان وقت هي آيت نازل ٿي: وَيُوثِرُونَ عَلٰى اَنْفُسِهِمْ وَلَوْ كَانَ بِهِمْ خَصَاصَة. هو پنهنجي بي سروساماني جي باوجود ٻين کي پاڻ تي ترجيح ڏيندا آهن.

بني اسرائيل ۾ هڪ عابد (عبادت ڪندڙ) چار سوءِ سالن تائين عبادت ڪندو رهيو. هڪ ڏينهن سندس زبان مان نڪري ويو: "اي منهنجا موليٰ! جيڪڏهن تون جبل نه بڻائين ها ته تنهنجن ٻانهن لاءِ سير ۽ سفر سهنجو ٿي پوي ها". وقت جي پيغمبر کي حڪم ٿيو. ته انهيءَ عابد کي چئو ته خدائي ۾ دخل ڏيڻ تنهنجو ڪم ناهي. هن دخل ڏيڻ جي خيال جو ڏوهه ڪيو آهي. تنهنڪري اسان سندس نالو نيڪ ٻانهن جي لسٽ مان ڪڍي ڇڏيو آهي ۽ شقي ماڻهن جي لسٽ ۾ داخل ڪري ڇڏيو آهي. عابد جي دل باغ باغ ٿي وئي ۽ شڪر جو سجدو ڏنائين. وقت جي پيغمبر چيو: شڪر جو سجدو واجب ناهي. عابد جواب ڏنو: منهنجو سجدو شقي بڻجڻ جي ڪري ناهي. پر مون کي ان ڳالهه جي خوشي آهي جو نيٺ منهنجو نالو ڪنهن نه ڪنهن لسٽ ۾ موجود ته آهي. پوءِ چيائين: منهنجو هڪ عرض آهي. پيغمبر پڇيو: "ڪهڙو؟" هن چيو: اوهان خدا تعاليٰ کي عرض ڪيو ته جيڪڏهن مون لاءِ جهنم آهي ته سڄو جهنم منهنجي مقدر ۾ لکيو وڃي ته جيئن ڪنهن موحد گنهگار لاءِ جڳهه باقي نه بچي ۽ مون کان سواءِ سڀ بهشت ۾ هليا وڃن. خدا جو حڪم آيو: هن ٻانهي کي چئو ته اهو فقط امتحان هو. ڌڪار نظر ۾ نه هئي. تون دنيا ۽ آخرت ۾ جنهن جي به شفاعت ڪندين، اهو بهشت ۾ ويندو.

مون احمد بن حماد سرخسي کان پڇيو: "اوهان جي توبهه جي ابتدا ڪيئن ٿي هئي؟" فرمايائين: "مان سرخس جي جهنگ ۾ اُٺ چاريندو هئس. هڪ رات جهنگ ۾ رهي پيس. منهنجي هميشه اها خواهش هوندي هئي ته جيڪر بکيو رهان ۽ پنهنجو حصو ٻين کي ڏيان. منهنجي آڏو جو اهو فرمان هوندو هو. وَ يُوثِرُونَ عَلٰى اَنْفُسِهِمْ وَلَوْكَانَ بِهِمْ خَصَاصَة. "هو پنهنجي بي سرو سامانيءَ جي باوجود ٻين کي پاڻ تي ترجيح ڏيندا آهن". مون کي طريقت وارن سان عقيدت هئي. هڪ ڏينهن هڪ بکيو شينهن آيو ۽ منهنجو اُٺ ماري وڌائين. ان کان پوءِ هڪ مٿانهين جاءِ تي چڙهي ويو ۽ زور سان گجگوڙ ڪيائين. جهنگ جا چيرينڌڙ جانور سندس آواز ٻڌي اچي گڏ ٿيا. شينهن هيٺ لهي اچي اُٺ کي ٽڪر ٽڪر ڪيو. سيني چيرينڌڙ جانور سندس آواز ٻڌي پيٽ پري ڪاڌو. جڏهن اهي سڀ هليا ويا ته شينهن به ڪجهه کائڻ جو ارادو ڪيو. ان وقت هڪ منڊي لومڙي پري کان ڏسڻ آئي. شينهن وري مٿي چڙهي ويو. لومڙي بي خوف ٿي ڪجهه ڪاڌو ۽ واپس هلي وئي. شينهن وري به هيٺ لهي، ڪجهه به ڪاڌو. مون سڀ ڪجهه ڏٺو. واپس موٽڻ وقت شينهن چٽي ۽ صاف زبان ۾ چيو. اي احمد! گرهه جو ايثار ڪتن جو ڪم آهي. همت وارا مرد جان ۽ زندگي جو ايثار ڪندا آهن . اهو چٽو دليل ڏسي مون سڀ ڪجهه ترڪ ڪري ڇڏيو. اهو منهنجي توبهه جو منڍ هو.

ابوجعفر بيان ٿو ڪري: "هڪ ڏينهن ابوالحسن نوري اڪيلائپ ۾ مناجات ڪري رهيو هو. مون دل ۾ چيو. ته ڪن ويجهو ڪري ٻڌان. مناجات ۾ زبان جي وڏي صفائي (فصاحت) هئي. چئي رهيو هو: اي منهنجا موليٰ! ڇا تون جهنم وارن کي عذاب ڏيندين؟ ساري مخلوق تنهنجي آهي. تنهنجي قديم علم. قدرت. ۽ ارادي سان وجود ۾ آئي آهي. جيڪڏهن

جهنم کي پرٽو آهي، ته تنهنجي ڪامل قدرت کان پري نه آهي، ته فقط منهنجي وجود سان سارو جهنم ۽ ان جا طبقا پري ڇڏين ۽ بين سيني کي بهشت ۾ موڪلي ڏئين". ابوجعفر چيو: مون کي ڏاڍي حيرت لڳي. ان رات خواب ۾ غيبي آواز سان مون کي حڪم ٿيو ته ابوالحسن نوريءَ کي خوشخبري ڏي، ڪيس انهيءَ شفقت ۽ احترام جي صدقي بخشيو ويو آهي، جيڪو سندس دل ۾ خدا جي ٻانهن لاءِ موجود آهي.

ابوالحسن نوري رحه کي نوري ان لاءِ سڏيو ويندو آهي، جو هو جڏهن ڳالهائيندو هو تڏهن اونده واري گهر ۾ نور پکڙجي ويندو هو. انهي الله جي نور جي وسيلي مريدن جي رازن کان واقف ٿي ويندو هو. اهوئي سبب آهي جو جنيد رحه کيس جاسوسي القلب سڏيندو هو. سندس تصوف جي مڪتب جي اها خصوصيت هئي، بصيرت وارن لاءِ ان جو بنياد مضبوط ۽ تعظيم وارو آهي.

روحاني قرباني ۽ پنهنجي محبت جي مقصد تان هٿ کڻڻ کان مشڪل ٻيو ڪوبه ڪم ڪونهي. الله تعاليٰ سيني خوبين جو ڪنجي برداران کي ڪيو آهي، جيڪو پنهنجون پياري ۾ پياريون شيون ٻين لاءِ قربان ڪري. الله جو فرمان آهي. لن تنالوا البر حتيٰ تنفقوا مما تحبون. "اوهان تيستائين نيڪي حاصل ڪري نٿا سگهو، جيستائين پنهنجون پياريون شيون خدا جي راه ۾ خرچ ڪريو". جو ماڻهو پنهنجي جان قربان ڪري ٿو، ان جي نظر ۾ مال، حال، لباس، ۽ طعام جي ڪهڙي حيثيت آهي؟ اهو طريقت جو بنياد آهي.

هڪ ماڻهو رويم رحه وٽ آيو ۽ وصيت لاءِ عرض ڪيائين. رويم رحه چيو: پُٽ! اهو ڪم جان قربان ڪرڻ کان سواءِ ڪجهه به نه آهي. جيڪڏهن همٿ ناهي ته پوءِ صوفين جي اجاين ڳالهين ۾ پاڻ کي نه ڦاساءِ. ان کان سواءِ جو ڪجهه آهي، اهو واهيات آهي.

الله تعاليٰ جو فرمان آهي: لاتحسبن الذين قتلوا في سبيل الله امواتا بل احياءٌ عند ربهم يرزقون. "جيڪي ماڻهو الله جي راه ۾ قتل ٿيا آهن، تن کي مئل نه سمجهو، اهي جيئرا آهن ۽ انهن کي الله رزق پهچائي ٿو". ٻئي هنڌ فرمايو آهي. ولا تقولوا لمن يقتل في سبيل الله بل احياءٌ." جيڪي الله جي راه ۾ قتل ٿيا آهن، تن کي مئل نه سڏيو. هو جيئرا آهن". جان قربان ڪرڻ، پنهنجو حصو ڇڏڻ ۽ الله جي دوستن جي پيروي ڪرڻ سان ٿي دائمي قرب حاصل ٿيندو آهي. جيڪڏهن الله کان دوري آهي ته پوءِ ايثار ۽ اختيار تفرقو آهي. الله جي ويجهڙائي حاصل آهي ته پوءِ ايثار سچو ايثار آهي ۽ پنهنجي نصيب تان هٿ کڻڻ به اصل ۾ پنهنجو نصيب آهي. جيستائين طالب جي هلت اڪتسابي ڪوشش تائين محدود آهي، تيستائين اها سندس هلاڪت جو سبب هوندي آهي. حقيقي جذب جي حالت ۾ سندس سمورا ڪم هيڻ مٽي ٿي ويندا آهن، ۽ ظاهر ڪرڻ جي مجال نه ٿيندي آهي، نه ڪيس ڪو ڪم ڏئي سگهبو آهي، ۽ ان کي سمجهائي سگهبو آهي، ۽ نه وري ڪيس ڪنهن شيءِ ڏانهن نسبت ڏئي سگهبي آهي. حضرت شبلي جي قول موجب: غبت عـنّي فما أحـس بنفسي. وتلاشت صفاتي الموصوفة فَانا ليوم غائب عن جميع. ليس الا العبارة الملهوفة. "تون مون کان دُور ٿئين. مون کي پنهنجي خبر نه رهي. منهنجون صفتون فنا ٿينديون رهيون. اڄ مان هر شيءِ کان محروم آهيان. مجبوري جي اظهار کان سواءِ مون وٽ ڪجهه به ڪونهي".

## 6- سهيليه

هن مڪتب جا ماڻهو حضرت سهيل تستري جا پوئلڳ آهن. هو هڪ بزرگ ۽ احترام وارو صوفي ٿي گذريو آهي. هن جو اڳ ۾ به بيان ٿي چڪو آهي. هو پنهنجي وقت جو بادشاهه هو، ۽ طريقت ۾ بڌ- چوڙ جو مالڪ هو. سندس ڪيئي ڪرامتون مشهور آهن، جن کي عقل سمجهي نه سگهندو. هن جو طريقو اجتهاد، نفس جو مجاهدو، ۽ رياضت هو. پنهنجن مريدن کي مجاهدي سان ڪمال تي پهچائي ڇڏيندو هو. مشهور آهي ته پنهنجي هڪ مريد کي حڪم ڏنائين، ته سارو ڏينهن " الله الله " ڪندو رهي. ٻئي ۽ ٽئين ڏينهن به اهو حڪم ڏنائين. پوءِ چيائين ته راتيون به (ذڪر ۾) شامل ڪيون وڃن. مريد حڪم جي تعميل ڪئي، ايتري قدر جو هو سمهندي به الله الله جو ذڪر جاري رکڻ لڳو. ان کان پوءِ حڪم

ڏنائين: "هاڻي ظاهري ذڪر ڇڏي ڏي ۽ صرف ياد رک". نتيجو اهو نڪتو جو مريد سراسر ذڪر بڻجي ويو. هڪ ڏينهن پنهنجي گهر ويٺو هو تہ هڪ ڪاٺي ڪري سندس مٿي تي لڳي، رت وهڻ لڳو، مگر رت جو جيڪو ڦڙو زمين تي ڪريو پئي، اهو الله جو لفظ بڻجي ٿي ويو. سهيلي مڪتب موجب مريدن جي سڪيا مجاهدي ۽ رياضت سان ڏني ويندي هئي. سندس سڪيا ۾ درويشن جي خدمت، حمدونين جي طريقي جو احترام ۽ جنيدي طريقي موجب باطن جو مراقبو بہ شامل هو.

مجاهدو ۽ رياضت اصل ۾ نفس جي خلاف هلڻ جو نالو آهي. رياضت ۽ مجاهدي ڪي ڪا اهميت ناهي، جيستائين نفس جي معرفت حاصل نہ ٿئي. هاڻي مان نفس جي معرفت ۽ ان جي حقيقت جو بيان ڪندس. ان ڪان پوءِ مجاهدن جون مختلف صورتون ۽ انهن جا حڪم لکندس تہ طالب ڪي پوريءَ طرح علم حاصل ٿئي توفيق الله تعاليٰ جي طرف کان آهي.

## نفس جي حقيقت ۽ هوا جي معنيٰ

نفس جي لغوي معنيٰ ڪنهن شيءِ جي حقيقت ۽ اصليت آهي. عام زبان ۾ هي لفظ ڪيترين ئي مختلف معنائن ۾ استعمال ٿيندو آهي، مثلاً: روح، انسانيت، جسم، خون وغيره. صوفين وٽ انهن مان ڪابہ نفس جي معنيٰ نيڪ ناهي. ان ڳالهہ تي اتفاق اٿن تہ نفس شر جو پتلو ۽ برائيءَ جو رهبر آهي. هڪ جماعت جو خيال آهي تہ نفس بدن ۾ روح وانگر هڪ امانت آهي. ٻي جماعت جو چوڻ آهي تہ نفس انساني خاڪي جي هڪ صفت آهي، جيئن زندگي. اهو بہ سڀ مڃن ٿا تہ بُرن لڇڻن ۽ خراب خيالن جو سبب نفس آهي. خراب خيالن جون بہ صورتون آهن: هڪ گناهہ ۽ ٻيو بُرا لڇڻ. مثلاً: غرور، حسد، بخل، ڪينو، ڪاوڙ وغيره، جيڪي شرعي ۽ عقلي طرح ڌڪاريل آهن. اهي شيون رياضت سان دور ٿي سگهنديون آهن، جيئن توبهہ سان گناهہ. گناهہ ظاهري صفتن ۾ شامل آهي ۽ مٿي ذڪر ڪيل خراب شيون باطني حيثيت رکنڌڙ آهن. اهڙيءَ طرح رياضت ظاهري ڪمن ۾ شامل آهي ۽ توبهہ هڪ باطني صفت آهي. باطني بُرايون ظاهري وصفن کان پاڪ ٿي وينديون آهن ۽ ظاهري گناهہ باطني صفت يعني توبهہ سان دور ٿي وينديون آهن. انساني قالب ۾ نفس ۽ روح ٻئي نهايت نازڪ شيون آهن. اهي اهڙيءَ طرح موجود آهن، جهڙيءَ طرح ڪائنات ۾ شيطان، ملائڪ، بهشت ۽ دوزخ، پر هڪ شر جي جاءِ آهي ۽ ٻي خير جي. جيئن اک نظر جي، ڪن ٻڌڻ جي ۽ زبان سواد جي يا ٻيون صفتون يعني جوهر ۽ عرض، جيڪي انساني طبعيت کي عطا ٿيل آهن.

نفس جي خلاف هلڻ سڀني عادتن کان مٿي آهي ۽ سڀني مجاهدن جي ڪمال جو نُڪتو آهي. نفس جي مخالفت کان سواءِ الله جي راهہ هٿ نہ ايندي آهي. نفس سان موافق رهڻ هلاڪت جو سبب ۽ ان جي مخالفت ڪرڻ ڇوٽڪاري جو سبب آهي. الله تعاليٰ نفس جي مخالفت جو حڪم ڏنو آهي. نفس جي مخالفن جي تعريف ۽ ساٿ ڏيڻ وارن جي مذمت ڪئي آهي. فرمان آهي: وَنَـهَى النفس عن الهوا فَـاِن الجنة هِـيَ الماويٰ. "جن نفساني خواهشن کي رد ڪيو، انهن جي جاءِ جنت ۾ آهي". وري فرمايائين: افَـڪُلما جائڪم رسول بما لاتهويٰ انفسڪم استڪبرتم. "جڏهن اوهان وٽ ڪو رسول آيو ۽ توهان جي خواهش مطابق نہ هليو تہ اوهان ان جي خلاف ٿيا ۽ تڪبر سان پيش آيا". حضرت يوسف عليه السلام چيو: وَمَا أبَـرِئُ نفسي اِن النفس الامارة بـالسوءِ الا ما رَحِـمَ رَبي. "مان پنهنجي نفس کي بَـري نٿو سمجهان، ڇو تہ نفس بُـرائي ڏانهن مائل ڪندو آهي، جيستائين منهنجي ربَ جو رحم شامل نہ رهندو آهي". پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: اذا اراد الله بعبد خيرا بصره بعيوب نفسه. "جڏهن الله تعاليٰ ڪي ڪنهن ٻانهي لاءِ چڱائي منظور هوندي آهي، تڏهن ڪيس عيبن کان آگاهہ ڪندو آهي". "آثار نبوي" ۾ آهي، تہ الله تعاليٰ حضرت دائود عليـه السلام ڏانهن وحي موڪليو هو، تہ اي دائود! پنهنجي نفس سان دشمني رک. منهنجي دوستي ان جي دشمنيءَ ۾ آهي.

اهي سڀ وصفون آهن ۽ هر وصف لاءِ موصوف جي ضرورت هوندي آهي، ڇو تہ وصف پنهنجو پاڻ قائم رهي نٿي سگهي. وصف کي سمجهڻ لاءِ پوري قالب کي سمجهڻ جي ضرورت آهي. ان جو طريقو اهو آهي، تہ انساني جبلت ۽ ان جي عجيب حالتن کي سمجهيو وڃي. الله جي طالبن لاءِ اهو ضروري آهي، ڇو تہ پنهنجي ذات کي سمجهڻ وارو ئي ٻئي ڇا سمجهي سگهندو؟ جڏهن انسان کي خدا جي معرفت کي حاصل ڪرڻو آهي، تڏهن اڳ ۾ ڪيس پنهنجي معرفت حاصل ڪرڻ گهرجي،

جيئن پاڻ کي حادث ڏسي، الله تعاليٰ کي قديم سمجهي سگهي، ۽ پنهنجي فنا مان ان جي بقا کي سمجهي سگهي. ان لاءِ قرآن جي نص شاهدي آهي. الله تعاليٰ ڪافرن کي پنهنجي ذات جي جهالت ۾ مبتلا ڪيو ۽ فرمايو: ومن ترغب عن ملت ابراهيم الا من نفسه. "جيڪو پنهنجي نفس کان بي خبر هوندو آهي، اهوئي (حضرت) ابراهيم جي ملت کان منهن موڙيندو آهي". هڪ طريقت جي پيرَ جو فرمان آهي: من جهل نفسه فهو بالغير اجهل. "جيڪو پنهنجي نفس کان بي خبر آهي اهو هر شيءِ کان بي خبر آهي". حضور ﷺ جن فرمايو آهي: من عرف نفسه فقد عرف ربه اي من عرف الفناءِ فقد عرف ربه بالبقاءِ ويقال من عرف نفسه بالذل فقد عرف ربه بالعز ويقال من عرف نفسه بالعبودية فقد عرف ربه بالربوبية. "جنهن پنهنجي نفس کي فاني ڄاتو، تنهن ڄڻ پنهنجي رب کي باقي ڄاتو. ڪي چون ٿا، ته جنهن پاڻ کي حقير (ذڪاريل) ڄاتو، تنهن ڄڻ پنهنجي رب کي عزيز ڄاتو. ڪي چون ٿا، ته جنهن پنهنجي نفس کي ٻانهپ لائق سمجهيو، تنهن ڄڻ خدا جي ربوبيت کي سمجهيو". مطلب ته جيڪو پاڻ کي نٿو سمجهي، اهو ڪنهن به شيءِ کي سمجهڻ جي لائق نه ٿو رهي. سمجهڻ گهرجي، ته هن ڪلام ۾ نفس جي معرفت مان مراد انساني جبلت (انسانيت) جي معرفت آهي. قبلي وارن (مسلمانن) جي هڪ جماعت سمجهي ٿي، ته انسان روح کان سواءِ ڪجهه به ناهي ۽ بدن فقط زره يا هيڪل جي حيثيت ٿو رکي، جيڪو ان مقام ۽ پناهه جي جاءِ آهي، جنهن ۾ هو ڪائنات جي طبعي اثرن کان حفاظت هيٺ رهي ٿو. احساس ۽ عقل سندس صفتون آهن. حقيقت ۾ اهو نظريو غلط آهي، ڇو ته لفظ انسان جي روح جي جدا ٿيڻ کان پوءِ به قائم هوندو آهي. انسان ۾ ساهه هوندو آهي، ته ڪيس جيئرو انسان ۾ ساهه نڪرڻ کان پوءِ مئل انسان سڏيو ويندو آهي. ان ڪانسواءِ ڏاند جي جسم ۾ به جان امانت رکي وئي آهي، مگر انسان ڏاند کي انسان نه چوندا آهيون. جيڪڏهن انسانيت رڳو روح جو نالو هجي ها، ته يقين سان روح وارو (جانور) انسان سڏجي ها. اهو هن نظريي جي غلط هجڻ لاءِ ڪافي دليل آهي. جيڪڏهن چيو وڃي، ته هي لفظ يعني انسان روح ۽ جسم ٻنهي لاءِ آهي. جيستائين ٻئي گڏ آهن. جيڪڏهن هڪ ٻئي کان جدا ٿيا، ته پوءِ هي لفظ نه ايندو، جيئن اڇو ۽ ڪارو ٻئي رنگ گهوڙي ۾ موجود هوندا آهن، ته ڪيس ابلق سڏيندا آهن. جدا جدا هجڻ جي حالت ۾ هڪڙي کي اڇو ۽ ٻئي کي ڪارو سڏيندا آهن. ۽ ابلق جو لفظ ختم ٿي ويندو. حقيقت ۾ اها ڳالهه به غلط آهي، ڇو ته الله تعاليٰ جو فرمان آهي: هل اتيٰ عليٰ الانسان حين من الدهر لم يكن شيئاً مذكوراً. "ڇا انسان تي اهڙو وقت نه گذريو آهي جڏهن هو ذڪر ڪرڻ جي لائق به نه هو؟" هتي انسان جي بي جان مٽي کي انسان جي لفظ سان سڏيو ويو آهي، حالانڪ اڃا تائين منجهس جان به نه پئي هئي.

ٻي جماعت جو چوڻ آهي، ته انسان اهڙي شيءِ آهي، جنهن جو تجزيو ڪري نٿو سگهجي. دل ان جو مقام ۽ انساني صفتن جو بنياد آهي. هي شيءِ به غلط آهي. جيڪڏهن ڪنهن کي ماري، ان جي دل جدا ڪري ڇڏجي، ته به ان تي انسان جو لفظ دستور موجب پوندو رهندو. اهو سڀئي مڃن ٿا، ته انسان جي قالب ۾ دل روح کان اڳ ۾ نه هئي. تصوف جي ڪجهه دعوا ڪندڙ هن ڳالهه ۾ ڏوڪو ڪاڏو آهي. هنن جو چوڻ آهي، ته انسان هرو ڀرو اها شيءِ ناهي، جيڪا ڪائيندي، پيئندي بيمار ٿيندي ۽ فنا ٿيندي آهي، پر انسان الله جو ڳجهه آهي. هي جسم جيڪو لباس ۾ آهي جسم روح طبعيت جي مزاج ۾ ويڙهيل آهي. مان چوان ٿو، ته سمورا عاقل، چريا، ڪافر، فاسق ۽ جاهل انسان سڏرائيندا آهن. انهن ۾ ڪوبه اهڙو الله جو ڳجهه موجود نه هوندو آهي. سيني ۾ تبديلي ايندي رهندي آهي. سڀ ڪائيندا ۽ پيئندا آهن. جسم ۾ اندر ڪابه اهڙي شيءِ ڪانه آهي، جنهن کي انسان سڏيو وڃي. جسم جيئرو هجي يا مئل، الله تعاليٰ انهن سيني ماهيتن کي انسان سڏيو آهي، جن سان اسان جا جسم گڏيل (مرڪب) آهن. سواءِ انهن شين جي جيڪي ڪجهه ماڻهن ۾ بلڪل ختم ٿي ويل هجن. قرآن جو فرمان آهي: ولقد خلقنا الانسان من سلالة من طين ثم جعلناه نطفه في قرار مكين ثم خلقنا النطفة علقة، فخلقنا العلقه مضغة فخلقنا المضغة عظاما فكسونا العظام لحما ثم انشاالله خلقنا آخرَ فتبارك الله احسن الخالقين. " تحقيق! اسان انسان کي گپ جي ٽڪري مان بڻايو، پوءِ ان کي مَنيءَ جو قطرو بڻائي هڪ جاءِ تي رکيو. پوءِ نطفي کي خون جو ٽڪرو ڪيو. پوءِ خون جي ٽڪري مان گوشت جو ٽڪرو بڻايو، پوءِ گوشت جي ٽڪري ۾ هڏيون وڌيون.

پوءِ ان کي شڪل ڏني. بيشڪ! الله تعاليٰ وڏو بزرگ ۽ تمام سهڻو پيدا ڪرڻ وارو آهي". الله تعاليٰ جو فرمان سيني سچن کان سچو آهي. ان فرمان موجب، هي پتلو خاص مٽيءَ مان مختلف تبديلين ۽ شڪلين جي باوجود انسان آهي. اهل سنت والجماعت جي هڪ گروهه جو قول آهي: انسان هڪ جاندار شيءِ آهي جنهن جي خاص پُتلي تي انسانيت جي صفت اهڙيءَ طرح مقرر آهي، جو موت به ان صفت کي جدا ڪري نٿو سگهي. ان کي ظاهر ۾ انسانيت جو هڪ خاص پتلو ۽ باطن ۾ ڪيس مقرر ٿيل صفتن (آلات مقرره) سان سينگاريو ويو آهي. اهو خاص پتلو تندرست يا بيمار هجڻ جي صلاحيت رکندو آهي. آلات مقرره چريائي ۽ هوش سان تعلق رکندا آهن. اها ڳالهه مڃيل آهي تہ جا شيءِ نيڪ ۽ تندرست هوندي، اها فطرت موجب به پوري (مڪمل) هوندي. طريقت وارن جي خيال موجب انسان ڪامل ٽن شين مان ٺهيل آهي: روح، نفس ۽ بدن. انهن مان هرهڪ جزي جي هڪ صفت آهي، جيڪا پنهنجي موصوف سان قائم آهي. روح جي صفت عقل، نفس جي هوا، ۽ جسم جي حس (احساس). انسان سڄي عالم جو تت آهي. عالم مان مراد ٻہ جهان آهن. انسان ۾ ٻنهي جهانن جا نشان موجود آهن. هن جهان جا چار عنصر يعني: پاڻي، مٽي، هوا ۽ باهہ ۽ انهن سان لاڳاپو رکندڙ خِلطون يعني بلغم، خون، صفرا، ۽ سودا. ۽ ٻئي جهان جا نشان: بهشت، دوزخ ۽ حشر جو ميدان آهن. جان لطافت جي ڪري بهشت جو نشان، نفس آفت ۽ وحشت جي ڪري جهنم جو نشان، ۽ جسم حشر جي ميدان جو نشان آهي. بهشت ۽ دوزخ جي حقيقت دوستي ۽ قهر سان واسطو رکي ٿي. بهشت الله تعاليٰ جي رضا ۽ جهنم ان جي غضب جو نتيجو آهي. مومن جو روح معرفت جي حقيقت سان ترقي ڪندو آهي. نفس گمراهي ۽ حجاب جي ڪري خراب ٿيندو آهي. حشر ۾ جيستائين مومن کي دوزخ کان ڇوٽڪارو حاصل نہ ٿيندو، تيستائين هو بهشت ۾ داخل نہ ٿيندو. الله جي ديدار جي حقيقت کان واقف نہ ٿيندو ۽ محبت جي صفائيءَ کان فائدو وٺي نہ سگهندو. اهڙيءَ طرح جيستائين ٻانهو دنيا ۾ نفس ۽ ان جي خواهشن جي چنبي کان نہ نڪرندو، اهو حقيقي ارادت جي لائق نہ ٿيندو، ويجهڙائي ۽ معرفت جي حقيقت سان مٿانهين درجي تي نہ ايندو. جيڪو ماڻهو هن دنيا ۾ معرفت حاصل ڪندو ۽ شريعت جي راهہ تي هلندو، اهو قيامت جي ڏينهن جهنم ۽ پلصراط تان حفاظت سان هلندو. مطلب تہ روح ايمان وارن کي بهشت جي دعوت ڏيندو آهي ۽ نفس دوزخ ڏانهن سڏيندو آهي، جو تہ روح ۽ نفس بهشت ۽ دوزخ جو نمونو آهن. بهشت لاءِ ڪامل عقل مدبر ۽ جهنم لاءِ لوڀ ۽ لالچ ناقص رهبر آهن. ڪامل عقل جي تدبير نيڪ ۽ ناقص لالچ جي رهبري خطا واري آهي. الله جي درگاهہ جي طالبن لاءِ لازم آهي تہ نفس جي هلت جي ابتڙ رستو اختيار ڪن، جيئن روح ۽ عقل کي مدد ملي. اهو خدا جي ڳجهہ جو مقام آهي.

## فصل

مشائخن نفس جي باري ۾ گهڻو ڪجهہ چيو آهي. حضرت رحہ ذوالنون مصري چيو آهي: "سڀ کان وڏو حجاب نفس ۽ سندس مڪاريون آهن". اصل ۾ نفس جي پيروي الله جي مخالفت آهي، الله جي مخالفت سيني کان وڏو حجاب آهي. ابويزيد بسطامي رحہ جو قول آهي: النفس صفة لاتسكن الا بالباطل. "نفس کي باطل کان سواءِ ڪنهن بہ شيءِ سان تسڪين حاصل نہ ٿيندي آهي". يعني هو ڪڏهن بہ الله جو رستو اختيار نہ ڪندو آهي. محمد بن علي رحہ ترمذي فرمائي ٿو: تريد ان تعرف الحق مع بقاء نفسک فيک و نفسک لا تعرف نفسها فکيف تعرف غيرها." تون چاهين ٿو، تہ توکي نفس جي باوجود الله جي معرفت حاصل ٿئي، حالانڪ تنهنجو نفس پنهنجي معرفت کان بہ معذور آهي. غير جي معرفت تہ پنهنجي جاءِ تي، يعني نفس پنهنجي بقا جي عالم ۾ پنهنجو پاڻ کان حجاب ۾ آهي، تہ پوءِ ان کي الله جو ڪشف ڪيئن نصيب ٿي سگهندو؟ حضرت جنيد رحہ جو قول آهي: اساس الکفر قيامک علیٰ مراد نفسک. "ڪفر جو بنياد اهو آهي، تہ انسان پنهنجي نفس جي سانچي ۾ اچي وڃي". نفس جو اسلام جي حقيقت سان پري جو بہ واسطو ڪونهي، تنهنڪري هو ايمان جي مخالفت واري هلت ڪندو آهي ۽ منڪر ٿيندو آهي. منڪر هميشه بيگانو هوندو آهي. حضرت ابوسليمان دارانيءَ جو قول آهي: النفس خائنة مانعة و افضل الاعمال خلافها. "نفس خيانت ڪندو آهي ۽ الله جي راهہ کان روڪيندو آهي، بهترين عمل نفس جي مخالفت آهي". امانت ۾ خيانت بيگانگي وانگر آهي ۽ رضا جو ترڪ ڪرڻ گمراهيءَ جي برابر آهي.

هن باري ۾ تصوف جا بيشمار قول آهن، جي سمورا بيان ڪري نٿا سگهجن.

هاڻي مان نفس جي مجاهدي جي درستي، رياضت ۽ ان جي طريقن جو بيان ڪندس، جيئن منهنجي لکڻ جو مقصد ۽ تصوف جي سهيلي طريقي جي حقيقت معلوم ٿي وڃي.

## نفس جو مجاهدو

الله تعاليٰ فرمايو آهي: وَالَّذِين جاهَدوا فينا لنهدينهم سُبُلَنَا. "جيڪي اسان لاءِ جهاد ڪندا آهن، اسان انهن کي پنهنجو (هدايت جو) رستو ڏيکاريندا آهيون". پيغمبر ﷺ جن فرمايو: المجاهد من نفسه في الله. "مجاهد اهو آهي، جنهن الله جي راهه ۾ پنهنجي نفس سان جهاد ڪيو". يعني الله جي رضا حاصل ڪرڻ لاءِ نفس جي خواهشن کي روڪيو. حضور ﷺ جن هي به فرمايو آهي: رجعنا من الجهاد الاصغر الي الجهاد الاكبر. "اسان جهاد اصغر کان جهاد اڪبر ڏانهن رجوع ڪيو. حضور ﷺ جن کان پڇيو ويو، ته جهاد اڪبر ڇا آهي؟ پاڻ فرمايائون، ته نفس جو مجاهدو. ظاهر آهي ته حضور ﷺ جن نفس جي مجاهدي کي ڪافرن سان جهاد کان وڏو درجو ڏنو آهي، ڇو ته نفس جو مجاهدو وڏيڪ تڪليف جو سبب هوندو آهي ڇو ته اهو نفساني خواهشن کي پائمال ڪرڻ جو نالو آهي.

الله تعاليٰ توکي ڀلارو ڪري، هي نفس جي مجاهدي جو طريقو آهي. ان جي عظمت چِٽي ۽ ساراهه جوڳي آهي. هر مذهب ۽ ملت جا ماڻهو ان ڳالهه تي متفق آهن. خاص ڪري تصوف وارا ان جا قائل ۽ ان تي عمل ڪندڙ آهن. وڏن مشائخن هن باري ۾ ڪافي رمزون ۽ نُڪتا بيان ڪيا آهن. سهل بن عبدالله رحہ تستري هن معاملي ۾ غُلبو (مبالغو) ڪيو آهي. هن مجاهدن تي گهڻا دليل ڏنا آهن. سندس قول آهي ته هو پندرهين ڏينهن کاڌو کائيندو هو ۽ ان جي عمر به تمام وڏي هئي، ڇو ته سندس خوراڪ تمام گهٽ هئي.

سمورن محققن مجاهدي جي برتري ثابت ڪئي آهي ۽ ان کي مشاهدي جو سبب چيو آهي. هڪ بزرگ به مجاهدي کي مشاهدي جو ذريعو قرار ڏنو آهي ۽ طالب لاءِ حق جي حاصل ڪرڻ لاءِ ان جو گهڻو تاثير بيان ڪيو آهي ۽ آخرت جي ڪاميابي لاءِ دنيا ۾ مجاهدي کي فضيلت ڏني آهي، ڇو ته عاقبت دنيا جو ميوو آهي ۽ ميوو رياضت ۽ عبادت کان سواءِ حاصل نه ٿيندو آهي، تنهنڪري لازمي طور تي مراد حاصل ڪرڻ لاءِ رياضت ۽ ڪوشش جي ضرورت آهي، جيئن خدا جو لطف حاصل ڪرڻ گهرجي. ٻيا ماڻهو چون ٿا، ته الله جي مشاهدي لاءِ سبب (علت) جي ضرورت ناهي. الله جو مشاهدو خدا جي فضل آهي ۽ خدا جي فضل لاءِ سبب ۽ افعال لازم آهن. مجاهدو نفس جي تهذيب جو ذريعو آهي، اصلي قرب جو ذريعو ناهي، ڇو ته مجاهدو انسانيٰ روش ۽ مشاهدو الله تعاليٰ جو انعام آهي. اهو غلط آهي ته مجاهدو ڪنهن به صورت ۾ الله جي مشاهدي جو ذريعو يا سبب بڻجي سگهي ٿو. حضرت سهيل رحہ جو دليل الله تعاليٰ جي قول موجب آهي: والذين جاهدوا فينا لنهدينهم سُبُلَنَا. "جيڪي اسان لاءِ جهاد ڪندا آهن، اسان انهن کي پنهنجو رستو ڏيکاريندا آهيون". نبين جو اچڻ، شرعيت جو نازل ٿيڻ، آسماني ڪتابن جو لهڻ، ۽ عبادتن جا حڪم سڀ مجاهدي لاءِ دليل آهن. جيڪڏهن مجاهدو مشاهدي جو سبب نه هجي ها، ته هي سارو تڪلف بيڪار هجي ها. دنيا ۽ آخرت جا سمورا احوال حڪم ۽ علت جا تابعدار آهن. جيڪڏهن علت يا سبب کي حڪم کان ڌار ڪيو وڃي، ته جيڪر سموريون شرعي ۽ رسمي ضرورتون ختم ٿي وڃن. نه اصول ۾، نه فروع ۾ تڪليف جي ضرورت رهي. نه طعام کي پيٽ ڀرڻ جو، نه لباس کي سردي کان بچڻ جو ذريعو سمجهيو وڃي. مطلب، ته علت ۽ ان جي معلول کي تسليم ڪرڻ توحيد جو ثبوت آهي ۽ انڪار ان کي ڇڏي ڏيڻ جي برابر آهي. ان لاءِ ڪيترا دليل موجود آهن ۽ انهن جي ترديد مشاهدي کان ڦرڻ، ۽ اجائي بحث کان سواءِ ڪجهه به ناهي. اسان ڏسون ته رياضت سان گهوڙو هڪ حيوان هجڻ جي باوجود انساني صفتن وارو بڻجي ويندو آهي. ان جي حيواني جبلت بدلجي ويندي آهي. هو لڪڻ کڻي مالڪ کي ڏيندو آهي، ڪينهون اڇلائيندو آهي وغيره. ڪم عقل عجمي ٻار رياضت سان عربي زبان ڄاڻي ويندو آهي، ۽ سندس طبعيت عجمي نه رهندي آهي. وحشي جانور کي رياضت سان ايترو هيرايو ويندو آهي جو

هن کي ڇڏبو آهي، تہ هليو ويندو آهي ۽ سڏڻ تي واپس ايندو آهي. هن لاءِ قيد جي تڪليف آزادي کان بهتر معلوم ٿيندي آهي. پليد ڪُتي کي محنت سان اهڙو ڪيو ويندو آهي، جو سندس شڪار ڪيل جانور حلال ٿيندو آهي. ان جي ابتڙ مجاهدي کان سواءِ ۽ رياضت کان اڻ واقف ماڻهوءَ جو شڪار حرام هوندو آهي. ۽ اهڙي نموني سان سوچي سگهجي ٿو.

شرع ۽ رسم جو سارو مدار ڪوشش تي آهي. حضور ﷺ جن کي (خدا جو) پورو پورو قرب حاصل هو. سندن پاڪدامني، سلامتي ۽ عاقبت جي ڪامراني مجيل هي، تڏهن بہ رياضت يعني گهٽي بک، لڳاتار روزا رکڻ ۽ رات جي جاڳڻ جي اها حالت هئي جو الله تعاليٰ کين فرمايو: طٰـه ما انزلنا عـلـيک القـرآن لـتـشـقيٰ. "اي طـٰـه، اسان قرآن ان لاءِ نازل نہ ڪيو آهي تہ جيئن توهان کي هلاڪ ڪريون. حضرت ابوهريره رح کان روايت آهي، تہ مسجد ناهڻ وقت حضور ﷺ جن سـرون ڪٽي رهيا هئا ۽ مان کين ڏسي رهيو هئس، تہ کين تڪليف اچي رهي هئي. مون کين عرض ڪيو: "يارسول الله ﷺ! مون کي اجازت ڏيو. سِرون مان ٿو ڪٽان. اوهان ڇو تڪليف ڪري رهيا آهيو؟" حضور ﷺ جن فرمايو: "اي ابوهريره! تون ٻيون سرون کڻ. راحت ٻي دنيا ۾ آهي، هتي تڪليف ئي تڪليف آهي."

حيان بن حارث بيان ٿو ڪري، تہ هيڪوار هن حضرت عبدالله بن عمر کان پڇيو، تہ اوهان غزوه (اسلامي جنگ) متعلق ڇا ٿا فرمايو؟ جواب ڏنائين: ابداء بنفسک فجاهد ها و ابداء بنفسک فاغرها فانک ان قتلت فـازاً بعثک الله فـاراً و ان قتلت مرائيا بعثک الله مرئياً و ان قتلت صابراً محتسباً بعثک الله صابراً محتسباً." پنهنجي نفس سان ابتدا ڪر ۽ ان کي رياضت (محنت) جي عادت وجهہ. وري بہ پنهنجي نفس سان شروع ڪر ۽ ڪيس لڙائيءَ لائق بڻاءِ. جيڪڏهن منهن ڦيري ڀڄندي مارجي وئين، تہ تنهنجو حشر ڀڄڻ وارن سان ٿيندو. جيڪڏهن ثابت قدم رهي مارجي وئين، تہ صبر ڪرڻ وارن ۾ شمار ٿيندئين. جيڪڏهن ڏيکاءُ ڪندي مارجي وئين، تہ تنهنجو حشر ڏيکاءُ ڪرڻ وارن سان ٿيندو."

مطلب ۽ معنيٰ بيان ڪرڻ ۾ گڏ ڪرڻ ۽ لکڻ جي رتا کي وڏو دخل آهي. اهڙيءَ طرح نفس جي مجاهدي جي رتا ۽ ترتيب (آراستگي ۽ پيراستگي) کي حقيقت حاصل ڪرڻ کي وڏو دخل آهي. تحرير جي خوبي کانسواءِ بيان بي معنيٰ هوندو ۽ نفس جي مجاهدي کانسواءِ حقيقت جو حاصل ٿيڻ محال آهي. جيڪو ان جي معرفت جو دليل آهي. نفس جي معرفت ۽ نفس جو مجاهدو سندس ميلاپ جو نشان آهي.

هاڻي مختلف جماعت جو خيال ڏسڻ گهرجي. هن جماعت جو خيال آهي، تہ قرآن جي نص جي تفسير ۾ اڳ ۽ پٺ جو سوال هوندو آهي، يعني جن بہ اسان جي راهہ ۾ ڪوشش ڪئي، اسان انهن کي هدايت جي راهہ ڏيکاري يا جن کي اسان هدايت جي راهہ ڏيکاري، انهن اسان جي راهہ ۾ ڪوشش ڪئي. (والذين جاهدوا فينا لنهدينهم سُبُلنا اي والذين هدينـاهم جاهدوا فينا). حضور ﷺ جن فرمايو آهي: لن ينجو احدکم بعمله. "اوهان مان ڪوبہ فقط عملن جي وسيلي ڇوٽڪاري (نجات) جو حقدار آهي." ماڻهن پڇيو: قيل ولا انت يا رسول الله "ڇا اوهان بہ؟" فرمايائون: ولا انا الا ان يتغمد ني الله برحمته. "هائو مان بہ. جيستائين الله تعاليٰ جي ڪامل رحمت شامل حال نہ هوندي." مجاهدو انساني فعل آهي ۽ اهو مشڪل آهي، تہ انسان جو فعل سندس ڇوٽڪاري جو سبب بڻجي. ڇوٽڪاري جو مدار سندس مرضيءَ تي آهي، مجاهدي تي ناهي. انڪري الله تعاليٰ فرمايو آهي: فمن يردالله يهديـه يشرح صدر للاسلام ومن يردان يضلـه يجعل صدره صيقا حـرَجاً. "الله تعاليٰ جنهن کي هدايت ڏيڻ چاهيندو آهي، ان جو سينو اسلام لاءِ کولي ڇڏيندو آهي ۽ جنهن کي گمراهہ رهڻو آهي، ان جو سينو تنگ ٿي ويندو آهي، ۽ هو پنهنجو نقصان محسوس ڪندو آهي." خدا تعاليٰ جو ٻيو فرمان آهي: تؤتي المُلک من تشاء و تـنزع الملک من تشاء. "الله تعاليٰ جنهن کي چاهيندو آهي، ان کي ملڪ عطا ڪندو آهي ۽ جنهن کي چاهيندو آهي، ان کان ملڪ کسي وٺندو آهي." ظاهر آهي تہ سڄي دنيا جي رياضت الله تعاليٰ جي رضا جي آڏو ڪجهہ بہ ناهي. جيڪڏهن صرف مجاهدو حاصل جو ذريعو هجي ها تہ ابليس درگاهہ مان نہ ڌڪارجي ها. ۽ جيڪڏهن مجاهدي جو ترڪ ڪرڻ، الله کان دور هجڻ جو سبب هجيٰ ها، تہ حضرت آدم عليه السلام بارگاهہ ۾ قبول نہ ٿئي ها. اوليت سندس عنايت کي آهي، مجاهدي جي گهٽائيءَ کي ناهي. زياده مجاهدو ڪرڻ وارو الله کي ويجهو نہ ٿيندو آهي، پر وڏيڪ ويجهو

اهو ڏيندو آهي، جنهن تي (الله جي) رحمت هوندي آهي. خانقاهه جو عبادت ڪندڙ الله کان پري ۽ خرابات جو گنهگار ويجهو ٿي سگهندو آهي. غير مڪلف يعني نابالغ ٻار جنهن کي ايمان هجي اهو وڏيڪ عزت وارو ٿيندو آهي. ساڳي طرح سان ايمان وارو ڇريو بہ وڏيڪ عزت جي لائق هوندو آهي. جيڪڏهن عزت سان ايمان، مجاهدي ڪانسواءِ حاصل ٿي سگهندو آهي تہ ان کان گهٽ شيءِ لاءِ مجاهدي کي ذريعو سمجهي نٿو سگهجي.

منهنجي نظر ۾ انهيءَ اختلاف جون ٻہ صورتون آهن. جماعت جي چوڻ موجب: من طلب وجد. "جنهن طلب ڪئي، انهي حاصل ڪيو." ٻي جماعت جو چوڻ آهي: من وَجَد طلب. "جنهن حاصل ڪيو، انهي طلب ڪئي." حاصل ڪرڻ طلب ۽ طلب لاءِ حاصل ڪرڻ ضروري ٿيندو. هڪڙو مشاهدي لاءِ مجاهدو ڪري ٿو ۽ ٻيو مجاهدي لاءِ مشاهدو ڪري ٿو. حقيقت ۾ مشاهدي جي سلسلي ۾ مجاهدي جي اهائي حيثيت آهي جيڪا عبادت جي معاملي ۾ توفيق جي آهي. توفيق الله تعاليٰ کان ملندي آهي. عبادت جو حاصل ڪرڻ توفيق ڪانسواءِ ممڪن ناهي، ۽ توفيق عبادت ڪانسواءِ حاصل نہ ٿيندي آهي. اهڙي طرح مجاهدي جي طاقت بہ مشاهدي ڪانسواءِ حاصل نہ ٿيندي آهي، ۽ مشاهدي جي دولت مجاهدي ڪانسواءِ هٿ نہ ايندي آهي. الله جي حسن جو هڪڙو جلوو مجاهدي لاءِ اڀاريندو آهي. اهوئي جلوو ڳالهہ جو دليل آهي تہ مشاهدي کي اوليت جو درجو حاصل آهي. حضرت سهيل رحہ ۽ سندس پوئلڳن جو دليل هي آهي تہ جيڪو ماڻهو مجاهدي تي عمل نٿو ڪري، اهو سيني نبين ۽ شرعي ڪتابن جي نازل ٿيڻ جو منڪر آهي، ڇو تہ شرعيت جي تڪليف جو مدار مجاهدي تي آهي. اصل ۾ اهو دليل بہ ڪنهن حد تائين نيڪ ناهي. تڪليف جو مدار الله تعاليٰ جي هدايت تي آهي. مجاهدو فقط حجت جي ثابتي لاءِ آهي ۽ مراد جي حاصل ڪرڻ لاءِ ناهي. الله تعاليٰ جو فرمان آهي: وَلَو اَننا نَزلنا اليهم الملائكة و عَلمُهُم الموتىٰ و حَشَرنا عليهم كُل شيءٍ قُبُلاً ما كانوا ليومنوا الا انَ يشاء الله ولاكن اكثرهم يجهلون. "جيڪڏهن اسان فرشتن کي موڪليون ها، انهن سان مئل بہ ڳالهيون ڪن ها، ۽ انهن کان اڳ ۾ گذاري ويلن جو حشر بہ ٿئي ها، تڏهن بہ اهي ماڻهو اسان جي مرضي ڪانسواءِ ايمان نہ آڻن ها. انهن مان گهڻا جاهل آهن." ايمان جو بنياد الله تعاليٰ جي مرضي تي آهي. ماڻهن جي دليلن ۽ مجاهديءَ تي ناهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو: ان الذين كفروا سواءٌ عليهم أنذرتهم ام لم تنذرهم لايومنون. ڪافرن کي ڊيڄارڻ يا نہ ڊيڄارڻ هڪجهڙو آهي، اهي ايمان نہ آڻيندا. اهي ازل کان وٺي ايمان وارن مان نڪتل آهن. انهن جي دلين تي مُهرون لڳل آهن. حقيقت ۾ نبين جو اچڻ، ڪتابن جو نازل ٿيڻ ۽ شرعيت جو ثابت رهڻ مراد حاصل ڪرڻ جا سبب آهن. اهي مراد حاصل ڪرڻ جي علت ناهن. جيستائين حڪمن جي تڪليف جو تعلق آهي، حضرت ابوبڪر رضہ ۽ ابوجهل هڪجهڙا ها. مگر عدل ۽ فضل جي ڪري حضرت ابوبڪر رضہ مقصد جي منزل حاصل ڪري ويو، ۽ ابوجهل فضل ڪانسواءِ عدل جي نياڳ ۾ گمراهہ ٿي ويو. ابوجهل جو فضل کان محروم هجڻ واري عدل لاءِ هن ڳالهہ جي ضرورت هئي، تہ هن لاءِ مراد حاصل ڪرڻ جو وسيلو ٿئي، عين مراد بڻجي وڃي. مراد جي مطلب ڪرڻ جو ڪهڙو ذڪر ڪجي؟ جيڪڏهن طالب ۽ مطلوب ٻيئي هڪ ٿي وڃن تہ طالب ڪامياب ٿي ويندو ۽ طالب نہ رهندو، ڇو تہ مقصد حاصل ڪرڻ وارو راحت ۾ هوندو آهي ۽ راحت طالب لاءِ نيڪ نہ هوندي آهي.

پيغمبر ﷺ جن جو فرمان آهي: من استوىٰ ير ماه فهو مغبون. "جو ماڻهو بہ ڏينهن هڪڙي حالت ۾ رهيو اهو زيان ڪار آهي". يعني الله جي طالبن مان جنهن بہ ٻہ ڏينهن هڪڙي درجي ۾ گذاريا، اهو نقصان ۾ آهي. بهتر آهي تہ ڏهاڙي طلب جي ميدان ۾ قدم اڳتي وڌندو رهي. اهو طالب جو مقام آهي. پيغمبر ﷺ جن جو فرمان آهي: استقيموا ولن تحصوا. " ثابت قدمي اختيار ڪريو پر هڪ ئي مقام تي رهڻ ڪافي ناهي". مختصر هيءَ تہ مجاهدي کي سبب بڻائڻ، يا سبب کي ثابت ڪرڻ وري الله جي انعامن حاصل ڪرڻ لاءِ سبب جو انڪار آهي.

اڳ ۾ چيو ويو آهي، تہ محنت سان گهوڙي جون حيواني صفتون انساني صفتن ۾ بدلائي ٿيون سگهجن. ان جو مطلب فقط اهو آهي تہ گهوڙي ۾ هڪ لڪل صفت هوندي آهي، جنهن کي محنت سان ظاهر ڪريو آهي. جيستائين محنت ڪئي ويندي، اها صفت ڪم نہ ڪندي. گڏهہ ۾ اها صفت لڪل ناهي. هن کي ڪڏهن بہ گهوڙي جي درجي تي آڻي نٿو

سگهجي. ۽ نہ وري محنت سان گهوڙي کي گڏھ بڻائي ٿو سگهجي. اھا حقيقت آھي، تہ محنت سان گڏھ کي گهوڙو ڪري نٿو سگهجي. اھو جبلت کي تبديل ڪرڻ وانگر آھي ۽ ناممڪن آھي. جيڪا شيءِ جبلت کي بدلائي نٿي سگهي اھا الله وٽ ثابت ٿي نٿي سگهي.

طريقت جو پير حضرت سهيل رحہ تستري مجاهدي ۾ قابو بہ هو ۽ آزاد بہ هو. عين مجاهدي ۾ بہ سندس ڪيفيت بيان ڪري نٿي سگهيو. اھا شيءِ انهن ماڻهن کان بالڪل مختلف آھي، جيڪي مجاهدي متعلق وڏيون ڳالهيون ڪندا آھن مگر عملي طور تي ڪورا هوندا آھن. اھو ڪيڏو نہ غضب آھي، جو جيڪا شيءِ عمل ڪرڻ جهڙي آھي اھا رڳو گفتگو ۾ آندي ٿي وڃي. بهرحال وڏا مشائخ مجاهدي ۽ نفس جي تهذيب جي معاملي ۾ متفق آھن. مگر رڳو اھي شيون نظر ۾ رکڻ غلط آھن. ٻين لفظن ۾ جيڪي ماڻهو نفس جي مجاهدي جو انڪار ڪندا آھن، انهن جو مطلب مجاهدي جو انڪار نہ هوندو آھي مگر مجاهدي جي غرور جي ترديد هوندي آھي. مجاهدو انساني ڪوشش آھي ۽ مشاهدو الله جو انعام آھي. خدا تعاليٰ جو انعام نہ هوندو تہ انساني ڪوشش مان ڪجھ بہ حاصل ٿي نہ سگهندو.

اوهان زندگيءِ کان لاڳاپو نہ لاٿو آھي. پنهنجي ناھ نوھ ۾ ايڏو مصروف آھيو، جو خدا جي فضل ۽ ڪرم تي نظر نٿا رکو. پنهنجي ڪوشش جون ڊاڙون ٿا هڻو. الله تعاليٰ جي دوستن جو مجاهدو بہ خدا جو انعام هوندو آھي. اھو سندس اختيار کان ٻاهر هوندو آھي. طاري ٿيندو آھي ۽ ڪين پاڻ ڏانهن ڪڍي ويندو آھي. ان جي ابتڙ غافلن جو مجاهدو، سندس پنهنجو فعل هوندو آھي. ۽ سندن اختيار ۾ هوندو آھي. اهڙن ماڻهن کي ان مجاهدي مان پريشاني ۽ پشيماني کان سواءِ ڪجھ بہ حاصل نہ ٿيندو آھي. پنهنجي ڪمن ۾ مجاهدن جي ڳالھ نہ ڪريو ۽ ڪنهن بہ حالت ۾ نفس جي چوڻ تي هلڻ جي ڪوشش نہ ڪيو. هي اُڏاري حياتي هڪ حجاب آھي. عام حالتن هيٺ جيڪڏهن هڪ شيءِ حجاب بڻجي وڃي، تہ شايد ٻي شيءِ ان حجاب کي دور ڪري سگهي، مگر هتي، تہ سڄي زندگي دائمي حجاب آھي. مڪمل فنا حاصل ڪرڻ کان سواءِ بقا جو درجو حاصل ٿي نٿو سگهي. نفس هڪ باغي ڪتو آھي. جنهن جي چمڙي رڱڻ کان سواءِ بہ پاڪ نہ ٿيندي آھي.

چون ٿا، تہ هڪ دفعي حسين بن منصور ڪوفي ۾ محمد بن حسين علوي جي گهر مهمان هو. ابراهيم خواص بہ ڪوفي آيو ۽ حسين بن منصور جي خبر ٻڌي ان وٽ آيو. حسين چيو: اي ابراهيم! تون چاليھ سال طريقت ۾ رهين. ڇا حاصل ڪيئي؟ جن جواب ڏنو: مون توڪل جو طريقو اختيار ڪيو. حسين چيو: پنهنجي عمر باطن جي پاڪائي ۾ گذاريئي. (ٻڌاءِ تہ) توحيد ۾ فنا ٿيڻ جو ڇا ٿيو؟ الله تعاليٰ تي معاملن ڇڏي ڏيڻ جو نالو توڪل آھي. ۽ باطن جي صفائي خدا تي ڀروسي رکڻ جو نالو آھي. باطن جي علاج تي ايتري عمر گذارڻ کان پوءِ ايتري ٻي عمر ظاهر جي علاج لاءِ بہ گهرجي. بہ عمريون ضايع ٿين ۽ الله جو نشان اجا بہ رهيل هجي.

شيخ ابوعلي سياھ مروزي لاءِ مشهور آھي، تہ هن فرمايو: مون پنهنجي نفس کي ڏٺو. بالڪل مون واري شڪل هئس. ڪنهن ڪيس وارن کان پڪڙي منهنجي حوالي ڪيو. مون ڪيس هڪ وڻ سان ٻڌي قتل ڪرڻ جو ارادو ڪيو. هن چيو: پريشان نہ ٿيءُ منهنجي حيثيت الله جي لشڪر واري آھي. مان گهٽ ٿي نہ سگهندس.

محمد عليان نسوي حضرت جنيد رحہ جي وڏن دوستن ۾ شامل هو. سندس قول آھي: منڍ ۾ مون کي جڏهن نفس جي آفتن ۽ سندس مڪر ۽ فريب جو پتو پيو تڏهن منهنجي دل ۾ سندس دشمني جو جذبو پيدا ٿيو. هڪ ڏينهن منهنجي گهٽيءِ ۾ لومڙي جي ٻچي جهڙي ڪا شيءِ اچي ڪري. مون خدا جي مهرباني سان سمجهيو، تہ اھو منهنجو نفس آھي. مون ڪيس پيرن ۾ پرزا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي مگر هر ڌڪ تي اھا شيءِ وڏي ٿيندي ٿي وڃين؟ نفس جواب ڏنو: منهنجي فطرت اهڙي آھي. جيڪا شيءِ ٻين لاءِ تڪليف جو سبب هوندي آھي، اھا مون لاءِ راحت بڻبي آھي. ۽ جنهن شيءِ ۾ ٻين کي راحت نظر ايندي آھي، ان مان مون کي تڪليف ٿيندي آھي.

پنهنجي وقت جو امام حضرت ابوالعباس چوي ٿو: "مان هڪ ڏينهن گهر موٽڻ تي ڏٺو تہ هڪ سائو ڪتو منهنجي جاءِ تي ستو پيو آھي. مون سمجهيو تہ پاڙي وارن جو ڪتو هوندو. ماري ڀڄائڻ جي ڪوشش ڪيم. مگر هو منهنجي دامن

۾ اچي غائب ٿي ويو. پنهنجي وقت جو قطب ۽ وڏو عالم حضرت ابوالقاسم گرگاني (خدا سندس عمر وڏي ڪري) فرمائي ٿو: مون پنهنجي نفس کي نانگ جي شڪل ۾ ڏٺو.

هڪ درويش پنهنجي نفس کي ڪُتي جي شڪل ۾ ڏٺو. ان کان پڇيائين: تون ڪير آهين؟ ڪُتي جواب ڏنو: مان غافلن جو موت آهيان. انهن جي فساد ۽ خراب ڪمن جو مرڪز آهيان. الله جي دوستن لاءِ چوڪاري جي مُوڙي آهيان. جيڪڏهن ڪين منهنجي آفتن جو علم نہ هجي تہ جيڪر پنهنجي پاڪائيءَتي مغرور ٿين ۽ پنهنجن ڪمن تي تڪبر ڪن. جڏهن سندن نظر پنهنجي دل جي پاڪائي، قلب جي صفائي، پنهنجي ولايت جي نور، پنهنجي ثابت قدمي ۽ عبادت تي پوي، تڪبر ۾ اچي وڃن. مگر هو مون کي ٻنهي طرفن جي وچ ۾ محسوس ڪندا آهن ۽ سڀني عيبن کان پاڪ رهندا آهن. اهي سڀ حقيقتون ان ڳالهہ جو دليل آهن تہ نفس هڪ عيني شيءِ آهي، صفتن واري ناهي ۽ ان جون وصفون چِٽيون نظر اينديون آهن. پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: اعدا عدوڪ نفسڪ التي بين جنبيڪ. "تنهنجو سڀ کان وڏو دشمن نفس آهي، جيڪو تنهنجو ٻن پاسن جي وچ ۾ آهي". جيڪڏهن توکي پنهنجي نفس جي معرفت ٿي وڃي، تہ تون رياضت سان مٿس غلبو حاصل ڪري سگهندين. مگر ان جي اصليت فنا ٿي نہ سگهندي. نفس جي معرفت هوندي تہ الله جو طالب پنهنجي نفس جو مالڪ هوندو ۽ ڪيس نفس جي بقا سان ڪوبہ ڏنگ نہ لڳندو. نفس پوئنڪندڙ ڪُتو آهي. ان کي هيرائڻ کان پوءِ پاڻ وٽ رکڻ نيڪ آهي. نفس جو مجاهدو بہ نفس جي صفتن کي مٽائڻ لاءِ ڪبو آهي. اهو ان جي ذات کي مٽائڻ لاءِ نہ ڪبو آهي. هن متعلق وڏن مشائخن گهڻو ڪجهہ چيو آهي، مگر ڊيگهہ جي خوف کان وڌيڪ نٿو لکجي. هاڻي هوا (لالچ) جي حقيقت ۽ شهوت جي ترڪ ڪرڻ تي ڪجهہ بيان ڪرڻو آهي. انشاءَ الله عزوجل. سڀ توفيق الله جي طرف کان آهي.

## هوا جي حقيقت

خدا توکي عزت ۽ آبرو عطا ڪري. هڪ جماعت هوا کي نفس جي صفت سمجهندي آهي. هڪ ٻي جماعت جي خيال ۾ هوا طبعيت جي ارادت جو نالو آهي، جنهن جي نفس تي اختيار هوندو آهي ۽ جا نفس جي مدبر آهي، اهڙيءَ طرح جهڙيءَ طرح عقل تي روح جو اختيار هوندو آهي. اهو روح جنهن جي بنياد ۾ عقل ناهي، اهو ناقص هوندو آهي. هرهڪ نفس جنهن جي پالنا هوا سان نٿي ٿئي، اهو بہ ناقص آهي. روح جو ناقص هجڻ ويجهڙائي حاصل ڪري نٿو سگهي ۽ نفس جو ناقص هجڻ عين ويجهڙائيءَ جو سبب هوندو آهي. انسان کي ٻن طرفن مان دعوت ملندي آهي: هڪڙي عقل جي طرفان ۽ ٻي هوا جي طرفان. عقل جي دعوت قبول ڪندڙ ايمان جي دولت حاصل ڪندو آهي ۽ هوا جو پيارو ڪفر ۽ گمراهيءَ ۾ مبتلا هوندو آهي. مطلب تہ هوا حجاب ۽ گمراهي آهي. مريدن کي مٿي ٿيڻ لاءِ اڀاريندڙ آهي ۽ الله جي طالبن لاءِ نفرت جي لائق آهي. آدمي لاءِ هن جي مخالفت جو حڪم آهي ۽ هن سان ويجهي ٿيڻ کان منع ٿيل آهي. خدا تعاليٰ جو فرمان آهي: جنهن هن کي اختيار ڪيو، اهو هلاڪ ٿيو ۽ جنهن هن جي مخالفت ڪئي، اهو حاڪم بڻيو. خدا جو قول آهي: واما من خاف مقام ربه و نهي النفس عن الهوا. "جو خدا جي خوف ۾ ويهجي ويو ۽ هوا جو پوئلڳ نہ ٿيو، ان جي جڳهہ بهشت آهي". پيغمبر ﷺ جن جو فرمان آهي: اخوف ما اخاف عليٰ امتي اتباع الهوا وطول الامل. زياده خوفناڪ شيءِ، جنهن ۾ منهنجي اُمت جي مبتلا ٿيڻ جو خوف آهي، اها هوا جي پيروي ۽ امل جي ڊيگهہ آهي". حضرت ابن عباس رضہ کان روايت آهي، تہ هن خدا جي هن قول جي تفسير ۾ چيو: أفر أيت مَن اتخذ الـٰهـه هواه. ڇا تو ان شخص کي ڏٺو، جنهن نفس جي خواهش کي پنهنجو معبود بڻايو؟" ۽ چيو افسوس آهي ان تي، جنهن جو معبود نفساني خواهش آهي.

نفساني خواهش (هوا) جا ٻہ قسم آهن: هڪ لذت ۽ شهوت جي خواهش، ٻي مان مرتبي ۽ حڪومت جي خواهش. لذت چاهيندڙ، خرابين تائين محدود هوندو آهي ۽ عام ماڻهو سندس شر کان محفوظ رهندا آهن. شان ۽ حڪومت جي چاهہ رکڻ وارو خانقاهن ۽ عبادت جي جڳهن ۾ رلندو رهندو آهي ۽ فتنو ۽ خرابي پيدا ڪندو آهي. هو سڌي رستي تان دور ڦرندو آهي ۽ ماڻهن کي گمراهيءَ جي دعوت ڏيندو آهي. نفساني خواهش کان خدا جي پناهہ گهرڻ گهرجي. جيڪو نفساني خواهش ۾ ڦاسندو آهي ۽ ان جو پوئلڳ بڻبو آهي، اهو الله جي رستي کان هٽي ويندو آهي. هو پاڻ کي آسمان تي اُڏامندو

محسوس ڪندو آهي. جيڪو نفساني خواهشن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪندو آهي ۽ ان جي پيروي کان نفرت ڪندو آهي، اهو الله تعاليٰ کي ويجهو ٿيندو آهي، پوءِ هو خراب جاءِ تي ڇو نه هجي.

حضرت ابراهيمؒ جو چوڻ آهي: من ٻڌو ته هڪ ماڻهو ستر سالن کان رهبان بڻيو، هڪ مڙهيءَ ۾ ويٺو هو. مون سوچيو رهبانيت جو شرط وڏ ۾ وڏ چاليهه سال هوندو. هي ڪهڙي قسم جو ماڻهو آهي، جو ستر سالن کان مڙهيءَ ۾ ويٺو آهي. هن کي ڏسڻ گهرجي. مان هن وٽ پهتس: هن دَري کولي چيو: ابراهيم مون کي خبر آهي، ته تون ڇو آيو آهين؟ مان هتي ستر سالن کان رهبانيت جي ڪري نٿو رهان. مون وٽ هڪ ڪتو آهي، جيڪو نفساني خواهش ۾ چريو ٿي پيو آهي. مان هتي انهيءَ ڪتي کي روڪيون ويٺو آهيان. ته جيئن مخلوق هن جي نقصان کان امان ۾ رهي. مون اهو ٻڌي چيو: منهنجا مولي! تون بيشڪ وڏي قدرت وارو آهين. عين گمراهيءَ ۾ به سڌو رستو ڏيکارڻ وارو آهين. مڙهي واري مون کي وري چيو: اي ابراهيم! ماڻهن جي ڳولا ڇڏي پنهنجي تلاش ڪر. جڏهن پاڻ کي حاصل ڪرين، تڏهن ان جي سنڀال ڪر. ياد رک نفساني خواهش ڏهاڙي ٽي سؤ سٺ خدائي لباس پائي گمراهي جي دعوت ڏيندي آهي. جيستائين پانهي جي دل ۾ گناهه ۽ نافرماني جي هوا ظاهر نه ٿيندي آهي، تيستائين شيطان کي سندس باطن ۾ دخل نه هوندو آهي. نفساني خواهش ظاهر ٿيڻ سان ئي شيطان ان کي سينگاري پيش ڪندو آهي. ان کي "وسوسو" چوندا آهن. ان جي ابتدا نفساني خواهش سان ٿيندي آهي ۽ ابتدا جي ذميدار شيءِ سڀ کان وڌيڪ خطرناڪ ٿيندي آهي. جڏهن ابليس چيو هو: "مان سڀني کي گمراهه ڪندس"، تڏهن الله تعاليٰ فرمايو هو: ان عبادي ليس لڪ عليهم سلطان. "توکي منهنجن ٻانهن تي ڪوبه قبضو (تسلط) حاصل نه ٿيندو." حقيقت ۾ نفس ۽ نفساني خواهش انسان لاءِ ابليس آهي. پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: مامن احد الا وقد غلبه شيطانه الا عمر الله غَـلَـبَ شيطانه. "ڪوئي به ماڻهو ڪونهي جنهن عمر کان سواءِ ابليس کي مغلوب ڪيو هجي ۽ جنهن تي ابليس غلبو نه ڪيو هجي".

انساني فطرت ۾ نفساني خواهش (هوا) شامل آهي ۽ اها آدم جي ٻچڙن لاءِ روح جي راحت آهي. پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: الهوا و الشهوت معجونة بـطينـة ابن آدم. "هوا ۽ شهوت انساني خَميِر ۾ ڳوهيا ويا آهن". نفساني خواهش جي ترڪ ڪرڻ سان آدمي وڏي مرتبي وارو ٿيندو آهي ۽ ان ۾ ڦاسائڻ سان قيدي بڻجي ويندو آهي. زليخا نفساني خواهش ۾ گرفتار ٿي ۽ يوسف عليه السلام نفساني خواهش کي ترڪ ڪيو ۽ وڏو مرتبو حاصل ڪيو.

حضرت جنيد رحه کان ماڻهن پڇيو: "وصل ڇا آهي؟" فرمايائين: "نفساني خواهش (هوا) کي ترڪ ڪرڻ" الله جي وصل حاصل ڪرڻ جي طالب لاءِ نفساني خواهش کي ترڪ ڪرڻ کان وڌ ڪابه عبادت ناهي، مگر ياد رکڻ گهرجي ته ننهن (ناخن) سان پهاڙ کوٽڻ آسان ۽ نفساني خواهش جي مخالفت مشڪل آهي. حضرت ذوالنون رحه مصري هڪ ماڻهوءَ کي هوا ۾ اڏامندي ڏٺو. پڇيائين: تو اهو مقام ڪيئن حاصل ڪيو؟ هن جواب ڏنو: مون پنهنجي نفساني خواهشن کي پيرن هيٺيان چٿي ڇڏيو ۽ مون کي هوا جي ڪلهي تي جاءِ ملي وئي.

محمد بن فضل بلخي چيو: مون کي ان ماڻهو تي عجب ٿو لڳي ، جيڪو نفس جي خواهشن هجڻ سان گڏ ڪعبي جو ارادو ٿو رکي، ۽ زيارت جي تمنا دل ۾ ٿو رکي. سڌي ڳالهه هيءَ آهي، ته هو پنهنجي نفساني خواهشن کي نابود ڪري ۽ پوءِ ڪعبي ڏانهن اچي، ۽ ان جي زيارت ڪري.

انساني نفس جي ظاهري صفت شهوت آهي، جيڪا انسان جي سڀني عضون تي قبضو ڪندڙ آهي ۽ حواسن سان پلندي آهي. ان لحاظ کان انسان کي سڀني حواسن جي حفاظت ڪرڻ جو حڪم آهي ۽ هر هڪ جي فعل لاءِ ڪيس جواب ڏيڻو پوندو. اک جي شهوت ڏسڻ، ڪن جي ٻڌڻ، نڪ جي سنگهڻ، زبان جي ڳالهائڻ، تارونءَ جي چکڻ، جسم جي ڇهڻ ۽ ذهن جي سوچڻ آهي. الله جي طالب کي گهرجي، ته هو پنهنجو پاڻ حاڪم بڻجي ۽ رات ڏينهن انهن شين تي نظر رکي. جيڪڏهن حواسن ۾ ٿورڙي نفساني خواهش پيدا ٿئي، ته يڪدم ان کي ختم ڪري ۽ دعا گهري ته الله تعاليٰ ڪيس شهوت وارين ڳالهين کان پناهه ۾ رکي. هو جڏهن نفساني خواهش جي درياءَ ۾ غرق ٿيندو آهي، تڏهن هر حقيقت کان محجوب

ٿيندو آهي. وري بہ وڏي ڪوشش سان تمام گهڻي وقت کان پوءِ ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهندو آهي. ڇو تہ اهي شهوتون پيچ در پيچ پکڙبيون وينديون آهن. صحيح مسلڪ تسليم آهي ۽ مراد حاصل ڪرڻ جو اهوئي رستو آهي.

حضرت ابوعلي سياهہ مروزي ڪنهن حمام ۾ غسل ڪري رهيو هو ۽ سنت جي طريقي موجب هيٺيان وار صفا ڪري رهيو هو. دل ۾ سوچيائين: جيڪو عضوو شهوتن جو مرڪز آهي ۽ ايترن آفتن ۾ مبتلا ڪرڻ جو باعث آهي، تنهنڪري ان کي ڇو نہ ڪپي ڇڏجي، غيب کان آواز آيو: اي ابو علي! اسان جي زندگي واري نظام ۾ دخل نہ ڏي. اسان وٽ سڀ عضوا هڪجهڙا آهن. اسان کي پنهنجي عزت جو قسم آهي تہ جيڪڏهن تون اهو عضوو ڪاٽيندين تہ تنهنجي بدن جي هر هڪ وار ۾ هن کان بہ وڌيڪ شهوت پيدا ڪنداسون. هن باري ۾ شعر آهي:

منيتني الاحسان دع احسانک اترک يخشي الله باذنجانک

"انسان جسماني ترغيب بدلائڻ تي قدرت نٿو رکي. جسماني صفتن کي خدا جي توفيق سان ۽ رضا اختيار ڪرڻ سان، پنهنجي طاقت ۽ قوت کان عاجز بڻجي بدلائي سگهي ٿو. حقيقت هيءَ آهي، تہ رضا جو مسلڪ اختيار ڪرڻ سان پاڪبازي حاصل ٿيندي ۽ پاڪبازي جي تائيد سان شهوت وارين آفتن کان بچڻ مجاهدي کان سهنجو آهي. هن قول موجب تہ مک کي پري ڪرڻ لاءِ لٺ جي بدران هڪلڻ وڌيڪ ڪم وارو آهي.

الله تعاليٰ جي عطا ڪيل پاڪبازي سيني آفتن کان بچائيندي آهي ۽ سيني سببن (علل) کي ختم ڪندي آهي. انسان کي الله تعاليٰ سان ڪابہ شرڪت ناهي. سندس بادشاهيءَ جي حڪم کان سواءِ ڪوبہ دخل ڏيئي نہ سگهندو. جيستائين الله تعاليٰ جي تائيد جي عصمت حاصل نہ ٿيندي، تيستائين ڪوبہ ماڻهو پنهنجي ڪوشش سان ڪنهن شر کان بچي نہ سگهندو. ڪوشش بيشڪ ڪوشش هوندي آهي، پر جيستائين خدا جو احسان نہ ٿيندو، تيستائين ڪوشش بيڪار هوندي ۽ بندگيءَ جي طاقت بہ ڪسجي ويندي. هر هڪ ڪوشش جا ٻہ پاسا آهن: هڪڙي ڪوشش هوندي آهي، تہ الله تي تقدير بدلجي وڃي. اهي ٻئي ڪوشش هوندي، تہ تقدير جي خلاف ڪو ڪامياب هٿيار حاصل ٿي وڃي. اهي ٻئي ڳالهيون ناجائز آهن. تقدير ڪوشش سان بدلجي نہ سگهندي، ۽ ڪابہ شيءِ تقدير کان سواءِ ظاهر نہ ٿيندي. چون ٿا، تہ هڪ دفعي حضرت شبلي رحہ بيمار ٿي پيو، وٽس طبيب آيو ۽ چيائينس تہ پرهيز ڪري. هن پڇيو: "ڪهڙيءَ شيءِ جي پرهيز ڪريان؟" پنهنجي مقرر ٿيل روزيءَ جي يا ان شيءِ جي، جيڪا منهنجي روزيءَ ۾ شامل ناهي؟ پنهنجي روزيءَ کان پرهيز بي معنيٰ آهي ۽ جيڪا منهنجي روزي ناهي، اها مون کي ملي بہ نہ سگهندي، تنهن ڪري پرهيز جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. جيڪا شيءِ سامهون هوندي آهي، ان لاءِ ڪوشش نہ ڪئي ويندي آهي. احتياط طور هن مسئلي کي ٻي جاءِ تي بہ بيان ڪندس. انشاء الله عزوجل.

## حڪيميہ

حڪيميہ مڪتب جا ماڻهو ابوعبدالله محمد بن علي حڪيم ترمذي جا پوئلڳ آهن. هو پنهنجي وقت جو امام هو. ظاهري ۽ باطني علمن سان سينگاريل هو. سندس ڪيترين ئي تصنيفون آهن. سندس طريقي ۽ تحرير جو بنياد ان ولايت تي هو، جنهن جي حقيقت بيان ڪندو هو. هو ولين جي درجن ۽ خصوصيتن جو ذڪر بہ ڪندو هو، جيڪو عجيب ڳالهين جو هڪ وڏو سمنڊ آهي.

هن مڪتب کي سمجهڻ لاءِ اڳ ۾ اهو ڄاڻڻ ضروري آهي تہ الله تعاليٰ ولين سڳورن کي ٻي مخلوق کان مٿانهون درجو عطا ڪيو آهي ۽ ڪين زندگي جي لاڳاپن کان بي نياز ڪري نفس جي وڏائي ۽ خواهش کان حفاظت ۾ رکيو آهي. هر وليءَ لاءِ هڪ مقرر درجو رکيو ويو آهي ۽ ان تي حقيقت جا دروازا کوليا ويا آهن.

هن مضمون لاءِ گهڻو ڪجهہ بيان ڪري ٿو سگهجي. مان فقط ڪجهہ بنيادي شين جي سمجهاڻي ڏيندس. هاڻي مختصر طور تي هن متعلق تحقيق ٿيل شيون ظاهر ٿو ڪريان ۽ انهن جي سببن ۽ وصفن تي ماڻهن جا قول لکان ٿو. انشاء الله تعاليٰ.

## (ولايت جو ثبوت)

تصوف جي طريقت ۽ معرفت جو بنياد ولايت ۽ ان جي ثبوت تي آهي. جيڪي وڏا مشائخ ولايت جي ثبوت تي متفق آهن. انهن مان هر ڪنهن پنهنجي عقيدي جو اظهار مختلف نمونن سان ڪيو آهي. محمد بن علي طريقت جي حقيقت لاءِ هن لفظ جي باري ۾ خاص طرح سان ذڪر جي لائق آهي. ولايت جو لفظ (واو جي زير سان) لغت جي لحاظ کان تصوف جي معنيٰ جي ڪم ايندو آهي ۽ ولايت (واو زبر سان ) اميري (امارت) جي معنيٰ ۾ ڪم ايندو آهي. ٻئي لفظ فعل وليت جا مصدر بہ ٿي سگهندا آهن ۽ اهو مجيبو وجي، تہ پوءِ دَلالت ۽ دِلالت جي انداز سان ٻنهي نمونن سان پڙهي سگهجي ٿو. ولايت ربوبيت جي معنيٰ ۾ بہ استعمال ٿيو آهي. الله تعاليٰ جو فرمان آهي: هنالـڪَ الولايت الله الحق. هتي ولايت فقط الله لاءِ جائز آهي، جيئن ڪافر بہ سندس سهارو ڳولين. ان جا ٿي وجن ۽ پنهنجن ڪُوڙن خدائن کان بيزاري جو اظهار ڪن. ولايت لفظ محبت جي معنيٰ ۾ بہ ڪم ايندو آهي. اهو بہ روا آهي تہ ولي فعيل مفعول جي معنيٰ ۾ هجي الله تعاليٰ فرمايو آهي: وهو يتلو الصالحين. "هو نيڪ ٻانهن جو دوست آهي". خدا پنهنجن ٻانهن کي ڪمن ۽ وصفن ۾ غلطان نٿو ڇڏي پر پنهنجي پناهہ ۽ حفاظت ۾ رکي ٿو. اهو روا آهي تہ ٻانهو فاعل جي سامهون فعيل (مبالغي جي صيغي سان) هجي ۽ ان جي اطاعت ۾ مشغول رهي. هو هميشه ان جي حقن جو خيال رکي ۽ الله کان سوءِ ٻين کان پري رهي. هڪڙو درجو مريد جو ۽ ٻيو مراد جو آهي.

اهي سموريون معنائون جائز آهن، پوءِ ڪٿي خدا سان انسان جو تعلق زير بحث هجي يا خدا جو انسان سان، ڇو تہ الله تعاليٰ پنهنجن دوستن جو مددگار آهي. جهڙي طرح پيغمبر جي اصحاب لاءِ مدد جو واعدو آهي: ألا ان فصر الله قريب. "بيشڪ الله جي مدد ويجهي آهي". اهو بہ فرمان آهي: وَان الڪافرين لامولئ لهم. اي لاناصر لهم. "ڪافرن لاءِ ڪوبہ موليٰ يا مدد گار ڪونهي". سندس پاڪ ذات ڪافرن جي مدد گار ناهي، تنهنڪري ظاهر آهي، تہ هوءِ ايمان وارن جي مددگار آهي. الله سندس ادراڪ جي مدد ٿو ڪري، تہ جيئن هو آيتن کي دليل سان سمجهي سگهن سندن دلين لاءِ معنيٰ جا راز کلي پون. شيطان جي مخالفت ۾ ڪامياب ٿين ۽ خدا جي حڪمن جي بجا آوري ڪن. اهو بہ جائز آهي تہ هن جي پاڪ ذات هنن کي سندن دوستيءَ جي ڪري خاص درجا عطا ڪري ۽ شيطان جي دشمنيءَ کان پناهہ ۾ رکي. الله تعاليٰ جو فرمان آهي: يُحبِڪُم وَ يُحِبُو نـہ "الله هنن سان محبت ٿو ڪري ۽ هو الله سان محبت ٿا ڪن". هو سندس محبت ۾ شرسار آهن ۽ هن سان محبت ڪن، ۽ دنيا کان منهن موڙي ، هن ڏانهن رجوع ڪندا آهن. هو سندن دوست آهي ۽ اهي سندس دوست آهن. اهو بہ روا آهي، تہ هو ڪنهن کي بندگي ۾ ثابت قدميءَ جي ڪري وڏي، مخالفت کان پرهيز ڪري ۽ شيطان هن کان پري رهي. اهو بہ روا آهي تہ ڪنهن کي ولايت عطا ۽ دل بند ٿيڻ ۽ کلڻ (بست و ڪشاد) ڪي هن جي قبضي ۾ رکي، هن جون دعائون قبول ڪري ۽ هن جو هر هڪ دم قبول فرمائي. پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: رب اشعت اغبر ذي طمرين لايؤٰ بـہ بـہ لو اقسم علي الله لا" بره. "گهڻائي پريشان شڪل وارا ماڻهو پرواهہ نٿا ڪن. حالانڪ جيڪڏهن هو خدا جو قسم کڻن، تہ خدا انهن جو قسم پورو ڪري". مشهور آهي، تہ حضرت عمر رضہ جي وقت ۾ نيل درياءُ پنهنجي عادت موجب سُڪي ويو. جهالت واري دوڙ ۾ هر سال هڪ سهڻي عورت سينگاري، درياءَ ۾ اڇليندا هئا. تہ جيئن پاڻي جاري ٿئي. حضرت عمر رضہ هڪ ڪاغذ جي ٽڪري تي لکيو، تہ "اي درياءَ! جيڪڏهن تون پاڻ ٻيهجي ويو آهين تہ اهو نيڪ ناهي، پر جيڪڏهن خدا جي حڪم سان چُپ آهين، تہ پوءِ عمر رضہ حڪم ٿو ڏي، تہ جاري ٿي وڃ". اهو خط درياءَ ۾ وڌو وي تہ پاڻي جاري ٿي ويو. اها سچي امارت (اميري)هئي. ولايت جي ثبوت مان منهنجو مطلب هيءُ آهي، تہ ڳالهہ ظاهر ڪريان تہ وليءَ جو لفظ ان ماڻهوءَ لاءِ هوندو آهي، جيڪو ذڪر ڪيل معنيٰ مطابق هجي، حال جو صاحب هجي ۽ قال سان واسطو نہ رکندو هجي. هن کان اڳ ۾ وڏن مشائخن هن مضمون تي ڪتاب لکيا آهن، پر اهو پيارو سرمايو وڃائجي ويو. هاڻي هن ڪراڙي پِير يعني هن مڪتب جي بانيءَ جون عبارتون لکان ٿو. تہ توکي ۽ الله جي ان طالب کي، جنهن کي هن ڪتاب پڙهڻ جي نيڪي نصيب ٿئي، ان کي پورو فائدو حاصل ٿي سگهي. مون کي انهن عبارتن لاءِ گهڻي عقيدت آهي. انشاءَ الله تعاليٰ.

(فصل -1)

خدا توكي طاقت عطا كري. هي لفظ (ولايت) عام طور تي استعمال ٿيندو آهي، كتاب ۽ سنت ۾ بہ ايندو آهي. خدا تعاليٰ فرمايو آهي: اَلا اِنَ اولياء الله لاخوف عَلَيهِم وَ لا هُم يَحزَنُونَ." تحقيق! الله جا ولي اهڙا آهن، جن كي نہ خوف آهي نہ ملال". ٻئي هنڌ آيو آهي: نحن اوليائكم في الحياة الدنيا و في الاخرة. "اسان دنيا ۽ آخرت ۾ اوهان جا دوست آهيون". هڪ ٻي جاءِ تي فرمان آهي: الله ولي الذين آمنوا. "الله تعاليٰ ايمان وارن جو دوست آهي". پيغمبر ﷺ جن وٽان آيل آهي: ان من عباد الله لعبادا يَخبطهم الانبياء والشهداء قيل منهم يا رسول الله صفهم لنا نحبهم قال قوم تحابوا بروح الله من غير اموال والا كستاب وجوههم نور علي منا بر من نور لايخافون اذا خاف الناس و لا يحزنون اذا حزن الناس ثم تلا اَلا ان اولياء الله لا خوف عليهم ولاهم يحزنون. "الله جي ٻانهن مان كي اهڙا آهن، جن تي نبي ۽ شهيد بہ ريس كن ٿا. پڇيو ويو: حضور، اهي كير آهن؟ انهن جون نشانيون بيان فرمايو، تہ اسان انهن سان محبت كريون. فرمايائون: "اهي ماڻهو الله جي روح سان محبت كندا آهن، اها بہ كنهن مال متاع كان سواءِ. انهن جا چهرا نور سان چمكندا آهن. اهي نور جي بلندين تي آهن. هو ماڻهن جي ڊيڄارڻ تي خوف نہ كائيندا آهن ۽ ماڻهن جي غمگين كرڻ تي غمگين نہ ٿيندا آهن. ماڻهو گهبرائيندو آهن، مگر هنن كي گهبراهٽ نہ ٿيندي آهي. تحقيق الله جا دوست (اولياء الله) نہ خوف كائيندا آهن ۽ نہ وري گهبرائيندا آهن". ٻي جاءِ تي پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: من أذي لي ولِياً فقد استحل محارتبي. "جنهن بہ منهنجي دوست كي ايذاءِ پهچايو، اهو مون سان وڙهڻ لاءِ تيار ٿيو". مطلب هيءُ آهي، تہ خدا تعاليٰ جا ولي اهي آهن، جن كي دوستي ۽ ولايت سان نوازيو ويو آهي، جيكي هن ملك جا حاكم آهن، بزرگ آهن، طبعي آفتن كان پاك آهن، خدائي كمن جي اظهار جو ذريعو آهن، مختلف كرامتن جي طاقت ركندڙ آهن، نفس جي پيروي كان پري آهن. جن جي همت الله جي مرضيءَ كان سواءِ ناهي ۽ جن جي روشني الله جي رستي كان سواءِ ناهي. اڳ ۾ اولياء ٿي گذريا آهن، اڄ بہ آهن ۽ قيامت تائين رهندا، چو تہ الله تعاليٰ محمد ﷺ جن جي اُمت كي اهو شرف عطا كيو آهي ۽ ضمانت ڏني آهي، تہ انهيءَ شرعيت جي سنڀال ٿيندي رهندي. جهڙيءَ طرح عالمن وٽ خبري ۽ عقلي دليل موجود آهن، اهڙيءَ طرح ولين ۽ الله جي خاص ٻانهن وٽ غيبي دليل جو هجڻ بہ لازمي آهي.

هن موضوع تي اسان جي مخالفت ۾ ٻہ جماعتون آهن: هڪ معتزلہ ۽ ٻي حشويہ. معتزلہ الله جي طالبن مان هڪ كي ٻئي ڏانهن وڌيڪ سمجهڻ (خاص هجڻ) جو انكار كندا آهن، حالانڪ ولي جي وڌيڪ هجڻ كان انكار نبوت جي انكار كرڻ جهڙو آهي ۽ كفر آهي. حشويہ جماعت جا ماڻهو الله جي خاص ٻانهن جو انكار تہ نہ كندا آهن، پر چوندا آهن تہ خاص ٻانها گذاري ويا آهن ۽ هاڻي موجود ناهن. هو ان ڳالهہ سمجهڻ كان قاصر آهن، تہ ماضي ۽ مستقبل جو انكار هڪ جهڙو آهي. انكار جي هڪڙي صورت ٻي صورت كان سخت نہ هوندي آهي.

الله تعاليٰ نبوت جي دليلن كي دائمي حيثيت بخشي آهي ۽ ولين كي ان جي اظهار جو وسيلو بڻايو آهي. هو هميشہ حضور ﷺ جن جي آيتن، دليلن ۽ سچائيءَ كي ظاهر كندا رهندا آهن، جو جڻ تہ عالم جا والي آهن ۽ سندن ئي ذات جا فرمانبردار آهن، ۽ نفس جي پيرويءَ كان بہ آزاد آهن. انهن جي بركت سان آسمان مان مينهن وسندو آهي. انهن جي باطن جي صفائيءَ جي صدقي زمين مان نباتات نكرندا آهن ۽ انهن جي ڏيان ڏيڻ سان مسلمان كافرن تي فتح حاصل كندا آهن.

انهن ولين مان چار هزار روپوش آهن. اهي هڪ ٻئي كان واقف نہ آهن ۽ پنهنجي باطن جي خوبيءَ كان بہ واقف نہ آهن. هو هر حال ۾ لكل رهندا آهن. انهن لاءِ نبوي حديثون بہ موجود آهن. ولين سڳورن جا قول بہ لڳاتار موجود آهن. الله تعاليٰ جو شكر آهي، جو مون كي هن معاملي ۾ چٽي خبر آهي. بست ۽ كشاد جا صاحب ۽ الله جي درگاهہ جا پهريدار ٽي سوءُ آهن، ۽ "اخيار" سڏبا آهن. چاليهہ ٻيا آهن، جن كي "ابدال" سڏبو آهي، ست ٻيا آهن، جيكي "ابرار" مشهور آهن. چار ٻيا آهن جن كي "اوتاد" سڏيندا آهن، ٽي ٻيا آهن جيكي "نقيب" سڏبا آهن، ۽ هڪ ٻيو آهي جنهن كي "قطب يا غوث"

سڏبو آهي. اهي سڀ هڪ ٻئي کي سڃاڻندا آهن ۽ ڪاروبار ۾ هڪ ٻئي جي اجازت جا محتاج هوندا آهن. هن باري ۾ ڪافي حديثون ۽ روايتون آهن. حقيقت وارا هن ڳالهه جي سچائيءَ تي متفق آهن. هتي مقصد اهو ناهي، تہ ان ڳالهہ جي ڊگهي سمجهاڻي ڏني وڃي. عام اعتراض اهو آهي، تہ جڏهن هو هڪ ٻئي کي ڄاڻندا سڃاڻندا آهن ۽ انهن مان هرهڪ ولي آهي، تہ هنن سيني کي پنهنجي پڇاڙيءَ کان مطمئن ۽ بي نياز هئڻ گهرجي، ليڪن اها ڳالهہ محال آهي، تہ ولايت جي پڇاڙي کان اطمينان ڏياري ڇڏي. جيڪڏهن اهو نيڪ آهي تہ مومن کي پنهنجي ايمان جي خبر هوندي آهي، پر هو مطمئن ۽ بي نياز نہ هوندو آهي. اهو بہ روا آهي تہ ولي کي پنهنجي ولايت جو پتو هوندو آهي ۽ هو مطمئن ۽ بي نياز نہ هوندو آهي. اهو ٿي سگهي ٿو، تہ الله تعاليٰ ڪرامت جي ڪري وليءَ کي ان جي نيڪ پڇاڙي (عاقبت) کان آگاهہ ڪري. جيستري تائين ان جي صورتحال ۽ مخالفت کان بچڻ جو سوال آهي، تيستائين مشائخن ۾ بہ اختلاف آهي. ۽ مون اختلاف جو سبب ظاهر ڪري ڇڏيو آهي.

هڪ جماعت انهن چار هزار روپوشن ولين جي باري ۾ ولايت جي معرفت کي روا نٿي سمجهي. ٻي جماعت ولايت جي معرفت جي قائل آهي. فقهہ ۽ ڪلام وارن ۾ بہ ڪجهہ قائل آهن ۽ ڪجهہ ناهن. ابو اسحاق سفرائني ۽ ڪجهہ اڳين درويشن جي جماعت جو هي عقيدو آهي، تہ وليءَ کي پنهنجي ولايت جو پتو نہ هوندو آهي. استاد ابوبڪر بن فورڪ ۽ ڪجهہ اڳين درويشن جو خيال آهي تہ ولي پاڻ کي ولي سمجهندو آهي. مان چوان ٿو، تہ جيڪڏهن ولي پاڻ کي ولي ڄاڻندو، تہ ان ۾ ڪهڙو نقصان يا مصيبت آهي؟ هن جماعت جو قول آهي، تہ پاڻ کي ولي سمجهي، غرور ۾ گرفتار ٿي سگهي ٿو، ۽ ولايت جو شرط حق جي حفاظت آهي ۽ جڏهن ڪو آفت کان محفوظ رهندو، تہ ولايت جي لائق نہ ٿي سگهندو. اها هڪ عام ڳالهہ آهي. اها ڪهڙي ڳالهہ آهي جو ڪو ولي هجي، ان کي ڪرامتون ۽ نہ ٿيڻ جهڙيون ڳالهيون ظاهر ٿين ۽ هو پاڻ ڪرامت کان بي خبر هجي. ڪي ماڻهو هڪ جماعت جي ۽ ڪي ماڻهو ٻي جماعت جي پيروي ڪندا آهن. انهن جي ڪا ڳالهہ اعتبار جوڳي نہ آهي.

معتزلہ ڪنهن ٻانهي جو خاص هجڻ يا ڪرامت جا منڪر ٿي منڪر آهن. ولايت جو بنياد ئي ڪرامت ۽ خصوصيت واري ڳالهہ تي آهي. هو چوندا آهن، تہ جيڪڏهن مسلمان خدا جي حڪمن جي پيروي ڪندا، تہ سڀ اولياءُ ٿيندا. جيڪو خدا جي حڪمن مطابق ايمان قائم ڪري، خدائي صفتن ۽ الله تعاليٰ جي ديدار جو منڪر هجي، مومن لاءِ دوزخ ۾ داخل ٿيڻ کي جائز سمجهي، شرعيت کي ڪتابن جي نازل ٿيڻ جي واسطي کان سواءِ عقل جي ڪسوٽي تي پرکي، اهو ولي هوندو آهي. اهو نيڪ آهي، تہ سيني مسلمانن وٽ هو ولي نہ هوندو آهي پر شيطان جو ولي هوندو آهي. معتزلہ چون ٿا، تہ جيڪڏهن ولايت لاءِ ڪرامت واجب هجي ها، تہ هر هڪ مومن کان ڪرامت ظاهر ٿئي ها، ڇو تہ سڀ مسلمان ايمان ۾ شريڪ آهن. جيڪڏهن اصول جو اشتراڪ موجود آهي تہ فروع جو اشتراڪ بہ موجود هئڻ گهرجي. وري چون ٿا، تہ مومن ۽ ڪافر ٻنهي لاءِ ڪرامت روا آهي، مثلاً جيڪڏهن سفر ۾ ڪو بکيو آهي ۽ ان لاءِ ڪو ميزبان (ڪاراٿينڊز) سامهون اچي وڃي، يا ڪوئي ٿَڪو ماندو آهي، ۽ ان کي ڪو سواري جو جانور ملي وڃي. جيڪڏهن ممڪن هجي، تہ سفر هڪ رات ڪٽجي وڃي تہ پيغمبر ﷺ جي مڪي جي ارادي جي موقعي تي خدا پاڪ اهو نہ چوي ها: و تحمل اثقالکم الیٰ بلدلـم تکونوا بالغيه الا بشق الانفس. "اسان توهان جو بار کڻون ٿا انهيءَ شهر تائين جو تہ اوهان نفس جي تڪليف کان سواءِ پهچي نٿا سگهو".

معتزلہ ڪُوڙا آهن، ڇو تہ خدا تعاليٰ جو فرمان آهي: سبحان الذي اسرايٰ بعبده ليلاً مِنَ المسجد الحرام الي مسجد الاقصي الذي بَارَڪنا حَولَـهُ. "اها ذات پاڪ آهي جنهن پنهنجي ٻانهي کي رات جي وقت سير ڪرايو، بيت الحرام (ڪعبي) کان مسجد اقصيٰ تائين. جنهن جو ماحول برڪت سان ڀريل آهي". بار کڻڻ ۽ مڪي کان وڃڻ لاءِ اصحابن جي گڏ ٿيڻ جو مطلب هي هو، تہ هيءَ هڪ خاص ڪرامت هئي، عام ڪرامت نہ هئي. جيڪڏهن ڪرامت سان سمورا مڪي وڃن ها، تہ عام ٿي وڃي ها ۽ غيب وارو ايمان عيني ايمان ٿي وڃي ها، ۽ غيبي ايمان جا سمورا حڪم لهي وڃن ها.

ايمان عام هوندو آهي. ان ۾ تابعدار ۽گنهگار سڀ شامل هوندا آهن. ولايت هڪ خاص شيءِ آهي. الله تعاليٰ جو حڪم عام هو. تنهنڪري پيغمبر ﷺ جن کي سيني سان گڏ بار کڻڻ جو حڪم ڏنو. جڏهن خاص حڪم جو وقت آيو، تڏهن پنهنجي پيغمبر کي هڪ رات ۾ مڪي کان بيت المقدس تائين پهچايو ۽ أتان قاب قوسين جي مقام تي آندو. ۽ دنيا جي ڪنڊ ڪرچ ڏيکاري ڇڏي. جڏهن واپس آيا تڏهن ڪافي رات باقي هئي. مطلب ته ايمان جو مقام عام آهي ۽ ولايت جو خاص خصوصيت جو انڪار اجائي بحث آهي. شاهي دربار ۾ چوڪيدار، دربان، اردلي ۽ وزير سڀ هوندا آهن. نوڪر هجڻ جي حيثيت ۾ سڀ برابر هوندا آهن. مگر درجو سڀني جو الڳ هوندو آهي. اهڙيءَ طرح حقيقت ۾ سڀ مومن هڪ جهڙا هوندا آهن. پر ڪي گنهگار، ڪي عبادت ڪندڙ، ڪجهه عالم عابد ۽ ڪجهه جاهل ۽ سست هوندا آهن. ظاهر آهي. ته خصوصيت جو انڪار، هر شيءِ جي منڪر هجڻ وانگر آهي. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

## (فصل -2)

مشائخ سڳورن ولايت جي حقيقت جون ڪجهه رمزون بيان ڪيون آهن. مان انهن جو تت (اختصار) بيان ڪريان ٿو، جيئن پڙهڻ وارا فائدو وٺي سگهن. انشاء الله تعاليٰ.

حضرت ابو علي جرجاني فرمايو: الولي هو الفاني في حاله و الباقي في مشاهدة الحق كر يكن له عن نفسه اخبار ولامع غير الله قرار. "ولي اهو آهي جيڪو پنهنجي حال ۾ فنا هجي ۽ الله جي مشاهدي ۾ باقي رهي. ڪيس پنهنجي ذات جي خبر به نه هجي ۽ هو خدا جي ذات کان سواءِ ڪنهن به شيءِ سان قلب جو قرار حاصل ڪري نه سگهي". ڀانهو هميشه پنهنجي ذات جي باري ۾ گفتگو ڪندو آهي. پنهنجي ذات فنا ٿيڻ جي حالت ۾ پنهنجي متعلق ذڪر ڪرڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. غير الله سان نسبت رکي دل جو حال بيان ڪرڻ دوست جي راز فاش ڪرڻ وانگر آهي. دوست جو راز ڪنهن ٻئي جي حوالي ڪري نٿو سگهجي. ان کان سواءِ الله جي مشاهدي واري حالت ۾ غير ڏانهن نظر کڻي نٿي سگهجي. جڏهن غير ڏانهن نظر به ڪجي نه سگهي ته پوءِ غير کان قلب جو قرار ڳولڻ بي معنيٰ آهي.

حضرت جنيد رحه جو قول آهي: الولي ان لايكون لـه خوف لأن الخوف ترقب مكروه يحل في المستقبل و انتظار محبوب يفوت في المستانف و الوالي ابن وقته ليس له وقت مستقبل فيخاف شيئاً كاما لاخوف لـه رجاء لـه. لأن الرجاء انتظار محبوب يحصل او مكروه يكشف وذالك في الثاني من الوقت و كذالك لايحز لان الحزن من حزونـة الوقت من كان في ضياءالرضا و روضة الموافقة فان يكون لـه حزن قال الله تعاليٰ آلا ان اولياء الله لاخوف عليهم ولاهم يحزنون.

"ولي اهو آهي جنهن کي ڪوبه خوف نه هجي، ڇو ته خوف ان شيءِ کان ٿيندو آهي، جنهن کان دل ۾ ڪراهت هجي يا ان خيال کان ٿيندو آهي جو محبوب جيڪو سامهون آهي، اهو جدائي جي غم ۾ گرفتار ڪري نه وجي. ولي وقت جو صاحب هوندو آهي. هن لاءِ ڪوبه مستقبل هراس جو سبب نه بڻبو آهي. الله تعاليٰ فرمايو آهي، ته الله جي ولين لاءِ ڪوبه خوف ۽ ملال نه هوندو آهي". خوف وانگر الله جو ولي اميد ۾ به گرفتار نه ٿيندو آهي. اميد مستقبل ۾ محبوب جي ميلاپ جو نالو آهي يا اها ته مڪروه شيءِ دور ٿي ويندي. ولي وٽ ڪوبه اندوهه نه هوندو آهي ڇو ته اندوهه وقت جي ڪدورت مان پيدا ٿيندو آهي. جنهن جي جڳهه رضا جي جنت ۽ موافقت جو گلشن هوندي آهي. اهڙي ماڻهو لاءِ اندوهه ڪٿان ايندو؟ عام ماڻهن جو خيال آهي ته جڏهن خوف، اميد ۽ اندوهه نه هوندا تڏهن امن هوندو. اها ڳالهه به غلط آهي، ڇو ته امن غيب جي جلوي کان محرومي ۽ وقت کان پري پجڻ جو نالو آهي. اها شيءِ يعني امن جو نه هجڻ انهن ماڻهن لاءِ فخر جو سبب هوندو آهي، جيڪي پنهنجي بشريت کان بي نياز هوندا آهن ۽ صفتن کان مطمئن نه رهندا آهن. خوف، اميد، امن ۽ اندوهه جو لاڳاپو انساني نفس سان آهي. جڏهن اهي فنا ٿي ويندا، تڏهن انساني رضا صفت بڻجي ويندي. رضا حاصل ٿي وڃڻ تي سالڪ ثابت قدمي واري حال ۾ اچي حالتن جي پيدا ڪندڙ (محول) ۾ فنا ٿي ويندو آهي ۽ حالتن کان منهن موڙي ڇڏيندو آهي. ان وقت ولايت جو ڪشف ٿيندو آهي ۽ ان جي حقيقت وليءَ جي باطن تي ظاهر ٿيندي آهي.

حضرت ابو عثمان مغربي جو قول آهي: الولي قد يكون مشهوراً ولايكون مفتوناً." ولي دنيا ۾ مشهور هوندو آهي،

مگر هو دنيا سان محبت نہ ڪندو آهي". هڪ ٻي بزرگ چيو آهي: قد يكون مستوراً ولا يكون مشهوراً." ولي مستور (لڪل) هوندو آهي، مشهور نہ هوندو". مطلب هيءُ آهي، تہ ولي اهو هوندو آهي، جيڪو شهرت کان پرهيز ڪندو آهي، ۽ اهو ان لاءِ جو شهرت فتنو پيدا ڪندي آهي. حضرت ابو عثمان جي قول موجب جيڪڏهن فتني جو سبب نہ بڻجي تہ شهرت روا آهي. فتني جو بنياد ڪوڙ تي آهي. الله جو ولي ڪوڙ کان پاڪ هوندو آهي ۽ پنهنجي ولايت ۾ سچو هوندو آهي. ولي ۽ جو لفظ ڪوڙي سان لڳي نٿو سگهي. ڪوڙي کان ڪرامت ظاهر نہ ٿي سگهندي آهي. ۽ فتنو ڪوڙي جي زندگيءَ مان نڪري نہ سگهندو آهي. حاصل ڪلام اهو ٿي اختلاف وارو نُڪتو آهي تہ وليءَ کي پنهنجي ولايت جو علم هوندو آهي يا؟ علم هجڻ جي حالت ۾ هو مشهور آهي ۽ علم نہ هجڻ جي حالت ۾ مفتون آهي. انهيءَ جي سمجهاڻي تمام ڊگهي آهي.

چون ٿا، تہ هيڪوار حضرت ابرهيم ادهم هڪ ماڻهوءَ کان پڇيو: "ڇا تون الله جو ولي بڻجڻ چاهين ٿو؟" هن جواب ڏنو: "هائو". پاڻ فرمايائين: "دنيا ۽ آخرت جي ڪنهن شيءِ سان واسطو نہ رک، پنهنجي نفس کي آجو ڪر، ۽ الله جي پاڪ ذات کي پنهنجي آڏو رک". الله تعاليٰ کان منهن موڙي، دنيا سان واسطو رکڻ فاني شيءِ ۾ ڦاسڻ جي برابر آهي. آخرت جي تمنا وري الله کان سواءِ ٻين شين کان منهن موڙڻ جي برابر آهي. فاني شيءِ فنا ٿي ويندي آهي، ۽ ان کان منهن موڙڻ بہ ختم ٿي ويندو آهي. باقي شيءِ کان منهن موڙڻ ۾ بقا آهي. باقي رهندڙ شيءِ کي فنا ناهي. ان کان منهن موڙڻ ۾ بہ فنا ناهي. وڌيڪ چيائين تہ پنهنجي ذات کي خدا جي دوستيءَ لاءِ واندو ڪر. دنيا ۽ آخرت جي لالچ کان پاڪ ٿي وڃ ۽ دل و جان سان خدا ڏانهن لاڙو رک. جيڪڏهن تو ۾ اهي وصفون موجود آهن، تہ پوءِ ولايت جو مقام ڪجهہ پري ناهي.

حضرت ابو يزيد بسطامي رحہ کان پڇيو ويو، تہ ولي ڪير هوندو آهي؟ هن فرمايو:" ولي ان کي چوندا آهن، جيڪو الله تعاليٰ جي حڪمن تي هلي ۽ منع ڪيل شين کان منهن موڙي". الله تعاليٰ جي دوستي نصيب ٿئي، تہ سندس حڪمن جي تعظيم دل ۾ زياده هوندي آهي ۽ منع ڪيل شين کان بدن وڌيڪ پري رهندو آهي. حضرت ابويزيد کي ڪن ماڻهن ٻڌايو، تہ فلاڻي شهر ۾ هڪ خدا جو ولي آهي. هِن اُن جي زيارت جو ارادو ڪيو. جڏهن ان جي مسجد ۾ پهتو، تڏهن اهو ماڻهو گهر مان نڪري مسجد ۾ آيو، ۽ اچڻ سان ٿُڪ اڇليائين. هو (ابويزيد) کيس سلام ڪرڻ کانسواءِ واپس موٽي آيو. ۽ چيائين تہ ولي شريعت جو خيال رکندو آهي، جيئن الله تعاليٰ سندس مقام برقرار رکي. جيڪڏهن اهو ماڻهو واقعي ولي هجي ها، تہ مسجد ۾ ٿُڪ نہ اڇلائي ها، پنهنجي عزت جو خيال رکي ها، پنهنجي درجي جو حق ادا ڪري ها، ۽ نيڪ نموني سان ڪرامت جي لائق هجي ها. ان رات پيغمبر ﷺ جن کي خواب ۾ ڏٺائين. جن فرمايس: "اي ابويزيد، جو ڪجهہ تو ڪيو، خدا توکي پنهنجي برڪتن سان نوازيندو." ابويزيد جو چوڻ آهي تہ ٻئي ڏينهن تي مون کي اهو مقام مليو، جنهن تي ماڻهو مون کي ڏسن ٿا.

چون ٿا، تہ هڪ ماڻهو حضرت ابوسعيد وٽ آيو. هن اڳ ۾ پنهنجو کٻو پير مسجد ۾ رکيو. شيخ کيس اتان هٽائي ڪڍيو ۽ چيو تہ: "جيڪو ماڻهو دوست جي گهر ۾ داخل ٿيڻ جا آداب نٿو ڄاڻي، اهو اسان جي مجلس جي لائق ناهي."

ملحدن (بي دينن) جي هڪ جماعت صوفي سڳورن سان شامل ٿي وئي آهي. هن جماعت جي ماڻهن جو چوڻ آهي، تہ ايتري خدمت ڪريو، جو ولايت حاصل ٿي وڃي. جڏهن ولايت حاصل ٿي وئي، تڏهن خدمت جي ضرورت نہ سمجهيائون. اها ڇٽي گمراهي آهي. الله جي راهہ ۾ ڪوبہ مقام اهڙو ناهي، جتي خدمت (عبادت) جو ڪوبہ رڪن خطا ٿي وڃي. هن ڳالهہ جو خدا گهريو تہ مناسب جاءِ تي پورو پورو ذڪر ڪيو ويندو.

## ڪرامت جو ثبوت

ڪرامت هڪ عادت جي خلاف صفت آهي. جيڪا شرعي تڪليف جي دائري ۾ رهي وليءَ جي هٿان ظاهر ٿيندي آهي. اهو خدا جو مرد بہ ولي هوندو آهي، جو خدا جي عطا ڪيل علم جي وسيلي، دليلن سان سچ کي ڪوڙ کان جدا ڪري سگهي. ڪن اهل سنت و الجماعت جي ماڻهن جو خيال آهي، تہ ڪرامت ٿي سگهي ٿي مگر معجزي جي حد تي نٿي پهچي، مثلاً هو چون ٿا، تہ عادت جي ابتڙ دعائن جو قبول ٿيڻ وغيره ڪرامت جي حد کان ٻاهر آهي. مان چوان ٿو، تہ

جيڪڏهن ڪنهن وليءَ جي هٿان، شريعت جي دائري ۾ رهندي، عادت جي ابتڙ ڪا ڪرامت ظاهر ٿئي، ته ان ۾ ڪهڙي شيءِ اعتراض جهڙي آهي؟ جيڪڏهن ان جو اهو جواب ڏين، ته ڪرامتون بيشڪ هنن ڪان ظاهر ٿينديون آهن ۽ تقدير جي مطابق هونديون آهن مگر اها ڳالهه نبوت جي درجي ۾ دخل اندازي آهي ۽ نبين جي خصوصيتن جو انڪار آهي. ظاهر آهي، ته اهو دليل به غلط آهي، ولي ولي هوندو آهي ۽ نبي نبي. ان ۾ ڪنهن به مشابهت جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي جنهن ڪان پرهيز ڪئي وڃي. پيغمبرن جو مانُ ۽ مرتبو سندن عالي همتي ۽ وڏي پاڪبازي جي ڪري هوندو آهي. اهو معجزي، ڪرامت يا عادت جي ابتڙ ڪم ڪرڻ جي ڪري نه هوندو آهي. بنيادي طور تي سڀ معجزا هڪ جهڙا هوندا آهن ۽ درجن ۾ هڪڙي ڪي ٻئي تي فضيلت حاصل ٿي سگهي ٿي. جيڪڏهن عادتن جي ابتڙ ٿيندڙ ڪمن ۾ هڪجهڙائي آهي تڏهن به نبين ۾ درجي جو فرق موجود آهي. پوءِ ولين جي ڪرامتن جو ظاهر ٿيڻ روا ڇو نه سمجهيو وڃي؟ نبين جو مرتبو ولين ڪان وڌيڪ آهي. جڏهن معجزو يا عادت جي ابتڙ ڪم، نبين لاءِ خصوصيت ۽ مرتبي جو سبب ناهي ته ولين جي هٿان ڪرامتن جو ظاهر ٿيڻ نبين جي مقابلي ۾ سندن خصوصيت جو سبب ڪيئن بڻجي سگهندو؟ هو نبين جي برابري ڪيئن ڪري سگهندا؟ جيڪو به عقل وارو هن دليل کي سمجهندو، ان جي دل مان يقين سان هر شڪ شبهو دور ٿي ويندو. جيڪڏهن ڪنهن جي دل ۾ اهو خيال آيو، ته ولي ڪرامتن ڏيکارڻ سان نبوت جي دعوا به ڪري ٿو سگهي، ته اها ڳالهه محال آهي، ڇو ته ولايت جو شرط سچو آهي. حقيقت جي خلاف دعوا ڪرڻ سراسر ڪوڙ آهي ۽ ڪوڙو ولي نه ٿيندو آهي. وليءَ لاءِ نبوت جي دعوا معجزي ۾ دست اندازي ڪرڻ وانگر آهي ۽ اهو ڪفر آهي.

ڪرامت ڪنهن فرمانبردار مومن ڪان سواءِ ظاهر نه ٿيندي آهي، ڪوڙ عبادت نه پر گناهه هوندو آهي. انهيءَ لحاظ ڪان ڏٺو وڃي، ته الله جي وليءَ جي ڪرامت نبوت جي حجت جي ثبوت مطابق هوندي آهي. فقط نڪتہ ڇيني سان معجزي ۽ ڪرامت ۾ شڪ ڪرڻ ثابت نه ٿيندو. پيغمبر ﷺ جن معجزن سان نبوت کي ثابت ڪيو. الله جو وليءَ ڪرامت سان نبوت جي ثابتي سان گڏ پنهنجي ولايت کي به ثابت ڪندو آهي. وليءَ ولايت جي نالي ۾ اهوئي چوندو آهي جيڪو نبوت جي زور سان نبي چوندو آهي. وليءَ جي ڪرامت نبيءَ جي عين معجزي مطابق هوندي آهي. وليءَ جي ڪرامت ڏسي مومن جو ايمان نبيءَ جي صداقت تي پڪو ٿيندو آهي ۽ شڪ شبهي جي گنجائش نه رهندي آهي.

نبي ۽ ولي جي دعوت ۾ ڪابه شيءِ متضاد نه ٿيندي آهي، جيڪا هڪ جو انڪار ڪري حقيقت ۾ ولايت نبوت جي تائيد هوندي آهي. جهڙي طرح شريعت ۾ ورثي جي معاملي ۾ هڪ جماعت جا سڀ ماڻهو گڏجي يڪراءِ دعوا ڪندا آهن، تڏهن هڪ ماڻهوءَ جي حجت جو ثبوت سڀني تي هڪجهڙو ٿيندو آهي. جيڪڏهن دعوا متضاد هوندي آهي ته هڪ فيصلو ٻئي لاءِ حجت بڻجي نه سگهندو آهي. معجزي جي دليل سان نبي نبوت جي دعوا ڪندو آهي، ۽ ولي ڪرامت جي بنياد تي ان جي تصديق ڪندو آهي. ٻنهي ۾ ڪوبه شڪ شبهو ڪونهي. والله اعلم بالصواب.

## معجزي ۽ ڪرامت جو فرق

اهو ثابت ٿي چڪو آهي، ته ڪُوڙا دعوا ڪندڙ مئجزو يا ڪرامت ظاهر ڪري نٿا سگهن. هاڻي انهن ٻنهي جو فرق بيان ڪرڻ ضروري آهي جيئن ڳالهه صاف ۽ چٽي ٿي وڃي. معجزي جو خاص شرط اهو آهي ته ظاهر هجي. ڪرامت لاءِ وري لازمي آهي ته لڪل هجي، ڇو ته معجزي جو نتيجو ٻين لاءِ هوندو آهي ۽ ڪرامت جو نتيجو،وري ڪرامت واري لاءِ هوندو آهي. ان ڪانسواءِ معجزي ڏيکارڻ واري کي معجزي جي خبر هوندي آهي. ولي کي اها خبر نه هوندي آهي ته ظاهر ٿيڻ وارو ڪم ڪرامت آهي يا استدراج. نبي خدا جي حڪم سان شريعت ۾ دخل اندازي ڪندو آهي ۽ خدا جي حڪم سان ئي ان کي ترتيب ڏيڻ سان استدراج جو انڪار يا اقرار ڪندو آهي. ڪرامت واري کي حڪمن مڃڻ يا قبول ڪرڻ ڪانسواءِ ڪوئي حيلو نه هوندو آهي، ڇو ته ولي جي ڪرامت ڪنهن به حالت ۾ نبي جي شريعت جي ابتڙ نه ٿي سگهندي آهي. جيڪڏهن ڪوئي چوي، ته اوهان جي قول موجب معجزو عادت جي ابتڙ آهي ۽ نبي جي سچائي ثابت ڪندو آهي ۽ پوءِ اوهان جي خيال موجب عادت جي ابتڙ ڪم ٿيڻ ولي لاءِ به روا آهي ته اها ڳالهه هڪ عام ڳالهه ٿي پوندي. ظاهر آهي، ته

معجزي جي حقيقت جي ثابتي، ڪرامت جي حقيقت جي دليل ڪي خودبخود ڪاٿي ڇڏيندي آهي. مان چوان ٿو، تہ هي معاملو اهڙو نہ آهي. ولي جي ڪرامت نبيءَ جي معجزي وانگر (همشڪل) هوندي آهي. بيئي ساڳيءَ طرح هڪ نہ ٿيندڙ ڪم (اعجاز) ظاهر ڪندا آهن. ۽ اعجاز ڪڏهن بہ اعجاز جي ابتڙ نہ ٿيندو آهي، يعني انڪار نہ ڪندو آهي.

جڏهن (سڳوري صحابي) حضرت خبيب ڪي مڪي جا ڪافر سوليءَ تي لٽڪائي رهيا هئا. تڏهن پيغمبر ﷺ جن (مديني ۾) مسجد نبوي ۾ ويٺي ڪيس ڏسي ورتو. ۽ اصحاب سڳورن کي بہ ٻڌايو. الله تعاليٰ حضرت خبيب رضہ جي اکين تان پردا لاهي ڇڏيا ۽ حضور ﷺ جن کي اُتان ڏسي سلام ڪيائين. حضور ﷺ جن سلام ورتو ۽ خير جي دعا ڪئي. حضرت خبيب رضہ ڪعبي جي پاسي ڏي منهن ڪيو. ان وقت حضور ﷺ جن مديني ۾ هئا. ۽ حضرت خبيب رضہ کي ڏٺائون. اهو عادت جي ابتڙ معجزو هو. حضرت خبيب رضہ حضور ﷺ جن کي مڪي مان ڏٺو، هيءَ سندس ڪرامت هئي. اهو غيب وارو ديدار بہ عادت جي ابتڙ هو. مڪان يا وقت (زمان) جي پري هجڻ ۾ ڪوبہ فرق ڪري نٿو سگهجي. حضرت خبيب رضہ جي ڪرامت اهڙي حالت ۾ ظاهر ٿي، جڏهن هو مڪان جي لحاظ کان حضور ﷺ جن کان پري هو. ان کان پوءِ ڪن بزرگن جي هٿان اهڙيون ڪرامتون ظاهر ٿيون آهن. جيڪي وقت (زمان) جي لحاظ کان بہ حضور ﷺ جن کان پري هئا. اهو فرق چٽو آهي ۽ ظاهر دليل آهي، تہ ڪرامت پيغمبر جي معجزي جي تصديق نہ ڪري، تيستائين ڪيس ڪرامت ٿي نہ چئي سگهبو. جيڪڏهن ڪرامت اهڙي ماڻهوءَ جي هٿان ظاهر ٿئي. جيڪو عبادت ڪندڙ ۽ ايماندار نہ هجي تہ ان کي بہ ڪرامت سڏي نہ سگهبو. حقيقت ۾ ڪرامت پيغمبر ﷺ جن جو هڪ غير معمولي معجزو آهي. سندن شرعيت دائمي آهي ۽ ان لحاظ کان سندن نبوت جي حجت بہ دائمي آهي. ولي سڳورا حضور ﷺ جن جي نبوت واري درجي جا گواهہ آهن ۽ اهو ممڪن ناهي تہ ڪي بيگانا ماڻهو ڪرامت ظاهر ڪن.

هتي حضرت ابراهيم خواص رحہ جو هڪ واقعو ذڪر ڪرڻ جي لائق آهي. سندس چوڻ آهي: "مان پنهنجي عادت موجب اڪيلائپ اختيار ڪرڻ جي لحاظ کان جهنگ ۾ ويس. جهنگ جي ڪنڊ مان هڪ ماڻهو ظاهر ٿيو ۽ مون سان ڪچهري ڪرڻ چاهيائين. مون ڪيس ڏٺو منهنجي دل ۾ ڪراهت پيدا ٿي". هن چيو: "اي ابراهيم پريشان نہ ٿي. مان هڪ عيسائي راهب آهيان ۽ روم جي پسگردائي وارن ڳوٺن کان آيو آهيان. مون کي فقط تنهنجي ڪچهري جو خواهش آهي". جڏهن اها خبر پئي تہ هو ڌاريو آهي، تڏهن منهنجي دل کي ڪجهہ تسڪين آئي ۽ ساڻس ڪچهري ڪرڻ جو بار هلڪو ٿيو. مون چيس تہ اي راهب، مون وٽ ڪاڏو پيتو ڪونهي، توکي تڪليف ٿيندي. هن جواب ڏنو: اي ابراهيم، افسوس آهي تون دنيا ۾ ايترو مشهور آهين پر اجا تائين توکي کاڌي پيتي جي ڳڻتي آهي. ابراهيم راهب جي عقل واري ڳالهائڻ ۽ سٺي ڪلام تي تعجب ڪاڌو ۽ آزمائش طور ساڻس ڪچهري ڪرڻ تي راضي ٿيو، تہ جيئن سندس دل ڪشادگي ۽ درجو ڏسي سگهي. ست ڏينهن ۽ راتيون پنڌ ڪرڻ کان پوءِ راهب تي اڃ جو غلبو ٿيو. هو بيهي رهيو ۽ چيائين: اي ابراهيم، دنيا ۾ تنهنجي نالي جو ايڏو ڍنڍورو آهي. توکي خدا تعاليٰ جي درگاهہ ۾ جيڪا حيثيت آهي ان کي ڪم ۾ آڻي ڪجهہ ڪر. مان اڄ جي تڪليف سهي نٿو سگهان. ابراهيم سجدي ۾ مٿو رکي دعا گهري: منهنجا مولا مون کي هن ڪافر آڏو ذليل ٿيڻ کان بچاءِ. هن کي ڌارئي هجڻ جي باوجود مون لاءِ سٺو عقيدو (خوش فهمي) آهي. منهنجا مولا هن جي انهيءَ عقيدي ۾ فرق نہ اچڻ ڏي. انهيءَ دعا گهرڻ کان پوءِ ابراهيم سجدي مان مٿو ڪنيو تہ سندس آڏو هڪ ٿالهہ پيو هو جنهن ۾ ٻہ مانيون ۽ شربت جا ٻہ پيالا رکيا هئا. بيئي ڄڻا کائي پي اڳتي هليا. ست ڏينهن ۽ راتيون گذري ويا. ابراهيم خيال ڪيو تہ هاڻي انهي عيسائي جي آزمائش وٺڻ گهرجي تہ جيئن ڪيس پنهنجي منزل نہ هجڻ جو احساس ٿئي، ۽ هو ٻيهر امتحان وٺڻ جو ارادو نہ ڪري. ڪيس چيائين: اي عيسائي راهب، هاڻي تنهنجو وارو آهي. تون پنهنجي رياضت جو ڦل ڏيکار. هن بہ زمين تي مٿو رکيو ۽ ڪجهہ چيو: هڪ ٿالهہ آڏو آيو، جنهن ۾ چار مانيون ۽ شربت جا چار پيالا رکيل هئا. ابراهيم عجب ۾ پئجي ويو ۽ ڏاڍو پريشان ٿيو. پنهنجي حال کان نا اميدي جي حالت ۾ چيائين: "مان نہ کائيندس. اهو کاڌو هڪ ڪافر جي هٿان ظاهر ٿيو آهي، جيڪو منهنجي مدد لاءِ پيش ڪري رهيو آهي". راهب بہ کائڻ لاءِ زور پريو. ابراهيم چيو:

"مان اهو ڪاڏو ڪائي نٿو سگهان. حقيقت ۾ اها ڳالهه تنهنجي وس کان ٻاهر آهي. مون کي حيرت آهي. مان ان کي ڪرامت تسليم نٿو ڪريان، ڇو ته ڪرامت ڪافر جي هٿان ظاهر ٿي نه سگهندي آهي. جيڪڏهن تنهنجي طرف کان امداد سمجهي قبول ڪندس ته پوءِ پاڻ کي سچ جي دعوا ڪندڙ ڪيئن سمجهندس؟" راهب وري چيو: تون اهو ڪاڏو ڪاءِ. مان توکي ٻن شين جي خوشخبري ٿو ڏيان. هڪ ته مان مسلمان ٿو ٿيان (شهادت جو ڪلمو پڙهيائين) ۽ ٻي اها ته الله جي درگاهه ۾ توکي وڏو درجو حاصل آهي". هن پڇيو ته اهو ڪيئن؟ جواب ڏنائين: "اسان واقعي اهڙيون شيون (ڪرامتون) ڪري نٿا سگهون. مان توکان شرم محسوس ڪري، سجدو ڪيو هو ۽ دعا گهري هئي ته اي الله پاڪ جيڪڏهن حضرت محمدﷺ جن جو دين سچو ۽ تو وٽ پسند ڪيل آهي، ته مون کي به مانيون ۽ شربت جا ٻه پيالا عطا ڪر ۽ جيڪڏهن ابراهيم خواص به سچ پچ ولي آهي ته ٻيون ٻه مانيون ۽ شربت جا ٻه پيالا هن لاءِ به عطا فرماءِ. سجدي مان مٿو ڪنيم ته اهو ٿالهه موجود ڏٺم". ابراهيم اهو ڪاڏو نوش ڪيو. راهب نوجوان هو ۽ دين جي بزرگن وارو درجو حاصل ڪيائين. حقيقت ۾ اهو هڪ خاص معجزو هو، جيڪو ڪرامت جي صورت ۾ ظاهر ٿيو. اهو ناممڪن آهي جو هڪ نبيءَ جي غير حاضري ۾ ڪو عام ماڻهو نبوت جو دليل پيش ڪري سگهي ۽ وليءَ جي غير حاضري ۾ ڪوئي غير ولي ڪرامت جو حقدار بڻجي وڃي. حقيقت ۾ ولايت جي انتها نبوت جي ابتدا جي برابر آهي. اهو راهب فرعون جي جادوگرن وانگر مخفي طور تي ايمان وارو هو. ابراهيم نبوت جي اعجاز (معجزه) جي سچائي ثابت ڪئي. راهب به نبوت جي سچائي ۽ ولايت جي عزت چاهيندڙ هو. خدا تعاليٰ ڪيس به مقصد جي دولت عطا ڪئي. اهوئي وليءَ جي ڪرامت جي نبيءَ جي معجزي ۾ فرق آهي. هن باري ۾ گهڻو ڪجهه لکي ٿو سگهجي مگر ڪتاب ۾ گنجائش ناهي. ان کان سواءِ اوليائن لاءِ ڪرامت جو ظاهر ڪرڻ به ڪرامت آهي ۽ ان لاءِ اخفا (مخفي رکڻ) شرط آهي. ان کي ظاهر ڪرڻ روا ناهي. منهنجي مرشد جو قول آهي. ته جيڪڏهن ڪو ولي ولايت کي ظاهر ڪري ۽ دعويدار ٿئي، ته اها ڳالهه ان جي حال جي صحت لاءِ نقصانڪار آهي. اهو اظهار ڪرڻ تڪبر ۾ به شامل آهي. الله بهتر ٿو ڄاڻي.

## خدائي دعوا ڪندڙن جا معجزا

وڏن مشائخن ۾ اهل سنت والجماعت جي سڀني ماڻهن جو انهيءَ ڳالهه تي اتفاق آهي، ته عادت جي ابتڙ معجزا ۽ ڪرامتون ڪافرن جي هٿان به ظاهر ٿي سگهن ٿيون. جيئن شڪ شبهي جا سبب ختم ٿي وڃن ۽ انهن جي ڪوڙي هجڻ لاءِ ڪو شڪ نه رهي. انهن ڳالهين جو ظاهر ٿيڻ ئي ڪوڙ کي ثابت ڪندو آهي. مثلاً فرعون کي چار سؤ سال عمر ملي ۽ ان ساري عرصي ۾ ڪيس ڪابه بيماري نه ٿي. پاڻي سندس پٺيان مٿي چڙهي ويندو هو ۽ هو بيهندو هو ته پاڻي به هيٺ ٿي بيهي رهندو هو. پاڻي سندس رفتار موجب هلندو هو. انهن سڀني ڳالهين جي باوجود ڪنهن به عقل واري لاءِ سندس خدائي جي دعوا هجڻ ۾ ڪو شڪ ناهي، ڇو ته هوش وارا ڄاڻن ٿا ته خدا تعاليٰ جي پاڪ ذات مجسم (جسم واري) ۽ مرڪب (گڏيل) ٿي نٿي سگهي. اهڙيءَ طرح شداد (ارم واري) ۽ نمرود جي باري ۾ عقل کي حيرت ۾ وجهندڙ ڳالهيون مشهور آهن. پختين روايتن موجب اهو به چئي سگهجي ٿو، ته قيامت جي ويجهڙائي ۾ دجال ظاهر ٿيندو ۽ خدائيءَ دعوا ڪندو. سندس ٻنهي هٿن تي ٻه جبل هوندا. هڪڙو سڄي هٿ تي ٻيو کٻي هٿ تي. جيڪو سڄي هٿ تي هوندو. اهو نعمتن جي جڳهه هوندو ۽ جيڪو کٻي هٿ تي هوندو اهو، سزا ۽ عذاب جي جڳهه هوندو. هو ماڻهن کي پنهنجي خدائي جي دعوت ڏيندو. جيڪو ڪيس نه مڃيندو، ان کي عذاب ڏيندو. ۽ ڪين ماري جيئرو ڪندو. سڄي دنيا ۾ پنهنجو حڪم جاري ڪندو. جيڪڏهن انهن کان وڏيڪ سوين ڪم عادت جي ابتڙ ظاهر ڪندو تڏهن به عقل وارا ڪيس ڪوڙو سمجهندا. عقل وارن کي خبر آهي، ته خدا تعاليٰ انڌو نه هوندو آهي نه وري گڏهه جي سواري ڪندو آهي. اهي سموريون شيون استدراج ۾ هونديون آهن. اهڙيءَ طرح نبوت جي ڪوڙي دعوا ڪندڙ به غير معمولي ڪمن جي نمائش نه ڪري سگهندو آهي، مگر سندس نمائش ئي سندس ڪوڙ ثابت ڪندي آهي. جيئن سچي نبيءَ جا معجزا سندس سچائيءَ جا دليل هوندا آهن. مگر ياد رکڻ گهرجي، ته حقيقي معنيٰ ۾ عادتن جي ابتڙ ڳالهيون ظاهر نه ٿينديون آهن. اهي فقط اهڙي حالت ۾ ظاهر ٿينديون آهن،

جڏهن شڪ جو احتمال ٿيندو آهي. سچ ۽ ڪوڙ ۾ تميز ڪرڻ ۾ دقت ٿيندي آهي. اهڙي صورت نہ هجڻ جي حالت ۾ يقين سان بيعت جي اصول تي حرف ايندو. ڇو تہ طالب نہ سمجهي سگهندو آهي تہ ڪهڙو ڪرو ۽ ڪهڙو ڪوٽو آهي؟

اهو روا آهي تہ ولايت جي دعوا ڪندڙ جي هٿان ڪرامت جهڙي ڪا ڳالهہ ظاهر ٿئي ۽ ظاهر ۾ ان ماڻهوءَ جا معاملا نيڪ نہ هجن. ڇو تہ سندس ڪرامت ظاهر ٿيڻ سان نبوت جي سچائي ثابت ٿئي ٿي ۽ الله تعاليٰ جو فضل ۽ مهرباني ظاهر ٿين ٿا. جيڪي ڪيس خدا جي طرفان عطا ٿيا آهن. انهيءَ ماڻهوءَ کي پنهنجي طاقت ۽ قدرت جو مظاهرو ڪرڻو نہ هوندو آهي. جيڪو ماڻهو عادت جي ابتڙ ڪنهن ڳالهہ ظاهر ڪرڻ کان سواءِ. ايمان جي معـاملي ۾ سچو هوندو، اهو عادت جي ابتڙ ڳالهہ ظاهر ڪرڻ سان ولايت جي معاملي ۾ بہ سچو هوندو. ڇو تہ سندس عقيدو ولي جي عقيدي جهڙو هوندو آهي، توڙي سندس ظاهر ڪم هن عقيدي وانگر نہ هوندا آهن. سندس عملن جي خرابي سندس ايمان جو انڪارڪرائيندي آهي. حقيقت ۾ ولايت ۽ ڪرامت خدا جون نعمتون آهن. اهي انسان کي محنت سان نہ ملنديون آهن. انساني محنت هدايت جي حقيقت بڻجي نہ سگهندي آهي.

مان اڳ ۾ ئي چٽي چڪو آهيان تہ ولي گناهن کان پاڪ نہ هوندو آهي. گناهن کان پاڪ ٿيڻ فقط نبوت جو شرط آهي. ان هوندي بہ خدا جا ولي اهڙي هر مصيبت کان بچي نڪرندا آهن. جنهن سان ولايت جو انڪار ٿي سگهي. ولايت گناهہ سان بہ پر. ايمان جي ٽٽڻ ۽ مرتد (بيدين) بڻجڻ سان ئي کسجي ويندي آهي. اهو محمد بن علي، حڪيم ترمذي، جنيد، ابوالحسن نوري ۽ حارث محاسبي وارن جو عقيدو آهي. معاملات وارن بزرگن مثلاً سهيل بن عبدالله تستري، ابوسلمان دراني ۽ ابو حمدون قصا وارن جي عقيدي موجب ولايت جو شرط دائمي اطاعت آهي. ڪبيره گناهہ ڪرڻ سان بہ ولايت کسجي ويندي آهي.

مان اڳ ۾ ئي بيان ڪري آيو آهيان، تہ سڀني امامن سڳورن جو ان ڳالهہ تي اتفاق آهي، تہ گناهن جي ڪري ماڻهوءَ مان ايمان نڪري نہ ويندو آهي. هڪ ولايت بي ولايت کان وڌيڪ نہ هوندي آهي. جڏهن سڀني ڪرامتن جو مرڪز يعني معرفت جي ولايت گناهن جي ڪري نہ کسبي آهي، تڏهن اها ڳالهہ بہ محال آهي تہ شرف ۽ برڪت ۾ گهٽ شيءِ، گناهن سان کسجي وڃي. هن باري ۾ وڏن مشائخن وٽ وڏا اختلاف آهن. مان سمورا هتي آڻڻ نٿو چاهيان. هن باري ۾ تمام اهم شيءِ هي آهي، تہ يقين سان هن ڳالهہ جي خبر هجي تہ ولايت واري کان ڪرامت ڪهڙي حالت ۾ظاهر ٿي، صحو يا سڪر جي حالت ۾ غلبي يا تمڪين جي حالت ۾؟ صحو ۽ سڪر جي حالت جي پوري پوري سمجهاڻي حضرت ابو يزيد جي مڪتب هيٺ ڏني وئي آهي. ابو يزيد، ذالنون مصري، محمد بن حنيف، حسين بن منصور، يحيىٰ بن معاذ رازي، ۽ انهن سان گڏ هڪ جماعت جو خيال آهي، تہ ولي جي ڪرامت سڪر جي حالت ۾ ظاهر ٿيندي آهي. صحو جي حالت ۾ صرف نبي جو معجزو ظاهر ٿيندو آهي. انهن ماڻهن جي خيال ۾ ڪرامت ۽ معجزي ۾اهو فرق هوندو آهي، تہ ولي ڪرامت ظاهر ٿيڻ وقت سڪر جي حالت ۾ هوندو آهي. حال جي قبضي ۾ هجڻ سبب دعوت نہ ڏيئي سگهندو آهي. نبي جو معجزو صحو جي حالت ۾ ظاهر ٿيندو آهي. هو پنهنجي حالت تي غالب هوندو آهي ۽ ماڻهن کي دعوت ڏيندو آهي. ڪيس معجزي جي اظهار ڪرڻ يا مخفي رکڻ جو اختيار هوندو آهي. ولين سڳورن کي اهو مقام نہ ملندو آهي ۽ ڪين ڪرامت تي بہ اختيار حاصل نہ هوندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن هو ڪرامت ظاهر ڪرڻ چاهيندا آهن. مگر ظاهر نہ ٿيندي آهي. ڪڏهن وري ڪرامت نہ چاهيندا آهن. پر ظاهر ٿي پوندي آهي. وليءَ لاءِ دعوت ضروري نہ هوندي آهي، جيئن سندس وصفون قائم رهن. هو لڪل رهندو آهي ۽ ان جي سچي حالت اها هوندي آهي تہ سندس وصفون فنا پذير هجن. پيغمبر شرعيت جو صاحب هوندو آهي ۽ ولي دل جو صاحب هوندو آهي، تنهنڪري وليءَ کان تيستائين ڪرامت ظاهر نہ ٿيندي آهي، جيستائين مٿس بيخودي طاري نہ ٿيندي آهي ۽ هو پوريءَ طرح الله جي قبضي (تصوف) ۾ نہ هوندو آهي. اهڙي حالت ۾ سندس سموريو گفتگو چڻ تہ الله جي طرفان هوندو آهي. آدميت واري صفت ڪنهن راند روند ۾ وقت وڃائيندڙ (لاهي) يا خدا جي ياد ۾ غفلت ڪندڙ (ساهي) يا خدا جي عام ماڻهن ۾ برقرار هوندي آهي. نبي نہ لاهي هوندو آهي نہ ساهي. اها بہ حقيقت آهي تہ نبين

سڳورن کان سواءِ خدا جو مطلق پانهو پيو نہ ٿيندو آهي. جيستائين ولين جي بشريت قائم هوندي آهي، تيستائين هو محجوب (پردي ۾) هوندا آهن. ڪشف واري حالت ۾ وري مدهوش هوندا آهن. خدا تعاليٰ جي مهربانيءَ سان ڪشف جي حالت کان سواءِ ڪرامت جو ظاهر ٿيڻ ٺيڪ نہ هوندو آهي، ڇو تہ اهو وڏي ويجهڙائيءَ جو مقام آهي ۽ اهو تڏهن عطا ٿيندو آهي، جڏهن دل لاءِ پٿر ۽ سون هڪ جهڙا هوندا آهن. حقيقت ۾ اهو مقام صرف نبين سڳورن جو آهي. ٻين کي ٿوري وقت لاءِ عطا ٿيندو آهي ۽ اهو بہ سڪر جي حالت ۾. هڪ دفعي حضرت حارث هن دنيا کان لاڳاپا لاهي، ٻي دنيا ڏسي رهيو هو. هن چيو: مون پاڻ کي هن دنيا کان دور ڪري ڇڏيو. مون لاءِ ان جا پٿر، سون، چاندي ۽ مٽي هڪ جهڙا آهن. ٻئي ڏينهن ماڻهن کيس ڪجهيءَ جي وڻ تي ڪر ڪندي ڏٺو. پڇيائونس تہ اهو ڇا آهي؟ هن جواب ڏنو تہ: روزيءَ جي تلاش ۾ مصروف آهيان. ان کان سواءِ ڪو وسيلو ڪونهي. اڳئين مقام جي هوءَ ۽ هِن مقام جي ڪيفيت اها آهي. مطلب تہ صحو ولين لاءِ هڪ عام ڪيفيت آهي ۽ انهن جو سڪر نبين جو مقام آهي. هو سڪر جي حالت ۾ الله ڏانهن رجوع ڪندا آهن ۽ جڏهن ان حالت کان موٽندا آهن، تڏهن عام ماڻهن وانگر نظر ايندا آهن. سندن سڪر سينگاربو آهي ۽ هو الله لاءِ سينگاريا آهن. هنن لاءِ سڄي دنيا سون هوندي آهي. حضرت شبلي جو قول آهي: ذهب اينما ذهبنا و درحيثما درنا وفضة في الفضاء. "اسان جتي وياسون، اُتي سون هو ۽ جتي پهتاسون اُتي موتي هئا ۽ فضا ۾ چاندي هئي".

استاد ابوالقاسم قشيري کان روايت آهي، تہ هڪ دفعي حضرت طائراني کان پنهنجي ابتدائي حال متعلق پڇا ڪئي وئي. حضرت طائراني چيو: "مون کي هڪ پٿر جي ضرورت هئي. سرخس ۾ درياءَ جي واديءَ ۾ ڳولا ڪري رهيو هئس. جنهن پٿر کي ڪنيم ٿي اهو موتي بڻجي ٿي ويو". ان جو سبب اهو هو، تہ سندس نظر ۾پٿر ۽ موتي هڪ جهڙا هئا، اجا بہ موتي هن لاءِ گهٽ هئا، ڇو تہ کيس انهن جي ضرورت نہ هئي.

هڪ دفعي سرخس ۾مون کي امام خوارزمي ٻڌايو: " ننڍي هوندي ريشم جي ڪيڙن لاءِ تُوتن جا پن ڳوليندي جهنگ ۾ ويس ۽ هڪ وڻ تي چڙهي پَن پٽڻ لڳس. شيخ ابوالفضل بن حسين اتان لنگهيو. مان توت جي وڻ تي هئس. هن مون کي نہ ڏٺو. مون ڄاتو تہ هو پاڻ کان غائب ۽ الله تعاليٰ ۾ مشغول هو. هن خوشيءَ جي حالت ۾ مٿو مٿي ڪيو ۽ چيو: "اي منهنجا موليٰ! مون کي هڪ سال کان وڌيڪ ٿيو آهي جو وارن ڪترائڻ لاءِ چانديءَ جو هڪ سڪو بہ عطا نہ ٿيو آهي. ڇا دوستن سان بہ ائين ٿي ڪبو آهي؟" مون ڏٺو تہ وڻن جا سڀ پن، ٽاريون ۽ ٿڙ سونا بڻجي ويا. شيخ ابوالفضل چيو: "واهہ واهہ. اسان جيڪڏهن اشاري سان بہ ڪجهہ چئون تہ ڇڻ وفا جي رستي هٽي وياسون. اوهان وٽ دل جي ڪشش لاءِ بہ زبان ڪلي نٿي سگهي".

حضرت شبلي متعلق مشهور آهي، تہ هن چار هزار دينار دجلا درياءَ ۾ اُڇلي ڇڏيا. ماڻهن پڇيس تہ اهو ڇا ڪيئي؟ هن جواب ڏنو:" پٿر کي پاڻيءَ ۾ ئي وجهڻ گهرجي". ماڻهن چيو: اوهان ڪنهن ٻئي کي ڏيو ها. فرمايائين:" خدا کان پناهہ گُهرو. اهو حجاب وارو سامان جيڪو مان پاڻ لاءِ گوارا نٿو ڪريان اهو اسلامي ڀائرن جي دلين تي ڇو اڇلايان؟ خدا کي ڪهڙو جواب ڏيندس؟ ڪنهن بہ مسلمان ڀاءُ کي پاڻ کان گهٽ ڄاڻڻ اسلام ۾ روا ناهي". اهو سمورو سڪر جي حالت جو معاملو آهي ۽ ان جي سمجهاڻي اڳي ڪري آهي. هتي ڪرامت جي ثابتي نظر ۾ آهي.

جنيد، ابوالعباس سياري، ابوبڪر وسطي ۽ محمد بن علي ترمذي سڀني بزرگن جو خيال آهي، تہ ڪرامت صحو ۽ تمڪين جي حالت ۾ ظاهر ٿيندي آهي. هن سڪر کي ڪوبہ دخل ناهي. هو چون ٿا، تہ اولياءُ سڳورا وقت جا حاڪم هوندا آهن. الله تعاليٰ کين دنيا کي هلائيندڙ ۽ والي بڻايو آهي. دنيا جو بندوبست سندن هٿ ۾ آهي. زندگي جي لاڳاپن جومدار سندن همٿ تي هوندو آهي. تنهنڪري اهو لازم آهي، تہ سندس راءِ کان پڪي ۽ پختي هوندي آهي. سندس دلين ۾ سڀني دلين کان وڌيڪ مهرباني جو مادو هوندو آهي. هو ڪمال جي درجي تي پهتل هوندا آهن. سندن شور ۽ مستي منڍ ۾ ظاهر ٿيندي آهي. ڪمال حاصل ڪرڻ کان پوءِ شور ۽ غوغا ماٺ تي آرام ۾ اچي ويندو آهي ۽ هو ٺيڪ ٺيڪ نموني سان ولايت جي درجي تي پهچي ويندا آهن.

صوفين ۾ مشهور آهي تہ اوتادن کي هر رات دنيا جي چوڌاري چڪر لڳائڻو پوندو آهي. جيڪڏهن ڪا جڳهہ نظر کان بچي ويندي آهي، تہ اتي خلل پئجي ويندو آهي. هو اهڙو اطلاع (وقت جي) قطب کي ڏيندا آهن تہ هو پاڻ توجهہ ڏئي سندس برڪت سان خلل يا فساد دور ٿي وڃي. عام طور تي چيو ويندو آهي، تہ هنن جي نظر ۾ سون ۽ مٽي هڪ جهڙا آهن. اها سڪر جي نشاني آهي، ۽ نظر جي ڪوتاهيءَ جو سبب آهي. ان جي ڪا اهميت ڪانهي. عزت ۽ اهميت ان ۾ آهي تہ سون کي سون ۽ مٽيءَ کي مٽي ڄاتو وڃي ۽ انهن جي شر کان پوريءَ طرح سان واقف هجي. هن قول موجب: "اي زرد اي سفيد. مون کان سواءِ ڪنهن ٻئي کي ڌوڪو ڏي". يعني اي زرد زر. سفيد چاندي، ڪنهن ٻئي کي ڌوڪو ڏيو. مان اوهان کي ڏسي تڪبر ۾ اچي نٿو سگهان، ڇو تہ اوهان جي شر جو مون کي پتو آهي. جيڪو سون ۽ چاندي جي بُرائيءَ کان واقف ٿيندو آهي، اهو ٻنهي کي هڪ پردو (حجاب) سمجهندو آهي ۽ ٻنهي کي ترڪ ڪرڻ جي دعوت ڏيئي، ثواب جو حقدار ٿيندو آهي. جنهن جي نظر ۾ سون مٽيءَ جي برابر هوندو، اهو مٽيءَ کي ترڪ ڪرڻ جي تلقين نہ ڪندو. حضرت حارث رضہ سڪر جي حالت ۾ چيو هو تہ سون، پٿر، چاندي ۽ مٽي سڀ هڪجهڙا آهن. حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه صحو جو صاحب هو. دنيا جي مال متاع ميڙڻ جي مصيبت کان واقف هو. کيس صحيح حالت جي خبر هئي. جڏهن پيغمبر ﷺ جن هن کان پڇيو: "پنهنجي ٻارن ٻچن لاءِ ڇا بچائي آيو آهين؟" عرض ڪيائين تہ:" خدا ۽ خدا جو رسول ﷺ ".

حضرت ابوبڪر دراق ترمذيءَ جو چوڻ آهي، تہ هڪ ڏينهن مون کي محمد بن علي چيو: "اي ابوبڪر! اڄ توکي هڪ جاءِ تي وٺي وڃبو". مون عرض ڪيو: "جيڪا سائين جي مرضي". اسان اُٿي هلياوياسون. ٿوريءَ دير کان پوءِ اسان جي سامهون هڪ ويران جهنگ هو. ڏٺوسون تہ هڪ سرسبز وڻ هيٺان هڪ تخت وڇايل هو. ان جي پرسان هڪ پاڻيءَ جو چشمو هو. هڪ ماڻهو تخت تي ويٺو هو. حضرت محمد بن علي جي وڃهي اچڻ تي اهو ماڻهو اٿي بيٺو ۽ هن لاءِ تخت خالي ڪيائين. ٿوري ئي وقت ۾ چئني طرفن کان ماڻهن اچڻ شروع ڪيو. جڏهن چاليهہ کن گڏ ٿيا تہ هن آسمان ڏانهن اشارو ڪيو. کاڌو نازل ٿيو. اسان سڀني گڏجي کاڌو. محمد بن علي کو سوال پڇيو. انهيءَ بزرگ جواب ۾ گهڻو ڪجهہ چيو. مگر سمجهہ ۾ ڪجهہ بہ نہ آيو. ٿوري وقت کان پوءِ اجازت طلب ڪئي وئي. مون کي چيائين: "وڃ، توکي نيڪي نصيب ٿي آهي". ترمذ واپس پهچڻ تي مون کان پڇا ڪئي: "اي شيخ! اها ڪهڙي جاءِ هئي ۽ ماڻهو ڪير هو؟" فرمايائين: "اهو بني اسرائيل جو جهنگ هو ۽ اهو ماڻهو قطب مدار عليہ هو". مون ٻيهر پڇا ڪئي: "اي شيخ. اسان ايتري ٿوري عرصي ۾ بني اسرائيل جي جهنگ ۾ ڪيئن پهچي وياسون؟" هن جواب ڏنو:" توکي پهچڻو هو پهچي وئين، توکي پڇا ڪرڻ سان ڪهڙو واسطو آهي؟ ۽ اهڙي ڪيفيت معلوم ڪرڻ جو ڇا مطلب آهي"؟ اهي حال جي سلامتيءَ جون نشانيون آهن. هنن ۾ سڪر جو ڪوبہ دخل ناهي. هاڻي مان بيان کي ننڍو (مختصر) ڪندس، ڇو تہ جيڪڏهن سڀ ڪجهہ لکندس، تہ ڪتاب ڊگهو ٿي ويندو ۽ مقصد بہ فوت ٿيندو. مان ڪجهہ اهڙا دليل پيش ڪندس، جن جو هن ڪتاب سان واسطو آهي ۽ جيڪي ولين جي ڪرامتن ۽ حڪايتن سان لاڳاپو رکندڙ هوندا، جيئن مريدن کي واقفيت حاصل ٿئي. عالمن جي راحت، تحقيق ڪندڙ جي يادگيري ۽ عام ماڻهن جي يقين ۾ اضافو اچي، ۽ شڪ شبهي جي جاءِ نہ رهي. انشاءَ الله تعاليٰ.

## (ولين سڳورن جون ڪرامتون)

ڪرامتن جي صحت عقلي دليلن سان ثابت ٿي چُڪي ۽ منطق جو ثبوت بہ پيش ڪيو ويو. هاڻي ضروري آهي، تہ ڪتابي دليل بہ سامهون آندا وڃن. اهڙيون ڳالهيون بہ بيان ڪيون وڃن جيڪي صحيح حديثن ۾ موجود آهن. ڪرامتن ۽ ولايت وارن کان عادت جي ابتڙ ڳالهين ظاهر ٿيڻ لاءِ قرآن ۽ حديثن ۾ دليل آيل آهن. انهن جو انڪار قرآن جي نص جي انڪار وانگر آهي. پهرين ڳالهہ هي آهي، تہ خدا تعاليٰ قرآن ۾ فرمايو آهي: وَ ظَلَّلْنَا عَلَيْكُمُ الْغَمَامَ وَ أَنزَلْنَا عَلَيْكُمُ الْمَنَّ وَالسَّلْوَىٰ: "اسان اوهان لاءِ بادلن جو ڇانو ڪيو ۽ اوهان لاءِ من ۽ سلويٰ کي نازل ڪيو". جيڪڏهن ڪو منڪر چوي، تہ اهو حضرت موسيٰ عليہ السلام جو معجزو هو. تہ اسان چونداسون، تہ اهو بلڪل ٺيڪ آهي. ولين سڳورن

جون ڪرامتون بہ محمد ڪريم ﷺ جن جا معجزا آهن. حضور ﷺ جن موجود نہ آهن. تنهنڪري ڪابہ ڪرامت سندن معجزو بڻجي نہ سگهي. اسان جو چوڻ آهي، تہ جڏهن حضرت موسيٰ موجود نہ هو تہ طُور تي هليو ويو، تہ ڪڪر ۽ من و سلويٰ جو سلسلو بہ دستور موجب قائم هو. جڳهہ ۽ وقت ۾ غائب هجڻ سان ڪوبہ فرق نٿو پوي. جيڪڏهن مڪان ۾ موجود نہ هجڻ جي حالت ۾ معجزو روا نہ هو تہ وقت ۾ موجود بہ هجڻ واري حالت بہ نا رَوا ٿي نٿو سگهي.

اسان ڪي حضرت آصف برخيا ﷺ جي ڪرامت جي خبر آهي. حضرت سليمان عليہ السلام چاهيو ٿي، تہ بلقيس جي اچڻ کان اڳ ۾ سندس تخت اچي وڃي. الله تعاليٰ جي مرضي بہ اها هئي، تہ علم وارن تي آصف جي عزت ظاهر ٿي وڃي، ۽ ماڻهو سمجهن. تہ ولين سڳورن جي ڪرامت ڪي ظاهر ڪرڻ جائز آهي. حضرت سليمان چيو: "ڪير آهي؟ جيڪو بلقيس جو تخت سندس اچڻ کان اڳ هتي حاضر ڪري سگهندو". الله تعاليٰ فرمايو: قال عِفريت مِن الجن أنا آتيکَ بِہ قبل ان تقومَ مِن مقامکَ. عفريت چيو: مان اوهان کي پنهنجي جڳهہ تان اُٿڻ کان بہ اڳ حاضر ڪري ڏيندس. حضرت سليمان چيو، "اَن کان بہ اَڳ ۾". آصف چيو: "اوهان جي اک ڇنڀڻ کان بہ اڳ ۾ حاضر ڪندس". اهوئي ٿيو: حضرت سليمان پريشان نہ ٿيو ۽ انڪار نہ ڪيائين، ۽ انهيءَ شيءِ کي محال بہ نہ ڄاتائين. اهو معجزو نہ هو، ڇو تہ آصف پيغمبر نہ هو. هر حالت ۾ اها هڪ ڪرامت هئي، جيڪا آصف جي هٿان ظاهر ٿي. جيڪڏهن معجزو هجي ها، تہ حضرت سليمان عليہ پاڻ ڪري ها.

اسان کي قرآن اهو بہ ٻڌائي ٿو، تہ حضرت زڪريا جڏهن حضرت مريم وٽ آيو ٿي، تڏهن وٽس گهر ۾ سياري جا ۽ سياري ۾ اونهاري جا ميوا موجود هئا. پڇا ڪيائين، تہ اي مريم! اهي تولاءِ ڪٿان آيا؟ حضرت مريم جواب ڏنو هو، تہ اهي الله تعاليٰ وٽان آيا آهن. اها ڳالهہ مجيل آهي، تہ حضرت مريم پيغمبر نہ هئي. تڏهن بہ هن لاءِ الله تعاليٰ ڇِنَ لفظن ۾ چيو آهي: وَ هُزِي اِلَيکَ بِجِذعِ النَخلَۃِ تُساقِط عَلَيکَ رُطباً جَنياً. "کجيءَ جي وڻ کي لوڏو ڏي، تہ تو لاءِ تازيون ڪارڪون ڇڻن". ان کان سواءِ اصحاب ڪهف واري واقعي ۾ ڪتي جو ڳالهائڻ، اصحاب ڪهف جو سمهڻ ۽ سڄي ڪبي پاسي بدلائڻ وغيره و نُقَلِبُهُم ذاتَ اليمين وَ ذَات الشمال وَ ڪَلبُهُم بَاسِط ذراعيہ الأية. "اسان سڄي ڪبي تي سندن پاسا بدلائيندا آهيون ۽ سندن ڪُتو چانئٺ تي ويٺل آهي".

اهي سموريون ڳالهيون عادتن جي ابتڙ آهن. اهي معجزي ۾ شامل ٿي نہ ٿيون سگهن. تنهنڪري هر صورت ۾ ڪين ڪرامتون سڏبو. نہ ٿيڻ جهڙن ڪمن لاءِ دعا جو قبول ٿيڻ بہ ڪرامت جي هڪ شڪل آهي. وڏي مسافري اک ڇنڀ ۾ پوري ڪرڻ، اڻ ڄاتل جاءِ تان کاڌو نازل ٿيڻ، ماڻهن جي دل جي رازن کان واقف ٿيڻ وغيره ڪرامتن ۾ شامل آهن. صحيح حديثن ۾ غار واري حديث بہ غور ڪرڻ جي لائق آهي.

هڪ دفعي اصحابن سڳورن پيغمبر ﷺ جن کي عرض ڪيو: "يا رسول الله! گذريل پيغمبرن جوَ ڪو عجيب واقعو بيان فرمايو". حضور ﷺ جن فرمايو: "ڪنهن زماني ۾ ڪي ٽي ماڻهو سفر تي وڃي رهيا هئا. رات آئي تہ سمهڻ لاءِ هڪ غار ۾ هليا ويا. ٿوري رات بعد وڏو پٿر رڙهي اچي غار جي منهن تي پيو. ٽيئي ڄڻا ڏاڍا پريشان ٿيا ۽ هڪ ٻئي کي چوڻ لڳا تہ انهيءَ غار مان نڪرڻ ناممڪن آهي. اچو تہ پنهنجو ڪو چڱو ڪم خدا تعاليٰ جي آڏو پيش ڪريون. هڪڙو چوڻ لڳو: "منهنجا ماءُ ۽ پيءُ جيئرا هئا. موٽ وٽ فقط هڪ ٻڪري هئي، جنهن جو کير ماءُ - پيءُ کي پياريندو هئس. روزانو ڪانئين جي ڀري ڪري ايندو هئس ۽ انهن کي وڪڻي، سندن طعام جو بندوبست ڪندو هئس. هڪ رات مون کي دير ٿي ويئي. ٻڪري ڏهي، انهن لاءِ کاڌو تيار ڪيم. ايتريءَ دير ۾ هو سمهي پيا. مان کير جو پيالو ۽ ماني کنيو بيٺو رهيس. صبح جو هُو جاڳيا ۽ ماني کاڌائون. مان پوءِ ويٺس". اهو بيان ڪري اُن دعا گهري: "اي منهنجا موليٰ! جيڪڏهن مون اها ڳالهہ سچي ڪئي آهي، تہ غار جي منهن وٽان اهو پٿر هٽاءِ". پيغمبر ﷺ جن فرمايو تہ پٿر ۾ ڪجهہ چُرپُر ٿي ۽ ٿورڙو رستو بڻجي ويو. ٻئي ماڻهوءَ چيو: "منهنجي چاچي کي هڪ سهڻي ڌيءُ هئي. منهنجي دل ان ڏانهن مائل هئي. مان ڪيس پاڻ ڏانهن ڇڪيندو رهيس، مگر هوءَ ڪڏهن بہ مڃڻ لاءِ تيار نہ ٿي. آخرڪار ڪيس هڪ سؤ ويهہ دينار پيش ڪيم ۽ هڪ

رات جي ملاقات جو سوال ڪيم. هوءِ جڏهن مون وٽ آئي. تڏهن منهنجي دل تي خدا جو خوف طاري ٿي ويو. مان هن ڪان پري ٿي ويس ۽ پئسا به وٺس ئي رهڻ ڏنم". اهو بيان ڪري هن به دعا گهري: "اي منهنجا مولي! جيڪڏهن منهنجو اهو واقعو سچو آهي ته غار جي انهيءَ سوراخ کي وڌيڪ ويڪرو ڪر". پيغمبر ﷺ جن فرمايو ته پٿر ۾ اوچتو چُــر پُــر ٿي ۽ سوراخ ڪجهه وڌو ٿي پيو. مگر ايترو نه جو هو ٻاهر نڪري سگهن. ٽئين ماڻهوءَ ڳالهه ڪئي: "مون وٽ ڪجهه مزدور ڪم ڪري رهيا هئا. سڀني پنهنجي مزدوري ورتي، پر هڪڙو گم ٿي ويو. مون سندس مزدوريءَ جي رقم مان هڪ ٻڪري خريد ڪئي. ٻئي سال ٻه ۽ ٽئين سال چار ٻڪريون ٿي ويون. اهڙيءَ طرح سال بسال وڌنديون رهيون. ٿورن ئي سالن ۾ هڪ وڏو ڌڻ ٿي ويو. نيٺ اهو مزدور آيو ۽ پنهنجي مزدوريءَ جي گهُــرَ ڪيائين. مون کيس ٻڌايو ته اهي سڀ ٻڪريون سندس ملڪيت ۾ هيون هن مذاق سمجهي، مگر اهي سڀ ٻڪريون کيس ڏيئي ڇڏيون". ائين بيان ڪرڻ کان پوءِ ان ماڻهوءَ دعا گهري: "منهنجا مولي! جيڪڏهن مون هن واقعي متعلق سچ ڳالهايو آهي، ته سوراخ کي اجا به ويڪرو ڪر". پيغمبر ﷺ جن فرمايو ته ان وقت اهو پٿر غار جي مُنهن کان هٽي ويو ۽ ٽيئي مسافر ٻاهر نڪري آيا. اها ڳالهه به عادت جي ابتڙ (ناقص عادت) هئي.

جريج راهب جي باري ۾ حضور ﷺ جن جي هڪ مشهور حديث آهي. حضرت ابو هــريره روايت ٿو ڪري، ته پيغمبر ﷺ جن فرمايو: ٻالپڻ جي پينگهي ۾ فقط ٽن شخصن گفتگو ڪيو: هڪڙو حضرت عيسيٰ عليه السلام جنهن جي اوهان کي خبر آهي. ٻيو هڪ يهودي راهب جريج نالي. جيڪو هڪ مجتهد هو. سندس ماءُ هڪ پرديدار عورت هئي. هڪ ڏينهن پنهنجي پٽ سان ملڻ آئي. هو عبادت ۾ مشغول هو. تنهنڪري هــن هيڪل جو دروازو نه کوليو. ٻئي ڏينهن تي وري آئي ۽ ساڳيءَ طرح ٿيو. ٽئين ۽ چوٿين ڏينهن تي به ساڳي حالت رهي. آخرڪار ماڻس دعا گهري: "اي منهنجا مولي! منهنجي پٽ کي خوار ڪر ۽ منهنجي ڪري کيس گرفت (پڪڙ) ۾ آڻ". ان زماني ۾ هڪ خراب (فاحشــه) عورت هئي، جنهن دعويٰ ڪئي هئي ته هوءَ جريج کي گمراهه ڪري سگهندي. هوءَ هڪ ڏينهن سندس عبادت واري جاءِ ۾ ويئي. جريج هن ڏانهن ڪوبه ڌيان نه ڏنو. واپس ويندي هڪ ڌنار سان صحبت ڪيائين ۽ کيس پيٽ ٿي ويو. هن شهر ۾ مشهور ڪري ڇڏيو، ته کيس جريج مان پيٽ ٿيو آهي. ٻار ڄمڻ کان پوءِ جريج وٽ کڻي وئي. جريج کي شاهي دربار ۾ پيش ڪيو ويو. هن ٻار سان مخاطب ٿي پڇيو: "تنهنجو پيءُ ڪير آهي؟" ٻار جواب ڏنو: "اي جريج! منهنجي ماءُ توتي تهمت لڳائي رهي آهي. منهنجو پيءُ هڪ ڌنار آهي".

هڪ ٻي عورت ٻار کي جهوليءَ ۾ کنيو ويٺي هئي. هڪ سٺي پوشاڪ وارو سهڻو سوار هن جي پرسان لنگهيو. عورت چيو: "منهنجا مولي! منهنجي ٻار کي هن جهڙو جوان ڪر". ٻار چيو: "اي منهنجا مولي! مون کي اهڙو نه ڪريو". ٿوري دير ڪانپوءِ هڪ بدنام عورت اُتان لنگهي. انهيءَ عورت چيو: "اي منهنجا مولي! منهنجي ٻچڙي کي انهيءَ عورت جهڙو نه ڪر". ٻار وري چيو: "اي منهنجا مولي! مون کي انهيءَ عورت جهڙو ڪر". عورت کي عجب لڳو ۽ پڇيائين: "ٻچڙا ڇا چئي رهيو آهين؟" ٻار جواب ڏنو: "اهو جوان ظالم ۽ هيءَ عورت نيڪ آهي. ماڻهو کيس خراب سڏيندا آهن ۽ کيس نه سڃاڻندا آهن. مان ظالمن ۾ شمار ٿيڻ نٿو چاهيان. مون کي چڱن ۾ شامل ٿيڻ گهرجي". حضرت عمر رضہ جن جي هڪ ڪنيز (ٻانهي) زائده جي باري ۾ روايت آهي، ته هوءَ هڪ ڏينهن حضور ﷺ جن وٽ آئي ۽ سلام ڪيائين. پاڻ فرمايائون: اي زائدا! تون ايتري وقت کان پوءِ ڇو آئي آهين. تون هڪ نيڪ عورت ۽ اسان کي ڏاڍي پياري آهين. زائده عرض ڪيو: "يا رسول الله، اڄ هڪ عجيب قسم جو واقعو ٻڌائڻ آئي آهيان". پڇيائون: "ڪهڙو؟" جواب ڏنائين: صبح ڪاٺين ڪرڻ لاءِ ٻاهر ويس. ڪاٺين جي ڀري ٻڌي، کڻڻ لاءِ هڪ پٿر تي رکيم ته ڇا ٿي ڏسان جو هڪ سوار آسمان کان زمين تي لٿو. مون کي سلام ڪري چيائين: اي زائده حضور ﷺ جن کي بهشت جي داروغي رضوان جي طرفان سلام پهچائي، ٻڌائجان، ته سندن امت مان ٽي جماعتون ٿينديون. هڪڙي جماعت حساب ڪتاب ڪـان سواءِ بهشت ۾ ويندي. ٻي جماعت جو حساب سَهنجو ڪيو ويندو، ۽ ٽئين جماعت اوهان جي شفاعت سان بخشي ويندي. اهو چئي سوار آسمان ڏانهن ويو ۽ مون ڏانهن

ڏنائين. مان پري ڪٽڻ جي ڪوشش تي ڪئي پر ڪٽي نٿي سگهيس. سوار چيو: اي زائده اها پري پٿر تي رکي ڇڏ. پٿر کي چيائين. ته اها پريءَ زائده سان گڏجي حضرت عمر جي گهر پهچاءِ. پٿر پنهنجي جڳهه تان هٽيو. ۽ ڪنيز سان گڏجي حضرت عمر رضه جن جي گهر تائين پري کڻي آيو. پيغمبر ﷺ جن پين اصحابن سان گڏجي اُتيا ۽ حضرت عمر رضه جن جي دروازي تائين آيا ۽ پٿر جي اچڻ جا نشان ڏنائون. حضور ﷺ جن فرمايو: الحمدالله! دنيا ڇڏڻ کان اڳ مون کي رضوان جي طرفان خوشخبري ملي آهي. ته منهنجي امت بخشبي ۽ الله تعاليٰ ان مان هڪ عورت کي مريم عه جو درجو عطا ڪيو آهي.

مشهور آهي ته حضور ﷺ جن حضرت علاءَ المحزرمي رضه کي هڪ لڙائي تي موڪليو. رستي ۾ هڪ درياءَ جو وڏو حصو هو. سيئي پاڻيءَ تي هلڻ لڳا ۽ پار پهچي ويا. ڪنهن جا پير آلا نه ٿيا.

حضرت عبدالله بن عمر لاءِ مشهور آهي. ته هو ڪيڏانهن وڃي رهيو هو. ڏنائين. ته ڪيترائي ماڻهو سڙڪ جي ڪناري تي گڏ ٿيا بيٺا آهن. هڪ شينهن سندن رستو روڪي بيٺو آهي. حضرت عبدالله بن عمر اڳتي وڌي چيو: "اي ڪتا! جيڪڏهن خدا جو حڪم آهي. ته پورو ڪر. ٻي حالت ۾ پنهنجو رستو وٺ". شينهن رستو ڇڏيو ۽ هليو ويو.

حضرت ابراهيم نخعي رحه هڪ ماڻهوءَ کي هوا ۾ بيٺل ڏٺو. پڇيائين: "اي خدا جا مرد! اهو مقام ڪيئن حاصل ڪيئي؟" جواب ڏنو: تمام معمولي ڳالهه جي ڪري دنيا کان منهن مٽي. الله جو رستو اختيار ڪيم. مون کان پڇيو ويو. ته منهنجي ڪهڙي خواهش آهي؟ مون چيو. ته مون کي هوا ۾ جڳهه ملڻ گهرجي جيئن منهنجي دل دنيا کان ڪٽجي وڃي.

هڪ عجمي نوجوان حضرت عمر رضه جن جي قتل ڪرڻ جي ارادي سان مديني ۾ آيو. ڪيس پتو پيو. ته حضرت عمر رضه ڪنهن جهنگ ۾ سُتل هوندا. توري ڳولا کان پوءِ ڏنائين ته هو مٽيءَ تي مٽي هيٺيان ڪَوڙو رکيو ستا پيا آهن. خيال ڪيائين. ته انهيءَ ماڻهوءَ جو ڪري سڄيءَ دنيا ۾ فتنو برپا ٿيو آهي. هن وقت هن کي مارڻ سولو آهي. تلوار ڪڍيائين. اوچتو ٻه شينهن ظاهر ٿيا ۽ هن تي حملو ڪرڻ لڳا. هن رڙيون ڪيون ۽ حضرت عمر رضه جن جاڳي پيا. عجمي جوان سارو قصو ٻڌايو ۽ مسلمان ٿيو.

حضرت ابوبڪر صديق رضه جن جي خلافت واري زماني ۾ عراق کان آيل تحفن ۾ حضرت خالد بن وليد ڏانهن هڪ دٻي آئي. ڪيس ٻڌايو ويو. ته ان دٻيءَ ۾ قاتل زهر آهي ۽ اهڙو زهر ڪنهن به وقت جي بادشاهه جي خزاني ۾ ڪونهي. حضرت خالد ان دٻيءَ کي کوليو. زهر ڪڍي ترڪيءَ تي رکيو ۽ بسم الله ڪري وات ۾ وڌائين. ڪيس ڪابه تڪليف نه ٿي. ماڻهو حيرت ۾ پئجي ويا ۽ گهڻائي هدايت جي رستي تي اچي ويا.

خواجه حسن بصري بيان ڪيو آهي. ته عبادان ۾ هڪ دهقاني حبشي هو. هڪ ڏينهن مون بازار مان ڪجهه خريد ڪيو. ۽ ان وٽ کڻي ويس. هن پڇيو. ته ڇا آهي؟ مون چيس: "تنهنجي ڪاڻ لاءِ ڪجهه کڻي آيو آهيان. شايد توکي ضرورت هجي. هو مون تي کليو ۽ هٿ سان اشارو ڪيائين. صحرا (رڻ) جا سمورا پٿر ۽ ڪکر سون بڻجي ويا. مان سخت شرمندو ٿيس ۽ سڀڪجهه ڇڏي خوف ۾ ڀڄي ويس".

حضرت ابراهيم اڌهم جو چوڻ آهي: مان هڪ گودڙيءَ واري سان مليس. مون کي اُڃ هئي ۽ پاڻي گهريم. هن چيو: "مون وٽ پاڻي به آهي ۽ کير به". مون چيو: "مون کي پاڻيءَ جي ضرورت آهي". هو اُٿيو ۽ هڪ پٿر کي لت هنيائين. پٿر مان صاف ۽ مٺو پاڻي جاري ٿيو. مون کي عجب لڳو. گودڙيءَ واري چيو. ته عجب ڪاڻ نه گهرجي. ٻانهو فرمانبردار هوندو ته سڄو جهان ان جو فرمانبردار ٿيندو.

چون ٿا. ته هڪ دفعي حضرت ابو درداءِ ۽ حضرت سلمان فارسي ويٺا هئا ۽ گڏجي ماني کائي رهيا هئا. سندن پيالي مان تسبيح جو آواز اچي رهيو هو.

حضرت ابو سعيد خراز بيان ٿو ڪري: "ڪنهن وقت مان ٽن ڏينهن ۾ هڪ دفعو ماني کائيندو هئس. بيابان (صحرا) ۾ رهندو هئس. هڪ دفعي ٽئين ڏينهن بک محسوس ڪيم. طبعيت کي عادت موجب طلب ٿي مگر کاڻ لاءِ ڪجهه به نه

مليو. مجبور ٿي هڪ جاءِ تي ويهي رهيس. خدائي آواز آيو: اي ابو سعيد! توکي ضعيفي جي دُور ٿيڻ جي ضرورت آهي، يا مانيءَ جي، يا قوت جي؟ عرض ڪيم تہ مون کي قوت گهرجي. ايتري ۾ قوت محسوس ڪيم ۽ ٻارهن منزلون ماني کان سواءِ پنڌ ڪري ويس".

اهو مشهور آهي، تہ اڄڪلهہ تستر ۾ حضرت سهيل بن عبدالله جي گهر کي "بيت السباع" سڏيندا آهن. تستر جي ماڻهن جو پورو يقين آهي، تہ انهيءَ بيت السباع (چيرينڌڙ جانور جو گهر) ۾ ڏرندا ۽ شينهن ايندا آهن ۽ حضرت سهيل کين کارائيندو آهي ۽ سندن رکوالي ڪندو آهي.

حضرت ابوالقاسم مروزي جو بيان آهي: مان هڪ ڏينهن ابوسعيد خرازي سان وڃي رهيو هئس. درياءُ جي ڪپ تي هڪ گودڙيءَ وارو جوان نظر آيو. ان جي هٿ ۾ پيالو هو ۽ پيالي ۾ لٽڪيل هڪ مس ڪپڙي هئي. حضرت ابو سعيد چيو، تہ ان ماڻهوءَ جي پيشاني عابدن جهڙي آهي، ۽ معاملي جو صاحب معلوم ٿئي ٿو. ظاهر ۾ بہ هڪ پهتل ماڻهونظر ٿو اچي، مگر مس ڪپڙي کي ڏسي معلوم ٿئي ٿو تہ، اڃا طلب جي مقام تي آهي. اچو تہ هن کان پـڇون. خراز اڳتي وڌي پڇيو: خدا وٽ پهچڻ جو رستو ڪهڙو آهي؟ جواب ڏنائين: ٻہ رستا آهن: هڪڙو عام ماڻهن لاءِ ۽ ٻيو خاص ماڻهن لاءِ. خاص ماڻهن واري رستي جي توکي خبر ناهي. عام ماڻهن جو رستو اهو آهي تہ وڌندا هلو. پنهنجي معاملي کي الله جي ملڻ جو رستو سمجهو. ۽ مس ڪپڙي کي حجاب جو هٿيار نہ سمجهو.

حضرت ذالنون مصري بيان ڪيو آهي: "مان هڪ دفعي ٻيڙيءَ ۾ مصرکان جدي وڃي رهيو هئس. هڪ گودڙي وارو جوان ٻيڙيءَ ۾ هو. مون کي ساڻس ملاقات جو چاهہ ٿيو. مگر سندس رعب ايترو هو، جو ساڻس ڳالهائڻ جي جرائت نہ ٿي. هو وقت جو صاحب هو. ۽ ڪنهن بہ حالت ۾ عبادت کان واندو نظر نٿي آيو. هڪ ڏينهن ڪنهن ماڻهوءَ جي جواهرن جي ٿيلهي گم ٿي ويئي. مالڪ انهيءَ درويش تي تهمت هنئي. ماڻهو ڪيس سزا ڏيڻ لاءِ تيار ٿيا. مون چيو تہ مٿس سختي نہ ڪريو. مون کي پڇڻ ڏيو. هن جي ويجهو ويس ۽ نرميءَ سان چيم، تہ هي ماڻهو منجهس چوريءَ جو گمان ٿا رکن ۽ سختي ڪرڻ ٿا چاهين. مون کين روڪيو آهي. ٻڌايو تہ ڇا ڪجي؟" درويش آسمان ڏانهن منهن ڪري هوريان ڪجهہ چيو. مون ڏٺو تہ ڪيترين ئي مڇيون پاڻيءَ تي مٿي اچي ويون. هر هڪ جي وات ۾ هڪ موتي هو. درويش هڪڙو موتي ورتي، ان ماڻهوءَ کي ڏنو. ماڻهو اهو ڏسي رهيا هئا، تہ هوءَ ٻيڙيءَ مان لهي پاڻيءَ تي هلڻ لڳو ۽ پري هليو ويو. ٿيلهي چورائڻ وارو ٻيڙيءَ تي موجود هو. هن ٿيلهي پاڻ پاڻيءَ ۾ اڇلي هئي. ٻيڙيءَ وارا ڏاڍا شرمسار ٿيا.

حضرت ابراهيم رقي جو چوڻ آهي: "مان شروعات ۾ حضرت مسلم مغربي جي زيارت جو ارادو ڪيو. مسجد ۾ پهتس، تہ هو نماز پڑهائي رهيو هو. سندس سورة فاتحه (الحمد) جي قرائت (پڙهڻي) غلط هئي. مون کي پنهنجي محنت ۽ تڪليف جو احساس ٿيو. اها رات اتي گذاريم. ٻئي ڏينهن طهارت لاءِ فرات درياءُ ڏانهن وڃي رهيو هئس تہ رستي ۾ هڪ شينهن ستل نظر آيو. واپس موٽي آيس. مگر ٻيو شينهن منهنجي پٺيان لڳي پيو. مون زور سان رڙيون ڪيون. حضرت مسلم پنهنجي عبادت گاهہ کان ٻاهر آيو. شينهن ان کي ڏسي ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو. هن ٻنهي شينهن جي ڪَـن - مهٽ ڪئي ۽ چيو: اي خدائي ڪتئو، مون توهان کي ڪيترا دفعا چيو آهي، تہ منهنجي مهمانن کي تنگ نـہ ڪندا ڪريو. وري مون ڏانهن منهن ڪري چيائين: اوهان ماڻهو مخلوق جي ظاهري حالت نيڪ ڪرڻ ۾ مشغول آهيو. تنهنڪري مخلوق کان ڊڄندا آهيو. اسان خدا جي نالي سان باطن نيڪ ڪندا آهيو. تنهنڪري مخلوق اسان کان ڊڄندي آهي".

هن دفعي مان پنهنجي مرشد سان بيت الجن کان دمشق وڃي رهيو هئس. ڏاڍي برسات وسي رهي هئي. گپ جي ڪري مشڪل سان هلي ٿي سگهياسون. مون ڏٺو تہ مرشد جي جتي ۽ ڪپڙا سڪل آهن. مون پڇيو تہ ٻڌايائون: "مون پنهنجي همت جي بدران توڪل تي ڀروسو ڪيو ۽ باطن کي لوڀ لالچ کان پاڪ ڪيو. منهنجي مولا مون کي گپ کان حفاظت ۾ رکيو".

مون کي هيڪر مشڪل پيش آئي. ان جو حل ڪرڻ مون لاءِ محال هو. مان شيخ ابوالقاسم ڪرماني جي زيارت لاءِ

طُوس پهتس. ڪيس پنهنجي گهر واري مسجد ۾ ڏٺم. هو اڪيلائپ ۾ هڪ ٿنڀي سان منهنجو حال بيان ڪري رهيو هو. مون ڪي سوال ڪرڻ ڪان سواءِ جواب ملي ويو. مون پڇيو: "اي شيخ! اوهان ڪنهن سان ڳالهائي رهيا آهيو؟" فرمايائين تہ: هاڻي هاڻي الله تعاليٰ هن ٿنڀي کي زبان عطا ڪئي، جنهن مون کان اهو سوال پڇيو".

فرغانہ جي هڪ ڳوٺ شلاتڪ ۾اوتاد مان هڪ ڪراڙو بزرگ رهندو هو. ماڻهو ڪيس "باب عمر" سڏيندا هئا. ان علائقي ۾ سمورا ماڻهو وڏي بزرگ کي "باب" چوندا هئا. سندس گهر واري هڪ پاڪ دامان عورت فاطمہ جي نالي سان هئي. مان سندس زيارت لاءِ اتي ويس. ويجهڙو ٿيس تہ چيائين: چو آيو آهين؟" عرض ڪيم تہ: "شيخ صاحب جي زيارت لاءِ انهيءَ اميد تي آيو آهيان تہ مهرباني جي نظر ٿئي. چيائين تہ: " پاڻ فلاڻي ڏينهن کان تنهنجي انتظار ۾ هئس تہ توکي ڏسي وٺان، جيئن تون هيڏي هوڏي ٿي نہ وڃين". مون حساب ڪيو تہ اهو ڏينهن منهنجي توبهہ جي ابتدا وارو هو. پوءِ چيائين: "سفر ٻاراڻو کيل نہ آهي. پيهر اچين تہ همٿ (تصور) سان اچجاءِ. ڪنهن بہ شيخ جي زيارت مان ڪجهہ حاصل نہ ٿيندو آهي. حضور اشباع (جسماني ويجهڙائي) بيڪار شيءِ آهي". پوءِ چيائين: "اي فاطمہ، جو ڪجهہ موجود هجي، اهو ڪڻي اچ تہ هي درويش کائي". هوءَ هڪ ٿالهيءَ ۾ تازا انگور ۽ کارڪون کڻي آئي ۽ منهنجي سامهون رکيائين (اها انگورن جي مند نہ هئي ۽ فرغانہ ۾ کجيءَ جا وڻ ڪين آهن).

هڪ دفعي جي ڳالهہ آهي تہ دستور موجب مهنا ۾ حضرت ابو سعيد جي مزار تي اڪيلو وينو هئس. هڪ سفيد ڪبوتر آيو ۽ قبر جي غلاف (پَڙ) ۾ اندر هليو ويو. مون سمجهيو، تہ ڪنهن جو پاليل ڪبوتر هليو ويو آهي. غلاف مٿي ڪري ڏٺم، تہ اتي ڪجهہ بہ نہ هو. ٻئي ٽئين ڏينهن تي بہ ساڳيو ئي واقعو پيش آيو. مون کي سخت تعجب ٿيو. هڪ رات مون کي خواب ۾ شيخ نظر آيو. مون پڇيو، تہ جواب مليو: "ڪبوتر منهنجي معاملن جي صفائي آهي، جيڪا ڏهاڙي مون سان گڏ ويهڻ لاءِ قبر ۾ ايندي آهي".

حضرت ابوبڪر وراق جو چوڻ آهي: هڪ ڏينهن محمد بن علي حڪام ترمذي پنهنجي تصنيفن مان ڪجهہ پنا ڪڍي مون کي ڏنا ۽ چيو، تہ اهي درياءُ ۾ اُڇلي اچان. مون ٻاهر اچي ڏٺو، تہ هڪ عجيب و غريب لکيت هئي. انهن کي درياءُ ۾ اڇلڻ تي دل نہ ٿي. مون اهي پنا پنهنجي گهر ۾ اچي رکي ڇڏيا ۽ واپس موٽي اچي چيم تہ: درياءُ ۾روجهي آيو آهيان. هن پڇيو: "ڇا ڏٺئي؟" مون چيو تہ ڪجهہ بہ نہ ڏٺم. چيائين تہ: تو اهي درياءُ ۾ نہ اڇليا آهن، وڃ ۽ وڃهي اڇ. مون چيو، تہ ٻن مصيبتن ۾ ڦاٿس: هڪڙي هيءَ تہ هو پاڻيءَ ۾ وجهڻ لاءِ چو ٿو چوي؟ ۽ ٻي اها تہ پاڻي ۾ وجهڻ سان ڇا ظاهرٿيندو؟ مان مجبوراً واپس ٿيس. اهي پنا کڻي درياءُ ۾ اُڇليم. پاڻيءَ مان اوچتو هڪ صندوق ظاهر ٿي، جنهن جو مٿيون پُڙ لٽل هو. پنا اُن ۾ هليا ويا ۽ پڙ بند ٿي ويو. پاڻي اصلي صورت ۾ اچي ويو. مان حڪيم ترمذي وٽ واپس آيس ۽ سارو واقعو بيان ڪيم. چيائين تہ: هاڻي برابر پنا درياءُ ۾ اڇليا ويا آهن. مون چيو: حضرت، خدا جي واسطي ٻڌايو تہ اهو ڪهڙو راز آهي؟ چيائين: مون تصوف تي هڪ ڪتاب لکيو هو، ان کي سمجهڻ هر ماڻهوءَ جو ڪم نہ هو. اهو ڪتاب مون کان حضرت خضر عليہ السلام گهريو هو. سندس حڪم سان هڪ مڇي اها صندوق کڻي آئي. الله تعاليٰ پاڻيءَ کي حڪم ڏنو، تہ اها صندوق حضرت خضر عليہ السلام کي پهچائي ڏي.

اهڙيون ٻيون بہ ڪيتريون ئي ڳالهيون لکان تہ جيڪر طبعيت جو ڍئو نہ ٿئي. هُونئن بہ هن ڪتاب مان منهنجي مراد تصوف کي ثابت ڪرڻ آهي. فروعن ۽ ٻين معاملن جي باري ۾ ٻين نقل ڪندڙ گهڻو ڪجهہ لکي ڇڏيو آهي ۽ ماڻهو ممبر تي چڙهي بيان ڪندا آهن. هاڻي ٻين فصلن ۾اهڙين ڳالهين جي سمجهاڻي ڏيندس، جيڪي هن مضمون سان واسطو رکندڙ آهن، تہ جيئن ٻيهر بيان ڪرڻ جي ضرورت نہ پوي.

## ولين تي نبين جي فضيلت

صوفين جا مشائخ ان ڳالهہ تي متفق آهن، تہ اولياءُ هر لحاظ کان نبين جي پيروي ڪندڙ آهن ۽ سندن دعوت جي تصديق ڪندڙ هوندا آهن. پيغمبر ولين کان وڌيڪ هوندا آهن. ولايت جي انتها، نبوت جي ابتدا ٿيندي آهي. هر نبي ولي

هوندو آهي. مگر ولين ۾ ڪوبہ نبي نہ هوندو آهي. نبي انساني ڪمزورين کان دائمي طرح تي پاڪ هوندا آهن. اولياءُ جو مقام نبين لاءِ حجاب جي حيثيت رکندو آهي، اهو صوفي سڀَورن ۽ اهل سنت جو مجيل فيصلو آهي. حشويہ فرقي وارن جي هڪ جماعت جيڪا خراسان ۾ آهي، اها انهيءَ خيال جي خلاف آهي. اهي متڪلمين مان آهن ۽ توحيد جي اصول جي ابتڙ آهن. اهي طريقت جي بنياد کي بہ نٿا سمجهن. ۽ پاڻ کي ولي ٿا سڏرائين. انهيءَ ۾ شڪ ناهي تہ هو ولي آهن. مگر شيطان جا ولي آهن. هنن جي خيال موجب ولي نبين کان افضل ٿيندا آهن، اهو سندن گمراهي جو نتيجو آهي، جو هو هڪ جاهل کي حضور ﷺ کان وڌيڪ سمجهي رهيا آهن. هڪ ٻي جماعت بہ انهيءَ طريقي تي هلندڙ آهي. اهي الله تعاليٰ جو حلول ۽ نزول يعني منتقل ٿيڻ جي معنيٰ کي جائز سمجهندا آهن. اهي ٻنهي ذڪاريل جماعتن جا عقيدا آهن. جن جي ذڪر ڪرڻ لاءِ مان واعدو ڪيو هو، تہ هن ڪتاب ۾ بيان ڪندس. (انشاءَ الله تعاليٰ) اهي جماعتون اسلام جي دعوا ڪنديون آهن، ۽ برهمڻن جون هم خيال آهن. نبين جي خصوصيت جو منڪر، ڪافر ٿيندو آهي.

نبي سڀَورا دعوت ڏيندڙ ۽ امام هوندا آهن. ولي سندن پنيان هوندا آهن. اهو محال آهي جو پنيان ايندڙ (مقتدي) امام کان بهتر هجي. مطلب تہ جيڪڏهن سمورن ولين سڀَورن جا احوال، دَمَ ۽ سندن حياتيون هڪ جاءِ تي رکجن ۽ سندن مقابلو نبيءَ جي هڪ قدم سان ڪيو وڃي، تہ يقيناً اهي سيئي احوال ۽ دم خسيس نظر اچن. ڇو تہ ولي طلب جي رستي تي هلندا آهن. ۽ نبي منزل تي پهچي مقصد جا موتي حاصل ڪري چڪا هوندا آهن. ۽ ان کان پوءِ دعوت ڏئي ماڻهن کي حق جو رستو ڏيکاريندا آهن. جيڪڏهن انهن ٻي دينن مان ڪو چوي، تہ قاعدو هي آهي تہ ڪنهن مُلڪ مان موڪليل سفير ا؛ کان وڌيڪ نہ هوندو آهي، جنهن ڏانهن موڪليو ويندو آهي. جبرائيلؑ پيغمبرن ڏانهن ايندو آهي. مگر پيغمبرن جو مقام هن کان مٿانهون آهي. انهن ماڻهن جو اهو خيال غلط آهي. اسان جو چوڻ آهي، تہ جيڪڏهن ڪنهن ماڻهو ڏانهن سفير موڪليو وڃي، تہ بيشڪ هو بهتر هوندو جنهن ڏانهن سفير موڪليو ويو. جبرائيل هر هڪ پيغمبر ڏانهن آيو. هر پيغمبر جبرائيل کان بهتر هو. ليڪن جڏهن ڪو رسول ڪنهن جماعت يا قوم ڏانهن موڪليو ويندو، تہ اهو انهيءَ قوم کان بهتر هوندو آهي، جهڙيءَ طرح هر پيغمبر پنهنجي امت کان بهتر هوندو آهي. هن معاملي ۾ ڪوبہ عقل وارو غلطي نہ ڪندو. نبيءَ جو هڪڙو دم بہ وليءَ جي زندگي کان وڌيڪ هوندو آهي. ولي جڏهن پنهنجي باطني مجاهدي ۽ ظاهري عبادت سان ڪمال جي درجي تي پهچندو آهي، تڏهن مشاهدي جو مقام ماڻيندو ۽ بشريت جي حجاب کان ڇوٽڪارو حاصل ڪندو آهي، حالانڪ حقيقت ۾ هو خاص بشريت ۾ گرفتار هوندو آهي. ان جي ابتڙ رسول جو پهريون قدم ئي مشاهدو هوندو آهي. رسول جي ابتدا وليءَ جي انتها ٿيندي آهي تنهنڪري هڪ سان ٻئي جو تصور ڪري نٿو سگهجي.

توهان ڇاڻو ٿا، تہ حق جا سمورا طالب هڪ راءِ سان چون ٿا، تہ ولايت جو ڪمال ڏار ڏار رهڻ واري حالت تان هٽي گڏ ٿيڻ واري درجي تي ايندو آهي. ان جي صورت اها هوندي آهي جو پاڻهو ان مقام تي پهچي ويندو آهي، جتي دِوستيءَ جي غلبي کان عقل جي نظر جو دستور باطل ٿي ويندو آهي ۽ هر شيءِ ۾ فاعل ڪُــل سيني ڪمن جو ڪندڙ يعني خالق نظر ايندو آهي. حضرت ابو علي رود باري جي قول موجب: جيڪڏهن اسان سندس ديدار (رويت) کان محروم ٿي وڃون، تہ جيڪر اسان جي عبادت بيڪار ٿي وڃي، ڇو تہ سندس عبادت جو شرف سندس ديدار سان ئي حاصل ٿيندو آهي. نبين لاءِ اها حقيقت حال جي ابتدا هوندي آهي ۽ سندن زندگي ۾ ڪوبہ فرق نٿو اچي. نفي، اثبات، مسلڪ، لاڳاپن لاهڻ واري حالت، قبول ڪرڻ يا پـري ڪرڻ واري حالت، ابتدا ۽ انتها سڀ مجموعي طور (گڏيل) تي هوندا آهن. حضرت ابراهيم عليہ السلام جن اڳ ۾ سج کي ڏسي چيو، تہ اهو منهنجو رب آهي. جڏهن چنڊ ۽ تارن کي ڏٺائين تڏهن بہ چيائين، تہ اهو منهنجو رب آهي، ڇو تہ سندن دل الله تعاليٰ جي غلبي هيٺ آيل هئي. پاڻ عين جمع واري مقام تي هئا. سندن نظر ڪنهن بہ غير شيءِ تي نہ پئي. جيڪڏهن ڏٺائون تڏهن بہ جمع جي نظر سان ڏٺائون. الله جي عين ديدار ۾ محو ٿي، ديدار جي تاب کان بيزاري جي حالت ۾ چيائون: "مان گم ٿي وڃڻ وارن سان محبت نہ ڪندو آهيان". ابتدا توڙي انتها ۾ جمع واري نظر هئي. ولايت لاءِ ابتدا بہ آهي، تہ انتها بہ آهي. نبوت لاءِ اهي ڳالهيون نہ آهن. نبي جيستائين هئا، تيستائين نبوت جي

درجي تي هئا. جيستائين كين رهڻو هو. تيستائين كين نبوت جي درجي تي رهڻو پيو. نبوت جي ظاهري ثيڻ كان اڳ ۽ ب الله تعاليٰ جي علم ۽ ارادي موجب هو نبوت جا صاحب هئا.

حضرت ابو يزيد رحه كان پڇيو ويو، ته هو نبين جي باري ۾ ڇاڻا فرمائين؟ فرمايائين: خدا ائين نه كري. اسان نبين جي باري ۾ فيصلا ڏيئي نٿا سگهون. انهن جي باري ۾ اسان تصور، اسان جي ذاتي حيثيت موجب. الله تعاليٰ سندن نفي ۽ اثبات كي اهڙي مقام تي ركيو آهي، جتي انساني نظر پهچي نه سگهندي آهي. ولين جو مرتبو ماڻهن جي نظر كان مخفي هوندو آهي. اهڙيءَ طرح نبين جو مقام ولين جي دخل اندازي كان مٿيرو هوندو آهي. زماني جي حجت حضرت ابويزيد فرمايو آهي: ما صرت الي الوحدانية فصرت طيراً جسمه من الاحدية وجناحه من الديمومية فلم ازل الطير في هواء الهوية حتيٰ اليٰ هواءِ التنزية ثم اشرف عليٰ ميدان الازلية روايت شجر الاخدية فنظرت فعلمت ان هـذا كله حد غيره. مون ڏٺو، ته منهنجي روح كي آسمان تي وٺي ويا. ان كيڏانهن به ڌيان نه ڏنو. توڙي بهشت ۽ دوزخ سندس آڏو آندا ويا. اهو حادثن ۽ حجابن كان پاك هو. پوءِ مان هك پكي بڻجي ويس. جنهن جو جسم وحدانيت ۽ بازو ابديت (هميشه رهڻ واري حالت) هئا. ماڻ هوا ۾ اڏامندو رهيس. ايتري قدر جو ازل واري ماحول ۾ داخل ٿي ويس ۽ احديت واري وڻ كي ڏٺم. غور كري ڏٺم، ته سڀ كجهه مان هئس. مون دانهن كري چيو: منهنجا موليٰ، جيستائين منهنجي أنا (هستي) موجود آهي، تيستائين تو ڏانهن رستو ملڻ محال آهي. مون كي أنا كان ڇوٽكارو نٿو ملي. مان ڇا كريان؟ حكم ٿيو: "اي ابو يزيد! أنا كي ڇوٽكاري لاءِ اسان جي دوستن جي پيرويءَ جي ضرورت آهي. سندن قدمن جي خاك كي اكين جو سرمو بڻاءِ ۽ سندن فرمانبردار ٿي رهه". اهو هك ڊگهو داستان آهي. طريقت وارا ان كي ابو يزيد جو معراج سڏيندا آهن. معراج مان مراد ويجهڙائي (قرب) آهي. نبين جو معراج جسماني طور تي ظاهر ٿيندو آهي. ولين جو معراج همٿ ۽ روح سان واسطو ركندڙ آهي. نبين جو جسم پاك ۽ صاف ۽ ويجهڙائيءَ واري معاملي ۾ ولين جي دل ۽ روح وانگر ٿيندوآهي. اهو ظاهري فضيلت جو دليل آهي. ٿيندو هيئن آهي ته ولي سكر واري حالت ۾ پاڻ كان پري ٿي ويندو آهي ۽ روحاني درجن كان لنگهي، الله جي ويجهڙائيءَ واري مقام تي پهچندو آهي. جڏهن صحو واري حالت ۾ واپس ٿيندو آهي، تڏهن سمورا دليل سندس دل تي أتارجي ويندا آهن. ۽ كيس انهن جو علم حاصل ٿيندو آهي. ظاهر آهي، ته جسماني معراج ۽ انهي فكر واري معراج ۾ زمين ۽ آسمان جو فرق هوندو آهي. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

## نبين ۽ ولين جي فرشتن تي فضيلت

سيني سُنين ۽ طريقت مشائخن جو يكراءِ فيصلو آهي ته نبي ۽ سمورا ولي (جيكي آفتن كان محفوظ آهن) فرشتن كان بهتر آهن. فقط معتزله فرشتن كي نبين كان وڏيك سمجهندا آهن. سندن چوڻ آهي، ته فرشتن جو درجو مٿانهون آهي ۽ هو پيدائشي طور تي لطيف (ميراڻ كان پاك) آهن. خاص طور تي الله تعاليٰ جي زياده فرمانبرداري كندا آهن. تنهنكري سندن مقام مٿانهون آهي. مان چوان ٿو، ته حقيقت ان ڳالهه جي بلكل ابتڙ آهي. جسماني فرمانبرداري، درجي جي بلندي ۽ پيدائشي لطافت خدا تعاليٰ جي مهرباني جو مقرر ٿيل سبب (علت) ناهي. اهي سموريون شيون ابليس ۾ به موجود هيون. مگر سيني جو عقيدو آهي، ته هو لعنت كيل ۽ ذليل آهي. خدا جو فضل اُن لاءِ هوندو آهي، جنهن كي الله تعاليٰ چاهي ۽ جنهن كي خدائي رحمت پاڻ چوندي. نبين جي فضيلت جو دليل اهو آهي، ته الله تعاليٰ فرشتن كي حكم ڏنو ته آدم كي سجدو كن. اها مڃيل ڳالهه آهي ته جنهن كي سجدو كيو وڃي، اهو سجدي كندڙ كان بهتر هوندو آهي. جيكڏهن هن ڳالهه جي برخلاف اهو چيو وڃي ته كعبو بي جان پٿر مان ٺهيل آهي ۽ مومن جو درجو به بلند آهي، مگر اهو سجدا كندو آهي. اهڙيءَ طرح فرشتا آدم كي سجدي كرڻ جي باوجود مرتبي ۾ مٿانها آهن. مان چوندس، ته هر هك عقل وارو سمجهي ٿو، ته مومن پِٽ، پٿر يا محراب كي سجدو كندو آهي. سجدو فقط الله كي كبو آهي. اسان اهو به ڄاڻو ٿا، ته فرشتن فقط آدم كي ئي سجدو كيو. الله تعاليٰ فرمايو آهي: اسجدوا لادم "يعني آدم كي سجدو كيو". مومن جي سجدي متعلق فرمايائين: وَاسجدوا و اَعبدوا ربكم "سجدو كريو ۽ پنهنجي رب جي بندگي كريو". كعبو آدم وانگر ٿي

نتو سگهي. ڪوبہ ماڻهو جڏهن نماز پڙهندو آهي، تڏهن سندس منهن هرو ڀرو ڪعبي ڏانهن نہ هوندو آهي. هن ڪي عذر هوندو آهي. جڏهن ڪنهن جهنگ ۾ ڪعبي جو طرف معلوم نہ ٿئي، تڏهن جنهن طرف بہ منهن ڪبو، تہ نماز ٿي ويندي. فرشتن تي آدم جي سامهون سجدي ڪرڻ ۾ ڪوبہ عذر نہ هو. هڪڙي، بهاني سان عذر ٺاهيو، تہ لعنتي ۽ ذليل ٿي ويو. عذر وارن لاءِ اهي دليل چٽا ۽ روشن آهن.

ان ڪان سواءِ فرشتا فقط ان ڳالهہ تي وڌيڪ ڪيئن ٿي سگهندا تہ هو الله جي معرفت ۾ مٿانهان آهن؟ هنن جي تہ فطرت (جبلت) ئي اهڙي آهي. هو شهوت ڪان خالي هوندا آهن ۽ سندن دليون لالچ ۽ مصيبت ڪان اڻ واقف هونديون آهن. سندن طبعيت مڪر ۽ فريب ڪان پاڪ ٿيندي آهي. سندن غذا خدا جي فرمانبرداري ۽ مشرب خدا جي حڪمن جي پوئواري هوندي آهي. ان جي ابتڙ انساني فطرت شهوتن جو مرڪب هوندي آهي. گناهن ۾ ڦاسڻ انساني ڪمزوري آهي. حرص ۽ حوسَ سدس خصوصي عادت هوندي آهي. شيطان جو مٿس ايترو قبضو آهي، جو هو سندس رڳ رڳ ۾ سمايل آهي ۽ رت وانگر بدن ۾چڪر هڻندو ٿو رهي. سيني خرابين جو مرڪز اماره نفس ساڻس ڪَـٺو آهي. جنهن جي وجود ۾ اهي سموريون شيون هجن ۽ اهو شهوتن جي غلبي جي باوجود فحش ڳالهين ڪان بچي، حرص هوَس جي هوندي، دنيا سان ناتا ٽوڙي، شيطاني وسوسن هوندي، گناهن ڪان پرهيز ڪري، نفس جي آفتن ڪان پري رهي، عبادت، فرمانبرداري، نفس جي مجاهدي، ۽ شيطان جي مخالفت ۾ مشغول رهي، اهو يقين سان اهڙي مخلوق ڪان افضل آهي. جنهن جي طبعيت ۾ شهوتن جي ڪشمڪش نہ هجي، جيڪا غذا جي ضرورت ۾ لذت نہ چاهيندي هتي ابقيٰ جو لفظ مبالغي (وڌاءَ) طور استعمال ٿيو آهي. بئي جهان ۾ عمر جي بقا لاءِ فنا ڪانهي. بهرحال فنا ۽ بقا ڪي هن طرح سمجهڻ گهرجي، تہ جڏهن جهالت فنا ٿيندي آهي تڏهن علم ڪي بقا ملندي آهي. جڏهن گنهگاري فنا ٿيندي آهي تڏهن فرمانبرداري بقا جو جامو پائيندي آهي. انسان جڏهن فرمانبرداري ۽ علم حاصل ڪندو آهي تڏهن الله جي ذڪر ڪان غفلت فنا ٿي ويندي آهي. بين لفظن ۾ جڏهن انسان ڪي الله جي معرفت نصيب ٿيندي آهي ۽ هو الله جي معرفت ۾ بقا حاصل ڪندو آهي تڏهن سندس غفلت فنا ٿي ويندي آهي، يعني هو ڪنهن بہ حالت ۾الله ڪان غافل نہ رهندو آهي، ۽ اها غفلت واري فنا الله جيَ ذڪر ۾ بقا جو سبب بڻبي آهي. خراب صفتن تان هٿ ڪڻي سهڻيون صفتون اختيار ڪرڻيون پونديون آهن.

تصوف جي خاص ماڻهن ڪي هن ڳالهہ ۾ اختلاف آهي. اهي فنا ۽ بقا ڪي علم يا حال سان نسبت نہ ڏيندا آهن. اهي ٻنهي لفظن ڪي ولايت جي ڪمال واري درجي ۾ استعمال ڪندا آهن. اها حالت انهن ولين سڳورن جي آهي، جيڪي مجاهدي جي تڪليف ڪان فارغ ٿي چڪا آهن. مقامن ۽ حال جي تبديلين ڪان آزاد آهن. جن طلب جي ميدان ۾ مقصد جو مقام حاصل ڪيو آهي، جن هر ڏسڻ جهڙي شيءِ ڏسي ڇڏي آهي، ۽ حاصل ڪرڻ ڪان پوءِ ان جي ڪجهہ بہ نہ هجڻ واري حالت ڏٺي آهي، جيڪي هر ڳالهہ ڪان منهن موڙي چڪا آهن. پنهنجي مراد پوري ڪرڻ لاءِ پنهنجي ارادي ڪان هٿ ڪڻي چڪا آهن، هلندڙ ۽ هر دعوا ڪان بيزار آهن، اصل ڪان ڪٽجي چڪا آهن، ڪرامتن ڪي حجاب سمجهندڙ آهن. جن جي نظر مان هر مقام گذري چڪو آهي، جيڪي آفت واري لباس ۾ آهن ۽ مراد ڪي پهچي نامراد رهن ٿا، هر مشرب ڪان پرَ آهن، ۽ هر لاڳاپي ڪان دور رهن ٿا. ڪنهن چيو آهي: لِيَهلِكَ من هلك عن بينة ويحيي منْ حي عن بينة "جيڪو هلاڪ ٿيو اهو مشاهدي سان ٿيو ۽ جيڪو جيئرو رهيو اهو بہ مشاهدي سان جيئرو رهيو". مون بہ هن باري ۾ شعر چيوآهي:

فـنيت فـنا ثي فـقد هـوائي          فصار هوائي الأمور هـواك.

"مون پنهنجي خواهش ڪي مٿائي فنا ڪي فنا ڪيو. منهنجي هر خواهش تنهنجي ٿي وئي جڏهن ڪنهن پنهنجين ذاتي وصفن ڪي فنا ڪيو تڏهن ڇڻ تہ هن ڪي ڪامل بقا حاصل ٿي ويئي".

ماڻهو جڏهن وجود جي عالم ۾ ذاتي وصفن ڪي فنا ڪندو آهي تڏهن پنهنجي مراد جي فنا ٿيڻ سان مراد جي بقا حاصل ڪندو آهي. پوءِ نہ دوري رهندي آهي نہ ويجهڙائي، نہ وحشت، نہ پيار، نہ صحو نہ سڪر، نہ ميلاپ نہ جدائي، نہ هلاڪت نہ پاڙ پنڄڻ، نہ نالو نہ نشان، نہ ڪو طرف نہ تحرير. مشائخن مان ڪنهن جو شعر آهي:

و ضاع مقامي و الرسوم كلهما فلست ادري في الوقف قربا ولا بعدا
فنيت به عني فبان الي الهدي فهذا ظهور الحق عندالفناء قصدا
"منهنجو مقام ۽ رسمون فنا ٿي ويون ڪابہ ويجهڙائي ۽ دوري نہ رهي.
مان پنهنجي ذات سان هن ۾ فنا ٿي ويس مون کي هدايت ملي، اهو الله جو ظهور
آهي جيڪو فنا جي ارادي سان ظاهر ٿيو".

ڪنهن بہ شيءِ سان صحيح نموني سان فنا ٿيڻ اهو آهي جو ان شيءِ جي ناقص هجڻ جو پوريءَ طرح سان احساس ٿي وڃي ۽ ان جي ڪابہ خواهش باقي نہ رهي. فقط اهو ڪافي ناهي، تہ ڪنهن شيءِ ڏانهن لاڙو هجي ۽ ماڻهو چوي تہ "مان ان شيءِ سان باقي آهيان". يا وري ڪنهن شيءِ سان نفرت هجي ۽ ماڻهو چئي تہ: "مان ان شيءِ سان فاني آهيان". رغبت ۽ نفرت اهڙيون شيون آهن جيڪي اهڙن ماڻهن ڪان ٿينديون آهن، جيڪي اڃا منزل جي تلاش ۾ هوندا آهن. فنا ۾ ڪابہ رغبت ۽ نفرت نہ ٿيندي آهي. بقا ۾ وري ميلاپ ۽ جدائي جو فرق نہ هوندو آهي.

ڪجھ ماڻهو غلطيءَ ڪان سمجهندا آهن، تہ فنا ذات جي گم ٿيڻ ۽ وجود جي نابود ڪرڻ جو نالو آهي ۽ بقا اها آهي، تہ بانهي سان الله تعاليٰ جي بقا ملي وڃي. اهي ٻيئي حالتون محال آهن. هندستان ۾ مون کي هڪ اهڙي ماڻهوءَ سان واسطو پيو، جيڪو تفسير وغيره جي علم ۾ ڪامل ڄاتو ويندو هو. مون ڪيس ڏٺو معلوم ٿيو، تہ هو فنا ۽ بقا جي حقيقت سمجهي نٿي سگهيو. قديم ۽ حادث (جلدي فنا ٿيندڙ) جي فرق ڪان بہ اڻ واقف هو. گهڻائي جاهل صوفي ڪل جي فنا جا قائل آهن. اها هڪ چٽي غلطي آهي ڇو تہ ترڪيبي (فطرتي) جزن جو فنا ٿيڻ ۽ انهن جو جدا ٿي وڃڻ محال آهي. مان انهن غلطيءَ ۾، پيل جاهلن ڪان پڇان ٿو، تہ انهيءَ فنا مان سندن مراد ڇا آهي؟ جيڪڏهن سندن مطلب ذات جي فنا آهي تہ اهو محال آهي. جيڪڏهن چون، تہ سندن مراد وصف جي فنا آهي، تہ اسان ان کي جائز سمجهنداسون. ڇو تہ فنا هڪ نرالي صفت آهي ۽ بقا بہ نرالي صفت آهي. ٻانهو انهن ٻنهي صفتن سان بَدَل آهي. اهو بہ محال آهي، تہ ٻانهو پاڻ ڪان سواءِ ڪنهن ٻئي جي صفت سان قائم آهي. رومين ۽ عيسائين مان نسطورين جي چوڻ موجب حضرت مريم ع مجاهدي جي زور سان ناسوتي صفتن کي فنا ڪري لاهوتي بقا سان قائم ٿي وئي، ۽ اهڙي بقا حاصل ڪيائين، جو الله تعاليٰ جي بقا سان باقي ٿي وئي. حضرت عيسيٰ عليه السلام ان جو نتيجو آهي. حضرت عيسيٰ جي ترڪيبي (فطرتي) جزن جو بنياد، انسان جي اصليت ڪان مٽيرو آهي، ڇو تہ سندس بقا خدا جي بقا سان بدل آهي. اهڙيءَ طرح حضرت عيسيٰ عليه السلام، سندن والده ۽ الله تعاليٰ هڪ ئي بقا ۾ شامل آهن. يعني، قديم بقا ۾ جيڪا صرف خدا جي صفت آهي. حقيقت ۾ اهو سڀ ڪجھ حشويہ مڪتب وارن جي عقيدي وانگر آهي، جيڪي جسم ۽ تشبيھ جا قائل آهن ۽ الله تعاليٰ کي حادث (فنا ٿيندڙ) ٿا ڄاڻن ۽ قديم لاءِ حادث جي صفت کي جائز ٿا سمجهن (معاذ الله).

مان اهڙي عقيدي ۾ گرفتار ٿيل ماڻهن ڪان پڇان ٿو، تہ قديم جي حادث هجڻ ۽ حادث جي قديم هجڻ ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ يا ان ۾ ڪهڙو تفاوت آهي، تہ قديم حادث جي صفتن سان سينگاريل آهي ۽ حادث ۾ قديم جون صفتون شامل آهن. حقيقت ۾ اهو عقيدو دهريت (ڪفر) وارن جو آهي، ۽ دنيا جي حادث هجڻ جو انڪار ٿو ڪري. انهي عقيدي رکڻ سان اهو مڃڻو پوندو تہ مخلوق (حادث) ۽ خالق (قديم) ۾ ڪوبہ فرق ڪونهي. ٻئي قديم آهن يا وري ٻئي حادث آهن. يا وري اهو مڃڻو پوندو، تہ نامخلوق جي مخلوق سان ميلاپ آهي يا وري نامخلوق مخلوق ۾ حلول (دخل) ڪندو آهي. پٽو ناهي، تہ اهڙو اجايو عقيدو ڪين ڇو ٿو وٺي؟ قديم کي حادث چوڻ يا حادث کي قديم سڏڻ، ٻنهي صورتن ۾ مڃڻو پوندو، تہ ان جي صانع ٻئي قديم آهن يا دليل لاءِ جيڪڏهن صفت حادث آهي، تہ ان جو صانع (ناهيندڙ) بہ حادث ٿيندو. ڇو تہ هر شيءِ جي ذات ان شيءِ وانگر هوندي آهي. اهڙيءَ طرح لازمي ٿيندو، تہ حادث کي قديم سڏيو وڃي يا قديم کي حادث ڄاتو وڃي. اها چٽي گمراهي آهي. اسان ڄاڻون ٿا، تہ جيڪي شيون هڪ ٻئي سان گڏجي، ملي جُلي ويجهڙيون ٿينديون آهن، اهي پاڻ ۾ هڪ جهڙيون هونديون آهن. اسان جي بقا اسان جي صفت آهي. اسان جي فنا بہ اسان جي صفت آهي. اهي ٻئي

اسان جي وصفن ۾ شامل آهن. اها ڳالهه پنهي ۾ شريڪ آهي. فنا کنهن هڪ وصف جي فنا آهي جو کنهن ٻي وصف جي بقا سان پيدا ٿيندي آهي. بقا کان سواءِ فنا ۽ فنا کان سواءِ بقا به ٿي سگهنديون آهن. انهيءَ لحاظ کان فنا مان مراد غير جي ذڪر جي فنا آهي ۽ بقا جو مطلب الله جي ذڪر جي بقا آهي. من فنا من المراد بقي بالمراد. "جيڪو ماڻهو پنهنجي مراد کان فاني ٿيو، اهو الله جي مراد سان باقي ٿيو". چو ته انساني مراد فاني آهي. ۽ الله جي مراد باقي آهي. انسان پنهنجي فاني مراد تي قائم رهندو. ته سندس قيامت فنا تي ٿيندي. جيڪڏهن الله جي مراد تي رهندو، ته چڻ باقي مراد تي رهندو ۽ سندس قيامت بقا تي ٿيندي. اهو مثال هن طرح سمجهڻ گهرجي: جيڪا شيءِ پڙڪندڙ آهي، ته جڏهن باهه جي طاقت پاڻ وٽ آيل شيءِ جي وصف بدلائي سگهندي آهي. ته الله جي ارادي جي طاقت ته باهه کان تمام وڌيڪ آهي. مگر اهو ياد رکڻ گهرجي ته باهه جو قبضو (دخل اندازي) فقط لوهه جي وصف تائين محدود آهي. ان جي ذات نٿي بدلجي يعني لوهه ڪڏهن به باهه بڻجي نه سگهندو آهي. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

## (فصل - 3)

هن موضوع تي ڪن وڏن مشائخن تمام باريڪ رمزون بيان ڪيون آهن. هن مڪتب جو امام حضرت ابو سعيد خراز فرمائي ٿو: الفناء فناء العبد عن روية العبودية والبقاء العبد بمشاهدة الا لاهية. "فنا اها آهي، ته ٻانهو پنهنجي ٻانهپ جي ديدار سان فنا ٿئي ۽ بقا اها آهي، ته ٻانهو الاهي ديدار سان باقي هجي. ان جو مطلب اهو آهي، ته پنهنجن افعالن تي نظر رکڻ، ڪچي هجڻ جو دليل آهي. ٻانهپ جو صحيح مقام ان وقت حاصل ٿيندو آهي، جڏهن انسان پنهنجي ڪارگذاريءَ کي وساري ڇڏي ۽ ان جي طرف کان پاڻ کي فاني سمجهي، فقط خدا تعاليٰ جي ڪرم تي نظر رکي ۽ پاڻ کي باقي سمجهي. پنهنجي معاملي کي پاڻ نه، پر سندس ذات سان نسبت ڏياري، چو ته هر انساني شيءِ ناقص هوندي آهي ۽ هي اها شيءِ جيڪا الله تعاليٰ کان حاصل ٿئي، سا ڪامل هوندي آهي. مطلب ته انسان پنهنجن سيني لاڳاپن کان فاني ٿي، خدا جي جمال سان باقي رهي سگهي ٿو.

حضرت ابو اسحاق نهرجوري فرمائي ٿو: صحت العبودية في الفناء البقاء. "سچي ٻانهپ فنا ۽ بقا ۾ آهي". يعني، جيستائين ٻانهو پنهنجي سموري موڙي کان بيزار نه ٿيندو، تيستائين صحيح ۽ خلوص واري بندگي جي قابل نه ٿيندو. مطلب هي آهي، ته آدميت جي هر شيءِ کان هٿ کڻڻ ۾ فنا آهي، ۽ ٻانهپ ۾ مخلص ٿيڻ ۾ بقا آهي.

حضرت ابراهيم بن شيبان جو قول آهي: الفناء والبقاء يدور علي الاخلاص والوحدانية و صحة وما كان غير هـذا فهو المغاليظ والزندقة. " فنا ۽ بقا جي علم جو بنياد خلوص، وحدانيت ۽ صحيح ٻانهپ تي آهي. باقي سڀ ڪجهه خطا ۽ الحاد (بي ديني) آهي". انسان جڏهن خدا جي توحيد جو اقرار ڪندو آهي، تڏهن پاڻ کي خدا جي حڪم آڏو فرمانبردار سمجهندو آهي. مغلوب هميشه غالب جي آڏو فاني هوندو آهي. هو پنهنجي فنا کي نيڪ سمجهي، پنهنجي نـوڙت جو احساس رکندو آهي ۽ ڪيس بندگيءَ کان سواءِ ٻيو ڪوبه چارو نظر نه ايندو آهي ۽ هو رضا وارو رستو اختيار ڪندو آهي. فنا ۽ بقا جي معنيٰ هيءَ آهي، ته جيڪو به هن جي خلاف چوندو آهي، يعني هي چوندو آهي، ته فنا جو مطلوب ذات جي فنا ۽ بقا جي معنيٰ خدا تعاليٰ جي بقا آهي، اهو بي دين (زنديق) ۽ عيسائيت جو علمبردار آهي. جيئن مٿي بيان ٿي چڪو آهي.

مان چوان ٿو، ته اهي سمورا قول معنيٰ جي لحاظ کان هڪ جهڙا آهن. جيتوڻيڪ عبارت جي لحاظ کان مختلف نظر اچن ٿا. مختصر طور تي مطلب هيءَ آهي، ته فنا خدا جي جلال جي ديدار ۽ ان جي وڏائي جي ظاهر ٿيڻ جو نالو آهي، ايتري قدر جو ٻانهو سندس جلال غلبي آڏو دنيا ۽ آخرت کي وساري ٿو ڇڏي. احوال ۽ مقام سندس همٿ آڏو حقير ٿي ويندا آهن. ڪرامتن جي ڪابه حيثيت نه رهندي آهي. هو عقل ۽ نفس کان فاني ٿي ويندو آهي، ايتري قدر جو هو فنا کان به فاني ٿي ويندو آهي ۽ اهڙي حقيقي فنا ۾ فنا واري زبان سان حق جو اعلان ڪندو آهي. سندس تن ۽ من سراسر فرمانبرداري ۽ خدا جو خوف بڻجي ويندا آهن. اهو بلڪل اهڙيءَ طرح جيئن آدم جي اولاد سندس پٺيءَ مان پاڪ ۽ صاف نڪتي هئي ۽ نـنهن

كان ڇوٽيءَ تائين ٻانهپ جو پتلو هئي. مشائخن مان هڪڙي بزرگ چيو آهي:

الاكنت اذ كنت ادري كيف السبيل اليكا

اَفـنَـيتَـي عن جميعي فصرت ابكي عليكا

"جيڪڏهن مون کي تنهنجي ذات تائين پهچڻ جو رستو معلوم هجي ها، تـ مان پنهنجي ذات ۾ فنا ٿي، تنهنجي ذکر ۾ روئندو رهان ها".

هڪ ٻئي بزرگ جو شعر آهي:

فـفـي فـنـائي فنـا فـنـائي — وفـي فـنائي وُجِـدت انت

مَـحَـوت اسمي و رسم جسمي — سُـئِـلتُ عَـني فقلتُ انـت

"منهنجي فنا ۾ منهنجي فنا جي فنا آهي. مون پنهنجي فنا کي فائدي وارو سمجهيو. مون پنهنجو نالو نشان مٽائي ڇڏيو. تو پڇيو: تون ڪير آهين؟ مون چيو: تون ئي تون آهين".

تصوف ۽ فقيري جي لحاظ کان اهي فنا ۽ بقا جا حڪم آهن. جيڪي مون مختصر طور تي بيان ڪيا آهن. هن ڪتاب ۾ جتي بـ فنا ۽ بقا جو ذڪر ايندو، اهو انهيءَ مراد سان هوندو. تـ اهو خرازي مڪتب جو بنيادي اصول آهي. جيڪو بلڪل چٽو ۽ روشن آهي. حقيقت ۾ ميلاپ ۽ جدائيءَ جو دليل بنياد ڪان سواءِ نـ هوندو آهي. هن مڪتب ۾ اهي ڳالهيون سيني وٽ عام آهن. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

## 9- خفيفي مڪتب

هن مڪتب جا ماڻهو حضرت ابو عبدالله محمد بن خفيف شيرازي جا پوئلڳ آهن. جيڪو جن مڪتب جي وڏن بزرگن مان آهي. پنهنجي زماني ۾ وڏي عزت ۽ آبرو جو مالڪ هو. ظاهر ۽ باطن ۽ علمن سان سينگاريل هو. سندس تصنيفون مشهور ۽ معروف آهن. سندس تعريفون ۽ فضيلتون بيشمار آهن. مطلب، تـ هو پنهنجي وقت جو يگانو ۽ وڏو پاڪباز ماڻهو ٿي گذريو آهي. نفساني شهوتن کان پري رهڻ ۾ ڪيس خصوصيت حاصل هئي. ٻڌو ويو آهي، تـ هن چار سوءُ عورتن سان نڪاح ڪيا. ان جو سبب شايد اهو هجي، تـ هن جو شاهي خاندان سان واسطو هو. جڏهن سندس توبهـ جي شروعات ٿي، تڏهن شيراز وارن وڏي عقيدت جو اظهار ڪيو. جڏهن حال جو صاحب بڻيو، تڏهن شهزادين ۽ رئيس زادين ساڻس پرڻجڻ چاهيو، مگر هو مصيبت (ابتلا) کان آجو رهيو. هر هڪ کي هٿ لڳائڻ کان اڳ طلاق ڏيئي ڇڏيائين. ان هوندي بـ چاليهـ عورتون اهڙيون هيون، جيڪي مختلف وقتن تي ٻـ ٻـ، ٽي ٽي ٿي سندس نڪاح ۾ رهيو. هڪڙي چاليهن سالن تائين ساڻس گڏ رهي. هوءَ ڪنهن وزير جي نياڻي هئي. مون شيخ ابوالحسن علي بڪران شيرازي کان ٻڌو تـ هڪ ڏينهن ڪجهـ عورتون هن متعلق هڪ جاءِ تي گڏ ٿيون ۽ پاڻ ۾ گفتگو ڪري رهيون هيون. سموريون ان ڳالهـ تي متفق هيون تـ انهن مان ڪنهن بـ شيخ کي اڪيلائپ ۾ بـ شهوت جي حالت ۾ نـ ڏٺو. هر هڪ جي دل ۾ شڪ پيدا ٿيو ۽ عجب ۾ پيون. هر هڪ ائين ٿي ڄاتو تـ شيخ جو لاڙو ڪنهن ٻي ڏانهن آهي. سيني سوچيو تـ وزير زاديءَ کان سواءِ ڪوبـ ان راز کان واقف ٿي نٿي سگهيو، ڇو تـ هوءَ سالن جا سال ساڻس گڏ رهي آهي. سيني صلاح ڪئي ۽ يڪراءِ ٿي ٻن ڄڻين کي وزير زاديءَ ڏانهن موڪليائون، تـ جيئن صحيح صورتحال جو پتو پئجي سگهي. وزير زاديءَ بيان ڪيو: شيخ سان نڪاح ۾ اچڻ کان پوءِ مون کي پيغام پهتو، تـ اڄ رات شيخ مون سان رات گذاريندو. مون خوب کاڌا تيار ڪيا ۽ وڏا هار سينگار ڪيا. هو آيو، دسترخوان لڳل هو، مون کي طلب ڪيائين. هڪڙو دفعو مون کي ڏٺائين ۽ هڪ نظر دسترخوان تي ڪيائين. پوءِ منهنجو هٿ پڪڙي پنهنجي چولي کان اندر ڪيائين. مون ڏٺو تـ سيني کان ڌُن تائين پيٽ تي پندرهن ڳنڍيون ٻڌل هيس. پوءِ چيائين تـ "اي وزير زادي، اهي ڳنڍيون ان سختي ۽ صبر جي ڪري ٿيون آهن جيڪي آئون اهڙي حسن ۽ اهڙي کاڌي کان منهن موڙڻ برداشت ڪندو رهيو آهيان". شيخ فقط اهو گفتگو ڪيو ۽ اٿي هليو ويو. اها اسان جي تعلق جي انتها هئي.

تصوف ۾ سندس مڪتب جو بنيادي تصور غيبت ۽ حضور سان واسطو رکندڙ آهي. ان تي هن گهڻو ڪجهـ لکيو

آهي. مون کان بہ جيترو ٿي سگهيو اوترو بيان ڪندس. انشاءُ الله.

## غيبت ۽ حضور

حقيقي معنيٰ ۾ اهي لفظ هڪ ٻئي جو پاڇو آهن. ظاهر ۾ هڪ ٻئي جي ابتڙ ڏسجن ٿا. زباندانن ۾ حقيقت وارن وٽ استعمال ۾ ايندڙ آهن. حضور مان مراد دل جو حضور آهي جيڪو يقين جو دليل آهي يعني جيڪو اکين کان اوجهل آهي. ان جي حيثيت هڪ اهڙي شيءِ واري آهي، جيڪا اکين آڏو ظاهر آهي. غيبت مان مراد غير الله کان دل جي غيبت (غير حاضري) آهي، ايتري قدر جو دل پاڻ کان ۽ پنهنجي غيبت کان بہ غائب ٿي وڃي، ۽ پنهنجي حيثيت بالڪل ختم ٿي وڃي. ان جي نشاني رسمي تڪليفن کان پاسو ڪرڻ آهي، اهڙيءَ طرح جيئن نبي، الله جي مرضيءَ سان معصوم هوندو آهي. پنهنجي ذات کان غيبت ۾ خدا جو حضور ۽ خدا جو حضور پنهنجي ذات کان غيبت جو نشان آهي. جيڪو پنهنجي ذات کان غائب هوندو آهي، اهو الله جي حضور کان غائب هوندو آهي. دلين جو مالڪ الله تعاليٰ آهي. جڏهن دل جي حق جو جذبو غلبو ڪندو آهي، تڏهن دل جي غيبت طالب لاءِ الله جي حضور وانگر هوندي آهي. شرڪت ۽ تقسيم جو سوال ئي پيدا نہ ٿيندو آهي ۽ خوديءَ جو تصور منجهي ويندو آهي. مشائخن مان هڪڙي جو شعر آهي:

ولي فوادٌ وانت مالكه　　　　بلا شريک فكيف ينقسم

"تون ڪنهن جي شرڪت کانسواءِ منهنجي دل جو مالڪ آهين. ان کي ورهائي ڪيئن سگهبو؟"

الله جي ذات دلين جي مالڪ آهي. ڪيس دلين جي غيبت ۽ حضور تي پوري پوري قدرت آهي. هي انهيءَ مڪتب جي ساري منطق جو تت آهن. ان هوندي بہ فرق کي نظر ۾ رکندي وڏن مشائخن اختلاف ڪيو آهي. هڪ جماعت جي نظر ۾ "حضور"، "غيبت" کان وڌيڪ ۽ ٻي جماعت جي خيال ۾ غيبت حضور کان وڌيڪ آهي. هن بحث جو نمونو صحو ۽ سڪر وارو آهي جيڪو اڳ ۾ بيان ٿي چڪو آهي. ان هوندي بہ صحو ۽ سڪر انساني وصفن جون نشانيون آهن. غيبت ۽ حضور وصفن جي فنا ٿيڻ جون نشانيون آهن. تنهنڪري غيبت ۽ حضور اصل ۾ لطيف آهن. غيبت کي حضور کان وڌيڪ سمجهڻ وارن مان ابن عطا، حسين بن منصور، ابوبڪر شبلي، بندار بن حسين، ابوحمزه بغدادي، سمنون محب ۽ ٻيا ڪيترا عراق جا مشائخ شامل آهن. هنن جو چوڻ آهي: "خدا ۽ تنهنجي وچ ۾ وڏي ۾ وڏو حجاب تنهنجي پنهنجي ذات آهي، جڏهن تون پنهنجي ذات کان غائب ٿي ويندو آهين تڏهن تنهنجا فطرتي (جبلي) عيب ختم ٿي ويندا آهن ۽ تنهنجي ذات ۾ هڪ بنيادي انقلاب اچي ويندو آهي. مريدن جا مقام تولاءِ حجاب بڻجي ويندا آهن. طالبن جا احوال آفت جو سامان بڻجي ويندا آهن. تنهنجي پنهنجي ذات ۽ غير الله واري شيءِ تنهنجي نظر ۾ گم ٿي ويندي اهي تنهنجون انساني صفتون ويجهڙائيءَ واري شعلي ۾ جلي خاڪ ٿي وينديون آهن. اهائي تنهنجي غيبت جي دنيا هئي جنهن ۾ الله تعاليٰ توکي آدم جي پُٺيءَ مان پيدا فرمايو. جيستائين تون پنهنجي ذات کان غائب هُئين، تيستائين خدا جي حضور سان سرفراز هُئين. جڏهن انساني صفن ۾ آئين، تڏهن الله جي ويجهڙائي کان دور رهين. تنهنجو حضور تولاءِ هلاڪت جو سبب بڻيو. خدا تعاليٰ جي هن قول جو اهو مطلب آهي: ولقد جئتمونا فُرادىٰ كَما خلقنا كُم اول مَرةُ. "هاڻي توهان اسان ڏانهن اڪيلا اچي رهيا آهيو، جيئن اسان اوهان کي پهريون دفعو پيدا ڪيو هو."

ٻئي طرف حارث محاسبي، جنيد، سهل بن عبدالله، ابوحفض حداد، حمدون قصار، ابومحمد جريري، حصري مڪتب جو باني محمد بن خفيف ۽ ڪيترا ٻيا مشائخ حضور کي غيبت کان وڌيڪ سمجهندا آهن. ڇو تہ سندن عقيدي موجب سڀ خوبيون حضور سان رکن ٿيون. پنهنجي ذات کان غائب هجڻ الله جي حضور جو رستو آهي. جيڪڏهن منزل تي پهچي وڃجي يعني، حضور حاصل ٿئي. تہ رستي جي ضرورت نہ رهندي آهي. جيڪو پاڻ کان غائب رهندو آهي، اهو هر حالت ۾ الله وٽ حاضر هوندو آهي. غيبت جو حاصل حضور آهي ۽ حضور کانسواءِ غيبت بيڪار آهي. غفلت کان پري ٿيڻ ضروري آهي. غيبت، حضور حاصل ڪرڻ جو وسيلو آهي. مقصد حاصل ڪرڻ کانپوءِ وسيلي جي ڪا بہ اهميت نہ رهندي آهي.

هڪ بزرگ جو شعر آهي:

ليس الغائب من غاب من البلاد انما الغائب من غاب من المراد
وليس الحاضر من ليس له مراد انما الحاضر من ليس لـه فـواد
حتيٰ استقر فيه المراد

"غائب اهو ناهي جيڪو پنهنجي شهر کان غائب هجي. حقيقت ۾ غائب اهو آهي جيڪو هر آرزو کان غائب هجي. حاضر بہ اهو آهي جنهن جي دل ۾ بيائي نہ هجي، ۽ سندس آرزو فقط الله جي ذات هجي."

مشهور آهي، تہ حضرت ذوالنون مصري جي هڪ مريد حضرت ابويزيد جي زيارت جو ارادو ڪيو. سندس عبادت خاني جي دروازي تي اچي ڪڙو کڙڪايائين. ابويزيد اندران پڇيو: "ڪير آهي ۽ ڪنهن جي تلاش ۾ آهي؟" مريد جواب ڏنو: "مان ابويزيد سان ملڻ ٿو چاهيان." جواب مليو: "ابويزيد ڪير آهي؟ ڇا آهي؟ ۽ ڪٿي رهندو آهي؟ مان ڪافي وقت کان سندس تلاش ۾ آهيان. مون کي اڃ تائين نہ مليو آهي." مريد واپس اچي سارو واقعو حضرت ذوالنون کي ٻڌايو. هن فرمايو: "مُنهنجو ڀاءُ ابويزيد الله تعاليٰ ڏانهن ويندڙن سان هليو ويو."

هڪ ماڻهو حضرت جنيد جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين، تہ هڪ گهڙي لاءِ هن ڏانهن ڌيان ڏئي، چو تہ هن ڳالهہ ڪرڻ ٿي چاهي. جنيد جواب ڏنو: "اي جوان مرد! تون مون کان اها شيءِ گهري رهيو آهين جنهن جو مان ڪافي وقت کان طالب آهيان. سالن جا سال گذري ويا. الله وٽ حضور حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪئي اٿم، مگر مون کي ڪاميابي حاصل نہ ٿي آهي. هن وقت مان تنهنجي آڏو ڪيئن حاضر ٿي سگهندس؟" مطلب تہ غيبت ۾ حجاب جو خوف هوندو آهي ۽ حضور ۾ ڪشف جي خوشي حاصل ٿيندي آهي. حجاب ڪنهن بہ حالت ۾ ڪشف جي برابر نہ ٿيندو آهي. هن مضمون تي شيخ ابوسعيد جو قول آهي:

تقشع غيم الهجر عن قمر الحب واسفر نورالصبح عن ظلمة الغيب

"محبت جي چنڊ کان جدائي جا ڪڪر دُور ٿي ويا. غيب جي اونداهي مان نوراني صبح روشن ٿي ويو."

غيب ۽ حضور جي فرق ۾ مشائخن جا ڪافي لطيفا، حالتون ۽ قول آهن جن جو مطلب لڳ ڀڳ هڪجهڙو آهي، يعني خدا جي بارگاهہ جو حضور پاڻ کان غيبت جي برابر آهي، ڇو تہ پاڻ کان غيبت جو مقصد حضور آهي. جيڪو پاڻ کان غائب ناهي اهو الله جي درگاهہ ۾ حاضر ناهي. جيڪو حاضر آهي اهو پاڻ غائب آهي. جهڙي طرح ايوب عليه السلام بلائن جي نازل ٿيڻ وقت فرياد ۾ پنهنجو پاڻ کي نہ ڏٺو. هو انهيءَ حالت ۾ پنهنجو پاڻ کان غائب هو. انڪري الله تعاليٰ سندس خاص فرياد کي صبر کان جدا ٿيڻ نہ ڏنو. هن فرياد ڪئي: اني مسني الضر و انت ارحم الراحمين. "منهنجا موليٰ مان تڪليف ۾ آهيان. تون وڏو مهربان آهين." الله تعاليٰ فرمايو: فاستجبناله فكشفنا ما بـه مـن ضـر. "(حضرت ايوب صابر هو تنهنڪري) اسان هن جي فرياد ٻڌي ۽ سندس هر تڪليف دُور ڪئي." هن حڪايت مان موضوع جي چٽي سمجهاڻي ملي ٿي. سوچ ۽ ويچار ڪرڻ جي ضرورت آهي.

حضرت جنيد رحہ فرمايو آهي: "مون تي هڪ اهڙو وقت بہ آيو جو آسمان ۽ زمين وارا منهنجي پريشاني تي روئي رهيا هئا. وري هڪ اهڙو وقت آيو جو مون کي سندن غيبت تي روئڻو پيو. هاڻي وري اهڙو وقت آيو آهي جو مون کي نہ زمين ۽ آسمان جو پتو آهي نہ وري ڪا پنهنجي خبر آهي." هن موضوع ۾ "حضور" متعلق هڪ سهڻو اشارو آهي.

غيبت ۽ حضور جون اهي معنائون آهن جن جو بيان مون مختصر طور تي ڪيو آهي. اهو ان لاءِ تہ خفيفيہ مڪتب جو عقيدو ظاهر ٿئي، ۽ غيبت ۽ حضور مان جيڪا مراد آهي اُها سامهون اچي. وڌيڪ سمجهاڻي ۾ ڪتاب ڊگهو ٿي ويندو. منهنجي لکيت جو طريقو بہ اختصار وارو آهي. توفيق الله جي هٿ ۾ آهي.

## 10- سياريہ مڪتب

سياري مڪتب جا ماڻهو ابوالعباس سياري جا پوئلڳ آهن. هو مرو جو ويٺل هو ۽ سيني علمن جو امام مڃيو ويو هو. هو حضرت ابوبڪر واسطي جو دوست هو. اڄ بہ نساءُ ۽ مرو ۾ سندس ساٿين جي هڪ جماعت موجود آهي. شايد اهو

هڪڙوئي صوفين جو مڪتب آهي. جيڪو اڄ تائين پنهنجي اصلي صورت ۾ قائم آهي. مرو ۽ نساء ۾ هميشه ڪونہ ڪو اهڙو رهنماء موجود رهندو آيو آهي. جنهن هن مڪتب جي پوئلڳن کي اقامت جو سبق پئي ڏنو آهي. نسا ۽ مرو وارن جي وچ ۾ ڪيئي رسالا لکيا ويا آهن. جيڪي مڪتوبات جي صورت ۾ آهن. مون پاڻ ڪجهہ مڪتوبات ڏٺا آهن. جيڪي نهايت خوبصورت آهن. ۽ انهن جون عبارتون جمع ۽ تفريق جي مضمون تي آهن. اهي لفظ علم وارن وٽ مشترڪ آهن. هر جماعت انهن لفظن جو مطلب پنهنجي موضوع موجب پنهنجي بيان ۾ ڪم آڻيندي آهي. مراد سيني جي جداجدا هوندي آهي. حساب ڄاڻندڙ جمع ۽ تفريق سان عددن جي جمع ٿيڻ ۽ پڪڙجڻ جي مراد وٺندا آهن. نحوي ماڻهو لغوي طور تي اسمن جو گڏجڻ ۽ انهن جي معنيٰ جو فرق سمجهندا آهن. فقيهہ وري قياس جي جمع ٿيڻ. نص جي صفتن جي تفرقي يا نص جي جمع ۽ قياس جي تفرقي لاءِ ڪم آڻيندا آهن. اصول وارا وري ذات جي صفتن جي جمع ٿيڻ ۽ فعل جي صفتن جي تفرقي لاءِ استعمال ڪندا آهن. تصوف جي هڪ مڪتب ۾ اهي لفظ انهن معنائن ۾ استعمال نہ ٿيندا آهن.

مان هاڻي هن جماعت جي مقصد ۽ ان جي مشائخن جا اختلاف بيان ڪندس. جيئن اصلي حقيقت روشن ٿي وڃي ۽ مشائخن جي هر جماعت جو مقصد جمع ۽ تفرقي جي باري ۾ چٽو ٿي وڃي. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

## جمع ۽ تفرقو

الله تعاليٰ هڪ جاءِ تي پنهنجي دعوت ۾ سڀني مخلوق کي جمع ڪري فرمايو آهي: والله يدعوا الیٰ دارالسلام. "الله تعاليٰ سلامتي جي گهر ڏانهن سڏي ٿو." هدايت لاءِ فرق ظاهر ڪيائين ۽ فرمايائين: يهدي مَن يشاءُ الیٰ صراط مستقيم. "الله تعاليٰ جنهن کي چاهيندو آهي. تنهن کي سڌي رستي تي هلڻ جي هدايت ڪندو آهي." ظاهر آهي. تہ دعوت سيني کي ڏني وئي آهي. يعني دعوت ۾ سڀ جمع هئا. پر پنهنجي منشيت (رضا) موجب هڪ جماعت کي رد ڪيو ويو. فرمايائين. هڪ جماعت کي مردود (رد) ڪري. ڪنهن سهاري کانسواءِ ڇڏي ڏنائين. ٻي جماعت کي قبوليت جو شرف عطا ڪيائين ۽ رباني تائيد سان نوازيائين. وري ٻيهر هڪ تعداد کي جمع ڪيائين ۽ تفريق فرمايائين. هڪ جماعت کي گنهگاريءَ کان آزاد ڪيائين. ٻي جماعت کي غلط ۽ اڻ سڌي راهہ تي ڇڏي ڏنائين. تورن لفظن ۾ ائين ڪٿي چئجي. تہ جمع (جوڙ) اصل ۾ الله تعاليٰ جو علم ۽ ان جو حڪم آهي. ۽ تفرقو (ڪَتَ) امر ۽ نهي جو اظهار آهي. حضرت ابراهيم عليہ السلام کي حڪم ٿيو. تہ حضرت اسماعيل کي ڪُهي. مگر الله تعاليٰ اهو نہ چاهيو. تہ حضرت اسماعيل عليہ السلام ڪُسي وڃي. ابليس کي حڪم ٿيو. تہ حضرت آدم عليہ السلام کي سجدو ڪري. مگر اهو نہ چاهيائين تہ ائين ٿئي. حضرت آدم عليہ السلام کي ڪڻڪ جي ڪٽي کائڻ کان منع ڪيائين. مگر چاهيائين. تہ کائي وغيره. جمع پنهنجي صفتن جو گڏ ڪرڻ آهي ۽ تفرقو پنهنجي حڪمن کان جداجدا ڪرڻ آهي. اصل ۾ اهو انساني دخل اندازي ۽ ارادي جو کاٽجڻ ۽ الله جي ارادي جو ثبوت آهي. جمع ۽ تفرقي متعلق جو ڪجهہ بيان ٿيو آهي. ان سان معتزلن کانسواءِ اهلسنت و الجماعت جا سمورا ماڻهو هن مڪتب جي وڏن مشائخن سان متفق آهن. ان هوندي بہ ان جي استعمال ۾ مشائخن جو اختلاف آهي. هڪ جماعت جي نظر ۾ انهن ٻنهي لفظن کي توحيد سان نسبت آهي. هنن جي عقيدي موجب جمع جا بہ درجا آهن: هڪڙو الله تعاليٰ جي وصفن جو ۽ ٻيون ٻانهي جي وصفن جو. جنهن جو الله تعاليٰ جي وصفن سان واسطو آهي. اهو توحيد جو راز آهي. جنهن تي ٻانهي کي ڪوبہ اختيار ڪونهي. جنهن جو ٻانهي جي وصفن سان واسطو آهي. ان مان مراد توحيد ۾ سچو عقيدو ۽ پختو ارادو آهي. اهو قول حضرت ابوعلي روڌباري جو آهي.

جمع ۽ تفرقي کي وصفن سان نسبت ڏيڻ وارو چون ٿا. تہ جمع الله جي صفت آهي ۽ تفرقو سندس ذات جو فعل آهي. ان ۾ انسان کي دخل ناهي. جو تہ ان جي ڳالهين ۾ ڪوبہ شريڪ ٿي نٿو سگهي. جمع کي فقط اصلي برابري جو نالو آهي ۽ ابديت (دائمي حالت) ۾ الله جي ذات ۽ صفات کانسواءِ ڪي بہ شيون برابر ٿي نٿيون سگهن. جيڪڏهن تفصيل ۽ تجزيو ڪري ذات ۽ صفات کي جداجدا ڪري سگهجي. تہ جمع ڪڏهن بہ جمع نہ ٿيندو. ان جو مطلب هيءُ آهي تہ الله تعاليٰ جون صفتون ازل کان ابد تائين ان جي ذات سان ڪَنيون آهن. الله جي ذات ۽ سندس صفتون هڪٻئي کان الڳ ۽ مختلف

نہ آهن، ڇو تہ وحدانيت ۾ تفريق ۽ عددن جو وجود نہ هوندو آهي. ان لحاظ کان جمع فقط ذکر ڪيل حالت ۾ ممڪن ٿي سگهندو.

حڪم هيٺ تفرقي جي نسبت خدا تعاليٰ جي فعلن سان آهي، جيڪي جدا جدا قسمن جا هوندا آهن. هڪڙي لاءِ وجود جو حڪم هوندو آهي، تہ ٻئي لاءِ عدم جو . مگر عدم اهڙو جنهن لاءِ وجود بہ ممڪن ٿي سگهي. هڪ طرف تي بقا جو حڪم آهي، تہ ٻئي طرف تي فنا جو. وري هڪ ٻئي جماعت آهي، جيڪا انهن لفظن کي علم سان نسبت ڏيندي آهي. انهي جماعت جي قول موجب " جمع توحيد جو علم ۽ تفرقو حڪمن جي علم جو نالو آهي". مطلب تہ علم جمع جو ٿُڙ ۽ تفرقو شاخن وانگر آهي. هن باري ۾ ڪنهن بزرگ جو قول آهي: الجمع ما اجتمع عليه اهل العلم والتفرقة ما اختلفو فيه. "جنهن ۾ علم وارا اتفاق (اجماع) ڪن، اهو جمع آهي ۽ جنهن ۾ انهن جو اختلاف هجي اهو تفرقو آهي". تصوف جا سمورا تحقيق ڪندڙ پنهنجن قولن ۽ عبارتن ۾ لفظ تفرقي کي انساني فعلن (مڪاسب) جي معنيٰ ۾ ڪم آڻيندا آهن ۽ جمع مان الله تعاليٰ جا انعام (مواهب) مراد وٺندا آهن. ماڻهو جو ڪجهہ مجاهدي جي زور تي حاصل ڪندو آهي، اهو پريشانيءَ جو سبب بڻبو آهي ۽ جو ڪجهہ الله تعاليٰ جي عنايت سان هٿ ايندو آهي، اهو قلب جي اطمينان جو سبب بڻبو آهي. اها ماڻهو لاءِ فخر جي ڳالهہ ٿيندي آهي، تہ هو پنهنجي فعلن ۾ مجاهدي جي ڪري ايندڙ آفتن کان خدا جي جمال سان پاڻ کي حفاظت ۾ رکي. هو پنهنجي فعل کي خدا جي فضل ۾ غرق سمجهي، ۽ پنهنجي مجاهدي کي الله جي هدايت آڏو ڪجهہ بہ نہ سمجهي. ڪيس پوريءَ طرح سان خدا تي توڪل رکڻ گهرجي. هن کي پنهنجيون سموريون وصفون خدا جي وڪالت جي حوالي ڪرڻ کپن. هن کي گهرجي، تہ پنهنجن سيني ڪمن کي ان ذات الاهي ڏانهن نسبت ڏئي، ايتري قدر جو سندس ڪمن جي سندس ذات سان ڪابہ نسبت نہ رهي، حضور ﷺ جن کي جبرائيل جي وسيلي پيغام آيو: لا يزال عبدي يتقرب الي بالنوافل حتيٰ احببته فاذا احببته ڪنت سمعا و بصرا ويدا ولسانا نبي يسمع وبي يبصر و بي ينطق و بي يبطش. "منهنجو ٻانهو نفلن جي وسيلي منهنجي ويجهڙائي چاهيندو آهي، ايتري قدر جو مان ڪيس پنهنجو محبوب بڻائي ڇڏيندو آهيان. مان سندس ڪن، اک، هٿ ۽ زبان ٿي ويندو آهيان. هو مون سان ٻڌندو آهي، مون سان ڏسندو آهي، مون سان پڪڙيندو آهي، ۽ مون سان ڳالهائيندو آهي". يعني اسان جو ذڪر ڪندي هو ايترو تہ محويت ۾ اچي ويندو آهي جو سندس ذاتي ڪم فنا ٿي ويندا آهن. هو بيخوديءَ جي حالت ۾ صرف انسان جي ذڪر ۾ غرق ٿي ويندو آهي. هن جو انسان هجڻ وارو احساس مٽجي ويندو آهي ۽ وجد جي حالت ۾ حضرت ابو يزيد وانگر پڪاريندو آهي: "سبحان الله سبحان الله ما اعظم شاني" منهنجو ڪيڏو وڏو شان آهي. حقيقت ۾ حضرت ابو يزيد جا اهي لفظ سندس گفتگو جا ظاهري لباس هئا. ڳالهائڻ واري الله جي ذات هئي، حضور ﷺ جن فرمايو آهي: الحق ينطق عليٰ لسان عمر." الله تعاليٰ جي عمر جي زبان سان ڳالهائيندو آهي". اصل حقيقت هيءَ آهي جڏهن انسان جي دل تي الله جو جلال غلبو ڪندو آهي تڏهن انسان پنهنجي ذات ۾ فنا ٿي ويندو آهي ۽ سندس گفتگو الله جو گفتگو بڻجي ويندو آهي. اهو ناممڪن آهي تہ الله تعاليٰ مخلوق يا پنهنجي ڪاريگريءَ ۾ ملي جلي وڃي يا ڪنهن شيءِ ۾ داخل (حلول) ٿي وڃي. الله جي ذات انهن ڳالهين کان مٿي آهي، جيڪي بي دين (ملحد)ان ڏانهن منسوب ڪندا آهن.

اهو بہ ٿي سگهي ٿو، تہ جڏهن خدا جو عشق انسان تي غلبو ڪندو آهي ۽ ان جي دل ۽ دماغ اهو بار ڪڻي نہ سگهندا آهن، تڏهن ڪين پنهنجي ڪم تي ڪوبہ اختيار نہ رهندو آهي. اهڙيءَ حالت کي جمع سڏيندا آهن. مثلاً حضور ﷺ جي (الله جي عشق ۾) ٻڏل ۽ غلبي هيٺ آيل هئا. انهن جو هڪ ڪم ظاهر ٿيو. الله تعاليٰ ان ڪم کي پاڻ ڏانهن نسبت ڏني ۽ چيو تہ اهو منهنجو ڪم هو. وَ مَا رَمَيتَ اذ رَمَيتَ ولـڪن الله رَمَـيٰ. "اها مٺيءَ جي مُٺ دشمن تي تو نہ پر اسان اُڇلي هئي". حضرت دائوّد عليه السلام کان بہ اهڙي قسم جو ڪم ظاهر ٿيو ۽ خدا تعاليٰ فرمايو: قَـتَـلَ دائودُ جَالُوتَ. "دائود عليه السلام جالوت کي قتل ڪيو". اها تفرقي جي حالت هئي. ڪنهن جي ڪم کان ان ڏانهن نسبت ڏيڻ پنهنجي ذات ڏانهن نسبت ڏيڻ ۾ وڏو فرق آهي. انسان آفتن ۽ مصيبت جو گهر آهي. الله تعاليٰ جي ذات پاڪ قديم ۽ آفتن کان آجي

آهي. جڏهن الله جو ڪم انسان جي هٿن سان ظاهر ٿيندو آهي ۽ انساني اختيار مٿانهون هوندو آهي. تڏهن ان کي خدا جو ڪم ڄاڻبو آهي. معجزن ۽ ڪرامتن جو مقام اهو آهي. سمورا عام حالتن هيٺ (معمول مطابق) ٿيندڙ ڪم "تفرقو" آهن ۽ سمورا عادتن جي ابتڙ ٿيندڙ ڪم "جمع" آهن. هڪ رات ۾قاب قوسين (ٻن ڪمانن جي وٿي) جي منزل تي پهچڻ عام حالتن هيٺ ٿيندڙ ڪمن وانگر ناهي. ان ڪي الله جو ڪم مڃڻو پوندو. اهڙيءَ طرح ڪنهن غير موجود سان ڳالهائڻ بہ عام حالتن هيٺ ٿيندڙ ڪم نہ آهي. ان ڪي بہ خدا جو ڪم سمجهڻو پوندو. باهہ مان سڙڻ کان سواءِ بچي نڪرڻ عام ڪمن وانگر ناهي. ان ڪي بہ خدا جو ڪم مڃڻو پوندو. الله تعاليٰ پنهنجن پيغمبرن ۽ ولين کي معجزا ۽ ڪرامتون عطا ڪندو آهي. پنهنجن ڪمن کي انهن ڏانهن ۽ انهن جي ڪمن کي پاڻ ڏانهن نسبت ڏيندو آهي. سندن فرمان آهي: ان الذين يُبَايعونک انما يبايعون الله. " تنهنجي هٿ تي بيعت ڪندڙ الله جي هٿ تي بيعت ٿا ڪن". ٻي جاءِ تي فرمان آهي: وَمَن يطع الرسول فقد اطاع الله. "جنهن رسول جي اطاعت ڪئي انهيءَ الله جي اطاعت ڪئي". الله جا ولي سندن رازن جي معاملي ۾ جمع سان ۽ ظاهري ڪمن ۾ تفرقي سان واسطو رکندڙ آهن. الله جي محبت باطن جي "جمع" سان مضبوط ٿيندي آهي ۽ ٻانهپ جا حق ظاهر واري تفرقي سان تڪميل تي پهچندا آهن. ڪنهن وڏي شيخ جو قول آهي:

قد تحققت بسري فتنا جاک لساني فا جتمعنا لمعان و افترقنا لمعاني

فليس غيبک التعظيم لحظ عياني فلقد صيرک الوجد من الاجساد اماني

"مون پنهنجي اندروني رازن کي سڃاتو ۽ توسان ڳجهيءَ طرح ڳالهايم. هڪ صورت ۾ اسان گڏ (مجتمع) آهيون ۽ هڪ صورت ۾ جدا (متفرق). تنهنجي جلال توکي منهنجين مشتاق نگاهن کان ڇپائي ڇڏيو آهي. مگر بيخوديءَ جي حالت ۾ توکي دل جي اندران ڏسي رهيو آهيان. "

هتي باطني طور تي گڏ ٿيڻ کي جمع سڏيو ويو آهي. ۽ ڳجهي گفتگوءَ کي تفرقو چيو ويو آهي. پوءِ جمع ۽ تفرقي ٻنهي پاڻ کي ظاهر ڪيو آهي ۽ انهن جو بنياد پنهنجي ذات کي قرار ڏنو ويو آهي. اهو تمام نازڪ نُڪتو آهي. توفيق الله تعاليٰ جي هٿ ۾ آهي.

## (فصل-4)

هتي هڪ وڏي اختلاف واري مسئلي جو بيان ڪرڻ ضروري آهي. ڪن ماڻهن جي خيال موجب جمع جي ظاهر ٿيڻ سان تفرقي جي نفي ٿيندي آهي. اها هڪ ابتڙ شين جي ڳالهہ آهي. هو سمجهندا آهن. تہ الله جي هدايت آڏو محنت ۽ مجاهدو ختم ٿي ويندا آهن. اهو خيال بلڪل غلط آهي. امڪان جي حد تائين. جيستائين محنت ۽ مجاهدي ۾جان باقي رهندي آهي. تيستائين هو ختم نہ ٿيندا آهن. ڇو تہ جمع ۽ تفرقي ۾ ڪو بہ فرق ناهي. سج سان نور. عرض سان جوهر. ۽ صفت سان موصوف جو هجڻ لازمي آهي. اهڙي طرح هدايت کان مجاهدو (محنت) ۽ شرعيت کان طريقت ۽ حقيقت. طلب کان وجداني (مدهوش واري) حالت بہ جدا ناهي. البت مجاهدو اڳ ۾ يا پٺ ۾ ٿي سگهندو آهي. مجاهدو جڏهن اڳ ۾ هوندو آهي. تڏهن وڏي محنت شفقت ٿيندي آهي. ڇو تہ اهو غيبت ۾ هوندو آهي. جڏهن مجاهدو پُٺ ۾ هوندو آهي. تڏهن رنج ۽ ڪفلت نہ هوندا آهن ڇو تہ هو حضور ۾ هوندو آهي. جنهن جي عملن جو بنياد نفي تي هوندو آهي. ان جي نظر ۾ نفي عين عمل معلوم ٿيندو آهي. اها هڪ وڏي غلطي آهي. البت اهو ممڪن آهي. تہ انسان اهڙي مقام تي پهچي وڃي. جتي ڪيس پنهنجون سڀئي سٺيون صفتون اڻ پوريون ۽ ناقص نظر اچن. اها ڳالهہ مان ان لاءِ بيان ٿو ڪريان تہ ڪي جاهل ماڻهو هڪ وڏي غلطي ڪندا آهن جيڪا بيديني کي بالڪل ويجهي هوندي آهي. هو سمجهندا آهن تہ ڪوشش سان ڪابہ شيءِ حاصل نہ ٿيندي آهي. اسان جي فرمانبرداري ناقص ۽ اسان جا عمل عيبن هاڻا هوندا آهن. ناقص مجاهدو نہ ڪرڻ مجاهدي ڪرڻ کان بهتر آهي. اهي دليل ڪوڙا آهن. ڇو تہ يڪراءِ ٿي مڃيو ويو آهي. تہ ڪردار جو بنياد ڪم (فعل) تي آهي. ۽ اسان جا هر قسم جا ڪم علت (سبب) ۽ آفت جا مرڪز آهن. تنهنڪري نہ ڪرڻ واري عمل کي بہ فعل ئي سڏبو. جڏهن ٻئي فعل ٿيا ۽ فعل سبب سان ٿيندو آهي. تہ پوءِ نہ ڪرڻ کي ڪرڻ کان بهتر ڇو ٿا سڏيو؟ هيءَ تہ ظاهري بدنصيبي،

نقصان ۽ چٽو عيب آهي. ڪفر ۽ ايمان ۾ اهوئي نمايان فرق آهي. مومن ۽ ڪافر يڪراءِ تي مجن ٿا. تہ افعال (ڪَرَمَ) سبب سان ٿيندا آهن. مومن حڪم موجب "ڪرڻ" کي "نہ ڪرڻ" کان بهتر سمجهندو آهي ۽ ڪافر نافرمانيءَ جي ڪري نہ ڪرڻ" کي "ڪرڻ" کان بهتر ڄاڻندو آهي. حقيقت ۾ "جمع" هي آهي. تہ تفرقي جي آفت هجڻ جي باوجود تفرقي جي حڪم کي ختم سمجهڻ نہ گهرجي ۽ تفرقو اهو آهي تہ جمع جي پردي ۾ تفرقي کي بہ جمع سمجهيو وڃي. هن باري ۾ حضرت مزين ڪبير جو قول آهي: الجمع الخصوصة و التفرقه العبودية موصول احد هما بالا خر غير مفصول عنه. "ٻانهي لاءِ الله تعاليٰ جي خصوصيت جمع آهي ۽ ٻانهي جي بندگي ان لاءِ تفرقو آهي. اهي ٻيئي ٻانهي کان جدا نہ آهن". مطلب هي آهي تہ ٻانهپ جا فرض پورا ڪرڻ خدا جي خاص ٻانهن جو ڪم آهي. هيءَ ڳالهہ الڳ آهي. تہ فرض کي پوري طرح سان ادا ڪرڻ واري لاءِ محنت ۽ مشقت کي آسان ڪيو وڃي. مگر اهو ڪنهن بہ حالت ۾ ممڪن ناهي. تہ نفس جي مجاهدي واري دستور کي ختم ڪيو وڃي. جيستائين شرعي طور تي جائز هجڻ واري صورت موجود نہ هجي. هتي ڪجهہ سمجهائڻ ڏيڻ جي ضرورت آهي جيئن ڳالهہ دماغ ۾ ويهي وڃي.

جمع جون بہ صورتون آهن: هڪڙو سلامتي وارو جمع ۽ ٻيو تڪسير وارو جمع. سلامتيءَ وارو جمع اهو آهي. تہ الله تعاليٰ غلبي جي حالت. قوت. وجد جي شدت ۽ شوق کي ظاهر ڪري ٻانهي جي حفاظت فرمائي ۽ ظاهري طور تي ٻانهي تي پنهنجو حڪم جاري ڪري. ان جي تعميل ۾ سندس نگهباني ڪري ۽ ان کي مجاهدي سان سينگاري. سهل بن عبدالله تستري. ابو حفص حداد. ابوالعباس سياري (هن مذهب جو پيشوا) بايزيد بسطامي. ابوبڪر شبلي. ابوالحسن حضرمي. ۽ مشائخن جي هڪ جماعت هميشہ حال جي غلبي ۾ رهندي هئي. ان هوندي بہ جڏهن نماز جو وقت ايندو هو تڏهن هو پنهنجي اصلي حالت ۾ موٽي ايندا هئا. وري جڏهن نماز پڙهي پوري ڪندا هئا تڏهن حال جي غلبي هيٺ اچي ويندا هئا. تنهنڪري اوهان جيستائين تفرقي ۾ رهندا. تيستائين اوهان رهندا ۽ خدا جو حڪم پورو ڪندا اوهان لاءِ لازم هوندو. جڏهن الله تعاليٰ توهان کي جذب سان حال جي غلبي هيٺ آڻي. تڏهن بهتر آهي. تہ الله تعاليٰ پنهنجي حڪم جي باري ۾ ٻن ڳالهين ۾ اوهان جي حفاظت فرمائي. هڪڙي هي. تہ اوهان مان بندگي جي علامت گم نہ ٿئي. ٻي هي. تہ هو پنهنجو واعدو پورو ڪر تہ هو ڪڏهن بہ محمدي شريعت کي رد نہ ڪندو.

تڪسير وارو جمع هي آهي. تہ ٻانهو حڪم ۾ مدهوش ۽ ديوانو ٿي وڃي. ۽ سندس حڪم پاڳلن وانگر ٿي وڃي. هن حالت ۾ انسان معذور يا مشڪور ٿي ويندو آهي. مشڪور جو درجو معذور کان مٿي هوندو آهي.

جمع ڪنهن خاص مقام يا خاص حال جو نالو ناهي. جمع مان مراد اها آهي. تہ مطلوب جي معاملي ۾ پنهنجي همٿ کي جمع ڪري. ڪن جو خيال آهي. تہ اها ڳالهہ مقامات ۾ شامل آهي ۽ ڪن جو چوڻ آهي. تہ ان جو واسطو احوال سان آهي. بهرحال جمع واري کي مراد جي نفي مان مراد حاصل ٿيندي آهي. "تفرقو جدائي ۽ جمع ميلاپ آهي". هي شيءِ هر مقام تي ٺيڪ لڳندي آهي. حضرت يعقوب جي همت حضرت يوسف کي مرڪز بڻايو ۽ سندن خيال ۾ ان کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ رهيو. مجنونءَ جي همٿ ليليٰ کي مرڪز بڻايو. تہ ڪيس ساري دنيا ۾ ليليٰ کان سواءِ ڪجهہ نظر نہ آيو. هن هر شيءِ ۾ ليليٰ کي شڪل ڏني. اهڙيون ٻيون بہ ڪيتريون ئي شيون آهن. حضرت ابويزيد پنهنجي عبادت خاني ۾ هو. ڪنهن سڏ ڪيو: "ابويزيد گهر ۾ آهي ڇا؟" ابو يزيد جواب ڏنو: "گهر ۾ خدا جي ذات کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ ڪونهي".

هڪ وڏي بزرگ جو بيان آهي: هڪ درويش مڪي شريف ۾ آيو ۽ ڪعبي جي سامهون هڪ ڏينهن تائين ويٺو رهيو. نہ ڪجهہ کاڌائين نہ پيتائين. نہ ستو ۽ نہ ڪنهن ضروري حاجت پوري ڪرڻ لاءِ اُٿيو. سندس همٿ ڪعبي ئي جمع (مرڪوز) هئي ۽ ڪعبو سندس بدن ۽ روح لاءِ کاڌ پيئڻ جو سامان بڻجي ويو هو. ان ڳالهہ جي حقيقت اها هي آهي. تہ الله تعاليٰ پنهنجي محبت (جنهن جي نسبت جوهر سان آهي) کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري پنهنجي دوستن ۾ سندن ظرف ۽ سڪ مطابق تقسيم ڪري ڇڏيو. پوءِ اُن تي انسانيت جي زرهہ. طبعيت جو لباس. مزاج جو پردو. ۽ روح جو حجاب وجهي ڇڏيو. تہ جيئن محبت جو هر ٽڪرو پنهنجي طاقت سان سيني انساني جزن کي پنهنجي رنگ ۾ رڱي ڇڏي. نتيجي ۾ محبت ڪرڻ

وارو سراپا محبت بڻجي ويو ۽ سندس ساري ڇرڇر محبت جو شرط بڻجي وئي. ان ڪري ئي معاني جي صاحبن ۽ زبان ڄاڻندڙ جمع جو لفظ جوڙي ورتو. هن باري ۾ حسين بن منصور جو شعر آهي:

لبيڪ لبيڪ يا سيدي و مولائي — لبيڪ لبيڪ يا مقصدي و معنائي
يا عين، عين وجودي يا منتهي هممي — يا منطقي و اشاراتي و ايماني
ياڪل ڪلي و يا سمعي و يا بصري — و يا جملتي و تباعض و اجزائي.

"اي منهنجا مولي! اي منهنجا سردار! مان حاضر آهيان، مان حاضر آهيان. اي منهنجا مقصد و معنيٰ حاضر آهيان. اي ذات! تون منهنجي وجود جي عين آهين. تون منهنجي همتن جي منتهيٰ آهين. اي مون کي ڳالهائڻ عطا ڪرڻ وارا! منهنجو ڪلام! منهنجو اشارو ۽ منهنجو گفتگو بہ اهوئي آهي. اي منهنجا ڪُل جا ڪُل! اي منهنجا ڪن! اي منهنجي اک! اي منهنجا بدن! منهنجا سڀ عضوا ۽ جزا سڀ تو مان آهن".

مطلب تہ جڏهن انسان سمجهي وٺندو آهي، تہ سندس ذاتي وصفون اُڌاريون آهن تہ ڏهن سندس نظر ۾ پنهنجي هستي عار بڻجي ويندي آهي ۽ هو ٻنهي جهانن ڏانهن نظر ڪرڻ کي شرڪ وانگر سمجهندو آهي. سندس نظر ۾ دنيا جي هر شيءِ خسيس بڻجي ويندي آهي.

ڪي زباندان ڪلام جي نزاڪت ۽ عبارت جي باريڪي لاءِ جمع الجمع جو لفظ بہ استعمال ڪندا آهن. اهو ڪلمو عبارت آرائي لاءِ تہ نيڪ آهي، پر معنيٰ جي لحاظ کان بهتر اهو آهي تہ جمع جو جمع نہ بڻايو وڃي،ڇو تہ جمع لاءِ تفرقي جو هجڻ ضروري آهي. جمع موجود آهي، تہ پوءِ ان تي ٻيو جمع مٿان رکي نٿو سگهجي. انهيءَ ڪلمي جو غلط مفهوم وٺي ٿو سگهجي، ڇو تہ جمع واري جي نظر هيٺيانهينءَ ۽ مٿانهينءَ کان بي نياز هوندي آهي. پيغمبر ﷺ جن کي معراج واري رات ٻيئي جهان ڏيکاريا ويا. پاڻ ڪنهن بہ طرف تي ڌيان نہ ڏنائون، ڇو تہ پاڻ جمع سان گڏ جمع هئا ۽ جمع ٿيل (مجتمع) کي مشاهدي جي تفريق جدا ڪري نہ سگهندي آهي، ۽ هو تفرقي کي نہ ڏسندو آهي. ان ڪري الله تعاليٰ فرمايو آهي: مازاغ البصر و ما طغيٰ. "سندن نظر هيڏانهن هوڏانهن نہ ڦري، ۽ نہ وري حد کان وڌي."

اڳ ۾ مون هن موضوع تي هڪ ڪتاب لکيو هو، جنهن جو نالو "البيان لأهل العيان" رکيو هئم. ڪتاب "بحر القلوب" ۾ بہ هن مضمون تي چڱو بحث ٿيل آهي. هاڻي جو ڪجهہ مختصر لکيو اٿر، اهو ڪافي آهي. سياري مڪتب جو طريقو اهو آهي. ان تي تصوف جي انهن مڪتبن جو احوال ختم ٿئي ٿو، جيڪي مقبول آهن ۽ تصوف جا سچا علمبردار آهن. هاڻي مان ڪجهہ اهڙن بي دينن (ملحدن) جي باري ۾ بيان ڪندس، جيڪي صوفين سڳورن جي جماعت ۾ شامل ٿيڻ جي ڪوشش ڪندا ٿا رهن. انهن جي قولن کي پنهنجي بيديني جو جامو پارائيندا ٿا رهن، پنهنجي ذلت کي انهن جي عزت ۾ لڪائيندا ٿا رهن. منهنجو مقصد اهڙن ماڻهن جي مڪر کي ظاهر ڪرڻ آهي، تہ جيئن عام ماڻهو انهن کان پري رهن. انشاء الله العزيز.

## 11- حُلوليہ مڪتب

الله تعاليٰ فرمايو آهي: فَماذا بعد الحق الا الضلال. "سچائيءَ کان پوءِ گمراهيءَ کان سواءِ ڇا رکيو آهي؟" بہ مردود (رد ڪيل) جماعتون آهن، جيڪي پاڻ کي صوفين سڳورن سان نسبت ڏئي، پنهنجين گمراهين جو تعلق انهن سان ظاهر ڪنديون آهن. انهن مان هڪ جماعت ابي حلمان دمشقي جي پوئلڳ آهي ۽ ان جي باري ۾ اهڙيون ڳالهيون بيان ڪندي آهي، جيڪي مجيل ۽ سچن ڪتابن جي ابتڙ آهن. تصوف وارا حلمان کي ٻين صوفين سڳورن وانگر سمجهندا آهن. مگر اها بي دينن (ملحدن) جي جماعت حلول، امتزاج ۽ روحن جي تناسخ جا عقيدا هن ڏانهن منسوب ڪندا آهن. مون اهو مقدسي ڪتاب ۾ پڙهيو، جنهن ۾ ابي حلمان تي اعتراض ڪيو ويو آهي. ٻين اصولن جي عالمن جو بہ اهو ئي خيال آهي. ان هوندي بہ اصلي حيقيقت جو علم الله تعاليٰ کي آهي.

ٻي مردود جماعت پنهنجي تعليمات کي فارس سان نسبت ڏيندي آهي ۽ سندس دعويٰ آهي، تہ اهو طريقو حسين بن

منصور حلاج جو آهي، مگر حلاج جي پيروي ڪرڻ وارن مان فقط فارس ٿي ان شيءِ جي دعوا ڪندڙ آهي. مون هيڪر ابوجعفر صيدلاني سان ملاقات ڪئي آهي. ان جا چار هزار مريد، جيڪي سڀ حلاجي هئا ۽ عراق ۾ پکڙيل هئا. اهي سمورا فارس کي ملعون سمجهندا هئا. ان ڪان سواءِ حلاج جي پنهنجن ڪتابن ۾ به صحيح ڳالهين ڪان سواءِ ڪجهه به نظر نه ايندو.

مان سمجهان ٿو، ته انهيءَ ڇاڻڻ جي ڪا به ضرورت ناهي، ته فارس ۽ ابي حلمان ڪير هئا؟ انهن ڇا چيو؟ جيڪو به اهڙي شيءِ جو قائل ٿيندو، جيڪا توحيد ۽ تصوف جي ابتڙ هوندي، اهو دين کان خالي هوندو. دين پاڙ آهي. جيڪڏهن پاڙ ڪمزور هوندي ته تصوف جيڪو شاخ وانگر آهي، اهو ڪڏهن به مضبوط ٿي نه سگهندو. ڪرامت، ڪشف ۽ معجزي وغيره فقط دين وارن ۽ توحيد وارن لاءِ آهن. انهن جو روح جي باري ۾ ته غلطيون ٿي غلطيون آهن. هاڻي مان روح جي باري ۾ سنت جي قانون موجب سمورا حڪم ڪندس ۽ ملحدن جي غلطين ۽ شڪن جو ذڪر ڪندس، جيئن تنهنجي ايمان کي طاقت حاصل ٿئي.

## روح جو بيان

معلوم هئڻ گهرجي، ته روح جي باري ۾ علم جي ضرورت آهي، مگر ان جي صحيح حقيقت (ماهيت) سمجهڻ کان انسان جو عقل عاجز آهي. اُمت جي عالمن ۽ حڪيمن پنهنجي پنهنجي سمجهه آهر هن موضوع تي گهڻو ڪجهه لکيو آهي. ڪيترن ڪافرن به روح کي بحث هيٺ آندو آهي. جڏهن قريش جي ڪافرن يهودين جي چَرچ تي نضر بن حارث حضور ﷺ جن ڏانهن روح جي ڪيفيت متعلق سوال ڪرڻ لاءِ موڪليو، ته الله تعاليٰ اڳ ۾ روح جي حقيقت جي باري ۾ فرمايو: يَسئلُونَکَ عَنِ الروح. "اهي اوهان کان روح جي باري ۾ پڇن ٿا". پوءِ الله تعاليٰ روح جي قديم هجڻ جي نفي (انڪار) ڪندي فرمايو: قلِ الروح من امر ربي. "چئو ته روح منهنجي رب جي حڪم مان آهي". حضور ﷺ جن فرمايو آهي: الارواح جنود مجندة فما تعارف منها ائتلف و ما تناکر منها اختلف. "روحن جو مثال لشڪر وارو آهي جيڪو هڪ جاءِ تي گڏ ٿيل آهي. ڄاتل روحن ۾ اتفاق ۽ اڻ ڄاتل روحن ۾ اختلاف هوندو آهي". اهڙيءَ طرح روح جي حقيقت جي ثابتي لاءِ گهڻائي قول آهن، مگر روح جي اصلي حقيقت (ماهيت) متعلق ڪا به پروسي جهڙي شيءِ موجود ناهي. هڪ جماعت جو چوڻ آهي: الروح هو الحيوة التي يحييٰ بها الجسد. "روح هڪ حياتي آهي، جنهن سان جسم جيئرا آهن". گهڻائي متڪلمين (فلاسافر) انهي عقيدي جا قائل آهن. ان عقيدي مطابق روح جي حيثيت عرض واري آهي جيڪو خدا جي حڪم موجب جسم کي جيئرو رکندڙ آهي ۽ هو هڪ اهڙي لطيف جنس آهي، جنهن جي ڪري سيني شين ۾ چُر پُر ۽ زندگي قائم آهي. اهو اهڙن جوهرن مان آهي، جن جي ڪري انسان کي هڪ حالت مان ٻي حالت ۾ بدلجڻُ پوندو آهي. هڪ ٻئي جماعت جو چوڻ آهي: هو غير الحيوة ولا يوجد الحيوة الا معها کما لايوجد الروح الا مع البينة و ان لايوجد احد هما دون الآخر کالألم و العلم بها لأ نهما شيان لا يفترقان. "روح زندگي ناهي، جيتوڻيڪ هن کان سوا زندگي رهي نٿي سگهي. جسم جي عدم موجودگيءَ ۾ روح جو هجڻ ممڪن ناهي.ٻئي هڪٻئي سان لازم ملزوم آهن جيئن درد ۽ درد جو علم". ان لحاظ کان به روح کي زندگي وانگر "عرض" ٿي مڃڻو پوندو.

گهڻن مشائخن ۾ اهل سنت الجماعت جي اڪثريت جي عقيدي موجب روح پنهنجو پاڻ هڪ حقيقت آهي، ۽ صف ناهي. جيستائين جسم ۾ موجود آهي، تيستائين خدا جي حڪم سان زندگي ڏيندڙ آهي. زندگي انسان جي صفت آهي ۽ انسان ان سان جيئرو آهي. روح جسم کي عطا ٿيل آهي. ان جي جدا ٿيڻ سان ماڻهو جيئرو رهي ٿو سگهي. خواب جي حالت ۾ روح موجود نه هوندو آهي، مگر ماڻهو جيئرو هوندو آهي. اهو صحيح آهي ته روح جي غير حاضريءَ ۾ علم ۽ عقل ختم ٿي ويندا آهن.

رسول ﷺ جن فرمايو آهي، ته شهيدن جو روح پکين جي جسمن ۾ ظاهر ٿيندا آهن. اهو عين هجڻ جو دليل آهي. حضور ﷺ جن روحن کي لشڪر به سڏيو آهي. لشڪر به باقي رهندا آهن. عرض کي بقا نه هوندي آهي ۽ عرض پنهنجو پاڻ

بہ قائم نہ رهندو آهي. روح هڪ لطيف جسم آهي جيڪو خدا جي حڪم سان ايندو آهي ۽ رخصت ٿيندو آهي. پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: "مون معراج واري رات آدم صفي الله، يوسف صديق، موسيٰ، هارون، عيسيٰ ۽ ابراهيم (سڀني تي صلواتون هجن) جن کي آسمانن تي ڏٺو: يقين سان اهي سندن روح هوندا. جيڪڏهن روح عرض هجن ها تہ پنهنجو پاڻ قائم رهي نظر نہ اچن ها، ڇو تہ ڏسڻ ۽ ڏسجڻ لاءِ جوهر جي ضرورت هوندي آهي. يعني اهو جوهر يا روح جي جاءِ جنهن کي عرض هجي، اهو لطيف جوهر نہ ڪشيف (ميراڻ وارو) جوهر هوندو. ثابت ٿيو تہ روح جسم سان آهي ۽ لطيف جسم وارو آهي، جسم سان هجڻ جي ڪري نظر اچي سگهي، مگر دل جي اک سان. پيغمبر ﷺ جن جي قول موجب روح پکين ۾ رهي سگهندا آهن ۽ ڪين لشڪرن جو مثال سڏي ٿو سگهجي.

هتي اسان ڪي انهن بي دينن سان اختلاف آهي، جيڪي چون ٿا، تہ روح قديم آهي. ان جي پوڄا ڪندا آهن ۽ ڪيس هر شيءِ جو فاعل ۽ تدبير ڪندڙ سمجهندا آهن. الله تعاليٰ وانگر ان کي غير مخلوق سڏيندا آهن. هو اها دعويٰ بہ ڪندا آهن، تہ هو هڪ جسم کان ٻئي جسم ڏانهن وڃي سگهندو آهي. مخلوق جيتري قدر هن گمراهيءَ ۾ گرفتار ٿي آهي، ايتري قدر ڪنهن بي گمراهيءَ ۾ شايد گرفتار نہ ٿي هجي. اهو عقيدو عيسائين جو آهي، جيتوڻيڪ هو مختلف انداز بيان ڪري ويندا آهن. هند، تبيت، چين ۽ ماچين ۾ بہ اهو عقيدو هلي چلي رهيو آهي. شيعا، قرامطي ۽ باطني عقيدي وارا بہ انهيءَ خيال تي اتفاق ڪن ٿا. مٿي ذڪر ڪيل جماعتون بہ اهو عقيدو رکن ٿيون. انهن گمراهہ جماعتن جا ڪجهہ مفروضا آهن، جن جي بنياد تي هو دليل پيش ڪندا آهن. مان هنن کان هڪ سوال ٿو پڇان تہ لفظ قدَم مان اوهان جي مراد ڇا آهي؟ ان مان مراد وجود کان اڳ ۾ محدث (فنا ٿيندڙ) آهي يا ازل کان وني قديم؟ جيڪڏهن وجود کان اڳ ۾ محدث مراد آهي تہ پوءِ اصول ۾ ڪوبہ فرق نہ ايندو، ڇو تہ اسان بہ روح کي اهڙو ئي محدث سمجهون ٿا، جنهن جو وجود، شخصي وجود کان اڳ ۾ ظاهر ٿيو هجي. پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: ان الله تعاليٰ خلق الا رواح قبل الاجساد. "يقين سان چئجي ٿو، تہ الله تعاليٰ روحن کي جسمن کان اڳ ۾ پيدا ڪيو". روح خدا جي هڪ مخلوق آهي. هو ڪيس هڪ بي مخلوق سان پيوند ڪري ڇڏيندو آهي. اهڙيءَ طرح پيوند ڪرڻ سان پنهنجي قدرت سان زندگي پيدا ڪندو آهي. مگر روح هڪ جسماني قالب کان ٻئي جسماني قالب ۾ نہ پوندو آهي، ڇو تہ جهڙيءَ طرح جسم لاءِ بہ زندگيون نہ ٿي سگهنديون آهن، تهڙيءَ طرح روح لاءِ بہ جسم ٿي نہ سگهندا آهن. جيڪڏهن هن حقيقت لاءِ پيغمبر ﷺ جن جون حديثون نہ هجن ها تہ پيغمبر ﷺ جن جي سچائيءَ کي مڃيو تہ وڃي ها ۽ عقلي طرح سان روح کي فقط زندگي سڏيو وڃي ها. ان جي حيثيت هڪ صفت واري هجي ها ۽ عيني حيثيت کان خارج ڇاتي وڃي ها.

جيڪڏهن اهي ماڻهو منهنجي سوال جي جواب ۾ چون تہ قدَم مان سندن مطلب "ازلي قدَم" آهي تہ مان وري پڇندس، تہ اهو قدَم پنهنجو پاڻ قائم آهي يا ڪنهن بي شيءِ جي سهاري تي قائم آهي؟ جيڪڏهن جواب ۾ چون تہ قدَم مان مراد اهو قديم آهي، جيڪو پنهنجو پاڻ قائم آهي، تہ مان پڇندس: ڇا اهو دنيا جو خدا آهي؟ جيڪڏهن جواب ڏين تہ اهو دنيا جو خدا ناهي، تہ پوءِ هڪ ٻئي قديم جي ثابتي ملندي. اها صورت عقل واري ناهي تہ قديم محدود هجي، ۽ هڪ قديم جو وجود ۽ ان جي ذات ٻئي قديم جي حد ۾ هجي. جيڪڏهن هو چون تہ انهن جي تصور وارو پنهنجو پاڻ قائم ٿيل قديم خدا آهي، تہ مان چوندس تہ خدا قديم ۽ مخلوق محدث آهي. اهو ڪيئن ٿي سگهندو تہ قديم جو محدث سان پيوند ٿئي؟ ان حالت ۾ امتزاج، اتحاد حلول ثابت ٿيندو. نہ قديم محدث کي نہ محدث قديم کي ڪٺي سگهندو. هر شيءِ پنهنجي جنس سان پيوند ٿيندي آهي. جدائي ۽ ميلاپ محدثن لاءِ ٿيندا آهن.

جيڪڏهن هو چون تہ قدَم مان مراد اهو قديم آهي، جيڪو پاڻ نہ، پر ڪنهن بي شيءِ جي سهاري قائم آهي، تہ ان صورت ۾ روح يا تہ صفت ٿي سگهي ٿو يا عرض؟ جيڪڏهن عرض آهي تہ ان لاءِ ڪا جاءِ هوندي يا جاءِ کان سواءِ هوندو. جيڪڏهن جاءِ آهي تہ ان جاءِ جي اصلي حقيقت (ماهيت) بہ اهڙي هئڻ گهرجي جيڪا ان جي هجي، يعني ٻنهي مان ڪوبہ قديم ناهي. جاءِ نہ هئڻ واري تصور ئي ڪلڻ جهڙو آهي، ڇو تہ عرض جاءِ کان سواءِ رهي نہ سگهندو آهي. جيڪڏهن هو

چون، تہ روح هڪ قديم صفت آهي (اهو حلول ۽ تناسخ وارن جو مذهب آهي) تہ مان چوندس الله تعاليٰ جي ڪابہ قديم صفت، سندس مخلوق جي صفت بڻجي نٿي سگهي. جيڪڏهن حق جي زندگي خلق جي صفتن ۾ شمار ٿي سگهي ٿي، تہ سندس قدرت بہ خلق جي قدرت هئڻ جهڙي آهي. صفت ۽ موصوف جو رابطو ان صورت ۾ قائم سمجهي سگهبو آهي، مگر قديم جو محدث سان قطعي طور تي ڪوبہ تعلق نہ هوندو آهي. هن معاملي ۾ ملحدن جا قول ڪوڙا آهن. روح مخلوق آهي ۽ الله جو فرمانبردار هوندو آهي. هن ڳالهہ جي ابتڙ عقيدي رکڻ وارا غلط رستي تي آهن. جيڪي قدم جي حدث جي تميز ڪري نٿا سگهن. ڪوبہ صحيح ولايت وارو ولي خدا جي صفتن کان بيخبر رهي نٿو سگهي. الله جو شڪر آهي جو بدعتن ۽ خطرن کان امانَ ۾ رکيائين، عقل عطا ڪيائين، جنهن سان اسان غور ڪيو ۽ ايمان ڏنائين، جنهن سان اسان ڪيس سڃاتو. هن لاءِ بيحد حمد آهي. محدود حمد هن جي اڻ ڳڻ نعمتن جي مقابلي ۾ مقبول ٿي نہ سگهندو.

جڏهن ظاهر وارن ماڻهن اصول وارن کان اهڙيون ڳالهيون ٻڌيون، تڏهن خيال ڪيائون، تہ سڀني صوفين جو عقيدو اهو آهي. اهي وڏي غلطيءَ جو شڪار ٿيا ۽ ڪين ڏوڪو آيو. تصوف جي علم جو نور هنن کان لڪل رهيو. الله جي ولين جو جمال انهن کان مخفي رهيو. ڪين الله جي نور جو جلوو نظر اچي نہ سگهيو. ياد رهي، تہ الله جي بزرگن ۽ قوم جي سردارن لاءِ عام ماڻهن جو قبول يا رد ڪرڻ هڪ جهڙي حيثيت رکندو آهي.

## (فصل -6)

مشائخن مان هڪ بزرگ جو قول آهي: الروح في الجسد كالنار في الفحم فالنار مخلوقة والفحم مصنوعة. "روح جسم ۾ اهڙيءَ طرح آهي جيئن ڪوئلو باهہ ۾. باهہ مخلوق آهي ۽ ڪوئلو بناوتي شيءِ". قدم فقط خدا جي ذات لاءِ آهي. مشائخن مان حضرت ابوبڪر واسطي روح جي باري ۾ گهڻو ڪجهہ چيو آهي. ان جو قول آهي: الارواح عليٰ عشرة مقامات." روحن جا ڏهہ مقام آهن".

(1) مخلص ماڻهن جا روح، جيڪي اوندهہ ۾ قيد آهن ۽ پنهنجي انجام کان بي خبر آهن.

(2) پاڪباز (پارسا) ماڻهن جا روح، جن جو مقام آسمانن تي آهي ۽ هو پنهنجي عملن جي اجوري تي خوش آهن، پنهنجي فرمانبرداريءَ تي اطمينان رکن ٿا ۽ الله جي توفيق سان هلن چلن ٿا.

(3) سچن مريدن جا روح، جيڪي چوٿين آسمان تي پنهنجي سچائي جي لذت ۽ پنهنجن عملن جي پاڇي هيٺ ملائڪن سان ڪَٺا هوندا.

(4) مروت ۽ احسان ڪندڙ جا روح، جيڪي عرش جي نوراني شمعن ۾ شامل هوندا. انهن جي خوراڪ الله جي رحمت ۽ انهن جو پيئڻ الله جو لطف ۽ ان جي ويجهڙائي هوندي.

(5) وفا وارن جا روح جيڪي صفائي جي پردن ۾ بلندي جي مقام تي خوش هوندا.

(6) شهيدن جا روح جيڪي پکين جي جسمن ۾ جنت جي باغن ۾هوندا ۽ هر جاءِ تي آزادي سان اڏامندا وتندا.

(7) مشتاقن جا روح جيڪي صفائي جلون جي پردن ۾ ادب جي فرش تي رهندڙ هوندا.

(8) عارفن جا روح جيڪي الله جي ويجهڙائي ۾ صبح و شام الله جو ڪلام ٻڌندا رهندا. دنيا ۽ جنت ۾ سندن مقام انهن جي نظرن جي سامهون هوندو.

(9) دوستن جا روح جيڪي جمال جي مشاهدي ۾ ڪشف واري مقام تي محويت جي عالم ۾ هوندا. الله کان سواءِ سندن ڪابہ آرزو ڪانهي. ڪين خدا کان سواءِ ڪنهن بہ شيءِ مان اطمينان نہ ايندو.

(10) درويشن جا روح جيڪي فنا جي مقام ۾ قرار وٺندا. انهن جون صفون بدلجي چڪيون هونديون.

مشائخ بيان ٿا ڪن، تہ انهن روحن کي ڪنهن شڪل ۾ ڏٺو آهي . اهو ممڪن آهي، جو تہ مٿي ذڪر ڪيل بيان موجب روح موجود آهي ۽ جسم رکندڙ آهي، الله جنهن شڪل ۾ چاهي، ان کي ڏيکاري سگهندو. مان چوان ٿو، تہ اسان جي زندگي الله تعاليٰ جي عطا آهي. هميشہ لاءِ ذات رهندي. اسان کي جيئرو رکڻ الله تعاليٰ جو ڪم آهي. اسان مخلوق هجڻ

جي حيثيت ۾ سندس ئي قدرت سان جيئرا آهيون. سندس ذات صفتن ۾ شامل ناهي. روحين جي تعليم ڪوڙي آهي. روح جي قدم وارو عقيدو بلڪل غلط آهي. انهيءَ گمراهي ۾ فقط رستي وارا گرفتار رهندا آهن. هو جدا جدا لفظن جي عبارت فقط پنهنجي بي ديني ڇُپائڻ لاءِ ڪندا آهن. روح ۽ مادو، نور ۽ ظلمت يا صوفين جي گمراهه ۽ رُليل جماعت جا اصطلاح، فنا ۽ بقا، جمع ۽ تفرقو سڀ ڪفر جي پردي ۾ ويڙهي پيش ڪرڻ جو وسيلو آهن. سچي تصوف جا علمبردار ان ڳالهه کان بيزار آهن، ڇو ته ولايت جي ثابتي ۽ الله جي محبت جي حقيقت جو مدار معرفت تي آهي. جيڪو قدم ۽ حدث ۾ فرق سمجهي نٿو سگهي، اهو جاهلن واري گفتگو ڪندو آهي. عقل وارا جاهلن جي گفتگو ڏانهن ڪَن نه ڏيندا آهن. جو ڪجهه انهن ٻن باطل جماعتن جي باري ۾ ضروري هو اهو بيان ڪيو اٿم. جيڪڏهن ڪو ماڻهو وڌيڪ ڏسڻ چاهي ته منهنجن ٻين ڪتابن ۾ ڏسي. هتي اسان جو مقصد ڪتاب کي ڊگهو ڪرڻو ناهي.

مان هاڻي حجابن جي ڪشف ڏانهن ڌيان ڏيان ٿو ۽ صوفين جي معاملن، حقيقتن ۽ چٽن دليلن جي روشني ۾ بيان ٿو ڪريان، جيئن مقصد حاصل ڪرڻ جو رستو سنڌو ٿي وڃي ۽ منڪر ماڻهو نظر وارا بڻجي وڃن ۽ سڌي رستي تي اچن. مون کي دعا ڪريو، ته ثواب حاصل ٿئي. انشاء الله تعاليٰ.

## (پهرئين پردي جو کلڻ - الله جي معرفت)

الله تعاليٰ جو فرمان آهي: ما قدرو الله حق قدره. "انهن الله جي حق جو قدر نه ڪيو". پيغمبر ﷺ جن چيو آهي: لوعرفتم الله حق معرفته لمشيتم علي البحور ولزالت بدعائكم الجبال. جيڪڏهن خدا کي اهڙيءَ طرح سڃاتو، جيئن سڃاڻڻ جو حق ٿيندو آهي، ته جيڪر پاڻيءَ تي هلي سگهيو ۽ جبل اوهان جي حڪم تي چرپر ڪن". الله جي معرفت جو ٻه صورتون آهن: هڪڙي معرفت علمي ۽ ٻي معرفت حالي. عملي معرفت دنيا ۽ آخرت جي سيني نيڪين جو بنياد آهي. اها ماڻهولاءِ هر حال ۾ ۽ هر مقام تي وڏي ۾ وڏي اهميت واري شيءِ آهي. الله تعاليٰ فرمايو آهي: وما خلقت الجن و الانس الا ليَعبُدُونَ. "اسان جنن ۽ انسانن کي فقط عبادت لاءِ پيدا ڪيو آهي". يعني ان لاءِ ته هو مون کي (الله تعاليٰ کي) سڃاڻن. گهڻا ماڻهو ان فرض کان غافل رهندا آهن. ڪم وارا ماڻهو فقط اهي ٿيندا آهن، جن کي الله تعاليٰ چونڊيندو آهي ۽ جن جي دلين کي پنهنجي نور سان روشن ڪندو آهي. اهي ان جي فضل ۽ ڪرم سان دنيا جي اونداهين مان نڪري ايندا آهن. جهڙيءَ طرح حضرت عمر رضہ لاءِ الله تعاليٰ فرمايو آهي: و جعلنا نُوراً يمشي به في الناس. "اسان هن لاءِ نور پيدا ڪيو آهي، جنهن جي ذريعي هو ماڻهن ۾ هلندو آهي". ابوجهل جي لاءِ ارشاد باري آهي: كَمَن مَثَلُه في الضُلمات. "ڇا اهو انهيءَ وانگر ٿي سگهي ٿو، جيڪو اونده ۾ آهي". معرفت دل جي زندگيءَ جو قدر ۽ قيمت معرفت سان آهي. معرفت کان سواءِ ڪو به ماڻهو درجو حاصل ڪري نٿو سگهي. عالم ۽ فقيهه خدا جي صحيح علم کي معرفت سڏيندا آهن. تصوف وارا ٻه حال جي تندرست هجڻ کي معرفت جو نالو ڏيندا آهن. انهيءَ لحاظ کان هو معرفت کي علم تي فضيلت ڏيندا آهن. حال جي صحت علم جي صحت کان سواءِ حاصل نه ٿيندي آهي، مگر علم جي صحت حال جي صحت جي ضامن نه هوندي آهي، يعني عارف تيستائين عارف نه ٿيندو آهي، جيستائين هو الله جو عالم نه هجي، مگر اهو ٻه ٿي سگهي ٿو، ته ڪو عالم عارف نه هجي. جيڪي ماڻهو هن ڳالهه کان اڻ واقف آهن، اهي پاڻ ۾ اجايا بحث ڪندا رهندا آهن ۽ هڪ ٻئي کي رد ڪندا رهندا آهن. هاڻي مان هن مسئلي تي روشني وجهندس، ته جيئن ٻيئي جماعتون فائدو حاصل ڪري سگهن. انشاء الله العزيز.

## (فصل -5)

الله توکي نيڪي ڏئي، تون هن ڳالهه کي سمجهي وٺ، ته ماڻهن ۾ الله جي معرفت ۽ علم جي صحت جي باري ۾ وڏو اختلاف آهي. معتزلن جي عقيدي موجب الله جي معرفت جو بنياد عقل تي آهي ۽ عقل کان سواءِ معرفت حاصل نه ٿيندي آهي. اهو عقيدو ڪوڙو آهي، ڇو ته اسلام آڻيندڙ ديوانا به معرفت حاصل ڪري سگهندا آهن، ۽ ننڍا ٻار، جن کي عقل ڪونهي، اُهي ٻه ايمان وارا ٿي سگهندا آهن. جيڪڏهن معرفت جي ڪسوٽي عقل هجي ها، ته ٻه انهن کي معرفت جو

لائق نٿو ٿئي سگھجي. ان کان سواءِ عقل وارا ڪافر بہ ڪفر جي دائري ۾ رهي نٿا سگھن. جيڪڏهن عقل معرفت جو سبب هجي ها، تہ اٿين هجي ها جو هر هڪ عقل وارو عارف هجي ها ۽ هر بي عقل الله جي معرفت کان خالي رهي ها. اها ڳالهہ ظاهر ظهور ڪلڻ جهڙي آهي.

هڪ ٻي جماعت جو خيال آهي، تہ الله جي معرفت جو سبب دليل آهن. ۽ دليل کان سواءِ ڪوبہ الله جي معرفت حاصل ڪري نہ سگھندو. اهو قول بہ ڪوڙو آهي. ابليس جي حال تي غور ڪريو: بهشت، دوزخ، عرش، ڪرسي ۽ ٻين نشانين ڏسڻ جي باوجود الله جي معرفت کان بي نصيب رهيو. الله تعاليٰ جو قول آهي: ولو انـنـا نـزلنا اليهم الملائكة وَ كَلمَهُم الموتيٰ وَحَشَرنا عَليهِم كُل شيءٍ قبُلاً ما كانُوا ليومنوا بِہ الا أن يشاء الله. "اسان جيڪڏهن انهن ڏانهن ملائڪ موڪليون، مُردن کي ڳالهائڻ جي طاقت ڏيون، انهن جي سامهون هر شيءِ جو حشر برپا ڪريون، تڏهن بہ الله جي مرضيءَ کان سواءِ هو ايمان نہ آڻيندا". جيڪڏهن انهن شين جو ڏسڻ ۽ دليل الله جي معرفت جو سبب هجن ها، تہ الله تعاليٰ پنهنجي مرضيءَ تي زور نہ ڏئي ها. اهل سنت الجماعت وارن جي عقيدي موجب عقل جي صحت ۽ نشانين جو ڏسڻ معرفت جو سبب ٿو سگھي، مگر علت بڻجي نٿي سگھي. حقيقت ۾ علت (خاص سبب) فقط الله تعاليٰ جو رضامندو آهي، جو تہ سندس عنايت کان سواءِ عقل انڌو آهي. ٻين جو علم تہ درڪنار، عقل کي پنهنجو علم بہ ڪونهي. هر قسم جا ٻي دين دليلن کي استعمال ڪندا آهن ۽ گھڻا الله جي معرفت کان خالي هوندا آهن. الله جو رضامندو هوندو تہ خدا جي ٻانهن جي هر هڪ چر پر معرفت بڻجي ويندي. اهڙن ماڻهن جا دليل طلب ۽ دليل جو ترڪ ڪرڻ تسليم هوندي آهي. معرفت جي ڪمال لاءِ تسليم طلب کان بهتر ناهي، جو تہ طلب جي اصول کي ڪنهن حالت ۾ بہ پوئتي ڪري نٿو سگھجي. تسليم حقيقت ۾ پريشانيءَ جي نہ هجڻ جو دليل آهي. تڏهن بہ ياد رکڻ گھرجي، تہ انهن ٻنهي اصولن جي حقيقت بہ معرفت ناهي. سچي رهنما ۽ دل جا پردا کوليندڙ الله جي ذات آهي. عقل ۽ دليلن جو وجود هدايت جو امڪان بڻجي نٿا سگھن. ان جو چٽو دليل هي آهي. الله جو فرمان آهي: ولو رُدوا لعاد وا لِما نُهوا عنه. "جيڪڏهن ڪافر ٻيهر بہ دنيا ۾ اچي وڃن، تہ بہ پنهنجي ڪفر تي رهندا".

حضرت علي ڪرم الله وجهه جن کان معرفت جي باري ۾ پڇيو ويو، تہ فرمايائون: عرفت الله بالله و عرفت ما دُون الله بِنُورالله. "مون الله کي الله سان سڃاتو ۽ جو ڪجهہ الله کان سواءِ هو، ان کي الله جي نور سان سڃاتم". الله تعاليٰ جسم پيدا ڪيو ۽ ان جي زندگي روح جي حوالي ڪئي. هن دل پيدا ڪئي ۽ ان جي زندگي پاڻ وٽ رکي. عقل جڏهن انساني صفتن ۽ جسم جي نشانين کي زندگي نٿو ڏئي سگھي، تڏهن روح کي زندگي ڏيڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. الله تعاليٰ فرمايو آهي: اَوَ من كانَ مَيتاً فاحييناه. "هو مئل هو، اسان کيس جيئرو ڪيو." هتي زندگيءَ کي پاڻ سان نسبت ڏنائين، وري فرمايائين: "وَجَعَلنا لَہُ نُوراً يَمشِي بِہِ فِي الناس. "اسان هن کي نُور بخشيو، جنهن جي مدد سان هو ماڻهن ۾ هلي ٿو." يعني نور پيدا ڪرڻ وارو مان آهيان. وري چيائين: "اَفَمَن شَرَحَ الله صَدرَهٗ لِلاسلام فَهُوَ عليٰ نُور مِن رَبِہ. "جنهن جو سينو اسلام لاءِ کوليو ويو، اهو پنهنجي رب کان عطا ڪيل نور آهي." دل جي کولڻ ۽ بند ڪرڻ کي بہ پاڻ ڏانهن منسوب ڪيائين ۽ چيائين: "خَتَمَ الله عليٰ قُلُوبِهِم وَ عليٰ سَمعِهِم وَ عليٰ اَبصارِهِم غِشاوَة. "انهن جي دلين ۽ ڪنن تي مُهر هڻي وئي ۽ سندن اکين تي پردو وڌو ويو." وري حڪم ڪيائين: "وَلاَ تُطِعِ مَن اَغفَلنَا قَلبَہُ عَن ذِڪرنا. "انهن جي پيروي نہ ڪريو، جن جي دلين کي اسان پنهنجي ياد کان غافل ڪيو." ثابت ٿيو، تہ دل جو کلڻ ۽ بند ٿيڻ، ان جي شرح ۽ ختمو الله تعاليٰ جي هٿ ۾ آهي. اهو بلڪل محال آهي، تہ ان کانسواءِ ڪوبہ رهنما بڻجي، جو ڪجهہ الله کانسواءِ آهي. اهو علت ۽ سبب کان وڌيڪ ناهي علت ۽ سبب الله جي رضا کان سواءِ رهنما بڻجي نٿا سگھن. حجاب جي حيثيت رهزن (ڌاڙيل) واري هوندي آهي، رهنما واري نہ ٿيندي آهي. الله تعاليٰ فرمايو آهي: ولكن الله حبب اليكم الايمان و زيه في قدوبكم. "الله اوهان جي دلين ۾ ايمان جي محبت وڌي ۽ اوهان جي دلين کي سينگاري ڇڏيو." هتي زينت ۽ محبت کي پاڻ سان نسبت ڏنائين. پرهيزگاري، جنهن کي معرفت جي حقيقت سڏڻ گھرجي، اها بہ سندس عطا

آهي. پرهيزگار کي تقويٰ اختيار ڪرڻ يا ڇڏڻ جو اختيار نہ هوندو آهي. اُن جي تعريف ۽ توصيف ڪانسواءِ معرفت جو حصو انسان لاءِ نوڙت ڪانسواءِ ڪجھ بہ نہ هوندو آهي. حضرت ابوالحسن نوري فرمايو آهي. لا دليل عليٰ الله سواھ انما العلم يطلب لاداب الخدمة "الله تعاليٰ ڪانسواءِ ڪوبہ دليلن جو رهبر ناهي. علم جي طلب صرف بندگيءَ جي صحت لاءِ هوندي آهي." ياد رکو، تہ مخلوق مان ڪنهن کي بہ طاقت ناهي جيڪو الله تعاليٰ تائين رسائي ڪري سگهي. دليلن تي پروسي رکڻ وارا حضرت ابوطالب کان وڌيڪ عقل وارا نہ هئا ۽ پيغمبر ﷺ جن کان وڌيڪ ڪوبہ رهنما ئي نٿو سگهي، مگر ابوطالب لاءِ بدنصيبي جو حڪم جاري ٿي چڪو هو ۽ پيغمبر ﷺ جن جي رهنمائي کان هو فائدو بہ وٺي نہ سگهيو. دليلن (استدلال) جو پهريون قدم خدا کان منهن موڙڻ آهي، ڇو تہ خيال اڳ ۾ غيرالله ڏانهن ويندو آهي. ان جي برخلاف معرفت الله ڪانسواءِ ٻين کان منهن موڙڻ جو نالو آهي. عام طور تي هر گهربل شيءِ دليلن جي دائري ۾ سمائجي ويندي آهي، مگر الله جي معرفت عام گهربل شين ۾ شامل ناهي. معرفت عقل جي انتهائي حيرت سان حاصل ٿيندي آهي. انساني محنت کي ان ۾ ڪو دخل ناهي. الله جي ذات ڪانسواءِ ڪوبہ رهنما ڪونهي. معرفت دليلن جو ڪلڻ آهي ۽ اها غيب جي خزاني مان ملندي آهي. الله ڪانسواءِ هر شيءِ محدث (فنا ٿيندڙ) آهي. هڪ محدث ٻئي محدث کي حاصل ڪري سگهندو آهي، مگر هو خالق تائين پهچي نہ سگهندو آهي، ڇو تہ جڏهن ڪا شيءِ حاصل ڪئي ويندي آهي، تڏهن حاصل ڪرڻ وارو غالب ٿاتو ويندو آهي ۽ حاصل ڪيل شيءِ کي غلبي هيٺ آيل (مغلوب) سمجهيو آهي. ان ۾ ڪا ڪرامت ناهي، تہ عقل دليلن سان، دليلن هيٺ آيل شيءِ جي وجود کي فاعل ثابت ڪري. ڪرامت هي آهي تہ ولي، الله جي نُور آڏو پنهنجي هستي جي نفي ڪري. پهرئين صورت ۾ معرفت فقط منطق ۽ ٻي صورت ۾ دل جي ڪيفيت آهي.

عقل کي معرفت جي علت سمجهڻ وارن کي ڏسڻ گهرجي، تہ عقل انهن جي دلين ۾ معرفت جو ڪهڙو تصور پيش ٿو ڪري؟ حقيقت ۾ معرفت هر اُن شيءِ جي نفي ڪندي آهي جنهن کي عقل ثابت ڪندو آهي. يعني الله جي ذات اهڙي هر تصور کان مٿانهين آهي، جيڪو عقل جي دائري ۾ اچي سگهي. انهن حالتن ۾ عقل جا دليل معرفت جو ذريعو ڪيئن ٿجي سگهندا؟ عقل ۽ وهم ٻئي هڪ جنس مان آهن ۽ جتي جنس ثابت ٿيندي، اتي معرفت جي نفي ٿيندي. عقل جي دليلن سان خدا جي هستي کي ثابت ڪرڻ تشبيھ کان وڌيڪ نہ ٿيندو. ۽ انهيءَ قسم جي دليلن (منطق) سان ان جو انڪار تعطيل (ڇڏي ڏيڻ) وانگر آهي. عقل انهن ٻنهي حالتن کان ٻاهر وڃي نٿو سگهي، ۽ ٻئي حالتون معرفت جي معاملي ۾ حقيقت جي انڪار وانگر آهن، ڇو تہ تشبيھ ڏنل ۽ ڇڏي ڏنل ٻئي هڪجهڙا آهن.

عقل جڏهن پنهنجي وس آهر ڪوشش پوري ڪندو آهي ۽ ان ڪوشش سان جو ڪجھ ظاهر ٿيندو آهي، اهو خود سندس وهم ثابت ٿيندو آهي. جڏهن الله جي دوستن لاءِ طلب ڪرڻ ڪانسواءِ ٻيو چارو نہ رهندو آهي، تڏهن هو نياز ۽ نوڙت ۾ مشغول رهندا آهن ۽ پنهنجي آرام جي پرواھ نہ ڪندا آهن ۽ طلب جو هٿ ڊگهو ڪندا آهن ۽ ٽٽل دل جي دوا جي آرزو ڪندا آهن. ۽ پنهنجي وس آهر ڪوشش ڪري ٿڪجي پوندا آهن. تڏهن الله جي قدرت کين همٿائيندي آهي ۽ هو سندس عنايت سان سندس رستو حاصل ڪندا آهن. جدائيءَ جي تڪليف ختم ٿي ويندي آهي، ۽ هو معرفت جي محنت ۾ ڪامياب ٿي آرام ۾ ايندا آهن. عقل جڏهن دلين کي اهڙيءَ طرح ڪامياب ۽ مراد وارو ڏسندو آهي، تڏهن مٿن قبضو ڄمائڻ چاهيندو آهي، مگر کيس ناڪاميءَ جو منهن ڏسڻو پوندو آهي. ناڪامي سان هو حيرت ۾ پوندو آهي. حيران ٿيڻ ڪانپوءِ بيڪار ٿي ويندو آهي. بيڪار ٿيڻ بعد الله تعاليٰ کيس بندگي جي پوشاڪ پارائي ڇڏيندو آهي: جيستائين تون آزاد هئين، تيستائين پنهنجي غلبي ۽ طاقت جي غرور ۾ لڪل هئين، هاڻي تنهنجو غلبو ۽ غرور جي طاقت ٽٽي پيا آهن ۽ توکي ناڪامي جو منهن ڏسڻو پيو آهي. انهيءَ ناڪامي جي ڪري ئي توکي ڪجھ حاصل ٿيو آهي." دل کي ويجهڙائي ۽ عقل کي بندگي عطا ٿي. الله تعاليٰ انسان کي پنهنجي معرفت پاڻ عطا ڪندو آهي ۽ اها معرفت ڪنهن بہ انساني طاقت سان نہ هوندي آهي. انسان جي پنهنجي شخصي حيثيت ڪجھ بہ نہ هوندي آهي. معرفت وارن لاءِ پنهنجو پاڻ پڌائڻ خيانت وانگر هوندو آهي. هو الله جي يادگيريءَ کان ڪڏهن بہ غافل نہ رهندا آهن. هنن جي هڪ هڪ گهڙي پاڪ هوندي آهي. انهن لاءِ

معرفت فقط لفظن جي ڦيرگهير نہ هوندي آهي. مگر قلب جي صحيح ڪيفيت هوندي آهي.

ڪجهہ ٻيا ماڻهو وري معرفت کي الهامي سمجهندا آهن. اهو بہ ناممڪن آهي، ڇو تہ معرفت جي سچائي ۽ رد لاءِ دليل جي ضرورت هوندي آهي. الهام وارن وٽ ڪوبہ دليل نہ هوندو آهي. مثلاً: هڪڙو چوي، تہ مان الهام سان ڄاڻان ٿو تہ الله تعاليٰ "مڪان" ۾ محدود آهي. ٻيو چوي، تہ مان الهام سان سمجهان ٿو تہ هو "لامڪان" آهي. انهن مان فقط هڪ ڳالهہ برابر هوندي. ٻئي الهام جي دعوا ڪندڙ آهن. فرق سمجهڻ لاءِ دليل جي ضرورت آهي ۽ دليل جو سهارو الهام کي رد ڪندو. اهو عقيدو برهمڻن ۽ الهامين جو آهي. مون پاڻ ڏٺو آهي، تہ هن زماني جا ماڻهو هن معاملي ۾ مبالغي کان ڪم وٺن ٿا ۽ پاڪبازي جو لباس پائي گهمندا رهن ٿا. اهي سڀ گمراهہ آهن ۽ هر عقل واري ڪافر ۽ مسلمان لاءِ انهن جو عقيدو ڌڪار جي قابل آهي. الهام جي دعوا ڪندڙ ڏهہ ماڻهو مختلف ڏهن شين جي دعوا ڪن ٿا. اهي سڀئي غلط آهن ۽ ڪنهن ۾ بہ سچائي ناهي. جيڪڏهن ڪو چوي تہ الهام اهو آهي، جيڪو شرعيت جو حڪم ٿئي الهام جي سچ يا ڪوڙ جي ڪسوٽي آهي، تڏهن معرفت جي شرعي، نبوتي، هدايتي ۽ الهامي هجڻ جو سوال ئي پيدا نہ ٿيندو.

ڪي اهڙا ماڻهو آهن، جيڪي معرفت کي فطري (ضروري) سمجهندا آهن. اهو بہ ممڪن ناهي. جيڪڏهن معرفت فطري طور تي حاصل ٿي سگهي ٿي، تہ سڀ عقل وارا هڪجهڙا معرفت جا صاحب هئڻ گهرجن ها، مگر اسان ڏسون ٿا، تہ ڪيترائي عقل وارا الله تعاليٰ جي هستيءَ جا منڪر آهن، جيڪي تشبيهہ ۽ تعطيل جو عقيدو رکن ٿا. ان ڪانسواءِ الله جي معرفت فطري هجي ها، تہ تڪليف بيڪار هجي ها. ڇو تہ جڏهن ڪنهن شيءِ جو علم فطري هوندو آهي، تڏهن ان جي معاملي ۾ تڪليف ڪا حيثيت نہ رکندي آهي. انسان جو پنهنجي ذات جي باري ۾ علم، آسمان، زمين، ڏينهن، رات، خوشي ۽ غم وغيره جو علم، اهڙو آهي جنهن کان ڪوبہ عقل رکندڙ ماڻهو بي بهره نہ آهي. ۽ ڪنهن کي بہ ان ڳالهہ ۾ ڪنهن شڪ شبهي جي گنجائش ناهي. جيڪڏهن ڪو چاهي، تڏهن بہ انهن شين کان منهن موڙي نہ سگهندو. البت ڪجهہ صوفين پنهنجي ڄاڻ (ايقان) موجب الله جي معرفت کي فطري سمجهيو آهي. انهن جي دلين ۾ ڪوبہ شڪ شبهو موجود نہ هو. انهن پنهنجي يقين جو نالو ضرورت (فطرت) رکي ڇڏيو. بنيادي طور تي هو غلط نہ هئا، مگر عبارت جي لحاظ کان خطا ڪري ويا، ڇو تہ فطري علم فقط هڪ طبقي لاءِ مخصوص نہ هوندو آهي، سڀني عقل وارن جي حيثيت هڪ جهڙي تسليم ڪرڻي پوندي. ان ڪان سواءِ فطري علم دل ۾ سواءِ سبب ۽ سواءِ دليل جي پيدا ٿيندو آهي، ۽ الله جي معرفت سبب کان سواءِ حاصل نہ ٿيندي آهي.

استاد ابو علي دقاق، شيخ ابوسهل صعلوڪي، ۽ سندس والد (جيڪو نيشاپور جو رئيس ۽ امام هو) هن ڳالهہ تي زور ڏين ٿا، تہ معرفت جو بنياد اڳ ۾ استدلال (دليل) آهي ۽ پڇاڙي معرفت، فطري (ضروري) ٻڻجي ويندي آهي. جيئن صنعت ۽ بضاعت جو علم، جيڪو شروعات ۾ اڪتسابي (محنت سان حاصل ڪيل) هوندو آهي ۽ آخر ۾ فطري (ضروري) ٻڻجي ويندو آهي. سندن چوڻ آهي، تہ هتي ڇا جي ڪري ضروري نہ هجي؟ پيغمبرن جڏهن الله جو پيغام ٻڌو (واسطي سان يا واسطي کان سواءِ) تڏهن ان کي ضرور ڄاڻائون. مان چوان ٿو، تہ بهشت وارن جي معرفت فطري هوندي آهي ڇو تہ اتي شرعي تڪليف جو سوال اُٿندو. پيغمبرن جي پڇاڙي امن واري هوندي آهي ۽ سندن الله تعاليٰ کان ناتي ٽٽڻ جو ڪوبہ امڪان نہ هوندو. تنهنڪري سندن معرفت بهشت وارن وانگر فطري (ضروري) هوندي. ايمان ۽ معرفت جي خوبي هي آهي، تہ انهن جو واسطو غيب سان هوندو آهي. جيڪڏهن ايمان ۽ معرفت جي مراد سامهون آهي، تہ "جبر" جي صورت پيدا ٿيندي، ۽ اختيار ختم ٿي ويندو. شرعي حڪمن جي ڪا حيثيت نہ رهندي. الحاد (بي ديني) وارو اصول ختم ٿي ويندو. بلعم باعور، ابليس ۽ برصيصا جي ڪفر واري حالت بي معنيٰ ٿي ويندي آهي، ڇو تہ اهي عارف نہ هئا. جيئن ابليس جي باري ۾ الله تعاليٰ بيان فرمايو ۽ سندس رد ٿيڻ ۽ رجيم هجڻ جو ذڪر ڪيو. الله تعاليٰ جي قول موجب: فَبِعِزَّتِكَ لَأُغْوِيَنَّهُمْ أَجْمَعِينَ. "مون کي تنهنجي عزت جو قسم آهي، مان انهن سڀني کي گمراهہ ڪندس". ظاهر آهي، تہ اهو گفتگو (مڪالمہ) معرفت جي سند آهي. عارف جيستائين عارف هوندو آهي. تيستائين الله تعاليٰ کان ڪنجي نہ

ويندو آهي. ڪنهي وجهه جي صورت ان وقت پيدا ٿيندي آهي، جڏهن معرفت ۾ زوال ٿيندو آهي. ضرورتي (فطري) علم ۾ زوال ناممڪن آهي. اهو مسئلو عام ماڻهن لاءِ ڏاڍو پيچيدو آهي. اهو ڪافي آهي ته ايترو ذهن ۾ آڻڻ گهرجي. ته ٻانهي کي علم ۾ الله جي معرفت خدا جي هدايت کان سواءِ حاصل نه ٿيندا آهن. انسان جي دل ۾ معرفت جو يقين گهٽ وڌ ٿي سگهندو آهي، مگر معرفت جي حقيقت گهٽ وڌ نه ٿيندي آهي ڇو ته گهٽ وڌ ٿيڻ جي حالت معرفت جي نقصان جو نشان آهي. الله جي معرفت ۾ انڌي پيروي کي ڪو دخل ناهي. ان جي سڃاڻپ سندس صفتن جي ڪمال سان ٿيندي آهي، ۽ صرف ان جي رعايت سان ٿيندي آهي. دليل ۽ عقل به سندس ئي ملڪيت آهن ۽ هر شيءِ تي سندس قبضو آهي، جيڪڏهن هو چاهي، ته پنهنجي ڪنهن ڪم (فعل) کي به انسان لاءِ رستي جو دليل بڻائي ۽ ڪيس منزل جو پتو ڏئي، ۽ جيڪڏهن هو چاهي ته ساڳئي ڪم کي حجاب جي شڪل ڏيئي ڇڏي، ۽ انسان منزل تان ڀٽڪي وڃي. حضرت عيسيٰ عليه السلام هڪ جماعت لاءِ معرفت جو رهبر، ۽ ٻي جماعت لاءِ معرفت جو حجاب هو. هڪ جماعت کيس خدا جو ٻانهو سمجهيو ۽ ٻي جماعت جي نظر ۾ هو خدا جو فرزند هو. بُت، سج ۽ چند وغيره ان ڳالهه ۾ شامل آهن. ڪي ماڻهو انهن کي ڏسي، الله جي معرفت حاصل ڪندا آهن ۽ ڪي وري گمراهه ٿي ويندا آهن. جيڪڏهن فقط استدلال معرفت جو بنياد هجي ها ته هر منطقي (فلاسافر) کي عارف ٿيڻ گهرجي ها. اهو سراسر غلط آهي. الله تعاليٰ هڪ شخص کي چونڊيندو آهي، ۽ ٻين کي رهنمائي لاءِ اُن جي حوالي ڪندو آهي، ۽ اهي ان جي ڪري مقصد جي منزل تي پهچي ويندا آهن. اهي رهنما سبب بڻبا آهن. اهي معرفت جي علت نه هوندا آهن. سببن جي سبب (مسبب الاسباب) جي نظر ۾ هڪڙو سبب ٻئي سبب کان مٿانهون نه هوندو آهي. عارف لاءِ سبب جي ثابتي خدا لاءِ نظير تلاش ڪرڻ وانگر آهي. الله کان سواءِ ٻئي ڏانهن لاڙو رکڻ شرڪ جي برابر آهي. الله تعاليٰ جو فرمان آهي: مَن يضل الله فلاهاديَ لـه. جنهن کي الله گمراهي ۾ وجهي، ان کي ڪير هدايت ڏئي سگهندو؟ جيڪڏهنڪنهن ماڻهو لاءِ لوح محفوظ ۾ بدنصيبي لکيل هوندي، ته ان کي هدايت جي راهه تي ڪير آڻي سگهندو؟ جنهن غير الله ڏانهن ڌيان ڏنو اهو معرفت ۾ دليل سان ڪيئن اچي سگهندو؟ من التفت الي الاغيار فمعرفته رنار. جنهن غير الله ڏانهن توجهه ڏنو ان جي معرفت ڪفر آهي. جي ٻانها خدا جي محبت جي غلبي ۾ غرق آهن ۽ ان کي ڳولين ٿا. انهن لاءِ خدا کان سواءِ ٻيون شيون راهه ۾ رڪاوٽ ڪيئن بڻجي سگهنديون؟

حضرت ابراهيم عليه السلام جڏهن ڏينهن جو غار کان ٻاهر نڪتو، تڏهن ڪنهن شيءِ ڏانهن ڌيان نه ڏنائين. حالانڪ ڏينهن جي روشنيءِ ۾ ڪيترائي دليل ظاهر ٿيندا آهن. بزرگن ۾ ڪرامت جي صاحبن لاءِ چٽيون نشانيون موجود هونديون آهن. رات آئي، ته تارن کي ڏٺائين. جيڪڏهن سندس معرفت جو مدار دليل تي هجي ها، ته ڏينهن جي وقت گهٽائي دليل سامهون هئس. مطلب ته الله تعاليٰ جنهن کي چاهيندو آهي، ۽ جهڙيءَ طرح به چاهيندو آهي، کيس پنهنجو رستو ڏيکاري ڇڏيندو آهي، ۽ هن لاءِ پنهنجي معرفت جو دروازو کولي ڇڏيندو آهي، ايتري قدر جو کيس معرفت جو اهو مقام حاصل ٿي ويندو آهي، جو کيس معرفت به غير نظر ايندي آهي. معرفت جي صفت آفت بڻجي ويندي آهي، ۽ هو ظاهر ٿيل (معروف) مان محجوب ٿي ويندو آهي. انهيءَ حالت ۾ معرفت جي حقيقت جو اهو درجو هوندو آهي جو معرفت پنهنجو پاڻ هڪ ڪوڪلي دعوا نظر ايندي آهي. ڪنهن بزرگ جو شعر آهي:

يدعي العارفون معرفت اثر بالجهل ذاک معرفت

"عارف معرفت جي دعوا ڪندڙ آهن. مگر مان اڻ واقفيت جو اقرار ٿو ڪريان اها ئي منهنجي معرفت آهي."

حضرت ذوالنون مصري فرمايو آهي: اياک ان لاتکون با لمعرفـة مدعيا. "اي عزيز! تون ان ڳالهه کان بچ، مبادا (تحقيق بنا) معرفت جي دعوا ڪري ويهين". يعني توکي گهرجي، ته معرفت جي دعوا نـه ڪر، متان تنهنجي هلاڪت جو سبب بڻجي. تون معرفت جي حقيقت سان واسطو رک. ته توکي ڇوٽڪارو حاصل ٿئي. جڏهن ڪنهن کي خدا جي جلال جي ڪشف جو انعام ملندو آهي، تڏهن ان جي هستي مصيبت بڻجي ويندي آهي، ۽ سندس سموريون صفتون هن لاءِ آفتن جي موڙي بڻجي ونديون آهن. جنهن جو خدا هجي ۽ جيڪو خدا لاءِ هجي، اهو ٻنهي جهانن ۾ڪنهن سان بـه واسطو نـه رکندو

آهي. معرفت جي اصلي حقيقت اها آهي، تہ اللہ تعاليٰ جي بادشاهي قبول ڪئي وڃي ان جي بادشاهي قبول ڪرڻ سان اها بادشاهي غير جي غلبي کان پاڪ سمجهڻ گهرجي. ان حالت ۾ مخلوق سان ڪوبہ واسطو نہ رهندو. مخلوق عارف ۽ خدا جي وچ ۾ نہ ايندي. اهي وچ ۾ اچڻ وارا حجاب جهالت جو نتيجو هوندا آهن. جهالت جي دور ٿيڻ سان حجاب ختم ٿي ويندا ۽ دنيا، آخرت ۾ بہ ڪو فرق نہ رهندو.

## (فصل -7)

هن معاملي ۾ مشائخ سڳورن گهڻيون ئي رمزون بيان ڪيون آهن. مان تنهنجي فائدي لاءِ ڪجهہ قولن جو بيان ڪريان ٿو:

حضرت عبداللہ بن مبارڪ جو قول آهي: المعرفة ان لا تتعجب من شيءِ. "معرفت ڪنهن بہ شيءِ تي عجب نہ ڪائڻ جو نالو آهي". ڇو تہ عجب ان وقت لڳندو آهي، جڏهن ڪو ڪم ڪرڻ وارو پنهنجي طاقت کان وڌيڪ ڪم ڪندو آهي. اللہ تعاليٰ قادر مطلق آهي، تنهن ڪري ان جي ڪمن تي معرفت واري ڪنهن بہ حالت ۾ عجب نہ لڳي سگهندو. البت اها ڳالهہ عجب جهڙي آهي، تہ هُن مٽيءَ جي مُٺ کي اها سرفرازي عطا ڪئي آهي، جيڪا سندس حڪمن جي لائق بڻجي وئي آهي، هڪ خُون جي قطري کي اها منزل ملي آهي، جو هو محبت ۽ معرفت جو ذڪر ڪرڻ لڳو آهي ۽ سندس ديدار جو طالب ۽ ويجهڙائيءَ جو مشتاق بڻيو آهي.

حضرت ذوالنون مصري فرمايو آهي: حقيقة المعرفة اطلاع الحق علي الاسرار بمواصلة لطائف الانوار. "معرفت جي حقيقت هيءَ آهي تہ اللہ تعاليٰ جي رازن جو پتو پوي ۽ نور جا لطيفا ظاهر ٿي وڃن". يعني جيستائين اللہ تعاليٰ پنهنجي وڏي عنايت سان اسان کي دل جي روشني عطا نٿو ڪري ۽ آفتن کان امان ۾ نٿو رکي، ايتري قدر جو دنيا ۽ ان ۾ جو ڪجهہ آهي، ان کي هو رائي جي داڻي جيترو نٿو سمجهي، تيستائين باطني ۽ ظاهري رازن جي مشاهدي (ديدار) جو غلبو نٿو ٿئي ۽ جڏهن ٿئي ٿو، تڏهن غيب ۽ حاضر جو فرق بہ ختم ٿي ٿو وڃي.

حضرت شبلي چيو آهي: المعرفة دوام الحيرة. "معرفت هميشہ حيرت ۾ رهڻ جو نالو آهي". حيرت جا ٻہ قسم آهن: هڪڙو هستي جي حيرت ۽ ٻيو ڪيفيت جي حيرت.

هستي ۾ حيرت شرڪ ۽ ڪيفيت ۾ حيرت معرفت آهي، ڇو تہ عارف کي سندس هستي ۽ وجود ۾ شڪ جي ڪابہ گنجائش ناهي ۽ ان جي ڪيفيت ۾ عقل کي ڪوبہ دخل ناهي. هتي ڪيس اللہ جي وجود ۾ يقين ۽ ڪيفيت ۾ حيرت حاصل ٿي ويندي آهي. انهيءَ لحاظ کان ڪنهن چيو آهي: يا دليل المتحرين من زدني تحميرا. "اي حيرت ۾ پيل ماڻهن جا رهنما! منهنجي حيرت کي زياده ڪر". هتي اڳ ۾ حق جي هستي ۽ صفتن جي ڪمال جو اقرار آهي. ان ڳاهہ جي علم جو اظهار آهي ۽ سندس پاڪ ذات مخلوق جومقصد آهي. اهوئي دعائن جي قبول ڪرڻ وارو آهي. اهوئي حيرت ڪائيندڙن کي حيرت ڏيڻ وارو آهي. ان کان پوءِ وڌيڪ حيرت جو عرضُ ڪيو ويو آهي. اهو ڄاڻندي، تہ طلب ڪيل رستي ۾ عقل سان حيرتُ ۾ اچڻ ۽ مٿي ڦرڻ کان سواءِ ڪوبہ شريڪ ناهي، ۽ ڪوبہ مقام ڪونهي. هي نُڪتو نهايت لطيف آهي. ان کان سواءِ اها ڳالهہ بہ نڪري ٿي، تہ اللہ هستي جي ڄاڻ (عرفان) انسان کي پنهنجي هستي جي باري ۾ حيرت ۾ وجهي ڇڏيندي آهي. جڏهن ٻانهو خدا کي سڃاڻندو آهي، تڏهن پاڻ کي ان جي قدرت جي اختيار ۾ ڏسندو آهي ۽ سمجهندو آهي تہ انسان جو عدم ۽ وجود، سُڪون (چپ جي حالت) ۽ حرڪت سندس اختيار جي قبضي ۾ آهن، تڏهن هو حيرت ۾ ٻڏي ويندو آهي، ۽ سوچيندو آهي: "مان ڪير آهيان ۽ ڇا آهيان؟" ان ڪري پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: من عرف نفسه فقد عرف ربه. "جنهن پنهنجو پاڻ کي سڃاتو، تنهن تحقيق سان پنهنجي رب کي سڃاتو". يعني جنهن کي پنهنجي فنا جو علم هوندو آهي، ان کي خدا جي بقا جي خبر هوندي آهي. فنا، عقل ۽ ٻين صفتن کي ختم ڪري ڇڏيندي آهي، ۽ جڏهن ڪنهن شيءِ جي حقيقت ختم ٿي ويندي آهي، تڏهن اُتي حيرت کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ رهندو آهي.

حضرت ابو يزيد فرمايو آهي: المعرفة ان تعرف ان حرڪات الخلق و سڪناتهم باللہ. "معرفت ان ڳالهہ جو علم

آهي. تہ انسان سڪون ۽ حرڪت الله جي طرف کان آهي". يعني سندس حڪم کان سواءِ سندس بادشاهت ۾ ڪنهن کي بہ دخل ناهي. جيستائين هوڪم ڪرڻ جي توفيق عطا نہ ڪري ۽ دل ۾ ڪم ڪرڻ جو ارادو نہ ڏئي، تيستائين ڪوبہ ماڻهو ڪجهہ ڪري نٿو سگهي. حقيقت بہ ان جي ڪرم سان ئي حقيقت آهي. اثر ان جي ڪري اثر آهي. صفت ان جي ڪري صفت. ساڪن ان جي ڪري ساڪن. متحرڪ ان جي ڪري متحرڪ آهي. هر انساني فعل مجازي آهي ۽ حقيقت کي ان جي ذات سان نسبت آهي.

حضرت محمد بن واسع، عارف جي باري ۾ فرمائي ٿو: من عرف الله قل ڪلامہ و دام تحيره. "عارف اهو آهي، جنهن جو ڪلام مختصر ۽ حيرت دائمي هجي." چو تہ بيان ان شيءِ جو ٿي سگهندو آهي، جيڪا بيان ۾ اچي سگهي. اصول موجب بيان صرف هڪ حد تائين ٿي سگهندو آهي. جيڪڏهن ڪنهن غير محدود جو بيان ڪرڻ مقصد ۾ هجي تہ ان لاءِ محدود بيان ڪهڙيءَ طرح ڪامياب ٿي سگهندو. بيان مان مقصد حاصل نہ ٿيندو، تہ انسان بيوس رهندو. ان لاءِ دائمي حيرت کانسواءِ ٻيو ڪو چارو ڪونهي. حضرت شبلي فرمايو آهي: حقيقة المعرفة العجز عن المعرفة باالله. "حقيقي معرفت کان معذوري جو نالو آهي" يعني جنهن شيءِ جي ڄاڻ (عرفان) کان عاجز هجي، ان جي (ادراڪ) ڄاڻ جي دعوا بيڪار آهي. عاجزي هن لاءِ طالب جي حيثيت رکندي آهي. طلب جيستائين پاڻ ۽ پنهنجي صفت سان قائم آهي، تيستائين عاجزي جو نالو ان تي لڳائي نٿو سگهجي. جڏهن هو پاڻ ۽ سندس صفتون ختم ٿي وڃن، تڏهن هوءَ فنا ٿي ويندي آهي ۽ نا عاجزي. ڪي دعوا ڪندڙ انساني صفتن جي ثابتي پيش ڪندا آهن. خطاب جي صحت جي جوابداري تسليم ڪندا آهن. ۽ الله جي حجت قائم هجڻ جا بہ قائل آهي.اهي اهو اعلان بہ ڪندا آهن تہ معرفت عجز آهي. اسان عاجز ٿي ويا آهيون ۽ ڪابہ شيءِ حاصل ڪري نٿا سگهون. اها گمراهي ۽ نقصان واري حالت (خسران) آهي. مان پڇان ٿو، تہ "ڪهڙي شيءِ جي طلب ۾ عاجز ٿي ويا آهيو؟ عجز جا بہ نشان آهن ۽ اوهان وٽ ٻنهي مان هڪ بہ ناهي". هڪڙو نشان طلب ۽ طلب حاصل ڪرڻ جي ذريعي آهي، ۽ ٻيو تجلي جو اظهار آهي. جتي طلب حاصل ڪرڻ جي ذريعي تي فنا ايندي آهي، اتي عبارت آرائي جي گنجائش هوندي آهي؟ جتي تجلي جو اظهار ٿيندو آهي، اتي سڀ نشان مٽجي ويندا آهن. ۽ ڪوبہ تفرقو باقي نہ رهندو آهي. عاجز اهو نہ ڄاڻندو آهي تہ هو عاجز آهن، ۽ جو ڪجهہ هن ڏانهن منسوب ڪيو ويندو آهي، ان جو نالو عجز آهي. ورنہ بذاتِ خود عجز غير آهي ۽ معرفت جي ثابتي معرفت کان سواءِ نہ هوندي آهي. جيستائين دل ۾ غير لاءِ جڳهہ هوندي آهي، تيستائين معرفت صحيح نہ هوندي آهي. عارف جيستائين غير کان پري نہ ٿيندو، تيستائين هو سچو عارف نہ هوندو آهي.

حضرت ابوحفص حداد فرمايو آهي: من عرفت الله ما دخل في قلبي حق ولا باطل." جڏهن مون کي معرفت حاصل ٿي تڏهن منهنجي دل مان حق ۽ باطل جو گذر ختم ٿي ويو". جڏهن ڪو ماڻهو لوڀ ۽ لالچ ۾ گرفتار ٿيندو آهي، تڏهن پنهنجي دل ڏانهن ڌيان ڏيندو آهي. دل هن جي نفس ڏانهن رهنمائي ڪندي آهي، جيڪا ڪوڙ جي جاءِ آهي. اهڙيءَ طرح جڏهن معرفت جو دليل هٿ ايندو آهي، تڏهن انسان دل ڏانهن ڌيان ڏيندو آهي، ۽ دل ڪيس روح ڏانهن وٺي ويندي آهي، جيڪو حقيقت جو مرڪز آهي، جيڪڏهن دل ۾ ڪنهن غير الله جو گذر ٿئي، ۽ عارف ان ڏانهن ڌيان ڏئي، تہ اهو معرفت کي باطل ڪرڻ جو نشان آهي. ملطب تہ معرفت جي دليل جو مقام دل آهي ۽ اهڙي طرح لوڀ ۽ لالچ جي منزل بہ دل آهي. معرفت وارا لوڀ ۽ لالچ کان پاڪ هوندا آهن. اهي دل ڏانهن ڌيان نہ ڏيندا آهن. ڪين الله کان سواءِ ڪنهن بہ شيءِ مان راحت [illegible] لاڙو هميشہ دل ڏانهن نہ هوندو آهي، پر الله ڏانهن هوندو آهي. اهوئي معرفت جي دليل جو شان نہ ايندي اهي. انهن [illegible] وڏو فرق آهي. آهي. الله ڏانهن ڌيان ڏيڻ واري ۽ دل ڏانهن لاڙو رس [illegible]

حضرت ابوبڪر واسطي فرمايو آهي: من عرف الله انقطع بل خرس و القمع و قال النبي ﷺ لا احصيٰ ثناء عليڪ. "جنهن الله کي ڄاتو، اهو هر شيءِ کان ڪٽجي ويو. بلڪ گفتگو ۽ اڏرنگي ۾ مبتلا ٿي ويو. نبي سڳوري ﷺ جن فرمايو آهي، تہ تنهن جون وصفون شمار ڪري نٿيون سگهجن". جنهن کي معرفت حاصل ٿيندي آهي، اهو عبارتن جي معاملي ۾

گفتگو ۽ سيني وصفن کان فاني ٿيندو آهي. پيغمبر ﷺ جو غيبت جي حالت ۾ عرب جا سڀ کان وڏيڪ فصيح سردار هئا. سندن فرمان آهي: "عرب و عجم ۾ ڪوبه منهنجي فصاحت (زبان جي صفائي) سان برابري ڪري نٿو سگهي". جڏهن پاڻ ڪامياب ٿيا تڏهن اقرار ڪيائون: منهنجي زبان تنهنجي ثنا جو پورو حق ادا ڪري نٿي سگهي. مان ڇا چوان؟ منهنجي زبان معذور آهي. مان حال کان بي حال آهيان. تون پاڻ منهنجي گفتار آهين. جيڪڏهن پنهنجي طرف ڳالهايان ٿو ته تنهنجي ويجهڙائي جي حقيقت تي حرف ٿو اچي. مان زبان ڪيئن کوليان؟ حڪم ٿيو: اي محمد ﷺ! تون ثنا ڪندڙ آهين. مان دنيا جي ذري پرزي کي تنهنجو نائب بڻايان ته سڀ منهنجي ثنا ڪن ۽ اها ثنا تنهنجي طرف شمار ڪئي وڃي. الله بهتر ڄاڻي.

## (ٻئي حجاب جو کلڻ - توحيد)

الله تعاليٰ فرمايو آهي: و الٰـهڪُم الٰـه واحِـد. "اوهان جو خدا هڪڙو خدا آهي". وري فرمايو اٿس: لا تتخذو الاهينِ اثنين انما هُوَ الٰه واحِد." ٻه معبود نه بڻايو ان (هڪڙي) کانسواءِ ڪوبه معبود عبادت جي لائق ڪونهي". پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: بينار جلٌ فيمن ڪان قبلڪم لم يعمل خير قط الا التوحيد فقال لا هله اذا مُت فاحر قوني ثم استحقوني ثم ذروني نصفي في البر ونصي في البحر في يوم رايح ففعلو افقال الله عزوجل الريح احفظي ما اخذت هو بين يديه فقال له ماحملڪ عليٰ ما صنعت فقال اتحياءً منڪ فغفرله. "توهان کان اڳ ۾ هڪڙو گذريو آهي، هن جو ڪو به ڪم نيڪيءَ وارو نه هو، مگر هو توحيد تي قائم هو. هو جڏهن موت کي ويجهو ٿيو، تڏهن گهر وارن کي چيائين، ته منهنجي مرڻ کان پوءِ مون کي ساڙي ڇڏجو. منهنجي خاڪ کي پيِنهيِن، تيز هوا لڳڻ وقت اڌ درياءَ ۾ وجهجو ۽ اڌ هوا ۾ اڏائي ڇڏجو. جيئن منهنجو ڪوبه نشان نه رهي". سندس خاڪ کي حشر واري ڏينهن تائين حفاظت ۾ رکن. جڏهن قيامت وري ڏينهن اهو سڄو بڻجي الله تعاليٰ جي آڏو پيش ٿيندو تڏهن هن کان پڇيو ويندو: "تو ائين ڇو ڪيو؟" هو جواب ۾ عرض ڪندو: "مان شرمسار هئس". انهيءَ ماڻهوءَ کي بخشيو ويندو".

حقيقت ۾ توحيد ڪنهن شيءِ جي يگاني هجڻ جو نالو آهي. الله جي ذات هڪڙي آهي. هو پنهنجي ذات ۽ صفات ۾ تقسيم ٿيڻ کان مٿي آهي. بيمثال ۽ لاثاني آهي. پنهنجن ڪمن ۾ لاشريڪ آهي. توحيد وارن ڪيس يگانو ڄاتو آهي. انهيءَ يگانگي جي علم کي توحيد سڏيندا آهن. ان جا ٽي جدا جدا درجا آهن.

(1) حق واسطي حق جي توحيد: يعني الله تعاليٰ جي يگانگي جي باري ۾ الله تعاليٰ جو علم.

(2) مخلوق واسطي حق جي توحيد: يعني الله تعاليٰ جو حڪم ته پانهو سندس توحيد جو اقرار ڪري ۽ سندس دل ۾ الله جي توحيد جو تصور هجي.

(3) حق جي واسطي مخلوق جي توحيد: يعني الله تعاليٰ جي وحدانيت جي باري ۾ مخلوق جو علم.

الله جو عارف وحدانيت جو اقرار ڪندو آهي ۽ سمجهندو آهي ته الله هڪ آهي. هو ميلاپ ۽ جدائيءَ جي معاملن کان آزاد آهي. هن لاءِ ٻيائي جائز ناهي. هن (الله) جي يگانگي عدد جي لحاظ واري ناهي هو محدود ناهي، جو ڇهن ئي پاسن ۾ گهيريل هجي ۽ هر طرف لاءِ هڪ ٻيو طرف رکي. هو ڪنهن به مڪان ۾ رهندڙ ناهي. جڪيڏهن هن جو مڪان هجي ها، ته سندس مڪان لاءِ به ڪنهن خاص جڳهه جي ضرورت هجي ها. ۽ فعل، فاعل، قديم ۽ محدث جو حڪم به باطل ٿي وڃي ها. هو "عرض" ناهي، جنهن کي "جوهر" جي ضرورت هجي. هو جوهر ناهي، جو پنهنجي جنس جي ڪنهن شيءِ جو محتاج هجي. هن ۾ طبعيت ناهي جو حرڪت ۽ سڪون جي عالم ۾ رهي. هو روح ناهي، جنهن کي جسم جي ضرورت هجي. هو جسم ناهي، جنهن ۾ جزا گڏ ٿيل هجن. هو ڪنهن به شيءِ ۾ نٿو گڏجي، جو ان شيءِ [illegible] بڻجي وڃي. ڪنهن به شيءِ جو مائٽ ناهي، جو ان جو جزو بڻجي وڃي. هو نقصان کان مٿي آهي. هر عيب کان پاڪ آهي. سيني آفتن ۽ عيبن کان آجو آهي. جن جو ڪوبه مثال ڪونهي، جو پنهنجي مثال سان ملي ٻيائيءَ کي ظاهري ڪري. هن کي ڪوبه اولاد ڪونهي، جيڪو سندس پيڙهيءَ ۾ اچي. سندس ذات ۽ صفات ۾ ڪا تبديلي ناهي، جو سندس وجود ۾ ڦير گهير ٿئي. هو انهن صفتن جو ڪمال جو مالڪ آهي، جيڪي معرفت وارا پنهنجي بصيرت سان هن ڏانهن منسوب ڪندا آهن. ۽ جيڪو

هن پاڻ بيان فرمايو آهي. اهو اهڙين صفتن کان آجو آهي، جيڪي بي دينن پنهنجي خواهش موجب هن سان منسوب ڪيون آهن. ۽ هن پاڻ بيان بہ ڪيون آهن. هو حي (جيئرو)، رحيم، مريد، قدير، سميع، بصير، متڪلم ۽ باقي آهي. سندس علم هن لاءِ حال جو مقام ناهي. سندس قدرت ۽ طاقت متس سختيءَ سان مڙهي نہ وئي آهي. هن جو سميع (ٻڌندڙ) ۽ بصير (ڏسندڙ) هجڻ ڪنهن بہ نواڻ جو محتاج ناهي. سندس ڪلام هن کان جدا ۽ ڪٽيل ناهي. هو پنهنجين قديم صفتن سان قائم آهي. معلومات هن جي علم کان ٻاهر ناهي. موجودات سندس ارادن جي آڏو بيوس آهن. هو جيڪو چاهيندو آهي، سو ڪندو آهي. هو اهوئي چاهيندو آهي جيڪو ڄاڻيندو آهي. مخلوق کي هن جي آڏو ڪوبہ اختيار ناهي. سندس حڪم اٽل آهن. سندس دوستن کي عاجزي کان سواءِ ڪو چارو ڪونهي. اهوئي چڱائي ۽ برائي (خير و شر) جا قدر قائم ڪندو آهي. اميد ۽ خوف هن وٽان آهن. نفعي ۽ نقصان جو خالق بہ پاڻ آهي. انهيءَ جو حڪم ئي جاري آهي. سندس ڪوبہ حڪم حڪمت کان خالي ناهي. قضا ۽ قدر جو مالڪ بہ پاڻ آهي. ڪنهن ڏانهن بہ سندس ميلاپ جي خوشبوءِ تہ آئي آهي. ڪوبہ هن تائين پهچي نٿو سگهي. سندس ديدار بهشت وارن لاءِ آهي. سندس چهري کي ڪنهن سان بہ تشبيهہ ڏيئي نٿي سگهجي. ڪيس آمهون سامهون ڏسڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. دنيا ۾ ولين لاءِ سندس مشاهدو جائز آهي. مشاهدي جو انڪار ٺيڪ ناهي. جيڪي ڪيس اهڙيءَ طرح سمجهن ٿا، اهي ڪنجڻ وارا ناهن ۽ جيڪي سندس برخلاف وڃن ٿا، اهي ديانت وارا ناهن. هن ڳالهہ ۾ گهڻيون ئي اصولي ۽ وصولي شيون آهن. مگر ڊيگهہ جي خوف کان مختصر لکان ٿو. مون هن فصل جي منڍ ۾ چيو هو، تہ توحيد ڪنهن شيءِ جي وحدانيت جي اقرار جو نالو آهي. اقرار علم کان سواءِ ٿي نٿو سگهي. اهل سنت والجماعت وحدانيت جي اقرار جو بنياد تحقيق تي رکيو ويو آهي. اسان جي سامهون ڪائنات جو ڪارخانو آهي، جنهن ۾ بيشمار نيون، عجيب ۽ لطيف شيون موجود آهن. اهي پنهنجو پاڻ وجود ۾ اچي نہ ويون آهن. هر شيءِ ۾ حادث (بي بقا) هجڻ جون نشانيون موجود آهن. انهن جو ڪو نہ ڪو ٺاهيندڙ (فاعل) هجڻ گهرجي، جنهن ڪين عدم مان وجود ۾ آندو آهي. زمين، آسمان، سج، چنڊ، زمين (خشڪي)، سمنڊ، جبل، رڻ پٽ، شڪليون، چرپر، هڪ جاءِ تي هجڻ (سڪون)، ڳالهائڻ، موت، حياتي، مطلب تہ انهن سيني شين لاءِ ڪو ڪاريگر ضروري آهي. ڪاريگر بہ ٻہ يا ٽي ٿي نٿا سگهن. فقط هڪڙو حي، عالم، قادر، لاشريڪ، شريڪن کان بي نياز ۽ ڪامل ٿي سگهي ٿو. فعل لاءِ فقط هڪ فاعل هئڻ گهرجي. جيڪڏهن هڪ کان وڌيڪ فاعل هوندا، تہ هڪ ٻئي جا محتاج هوندا. بيشڪ رب کان سواءِ ۽ پڪتي يقين سان فقط هڪڙو فاعل ٿي سگهي ٿو. هن ڳالهہ ۾ اسان سان ثانوين اختلاف ڪيو آهي، جيڪي نور ۽ ظلمت جو اثبات ڪندا آهن. مجوسين سان بہ اختلاف آهي، جيڪي يزدان ۽ اهرمن جي اثبات ۾ مبتلا آهن. طباعين سان بہ اختلاف آهي، جيڪي طبع ۽ طاقت جي اثبات جي قائل آهن. فلڪيات وارن کان بہ اختلاف آهي، جيڪي ستن تارن جي ثابتي لاءِ مست آهن. معتزلن سان بہ اختلاف آهي، جيڪي گهڻن خالقن ۽ ڪيترن ئي ڪاريگرن (صانع) کي مڃيندا آهن. مون سيني جي رد ۾ مختصر طور تي لکيو آهي ۽ ٿورا دليل ڪر آندا آهن. هن ڪتاب ۾ انهن جي ساري بڪواس تي تبصري ڪرڻ جي گنجائش ناهي. علم جي ...ب کي هن باري ۾ وڌيڪ واقفيت حاصل ڪرڻ لاءِ منهنجي هڪ ٻئي ڪتاب "الرعاية بحقوق الله" ...ن فائدو وٺڻ گهرجي. يا ٻين اڳين جي ڪتابن جو مطالعو ڪرڻ گهرجي. هاڻي مان اهي رمزون بيان ...س، جيڪي توحيد جي باري ۾ مشائخن لکيون آهن. انشاء الله العزيز.

(فصل)

حضرت جنيد جو مشهور قول آهي: التوحيد افراد القدم جن الحدث. "توحيد قديم کي حوادث کان جدا رکڻ جو نالو آهي". حوادث جي جاءِ کي قديم نہ سمجهڻ گهرجي، ۽ حوادث قديم جي جاءِ ٻڌجي نٿا سگهن. فقط الله جي ذات قديم آهي ۽ اسان محدث آهيون. اسان جي ڪابہ شيءِ هن سان پيوند ٿي نٿي سگهي، ۽ هن جي ڪنهن بہ صفت کي جذب ڪري نٿا سگهون. قديم جي محدث سان ڪابہ هم جنسيت ناهي. قديم حوادث جي وجود کان اڳ ۾ هو. جيئن ڪيس حوادث جي وجود کان اڳ ۾ حوادث سان ڪوبہ تعلق ڪونہ هو، اهڙيءَ طرح حوادث جي وجود ختم ٿيڻ کان پوءِ هو بي نياز رهندو.

هيءَ ڳالهه انهن ماڻهن جي خلاف آهي، جيڪي روح کي قديم سمجهندا آهن ۽ جن جو ذڪر اڳ ۾ اچي چڪو آهي. قديم کي حدث ۾ شريڪ ڄاتو ويندو يا محدث کي قديم جو جزو سمجهيو ويندو تڏهن الله جي قـدم ۽ دنيا جي حدوث متعلق ڪوبہ دليل باقي نہ رهندو. اهو دَ هريَن جو مذهب آهي. (خدا سندن خرابين کان حفاظت ۾ رکي). سڀني محدثات جون حرڪتون توحيد جا دليل آهن. اهي الله تعاليٰ جي قدرت تي گواهہ آهن ۽ سندس قـدم جو ثبوت آهن. انسان غافل آهي، جو پنهنجي دل ۾ غير کي جڳهہ ڏيندو آهي. ۽ غير جي ذڪر سان تسڪين حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. ياد رکو! جڏهن انسان جي موت ۽ حياتيءَ جي ڳالهه ۾ الله جي ذات جو ڪو شريڪ ناهي، تڏهن انساني سڪيا ۽ پالنا ۾ بہ ان جو ڪو شريڪ بڻجي نٿو سگهي.

حسين بن منصور جو قول آهي: اول قدم في التوحيد فناء التفريد. "توحيد ۾پهريون قدم تفريد کي ختم ڪندو آهي. تفريد آفتن کان جدا هجڻ جو نالو آهي". ۽ توحيد وحدانيت جو اقرار آهي. فريد (يگانو) هجڻ يا فرديت (يگانگي) الله کان سواءِ ٻين لاءِ بہ ثابت ٿي سگهي ٿو. هن صفت کي ٻين سان بہ نسبت ڏيئي سگهجي ٿي. وحدانيت ۾ غير جو تصور سمائجي نہ سگهندو، ۽ خدا جي ذات کان سواءِ هن صفت جو موصوف ڪوبہ ٿي نہ سگهندو. مطلب تہ عبارت جي لحاظ ڪهڙي مشترڪ طور تي استعمال ٿي سگهندي. توحيد فقط شرڪ جي انڪار (نفي) جو نالو آهي. توحيد ۾ پهريون قدم خدا سان شرڪ ڪرڻ جي نفي ڪرڻ لاءِ هوندو آهي. الله جي رستي ۾مختلف ڳالهين تان هٿ ڪڻڻ ضروري آهي. ڇو تہ جدا جدا ڳالهين جو تصور ڪري رستو وٺڻ اٿين آهي جيئن ڏيو ڪٽي رستو ڳولجي. حضرت حصري فرمايو آهي: اصلونا في التوحيد خمسة اشياء رفع الحدث و اثبات القدم و هجر الاوطان، و مفارقة الاخوان. "توحيد ۾ اسان جو اصول پنجن شين تي آهي: (1) حدث جي نفي (2) قـدم جي اثبات (3) وطن جي هجرت (4) يائرن کان جدائي (5) علم ۽ جهالت جو وسارو.

(1) حدث جي نفي جو مطلب هي آهي، تہ توحيد جي ڄاڻ (عرفان) جي لحاظ کان سڀني محدث جو انڪار (نفي) ڪيو وڃي ۽ الله جي ذات لاءِ محدث کي ناممڪن سمجهڻ گهرجي.

(2) قـدم جي اثبات مان مراد اها آهي، تہ الله جي ذات جي قديم هجڻ جو يقين رکجي. هن شيءِ جي سمجهاڻي حضرت جنيد جي قول ۾ اچي چڪي آهي.

(3) وطن جي هجرت، نفساني طور تي پاڻ ڏانهن ڏيان ڏيارينڊڙ ۽ دل کي تسڪين ڏيندڙ شين کي ڇڏي ڏيڻ ۽ اهڙين جڳهن کان منهن موڙڻ جو نالو آهي، جن ۾ فرحت ۽ راحت جي اميد هجي. الله وارن لاءِ دنيوي رسمن تان هٿ ڪڻڻ بہ وطن جي هجرت آهي.

(4) يائرن جي جدائي جي معنيٰ آهي، مخلوق کان منهن موڙڻ ۽ خدا ڏانهن موٽڻ آهي. توحيد واري جي دل غير کان محجوب (پردي ۾) هوندي آهي. جيتري قدر غير جو تصور گهٽو هوندو، اوتري قدر حجاب بہ وڌيڪ هوندو. راءِ جو اتفاق ان ڳالهه تي آهي، تہ جنهن صورت ۾ توحيد ذهني قوتن کي، الله ڏانهن لاڙي ڪرائڻ جو نالو آهي. تنهن صورت ۾ غير جي تصور کان تسڪين حاصل ڪرڻ، همٿ کي وڃائڻ وانگر ٿيندو.

(5) علم ۽ جهالت جو وسارو ائين آهي، تہ انساني علم شين جي اصلي حقيقت ۽ ڪيفيت جي باري ۾ هوندو آهي يا وري طبعيت ۽ جنس جي باري ۾. مگر اهو انساني علم جو ڪجهہ توحيد متعلق ثابت ڪندو آهي، توحيد ان جي نفي ڪندي آهي، جنهن شيءِ کي جهالت ثابت ڪندي آهي، اها پنهنجو پاڻ علم جي ابتڙ هوندي آهي، ڇو تہ جهالت جو توحيد سان ڪوبہ واسطو ڪونهي. غير جي غلبي کي ختم ڪرڻ کان سواءِ حقيقي توحيد جو علم حاصل نہ ٿيندو آهي، ۽ انساني علم ۽ جهالت غير جو غلبو هوندو آهي، تہ علم حاصل ٿيندو آهي، پر جيڪڏهن غفلت جو غلبو ٿي ويندو، تہ هو جاهل رهندو.

هڪ بزرگ فرمايو آهي: "هڪ دفعي مان حضرت حصري وٽ هئس. مون تي ننڊ جو غلبو ٿيو. مون خواب ۾ ڏٺو تہ ٻہ فرشتا آسمان کان حضرت حصري سان ڳالهائيندا رهيا هئا. پوءِ هڪڙي ٻئي کي چيو، تہ جو ڪجهہ حصري چئي رهيو آهي، اهو توحيد جو علم آهي، عين توحيد ناهي." مان جاڳيس تہ مون کي فرمايائين: مان توحيد جي علم کان سواءِ ٻيو

ڪجهہ بيان ڪري نٿو سگهان."

حضرت جنيد کان روايت آهي: التوحيد ان يكون العبد شخصا بين يدي الله تعاليٰ تجري عليه تصاريف تدبيره في مجاري احكام قدرته لجج بحار توحيد بالفناء عن نفسه و عن دعوت الخلق له و عن استجابة قربه بذهاب حسه و حركت لقيام الحق له فيما اراد منه و هو ان يرجع آخر العبد الي اوله فيكون كما كان قبل ان يكون حقيقة. "توحيد جو مفهوم هيءُ آهي، تہ "انسان الله آڏو پنهنجي اختيار ۽ ارادي تان هٿ کڻي. ان تي توحيد جي بيڪنار بحر ۾ فقط خدا جي قدرت جا حڪم هجن ۽ سندس ئي تدبير ڪم ڪندڙ هجي. اهو خدا جي ويجهڙائي ۽ توحيد جي حقيقت سان سرشار هجي. پنهنجي نفس ۽ مخلوق جي آواز کان بي نياز رهي. فنا جي مقام حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ سندس پنهنجو ارادو نہ هجي ۽ هو اهڙي منزل تي پهچي وڃي، جتي سندس اول ۽ آخر گڏجي وڃن. يعني اهڙو بڻجي وڃي جهڙو دنيا ۾ اچڻ کان اڳ ۾ هو." مطلب اهو آهي، تہ توحيد وارا الله تعاليٰ جي اختيار ۾ ڪوبہ دخل نہ ڏيندا آهن. هو پاڻ بہ نہ ڏسندا آهن، چو تہ الله جي ويجهڙائيءَ ۾ هو پنهنجو پاڻ ڪي وڃائي ويهندا آهن. ۽ سندن پنهنجي ڪابہ چُرپُر نہ هوندي آهي. جو ڪجهہ الله چاهيندو آهي، اهو مٿن طاري ٿيندو آهي. ايتري قدر جو هن ناچيز ذري جي حيثيت اها ٿي ويندي آهي، جيڪا الست واري ڏينهن تي هئي، يعني سوال ڪرڻ وارو بہ سچو ۽ جواب ڏيڻ وارو بہ سچو. ظاهر ۾ نشان انهيءَ ذري جو ئي هو. هن جو دنيا ۾ مخلوق سان ڪوبہ واسطو نہ رهندو آهي. ڪابہ شيءِ وڻندي آهي. توحيد جو علمبردار ڪنهن ڏانهن بہ ڌيان نہ ڏيندو آهي.

هن قول ۾ بشري صفتن جي فنا ٿيڻ ۽ الله جي جلال جي ظاهر ٿيڻ واري غلبي ڪي مجڻ ڏانهن اشارو آهي. انسان جون پنهنجيون وصفون فنا ٿي وينديون آهن. سندس حيثيت فقط هڪ هٿيار واري وڃي بيهندي آهي. هو هڪ اهڙو لطيف جوهر بڻجي ويندو آهي. جو جيڪڏهن سندس جگر ڪي نيزو لڳي، تڏهن بہ ڪيس خبر نہ پوي. اهو نيزو بہ اهڙو هجي، جو جيڪڏهن مسيلم (ڪذاب) جي پٺيءِ ۾ لڳي، تہ ان ڪي بہ ٽڪر ڪري ڇڏي. مطلب تہ سندس سموريون صفتون فنا ٿي وڃن ٿيون. سندس جسم الله جي رازن جي جاءِ بڻجي وينيدو آهي. سندس گفتگوءَ جو واسطو بہ الله جي ذات سان هوندو آهي. سندس ڪمن (افعال) جي نسبت بہ انهيءَ ڏانهن ۽ هر صفت جو قيام بہ انهيءَ سان هوندو آهي. شرعيت جو حڪم مٿس حجت پوري ڪرڻ لاءِ رهجي ويندو آهي. ٻيءَ حالت ۾ هو پاڻ ڪنهن شيءِ ڏانهن ڏسڻ جي قابل نہ هوندو آهي.

اهو عالم، رسول الله ﷺ جن جو هو. معراج جي رات ويجهڙائيءَ واري مقام تي پهتا. انهيءَ ويجهڙائيءَ لاءِ فاصلي جي ضرورت هئي، پر پاڻ فاصلي ڪانسواءِ پهتا. اهو مقام انساني عقل کان مٿي ۽ وهم گمان جي دائري کان ٻاهر هو. پاڻ ممڪنات جي عالم کان گم ٿي ويا ۽ بشري صفتن جي فنا ۾ مخفي رهيا. صفتن جي فنا ۾ حيران هئا. سندن طبعي ترتيب ۽ مزاج جي اعتدال واري حالت (وچٿري حالت) پريشان ٿي وئي. نفس دل واري، دل جان واري، جان باطن واري ۽ باطن الله جي ويجهڙائي واري مرتبي تي پهچي ويا. پاڻ هر شيءِ جي موجودگيءَ ۾ هر شيءِ کان آزاد رهيا ۽ وجود جو جامو لاهڻ چاهيائون. مگر الله تعاليٰ جي نظر ۾ حجت جو پورو ڪرڻ هو. حڪم ٿين تہ پنهنجي حال تي قائم رهن. اهو حڪم قوت جو سبب بڻيو. انهيءَ قوت کين سهارو ڏنو. پنهنجي فنا سان بقا بالله جو مرتبو ماڻيائون. واپس اچڻ تي فرمايائون: انا لست ڪاحدڪم انِي ابيت عند ربي فيطعمني و يسقيني. "مان اوهان وانگر نہ آهيان. مان الله جي حاضريءَ ۾ رات گذاريندو آهيان. اهو مون کي کارائيندو ۽ پياريندو آهي." يعني، منهنجي زندگي ۽ بقا ان سان ٻڌل آهي. وري فرمايائون: لي مع الله وقت لا يسعني فيه ملك مقرب ولا نبي مرسل. "مون کي الله سان اهڙو وقت بہ گذارڻو پوندو آهي. جو ان وقت کو ويجهڙو فرشتو يا مرسل نبي بہ وچ ۾ اچي نہ سگهندو آهي." حضرت سهل بن عبدالله تستري جو قول آهي: ذات الله موصوفة بالعلم غير مدركة بالاحاطة ولا مرئية بالابصار في دارالدنيا و هي موجودة بحقائق الايمان من غير حد ولا احاطة ولا حلول و تراه العيون في العقبيٰ ظاهراً و باطناً في ملكه و قدرته قد حجت الخلق من معرفة عنه ذاته و دلهم عليه بآية والقلوب تعرفه والعقول لاتدركه ينظر اليه المومنون بالابصار من غير احاطه ولا ادراك. "الله تعاليٰ علم جي صفت جو موصوف آهي. مگر سندس ڄاڻ (ادراڪ) ظاهري ۽ باطني حواسن سان ٿي نہ سگهندو آهي. نظر ڪيس ڏسي نہ

سگھندي آهي. هو ايمان جي حقيقت ۾ حد، حلول (گڏجڻ جي حالت) ۽ دريافت ۾ موجود آهي. الله تعاليٰ انسان کي پنهنجي ذات جي حقيقت سمجهڻ کان قاصر رکيو آهي، ۽ پنهنجي قدرت جي دليلن کي مخلوق جي رهبري جو وسيلو بڻايو آهي. عارفن جون دليون کيس ڄاڻنديون آهن، ۽ عقل کي ڪوبہ پتو نہ پوندو آهي. ايمان وارا قيامت جي ڏينهن الله تعاليٰ جي ماهيت کي سمجهڻ کانسواءِ سندس ديدار ڪندا. اهو جملو توحيد جي سڀني حڪمن جو نچوڙ آهي.

حضرت جنيد فرمايو آهي: اشرف الكلمة في التوحيد قول ابي بكر رضي الله عنه سبحان من لم يجعل لخلقة سبيلاً الىٰ معرفة الا بالعجز عن معرفة. "توحيد جي باري ۾ سڀ کان پختو ۽ حڪمت وارو قول حضرت ابوبكر رضي الله عنه جو آهي، تہ اها پاڪ ذات آهي جنهن پنهنجي معرفت لاءِ ٻانهن واسطي عجز جي ظاهر ڪرڻ کانسواءِ ڪوبہ رستو نہ ڇڏيو آهي." عام ماڻهو حضرت ابوبكر رضہ جي انهيءَ قول متعلق غلطي ڪندا آهن، هو سمجهندا آهن، تہ معرفت کان عاجز ٿيڻ، معرفت نہ هجڻ جهڙو آهي. اهو ناممکن آهي، ڇو تہ عاجز هجڻ، موجود رهڻ سان واسطو رکندو آهي. معدوم سان هن جو واسطو ٿي نہ سگهندو آهي. مُردو حياتي کان عاجز نہ ٿيندو آهي مگر موت جي حالت ۾ موت کان عاجز ٿيندو آهي، ڇو تہ سندس قوت کي عجز جو نالو ڏيئي نٿو سگهجي. اهڙيءَ طرح انڌو نظر کان عاجز نہ ٿيندو آهي، مگر انڌائپ جي حالت ۾ انڌائپ کان عاجز ٿيندو آهي. لُولو لنگڙو (معذور) بيهڻ کان عاجز نہ ٿيندو آهي، مگر ويٺي ويهڻ کان عاجز ٿيندو آهي. انهيءَ حالت ۾ معرفت حاصل ڪرڻ هڪ گهرج (احتياج) جي شڪل اختيار ڪندي آهي. حضرت ابوبكر رضہ جو اهو قول لڳ ڀڳ اهڙو آهي جهڙو ابوسهل صعلوڪي ۽ ابوعليٰ دقاق بيان ڪيو آهي يعني اڳ ۾ ڪسبي (محنت سان حاصل ڪيل) هوندي آهي ۽ آخر ۾ ضروري ٿي ويندي آهي اهو علم ضروري هوندو آهي جيڪو موجود بہ هوندو آهي ۽ ان کي حاصل ڪرڻ يا ڇڏي ڏيڻ تي علم واري کي اختيار نہ هوندو آهي، ان قول موجب توحيد انساني قلب تي رحماني ڪم آهي.

حضرت شبلي فرمايو آهي: التوحيد حجابُ الموحد عن جمال الاحدية. "توحيد خدا جي جمال ۽ موحد جي وچ ۾ پردو هوندو آهي. توحيد کي ٻانهي جو فعل سڏيو، تہ ٻانهي جي فعل جي مشاهدي جو سبب (علت) ٿي نہ سگهندو ۽ عين مشاهدي جي حالت ۾ جيڪا شيءِ مشاهدي جو سبب نہ هوندي، اها حجاب آهي. ٻانهو پنهنجي سمورين وصفن سان بہ غيرالله هوندو آهي، ڇو تہ جيڪڏهن ٻانهي جي ڪنهن صفت کي الله جو حصو (جزو) سمجهيو ويندو تہ پوءِ ٻانهي کي بہ الله سمجهڻو پوندو. ان صورت ۾ موحد، توحيد ۽ احد ٽيئي هڪٻئي جو سبب (علت) بڻجي ويندا. اهو عيسائين جي عقيدي وانگر "ٽن ۾ ٽيون" رهجي ويندو. طالب لاءِ جيڪا صفت توحيد جي رستي ۾ فنا جي روڪ ڪندڙ هوندي، اها صفت حجاب هوندي ۽ طالب موحد نہ هوندو. جڏهن اهو ثابت آهي تہ الله جي ذات کانسواءِ هر شيءِ باطل آهي ۽ طالب الله جي ذات کانسواءِ ٻيو ڪجهہ آهي، تنهنڪري سندس سموريون صفتون الله جي جمال جي ديدار ۾ باطل آهن. لاالـہ الاالله جو اهوئي تفسير آهي.

مشهور آهي، تہ حضرت ابراهيم خواص، حسين بن منصور جي زيارت لاءِ ڪوفي ويو. حسين پڇيس: "اي ابراهيم! تو پنهنجو وقت ڪيئن گذاريو؟" هن جواب ڏنو: "مون پنهنجو پاڻ کي توڪل تي ڇڏي ڏنو" حسين چيو: يا ابراهيم ضيعت عمرک في عمران باطنک فاين الفناء في التوحيد. "اي ابراهيم! تو پنهنجي عمر باطن کي آباد ڪرڻ ۾ برباد ڪري ڇڏي. الله جي توحيد جي رستي تي تنهنجي فنا ڪيڏانهن ويئي؟" يعني، توکي توحيد ۾ فنا ٿيڻ گهربو هو.

توحيد متعلق گهڻائي قول آهن. هڪ جماعت کيس بقا جو نالو ڏيندي آهي، ڇو تہ بقا کانسواءِ صفت موجود نہ هوندي آهي. ٻي جماعت سمجهندي آهي، تہ فنا کانسواءِ توحيد جي ڪابہ صفت ٿي نہ سگهندي آهي. انهن قولن کي "جمع ۽ تفرقي" جي لحاظ کان ڏسڻ گهرجي. (ٻانهي جي بقا جمع ۽ ٻانهي جي فنا تفرقو آهي.) مان چوان ٿو تہ توحيد جا اسرار الله جي عطا آهن، جن جو بيان ڪري ٿو سگهجي. ڪوبہ ماڻهو انهن کي عبارت ۾ ظاهر ڪري نٿو سگهي، ڇو تہ عبارت ۾ آيل هڪٻئي جا غير هوندا آهن. غير کي ثابت ڪرڻ شريڪ کي ثابت ڪرڻ وانگر آهي، اهو هڪ کيل بڻجي ويندو. موحد، الله جو ٻانهو هوندو آهي، کيل تماشي ڏسڻ وارو نہ هوندو آهي. توحيد جا حڪم ۽ معرفت وارن جا قول اهي آهن، جيڪي مون مختصر طور تي بيان ڪيا آهن. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

## (ٽئين حجاب جو کُلڻ- ايمان)

الله تعاليٰ فرمايو آهي: يا ايها الذين امنوا بالله و رسوله. "اي ايمان وارؤ! الله ۽ ان جي رسول تي ايمان آڻيو." ڪنهن ٻي جاءِ تي فرمان آهي: يا ايها الذين امنوا. اي ايمان وارو! پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: الايمان ان تومن بالله ملائڪته و ڪتبه. "ايمان اهو آهي، الله تعاليٰ جي فرشتن ۽ ڪتابن تي آندو وڃي." سنت جي لحاظ کان ايمان دل جي تصديق جو نالو آهي. شرعيت ۾ ايمان متعلق مختلف ماڻهن جا مختلف خيال آهن. معتزلن جي عقيدي موجب سڀ عملي عبادتون ايمان جو جزو آهن. سندن خيال موجب ڪبيره گناهه ڪندڙ ايمان مان نڪري ويندو آهي. خارجين جو به اهوئي عقيدو آهي. اهو هر گناهه ڪندڙ ماڻهوءَ کي ڪافر سمجهندا آهن. هڪ ٻي جماعت ايمان کي فقط قول تائين محدود سمجهندي آهي. هڪ جماعت وري فقط معرفت کي ايمان ڄاڻندي آهي. اهل السنت و الجماعت جي متڪلمين (فلاسافرن) جي هڪ جماعت قلب جي پوري پوري تصديق کي ايمان چوندي آهي. انهن موجب ايمان قلب جي وسيع ڪيفيت آهي ۽ اهائي ڪيفيت اقرار ۽ عمل جو ڪم ڏيندي آهي. مون به ايمان متعلق هڪ ڪتاب لکيو آهي، مگر هتي فقط صوفين جي وڏن مشائخن جي عقيدي جو بيان ڪرڻو آهي. صوفي مشائخن جون ٻه جماعتون آهن. هڪڙيءَ جو چوڻ آهي، ته ايمان لاءِ قول، تصديق ۽ عمل جي ضرورت آهي. فضيل بن عياض بشر حافي، خيرالنساج، سمنون المحب، ابوحمزو بغدادي، محمد حريري ۽ ٻيا ڪافي بزرگ، فقيهه ۽ يقين وارا هن جماعت سان واسطو رکندا آهن.

ٻيءَ جماعت جي خيال موجب، ايمان، قول ۽ تصديق جو نالو آهي. ابراهيم بن ادهم، ذوالنون مصري، بايزيد بسطامي، ابوسليمان داراني، حارث محاسبي، جنيد بغدادي، سهل بن عبدالله تستري، شفيق بلخي، حاتم اصم، محمد بن فضل بلخي، سڀ انهيءَ عقيدي جا ماڻهو آهن. انهن کان سواءِ امام مالڪ، امام شافعي ۽ امام احمد بن حنبل پهرئين جماعت جا هم خيال آهن. امام ابوحنيفي جا خليفا مثلاً: امام ابويوسف، محمد بن حسن ۽ دائود ڪائي ٻي جماعت سان شامل آهن. حقيقت ۾ سندن اختلاف فقط لفظي آهي، معنيٰ جي لحاظ کان ڪو اختلاف ڪونهي. هاڻي مان مختصر طور تي ايمان جي معنيٰ جو بيان ڪندس، جيئن حقيقت ظاهر ٿي وڃي ۽ ڪجهه به ايمان جي اصليت جي باري ۾ ابتڙ نه ڄاتو وڃي. انشاء الله تعاليٰ. توفيق الله جي هٿ ۾ آهي.

### (فصل)

معلوم هئڻ گهرجي، ته سڀي اهل سنت و الجماعت، تصوف ۽ معرفت وارا ان ڳالهه تي متفق آهن، ته ايمان جو اصل به آهي ۽ فرع به آهي. ايمان جو اصل قلب جي تصديق فرع، الله جي حڪمن جي پيروي آهي. عام طور تي فرع کي استعاري طور اصل نالو ڏنو ويندو آهي، جيئن سج جي نور کي سج ئي سڏيو ويندو آهي. اهڙيءَ طرح عبادت کي ايمان سڏيو ويندو آهي، جو ته ان کان سواءِ عذاب کان بچي نه سگهبو.

خدا جا حڪم پورا ڪيا نه ويندا، ته فقط قلب جي تصديق ڪافي نه ٿيندي. جيڪو عبادت وڌيڪ ڪندو، اهو عذاب کان وڌيڪ محفوظ رهندو. عبادت تصديق سان گڏ عذاب کان حفاظت ۾ رکڻ جو سبب (علت) آهي، تنهنڪري هڪڙي جماعت عبادت کي ئي ايمان چئي ڏنو. ٻي جماعت جو چوڻ آهي، ته عذاب کان حفاظت ۾ رهڻ جو سبب عبادت نه پر معرفت آهي، جو ته جيڪڏهن عبادت موجود هجي ۽ معرفت موجود نه هجي، ته عبادت ڪنهن به طرح سان ڪارگر نه ٿي سگهندي. ان جي ابتڙ جيڪڏهن معرفت موجود هجي، ۽ عبادت موجود نه هجي، ته بانهو آخرڪار ڇوٽڪارو حاصل ڪري وٺندو. الله تعاليٰ پنهنجي فضل سان هن جون ڪمزوريون درگذر ڪري ڇڏيون، يا پيغمبر ﷺ جن جي شفاعت ڪم ڪندي، يا وري گناهه موجب سزا ڏيئي، جهنم کان ڇوٽڪارو ڏنو ويندو ۽ هو بهشت ۾ پهچي ويندو. معرفت وارا خطاڪار هوندا تڏهن به معرفت جي ڪري هميشه جهنم ۾ نه رهندا. عمل وارا فقط عمل ڪري الله جي معرفت کان سواءِ بهشت ۾ داخل نه ٿيندا. ان مان ثابت ٿيو، ته عبادت عذاب کان ڇڏائڻ جو سبب (علت) ناهي. هن موضوع جي باري ۾ هڪ حديث به

آهي. پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: لن ينجوا احد كم بعمله قيل ولا انت يا رسول الله قال ولا انا الا ان يتغمدني الله برحمته. "اوهان مان ڪوبہ فقط عمل جي ڪري نجات حاصل نہ ڪندو". صحابين سڳورن عرض ڪيو: يا رسول الله ﷺ ڇا توهان بہ؟ ارشاد فرمايائون: "هائو، مان بہ، مگر الله تعاليٰ مون کي پنهنجي رحمت جي پاڪر ۾ وٺندو."

ظاهر ٿيو، تہ ايمان اصل ۾ الله جي معرفت، اقرار ۽ عملن جي قبول ٿيڻ جو نالو آهي. ان ڳالھ تي هر هڪ جماعت جو اتفاق آهي تہ معرفت الله جي صفتن جي ڪري حاصل ٿيندي آهي. الله جون صفتون خاص طور تي ٽن صورتن ۾ ظاهر ٿينديون آهن. اول اهي صفتون جيڪي سندس جمال سان واسطو رکنديون آهن. ٻيون اهي، جيڪي سندس جلال سان، ۽ ٽيون اهي، جيڪي سندس ڪامل سان واسطو رکنديون آهن. ڪمال تائين وڃڻ جو ڪوبہ رستو ڪونهي. ان هوندي بہ ايتري قدر آهي، جو ان جي ڪمال جو اعتراف ڪيو وڃي (مڃيو وڃي) ۽ گهٽتائين جو انڪار ڪيو وڃي. باقي رهيا جلال ۽ جمال. جنهن جي آڏو الله جو جمال هوندو، اهو هميشہ ديد جو طالب رهندو. جنهن جي آڏو جلال هوندو، اهو پنهنجين صفتن کان هميشہ نفرت ڪندو، ۽ سندس دل هميشہ خوف ۽ هيبت ۾ مبتلا رهندي، ۽ محبت جي شوق جو اثر رهندو. بشري صفتن ۾ نفرت شامل رهندي آهي، ان ڪري بشري حجاب ڪولڻ لاءِ محبت تي آهي ۽ محبت جي تقاضا فرمانبرداري آهي. ڇو جو جڏهن دوستي دل ۾ ايندي آهي، تڏهن اک کي ديدار نصيب ٿيندو آهي. جڏهن جان عبرت جو مقام بلڪ دل مشاهدي جو مقام بڻبي آهي، تڏهن جسم لاءِ لازمي آهي، تہ حڪم عدولي نہ ڪري. جيڪڏهن ڪو هن ڳالھ جي ابتڙ چوي تہ ۽ حڪمن جي تعميل نہ ڪندو هجي، تہ اهو معرفت کان قطعي طور تي واقف ناهي. هن زماني ۾ اهو فتنو صوفين ۾ ظاهر ظهور نظر ايندو آهي، ملحد (بي دين) ماڻهن انهيءَ قسم جي صوفين جي ظاهري بزرگي ۽ منزلت کي ڏٺو آهي، ۽ پاڻ کي انهن جي رستي تي آندو آهي ۽ چوندا آهن، تہ عبادت (طاعت) جي تڪليف صرف ان وقت تائين آهي، جيستائين معرفت حاصل ٿئي، ۽ معرفت حاصل ٿيڻ کان پوءِ دل کي شوق جو مقام حاصل ٿيندو ۽ طاعت جي ڪابہ ضرورت نہ ٿيندي، اهو قطعي طور تي غلط آهي. معرفت حاصل ٿيڻ سان دل ۾ شوق جاڳندو ۽ حڪمن جي تعميل لاءِ وڌيڪ عزت پيدا ٿيندي. اهو نيڪ آهي، تہ فرمانبردار (طاعت گذار) اهڙي مقام تي پهچي ويندو، جو طاعت ان لاءِ تڪليف جو سبب نہ بڻبي، مگر طاعت جي توفيق زيادہ ٿيندي، ايتري قدر جو حڪمن جي تعميل جيڪا تڪليف محسوس ٿيندي آهي، اها تڪليف نہ رهندي، اها شيءِ هڪ وڏي شوق کان سواءِ حاصل نہ ٿيندي آهي. ڪي ماڻهو ايمان کي فقط الله جي عطا سمجهندا آهن. ڪي وري ٻانهي ڏانهن منسوب ڪندا آهن. ماوراءُ النهر جي علائقي ۾ اهو اختلاف تمام گهڻو ظاهر ٿيو آهي. ياد رکو، تہ ايمان کي الله جي طرف کان سمجهڻ مڪمل طور تي جبر جي اقرار ڪرڻ جهڙو آهي، ڇو تہ ائين ڪرڻ سان هو محض مجبور بڻجي ويندو. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ايمان فقط ٻانهي جي طرف کان ڄاتو ويندو تہ قدر جو اثبات قبول ڪرڻو پوندو. اسان ڄاڻون ٿا، تہ انسان الله تعاليٰ جي رهنمائي کان سواءِ عرفان حاصل ڪري نہ سگهندو. اصل ۾ توحيد جو رستو جبر کان ٻاهر ۽ قدر کان مٿانهون آهي، ايمان ٻانهي جو فعل آهي، جيڪو الله جي هدايت هيٺ ظاهر ٿيندو آهي، ڇو تہ تہ جنهن کي الله منزل کان گمراھ ڪري ڇڏيندو، ان کي ڪوبہ راھ ڏيکاري نہ سگهندو، ۽ جنهن کي هو سڌو رستو ڏيکاريندو، ان کي ڪوبہ گمراھ ڪري نہ سگهندو. الله جو فرمان آهي: فَمَن يُرِدِ اللهُ اَن يَهدِيَهُ يَشرَح صَدرَهُ لِلاِسلام وَمَن يُرِد اَن يُضِلَّهُ صَدرَه ضَيِّقاً حَرَجاً. " الله تعاليٰ جنهن کي هدايت ڏيڻ جو ارادو ڪندو آهي، ان جو سينو اسلام لاءِ ڪولي ڇڏيندو آهي، ۽ جنهن کي گمراھ ڪرڻ چاهيندو آهي، ان جي سيني ۾ تنگي ۽ ڏنگائي اچي ويندي آهي." ايمان ۽ سلامتي جي رستي جي آرزو الله تعاليٰ جو انعام آهي. آرزو ڪرڻ ٻانهي جو ڪم آهي. دل ۾ هدايت جي آرزو جي نشاني الله جي توحيد تي عقيدو رکڻ آهي. اک جو حرام شين کان بچڻ، قدرت جا دليل ڏسڻ، عبرت حاصل ڪرڻ، ڪَن جو الاهي ڪلام ٻڌڻ، معدي جو حرام غذا کان خالي رهڻ، زبان جو سچ ڳالهائڻ، جسم جو حرام شين کان پرهيز ڪرڻ، اهو سڀ ڪجھ ان لاءِ آهي تہ عقيدو، عقيدي جي دعوا سان گڏ هجي، يعني جيڪا دعوا زبان ڪري، ان کي عمل سان پورو بہ ڪيو وڃي. اهي ماڻهو (جبر ۽ قدر جا قائل) ايمان ۽ معرفت ۾ گهٽتائي ۽ واڌاري جا قائل آهن. حالانڪ اهي شيون يڪراءِ مجيل آهن. تہ الله جي معرفت

گهٽ يا وڌ ٿيڻ کان آزاد آهي، چو تہ جيڪڏهن معرفت زياده ٿي سگهي ها يا ڪيس نقصان جو انديشو هجي ها، تہ معروف بہ زيادتي ۽ نقصان ۾ هجي ها. معروف ان ڳالهہ کان آزاد آهي. ان ڪري معرفت بہ آزاد آهي. ناقص معرفت تہ معرفت ئي نہ هوندي آهي. البت عمل ۽ فرع (شاخ) ۾ گهٽ وڌ ٿيڻ ممڪن آهي. انهيءَ تي بہ اتفاق آهي، تہ طاعت ۾ گهٽ وڌ ٿيڻ روا آهي. حشوي مڪتب جا ماڻهو، جيڪي انهن ٻنهي جماعتن سان واسطي رکڻ جي دعوا ٿا ڪن، اهو مسئلو گوارا نٿا ڪن، چو تہ حشوين جي هڪ جماعت طاعت کي مڪمل ايمان سمجهندي آهي، ۽ ٻي جماعت ايمان کي فقط اڪيلي قول جي حيثيت ڏيندي آهي. اهي ٻئي ڳالهيون انصاف جي ابتڙ آهن.

ايمان اصل ۾ ٻانهي جي سڀني صفتن جي، الله جي طلب ۾ صرف ٿيڻ جو نالو آهي. الله جي سڀني طالبن کي اهو مڃڻ گهرجي تہ جڏهن معرفت جو سلطان غلبو ڪندو آهي، تڏهن ناشناسي (نہ مڃاڻ واري حالت) ختم ٿي ويندي آهي. ايمان واري جاءِ تي ناشناسي جو ڪوبہ ڪم ناهي. بزرگن جو چوڻ آهي: اذا طلع الصباح بطل المصباح. "جڏهن صبوح ٿيو، تڏهن ڏيو (چراغ) بيڪار ٿي ويو." يعني اهو ڏينهن جو دليل ظاهر ٿيو. اتي گفتگو جي جاءِ نہ هئي، چو تہ روشن ڏينهن لاءِ دليل ڏيڻ بي معنيٰ ڳالهہ آهي.

الله تعاليٰ فرمايو آهي: اِنَ المَلُوکَ اذا دَخَلُوا قَريہ اَفسَدوها. "جڏهن بادشاهہ ڪنهن وستيءَ ۾ داخل ٿيندا آهن، تڏهن ان کي تباهہ ڪري ڇڏيندا آهن." مطلب اهو آهي، تہ جڏهن عارف جي دل معرفت جي نور سان چمڪندي آهي، تڏهن ناشناسي، وهم، شڪ ۽ گمان سڀ ختم ٿي ويندا آهن ۽ معرفت جي انتها حواسن ۽ خواهش کي پنهنجي وس ۾ آڻي ڇڏيندي آهي. ان حالت ۾ هو نہ ٿيڻ جهڙا ڪم ڪندو آهي ۽ نہ چوڻ جهڙيون ڳالهيون چئي ڏيندو آهي. اهو سڀ ڪجهہ معرفت جي حد ۾ ٿيندو آهي. هڪ دفعي حضرت ابراهيم خواص کان ايمان جي حقيقت متعلق پڇيائون. هن فرمايو: "مان ڪجهہ بہ چئي نٿو سگهان. منهنجي گفتگو (تقرير) رڳي عبارت آرائي ٿيندي. جواب صرف عمل سان ڏئي سگهبو. اوهان جو ارادو هجي تہ مون سان ڪٺا رهو. جيئن اوهان کي پنهنجي سوال جو جواب ملي سگهي". سائل ائين ئي ڪيو. جڏهن جهنگ ۾ پهتا، تہ اهو ٿيو جو هر رات بہ مانيون ۽ پاڻيءَ جا بہ پيالا (غيب کان) نازل ٿيندا رهيا. هڪ هن ڪٽي تي ورتو ۽ ٻيو سائل کي ٿي مليو. هڪ ڏينهن هڪ ڪراڙو گهوڙي سوار ظاهر ٿيو. ابراهيم خواص کي ڏسي هو گهوڙي تان لٿو. ٻنهي پاڻ ۾ ڪجهہ ڳالهيون ڪيون. اهو مسافر پنهنجي گهوڙي تي سوار ٿيو، ۽ هليو ويو. سائل پڇا ڪئي، تہ اهو ڪراڙو ماڻهو ڪير هو؟ جواب مليس تہ اهو سندس سوال جو جواب هو. عرض ڪيائين، تہ ڪيئن؟ هن فرمايو: "اهو خضرعليہ السلام هو. مون کي پنهنجو همر نشين ڪرڻ ٿي چاهيائين. مگر مون انڪار ڪيو، چو تہ مون کي خوف ٿيو تہ ساڻس گڏ رهڻ ۾ متان الله تعاليٰ کي ڇڏي، هن تي ڀروسو رکان، ۽ منهنجي توڪل برباد ٿي وڃي" ايمان جي حقيقت اها آهي، تہ توڪل جي حفاظت ڪئي وڃي. الله تعاليٰ فرمايو آهي: وَعَلي الله فَتَوَ کلُوا اِن کُنتُم مومِنِين. "جيڪڏهن ايماندار آهيو، تہ الله تعاليٰ تي ڀروسو رکو."

حضرت محمد بن خفيف فرمايو آهي: الايمان تصديق القلب بما علم بہ الغيوب. "ايمان ان شيءِ تي ڀروسي رکڻ جو نالو آهي، جيڪو غيب مان دل تي ظاهري ٿئي." چو تہ صحيح ايمان، غيب تي ايمان آڻڻ آهي. الله تعاليٰ کي ظاهري اک سان ڏسي نٿو سگهجي، ۽ الله جي مرضيءَ کان سواءِ اسان جو ايمان بہ قائم رهي نٿو سگهي. عارفن جي معرفت ۽ عالمن جو علم فقط ان جي چاهڻ سان حاصل ٿيندو آهي. هن ئي دلين کي عرفان ۽ علم عطا ڪيو آهي. علم ۽ معرفت انساني ڪسب (محنت) داخل ناهن. جو ماڻهو الله جي معرفت سان دل ۾ يقين پيدا ڪندو آهي، اهو سچو مومن ۽ الله سان واصل هوندو آهي.

هن مضمون متعلق مان پنهنجي ڪنهن ڪتاب ۾ گهڻو ڪجهہ لکي چڪو آهيان. اتي بس ٿو ڪريان، جيئن ڪتاب ڊگهو ٿي نہ وڃي. هاڻي معاملات (اعمال) ڏانهن ڏيان ٿو ڏيان ۽ انهن تان پردا ٿو لاهيان. انشاء الله تعاليٰ العزيز.

## (چوٿين حجاب جو کلڻ - پاڪائي)

ايمان کان پوءِ سڀ کان پهرئين شيءِ جيڪا ٻانهي تي فرض آهي، اها نماز لاءِ پاڪائي (طهارت) آهي، جنهن جو

مطلب، تہ بندن کي نجاست (پليدي) ۽ جنابت (احتلام يا ڪنهن سبب کان منيءَ جو نڪرڻ) کان پاڪ ڪرڻ آهي. بدن جا ٽي پيرا عضوا ڌوئڻ ۽ مٿي کي مسح ڪرڻ (پاڻيءَ سان ڇهڻ) آهي ۽ اهي بہ شرعيت جي حڪمن موجب. جيڪڏهن پاڻي نہ هجي، يا مرض جي سختي هجي تہ تيمم (مٽيءَ سان وضو) ڪرڻ گهرجي. ان باري ۾ سيني کي سمورا حڪم معلوم آهن. طهارت جون بہ صورتون آهن: هڪڙي بدن جي طهارت ۽ ٻي دل جي طهارت. بدن جي طهارت کان سواءِ نماز ٺيڪ نہ ٿيندي. اهڙيءَ طرح دل جي طهارت کان سواءِ معرفت ٺيڪ نہ ٿيندي. بدن جي طهارت لاءِ پاڻيءَ جي ضرورت هوندي آهي. خراب ۽ استعمال ڪيل پاڻي ڪم نہ ايندو آهي. اهڙيءَ طرح دل جي مهارت لاءِ الله جي خالص توحيد جي ضرورت هوندي آهي. پريشاني وارو عقيدو بيڪار آهي. صوفي سڀئورا هميشه بدن جي طهارت کان سواءِ باطني طهارت بہ آڏو رکندا آهن. پيغمبر ﷺ جن هڪ صحابيءَ کي فرمايو: دُم علي الوضوءِ يُحبك حافظاك. "هميشه وضوءَ سان رهو، تہ ٻئي محافظ فرشتا اوهان کي دوست رکن". الله تعاليٰ فرمايو آهي: ان الله يحب التوابين ويحب المتطهرين. "الله تعاليٰ توبهہ ڪندڙن ۽ پاڪ رهڻ وارن کي دوست رکندو آهي". جيڪو ظاهري طهارت کي قائم رکندو آهي، ملائڪ ان جي دوستي جو دم ڀريندا آهن. جيڪو باطني طهارت يعني الله جي توحيد تي قائم رهندو آهي، ان کي الله تعاليٰ دوست رکندو آهي. پيغمبر ﷺ جن دعا گهرندا هئا: اللهم طهر قلبي من النفاق. "اي منهنجا موليٰ! منهنجي دل کي نفاق کان پاڪ ڪر." پاڻ ڪريم ﷺ جن جي قلب ۾ نفاق ڪنهن بہ صورت ۾ اچي نٿي سگهيو. پنهنجي ڪرامتن کي محسوس ڪرڻ، خدا جي غير کي ثابت ڪرڻ جهڙو آهي، ۽ غير کي ثابت ڪرڻ توحيد جي مقام ۾ نفاق وجهڻ جي برابر آهي. مشائخ سڳورن جي ڪرامت جي ڳالهہ مريدن لاءِ هر لحاظ کان بصيرت وڌائيندڙ آهي، تڏهن اها ڳالهہ ڪمال جي لحاظ کان الله تعاليٰ ۽ پاڻهي جي وچ ۾ هڪ وڏو پردو آهي، جو تہ خدا کان سواءِ ٻئي ڏانهن ڏيان ڏيڻ آفت وانگر آهي. انهي بنياد تي حضرت با يزيد فرمايو آهي: نفاق العاشقين افضل من اخلاص المريد. "عاشقن جو نفاق مريدن جي اخلاص کان افضل آهي." يعني جيڪو مريد جو مقام هوندو آهي، اهو ڪامل لاءِ حجاب هوندو آهي، جو تہ مريد ڪرامت حاصل ڪرڻ لاءِ آتو هوندو آهي، ۽ ڪامل ڪرامت عطا ڪرڻ وارو يعني خدا جي ذات جو طالب هوندو آهي. مطلب، تہ ڪرامتن جو ثبوت حق وارن لاءِ نفاق جي برابر هوندو آهي. اهو ئي حال اهڙي هر شيءِ جو آهي جنهن جو ڏسڻ غيرالله ڏانهن ڏسڻ جهڙو هجي. الله تعاليٰ جي دوستن جي جيڪا آفت ايندي آهي، اها گنهگارن جي نجات لاءِ هوندي آهي ۽ گنهگارن تي جيڪا آفت ايندي آهي، اها گمراهن جي ڇوٽڪاري لاءِ هوندي آهي. جيڪڏهن ڪافرن کي پتو پئي، تہ سندن ڪفر خدا تعاليٰ کي نٿو وڻي، (جيئن گنهگار ڄاڻندا آهن، تہ هو ڪفر جي چنبي کان نڪتل آهن. جيڪڏهن ڪين پتو پئي تہ انهن جا ڪم نقصان جا ڪم آهن. جيئن الله جي دوستن کي خبر آهي) جيڪر هوگناهن کان آزاد ٿي وڃن ۽ سمورين آفتن ۽ خراب ڳالهين کان پاڪ ٿي وڃن. ظاهري طهارت ۽ باطني طهارت ٻنهي کي گڏ رهڻ گهرجي. يعني جڏهن هٿ ڌوئجن تڏهن دل کي بہ دنيا جي محبت کان پاڪ رکڻ گهرجي. جڏهن منهن تي پاڻي وجهجي تڏهن منهن کي غير جي ذڪر کان خالي رکڻ گهرجي. جڏهن نڪ ۾ پاڻي وجهجي، تڏهن نفساني خواهش کي پاڻ تي حرام ڪرڻ گهرجي. منهن ڌوئڻ وقت سيني خرابين کان هميشه لاءِ هٽڻ گهرجي ۽ الله تعاليٰ ڏانهن ڌيان ڏيڻ گهرجي. هٿن ڌوئڻ وقت سيني دنيوي ڳالهين کان هٿ ڪڍڻ گهرجي. پيرن ڌوئڻ مهل، جيستائين خدا جي حڪم موجب پير نہ ڌوئي، تيستائين ڪيس اٿڻ نہ گهرجي جيئن ٻنهي پاڪائي نصيب ٿئي، جو تہ شرعيت جا سمورا ظاهري حڪم باطني حڪمن سان واسطو رکندڙ آهن. ايمان زبان جو اقرار آهي مگر دل جي تصديق سان ٻَڌل آهي. شرعيت ۾ عبادت جا حڪم جسم سان گڏ دل جي نيت سان بہ واسطو رکن ٿا. دل جي پاڪائي، دنيا جي خرابين تي غور ۽ فڪر ڪرڻ سان ۽ دنيا کي هڪ غدار وانگر سمجهڻ ۽ فنا جي مقام کي سمجهڻ سان حاصل ٿيندي آهي. دل کي دنيا کان خالي رکڻ گهرجي. اهو مقام وڏي مجاهدي سان ملندو آهي. سڀ کان وڌيڪ اهم مجاهدو اهو آهي، جيڪو ظاهري آداب کي نظر ۾ رکي ۽ ان طريقي تي قائم رهي.

حضرت ابراهيم خواص کان روايت آهي تہ هن کي ٻڌايو تہ ڪيس دائمي زندگي گهرجي. "جيڪڏهن سڀ ماڻهو دنيا

جي نعمتن تي مست ٿي خدا کي وساري ڇڏين ته مان هن مصيبت جي گهر يعني دنيا ۾ شرعيت جا آداب پورا ڪندو رهان ۽ الله تعاليٰ کي ياد ڪريان."

چون ٿا، ته حضرت ابو طاهر حرمي چاليهن سالن تائين مکي شريف جي حرم ۾ مجاور ٿي رهيو، مگر حرم ۾ طهارت نه ڪيائين. هر دفعي حرم کان ٻاهر ويندو هو ۽ چوندو هو ته: "جنهن زمين کي خدا پاڻ ڏانهن نسبت ڏني آهي، ان زمين تي مان پنهنجو استعمال ڪيل پاڻي هاري نٿو سگهان."

حضرت ابراهيم خواص لاءِ مشهور آهي ته هو "ري" جامع مسجد ۾ پيچش جي بيماريءَ ۾ مبتلا هو. هڪ ڏينهن رات ۾ ڪيس سٺ دفعا غسل ڪرڻو پيو ۽ آخرڪار وفات به وهنجندي ڪري ويو. حضرت ابو علي رودباري ڪجهه مدت تائين طهارت جي معاملي ۾ شڪ ڪندو رهيو. چون ٿا، ته هڪ ڏينهن صبوح جو ساجهر درياءَ ۾ لٿو ۽ سج اُڀرڻ تائين پاڻيءَ ۾ رهيو دل کي تڪليف ٿيس ۽ فرياد ڪيائين: "اي منهنجا موليٰ! مون کي تندرستي عطا ڪر." غيب کان آواز آيس ته عافيت علم ۾ آهي.

حضرت سفيان ثوري لاءِ مشهور آهي، ته بيماريءَ ۾ وفات واري ڏينهن سٺ دفعا نماز لاءِ طهارت ڪيائين، ۽ چيائين: "مان چاهيان ٿو ته مون کي موت (خدا جو حڪم) اچي ته مان طهارت سان هجان."

هڪ دفعي حضرت شبلي وضو ڪري، مسجد ۾ داخل ٿي رهيو هو، ته غيب کان آواز آيو: "تون ظاهر کي پاڪ ڪيو. باطن جي صفائي ڪيڏانهن ويئي؟" هو اُتان موٽيو. سڀ مال متاع خدا جي راهه ۾ خرچ ڪري ڇڏيائين ۽ هڪ سال تائين اهڙن ڪپڙن ۾ رهيو، جيڪي نماز لاءِ ڪافي هئا. پوءِ حضرت جنيد رحه وٽ آيو ته هن چيس: "اي ابابڪر تو ڪهڙي نه سٺي طهارت ڪئي، (دعا آهي) ته خدا توکي هميشه پاڪ رکي". ان کان پوءِ هو ڪڏهن به طهارت کان سواءِ نه رهيو. پنهنجي مرڻ وقت وضو پڇي پيس. هڪ مريد کي اشارو ڪيائين. هن وضو ڪرايس. مگر ڏاڙهيءَ ۾ خلال ڪرڻ (آڱريون وجهڻ) وسري ويس. هو ڳالهائڻ کان مجبور رهيو. مريد جو هٿ وٺي اشارو ڪيائين ۽ مريد سندس ڏاڙهيءَ جو خلال ڪيو. پوءِ اشارن ۾ چيائين: "مون طهارت جي آداب ۾ هن وقت کان سواءِ ڪنهن به شيءِ کي نه وساريو آهي. اهو انهيءَ لاءِ ته منهنجي باطن ۾ غرور اچي نه وڃي."

حضرت بايزيد فرمايو آهي: "منهنجي دل ۾ جڏهن به ڪو دنيوي خيال ايندو آهي، تڏهن وضو ڪري وٺندو آهيان. آخرت جو خيال ايندو آهي ته غسل ڪندو آهيان، ڇو ته دنيا فاني آهي، تنهنڪري ان جو خيال به فاني آهي. آخرت غيبت ۽ آرام جي جاءِ آهي ۽ ان جو خيال "تڙ پوڙ" وانگر آهي. فاني (حدث) شيءِ لاءِ وضو جي ضرورت هوندي آهي. ۽ "تڙ پوڙ" لاءِ غسل لازمي هوندو آهي.

هڪ دفعي حضرت شبلي وضو ڪري مسجد ۾ داخل ٿيو، دل ۾ هڪ آواز محسوس ڪيائين: "ڇا، تنهنجي طهارت اهڙي آهي، جو تون اسان جي دربار ۾ حاضر ٿي سگهين؟" اهو ٻڌي هو موٽيو، ته وري آواز آيو: "ڇا، اسان جي درگاهه کان موٽي ڪيڏانهن ويندين؟" هن هڪ نعرو هنيو، ته وري آواز آيو: "ڇا، اسان کي مِهڻا ٿو ڏين؟" هو پنهنجي جاءِ تي ويهي رهيو، ته وري آواز آيو: "ڇا، اسان جي ناراض ٿيڻ جي بار سهي سگهندين؟" حضرت شبلي دعا گهري: "منهنجا مالڪ مان تو کان پناهه ٿو گهُران."

طهارت جي باري ۾ وڏن مشائخن جا گهڻا ئي قول آهن. سڀني پنهنجي مريدن کي الله تعاليٰ ڏانهن ڌيان ڌيارڻ وقت ظاهر ۽ باطن جي طهارت لاءِ قائم رهڻ جو حڪم ڏنو آهي. جيڪڏهن ڪو ظاهري ڪم جو ارادو رکي، ته ان لاءِ ضروري آهي ته ظاهري طهارت ڪري. جيڪڏهن باطن ۾ الله جي ويجهڙائيءَ جو ارادو ڪري، ته ان لاءِ لازمي آهي ته باطن جي طهارت ڪري. ظاهري طهارت پاڻيءَ سان ٿيندي آهي ۽ باطني طهارت توبهه ۽ خدا ڏانهن ڌيان ڏيڻ سان ٿيندي آهي.

هاڻي مان توبهه ۽ ان متعلق ڪمن جو پردو لاهيان ٿو، جيئن ان جي حقيقت به ظاهر ٿي وڃي. انشاءَ الله العزيز.

# باب پندرهون

## توبه ۽ توبه متعلق ڪم

الله جي سالڪن جو پهريون قدم توبه آهي، جيئن عمل جي دعوا ڪندڙن جو پهريون درجو طهارت آهي. الله تعاليٰ فرمايو آهي: يا ايها الذين آمنوا توبوا الي الله توبة نصوحا. "اي ايمان وارؤ! الله تعاليٰ جي آڏو سچي توبه ڪريو يعني نصوح واري توبه جهڙي" ٻئي هنڌ فرمائي ٿو: توبوا الي الله جميعا ايها المومنون لعلكم تفلحون. "اي ايمان وارؤ سڀئي الله جي آڏو توبه ڪريو ته اوهان کي ڪاميابي حاصل ٿئي." پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: ما من شيء احب الي الله من شاب تائب. "الله تعاليٰ وٽ جوان توبه ڪرڻ وارو سڀ کان پيارو آهي" ٻئي هنڌ فرمايو اٿن: التائب من الذنب ڪمن لا ذنب له. "توبه ڪرڻ وارو ان ماڻهوءَ وانگر آهي جنهن کي ڪو به گناهه نه ڪيو هجي". ٻئي هنڌ فرمايو اٿن: اذا احب الله عبدلم يضره ذنب. جنهن الله تعاليٰ کي دوست رکيو آهي، ان کي گناهه کان نقصان نه پهچندو آهي." وري هي آيت پڙهيائون: ان الله يحب التوابين ويحب المتطهرين. "الله تعاليٰ توبه ڪرڻ وارن ۽ پاڪ رهڻ وارن کي دوست رکندو آهي" اصحابن عرض ڪيو: توبه جي ڪهڙي نشاني آهي؟ فرمايائون: "پشيماني". پاڻ اهو جو فرمايو اٿن ته گناهه الله جي دوستن کي نقصان نه پهچائيندو آهي. ان جو مطلب اهو آهي، ته ٻانهو گناهه سان ڪافر نه ٿيو آهي، ۽ سندس ايمان ۾ ڪو به خلل نه پوندو آهي. اهڙو نقصان جنهن جي پڄاڙي جوٺڪاري واري هجي اهو حقيقت ۾ گناهه نه هوندو آهي.

توبه جي لغت واري معنيٰ "ڌيان ڏيڻ" آهي، جڏهن عرب چوندا آهن: " تاب" يعني هن ڌيان ڏنو، "نهي" جي خلاف يعني اهڙين شين کان پري ٿيو، جن جي ڪرڻ کان الله تعاليٰ منع ڪئي آهي. فقط الله تعاليٰ جي خوف کان اهڙين خراب شين کان پري رهڻ توبه جي حقيقت آهي. پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: الندم توبة "(خراب ڳالهين کان) پشيمان ٿيڻ توبه آهي". انهيءَ قول ۾ توبه جا سمورا شرط موجود آهن. هڪڙو شرط الله تعاليٰ جي حڪمن جي مخالفت کان پشيمان ٿيڻ آهي، ۽ ٻيون شرط حڪمن جي مخالفت کي يڪدم ڇڏي ڏيڻ آهي. ٽيون شرط گناهن ڏانهن ٻيهر نه موٽڻ جو ارادو آهي. اهي ٽيئي شرط پشيمانيءَ ۾ شامل آهن. ڪمزوري (لغزش) تي پشيماني ٿيندي ته باقي ٻه شرط خود بخود پورا ٿي ويندا. ڪمزوريءَ تي پشيمانيءَ جو ٽي سبب آهن جهڙيءَ طرح توبه جا ٽي شرط آهن، يعني پهريون دل تي عذاب جو خوف طاري ٿي وڃي، ۽ دل برن ڪمن جي ڪري مغموم ٿي وڃي، ۽ اهڙيءَ طرح پشيماني جو احساس پيدا ٿئي. ٻيون هي ته نعمت جي خواهش هجي ۽ اهو احساس ٿئي، ته برن ڪمن ۽ نافرماني سان نعمت حاصل نه ٿيندي، ۽ ان جو نتيجو پشيماني هجي، ٽيون هي، ته قيامت جي ڏينهن خواري جو خوف هجي، ۽ ان خوف جي ڪري، انسان پشيمان ٿي پوي.

پهرين صورت ۾ توبه ڪرڻ واري کي "تائب" ٻي صورت ۾ "منيب" ۽ ٽئين صورت ۾ "اواب" سڏبو. اهڙيءَ طرح توبه جا ٽي مقام آهن: يعني، تابت، انابت ۽ اوبت. توبه، عذاب جي خوف کان، تابت ثواب جي طلب سان انابت ۽ اوبت الله جي حڪم جي تعظيم سان بدل آهي. توبه عام ايمان وارن لاءِ آهي: ۽ ڪبيره گناهن کان هوندي آهي. الله تعاليٰ فرمايو آهي: يا ايها الذين آمنوا توبوا الي الله توبة نصوحا "اي ايمان وارو! خدا آڏو سچي ۽ پڪي (نصوح واري) توبه ڪريو." انابت ولين ۽ الله جي ويجهڙن ٻانهن جي عادت آهي. الله تعاليٰ فرمايو آهي: من خشي الرحمان بالغيب وجاء بقلب مُنيب. "جيڪو الله تعاليٰ کان اڻ ڏٺي ڊڄندو ۽ جنهن جي سيني ۾ الله تعاليٰ ڏانهن ڌيان ڏيڻ واري دل آهي." اَوبت، نبين ۽ مرسلن جو مقام آهي. الله تعاليٰ فرمايو آهي: نعم العبد انه اواب "الله تعاليٰ ڏانهن ڌيان ڏيڻ وارو ٻانهو تمام سٺو آهي". توبه الله تعاليٰ جي فرمانبرداري ۾ ڪبيره گناهن کان پري ٿيڻ جو نالو آهي. انابت ننڍن (صغيره) گناهن کان پري ٿيڻ ۽ الله تعاليٰ جي محبت ۾ هن ڏانهن ڌيان ڏيڻ جو نالو آهي. اَوبت پنهنجو پاڻ کان منهن موڙي الله تعاليٰ ڏانهن ڌيان ڏيڻ جو نالو آهي. خدا جي حڪمن موجب خراب ڪمن کان پاسو ڪرڻ وارن، صغيرن گناهن ۽ غلط خيالن کان بچي الله تعاليٰ جي

محبت ۾ توبهہ ڪرڻ وارن. ۽ خوديءَ کي ترڪ ڪري الله جي ذات ڏانهن ڏيان ڏيڻ وارن ۾ وڏو فرق آهي. اصلي توبهہ الله تعاليٰ جي تنبيهن ۾ آهي. اهو غفلت جي ننڊ مان جاڳڻ آهي. اها پنهنجن عيبن تي نظر رکڻ سان حاصل ٿيندي آهي. انسان جڏهن پنهنجي بري حالت ۽ خراب ڪمن تي نظر ڪندو آهي ۽ انهن ڪان ڇوٽڪارو حاصل چاهيندو آهي، تڏهن الله تعاليٰ جا سبب آسان ڪري ڇڏيندو آهي. گناهن جي بدبختيءَ ڪان بچائي فرمانبرداري جي مناڻ سان ملائيندو آهي.

اهل سنت و الجاعت ۽ معرفت جي سڀني مشائخن جي عقيدي موجب جيڪڏهن ڪو ماڻهو هڪڙي گناهہ ڪان توبهہ ڪري، ۽ ٻين گناهن ۾ مبتلا رهي، تہ الله تعاليٰ ڪيس هڪ گناهہ ڪان بچڻ جو ثواب عطا ڪندو. ۽ ٿي سگهي ٿو، تہ ان جي برڪت سان هو ٻين گناهن ڪان بہ ڇوٽڪارو حاصل ڪري وٺي. مثلاً: هڪڙو ماڻهو شراب پيئندڙ هجي ۽ زنا بہ ڪندڙ هجي، هو زنا ڪان توبهہ ڪري ۽ شراب پيئڻ نہ ڇڏي، تہ سندس توبهہ نيڪ رهندي، پوءِ ڪٿي هو ٻيا گناهہ ڪري رهيو آهي. معتزلن جي قحمشي جماعت جو عقيدو آهي: جيستائين هڪڙي ئي وقت سڀني وڏن (ڪبيره) گناهن ڪان توبهہ نہ ڪئي ويندي، تيستائين توبهہ بيڪار آهي. ڪن گناهن ڪان توبهہ ڪرڻ ۽ گناهن ۾ مبتلا رهڻ توبهہ جي بيعزتي (توهين) آهي. اها ڳالهہ محال آهي، ڇو تہ انسان ڪان سڀني گناهن جي پڇا ٿيندي. جڏهن هن گناهہ نہ ڪندو، تڏهن انهيءَ گناهہ جي باري ۾ هن ڪان ڪاٻہ پڇا نہ ٿيندي. ۽ اها ڳالهہ سندس توبهہ جو سبب بڻبي. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪجهہ فرض ادا ٿو ڪري ۽ ڪجهہ ادا نٿو ڪري، تہ يقين سان ڪيس ادا ڪيل فرضن جو ثواب ملندو. اهڙيءَ طرح فرضن جي ادا نہ ڪرڻ لاءِ هن کي عذاب ملندو. جيڪڏهن ڪنهن ۾گناهہ ڪرڻ جي طاقت ئي نہ هجي يا ان جا اسباب موجود نہ هجن، ۽ ٻانهو توبهہ ڪري، تڏهن بہ ڪيس تائب (توبهہ ڪندڙ) سڏبو، ڇو تہ پشيماني توبهہ جو هڪ رڪن آهي. انهيءَ توبهہ سان ڪيس گذريل ڳالهين تي پشيماني ٿيندي. في الحال هو انهيءَ گناهہ ڪان پري ٿو رهي ۽ ارادو رکي ٿو تہ جيڪڏهن اسباب موجود هوندا تڏهن بہ هو گناهہ ۾ هرگز مبتلا نہ ٿيندو.

توبهہ جي وصف ۽ صحت جي باري ۾ مشائخن ۾ اختلاف آهي. حضرت سهل بن عبدالله ۽ ان سان گڏ هڪ جماعت جو خيال آهي: التوبة ان لاتسي ذنبڪ. "توبهہ اها آهي، تہ جيڪو توکان گناهہ ٿئي هو هميشہ ياد رهي". يعني انسان هميشہ ان ڪان پشيمان ٿيندو رهي. جيڪڏهن گهڻا نيڪ ڪم موجود هجن، تڏهن بہ انهن جي ڪري غرور پيدا نہ ٿئي. بُرن ڪمن تي پشيماني، نيڪ ڪمن ڪان وڌيڪ اهم هوندي آهي. جيڪو گناهن کي وساري، اهو نيڪ ڪمن تي بہ ڪڏهن مغرور بڻجي نٿو سگهي.

حضرت جنيد ۽ هڪ جماعت جو خيال آهي: التوبة ان تنسي ذنبڪ. "توبهہ اها آهي تہ (ٻانهو) پنهنجن گناهن کي وساري ڇڏي،" ڇو تہ توبهہ ڪندڙ الله جو محب هوندو آهي، الله جي محب هجڻ جي ڪري هو مشاهدي جو صاحب بہ هوندو آهي. مشاهدي ۾ گناهہ کي ياد ڪرڻ ظلم آهي. وفا جي حالت ۾ گناهہ جو ذڪر ڪرڻ وفا ڪان حجاب وانگر آهي. اهو مشاهدي ۾ نہ هئڻ گهرجي.

هن اختلاف جو واسطو بہ مجاهدي ۽ مشاهدي جي اختلاف سان آهي. هن جو سمورو ذڪر سهيليہ مڪتب جي بيان مان ملندو. جيڪي توبهہ ڪندڙ (تائب) کي پنهنجو پاڻ قائم سمجهندا آهن. ۽ سندس گناهن وسارڻ کي غفلت ڄاڻندا آهن. اهي توبهہ ڪندڙ کي الله تعاليٰ سان قائم سمجهندا آهن. ۽ سندس گناهن ڪرڻ جي يادگيري کي شرڪ ڄاڻندا آهن. مطلب تہ جيڪڏهن توبهہ ڪندڙ صفتن سان باقي آهي تہ سندس رازن جي ڳالهہ اڃا حَل نہ ٿي آهي. جيڪڏهن هو پنهنجي صفتن سان فاني آهي تہ پوءِ صفتن جو بيان نيڪ نہ ٿيندو. حضرت موسيٰ عليہ السلام صفتن سان باقي هجڻ جي حالت ۾ چيو: تُبت اليڪف. "مان تو ڏانهن ڏيان ٿو ڏيان". (يعني توبهہ ٿو ڪريان). پيغمبر جن صفتن ڪان فاني هجڻ جي حالت ۾ چيو: لا اَحصي ثناء عليڪ. "مان تنهنجي ثنا بيان ڪري نٿو سگهان". مقصد اهو آهي، تہ الله جي ويجهڙائيءَ ۾ وحشت هوندو آهي، توبهہ ڪندڙ کي پنهنجي خوديءَ ڪان بہ هٽ ڪٽڻ گهرجي. گناهہ جي ياد جو ذڪر ڪهڙو آهي؟ حقيقت ۾ گناهہ کي ياد ڪرڻ بہ گناهہ آهي، ڇو تہ گناهہ منهن موڙڻ جو سبب آهي، تنهنڪري گناهہ جي يادگيري بہ منهن موڙڻ جو سبب

بنجڻ گهرجي. اهڙيءَ طرح الله کان سواءِ بين جو (غير الله جو) ذڪر بہ الله تعاليٰ کان منهن موڙڻ ٿيندو. جهڙي طرح جُرم جو ذڪر بہ جرم آهي. اهڙي طرح جُرم کي وسارڻ بہ جرم آهي. وسارڻ جي ياد رکڻ جو واسطو انسان سان آهي. حضرت جنيد رحہ فرمايو آهي: "مون بيشمار ڪتاب پڙهيا آهن. مگر ڪنهن بہ شيءِ هن بيت کان وڌيڪ فائدو نہ ڏنو آهي":

اذا قلت ما اذنبت قالت مجيبة

حياتک ذنب لا يقاس به ذنب

"جڏهن مون پنهنجي محبوب کي چيو تہ مون ڪهڙو گناهہ ڪيو آهي؟ جواب ڏنائين: تنهنجي زندگي خود گناهہ آهي ان جي هوندي ڪنهن ٻئي گناهہ جي قياس ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟"

جڏهن دوستيءَ جي مقام تي، دوستيءَ جي دم ڀرڻ واري جو وجود ئي گناهہ آهي. تہ پوءِ سندس صفتن جو ڪهڙو ذڪر ڪبو؟ حقيقت ۾ توبهہ الله تعاليٰ جي رضا (تائيد) ۾ گناهہ جسماني فعل آهي. جڏهن دل ۾ پشيماني ايندي آهي تڏهن جسم کي ان پشيماني ختم ڪرڻ جي طاقت نہ ٿيندي آهي. جڏهن ڪم جي شروعات ۾ ئي پشيماني توبهہ کي روڪي نٿي سگهي، تڏهن ڪم جي آخر ۾ بہ توبهہ جي حفاظت ڪري نہ سگهندي. الله تعاليٰ فرمايو آهي: فتاب عليه انه هوالتوب الرحيم. "ان (آدم) جي توبهہ قبول ڪئي، ڪنهن شڪ کان سواءِ. هو وڏو توبهہ قبول ڪرڻ وارو ۽ رحم وارو آهي". الله جي ڪتاب ۾ اهڙا ڪيئي مثال آهن. ۽ ايترا مشهور آهن. جو هتي انهن جي بيان ڪرڻ جي ڪا ضرورت ناهي. توبهہ ٽن قسمن جي هوندي آهي: (1) گناهہ کان نيڪي ڏانهن (2) نيڪي کان مٿانهين نيڪي ڏانهن (3) خودي کان الله تعاليٰ ڏانهن.

گناهہ کان نيڪي ڏانهن توبهہ جو مثال هي آهي: الله تعاليٰ فرمايو آهي: والذين اذا فعلوا فاحشةً او ظلموا انفسهم ذڪروالله فاستغفروا لـذنوبهم. "اهي ماڻهو، جن جي هٿان ڪو خراب ڪم ٿيو آهي، انهن پنهنجي جان تي ظلم ڪيو آهي. ووي جڏهن الله تعاليٰ کي ياد ڪيائون ۽ گناهن جي معافي گهريائون."

نيڪي کان مٿانهين نيڪي ڏانهن توبهہ جو مثال هي آهي: پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: انه ليغان عليٰ قلبي و اني ڪُنت لا ستغفر الله في ڪل يوم سبعين مرة. "مون لاءِ توبهہ آسان ٿي ويندي آهي. ايتري قدر جو مان ڏهاڙي الله تعاليٰ کان ستر ڀيرا معافي گهرندو آهيان."

خطا ڪرڻ هڪ خراب ڪم آهي. خطا کان نيڪي ڏانهن موٽڻ هڪ ساراهہ جوڳي ڳالهہ آهي. اها توبهہ عام آهي ۽ ان جا حڪم ظاهر آهن. زيادهہ ۽ مٿانهين قسم جي نيڪي ڪرڻ گهرجي، جو تہ معمولي نيڪي تي بس ڪرڻ، رستي ۾ ويهي رهڻ وانگر آهي ۽ هڪ قسم جو حجاب آهي. نيڪي کان مٿانهين نيڪي ڏانهن رجوع ڪرڻ، همٿ وارن ۽ ولين وٽ تمام گهڻو ساراهيل آهي. اها خاص توبهہ آهي. الله تعاليٰ جا خاص ٻانها گناهن کان ڪهڙي توبهہ ڪندا؟ هو تہ گناهہ ڪندا ئي ڪين آهن.

معلوم هئڻ گهرجي، تہ سڄي دنيا خدا تعاليٰ جي ڏسڻ لاءِ بيقرار آهي. حضرت موسيٰ ڏسڻ کان توبهہ ڪئي هئي، ڇو تہ هن پنهنجي اختيارن سان ديدار جي گهُر ڪئي هئي. محبت ۾ پنهنجو اختيار حيراني آهي ۽ حيرانيءَ کي ترڪ ڪرڻ ناحق کي اختيار ڪرڻ وانگر آهي. ان ڪري هُن الله جي ديدار کي ترڪ ڪيو. پاڻ کي ترڪ ڪري الله تعاليٰ ڏانهن ڌيان ڏيڻ محبت جو درجو آهي. مٿانهين مقام حاصل ڪرڻ لاءِ هيٺئين مقام کان توبهہ ڪرڻ ۽ سڀني مقامن ۽ حالتن کان توبهہ ڪرڻ لازمي آهي. حضور ﷺ جن جا مقام هميشه ترقي ڪندا رهيا. مٿانهين مقام تي پهتا، تہ پهرين مقامن کان استغفار ڏسڻ کان توبهہ ڪندا رهيا. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

**(فصل)**

معلوم هئڻ گهرجي، تہ گناهن کان بچڻ جي پختي ارادي ڪرڻ کان پوءِ بہ ضروري ناهي، تہ توبهہ ڪندڙ پنهنجي توبهہ تي قائم رهي سگهي. جيڪڏهن توبهہ ڪرڻ کان پوءِ توبهہ ٽُٽي پوي ۽ پختي ارادي هجڻ جي باوجود ماڻهو گناهہ

كري وجهي، تڏهن بہ ڪيل توبهہ جو ثواب وڃائجي نہ ويندو. تصوف جا ڪجھ سيڪڙاٽ طالب، اهڙا بہ گذريا آهن جن ڪان توبه بعد بہ خطا ٿي وئي آهي، ۽ گناهہ ۾ ڦاسي پيا آهن. مگر ڪنهن تنبيهہ جي ڪري وري الله ڏانهن موٽيا آهن. مشائخن مان هڪڙي بزرگ چيو آهي: " مون ستر دفعا توبهہ ڪئي ۽ هر دفعي گناهہ جو شڪار بڻيس. نيٺ ايڪهترئين دفعي منهنجي توبهہ ڪي قرار مليو." حضرت ابو عمر جنيد جو بيان آهي: مون منڍ ۾ حضرت عثمان حيري جي محفل ۾ توبهہ ڪئي، ڪجھ وقت توبهہ تي قائم رهيس. نيٺ دل ۾گناهہ جي خواهش پيدا ٿي ۽ خطا ڪري وينس. ان ڪان پوءِ حضرت عثمان حيري جي مجلس ۾ وڃڻ کان ڪترائيندو رهيس. هو جتي بہ پري کان نظر ايندو هو، تہ مان پشيمانيءَ جي ڪري پڇي ويندو هئس. هڪ ڏينهن اوچتو ملي ويو، ۽ مون کي فرمايائين: پُٽ! دشمنن جي صحبت اختيار ڪرڻ مان ڇا ٿو ڏسين؟ جيستائين پنهنجي دامن کي گناهن کان بلڪل پاڪ نہ ڪندين؟ دشمن تہ هميشہ عيب ڳوليندو آهي. جيڪڏهن تون عيبن ۾ ڦاٿل هوندين، تہ دشمن خوش ٿيندو. جيڪڏهن عيبن کان آجو هوندين، تہ کيس تڪليف ٿيندي. جيڪڏهن توکي گناهہ ٿي ڪرڻا آهن، تہ اسان وٽ اچ. تنهنجي مصيبت اسان ڪٽنداسون. دشمن جي خواهش پوري ڪرڻ لاءِ توکي خوار ٿيڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ حضرت جنيد رحہ چيو، تہ ان کان پوءِ گناهہ ڏانهن ڪوبہ لاڙو نہ ٿيو ۽ سندس توبهہ قائم ٿي وئي.

مون ٻڌو آهي، تہ هڪ ماڻهو توبهہ ڪئي. وري گناهہ ڪيائين ۽ پشيمان ٿيو. هڪ ڏينهن سوچيائين "جيڪڏهن هاڻي الله تعاليٰ جي درگاهہ ۾ ويندس، تہ منهنجو ڪهڙو حال ٿيندو؟" غيب کان آواز ٻڌائين: "تون اسان جو فرمانبردار هئين. اسان توکي قبول ڪيو. تون نافرمانبردار ٿئين، تہ اسان توکي مهلت ڏني. جيڪڏهن هاڻي بہ اسان ڏانهن ايندين، تہ توکي قبول ڪنداسون."

هاڻي توبهہ متعلق وڏن مشائخن جا قول بيان ڪيا ويندا.

**(فصل)**

حضرت ذوالنون مصري فرمايو آهي: توبة العوام من الذنوب و توبة الخواص من الغفلة. "عام ماڻهو گناهن کان توبهہ ڪندا آهن ۽ خاص ماڻهو غفلت کان توبهہ ڪندا آهن". مطلب هي آهي، تہ عام ماڻهن کان ظاهر جي باري ۾ پڇا ٿيندي ۽ خاص ماڻهن کان اعمال جي حقيقت متعلق پڇا ڳاڇا ٿيندي، ڇو تہ غفلت عام ماڻهن لاءِ نعمت ۽ خاص ماڻهن لاءِ حجاب هوندي.

حضرت ابوحفص حداد فرمائي ٿو: ليس العبد في التوبة شيء لأن التوبة اليه لامنه. "توبهہ ۾ ٻانهي جو پنهنجو اختيار نہ هوندو آهي، ڇو تہ توبهہ الله تعاليٰ جي طرف کان هوندي آهي. اها ٻانهي جي طرف کان نہ هوندي آهي. ان جو مطلب هي آهي، تہ انسان جي پنهنجي ڪوشش جو نتيجو ناهي، پر الله تعاليٰ جي عطا آهي. اهو حضرت جنيد جو طريقو آهي.

حضرت ابوالحسن بوشنجي جو قول آهي: التوبة اذا ذكرت الذنب ثم لاتجد حلاوتهُ عند ذكره فهو التوبة "جيڪڏهن گناهہ جي ياد ۾ لذت نہ رهي تہ اها توبهہ آهي. گناهہ جي ياد تہ پشيماني کان ٿيندي آهي يا وري خواهش جي ڪري ٿيندي آهي. جيڪڏهن توبهہ پشيماني جي ڪري ٿيندي آهي، تہ ماڻهو تائب ٿيندو آهي. جيڪڏهن ارادت جي ڪري ياد ايندي آهي، تہ گناهہ آهي. گناهہ ڪرڻ ۾ اها آفت ناهي جيڪا ان جي ارادت ۾ آهي، ڇو تہ گناهہ هڪ دفعو ٿي ويندو آهي. مگر ارادت هميشہ لاءِ دل ۾ رهندي آهي. گهڙي ڪن لاءِ جسم جو گناهہ ڪرڻ ايترو سنگين ناهي جيترو رات ڏينهن گناهہ جي ارادت ۾ ڦاٿل رهڻ.

حضرت ذوالنون مصري فرمايو آهي: التوبة توبتان توبة لانابت و توبة الاستحياء. فتوبة الانابت ان يتوب العبد خوفا من عقوبته وتوبة الاستحياء ان يتوب حياءً من كرمه. "توبهہ جا بہ قسم آهن: هڪڙي انابت جي توبهہ يعني عذاب جي خوف کان توبهہ ڪرڻ ۽ ٻي استحياء جي توبهہ يعني پشيمان ٿي توبهہ ڪرڻ. جنهن توبهہ جو بنياد خوف تي هجي، اها

الله جي جلال ظاهر ٿيڻ سان حاصل ٿيندي آهي، ۽ جيڪا توبهه شرمساري جي ڪري وجود ۾ ايندي آهي، ان جو مدار الله جي جمال جي مشاهدي تي آهي. هڪڙو الله جي جلال جي آڏو خوف جي باهه ۾ سڙندو آهي ۽ ٻيون الله جي جمال ۾ حياءَ جي نور سان روشن رهندو آهي. جڻ ته هڪڙو مست (سڪر ۾) هوندو آهي ۽ ٻيو مدهوش. حياءَ وارا سڪر جا صاحب هوندا آهن ۽ خوف وارا صحو هوندا آهن. ڳالهه تمام ڊگهي آهي، پر مون مختصر طور تي بيان ڪئي آهي. توفيق الله جي هٿ ۾ آهي.

## پنجين حجاب جو کلڻ - نماز

الله تعاليٰ فرمايو آهي: وَ اَقِـيموالصلواۃ. "نماز قائم ڪريو." پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: الصلـواۃ وَمـا ملکت اِيمانُـڪُـم. "نماز ۽ جو ڪجهه ملڪيت ۾ آهي، ان جو خيال ڪريو." لُغت جي لحاظ کان نماز ذڪر ۽ دعا آهي. فقيهن جي اصطلاح ۾ الله جي اها خاص عبادت آهي، جو ڏهاڙي خاص حڪمن سان ادا ڪئي وڃي ٿي. الله تعاليٰ جو حڪم آهي، ته ڏهاڙي مقرر وقت تي پنج نمازون ادا ڪريو. نماز ادا ڪرڻ کان اڳ ۾ ڪجهه شرط آهن: (1) جسم جي طهارت، ظاهر ۾ نجاست ۽ باطن ۾ شهوت کان پاڪ هجڻ (2) لباس جي طهارت، ظاهر ۾ نجاست کان ۽ باطن ۾ حرام جي مال کان (3) مڪان جي طهارت، ظاهر ۾ گندگي کان باطن ۽ باطن ۾ فساد ۽ گناهه کان (4) قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ، ظاهر ۾ ڪعبو قبلو عظمت وارو آهي، ۽ باطن ۾ عرش اعظم يعني الله جي مشاهدي جو راز (5) قيام، ظاهر ۾ طاقت آهر ۽ باطن ۾ الله جي ويجهڙائيءَ جو باغ، قيام ظاهر مقرر ٿيل وقت جي حدن ۾، ۽ قيام باطن ۾ هميشه حقيقت جي مقام تي (6) نيڪ توجهه سان نيت (7) الله جو خوف ۽ بشري صفتن جي فنا واري مقام تي تڪبير چوڻ، وصل جي مقام تي قيام ڪرڻ ۽ سهڻي نموني (ترتيل) سان قرآن پڙهڻ، آهه ۽ زاري سان رڪوع ڪرڻ، نياز ۽ نوڙت سان سجدو ڏيڻ، دل جي اطمينان سان تشهد ادا ڪرڻ ۽ بشري صفتن جي فنا تي سلام ڦيرڻ.

حديثن ۾ آيو آهي ته: ڪانَ رسول الله ﷺ يصلي وَفِـي جوفـه ازيز ڪازير المرجل. "جڏهن رسول الله ﷺ جن نماز پڙهندا هئا، تڏهن سندن دل ۾ اهڙو جوش ٿيندو هو، جيئن ان جي هيٺان باهه ٻري رهي هجي." حضرت علي عليـه السلام جن جڏهن نماز پڙهندا هئا، تڏهن سندن وار ڪاندار جي ويندا هئا، جسم تي لرزو طاري ٿي ويندو هو ۽ چوندا هئا ته ان امانت جي ادا ڪرڻ جو وقت اچي ويو آهي، جنهن جي کڻڻ کان زمين ۽ آسمان به عاجز هئا.

هڪ بزرگ فرمايو آهي: "هڪ دفعي حضرت حاتم اصم کان پڇيم، ته نماز ڪيئن پڙهندا آهيو؟ تڏهن فرمايائين ته نماز وقت، هڪ ظاهري وضو ڪندو آهيان ۽ ٻيو باطني. ظاهري وضو پاڻيءَ سان ۽ باطني وضو توبهه سان ڪندو آهيان. پوءِ مسجد ۾ داخل ٿيندو آهيان. ڪعبو منهنجي سامهون هوندو آهي. مقام ابراهيم ٻنهي ڀرُٽن (ابروئن) جي وچ ۾ هوندو آهي. بهشت سڄي ۽ دوزخ کٻي پاسي تي ۽ پُـل صراط قدمن هيٺان هوندا آهن. موت جو فرشتو پنهنجي پٺيان سمجهندو آهيان. پوءِ وڏي ادب ۽ احترام سن تڪبير پڙهندو آهيان. ادب سان قيام، خوف جي حالت ۾ قرائت، عاجزي سان رڪوع، زاري سان سجدا، وقار سان جلوس ۽ شڪر سان سلام ادا ڪندو آهيان. توفيق الله جي طرف کان آهي ۽ اهوئي نيڪ نيڪ چاڻ رکڻ وارو آهي.

### (فصل)

ياد رکو، ته نماز هڪ اهڙي عبادت آهي، جيڪا منڍ کان پڇاڙيءَ تائين الله جي راهه ۾، طالبن جي رهنمائي ڪندي آهي. هو منجهس مشغول رهندا آهن. انهن جي مقامات ۾راز ڪلندا آهن. الله جي طالبن لاءِ طهارت (پاڪائي) توبهه جي جاءِ تي، ڪعبي ڏانهن منهن ڪرڻ، مرشد سان تعلق جي جاءِ تي، قيام نفس جي مجاهدي جي جاءِ تي قرائت دائمي ذڪر جي جاءِ تي، رڪوع نوڙت جي جاءِ تي، سجدا نفس جي معرفت واري جاءِ تي، تشهد الله جي محبت جي جاءِ تي، سلام دنيا کان جدا ٿيڻ جي جاءِ تي، ۽ مقامات جي قيد کان ٻاهر نڪرڻ جي جاءِ تي هوندا آهن. ان ڪري ئي پيغمبر ﷺ جن جڏهن

دنيوي لاڳاپن کان ذار ٿيندا هئا، ۽ ڪمال حيرت جي حالت ۾ ديدار جا طالب هوندا هئا، ۽ فقط خدا جي ذات سان لاڳاپو رهندو هُين. تڏهن فرمائيندا هئا: ارحنا يا بلال بالصلواة. "اي بلال اسان کي نماز جي راحت پهچاءِ". يعني نماز لاءِ بانگ ڏي، تہ نماز سان قلب کي راحت نصيب ٿئي.

هن ڳالهہ لاءِ مشائخن جا مختلف قول آهن ۽ سڀ پنهنجي پنهنجي جاءِ تي قدر جي لائق آهن. مشائخن جي هڪ جماعت جو چوڻ آهي، تہ نماز جي درگاهہ ۾ حاضر ٿيڻ جو نالو آهي. جيڪي ماڻهو پاڻ کان غائب هوندا آهن، اهي نماز ۾ حاضر هوندا آهن ۽ جيڪي اڳ ۾ حاضر هوندا آهن، اهي نماز ۾ غائب رهندا آهن. جهڙيءَ طرح قيامت ۾ غائب هوندا ۽ پوءِ حاضر ٿي ويندا، ۽ جيڪي حاضر هوندا، اهي غائب ٿي ويندا. مان چوان ٿو، تہ نماز الله جو حڪم آهي. اها نہ حاضري جو سبب آهي ۽ نہ غائب هجڻ جو ذريعو آهي. الله جو حڪم ڪنهن جو محتاج نہ هوندو آهي. حضور جو سبب عين حضور آهي، اهڙيءَ طرح غيبت جي علت عين غيبت آهي. الله جو حڪم ڪنهن بہ حالت ۾ ناقص نہ هوندو آهي. جيڪڏهن نماز حضور جو ذريعو هجي ها تہ يقين سان نماز کان سواءِ بي ڪابہ شيءِ الله جي حضور ۾ حاضر ڪري نہ سگهجي ها. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن نماز غيبت جو سبب هجي ها، تہ غائب نماز ترڪ ڪرڻ کان پوءِ بہ الله جي درگاهہ ۾ حاضر ٿي سگهجي ها. جڏهن حاضر ۽ غائب ٻنهي مان ڪوبہ نماز پڙهڻ کان معذور ڀڄي نٿو سهگي، تڏهن نماز پنهنجي پاڻ هڪ طاقت آهي، غيبت ۽ حضور سان ان جو ڪوبہ واسطو ناهي. مجاهدي وارا ۽ استقامت جا صاحب نماز گهڻي پڙهندا آهن، ۽ ٻين کي بہ اهڙو حڪم ڪندا آهن. مشائخ پنهنجن مريدن کي چوندا آهن، تہ هو ڏينهن ۽ رات ۾ چار سؤ رڪعتون نماز پڙهن، تہ جيئن سندس بدن ۾ عبادت جي عادت پئجي وڃي. استقامت وارا بہ گهڻي نماز پڙهندا آهن، تہ جيئن هو الله وٽ قبوليت جو شڪريو ادا ڪن. باقي رهيا احوال جا صاحب، انهن جون بہ جماعتون آهن: هڪڙا اهي جن جي نماز ڪمال سلوڪ ۽ محويت جي ڪري "جمع" جي مقام تي هوندي آهي ۽ هو پنهنجي نماز ۾ مجتمع (قرار سان) هوندا آهن. ٻيا اهي جن جي نماز محويت کان سواءِ ۽ سلوڪ جي قطع ٿيڻ واري حالت ۾ "تفرقي" جي مقام تي هوندي آهي. اهي هميشہ تفرقي جي حالت ۾ رهندا آهن. مجتمع ماڻهو ڏينهن رات نماز ۾ مشغول رهندا آهن. فرض ۽ سنتن کان سواءِ نفل بہ گهڻا پڙهندا آهن. تفرقي وارا فرض ۽ سنتون ادا ڪندا آهن ۽ نفل گهٽ پڙهندا آهن. پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: جعلت قرة العيني في الصلواة. "منهنجي اکين جي روشني نماز ۾ آهي". يعني مون کي سموري راحت نماز ۾ ملندي آهي. استقامت وارن جو طريقو نماز ۾ مشغول هجڻ آهي.

پيغمبر ﷺ جن معراج واري رات الله جي حضور ۾ پهتا، تہ دنيا جي سمورن جنجالن کان آزاد ٿي ويا ۽ الله تعالىٰ وٽ اهڙي مقام تي پهتا جتي نفس کي دل جو درجو ملي ويو. دل کي جان جو، جان کي باطن جو درجو مليو. باطن وري درجن کان فاني ٿيڄي، مقامات کي بيخودي ٿي هڪ "شان جو نشان" ٿيڄي ويو. پاڻ عين مشاهدي جي حالت ۾ مشاهدي کان غائب ۽ عين ديد جي حالت ۾ ديد کان ذار ٿي ويا. انساني خصوصيتون ختم ٿي ويون. نفساني مادو خاڪ ٿي ويو. سمورا لاڙا فنا ٿي ويا. الله جي گواهي پنهنجي بادشاهي ۾ظاهر ٿي. پاڻ کان پري ٿي حقيقت ۾ حقيقت ملي وئي. الله جي مشاهدي ۾ محوَ ٿي ويا. شوق جي ڪمال کان بي اختيار ٿي عرض ڪيائون: منهنجا مولي! مون کي هن مصيبت ۾ نہ وجهہ. طبعي لوڀ لالچ جي قيد کان آزاد رک. حڪم ٿيو: اسان جو اهو حڪم آهي، تہ اوهان شرعيت قائم ڪرڻ لاءِ واپس دنيا ۾ وڃو. اسان ملڪوت جي عالم ۾ اوهان کي، جو ڪجهہ عطا ڪيو آهي، اهو دنيا کي توهين عطا ڪريو. پوءِ حضور ﷺ جن دنيا ۾ موٽي آيا. جڏهن بہ ڪين دل ۾ معراج جو شوق جاڳندو هو، تڏهن فرمائيندا هئا: ارحنا يا بلال بالصلواة. "اي بلال! اسان کي نماز سان راحت پهچاءِ." هنن لاءِ هر نماز معراج هو ۽ هڪ نئين ويجهڙائي (تقريب) جو سبب هئي. ماڻهو ڪين نماز ۾ مشغول ڏسندا هئا، سندن جان نماز ۾ هوندي هئي ۽ دل باطن جي نياز ۾ محو رهندي هئي، سندن نفس سوز ۽ گداز ۾ قابو هوندو هو. نماز سندن اکين جو نور ٿيڄي ويندي هئي، سندن جسم دنيا ۾ ۽ جان ملڪوت ۾ هوندي هئي. ظاهر ۾ سندن بدن ماڻهن سان گڏ هوندو هو مگر روح مبارڪ الله جي محبت واري مقام تي هوندو هو.

حضرت سهل بن عبدالله فرمايو آهي: علامة الصدق ان يكون له تابع من الحق اذا دخل وقت الصلواة بيعثه عليها وينبهه ان كان نائما. "سچائي (صدق) جي هي علامت (نشاني) آهي تہ الله تعاليٰ جي طرف ان ہانهي تي هڪ فرشتو مقرر هجي. جڏهن نماز جو وقت اچي تڏهن هو کيس اُٿاري ۽ سمهي رهيو هجي، تہ کيس جاڳائي". اها حالت حضرت سهل بن عبدالله تي طاري هئي. هو پوڙهو ۽ معذور ٿي ويو هو مگر نماز جي وقت بلڪل ٺيڪ ٿي ويندو هو. ۽ نماز کان پوءِ وري معذور بڻجي ويندو هو.

مشائخن مان هڪ بزرگ فرمايو آهي: يحتاج المصلي الىٰ اربعة اشياء: فناء النفس وذهاب الطبع و صفاء السر و كمال المشاهدة. "نمازي چئن شين جا محتاج هوندا آهن: نفس جي فنا، طبعيت جو متجڻ، باطن جي صفائي ۽ مشاهدي جو ڪمال." نفس جي فنا کان سواءِ نماز بيڪار آهي، اها شيءِ همت جي جمع ٿيڻ سان حاصل ٿيندي آهي، همت جو جمع ٿيڻ سان نفس جو غلبو ختم ٿي ويندو آهي. نفس جو بنياد تفرقي تي آهي. تفرقو جمع ۽ الله جي مشاهدي جي طاقت سهي نہ سگهندو آهي. طبع جي متجڻ (تحليل) لاءِ الله جي جلال جو اثبات ضروري آهي. ڇو تہ الله جو جلال غير جي زوال جو سبب هوندو آهي. محبت جي باطن يا صفائي الله تعاليٰ کان حاصل ٿيندي آهي. ۽ مشاهدي جو ڪمال باطن جي صفائي کان سواءِ حاصل نہ ٿيندو آهي.

ٻُڌو ويو آهي، تہ حسين بن منصور رات ۽ ڏينهن ۾ چار سوءِ رڪعتون نماز پڙهندو هو. ماڻهن پڇس: "تنهنجو مقام ايڏو بلند آهي، ايتري تڪليف ڇو ٿو ڪرين؟" هن جواب ڏنو: "تڪليف ۽ راحت اوهان ماڻهن لاءِ آهي، الله جا سالڪ صفتن ۾ فنا هوندا آهن. هو نہ تڪليف محسوس ڪندا آهن نہ راحت. خبردار! ڪنهن ڪاهل کي ڪامل ۽ لوڀي کي الله جو طالب نہ سڏجو."

هڪڙي ماڻهوءَ بيان ڪيو: "مان حضرت ذوالنون رحہ جي پٺيان نماز پڙهي رهيو هئس. جڏهن هن تڪبير وقت الله اڪبر چيو، تڏهن بيهوش ٿي ڪِري پيو. ۽ اسان سمجهيو، تہ مري ويو آهي، ۽ سندن بدن ۾ ڪابہ حِس نہ بچي آهي."

حضرت جنيد رحہ ڪراڙپ ۾ بہ جواني جي وقت جا سمورا ورد وظيفا پڙهندو هو. ڪنهن چيس، تہ تون ضعيف ٿي ويو آهين، انهن وردن کي مختصر ڪري ڇڏ. جواب ۾ چيائين، تہ "سلوڪ جي شروعات ۾ سڀ ڪجهہ انهن جي ڪري حاصل ڪيو اٿم، اهو ممڪن ناهي، تہ سلوڪ جي پڇاڙي ۾ انهن کي ڇڏي ڏيان."

فرشتا هميشه عبادت ۾ مشغول رهندا آهن. انهن جو کاڌو پيتو عبادت آهي، عبادت سندن غذا آهي، ڇو تہ هو روحاني مخلوق مان آهن. ۽ نفس کان بہ آزاد آهن. اماره نفس ٿي عبادت ۾ رنڊڪ وجهندو آهي. ان کي جيترو بہ زير ڪبو، اوترو عبادت جو مرحلو آسان ٿيندو. نفس جي فنا ٿيڻ سان فرشتن وانگر عبادت ئي کاڌو پيتو بڻجي ويندي آهي.

حضرت عبدالله بن مبارڪ فرمايو آهي: "مون ننڍپڻ ۾ هڪ عبادت ڪندڙ عورت کي ڏٺو. کيس نماز ۾ چاليهہ دفعا هڪ وِڇُون ڏنگيو مگر هن ۾ ڪنهن بہ قسم جي تبديلي نہ آئي ۽ نماز ۾ مشغول رهي. نماز بعد مون پڇيو تہ "اي امان! تو هن وڇونءَ کي ڇو نہ هٽايو؟ جواب ڏنائين: اي پٽ! تون نہ سمجهندين. اهو ڪيئن ٿي سگهندو تہ الله تعاليٰ جو ڪم ڪندي مان پنهنجي ڪم ڏانهن ڌيان ڏيان؟"

حضرت ابوالخير اقطع جي پيرن ۾ آڪل جي بيماري هئي. (اهو هڪ اهڙو خراب مرض آهي جو گوشت ڳري ويندو آهي ۽ ڪاٽڻ کان سواءِ ٻيو ڪوبہ علاج ڪونهي). طبيبن پير ڪٽائڻ جو مشورو ڏنس مگر هو راضي نہ ٿيو. مريدن پاڻ ۾ صلاح ڪئي، تہ نماز ۾ سندس پير ڪپي وٺجي، ڇو تہ کيس نماز ۾ پنهنجي خبر بہ نہ پوندي آهي، پوءِ انهن واقعي ائين ڪيو. نماز کان فارغ ٿيو، تہ سندس پير ڪپيل هو.

اصحابن جي بيان ۾ ذڪر ٿي چڪو آهي، تہ حضرت ابوبڪر صديق رضہ جن رات جي وقت قرآن هوريان پڙهندا هئا، ۽ حضرت عمر رضہ ڏاڍيان. پيغمبر ﷺ جن حضرت ابوبڪر رضہ کان پڇيو تہ هن جواب ڏنو تہ مان سهڻي قرائت جي راز ۾ ۽ نياز جي ڳالهہ ڪندو آهيان. هوريان پڙهان يا ڏاڍيان، ٻڌڻ وارو ٻڌندو آهي. ان کان پوءِ حضور ﷺ هن حضرت عمر رضہ

كان پڇيو ته هن عرض ڪيو، مان سمهڻ وارن کي جاڳائيندو آهيان ۽ شيطان کي ڀڄائيندو آهيان. حضور ﷺ جن فرمايو: "اي ابوبڪر رضا! تون ڍڏيان پڙهندو ڪر ۽ اي عمر رضا! تون هوريان پڙهندو ڪر. ته عبادت مٽجي وڃي".

وڏن صوفين سڳورن ۾ ڪجهه ماڻهو ظاهر ۾ فرض ادا ڪندا آهن، مگر نفل مخفي طور تي پڙهندا آهن. ان ڳالهه جو مطلب اهو هوندو آهي، ته جيئن ريا جو شڪ نه رهي. اعمال ۾ نمائش هجي ۽ مخلوق جي ڏيان پاڻ ڏانهن ڇڪائجي، ته رياڪاري ٿيندي. جيتوڻيڪ هو چون، ته اسان عبادت ٿا ڪريون ۽ اهو نٿا ڏسون، ته ماڻهو ڏسي رهيا آهن. اهو به ريا آهي. ڪي ٻيا ماڻهو فرض ۽ نفل ظاهر ظهور ادا ڪندا آهن ۽ چوندا آهن، ته ريا هڪ باطل شيء آهي ۽ عبادت الله تعالىٰ جي فرمانبرداري آهي. اهو به غلط آهي، ته باطل لاءِ حق کي لڪايو وڃي. دل مان ريا کي ڪڍڻ گهرجي. عبادت ڪٿي به ڪري ٿي سگهجي.

وڏا مشائخ هميشه عبادت جي آداب کي نظر ۾رکندا آهن، ۽ ان لاءِ مريدن تي زور ڀريندا آهن. هڪ بزرگ جو چوڻ آهي: "مون چاليهه سال سفر ڪيو، مگر ڪا به نماز جماعت کان سواءِ نه پڙهي. هر جمعي جو ڏينهن ڪنهن نه ڪنهن ڳوٺ ۾ هوندو هئس.

نماز جا حڪم پورا ٿي نٿا سگهن. جن مقامن جو نماز سان واسطو آهي، اهي الله جي محبت جا آهن. هاڻي محبت جا حڪم بيان ڪندس. انشاءالله.



# باب سورهون

## محبت جي بيان ۾

الله تعاليٰ فرمايو آهي: يا ايها الذين آمنوا مَن يرتَد منكم جن دينه فسوف ياتي الله بقوم يُحبهُم ويُحبُوه. "اي ايمان وارؤ! اوهان مان، جو ماڻهو مرتد (دين کان ڦري) وڃي ٿو، پوءِ قريب آهي ته الله تعاليٰ هڪ اهڙي قوم پيدا ڪري، جنهن جو اهو دوست بڻجي ۽ اها قوم سندس دوست بڻجي وڃي." ٻيهر فرمايو اٿس: ومن الناس من يتخذ من دون الله اندادا يُحبونهم ڪحُبِ الله. "ڪي ماڻهو اهڙا آهن جيڪي الله کان سواءِ (ٻين کي) معبود (عبادت جي لائق) بڻائيندا آهن ۽ ساڻن اهڙي محبت ڪندا آهن، جهڙي الله سان ڪرڻ گهرجي." ايمان وارا الله سان تمام گهڻي محبت ڪندا آهن. پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي، ته مون جبرائيل کان ٻڌو ته الله تعاليٰ فرمايو: من اهان لي ولياً فقد بارزني بالمحاربة وما ترددت في شيءِ ڪترددي في قبض نفس عبدي المومن يڪره الموت واڪره مسائته ولا بدله منه و ما تقرب التي عبدي بشيءِ احب الي من اداءُ ما افتر ضت عليه ولايزال عبدي يتقربالي بالنوافل حتيٰ احبه فا ذااحببت ڪنت له سمعا و بصرا ويدا و مويدا. (حديث). "جنهن منهنجي دوست (ولي) کي گهٽ وڌ چيو اُن ڄڻ ته مون سان جنگ ڪئي. مون کي هڪ ايمان واري جي روح ڪڍڻ ۾ سڀ کان وڌيڪ پريشاني ٿيندي آهي، جو ته هو موت کي پسند نه ڪندو آهي ۽ مان کيس تڪليف ڏيڻ نه چاهيندو آهيان، حالانڪ موت هن لاءِ لازمي آهي. فرض ادا ڪرڻ کان وڌيڪ ڪابه شيءِ پياري نه آهي، جيڪا منهنجي قرب جو سبب بڻجي. منهنجو ٻانهو هميشه نفل پڙهي منهنجو قرب حاصل ڪندو آهي، ايتري قدر جو مان هن سان محبت ڪندو آهيان . اهڙي حالت ۾ مان سندس ڪَن، سندس اک، سندس پير ۽ سندس زبان بڻجي ويندو آهيان." ٻي جاءِ تي فرمايو اٿن: من احب لقاءُ الله احب الله لقائه و من ڪره لقاءُ الله ڪره الله لقائهُ (حديث) جنهن کي الله سان ملڻ جي خواهش هجي، الله اُن سان ملڻ چاهيندو آهي. جنهن کي الله سان ملڻ نه وڻندو آهي، الله به ساڻس ملڻ نه چاهيندو آهي. پيغمبر ﷺ جن هڪ ٻي جاءِ تي به فرمايو آهي: اذا احب الله العبد قال لجبرئيل يا جبرئيل اني احب فلانا فا حبه فيحبه جبرئيل ثم يقول جبرئيل لاَ هل السماءُ ان الله قد احب فلانا فاحبوه فيحبه اهل السماءُ ثم يصنع له القبول في الارض فيحبه اهل الارض و في البغض مثل ذالڪ. "جڏهن الله تعاليٰ ڪنهن کي دوست بڻائيندو آهي، ته جبرئيل کي چوندو آهي، ته مون فلاڻي کي دوست بڻايو آهي، تون به هن کي دوست بڻاءِ. پوءِ جبرئيل اُن جو دوست بڻبو آهي، ۽ آسمان وارن کي چوندو آهي ته فلاڻو الله جو دوست آهي، اوهان به کيس دوست بڻايو ۽ آسمان وارا به هن کي دوست بڻائيندا آهن. پوءِ الله تعاليٰ ان ٻانهي کي زمين وارن ۾ مقبول بڻائيندو آهي. زمين وارا به هن سان محبت ڪندا آهن". الله جي بغض جو مثال به اهڙيءَ طرح سمجهڻ گهرجي.

الله تعاليٰ جي محبت ٻانهي لاءِ ۽ ٻانهي جي الله تعاليٰ لاءِ درست آهي. هن لاءِ (خدا جو) ڪتاب ۽ سنت شاهد آهن ۽ ساري اُمت جو ان ڳالهه تي اتفاق آهي. ته الله جون پاڪ ذات وصفون به آهن ان کي خدا جا ولي دوست رکندا آهن ۽ هو ولين کي دوست رکندو آهي.

چون ٿا، ته لغت جي لحاظ کان "حب". لفظ حبہ مان نڪتو آهي. حبہ ٻج جي ان داڻي کي چوندا آهن جيڪو بيابان ۾ پيو هجي. ماڻهن جي محبت لاءِ حب لفظ ناهيو وي آهي. بيابان ۾ ڪِريل ٻج ۾ حياتي جو اصل جزو موجود هوندو آهي. اهو ٻين ٻُوٽن (نباتات) جي ٻجن وانگر بيابان جي مٿيءَ ۾ پوريل هوندو آهي. بارش پوندي آهي. سج چمڪندو آهي. سردي ۽ گرمي هوندي آهي، مگر اهو (ٻج) سيني تبديلين کان بي نياز رهندو آهي. جڏهن ان جي ڦُٽڻ جو وقت ايندو آهي، تڏهن ڦُٽي پوندو آهي ۽ وڌندو رهندو آهي. اهڙيءَ طرح محبت به دل ۾ جاءِ جوڙيندي آهي. حضور، غيب، مصيبت، محنت، راحت، لذت، جدائي ۽ ميلاپ مان ڪنهن به شيءِ سان منجهس تبديلي نٿي اچي. هن مفهوم کي ڪنهن شاعر هن

طرح سان ادا ڪيو آهي:

يا من مقام جفونـة لمقام عاشقت طبيب
حدث المؤدة فاستوئ عندي حضور و المغيب
"تنهنجي بيمار چشم، عاشق جي بيمارين جو علاج آهي. تو دل ۾
محبت جو ٻج پوکيو. تنهنجو حضور ۽ غيب مون لاءِ هڪ جهڙو آهي".

ڪي چوندا آهن، تہ حب لفظ حبي مان نڪتل آهي. جنهن جي معنيٰ هڪ اهڙي ڪڏ آهي، جنهن ۾ پاڻي گھڻو هجي، ايترو جو نظر جي آڏو هجي ان مان اک ڪجهہ بہ ڏسي نہ سگهندي هجي. اهڙيءَ طرح جڏهن محبت دل ۾ اچي ان کي پري ڇڏيندي آهي. تڏهن ان ۾ محبوب کان سواءِ ڪنهن بہ شيءِ لاءِ جاءِ نہ بچندي آهي. جڏهن الله تعاليٰ حضرت ابراهيم خليل الله کي پنهنجي محبت سان نوازيو، تڏهن هو فقط الله جي عبادت لاءِ دنيا کان ڏار ٿي ويو. سڄي دنيا وارا هن جي آڏو هڪ پردي جي شڪل اختيار ڪري ويا. هو انهيءَ پردي کان بيزار هو. الله تعاليٰ سندس حال ۽ مقام جو بيان هن طرح ڪيو آهي: فَـانهُـم عَـدُ الي الا رَبَ العَـالَـمين. "بيشڪ! االله تعاليٰ کان سواءِ سڀ منهنجا دشمن آهن." هن باري ۾ حضرت شبلي فرمايو آهي: سميت المحبـة محبـة لانّها تمحو من القلب ماسويٰ المحبوب. "محبت جو نالو ان لاءِ محبت آهي جو هوءَ دل مان محبوب کان سواءِ هر شيءِ کي مٽائي ڇڏيندي آهي."

ڪي چوندا آهن، تہ حب اصل ۾ ان گهڙامنجي کي چوندا آهن جنهن تي پاڻيءَ جا دل ۽ مٽ رکيا آهن. الله جي محبت کي حب ان ڪري سڏيندا آهن تہ جو ڪجهہ بہ الله جي طرفان هوندو آهي، مثلاً: عزت، ذلت، راحت، تڪليف، آفت، آرام، وفا ۽ جفا سيني کي خوشيءَ سان برداشت ڪرڻو پوندو آهي. انهن مان ڪابہ شيءِ بار نہ بڻبي آهي. محبت جو اهو ئي مقصد آهي. جيئن گهڙامنجي پاڻيءَ دلن ۽ مٽن جو بار برداشت ڪندي آهي. محبت جي فطرت ئي اهڙي آهي، جو هوءَ دوست جي بار کي ڪٺي ۽ تڪليف محسوس نہ ڪري. هن مضمون متعلق ڪنهن شعر چيو آهي:

ان شئت جودي و ان شئت فامتنعي
ڪلاهما منڪ منسوب الي الڪرم

"اي منهنجا محبوب چاهين تہ مون تي احسان ڪر، جي نہ چاهين تہ پنهنجا هٿ روڪي ڇڏ. تنهنجون ٻئي ڳالهيون ڪرم سان نسبت ٿيون رکن."

ڪن جو خيال آهي، تہ حَب لفظ مان نڪتل آهي. اهو حبہ جو جمع آهي. ان جو مطلب حَبہ دل يا دل جو ڪارو نقطو آهي. دل هڪ لطيف مقام آهي. ان جو طبعي نظام لطافت آهي. محبت بہ ان مان وجود ۾ ايندي آهي. محبت کي ان جي جاءِ جو نالو ڏنو ويو، چو تہ ان جي جاءِ دل جي ڪارڻ ۾ هوندي آهي. عرب وارا گهڻو ڪري شين کي سندن محل ۽ مقام جي نالي سان سڏيندا آهن.

ڪي چوندا آهن، تہ محبت حباب الماءُ (پاڻيءَ جي ڦوٽي) مان نڪتل آهي، جيڪو تمام گهڻي بارش جي جوش ۾ ظاهر ٿيندو آهي. محبت جو نالو حب رکيو ويو. لانـه غليان القلب عندالاشتياق اليٰ لقاء المحبوب. "دوست جي دل دوست جي ديدار جي اشتياق ۾ هميشه پريشان رهندي آهي." جهڙيءَ طرح جسم روح لاءِ بيقرار هوندو آهي ۽ ان جو قيام ئي روح تي آهي، اهڙيءَ طرح دل محبت سان قائم آهي، ۽ محبت جو قيام محبوب جو ديدار ۽ ملاقات لاءِ آهي. انهيءَ مضمون متعلق هڪ شاعر جو شعر آهي:

اذا ما تمني الناس روحاً وراحةً
تمنيت ان القاڪ يا غـُرة حاليا

"جڏهن دنيا سڪون ۽ راحت جي تلاش ۾ هوندي آهي، تڏهن مان چاهيندو آهيان، تہ توسان ملان، جيئن توکي منهنجي حال جي خبر پئجي وڃي."

ڪن ماڻهن جو چوڻ آهي، تہ حب لفظ هڪ اسم آهي. جيڪو محبت جي صفائيءَ لاءِ ناهيو ويو آهي. عرب اک جي ماڻڪي کي "حبة الانسان" چوندا آهن. اهڙيءَ طرح قلب جي ڪاراڻ کي "حبة القلب" جي نالي سان سڏيندا آهن. دل جي ڪاراڻ محبت جو مقام آهي ۽ اک جي پتلي نظر جي جاءِ آهي. اهوئي سبب آهي جو دل ۽ اک پيئي محبت ۾ هڪ ٻئي جهڙا شريڪ آهن. انهيءَ مضمون تي بہ ڪنهن شعر چيو آهي:

القلب يحسد لذت النظر
والعين تحسد قلبي لذت الفکر

"دل کي اک سان حسد آهي، جو هوءَ ديد جي لذت مان فائدو وٺندي آهي. اک کي دل سان حسد آهي، جو هوءَ محبوب جي تصور مان فائدو وٺندي آهي."

## (فصل)

محبت جي لفظ کي عالمن ڪيترن ئي طريقن سان استعمال ڪيو آهي. نفس جي بيقراري، رغبت ، خواهش، دلي آرزو ۽ اُنس سان گڏ ارادت کي بہ محبت جو نالو ڏيندا آهن. مگر انهن سڀني شين کي الله تعاليٰ سان ڪابہ نسبت ناهي. اهي سڀ مخلوقات ۽ موجودات سان واسطو رکندڙ آهن. الله تعاليٰ جي پاڪ ذات انهن کان بي نياز ۽ مٿانهين آهي.

اهو لفظ احسان جي معنيٰ ۾ بہ استعمال ٿيو آهي، يعني ٻانهو جتي الله جي عنايتن سان نوازجي، مٿانهون درجو حاصل ڪندو آهي، تڏهن ڪيس ڪمال جي منزل عطا ٿيندي آهي ۽ هو نوازشن مان فائدو وٺندو آهي.

ٽئين معنيٰ سهڻي (جميل) ثنا آهي. ڪلام (فلسفي) وارن جي هڪ جماعت جو چوڻ آهي، تہ الله جي محبت اسان لاءِ ٻڌڻ جي صفتن مان هڪ آهي. ٻُڌڻ، هٿ ۽ ويهڻ جي صفت (استويٰ) عقلي طور تي الله تعاليٰ لاءِ محال هجن ها، جيڪڏهن ڪتاب ۽ سنت ۾ سندن ذڪر نہ هجي ها. اهوئي سبب آهي جو اسان الله جي محبت کي ثابت تہ ڪندا آهيون، ۽ ان ۾ مبتلا بہ ٿيندا آهيون، مگر ان ۾ دخل ڏيڻ کان خاموش آهيون. جڏهن طريقت وارا محبت جو لفظ الله تعاليٰ لاءِ استعمال ڪندا آهن، تہ سندن مراد اها نہ هوندي آهي، جيڪا مٿي بيان ٿيل قولن ۾ آهي. مان ان جي حقيقت بيان ڪندس. انشاء الله العزيز.

معلوم هئڻ گهرجي، تہ الله جي محبت، انسان لاءِ سندس ڀلائيءَ جي ارادي ۽ مٿس رحمت ڪرڻ کي سڏيندا آهن. محبت ارادي جي نالن مان هڪ نالو آهي، جهڙيءَ طرح رضا، ناراضگي، رحمت ۽ مهر باني وغيره آهن. انهن کي فقط الله جي ارادي جي معنيٰ ۾ سمجهڻ گهرجي. الله جي ارادي جي صفت قديم آهي، جنهن سان سندس ڪم (افعال) ظاهر ٿيندا آهن. مبالغي ۽ فعل جي ظاهر ڪرڻ ۾، انهن مان ڪي صفتون ٻين صفتن کان وڌيڪ خصوصيت واريون آهن. مطلب تہ الله تعاليٰ محبت سان ٻانهي کي وڏيڪ نعمتون عطا ڪندو آهي. دنيا ۽ آخرت جو ثواب ڏيندو آهي. عذاب کان بچائيندو آهي. گناهہ کان پناهہ ۾ رکندو آهي. مٿانهان مقام ۽ احوال عطا ڪندو آهي. باطن کي غير جي تصور کان پاڪ ڪندو آهي ۽ پنهنجي ازلي مهربانين سان فائدو پهچائيندو آهي. تہ جيئن هو سڀني کان ناتا ٽوڙي، ان جي رضا لاءِ يگانو بڻجي وڃي. جڏهن الله تعاليٰ ڪنهن کي اهڙي طرح مخصوص ڪندو آهي، تڏهن اهڙي تخصيص (خاص هجڻ جي حالت) کي محبت سڏيندا آهن. اهو حارث محاسبي جنيد ۽ مشائخن جي هڪ وڏي جماعت جو مذهب آهي. مخلتف فرقن، فقيهن ۽ گهڻن اهل سنت جي فلاسافرن (متڪلمين) جو بہ اهوئي مسلڪ آهي.

جيڪڏهن چيو وڃي، تہ محبت جي معنيٰ ٻانهي جي نيڪ خصلت آهي ۽ ان جي تعريف بيان ڪرڻ سندس ڪم آهي، حالانڪ ان جو ڪلام قديم آهي. قديم کي حادث سان ڪابہ نسبت ڏئي نہ سگهبي. جيڪڏهن چيو وڃي، تہ محبت جي معنيٰ الله جو احسان آهي، تہ يقين سان چئي سگهبو، تہ احسان ان جو پنهنجو فعل آهي. اهي سمورا قول معنيٰ جي لحاظ کان هڪ ٻئي جي لڳ ڀڳ آهن.

ٻانهي جي محبت الله تعاليٰ لاءِ هڪ صفت آهي، جيڪا فرمانبردار ۽ ايمان واري جي دل ۾ پيدا ٿيندي آهي. ان جي

معنيٰ تنظيم ۽ تكريم سان هوندي آهي. ايتري قدر جو هو محبوب جي رضا چاهيندو آهي ۽ سندس ديدار جي طلب ۾ بيقرار هوندو آهي. كيس ان كان سواءِ كنهن بہ شيءِ مان راحت نہ ايندي آهي. ان كي ذكر جي عادت پئجي ويندي آهي ۽ الله كان سواءِ ٻئي جي ذكر كان بيزار رهندو آهي. هن لاءِ آرام محال ۽ راحت دور هوندي آهي. دنيا جي مطلب وارين ۽ وڻندڙ شين كان پري رهندو آهي. نفساني خواهشن كان منهن موڙيندو آهي ۽ محبت جي سلطان آڏو سر جهكائيندو آهي. ان جي پاڪ ذات كي صفتن جي كمال سان سڃاڻندو آهي. اهو ٺيڪ ناهي تہ الله جي محبت اهڙي هجي جهڙي مخلوق كي هڪٻئي سان هوندي آهي. پاڻ ۾ مخلوق جي محبت محبوب كي قبضي ۾ آڻڻ ۽ حاصل كرڻ جي تمنا هوندي آهي. اها جسماني محبت آهي. الله تعاليٰ جا دوست سندس قرب لاءِ جان ڏيندا آهن. سندس كيفيت جا طالب نہ هوندا آهن. دوست جو طالب دوستيءَ ۾ پنهنجو پاڻ قائم رهندو آهي ۽ هلاكت جو طالب دوست جي نالي سان قائم هوندا آهي. الله جي محبن مان دوستيءَ جي وڏي ۾ وڏي مقام تي اهي ماڻهو هوندا آهن. جيكي جان قربان كندڙ ۽ غلبي ۾ آيل (مقهور) هوندا آهن. محدث (مخلوق) جو واسطو قديم (خالق) سان ان وقت تائين ٿي نہ سگهندو آهي، جيستائين قديم (خالق) پنهنجي قهر (غلبي) جي وسيلي، (پاڻهي جي دل مان سموريون خواهشون كڍي) پنهنجي ذات ۾ فنا نہ كندو آهي. جيكو محبت جي حقيقت كان واقف هوندو آهي ان جي دل ۾ كوبہ مونجهارو نہ رهندو آهي. محبت جون ٻہ شيكليون آهن: (1) جنس جي جنس سان محبت. هي نفس جو لاڙو ۽ ان جي تلاش آهي. مثلاً محبوب جي جسم كي ڇهڻ ۽ تسكين جي ذوق لاءِ هن كي چنبڙي پوڻ. (2) غير جنس سان محبت. هن محبت جي تقاضا اها هوندي آهي تہ محبوب جي كنهن صفت كي پنهنجو كيو وڃي. مثلاً لفظن كان سواءِ كلام ٻڌڻ يا اكين كان سواءِ ڏسڻ.

الله جا عاشق ٻن قسمن جا هوندا آهن: هكڙا اهي جيكي الله جا انعام ۽ احسان ڏسي، پنهنجي منعم (نعمت عطا كندڙ) ۽ محسن جي محبت جو دامن پكڙيندا آهن. ٻيا اهي جيكي سڀني انعامن كي دوستي جي غلبي واري حالت ۾ حجاب كان وڌيڪ اهميت نہ ڏيندا آهن. هو انعامن سان منعم ڏانهن ڌيان ڏيندا آهن. پهرين جماعت كان ٻي جماعت جو مسلڪ مٿانهون آهي. الله بهتر ٿو ڄاڻي.

## (فصل)

محبت هڪ ڄاتل سڃاتل لفظ آهي. جيكو سڀني قومن ۽ زبانن ۾ موجود آهي. عقل وارن جي كابہ جماعت ان كي لكائي نہ سگهندي. طريقت جي مشائخن مان حضرت سمنون المحب، الله جي محبت جي باري ۾ هڪ خاص مسلڪ ركندو هو. هن جو چوڻ آهي، تہ محبت، الله جي رستي جو اصل ۽ بنياد آهي. حالتن (احوال) ۽ مقامن جي حيثيت منزلن واري آهي. هر منزل تي زوال ايندو آهي. فقط محبت تي كو زوال كونہ ايندو آهي. باقي مشائخ بہ ان ڳالهہ تي متفق آهن. حضرت سمنون محبت كي هڪ عام ۽ صاف لفظ سمجهي، ان كي لكائي ركڻ جي كوشش كئي آهي. معنوي حيثيت ركي ڇڏيو آهي. ۽ الله جي محبت كي صوفي سڏيائين. هكڙي ٻي جماعت حبيب جي اختيار جي ثابتي ۽ محب جي اختيار ترڪ كي "فقر" ۽ محب كي فقير جو نالو ڏنو آهي. ڇو تہ محبت هڪ ادنيٰ درجو، هر حالت ۾ حبيب جي موافقت آهي. هر صورت ۾ موافقت مخالفت كان جدا هوندي آهي. مون كتاب جي منڍ ۾ فقر ۽ صفوت جو حال كولي بيان كيو ويو آهي. هن متعلق انهيءَ وڏي پير جو قول آهي: الحب عندالزهاد اظهر من الاجتهاد. "محبت زاهدن وٽ اجتهاد كان وڏي حيثيت ركندي آهي. (الحب عندالتابئين اوجد من انين وحنين). توبهہ وارن لاءِ محبت روح راڙي كان آسان آهي. وعند الا تراك استهر من الفتراك. "محبت تُركن لاءِ سواري جي وسيلي (فتراک) كان وڌيڪ فائدي واري آهي. وَسَبي الحب عند الهنود ازهر من سبي محمود. "محبت جي غلامي هندن لاءِ محمود جي غلامي كان بهتر آهي." وقصة الحب و الحبيب عند الروم الشهر من الصليب. "روم وارن لاءِ محبت ۽ محبوب جو قصو صليب كان مشهور آهي." وقصة الحب في العرب ادبُ في كل حي منه طرب و ويل و حزن. "عرب جي هر قبيلي جو ادب محبت جو قصو آهي. جيكو خوشي، رنج، افسوس، جنگ ۽ غم كان پيارو آهي." ان جو مقصد اهو آهي، تہ انساني معاشري ۾ كير بہ اهڙو ناهي، جنهن كي غيب كان اهو

جوهر (محبت) عطا نہ ٿيو هجي، جنهن کي دل ۾ محبت جو حوصلو يا فرحت نہ هجي. جيڪو محبت جي شراب سان سرشار نہ هجي يا ان جي قهر جو نشو نہ رکندو هجي. دل فطري (طبعي) طور تي بيقرار ۽ پريشان هوندي آهي. محبت جي آڏو سمورا سمنڊ سراب (بيابان) وانگر آهي. محبت اهڙي خوراڪ آهي، جنهن تي انسان جي زندگيءَ جو مدار آهي. جيڪا دل محبت کان خالي آهي، سا بيڪار آهي. ڪوشش سان محبت حاصل ڪري نٿي سگهجي، ۽ ڪوشش سان محبت کي پاڻ کان پري ڪري نٿو سگهجي. نفس کي انهن ڳالهين جو پتو ناهي، جيڪي دل ۾ ظاهر ٿينديون آهن.

حضرت عمر بن عثمان مڪي پنهنجي ڪتاب "محبت" ۾ لکي ٿو تہ: "الله تعاليٰ دلين کي جسمن کان ست هزار سال اڳ پيدا ڪيو ۽ ويجهڙائي (قرب) جي مقام ۾ رکيو. روحن کي دلين کان ست هزار سال اڳ ۾ پيدا ڪيائين، ۽ اُنس (پيار) جي مقام تي رکيائين. باطن کي روحن کان ست هزار سال اڳ ۾ پيدا ڪيائين ۽ وصل جي مقام تي رکيائين. ڏهاڙي ٽي سوءُ سٺ دفعا پنهنجي ظاهري جمال (سونهن) جو جلوو باطن تي ڪيائين. ٽي سوءُ سٺ دفعا پنهنجي عنايت ڪري، روحن کي محبت جو ڪلمو ٻڌايائين. ٽي سوءُ سٺ دفعا دلين تي لطيفن جي نوازش ڪيائين. سيني جڏهن ڪائنات جي حالت تي نظر ڪئي تڏهن ڪنهن کي بہ پاڻ کان وڌيڪ نہ سمجهيائون. فخر ۽ غرور ظاهر ٿيا. ان ڪري الله تعاليٰ ڪين آزمائش ۾ وڌو. باطن کي جان ۾، جان کي دل ۾، دل کي جسم ۾ قيد ڪري ڇڏيائين، پوءِ انهن ۾ عقل کي بہ سمائي ڇڏيائين. پوءِ نبين جي وسيلي پنهنجا حڪم ڏنائين. اهڙيءَ طرح هر ڪنهن پنهنجي پنهنجي مقام جي تلاش ڪئي. نماز جو حڪم ٿيو، تہ جسم نماز ۾ مشغول ٿي ويو. دل محبت سان سرشار ٿي وئي. جان الله جي قرب جي تلاش ڪئي. باطن الله جي ميلاپ ۾ تسڪين جو طالب ٿيو. مطلب تہ محبت جو مضمون لطيف لفظن ۽ بيان ۾ سمائجي نٿو سگهي. محبت حال آهي ۽ حال، قال جي دائري کان ٻاهر هوندو آهي. جيڪڏهن ساري ڪائنات چاهي، تہ زور سان محبت حاصل ٿئي، تہ حاصل نہ ٿي سگهندي. جيڪڏهن ان کي ڪو زور سان دور ڪرڻ چاهيندو، تڏهن بہ دور ڪري نہ سگهندو. محبت خدائي انعام آهي، ۽ محنت (اڪتساب) سان حاصل ٿي نہ سگهندي آهي. اها محبت وارن کان زور سان ڪسي نہ سگهبي آهي. محبت الله جي عطا هوندي آهي. انسان راند روند ۾ وندرجي ويندو آهي. محبت الاهي جذبن جو مرڪز آهي. راند روند سان الاهي جلون مان فائدو وٺي نہ سگهبو آهي.

## (فصل)

طريقت جي مشائخن جا عشق جي باري ۾ بہ گهڻائي قول آهن. هڪ جماعت خدا لاءِ ٻانهي جي محبت کي جائز سمجهندي آهي، مگر خدا جي محبت ٻانهي لاءِ روا نہ سمجهندي آهي. انهن جي خيال ۾ عشق محبوب کان رڪاوٽ جي صفت آهي. ٻانهي کي الله تعاليٰ سان ملڻ ۾ رڪاوٽ ٿي سگهي ٿي. الله تعاليٰ لاءِ ڪابہ رڪاوٽ ناهي. تنهنڪري ٻانهو الله تعاليٰ سان عشق ڪري سگهندو آهي ۽ الله تعاليٰ ٻانهي سان عشق نہ ڪندو آهي.

هڪ ٻي جماعت جو خيال آهي، تہ ٻانهي جو الله تعاليٰ سان عشق روان ناهي، ڇو تہ اصل ۾ حد ٽپڻ جو نالو آهي ۽ الله تعاليٰ جي ڪابہ حد ڪانهي.

آخري مشائخن جو خيال آهي، تہ عشق ٻنهي جهانن ۾ صرف ان لاءِ روا ٿي سگهي ٿو، تہ الله جي ذات جي ڄاڻ جي طلب رکجي. الله جي ذات جي ڄاڻ (ادراڪ) امڪان کان ٻاهر آهي، تنهنڪري الله جي ذات سان محبت ۽ اخلاص ممڪن آهيَ. باقي عشق روا ناهي. هو اهو بہ چوندا آهن، تہ عشق جو دارومدار ديدار تي هوندو آهي. محبت فقط ٻڌڻ سان نہ ٿي سگهندي آهي. عشق جو واسطو نظر سان هوندو آهي، تنهنڪري الله جي ذات سان عشق ٿي نہ سگهندو. ڪيس ڪنهن بہ نہ ڏٺو آهي. هن جي باري ۾ فقط ٻڌو ويو آهي. تنهنڪري سيني دعويٰ شروع ڪري ڏني آهي، ڇو تہ سيني کي گفتگو جي اجازت آهي. الله جي ذات محسوس بہ ٿي نہ سگهندي آهي ۽ عقل جي دائري کان ٻاهر آهي، تنهڪري عشق جو سوال ئي پيدا ٿي نٿو سگهي. الله تعاليٰ پنهنجي ڪمن ۽ صفتن سان پنهنجن دوستن (ولين) تي احسان ۽ رحمت ڪندو آهي. هن جي صفتن سان محبت ڪرڻ نيڪ آهي. جڏهن حضرت يعقوب عليہ السلام ( پنهنجي پٽ) يوسف عليہ السلام جي پيار کان

جدائيءَ جي مصيبت ۾ مبتلا هو. تڏهن حضرت يوسف عليه السلام جي پهراڻ جي خوشبوءِ سان سندس اکين جو نور واپس اچي ويو هو. حضرت زليخا رضہ حضرت يوسف عليه السلام جي عشق ۾ فنا هئي. جيستائين کيس وصال (ميلاپ) جي دولت عطا نہ ٿي، تيستائين سندس اکيون روشن نہ ٿيون. اهو هڪ عجيب طريقو آهي، جو هڪڙا لوڀ لالچ ۾ گرفتار ۽ ٻيا دست بردار آهن.

هيءَ بہ چيو ويو آهي، تہ الله جي ذات ۾ ڪابہ ڪمي (تناقص) ڪانهي، ۽ عشق بہ ڪمي کان پاڪ هوندو آهي، تنهنڪري الله جي ذات سان (عشق) روا هئڻ گهرجي. هن متعلق گهڻيون ئي لطيف ڳالهيون آهن. مگر ڪتاب جي ڊيگهہ جي خوف کان ايترو بيان ڪافي ٿو سمجهان. الله بهتر ٿو ڄاڻي.

**(فصل)**

محبت جي حقيقت جي باري ۾ وڏن مشائخن جون بيان ڪيل رمزون ايتريون آهن، جيڪي سڀ بيان ڪري نٿيون سگهجن. انهن قولن مان ڪجهہ ٽڪرا بيان ڪريان ٿو، جيئن اُهي الله تعاليٰ وٽ منظور ٿين ۽ برڪت جو سبب بڻجن.

استاد ابوالقاسم قشيري فرمائي ٿو: المحبت محو المحب بصفاته و اثبات المحبوب بذاته. "محبت، محبت ڪرڻ وارن جي صفتن جو ميٽجڻ ۽ محبوب جي ذات جو ثابت ٿيڻ آهي". يعني محبت اها آهي، جو محب پنهنجي سڀني وصفن کي محبوب جي طلب ۾ ان جي ذات جي اثبات لاءِ فنا (نفي) ڪري ڇڏي. محبوب باقي ۽ محبت ڪرڻ وارو فاني آهي. اهو ضروري آهي، تہ محبت ڪرڻ وارو دوستيءَ جي غيرت جو لحاظ رکندي، محبوب جي بقا ثابت ڪرڻ لاءِ پنهنجي نفي ڪري، جيئن کيس مڪمل ولايت حاصل ٿئي. محبوب جي ذات جو اثبات محبت ڪرڻ وارن جي صفتن جي فنا ٿيڻ سان واسطو رکندو آهي. اهو ٿي نٿو سگهي تہ محبت ڪرڻ وارو پنهنجي صفتن ۾ قائم رهي، ڇو تہ جيڪڏهن پنهنجي صفتن سان قائم هوندو، تہ ڇڻ محبوب جي جمال کان بيزار هوندو. هو سمجهندو آهي، تہ محبوب جو جمال ئي سندس زندگي آهي، تنهنڪري هو پنهنجي صفتن جي نفي جو طالب رهندو آهي، ڇو تہ پنهنجي صفتن جي موجودگيءَ ۾ هو پنهنجي محبوب کان محجوب هوندو آهي. الله جي محبت ۾هو پنهنجو دشمن هوندو آهي. جڏهن حسين بن منصور کي ڦاهي تي لٽڪايو ويو، تڏهن سندس آخري لفظ هي هئا: حب الواجد افراد الواحد. "حال جي صاحب جي منزل الله کي هڪ (واحد) سمجهڻ آهي." (هڪ جي دوستي کي يگانو مڃڻ آهي). محبت ڪرڻ واري لاءِ اهو ڪافي تہ هو محبت جي راهہ ۾ مِٽجي (فنا ٿي) وڃي، ۽ پنهنجي حال ۾ نفس جي غلبي کان محفوظ ٿي وڃي.

حضرت بايزيد بسطامي فرمائي ٿو: المحبت استقلا ل الڪثير من نفسڪ و استڪثا القليل من حبيبڪ. "محبت اها آهي، تہ پنهنجي گهڻي کي ٿورو ۽ محبوب جي ٿوري کي تمام گهڻو ڄاڻو وڃي". اهو معاملو الله سان آهي. هن دنيا جي نعمتن کي ٿورو سڏيو آهي ۽ چيو آهي: قل متاع الدنيا قليلً. (اي پيغمبر ﷺ) چئو تہ دنيا جو مال متاع ٿورو آهي". پوءِ ٿوري عمر، ٿوري جاءِ ٿوري سامان هئڻ جي باوجود ٻانهن جي ذڪر ڪرڻ کي گهڻو سڏيو ويو آهي. خدا جو فرمان آهي: و الذين اڪرين الله ڪثيراً وَ الذاڪرات. "عورتون ۽ مرد خدا جو گهڻو ذڪر ڪندڙ آهن." جيئن خدا جي مخلوق ڄاڻي، تہ حقيقت ۾ هڪڙو خدا دوست آهي. اها صفت مخلوق لاءِ روا ناهي. الله وٽان جو بہ پهچي ٿو، ان ۾ ڪا بہ شيءِ ٿوري نہ آهي. اِنسان جي طرف جو ڪجهہ بہ آهي، سو ٿورو آهي.

حضرت شيخ ابو سهل بن عبدالله تستري فرمائي ٿو: المحبت معانقة الطاعات و مباينة المخالفات. "محبت هي آهي، تہ محبوب جي فرمانبرداري سان همڪنار رهجي ۽ سندس مخالفتن کان بچندو رهجي". جيڪڏهن دل ۾ محبت زياده هوندي، تہ محبوب جي فرمانبرداري آسان ٿي پوندي. اها ڳالهہ بيدينن (ملحدن) جي ان جماعت جي ترديد ٿي ڪري، جيڪي سمجهن ٿا، تہ ٻانهو محبت ۾ ان مقام تي پهچي ويندو آهي، جتي عبادت جي ضرورت نہ رهندي آهي. اها سراسر بيديني آهي، ڇو تہ جيڪڏهن عقل نيڪ طرح سان ڪم ڪندو تہ شرعي تڪليف دور نہ ٿيندي. سڄي اُمت جو انهيءَ ڳالهہ تي اتفاق (اجماع) آهي تہ پيغمبر ﷺ جن جي شريعت ڪڏهن بہ رَد (منسوخ) ٿي نہ سگهندي. جيڪڏهن عقل ۽ صحت جي

هوندي. ڪنهن بہ هڪ ماڻهوءَ لاءِ رد سمجهي ويندي تہ سيني لاءِ ساڳئي نموني سان رد ٿي سگهندي. اها بلڪل بيديني جي ڳالهہ (زندقہ) آهي. عقل کان خالي ۽ ديواني جي ٻي ڳالهہ آهي ۽ انهن لاءِ عذر بہ موجود آهي. اهو ٺيڪ آهي تہ الله تعاليٰ ڪنهن ٻانهي کي دوستيءَ جو مقام عطا ڪري، جتي طاعت جي تڪليف جو احساس ختم ٿي وڃي. ڪنهن بہ ڳالهہ جي تڪليف محبت جي مقدار موجب هوندي آهي. محتب جيتري زياده هوندي، اوتري ئي طاعت جي تڪليف سهڻ آسان بڻبي. اها ڳالهہ پيغمبر ﷺ جن جي احوال مان ظاهر ٿئي ٿي. جڏهن الله تعاليٰ سندن قسم کڻي "لعمرڪ" چيو تڏهن ايتري عبادت ڪيائون جو سندن پيرن تي ورم اچي ويا (پير سڄي پيا). الله تعاليٰ فرمايو: طٰـہٰ؛ ما انزلنا عليڪ القرآن لـتشقيٰ. "اي محبوب! اسان قرآن ان لاءِ نازل نہ ڪيو آهي، تہ اوهان تڪليف ۾ پهچي وڃو." اهو بہ ممڪن آهي، تہ حڪم ادا ڪندي، حڪم جو تصور ئي نہ رهي. پيغمبر جن فرمايو آهي: انہ ليغان عليٰ قلبي و اني لاستغفر الله في ڪل يوم سبعين مرة. "منهنجي دل تي پردو وڌو ويو آهي ۽ مان ڏهاڙي ستر دفعا استغفار ڪندو آهيان". حضور ﷺ جن جي نظر پنهنجي فعل ۽ پنهنجي ذات تي نہ هئي، يعني پاڻ بندگي جي غرور کان آزاد هئا. هنن جي آڏو هميشہ خدا جي حڪمن جي عزت هئي. ۽ فرمائيندا هئا: "مان بندگيءَ جو حق ادا ڪري نہ سگهيو آهيان".

حضرت سمنون محب فرمايو آهي: ذهب المحبون الله بشرف الدنيا والأخرة لان النبي صلي الله عليہ وسلم قال المرء مع من احب. "الله جا دوست ٻنهي جهانن جي بزرگي جا حقدار آهن، ڇو تہ حضور ﷺ جن فرمايو آهي تہ قيامت جي ڏينهن هر ماڻهو ان سان هوندو جنهن کي هو چاهيندو آهي." الله جا دوست ۽ آخرت ۾ الله سان گڏ آهن. ۽ جيڪي الله تعاليٰ سان گڏ آهن، انهن کي ڪوبہ نقصان ڪونهي، دنيا جو شرف ان ۾ آهي تہ الله تعاليٰ کي گڏ رکي ۽ آخرت جو شرف بہ اهو آهي تہ هو الله تعاليٰ سان گڏ هجن.

حضرت يحيٰي بن معاذ رحہ فرمائي ٿو: حقيقة المحبة ما لا ينقص بالجفاء ولا يزيد بالبر و العطاء. "محبت جي حقيقت هي آهي، تہ هو نہ جفا سان گهٽ ٿيندي آهي ۽ نہ وري عطا سان زيادهہ ٿيندي آهي." ڇو تہ اهي ٻيئي پاسا محبت جا سبب آهن ۽ سبب اصلي شيءِ هوندي بہ ڪجهہ نہ هوندا آهن. دوست کان پهتل مصيبت دوست لاءِ خوشيءَ جو سبب هوندي آهي. محبت جي رستي ۾ وفا ۽ جفا ۾ ڪو فرق نہ هوندو آهي، محبت حاصل ٿيندي آهي، تہ جفا وفا بڻبي آهي ۽ وفا جفا ٿيندي آهي.

مشهور آهي، تہ حضرت شبلي کي چريائي جي تهمت هڻي شفا خاني ۾ داخل ڪيو ويو هو. ڪجهہ ماڻهو سندس زيارت لاءِ آيا. کين چيائين: "اوهان ڪير آهيو؟" ماڻهن چيو: "توهان جا دوست." کين پٿر هڻڻ شروع ڪيائين، تہ سڀ ڀڄي ويا. فرمايائين: "جيڪڏهن دوست هجو ها تہ ڀڄي نہ وڃو ها، منهنجي زيادتي تي صبر ڪريو ها." دوست ڪڏهن بہ دوست جي ڏنل تڪليف کان ڀڄي نہ ويندو آهي. هن موضوع تي گهڻيون ئي ڳالهيون آهن. مان ايترو لکڻ ڪافي ٿو سمجهان.

الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

## (پنجين ڪشف جو کُلڻ - زڪواة)

الله تعاليٰ فرمايو آهي: اقيموا الصلواة و آتوا الزڪواة. "نماز قائم ڪريو ۽ زڪوات ادا ڪريو". هن باري ۾ گهڻيون ئي آيتون ۽ حديثون آهن. زڪوات اسلام جي فرضن ۽ رڪنن ۾ شامل آهن. جنهن تي واجب آهي، ان کي ادا ڪرڻي آهي. ان کان انڪار ڪرڻ جائز ناهي. زڪوات نصاب جي صاحبن تي واجب هوندي آهي يعني جنهن وٽ بہ سؤ درهم هجن ۽ هڪ سال سال گذري وڃي ۽ انهن جي خرچ ڪرڻ جي ضرورت نہ پوي، تہ انهن مان پنج درهم زڪوات ۾ ڏيڻ واجب آهي. (ٻہ سؤ درهم ڪامل نصاب آهي). سون جا ويهہ دينار بہ ڪامل نصاب ۾ اچن ٿا. انهن مان اڌ دينار زڪوات ۾ ڏيڻ واجب آهي. پنجن اُٺن تي هڪ رڍ يا ٻڪري ڏيڻي پوندي. باقي ٻئي مال تي بہ اهڙي طرح زڪوات واجب آهي. ياد رکڻ گهرجي تہ مرتبي تي بہ مال وانگر زڪوات واجب هوندي آهي، ڇو تہ مرتبو بہ هڪ پوري نعمت هوندو آهي. پيغمبر ﷺ جن فرمايو

آهي: اِن الله تعاليٰ فرض عليكم زكواة جاهه كم كما فرض عليكم زكواة مالكم. "الله تعاليٰ اوهان تي مرتبي (جاهه) جي زكوات بہ اهڙيءَ طرح فرض ڪئي آهي جهڙيءَ طرح اوهان جي مال تي زكوات فرض آهي." ٻي جاءِ تي فرمايو ائين: ان لكل شيءِ زكواة و زكواة الداربيت الضافة. "يقين سان هر شيءِ تي زكوات آهي ۽ گهر جي زكوات مهمان رهائي، ان جي خدمت ڪرڻ آهي." حقيقت ۾ زكوات نعمتن جو شڪرانو آهي. تندرستي وڏي نعمت آهي. هر عضوي جي زكوات هوندي آهي. ان جي صورت ۾ هيءَ آهي تہ پنهنجن سمورن عضون کي عبادت ۾ مشغول رکجي ۽ راند روند لاءِ وقف ڪري نہ ڇڏجي. خدا جي نعمت جو حق ادا ڪرڻ گهرجي. باطني نعمتن تي بہ زكوات آهي. سڀني شين جي حقيقت بيان ٿي نہ سگهندي. جيڪا بہ شيءِ گهٽي هجي، ان جي گهٽائيءَ موجب زكوات واجب ٿيندي. حقيقت ۾ زكوات ظاهري ۽ باطني نعمتن جي معرفت آهي. بانهو جڏهن محسوس ڪندو آهي، تہ الله تعاليٰ جي بيشمار نعمتون آهن، تڏهن هو نعمتن جو شڪرانو حساب ڪان سواءِ ڪندو آهي. بي حساب نعمتن جو شڪرانو بہ حساب ڪان سواءِ ڪندو آهي. بي حساب نعمتن جو شڪرانو بہ بي حساب نعمت سمجهڻ گهرجي.

صوفين لاءِ دنيا جي مال جي زكوات وڏي ڳالهہ نہ هوندي آهي. ماڻهوءَ لاءِ ڪنجوسائپ هڪ خراب ڳالهہ آهي. ٻہ سؤ درهم سال ۾ بچائي، پنهنجي ملڪيت کي سال لاءِ بچائي رکڻ بہ ڪنجوسي آهي. ۽ ان ڪان پوءِ فقط پنج درهم زكوات ڏيڻ ڪهڙي ڳالهہ آهي؟ ڪرم ڪندڙ ماڻهو مال ورهائيندا آهن. ۽ سخاوت ڪندا رهندا آهن. انهن تي زكوات واجب ٿي نہ ٿيندي آهي.

چون ٿا، تہ هڪ دفعي ڪنهن عالم آزمائش طور حضرت شبلي ڪان زكوات جي باري ۾ هڪ مسئلو پڇيو. هن جواب ڏنو: "جڏهن ڪنجوسائپ موجود ۽ مال حاصل آهي، تڏهن ٻن سون درهمن ۽ ويهن دينارن مان اڌ دينار زكوات ۾ ڏيڻ واجب آهي. اهو تنهنجي مذهب موجب آهي. منهنجي مذهب ۾ ڪابہ ملڪيت بڻائڻ جائز ناهي، ۽ زكوات جي معاملي ۾ آزاد رهڻو آهي." اهو ٻڌي انهيءَ عالم پڇيو: "هن مسئلي ۾ اوهان جو امام ڪير آهي؟" جواب ڏنائين: "حضرت ابوبڪر. هنن وٽ جو ڪجهہ هو، اهو الله جي راهہ ۾ ڏئي ڇڏيائون". جڏهن پيغمبر ﷺ جن پڇيو: "پنهنجي اهل عيال لاءِ ڇا ڇڏي آئين؟" عرض ڪيائون: الله ۽ ان جو رسول."

اميرالمومنين حضرت علي ڪرم الله وجهه پنهنجي قصيدي ۾ شعر چيو آهي:

فما وجبت علي زكواة مال
وهل تجب الزكوٰة عليٰ جواد

"مون تي مال جي زكوات واجب ناهي، ڇا سخيءَ تي زكوات واجب هوندي آهي؟" ڪرم ڪندڙ جو مال خرچ ٿيڻ لاءِ هوندو آهي ۽ انهن جو خون بہ معاف هوندو آهي. هو نہ تہ مال ۾ ڪنجوسائپ ڪندا آهن ۽ نہ وري خون تي جهڳڙو ڪندا آهن. هنن وٽ ملڪيت ئي نہ رهندي. جيڪڏهن ڪو جهالت ڪان چوي تہ مون وٽ مال ڪونهي، تنهنڪري زكوات جي مسئلن ڪان واقف ٿيڻ جي ضرورت ئي ناهي، تہ اها سندس غلطي ٿيندي. علم حاصل ڪرڻ هر مومن تي فرض آهي، علم ڪان منهن موڙڻ ڪفر آهي. اڄڪلهہ جي خرابين ۾ هر شيءِ بہ شامل آهي. تہ نيڪي ۽ درويشي جي دعوا ڪندڙ پنهنجي جهالت جي ڪري علم ڪان پري رهندا آهن. هڪ موقعي تي مان سيڪڙن صوفين جي جماعت کي فقهہ پڙهائي رهيو هئس تہ هڪ جاهل ماڻهو اچي ويو. ان وقت اُٺن جي زكوات جا مسئلا بيان ٿي رهيا هئا. اُٺ جي ٽن، ٻن ۽ ڇئن سالن جي ڳوٺرن جو ذڪر ٿي رهيو هو. اهو جاهل تنگ ٿي پيو، ۽ اُٿي چوڻ لڳو: "مون وٽ هڪ اُٺ بہ ڪونهي. مون کي ٽن سالن جي ڳوٺري وغيرهہ جي زكوات متعلق سمجهڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟" ڪيس سمجهايم: اي ڀلا ماڻهو! جيتري علم جي زكوات ڏيڻ لاءِ ضرورت آهي، اوتري زكوات وٺڻ لاءِ بہ هجڻ گهرجي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو توکي ٽن سالن جو ڳوٺرو (اُٺ جو ٻچو) ڏئي، تہ توکي ٽن سالن جي ڳوٺري متعلق علم بہ هئڻ گهرجي". جيڪڏهن ڪنهن وٽ مال نہ هجي، ۽ ڪيس مال جي ضرورت بہ نہ هجي، تڏهن بہ ان تان علم حاصل ڪرڻ جو فرض لهي نٿو وڃي. جهالت ڪان الله جي پناهہ وٺڻ گهرجي.

## (فصل)

صوفي مشائخن مان ڪِن زڪوات ورتي آهي، ۽ ڪن نہ ورتي آهي. جن پنهنجو پاڻ درويشي (فقر) اختيار ڪئي هئي، تن زڪوات نہ ورتي. انهن اهو خيال ڪيو، تہ "اسان نہ مال گڏ ڪنداسون ۽ نہ زڪوات ڏينداسون. اسان دنيا وارن ڪان ڪجهہ بہ نہ وٺنداسون. تہ جيئن هنن جو منهن مٿي ۽ اسان جو هيٺ نہ ٿئي. جيڪي مجبوري ڪان مسڪيني جي ڪري درويش ٿيا. انهن زڪوات ورتي ۽ اها بہ پنهنجي ضرورت لاءِ نہ. پر مسلمان ڀائرن تان زڪوات وسيلي بار هلڪي ڪرڻ لاءِ ورتائون. اهڙي نيت جي ڪري ڏيڻ وارن جو نہ. پر هنن (وٺڻ وارن) جو منهن مٿي ٿيو. جيڪڏهن ڏيڻ وارا مٿي ٿين ها. تہ اها صورت باطل (ناحق) هجي ها. الله تعاليٰ جي قول موجب: ويا خذ الصدقات. "اهو صدقا وٺندو آهي." اهڙيءَ طرح لازم ٿئي ها. تہ زڪوات ڏيڻ وارو زڪوات وٺڻ واري ڪان افضل هجي ها. اهو عقيدو پڪي گمراهي وارو آهي. مُنهن ان جو مٿي هئڻ گهرجي. جيڪو واجب ادا ڪرڻ لاءِ مسلمان ڀاءُ جي ڪلهن تان بار هلڪو ڪري. درويش (فقير) دنيادار نہ هوندا آهن.انهن جي نظر آخرت تي هوندي آهي. جيڪڏهن آخرت تي نظر رکڻ وارا دنيا وارن جي ڪُلهن تان بار نہ لاهيندا. تہ قيامت جي ڏينهن انهي ڪوتاهي جي ڪري جوابدار ٿيندا. الله تعاليٰ آخرت وارن جو مناسب ۽ آسان نموني سان امتحان ورتو آهي. تہ جيئن انهن جي وسيلي دنيا وارا پنهنجو بار لاهي سگهن. يقين سان مجٽو پوندو. تہ انهن درويشن جو منهن مٿي هوندو آهي. جيڪي شرعيت جي حڪمن موجب انهن ماڻهن ڪان حق وٺندا آهن. جن تي الله تعاليٰ جو حق واجب هوندو آهي. جيڪڏهن حشويہ طريقي وارن جي عقيدي موجب. زڪوات وٺڻ وارن جو ڪنڌ هيٺ هجي ها. تہ پيغمبر جو ڪنڌ بہ هيٺ هجي ها. ڇو تہ هو ٻانهن ڪان الله تعاليٰ جو حق وصول ڪندا آهن. ۽ شرعيت جي شرطن موجب صحيح استعمال ڪندا آهن. ظاهر آهي تہ اهڙا ماڻهو غلطي تي آهن. ۽ نٽا ڇاڻن تہ پيغمبر. الله تعاليٰ جي حڪم موجب زڪوات وٺندا آهن. پيغمبر ڪان پوءِ دين جا امام بہ انهيءَ طريقي موجب عمل ڪندا رهيا آهن. جيڪي زڪوات وٺڻ واري جي منهن ڪي هيٺ ۽ زڪوات ڏيڻ واري جي منهن ڪي مٿي سمجهندا آهن. اهي وڏي غلطيءَ ۾ مبتلا هوندا آهن. انهن ڳالهين ڪي تصوف ۾ هڪ بنيادي حيثيت حاصل آهي. هن مضمون سان سخا جو قريبي تعلق آهي. تنهنڪري سخا جي باري ۾ ڪجهہ بيان ڪندس توفيق ۽ پاڪائي الله جي طرف ڪان آهي.



# باب سترهون

## بخشش ۽ سخا جي ميدان ۾

پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: السخي قريب من الجنة و بعيد من النار و البخيل قريب من النار و بعيد من الجنة. "سخي بهشت کي ويجهو ۽ دوزخ کان پري هوندو آهي ۽ ڪنجوس دوزخ کي ويجهو ۽ بهشت کان پري هوندو آهي." عالمن وٽ انساني صفتن مان "بخشش ۽ سخا" بيئي هڪڙي ئي مفهوم سان استعمال ٿينديون آهن. مگر الله تعاليٰ کي جواد (بخشش ڪرڻ وارو) سڏيندا آهن. سخي نہ سڏيندا آهن. الله تعاليٰ پنهنجو اهو نالو ظاهر نہ ڪيو آهي، ۽ پيغمبر ﷺ جن وٽان بہ ڪا اهڙي حديث نہ ملي آهي. سڄي اُمت ۽ اهلسنت جو هن تي اتفاق (اجماع) آهي آهي تہ عقل ۽ لغت جي لحاظ کان بہ الله تعاليٰ جو اهڙو نالو رکڻ نہ گهرجي، جنهن جو ثبوت ڪتاب ۽ سنت ۾ نہ هجي. الله تعاليٰ عالم آهي. ۽ سڄي اُمت جو اجماع آهي، تہ کيس عالم سڏڻ گهرجي، مگر اسان کيس عاقل يا فقيهہ چئي نٿا سگهون. توڙي اهي ٽيئي لفظ هڪڙي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندا آهن. اسان کيس عالم سڏيندا آهيون. ڇو تہ ان لاءِ سَندَ موجود آهي باقي بہ نالا استعمال نہ ڪندا آهيون. ڇو تہ سَندَ موجود ناهي.

ڪي ماڻهو بخشس ۽ سخا ۾ فرق ڏيکاريندي چوندا آهن، تہ سخي سخاوت ڪرڻ وقت پنهنجي پرائي جي تميز برقرار رکندو آهي، ۽ سندس (سخا جو) فعل ڪنهن دنيوي غرض يا سبب جي بنياد تي هوندو آهي: اهو سخاوت جو ابتدائي مقام آهي. جواد (بخشش ڪرڻ وارو) سخاوت ۾ پنهنجي پرائي ۾ فرق نہ ڪندو آهي. هن جي سخاوت ڪنهن غرض يا سبب کانسواءِ هوندي آهي. اها ڳالهہ ٻن پيغمبرن جي حال مان ظاهر آهي، يعني حضرت ابراهيم خليل الله ۽ حضرت محمد حبيب الله (مٿن (صلواتون هجن). حديثن ۾ آيو آهي، تہ حضرت ابراهيم عليہ السلام تيستائين ماني نہ کائيندو هو. جيستائين دسترخوان تي ڪو مهمان موجود نہ هوندو هئس. هڪڙي دفعي ٽي ڏينهن گذري ويا. مگر ڪوبہ مهمان نہ آيو. نيٺ هڪ مجوسي (آتش پرست) دروازي تي آيو. هُن کان پڇا ڪئي وئي، تہ ڪير آهين؟ هن جواب ڏنو: "مان مجوسي آهيان." حضرت ابراهيم عليہ السلام چيس: "تون هليو وڃ مون وٽ مهمان ٿيڻ جي لائق نہ آهين." الله تعاليٰ جي طرف کان عتاب ٿيو. تہ "اسان انهيءَ ماڻهوءَ کي ستر سال پاليو ۽ تو ايترو بہ نہ ڪيو. جو هن کي هڪ روٽي ڏئين؟" ان جي ابتڙ جڏهن حاتم جو پٽ "عدي" حضور ﷺ جن وٽ پيش ٿيو. تہ پاڻ کيس چادر وڇائي ڏني. فرمايائون: (اذا اتاڪم ڪريم قوم فاڪرموه). جيڪڏهن ڪنهن بہ قوم جو ڪو عزت وارو ماڻهو اچي، تہ ان جي عزت ڪندا ڪريو." حضرت ابراهيم عليہ السلام پنهنجي پرائي جي فرق کي نظر ۾ رکيو ۽ بئي مذهب واري کي هڪ ماني بہ نہ ڏني. حضور ﷺ جن اهو فرق نہ رکيو، ۽ پنهنجي چادر وڇايائون. حضرت ابراهيم جن جو مقام سخاوت هو ۽ حضور ﷺ جن جو مقام بخشش (جُود) هو. هن معاملي ۾ سڀ کان سنو رستو اهو آهي، تہ پهرئين خيال اچڻ تي عمل ڪرڻ کي بخشس (جود) سڏيندا آهن. جڏهن ٻيو دفعو ايندڙ خيال پهرئين خيال تي غلبو ڪري، تہ ڇڻ ڪنجوسائپ ظاهر ٿي. ڪم وارا ماڻهو پهرئين خيال کي سنو سمجهندا آهن. ڇو تہ اهو خيال خدا تعاليٰ جي طرفان هوندو آهي.

چون ٿا، تہ نيشاپور ۾ هڪ سوداگر هو. جيڪو گهڻو ڪري حضرت شيخ ابوسعدي جي خدمت ۾ ايندو رهندو هو. هڪ ڏينهن شيخ ڪنهن درويش لاءِ ڪجهہ گهريو. سوداگر جو بيان آهي، تہ ان وقت هن وٽ هڪ دينار ۽ هڪ ننڍڙو چاندي جو سڪو هو. پهريان هن خيال ڪيو. تہ دينار ڏئي ڇڏي، پر پوءِ خيال آيس تہ چانديءَ جو سڪو ڏيڻ گهرجي، ۽ اهوئي ڏنائين. جڏهن شيخ واندو ٿي ڳالهيون ڪرڻ لڳو، تڏهن سوداگر پڇيو: "ڇا خدا تعاليٰ سان جهڳڙو ڪرڻ گهرجي؟" شيخ جواب ڏنو: "تو اِجهو هاڻي الله تعاليٰ سان جهڳڙو ڪيو آهي. سندس حڪم هو تہ گهرڻ واري کي دينار ڏجي، مگر تو چانديءَ جو سڪو ڏنو."

چون ٿا، تہ حضرت عبدالله روډباري ڪنهن مريد جي گهر آيو. هو گهر ۾ موجود نہ هو. سندس حڪم موجب (مريد جي) گهر جو سڀ سامان وڪيو ويو. مريد گهر آيو، تہ خوشي ظاهر ڪيائين. مرشد جي خوشيءَ آڏو، زبان تي هڪ حرف بہ نہ آندائين. سندس زال بہ اچي ويئي. اها صورتحال ڏسي گهر ۾ اندر ويئي ۽ پنهنجا ڪپڙا لاهي اُڇلي ڇڏيائين ۽ چيائين: "اهي بہ گهر جي سامان ۾ شامل آهن. انهن تي اهوئي حڪم لاڳو ٿئي ٿو." مرد رڙ ڪري چيو تہ "اهو تڪلف آهي، جيڪو تون پنهنجي اختيار سان ڪري رهي آهين. اهو مرشد جو حڪم ناهي." عورت چيو: "مرشد جو ڪجهہ ڪيو، اهو سندس جُود (بخشش) هو. اسان کي بہ گهرجي تہ تڪلف سهون تہ اسان جي بخشش (جود) بہ ظاهر ٿئي." مرد چيو: "اهو نيڪ آهي، پر اسان مرشد کي مڃيو آهي، تنهنڪري جو ڪجهہ هن ڪيو آهي، اهو اسان لاءِ عين بخشش (جود) آهي. بخشش (جود) انساني صفت هجڻ جي حيثيت ۾ فقط تڪلف ۽ مجاز هوندو آهي. مريد کي هميشہ پنهنجي ملڪيت ۽ پنهنجي نفس کي خدا جي حڪم موجب صرف ڪرڻ گهرجي." اهوئي سبب آهي، جو حضرت سهل بن عبدالله فرمايو آهي: الصوفي دهمه هدرو ملكه مباح. "صوفي جو خون حلال آهي ۽ سندس ملڪيت عام ماڻهن لاءِ جائز آهي."

حضرت شيخ ابومسلم فارسيءَ جو چوڻ آهي: "هڪ دفعي مان هڪ جماعت سان حجاز ڏانهن وڃي رهيو هئس. حلوان جي ويجهو ڪُردن اسان جو رستو روڪي ڇڏيو. اسان کان گودڙيون کسي ورتائون. مان هنن سان جهڳڙي ڪرڻ جي بدران هنن جي دلجوئي ڪندو رهيس. اسان جي وچ ۾ هڪ ماڻهو ڪجهہ پريشان هو. هڪڙي ڪُرد هن تي تلوار ڪڍي، ۽ مارڻ لاءِ اڳتي وڌيو. اسان سڀني گڏجي سندس سفارش ڪئي، مگر ڪرد چيو: "انهيءَ ڪوڙي کي جيئرو ڇڏڻ جائز ناهي. مان هن کي ضرور ماريندس." اسان سبب پڇيو، تہ هن چيو: "مان صوفي ناهيان." ولين جي صحبت ۾ رهي، خيانت ڪندڙ جو نہ هجڻ بهتر آهي." مون پڇيو تہ اهو ڪيئن؟ ڪُرد جواب ڏنو تہ "صوفين جي گهٽ ۾ گهٽ درجو اهو آهي، تہ هو بخشش (جود) ڪن. هن جي گودڙي ۾ ڪجهہ ٽُڪر آهن. هي پنهنجن دوستن سان ايترو جهڳڙو ڪندڙ آهي، جو صوفي بڻجي نٿو سگهي. اسان هڪ مُدت کان اوهان جي خدمت ڪري رهيا آهيون. اوهان کي رستي ۾ ڦُري، دنيا جي لاڳاپن کان آزاد ڪري رهيا آهيون."

چون ٿا، تہ هڪ دفعي حضرت عبدالله بن جعفر ڪنهن باغيچي (نخلستان) جي پرسان هڪ جماعت سان مليو. ڏٺائين، تہ هڪ حبشي غلام رڍون ۽ ٻڪريون چاري رهيو هو. هڪ ڪتو اچي سندس پرسان ويٺو. غلام هڪ ماني ڪڍي ڪُتي جي اڳيان اُڇلي. اهڙي طرح ٻئي ۽ ٽئين دفعي بہ ماني اڇليائين. حضرت عبدالله اڳتي وڌي پڇيس: "توکي ڏهاڙي ڪيتريون مانيون ملنديون آهن؟" غلام جواب ڏنو: "جيتريون اوهان ڏٺيون." حضرت عبدالله چيو: "تو سموريون مانيون ڪتي کي اڇلي ڏنيون؟" غلام چيو: "هائو. دراصل اها جاءِ ڪتن جي ناهي. پتو ناهي تہ هي ڪيترو دير کان انهيءَ اميد تي آيو آهي. مان هن جي تڪليف کي وڃائڻ نٿو چاهيان." حضرت عبدالله کي اها ڳالهہ ڏاڍي وڻي. هن رڍن ٻڪرين ۽ باغيچي سميت غلام کي خريد ڪيو. ۽ پوءِ غلام کي واٽ خدا جيءَ ۾ آزاد ڪري ڇڏيو ۽ سڀ ڪجهہ سندس حوالي ڪري ڇڏيو. غلام کيس دعا ڪئي ۽ رڍون ٻڪريون وغيرهہ سڀ الله جي راهہ ۾ ڏيئي اُتان هليو ويو.

روايت آهي، تہ هڪڙو ماڻهو حضرت حسن بن علي عليه السلام جي دروازي تي آيو، ۽ عرض ڪيائين: "اي رسول الله ﷺ جا ڏهٽا! مون تي چانديءَ جا چار سؤ درهم فرض آهن." حضرت حسن عليه السلام ان وقت ئي کيس چار سؤ درهم ڏنا ۽ رئندو گهر جي اندر هليو ويو. ماڻهن روئڻ جو سبب پڇيو تہ چيائون: "مون هن ماڻهوءَ جو حال، سوال ڪرڻ کان اڳ ۾ چو نہ دريافت ڪيو، جيئن کيس سوال ڪرڻ جي تڪليف ڪرڻي نہ پوي ها."

چون ٿا، تہ حضرت ابوسهل صعلوڪي، صدقو ڪنهن بہ درويش کي هٿ ۾ نہ ڏيندو هو، ۽ جو ڪجهہ ڏيڻو هوندو هئس، اهو زمين تي رکندو هو، جيئن هو پاڻ کڻي. هن کان ان جو سبب پڇيو ويو، تہ چيائين: "دنيوي مال جي ايڏي حيثيت نہ آهي، جو ڪنهن جي هٿ تي رکيو وڃي ۽ ان جي ڪري منهنجو هٿ سائل جي هٿ کان مٿي ٿئي."

روايت آهي، تہ حبش جي بادشاهہ حضور ﷺ جن ڏانهن بہ سير مُشڪ موڪليو. پاڻ سمورو پاڻيءَ ۾ وجهي،

اصحابن جي مٿان هاري ڇڏيائون.

حضرت انس رضہ کان روايت آهي، تہ هڪ ماڻهو حضور ﷺ جن وٽ آيو. پاڻ کيس ٻن پهاڙن جي وچ ۾ هڪ وادي رڍن ٻڪرين سميت بخشي ڇڏي. هن پنهنجي قبيلي جي ماڻهن کي وڃي چيو: "سڀ مسلمان اچي وڃو. حضور ﷺ جن ايڏا سخي آهن، جو عطا ڪرڻ وقت پنهنجي بُک ڪاڻ واري حالت بہ نٿا ڏسن. حضرت انس رضہ کان ٻي روايت آهي، تہ هڪ دفعي حضور ﷺ جن وٽ اسي هزار درهم آيا. پاڻ اهي جهولي ۾ وجهي ورهائيندا رهيا ۽ انهن جي ورهائڻ کان اڳ ۾ پنهنجي جاءِ تان نہ اُٿيا. حضرت علي ڪرم الله وجه جن فرمايو آهي، تہ حضور ﷺ جن کي هڪ دفعي اهڙيءَ حالت ۾ ڏٺم جو کين بک جي ڪري پيٽ سان پٿر ٻڌل هئا.

مون آخر وارن درويشن مان هڪڙي کي ڏٺو. ڪنهن بادشاهہ هن ڏانهن ٽي سؤ درهم وزن جو سون موڪليو هو. هو هڪ حمام ۾ ويو ۽ سمورو سون حمام وارن کي ڏيئي ڇڏيائين. هن کان نوري مکتب جي بيان ۾ ايثار متعلق ڪجهہ حڪايتون لکيون ويون آهن. هتي هي ڪافي تو سمجهان. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

## (ستين حجاب جو کلڻ- روزو)

الله تعاليٰ فرمايو آهي: يا ايها الذين آمنوا ڪتب عليڪم الصيام. "اي ايمان وارؤ! اوهان تي روزا فرض ڪيا ويا آهن." پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي، تہ جبرائيل عليہ السلام خبر ڏني آهي، تہ خدا تعاليٰ فرمايو آهي، الصوم لي ولنا اجزي بہ. "روزو مون لاءِ آهي ۽ مان ئي ان جي جزا ڏيندس." روزو هڪ باطني عبادت آهي. ان جو ظاهر سان ڪوبہ واسطو ناهي. ٻيون ڪوبہ ان ۾ حصيدار نہ هوندو آهي، تنهنڪري ان جي جزا (اجورو) بہ عظيم آهي. بهشت ۾ ماڻهن جي داخل الله جي رحمت سان ٿيندي. عبادت مطابق درجا ملندا، مگر بهشت ۾ هميشه رهڻ جو ضامن روزو هوندو، ڇو تہ الله تعاليٰ پاڻ ان جي جزا ڏيڻ جو واعدو ڪيو آهي.

حضرت جنيد فرمايو آهي: الصوم نصف الطريقت. "روزو طريقت جو اڌ آهي." مان اهڙن مشائخن سان ملي چڪو آهيان، جيڪي هميشه روزا رکندا هئا. ڪجهہ اهڙن بزرگن سان بہ مليو آهيان، جيڪي صرف رمضان جي مهيني ۾ روزا رکندا هئا، اهي (رمضان جا روزا) اجر جي طلب لاءِ هئا. رمضان کان سواءِ روزا نہ رکڻ، پنهنجي اختيار کي ترڪ ڪرڻ ۽ ريا جي ترڪ ڪرڻ لاءِ هئا. هي بہ ڏٺم، تہ ڪي مشائخ نفلي روزا رکندا هئا، مگر ڪنهن کي بہ خبر نہ هوندي هئي. جيڪڏهن ڪوُ کاڌو کڻي ايندو هو، تہ کائي وٺندا هئا. اها ڳالهہ سنت کي تمام ويجهي آهي.

حضرت عائشه صديقہ ۽ حضرت حفصہ رضي الله عنها کان روايت آهي، تہ هڪ دفعي حضور ﷺ جن گهر آيا، تہ ٻنهي عرض ڪيو: "اسان اوهان لاءِ ڪجور جو حلوو (حيسا) تيار ڪيو آهي." حضور ﷺ جن فرمايو: "اڄ منهنجو ارادو، روزي رکڻ جو هو، مگر آڻيو، مان ڪنهن ٻئي ڏينهن تي روزو رکندس." مون ڏٺو آهي تہ مشائخ روشنيءَ وارن ڏينهن (هر مهيني جي تيرهين، چوڏهين ۽ پندرهين)، مبارڪ مهيني (محرم) کان رجب ۽ شعبان تائين، هر ڏهاڪي ۾ روزا رکندا هئا. هيءَ بہ ڏٺم، تہ هو حضرت دائود عليہ السلام جو روزو بہ رکندا هئا، جنهن کي پيغمبر ﷺ جن "خيرالصيام" سڏيو آهي. اهو هڪ ڏينهن تي روزو رکيو ويندو آهي، ۽ ٻئي ڏينهن تي افطار ڪيو (ڇوڙيو) ويندو آهي.

مان هڪ ڏينهن شيخ احمد بخاريءَ وٽ حاضر ٿيس. ان جي اڳيان هڪ حلوي جي پليٽ رکي هئي، ۽ هرڪائي رهيو هو. مون کي بہ اشارو ڪيائين. مون ٻارن جي عادت وانگر چيو، تہ روزي سان آهيان. پڇيائين: "ڇو؟" مون عرض ڪيو: "فلاڻي بزرگ جي پيروي ۾." فرمايائين: "مخلوق کي ڪنهن مخلوق جي پيروي (موافقت) ڪرڻ ٺيڪ ناهي." مون روزي ڀڃڻ جو ارادو ڪيو، تہ چيائين: "اهو بہ غلط آهي. جيڪڏهن ان بزرگ جي پيرويءَ کان بيزاريءَ جو اظهار ڪري رهيو آهين تہ پوءِ منهنجي بہ پيروي نہ ڪر، مان بہ مخلوق آهيان، ٻئي طرف هڪجهڙا آهن." روزو حقيقت ۾ نفس جو روڪڻ آهي.

سيني طريقن جو راز ان ۾ سمايل آهي. روزي جي گهٽ ۾ گهٽ حيثيت بکيو رهڻ آهي. والجوع طعام الله في الارض. "بُک زمين تي الله تعاليٰ جو طعام آهي." بُک شرعيت ۽ عقل جي لحاظ کان سيني زبانن ۾ هر قوم لاءِ سٺي آهي. روزا هڪ مهيني لاءِ واجب آهن. هر عاقلِ بالغ، تندرست ۽ گهر ۾ رهندڙ مسلمان تي فرض آهن. اهي رمضان جي چنڊ ڏسڻ سان شروع ٿيندا آهن ۽ شوال جي چنڊ ڏسڻ تي پورا ٿيندا آهن. هر روزي لاءِ صحيح نيت ۽ سچا شرط واجب آهن. نفس جي روڪ لاءِ گهٽائي شرط آهن. مثلاً: وات کي کائڻ پيئڻ کان، اک کي شهوت جي نظر کان، ڪَن کي گِلا ٻڌڻ کان، زبان کي اجائي ۽ خراب ڳالهين کان، ۽ جسم کي دنيا جي پيروي ۽ شرعيت جي مخالفت کان بچائڻ. انهن شرطن جي پوري ڪرڻ سان روزو نيڪ ٿي سگهندو آهي. پيغمبر ﷺ جن هڪ صحابيءَ کي فرمايو: اذا صمعت فليصم سمعک و بصرک و لسانک ويدک و ڪُل عضو. "تون جڏهن روزو رکين، تڏهن تنهنجا ڪن، اکيون، زبان، هٿ ۽ سڀ عضوا روزي سان هئڻ گهرجن." هڪ ٻي جاءِ تي فرمايائون: رب صائم ليس لـه من صوم الا الجوع والعطش. "گهڻا روزي وارا اهڙا هوندا آهن، جن کي اُڃ ۽ بُک کانسواءِ ڪجهه بـه حاصل نـه ٿيندو آهي."

هڪ دفعي مون حضور ﷺ جن کي خواب ۾ ڏٺو. عرض ڪيم: "يارسول الله! مون کي ڪا وصيت فرمايو." پاڻ فرمايائون: احبس حواسک. "پنهنجن حواسن کي بند رک." حواسن کي بند رکڻ ۾ مڪمل مجاهدو آهي. سمورا علم حواسن جي ذريعي حاصل ٿيندا آهن. اهي حواس ڏسڻ، ٻڌڻ، چکڻ، سنگهڻ ۽ ڇُهڻ جون قوتون آهن. حواس علم ۽ عقل جا رسالا آهن. ڇهن حواسن جي جاءِ مقرر ٿيل آهي. رڳو هڪ حواس سڄي بدن ۾ پکڙيل آهي. اک نظر جي جاءِ آهي، جيڪا رنگن ۽ جسمن کي ڏسندي آهي. ڪَن ٻڌڻ جي جاءِ آهي، جيڪو آواز ٻڌندو آهي. زبان چکڻ جي جاءِ آهي، جيڪا مزيدار ۽ مزي کان سواءِ شين ۾ فرق ڪندي آهي. نڪ سنگهڻ جي جاءِ آهي، جيڪو خوشبودار ۽ بدبو شين ۾ تميز ڪندو آهي. ڇهڻ جي ڪابه مقرر ٿيل جاءِ ناهي. بدن جا سيئي عضوا گرمي، سردي، نرمي ۽ سختي محسوس ڪندا آهن. (بديهي) ۽ الهامي ڪمن کان سواءِ هر شيءِ جو علم انهن پنجن حواسن وسيلي حاصل ٿيندو آهي. الهامي ڪم هر خرابي کان خالي هوندا آهن. انهن پنجن حواسن ۾ صفائي ۽ ڪدورت (ميراڻ) ٻئي هوندا آهن. جهڙيءَ طرح علم، عقل ۽ روح کي حواسن ۾ دخل آهي، بلڪل اهڙيءَ طرح نفس، سندس خواهشن ۽ وهم کي بـه دخل آهي. ٻين لفظن ۾ عبادت ۽ گناهه، نيڪي ۽ بدبختي ۽ حواسن جي حيثيت هڪ جهڙي آهي. ڪن ۽ اک لاءِ الله جي دوستيءَ ۾ نيڪ شين جو ٻڌڻ ۽ ڏسڻ آهي. اهڙيءَ طرح نفس پرستيءَ ۾ ڪوڙين ڳالهين جو ٻڌڻ ۽ شهوت واري نظر سان ڏسڻ آهي. ڇهڻ، چکڻ ۽ سنگهڻ ۾ الله جي حڪمن موجب هلڻ ۽ سنت جي پيروي ڪرڻ آهي. نفس پرستيءَ ۾ الله جي حڪمن ۽ شرعيت جي حڪمن جي مخالفت آهي. روزيدار کي گهرجي، تـه هو هر حالت ۾ انهن پنجن حواسن کي قبضي ۾ رکي ۽ خدا جي حڪمن جي مخالفت ڇڏي، پوريءَ طرح سان شرعيت جي پيروي ڪرڻ گهرجي. جيئـن صحيح روزيدار سڏائڻ جو حقدار بڻجي. فقط کائڻ پيئڻ جي شين کان پرهيز ڪرڻ، ٻارن ۽ ڪراڙين عورتن جو ڪم آهي. حقيقت ۾ روزو، خدا کان سواءِ، ٻين شين کان پناهه گاهه سمجهڻ کان پرهيز ڪرڻ ۽ غير اسلامي طريقن ۽ منع ٿيل ڪمن کان بچڻ جو نالو آهي.

الله تعاليٰ فرمايو آهي: ما جعلناهم جسداً لا ياڪلون الطعام "اسان انهن (انسانن) جا جسم اهڙا نـه بڻايا آهن جو کائڻ پيئڻ کان سواءِ رهي سگهن." ٻي جاءِ تي فرمايو اٿس: افحسبتم انما خلقناکم عـبـثـاً وَ انکم الينا لا ترجعون. "جا اوهان اهو تا سمجهو، تـه اسان اوهان کي اجايو پيدا ڪيو آهي. اوهان يقين سان اسان ڏانهن موٽايا ويندا." اسان طبيعتن کي ضرورت وارو بڻايو آهي ۽ مخلوق کي راند روند لاءِ پيدا نـه ڪيو آهي.

روزو اجائي کيل تماشي ۽ حرام جي گراهه کان بچڻ جو نالو آهي. حلال روزيءَ کان بچڻ جو نالو روزو ناهي. مون کي اهڙي ماڻهو تي عجب لڳندو آهي. جيڪو فرضي روزا ترڪ ڪندو آهي ۽ نفلي روزا رکندو آهي. فرضي روزا نـه رکڻ

نافرماني آهي ۽ نافرماني گناهہ آهي. هميشہ نفلي روزا رکڻ فقط سنت آهي. انهيءَ بدبختي کان خدا جي پناهہ وٺڻ گهرجي.

جڏهن کو ماڻهو پوريءَ طرح سان الله جي نافرماني کان محفوظ ٿي ويندو آهي، تڏهن هو هميشہ روزيدار هوندو آهي. مشهور آهي تہ حضرت سهل بن عبدالله تستري ڄمڻ واري ڏينهن تي روزي سان هو ۽ وفات واري ڏينهن بہ روزي سان هو. ماڻهن پڇين تہ اهو ڪيئن ممڪن ٿيو؟ جواب مليو. تہ پيدائش واري ڏينهن شام جي نماز تائين کير نہ پيتائين ۽ وفات واري ڏينهن تي بہ روزو رکيو هئائين. ابو طلحہ مالڪي اها روايت بيان ڪئي آهي.

پيغمبر ﷺ جن جي وصال جي روزن کان منع ڪئي آهي. (وصال جا روزا نفلي هوندا آهن جيڪي لڳاتار رکيا ويندا آهن). پاڻ ڪريم ﷺ جن پاڻ اهي روزا رکندا هئا. اصحاب سڳورن سندن پيروي شروع ڪئي، مگر ڪين منع ڪيائون ۽ چيائون: "اوهان وصال جا روزا نہ رکو، مان اوهان مان ڪنهن وانگر بہ ناهيان. مان پنهنجي موليٰ وٽ راتيون گذاريندو آهيان ۽ هو مون کي کاڌو پيتو ڏيندو آهي." مجاهدي وارا چوندا آهن، تہ پاڻ فقط شفقت جي ڪري منع فرمائي اٿن. هڪ ٻي جماعت جو خيال آهي، تہ روزو وصال سنت جي خلاف آهي. حقيقت ۾ اهو روزو ممڪن ئي ناهي، ڇو جو ڏينهن گذرڻ کان پوءِ رات جو روزو نہ هوندو آهي. جيڪڏهن روزي جي نيت رات جو ڪئي ويندي تہ پوءِ وصال نہ رهندو.

حضرت سهل بن عبدالله تستري متعلق مشهور آهي، تہ هو هميشہ پندرهن ڏينهن کان پوءِ ماني کائيندو هو، ۽ رمضان ۾ عيد تائين ڪجهہ بہ نہ کائيندو هو. هر رات چار سوءِ رڪعتون نفل پڙهندو هو. ظاهر ۾ اها ڳالهہ انساني طاقت کان ٻاهر نظر اچي ٿي، ۽ الله جي توفيق کان سواءِ ناممڪن معلوم ٿئي ٿي. اصل ۾ الله جي توفيق ئي غذا آهي. ماڻهو هڪڙو دنيوي غذا سان ۽ ٻيون الله جي رضا (تائيد) سان جيئرو رهندو آهي.

فقيرن جي مور شيخ ابو نصر "لمع" واري جي باري ۾ مشهور آهي، تہ هڪ دفعي رمضان جي مهيني ۾ هو بغداد پهتو. شونيزيہ جي مسجد ۾ کيس هڪ جدا ڪمرو مليو ويو، ۽ درويشن جي امامت بہ هن جي حوالي ڪئي وئي، عيد تائين امامت ڪندو رهيو. هن تراويحن ۾ پنج دفعا قرآن ختم ڪيو. هر شام خادم کيس هڪ ماني ڪمري ۾ پهچائيندو رهيو. هو عيد جي ڏينهن اُتان هليو ويو. خادم اچي ڏٺو. تہ ٽيهہ مانيون ڪمري ۾ پيون هيون.

حضرت علي بن بڪار جو چوڻ آهي: "مون حضرت حفص مصيصي رحہ کي ڏٺو. رمضان ۾ پندرهين روزي کان سواءِ ڪنهن بہ ڏينهن تي ڪجهہ بہ نہ کاڌائين".

حضرت ابراهيم بن ادهم جي باري ۾ مشهور آهي، تہ هن رمضان ۾ مند کان پڇاڙي تائين ڪجهہ بہ نہ کاڌو. گرميءَ جي موسم هئي، ڏهاڙي ڪڻڪ جي لاباري تي مزوري ڪندو هو، جيڪا مزوري ڪمائيندو هو، اها درويشن ۾ ورهائي ڇڏيندو هو. سڄي رات نفل پڙهندو هو. الله تعاليٰ کيس محفوظ رکيو. هن ڪجهہ بہ نہ ئي کاڌو ۽ نہ وري ننڊ ئي ڪيائين.

شيخ عبدالله بن خفيف پنهنجي مرڻ کان اڳ ۾ لڳاتار چاليهہ چلہ ڪڍي چڪو هو. مون هڪ بزرگ کي ڏٺو. هر سال جهنگ ۾ بہ دفعا چلہ ڪڍندو هو.

دانشمند ابو محمد بايغزي جي وفات وقت مان موجود هئس، اسي ڏينهن کان وٺي ڪجهہ نہ کاڌو هئائين. ۽ هر نماز جماعت سان پڙهي هئائين.

مون آخر وارن بزرگن مان هڪڙي کي ڏٺو. اسي ڏينهن تائين فاقو ڪيائين (بک ڪاٽيائين)، ۽ ڪابہ نماز جماعت کان سواءِ نہ پڙهيائين.

مرو ۾ بہ بزرگ مسعود ۽ ابو علي سياهہ هئا. مسعود ابو علي پيغام پهچايو: "اها درويشي جي دعوا ڪيستائين ڪندين؟ اچ تہ چاليهن ڏينهن تائين ويهون ۽ ڪجهہ نہ کائون پيون". ابو علي جواب موڪليو: "اچ تہ ڏهاڙي ٽي دفعا کائون

۽ چاليهن ڏينهن تائين ساڳئي هڪ وضو ۾ رهون." هتي هڪ شڪ جو انديشو آهي، جنهن جي دور ڪرڻ ضروري آهي، هن مان جاهل ماڻهو سمجهندا آهن، تہ روزو وصال جائز آهي، ۽ طبيبن وٽ بہ اهو قابلِ عمل آهي، مان ان کي کولي سمجهائي ٿو ڏيان، تہ اهو شڪ نڪري وڃي.

وصال جو روزو اهڙي طرح سان رکڻ، جو الله جي ڪمن جي تعميل ۾ فرق نہ اچي، ڪرامت ٿيندو، ۽ ڪرامت خاص ماڻهن جو حصو آهي، خاص شيءِ عام ماڻهن لاءِ نہ هوندي آهي، جيڪڏهن ڪرامت جو ظاهر ڪرڻ عام هجي ها، تہ ايمان جي شڪل جبر واري ٿي وڃي ها، ۽ عارفن لاءِ معرفت ثواب جو سبب نہ بڻجي ها. پيغمبر ﷺ جن معجزن جا مالڪ هئا، تنهنڪري ظاهر ظهور وصال جا روزا رکيائون. ڪرامت وارن کي ڪرامت ظاهر ڪرڻ کان منع ڪئي وئي آهي، ڪرامت جا شرط لڪائي ڇڏڻ ۽ معجزي جو اعلان ڪرڻ گهرجي. معجزي ۽ ڪرامت جو اهو ڇڻو فرق آهي، هدايت وارن لاءِ ايتري قدر ڪافي آهي، اصل ۾ چلہ حضرت موسيٰ عليہ السلام جي احوال سان واسطو رکندڙ آهي، مڪالمو (گفتگو) مقام جي حالت ۾ نيڪ ٿيندو آهي. ولي جڏهن الله جو ڪلام باطن ۾ ٻڌڻ چاهيندا آهن، تہ چاليهہ ڏينهن بک ڪاٽيندا آهن. ٽيهن ڏينهن کان پوءِ فقط ڏندڻ ڪندا آهن ۽ پوءِ ڏهہ ڏينهن بُکيا رهندا آهن. هر حالت ۾ الله تعاليٰ سندن باطن سان ڪلام ڪندو آهي، جيڪا شيءِ نبين کي ظاهر ۾ حاصل ٿيندي آهي، اها ولين کي باطن ۾ ملندي آهي. الله جو ڪلام، انساني ڪمزورين جي هوندي ٻڌي نہ سگهبو آهي، طبعيت جي چئن عنصرن (هوا، باهہ، پاڻي، مٽي) کي چاليهن ڏينهن تائين ڪاٽڻ پيٽڻ ترڪ ڪرائي پنهنجي هينان ڪرڻ چاهيندا آهن، تہ جيئن محبت جي صفائي ۽ روح جي لطافت پوريءَ طرح حاصل ٿي وڃي. هن ڳالهہ جو واسطو بک سان آهي، ۽ هاڻي ان جي حقيقت ظاهر ٿا ڪريون. انشاءَ الله العزيز.



# باب ارڙهون

## بک ۽ ان متعلق پيا کم

الله تعاليٰ فرمايو آهي: وَلَنَبلُوَنَّكُم بِشيءٍ مِنَ الخَوفِ و الجوع ونقص من الاموال الثَمَرات. "اوهان کي خوف، بک، مال، جان، ۽ ميون جي نقصان سان آزمائش ۾ وڌو ويو آهي". پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: بطن جائع الحب الي الله من سبعين عابداً غافلاً. "بکئي پيٽ وارو الله تعاليٰ وٽ ستر غافل عابدن کان وڌيک پيارو آهي." بکئي رهڻ جو مقام تمام مٿانهون آهي. اهو سڀني امتن ۽ ملتن ۾ وٺيل آهي، ظاهر آهي، ته بکئي ماڻهوءَ جا دل ۽ دماغ ڏاڍا تيز هوندا آهن، ۽ سندس طبعيت به صحتمند هوندي آهي، ڇو ته بک نفس کي نِوڙت ۽ دل کي عاجزي سيکاريندي آهي. بُکئي ماڻهوءَ جو جسم نِوڙيل ۽ دل عاجز هوندي آهي. بُک سان نفس جي طاقت ختم ٿي ويندي آهي. رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي: اجيعوا بطونكم واعد واجساد كم واظماو اكبادكم لعلكم قلوبكم تري الله عيانا في الدنيا. "پيٽ کي خالي ۽ جگر کي پياسو رکو ۽ جسم کي لباس کان آزاد رکو. ته اوهان جي دل دنيا ۾ الله جي ديدار کان فيضياب ٿئي." بُک کان جسم کي تکليف ٿيندي آهي، مگر دل کي روشني ملندي آهي. روح کي صفا ۽ باطن کي لقا حاصل ٿيندو آهي. جڏهن روح کي صفا، دل کي روشني نصيب هوندي، ته پوءِ جسماني تکليف سان نقصان ٿي سگهندو؟ گهڻو کائڻ کا عزت واري شيءِ ناهي، نه ته جيکر چوپائي مال کي وڏيک نه کارايو وڃي ها. گهڻو کائڻ چوپائي مال جو ڪم آهي، ۽ بُک بيمارن جو علاج آهي. بُک باطن کي پاليندي آهي. پيٽ ڀري کائڻ تَن پروري آهي. ڀلا جيکو ماڻهو سڄي عمر تَن پروري ۾ مشغول رهي، ۽ جسماني خواهشن تي خرچ ڪندو رهي، اهو ماڻهوءَ سان ڪهڙو مقابلو ڪري سگهندو. جيکو سڄي حياتي پنهنجي باطن جي پالنا ۾ مصروف رهندڙ آهي. جنهن کي دنيا فقط کائڻ لاءِ گهربل آهي، ۽ ٻيو الله جو دوست آهي، جنهن کي کاڌو فقط عبادت لاءِ ضروري آهي. انهن ٻنهي ۾ وڏو فرق آهي. كان المقتدمون ياكلون ليعيشوا و انتم تعيشون التاكلوا متقد مان. "پهريان ماڻهو ان لاءِ کائيندا آهن، ته جيئرا رهن ۽ اوهان ان لاءِ جيئرا آهيو ته کائيندا رهو." الجوع طعام الصديقين و مسلك المريدين و قيد الشياطين. "بک سچن (صديقن) جو طعام، مريدن جو مسلک ۽ شيطان جو قيد آهي". حضرت آدم عليه السلام جو بهشت مان نڪرڻ، ۽ الله جي ويجهڙائيءَ کان محروم ٿيڻ، الله جي قضا سان هک گراهه جي کائڻ ڪري ٿيو. اصلي حقيقت هيءَ آهي، ته جو ماڻهو مجبوريءَ کان بکيو هجي، اهو بُکيو ناهي. کيس کائڻ جي خواهش هوندي آهي، ۽ کائڻ جي خواهش رکڻ وارو، کائڻ واري کان گهٽ نه هوندو آهي. جنهن کي بک جو مقام ملندو آهي، اهو کاڌي کي ترک ڪرڻ وارو هوندو آهي. کيس کاڌي کان روکيو نه ويندو آهي. جيکو ماڻهو کاڌي جي سامان هوندي، کاڌي کي ترک ڪري، ۽ بک جي تکليف سهي، تنهن کي ئي بکيو سڏي ٿو سگهجي. شيطان کي قيد ڪرڻ، ۽ نفس جي خواهش کي روکڻ، بکئي هجڻ کان سواءِ ممکن ناهي. حضرت کتاني فرمايو آهي: من حكم المريد ان يكون فيه الثلثه اشياء نومه غلبة، وكلامه ضرورة، واكله فاقة. "مريد ۾ ٽي شيون ضرور هئڻ گهرجن: غلبي جي ڪري ننڊ، ضرورت جي ڪري ڪلام، ۽ فاقي جي ڪري کاڌو." کن جو چوڻ آهي، ته فاقو ٻه راتيون ۽ ڏينهن بکئي رهڻ سان ٿيندو آهي. کي وري چون ٿا، ته ان جي مدت ٽي راتيون ۽ ڏينهن آهن. کي هک هفتو ۽ کي چاليهن ڏينهن ۽ راتين جي بک کي فاقو سڏيندا آهن. تحقيق وارن جو اتفاق آهي، ته سچي بک چاليهن ڏينهن ۽ راتين ۾ فقط هک دفعو ٿيندي آهي، ۽ اها به جان جي حفاظت ڪرڻ لاءِ هوندي آهي. انهيءَ عرصي ۾ جيکا بک لڳندي آهي، اها طبعيت جي شرر ۽ غرور لاءِ هوندي آهي.

معلوم هئڻ گهرجي (الله توکي معاف ڪري) ته معرفت وارن جي رڳ رڳ مان الله جا اسرار (راز) ظاهر ٿيندا آهن. سندن دليون الله جي نظر جو مقام هونديون آهن. دلين جا دروازا کليل هوندا آهن. عقل ۽ لالچ جو ڪنڌ سندن درگاهه تي

جهڪيل هوندو آهي. روح عقل جو مددگار ۽ نفس لالچ جو مددگار هوندو آهي. جيتري قدر طبعيت خوراڪ سان پالنا وٺندي آهي، اوتري قدر نفس مضبوط ٿيندو آهي. نفس جي خواهش وڌندي آهي، ۽ ان جون عضون تي غلبو ٿيندو آهي. هر رڳ ۾ هڪ نئون حجاب ظاهر ٿيندو آهي. جڏهن نفس کي غذا سان طاقت نہ پهچندي آهي، تہ سندس خواهشون ضعيف ٿينديون آهن. عقل کي طاقت حاصل ٿيندي آهي، ۽ هو نفس سان ناتا ٽوڙيندو آهي. الاهي اسرار ۽ ان جا نشان وڌيڪ ظاهر ٿي پوندا آهن. جڏهن نفس پنهنجي حرڪتن کان بيوس ٿي ويندو آهي، تڏهن ان جي وجود کان نفساني خواهشون ختم ٿي وينديون آهن. ڪوڙا (باطل) ارادا حق جي اظهار ۾ گم ٿي ويندا آهن. ان وقت مريد جي هر مراد پوري ٿي ويندي آهي.

حضرت ابوالعباس قصاب فرمائي ٿو: " منهنجي عبادت ۽ گنهگاري بن شين سان ٻڌل آهن. ڪاڌي کان پوءِ گناهہ جو مادو طبعيت ۾ موجون هڻندو آهي. جڏهن ڪاڌي کان هٿ ڪڍندو آهيان، تڏهن عبادت (طاعت) جي حقيقت پاڻ ۾ ڏسندو آهيان. مشاهدو بک جو ميوو آهي، ڇو تہ مشاهدو مجاهدي سان قائم ٿيندو آهي. جيڪڏهن ڍؤ سان الله جو مشاهدو حاصل ٿي وڃي، تہ اهو اهڙي بک کان بهتر آهي. جيڪا فقط مجاهدي ۽ رياضت تائين محدود آهي، ۽ ان سان مشاهدو حاصل ٿي نہ سگهي. مشاهدو الله جي مردن جو ميدان آهي، ۽ مجاهدو ٻارن جي راند آهي. اهو ڍؤ بهتر آهي، جنهن ۾ الله جو مشاهدو هجي. اهڙي بک انهيءَ ڍؤ کان گهٽ آهي، جنهن ۾ فقط مخلوق جو مشاهدو هجي. هن موضوع متعلق گهڻيون ئي ڳالهيون آهن، مگر مان ڊيگهہ جي خوف کان اتي بس ٿو ڪريان . توفيق الله جي قبضي ۾ آهي.

## (انين حجاب جو کلڻ - حج)

الله تعاليٰ فرمايو آهي: وَلِلّٰه عَلَي الناس حجُ البيتِ مَنِ استَطَاعَ الَيه سبيلاً. "ٻانهن تي بيت الله جو حج فرض آهي، ان ماڻهوءَ تي جنهن کي اتي پهچڻ جي طاقت هجي." صحيح عقل واري، بالغ ۽ طاقت واري مسلمان تي حج فرض آهي. ميقات (احرام ٻڌڻ جي جاءِ) تي احرام ٻڌڻ، عرفات جي ميدان تي ويهڻ هجڻ، ڪعبي جو طواف ڪرڻ، صفا ۽ مروہ جي وچ ۾ ڊوڙڻ (جن ۾ عالمن جو اختلاف آهي)، ۽ احرام کان سواءِ حرم ۾ داخل ٿيڻ، حج جا رُڪن آهن. مڪي جي حرم کي مُقام ابراهيمؑ جي ڪري حرم سڏيندا آهن. اهو امن جو مقام آهي. ان ۾ جنگ جيڙو حرام آهي. حضرت ابراهيم عہ جا بہ مقام آهن، هڪ جسم جو مقام ۽ ٻيو دل جو مقام. جسم جو مقام مڪو شريف آهي ۽ دل جو مقام خُلت (خدا جو خاص محبت آهي). جو ماڻهو سندس جسم جي مقام جو ارادو ڪري، ان تي لازم آهي، تہ سيني انساني لذتن ۽ شهوتن کان پاسو ڪري، احرام ٻڌي (ڄڻ تہ ڪفن ٿو پائي)، حلال جو شڪار تان بہ هٿ ڪڍي، سيني حواسن کي قبضي ۾ رکي، عرفات ۾ حاضر ٿئي، مزدلفي ۾ مشعر الحرام ڏانهن وڃي (عرفات جي رستي تي بہ مقام)، پٿريون ڪڍي طواف ڪري، منيٰ ۾ ٽي ڏينهن ۽ راتيون رهي، جُمرن (شيطانن) کي پٿريون هڻي، مٿو ڪوڙائي ۽ قرباني کان پوءِ پنهنجا راوجي ڪپڙا پائي.

جو ماڻهو حضرت ابراهيم عہ جي دل جو قصد ڪري، ان تي لازم آهي، تہ پنهنجي پسند ڪيل شين تان هٿ ڪڍي، دنيوي لذتن ۽ راحتن کي ترڪ ڪري، غيرن جو ذڪر ڪرڻ ڇڏي ڏئي، ڇو تہ فساد جي دنيا ڏانهن ڊيان ڏيڻ کان منع آهي، پوءِ معرفت جي عرفات ۾ رهي ( قيام ڪري)، محبت جي مزدلفي ڏانهن منهن ڪري، باطن کي الله جي پاڪائي جي طواف ۾ مشغول رکي، نفساني خواهشن ۽ خراب خيالن جُون پٿريون ڪڍي ايمان جي حفاظت واري منيٰ ۾ اُڇلي، نفس کي مجاهدي جي ڪوس - گهر (مذبح) ۾ قربان ڪري ۽ خلت (خدا جي خاص محبت) واري مقام تي پهچي وڃي.

حضرت ابراهيم عہ جي جسم جو مقام ڪعبي جو حرم آهي. اتي دشمن ۽ ان جي تلوار کان امان آهي. سندس دل جي مقام يعني خُلت (خدا جي خاص محبت) ۾ داخل ٿيڻ، پنهنجن واسطن جو ٽوڙڻ، ۽ الله کان پري رهڻ واري حالت ۽ ان قسم جي شرارتن کان بچڻو آهي.

پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: الحاج وفد الله يعطيهم ما سالوا ويستجيب لهم دعوا. "حاجي، الله تعاليٰ جو وفد (قافلو) آهن، هو جو ڪجهہ گهرندا آهن، اهو کين ملندو آهي، ۽ جيڪا بہ دعا گهرندا آهن، اها قبول ٿيندي آهي، ڪي ماڻهو جو ڪجهہ گهرندا آهن، ۽ جو ڪجهہ کين جواب ڏنو ويندو آهي، ان کي خوشيءَ سان قبول ڪندا آهن. ڪي ماڻهو

شان شوڪت ۽ مرتبو گهرندا آهن. ۽ نہ وري ڪا دعا گهرندا آهن. حضرت ابراهيم عليہ السلام چيو آهي: اذ قال لہ ربہ أسلم قال أسلمتُ لرَب العالمين. "جڏهن الله تعاليٰ فرمايس تہ فرمانبردار بڻجي وڃ، تڏهن عرض ڪيائين، تہ مان پروردگار جو فرمانبردار آهيان." اهو خُلت (خدا جي خاص محبت) جو مقام هيو. هو دنيا جي لاڳاپن کان آزاد ٿي ويو. ۽ سندس دل خدا جي ٿي، غيرن کان ڪانجي وئي. الله تعاليٰ کيس دنيا ۾ مشهور ڪرڻ چاهيو. اهو ڪم نمرود جي حوالي ٿيو. جنهن اڳ ۾ کيس ماءُ - پيءُ کان جدا ڪيو. باهہ پڙڪائي، ابليس منجنيق ناهي ڏنس. کيس ڳنڍن جي ڪچيءَ ڪل ۾ بند ڪري منجنيق (پٿرن اڇلڻ جي مشين) ۾ رکيو ويو. حضرت جبرائيل منجنيق ۾ هٿ وجهي چيو: "مان اوهان جي مدد لاءِ تيار آهيان". فرمايائين: "مون کي تنهنجي مدد جي ضرورت ناهي." حضرت جبرائيل چيو: "چا اوهان کي الله جي ضرورت ڪانهي؟" فرمايائين: "الله تعاليٰ کي منهنجي حال جي خبر آهي. اهو ئي سبب آهي جو مال سوال نٿو ڪيان. مون کي اهو پسند آهي، جيڪو الله تعاليٰ کي پسند آهي. هن کي خبر آهي تہ مون کي باهہ ۾ اُن لاءِ ٿي وڌو ٿو وڃي، هاڻي مون کي سوال ڪرڻ جي ضرورت ناهي."

حضرت محمد بن فضيل فرمايو آهي: "مون کي تعجب ٿو لڳي، تہ ماڻهو الله کي سندس گهر (ڪعبي) ۾ تلاش ڪري رهيا آهن. ۽ پنهنجي دل ۾ سندس مشاهدي جي طلب نٿا ڪن. حالانڪ ڪعبو ڪڏهن موجود هوندو آهي، پر دل ۾ الله جو مشاهدو هر حالت ۾ هوندو آهي. ڪعبي جي پٿر جي زيارت فرض آهي ۽ ان تي سال ۾ هڪڙو ڀيرو نظر ٿيندي آهي، ان جي ابتڙ دل تي ڏينهن رات ٽي سوءُ سٺ ڀيرا رحمت جي نظر ٿيندي آهي. دل ڪعبي کان وڌيڪ زيارت جي لائق آهي، تڏهن بہ تحقيق وارن لاءِ مڪي جي رستي ۾ هر قدم، هڪ الله جو نشان هوندو آهي. ۽ حرم ۾ پهچڻ سان هر ڪنهن کي هڪ انعام (خلعت) نصيب ٿيندو آهي.

حضرت بايزيد فرمائي ٿو: "جيڪو ماڻهو سڀاڻي (آخرت) جي ثواب تي نظر رکندڙ آهي، تنهن کي چئو تہ اڄ سندس فرمانبرداري بہ فرمانبرداري ناهي، چو تہ عبادت ۽ مجاهدي جي هرهڪ دم جو ثواب اڄ ئي ملڻ گهربل آهي. فرمايائين: مون پهرئين حج تي ڪعبي کانسواءِ ڪجهہ بہ نہ ڏٺو، ٻيو دفعو ڪعبي کي بہ ڏٺم ۽ ڪعبي واري کي بہ ڏٺم. ۽ ٽيون دفعو ڪعبي واري کي ڏٺم ۽ ڪعبي کي نہ ڏٺم." بهرحال ڪعبي جو حرم مشاهدي جي جاءِ تي هوندو آهي ۽ مجاهدي جي جاءِ تي نہ هوندو آهي، ۽ ان لاءِ تعظيم آهي. جنهن جي نظر ۾ سڄي دنيا الله جي قرب جو مقام ۽ محبت جي خلوت گاهہ واري لاءِ سڄي دنيا حرم هوندي آهي، اهو الله جي محبت کان فيض حاصل ڪري نہ سگهندو آهي، مشاهدي واري لاءِ سڄي دنيا حرم هوندي آهي ۽ مشاهدي کان محروم رهندڙ ڪعبو بہ تمام تاريڪ مقام رهندو آهي. ڪنهن جو مصرع چيل آهي:

اظلم الاشياءُ دارالحبيب بلا حبيب.

"محبوب کانسواءِ محبوب جو گهر وڏ ۾ وڏ اونداهو هوندو آهي."

قدر ۽ قيمت رضا جي مشاهدي لاءِ آهي، جيڪو دوستيءَ جي مقام (خلت) تي حاصل ٿئي، ۽ جنهن جو ذريعو الله تعاليٰ ڪعبي جي زيارت کي سڏيو آهي، ڪعبي جي زيارت پنهنجي پاڻ ڪا بہ شيءِ ناهي، تڏهن بہ هر سبب جو پنهنجي مسبب (سببن جي سبب) سان واسطو هوندو آهي، ڪهڙي خبر، الله تعاليٰ جي عنايت جو ظهور ڪٿان ٿئي؟ ۽ طالب جي مراد ڪٿان ظاهر ٿئي؟ الله جا طالب بيابانن ۾ بہ الله جي ديدار لاءِ ڦرندا رهندا آهن، چو تہ دوست کي دوست جو حرم ڏسڻ جائز ناهي. سندن مقصد هڪ بيتاب شوق ۽ محبت ۾ هڪ جلڻ واري آرزو سان مجاهدي ڪرڻ جو هوندو آهي.

هڪ ماڻهو حضرت جنيد وٽ ويو. هن کان پڇيو ويو: "تون ڪٿان آيو آهين؟" جواب ڏنائين: "مان حج تي ويو هئس." حضرت جنيد پڇيس: "حج ڪري ورتئي؟" هن جواب ڏنو: "هائو." پڇيائينس: "چا گهر ۽ وطن ڇڏڻ وقت سنيي گناهن کي بہ ڇڏيئي؟" هن چيو: "نہ." چيائينس: "تو پنهنجي وطن کان سفر نہ ڪيو. چا جڏهن پنهنجي گهر کان نڪتين ۽ رات جو ڪنهن جاءِ تي ترسئين تہ الله تعاليٰ جي طريقي جي ڪا منزل بہ اتي وري ڪيئي؟ جواب ۾ نـنهڪر ڪيائين. هن وري پڇيس: جڏهن ميقات (احرام ٻڌڻ جي جاءِ) تي احرام ٻڌئي، تڏهن پنهنجي انساني صفتن کي پاڻ کان پري ڪيئي؟

جواب ۾ وري نـنهڪر ڪيائين. هـن وري چيس: "تـو احرام بـ نـ ٻڌو. جڏهن عرفات جي ميدان ۾ بيٺين. تڏهن توکي ڪشف ۽ مشاهدي ۾ بيهڻ بہ نصيب ٿيو؟" جواب ڏنائين: "نہ؟" هن وري چيس: "تون عرفات ۾ بہ نہ بيٺين. جڏهن مزدلفي ۾ وئين ۽ تنهنجو مقصد پورو ٿي ويو، تڏهن پنهنجي نفساني خواهشن کي ترڪ ڪيئي؟" جواب ۾ چيائين: "نہ." هن چيو: "تون مزدلفي ۾ بہ نہ وئين. جڏهن بيت الله جو طواف ڪيئي، تڏهن وطن جي اک سان تنزه (الله تعاليٰ کي هر عيب کان پاڪ سمجهڻ) جي مقام تي الله تعاليٰ جي جمال جا لطيفا ڏٺئي؟" جواب ڏنائين: "نہ." هن چيو: "تو طواف بہ نہ ڪيو؟ اهو ٻڌاءِ تہ صفا ۽ مروه جي وچ ۾ سعي ڪرڻ (ڊوڙڻ) وقت، تو صفا ۽ مروه جو مرتبو ڄاتو؟" جواب ڏنائين: "نہ." هن چيو: "تو سعي بہ نہ ڪئي. چڱو جڏهن منيٰ ۾ آئين، تڏهن تنهنجون تمنائون پوريون ٿي ويون؟" جواب ڏنائين: "نہ." هن چيو: "تون منيٰ ۾ بہ نہ وئين. چڱو جڏهن قرباني ڪيئي، تڏهن پنهنجي نفس جي خواهشن کي بہ قربان ڪيئي؟" جواب ڏنائين: "نہ." هن وري چيو: "تو قرباني بہ نہ ڪئي. چڱو جڏهن پٿريون اُڇليئي تڏهن پنهنجا سمورا نفساني خيال (امور) بہ اُڇلي ڇڏيئي؟" جواب نفي ۾ ڏنائين. هن چيو: "تو پٿريون بہ نہ اُڇليون. تنهنجو حج بہ نہ ٿيو. واپس وڃ ۽ انهيءَ طريقي تي حج ڪر تہ مقام ابراهيم نصيب ٿيئي.

مون ٻڌو تہ هڪ بزرگ ڪعبي جي سامهون روئي زاريون ڪري رهيو هو ۽ هيٺيان شعر سندس زبان تي هئا:

واصبحت يـوم النحر و العيس ترحل — وكان حَدَ الحادي بنا و هـو معجل
اسائل عـن سلـمـي فهل من مخبير — بان لـــه علماً بها ايــن تــنـزل
لقد افسدت حجي و نسكي و عمر تي — و في السري شغل عن الحج مشغل
ســـار حج من عامي لحجة قابلِ — فـــان الـــذي قد كان لا يتقبل

"حج ۾ قرباني جي ڏينهن صبح ٿيو. سفيد اُٺ وڃي رهيا هئا. حدي خوان سني سُر سان اُنن کي هلائي رهيو هو، ۽ تڪڙ ڪري رهيو هو. "مان پنهنجي محبوبا سلميٰ جي باري ۾ پڇي رهيو هئس. ڪو ٻڌائي تہ اها ڪٿي لهندي؟ هن (منهنجي محبوبا) منهنجو حج، منهنجي قرباني، ۽ منهنجو عمرو، سڀ وڃائي ڇڏيا. هن جي جدائيءَ دل ۾ اها ڪيفيت پيدا ڪئي آهي، جو حج کان دُور ڪري رهي آهي. مان ٻئي سال حج لاءِ موٽي ايندس، ڇو تہ هاڻي حج ٿي ويو آهي ۽ قبول نہ ٿيندو."

حضرت فضيل بن عياض فرمايو آهي: "مون هڪ نوجوان کي حج ڪرڻ وقت بيٺل ڏٺو. ماڻهو دعا گهري رهيا هئا، ۽ هو ڪنڌ جهڪايو بيٺو هو. مون پڇيو: "دعا ۾ شريڪ ڇو نٿو ٿئين؟" جواب ڏنائين؟ "مان وحشت ۾ گرفتار آهيان. منهنجو وقت فوت ٿي ويو آهي. هاڻي دعا جي ڪابہ صورت ڪانهي." مون چيو: دعا گهر، خدا هن (ايڏي ساري) مير جي صدقي تنهنجي مراد پوري ڪندو." هن چاهيو، تہ دعا لاءِ هٿ ڪٽي، مگر بي اختيار هڪ آھ ڪيائين، ۽ مري ويو."

حضرت ذوالنون مصري جو بيان آهي: مون هڪ جوان کي منيٰ ۾ ويٺل ڏٺو. سمورا ماڻهو قرباني ۾ قابو هئا. مان هن کي ڏسندو رهيس تہ ڪير آهي ۽ ڇا ٿو ڪري؟ هو چئي رهيو هو: منهنجا موليٰ! سڀ ماڻهو قرباني ڪري رهيا آهن. مان پنهنجي نفس کي تنهنجي راھ ۾ قربان ڪرڻ ٿو چاهيان. مون کي قبول فرمائي." اهو چئي، اشهد آڱر سان پنهنجي گلي ڏانهن اشارو ڪيائين ۽ ڪِري پيو. مون ڏٺو تہ سندس روح عنصري پڃري مان اُڏامي چڪو هو. الله تعاليٰ متس رحم فرمائي."

حج جا بہ قسم آ ن: هڪڙو غيبت ۾ ۽ ٻيون حضوري ۾. جيڪو ماڻهو ڪعبي جي حرم ۾ حاضر رهي بہ غيبت ۾ گرفتار هجي، ان جو مثال اهڙي ماڻهوءَ جو آهي، جيڪو پنهنجي گهر ۾ موجود هجي ۽ غائب رهي. غيبت هر حال ۾ غيبت آهي. جو ماڻهو پنهنجي گهر ۾ هوندي الله سان حاضر هجي، اهو ڄڻ تہ ڪعبي جي بارگاھ ۾ حاضر آهي، ڇو تہ الله جو حضور هر جاءِ تي آهي. حج هڪ مجاهدي جي صورت آهي ۽ اها مشاهدي جي ڪشف لاءِ هوندي آهي. مجاهدو مشاهدي جي علت ناهي، مگر مشاهدي جو سبب آهي. هن سبب کي حقيقي معنيٰ ۾ زيادھ رسوخ نہ هوندو آهي. حج جو مقصد ڪعبي جي زيارت نہ هوندو آهي، مگر مشاهدي جو ڪشف هوندو آهي. هاڻي مان مشاهدي متعلق هڪ باب لکندس، تہ جيئن تنهنجي مقصد پوري ٿيڻ ۾ ڪم اچي. اللہُ بهتر ڄاڻندڙ آهي.

# باب اٺويھون

## مشاھدو

پيغمبر ﷺ جن فرمايو آھي: اجيعوا بطونكم دعوا الحرص و واعروا اجسادكم قصروا الامل. "پنھنجن پيٽن کي خالي رکو. حرص کي ڇڏيو. جسمن کي لباس سان نہ سينگاريو. گھرجُون گھٽ ڪريو. جگرن کي اُڃيو رکو ۽ دنيا کان منھن موڙيو، تہ اوھان جي دلين کي الله تعاليٰ جو مشاھدو حاصل ٿئي." حضرت جبرائيل حضور ﷺ کان احسان جي اصلي حقيقت (ماھيت) جي باري ۾ سوال ڪيو تہ پاڻ فرمايائون. احسان اھو آھي تہ: اعبدوا الله كَانكَ تراه فان لم تكن تراه فانه يراك "عبادت ڪندڙ اھڙي طرح سان عبادت ڪري، ڄڻ تہ الله کي ڏسي رھيو آھي. جيڪڏھن تون الله تعاليٰ کي ڏسي نہ سگھين تہ ھو يقين سان توکي ڏسي رھيو آھي." الله تعاليٰ حضرت دائود کي وحي فرمايو: يا دائود تدري ماالمعرفة قال لا قال ھي حيواة القلب في مشاھدتي. اي دائود! توکي خبر آھي، تہ معرفت ڇا آھي؟ عرض ڪيائين تہ "نہ". الله تعاليٰ فرمايو: "منھنجي مشاھدي سان دل جو جيئرو ٿيڻ (معرفت آھي)". صوفين وٽ مشاھدو الله جي ذات کي باطل جي اک سان ڏسڻ جو نالو آھي. يعني خلوت (اڪيلائپ ۾) توڙي جلوت (ماڻھن ۾) ۾ الله جو جلوو دل ۾ پسي.

حضرت ابوالعباس بن عطا ھن آيت جي تفسير ڪري رھيو ھو: ان الذين قالوا ربنا الله ثم استـَقَـا موا. "تحقيق جن ماڻھن چيو، تہ اسان جو پالڻھار الله آھي ۽ پوءِ (ان عقيدي تي) مضبوطي سان ثابت قدم رھيا." تفسير ڪندي چيائين: جن ماڻھن مجاھدي ۾ چيو، تہ الله جو پروردگار آھي ۽ پوءِ الله جي مشاھدي تي مضبوطي سان ثابت قدر رھيا.

مشاھدي جي حقيقت جا ٻہ پاسا آھن: ھڪڙو مشاھدو، صحيح يقين سان ۽ ٻيو الله جي محبت جي غلبي سان. يعني محبت جي غلبي جو اھو مقام حاصل ڪرڻ. جتي طالب کي ھر ڳالھ ۾ محبوب نظر اچي ۽ ان کان سواءِ ڪجھ بہ نظر نہ اچي. حضرت محمد بن واسع فرمائي ٿو: مارايت شيئاً الا ورايت الله فيـه. "مون صحيح يقيـن سان ھر شيءِ ۾ الله جي محبوب جو جلوو ڏٺو." ھڪ ٻئي طريقت جي شيخ فرمايو آھي: مارايت شيئاً الا ورايت الله قبله. "مون ڪابہ اھڙي شيءِ نہ ڏٺي، جنھن مان مون کي الله جو ديدار حاصل نہ ٿيو ھجي."

حضرت شبلي فرمايو آھي: مارايت شيئاً قط الا الله يعني بلغبات المحبة و غليان المشادة. "مون الله جي محبت جي غلبي ۾، ۽ الله جي مشاھدي جي ظھور ۾ الله تعاليٰ کان سواءِ ڪنھن شيءِ کي بہ نہ ڏٺو". ھڪ ماڻھو ڪنھن شيءِ کي ظاھري اک سان ڏسندو آھي. ان جي فاعل تي ظاھري نظر پوندي آھي. ٻيو ماڻھو فاعل جي محبت ۾ غرق ٿي ھر شيءِ کان منھن موڙي ڇڏيندو آھي. ۽ فقط فاعل کي ڏسندو آھي پھريون طريقو استدلال جو آھي ۽ ٻيو طريقو باطني جذبي جو آھي. استدلال ۾ الله کي دلين سان ثابت ڪيو ويندو آھي. ۽ ٻي صورت ۾ طالب مجذوب ۽ شوق ۾ بيخود ھوندو آھي. دليل ۽ حقائق ھن لاءِ حجاب جي حيثيت رکندا آھن. لان من عرف شيئاً لا يطمئن غيره و من احب شيئاً لا يطالع غيره تـرك المنازعة مع الله و لا عتراض عليه في احكامه الخالف. "جو ماڻھو ڪنھن شيءِ کي سڃاڻي وٺندو آھي، ان کي ان کان سواءِ تسڪين حاصل نہ ٿيندي آھي. جڏھن ڪو ماڻھو محبت ڪندو آھي، تہ اھو محبوب شيءِ کان سواءِ ڪنھن تي نظر نہ وجھندو آھي. اھو محبوب شيءِ تي اعتراض ڪرڻ يا ان جي مخالفت ڪرڻ کان ڪيبائيندو آھي." الله تعاليٰ پيغمبر ﷺ جن جي معُراج جو بيان ڪندي فرمايو آھي: مازاغ البصر و ما طغيٰ. "سندن نظر الله جي تجلي کان نہ ڦري ۽ نہ وري حد اورانگيائين" ايتري قدر جو سندن باطن جي اک ھر ڏسڻ واري شيءِ کي ڏسي ورتو. جڏھن الله جو محب موجودات تان نظر ڦيري ڇڏيندو آھي. تڏھن باطن جي اک سان الله جي مشاھدي ۾ مشغول ٿي ويندو آھي. الله تعاليٰ فرمايو آھي: قل للمومنين يَغـُضوا مـِن ابصارهـِم. "ايمان وارن کي چئو، تہ پنھنجون نگاھون ھيٺ ڪن". يعني ظاھري اکين کي نفساني خواھشن کان ۽ باطني اکين کي مخلوقات کان پري رکن. جيڪو مجاھدو ڪري ظاھري اکين کي وٺندڙ شين کان روڪيندو

آهي. اهو يقين سان باطني اکين سان الله جي مشاهدي مان فيضياب ٿيندو آهي، جو ته مجاهدي ۾ مخلص هوندو آهي، اهو مشاهدي ۾ سچو هوندو آهي.

باطن جي نظر جو مشاهدو ظاهري مجاهدي سان واسطو رکندو آهي، حضرت سهل بن عبدالله تستري فرمائي ٿو: من غض بصره عن الله طرفة عين لايهتدي طول عمره. "جيڪو اک ڇنڀ ڪرڻ جيترو وقت پنهنجي نظر الله تعالىٰ کان ڦيرائيندو آهي، اهو ساري عمر هدايت حاصل ڪري نه سگهندو آهي"، ڇو ته غير تي نظر وجهڻ، غير ڏانهن ڌيان ڏيڻ آهي، ۽ جنهن کي مقدر غير الله جي اختيار ۾ ڇڏي ڏنو آهي، اهو هلاڪت جو شڪار ٿي ويندو آهي. مشاهدي وارن جي زندگي اهڙي آهي، ته هو الله جي مشاهدي ۾ مشغول رهن. زندگي جو جيڪو عرصو الله تعالىٰ کان پري رهڻ ۾ گذاري، ان کي زندگي ۾ شمار نه ڪندا آهن. ۽ اهو پاڻ لاءِ موت جي برابر سمجهندا آهن.

حضرت بايزيد کان پنهنجي عمر لاءِ پڇيائون. ته جواب ڏنائين: "چار سال" ۽ ٻي روايت موجب چاليهه سال. ماڻهو عجب ۾ پيا، ته چيائين: "مان ستر سالن تائين دنيوي حجابن ۾رهيو آهيان. الله جي مشاهدي ۾ فقط چار سال مصروف رهيو آهيان. حجاب جو وقت زندگي ۾ شمار نه ٿيندو آهي."

حضرت شبلي دعا گهرڻ وقت چوندو هو: اللهمّ اخفاء الجنة و النار في خفايا غيبک حتىٰ تُعبَد بغير واسطة. "منهنجا مولىٰ! دوزخ ۽ جنت کي لڪائي ڇڏ. ته تنهنجي عبادت ڪنهن واسطي يا لالچ کان سواءِ هجي. "طبعيت ۾ بهشت جي خواهش هوندي آهي ۽ عبادت گهڻو ڪري ان (بهشت) لاءِ ڪئي ويندي آهي. دل ۾ الله جي محبت نه هوندي آهي ۽ ماڻهو پنهنجي غفلت جي ڪري الله جي مشاهدي کان محروم رهندو آهي. پيغمبر ﷺ جن معراج واري واقعي جو بيان ڪندي حضرت عائشه رضه کي فرمايو: "مون الله تعالىٰ کي نه ڏٺو". حضرت عبدالله بن عباس کان روايت آهي ته حضور ﷺ جن فرمايو: "مون الله تعالىٰ کي نه ڏٺو". ان ڳالهه تي ماڻهن جو اختلاف ظاهر ٿيو مگر الله جي دوستن اها صورت چوندي ورتي، جيڪا بهتر هئي، يعني پاڻ جيڪو فرمايائون، ته مون الله تعالىٰ کي نه ڏٺو. ان مان اها مراد آهي، ته ظاهري اک سان نه ڏٺائون. ٻنهي مان هڪ باطن جو صاحب هو ۽ ٻيو ظاهر ڏسندڙ، پاڻ ٻنهي سان سندن عقل آهر ڳالهه ڪيائون، جڏهن باطن جي اک سان ڏسي ورتائون، ته ظاهر جي اک سان نه ڏسڻ سان ڪو فرق نه پيو.

حضرت جنيد فرمايو آهي: "جيڪڏهن الله تعالىٰ مون کي فرمائي، ته مون کي ڏس، ته جيڪر مان نه ڏسان، ڇو ته محبت ۾اک جي حيثيت غير ۽ بيگاني واري آهي، غير جي رِيسَ (ساڙ) ديدار ۾ رنڊڪ آهي. جڏهن دنيا ۾ ڪيس اک جي واسطي کان سواءِ ڏسندو رهيو آهيان. تڏهن آخرت ۾ ان لاءِ ڳولا ڇو ڪريان؟" شعر:

انی لا حسد فاظـري عليکا

عاغض طرفي اذا نظرت اليکا

"مون کي تنهنجي ڏسڻ وارن کان ساڙ ٿيندو آهي. مان جڏهن تو ڏانهن ڏسندو آهيان تڏهن پنهنجيون اکيون بند ڪري ڇڏيندو آهيان".

ڪنهن بزرگ کان پڇيو ويو: "اوهان خدا کي ڏسڻ چاهيو ٿا." چيائين: "نه". پڇيائونس : "ڇو؟" فرمايائين: "حضرت موسىٰ عليه السلام درخواست ڪئي، مگر ڏسي نه سگهيو، حضور ﷺ جن در خواست ڪئي ۽ ديدار سان نوازيا ويا. اصل ۾ اسان جي خواهش ئي هڪ حجاب آهي. ارادو مخالفت جو دليل آهي. ارادي جي ختم ٿيڻ سان مشاهدو حاصل ٿيندو آهي، مشاهدي حاصل ٿيڻ سان دنيا ۽ آخرت هڪ جهڙا ٿي ويندا آهن.

حضرت بايزيد فرمايو آهي: ان الله عباداً لو حجبواعن الله في الدنيا والاآخرة لارتدوا. "الله جا ڪجهه ٻانها اهڙا آهن، جيڪي دنيا ۽ آخرت ۾ الله جي ديدار کان محروم رهن، ته مرتد (دين تان ڦرندڙ) ٿي وڃن". يعني انهن جي پالنا دائمي مشاهدي سان ٿيندي آهي، هو محبت جي حياتي سان جيئرا آهن. جيڪڏهن مشاهدي وارو، مشاهدي کان محروم ٿئي ته ڇڻ درگاه مان تَڙجي نڪتو.

حضرت ذوالنون مصري جو چوڻ آهي: هڪ دفعي مون مصر ۾ ڏٺو، ته ڪجهه ڇوڪرا هڪ نوجوان ماڻهوءَ کي پٿر هڻي رهيا هئا. مون پڇيو ته ائين ڇو ٿا ڪريو؟ ڇوڪرن چيو ته اهو چريو آهي: پڇيم ته اوهان سندس چريائي ڏٺي آهي؟ ڇوڪرن چيو: اهو چوي ٿو، ته مون خدا کي ڏٺو آهي. مون ان جوان کان پڇيو، ته اهو سچ آهي يا ڇوڪرا تو تي اجائي تهمت رکي رهيا آهن؟ انهيءَ جوان جواب ڏنو ته هائو. جيڪڏهن الله تعاليٰ هڪڙي گهڙي به مون کان ڇپي وڃي ته جيڪر پردو اچي وڃي، ۽ مان فرمانبرداري (طاعت) کان محروم ٿي وڃان.

هتي هڪ جماعت کي طريقت وارن جي باري ۾ هڪ غلط فهمي پيدا ٿي آهي. هو سمجهن ٿا تہ الله جو ڏسڻ، باطن جي مشاهدي جي هڪ صورت آهي، جيڪا ذڪر ۽ فڪر واري حالت ۾ وهم جي ڪري دل ۾ پيدا ٿيندي آهي. اهو فقط شڪ ۽ ڇٽي گمراهي آهي. الله تعاليٰ جي ذات اندازي ۽ مقدار کان مٿانهين آهي. ڪنهن جو به عقل ان جو ادراڪ ڪري نه سگهندو آهي. انساني عقل ۾ جو ڪجهه خدا جي باري ۾ ايندو، اهو سراسر وهم هوندو. الله تعاليٰ جو ڪنهن به جنس سان ڪو واسطو ڪونهي. سمورا ڪشف ۽ لطيفا جنس جي لحاظ کان هڪ ٻئي سان واسطو رکندڙ آهن. تضاد (ابتڙ حالت) جي صورت ۾ به هر جنسيت قائم رهندي آهي. توحيد جي حقيقت به قديم جي مقابلي ۾ هڪ جنس واري آهي، ڇو ته متضاد (ابتڙ) شيون سڀ حادث هونديون آهن، ۽ سمورا حادث همجنس هوندا آهن.

الله تعاليٰ انهن ڳالهين ۽ هر اهڙي شيءِ کان پاڪ آهي، جيڪا بيدين (ملحد) ان ڏانهن منسوب ڪندا آهن. هن دنيا ۾ الله جو مشاهدو ۽ آخرت ۾ سندس ديدار برحق آهي، مگر آخرت ۾ الله جو ديدار سڀني صحابي سڳورن جي اتفاق ۽ اجماع سان ثابت آهي. ان حالت ۾ دنيا ۾ مشاهدو به روا هئڻ گهرجي. آخرت ۾ ديدار جي خبر ڏيڻ وارن ۽ دنيا ۾ مشاهدي جي خبر ڏيڻ وارن ۾ ڪو فرق ڪونهي. انهن ٻنهي ڳالهين جي باري ۾ جيڪو به خبر ڏيندو، اها مشاهدي جي لحاظ کان اجازت سان هوندي، ۽ دعوا سان نه هوندي. هو اهو ئي چئي سگهندو، ته آخرت ۾ الله جو ديدار ۽ دنيا ۾ الله جو مشاهدو روا آهي. هو اهو ئي چئي نه سگهندو ته مون مشاهدو ڪيو آهي، يا هن وقت مشاهدو ڪري رهيو آهيان. مشاهدو باطن جي وصف آهي ۽ ان جو اظهار ڪرڻ عبارت آرائي ٿيندي. جيڪڏهن زبان باطن کان واقف هجي ۽ مشاهدي جي ڪيفيت کي لفظن ۾ سمائي سگهي ته مشاهدو ناهي، مگر مشاهدي جي دعوا آهي، ڇو ته ڪنهن ڪيفيت جي اصليت عقل کان ٻاهر هجي، ان کي لفظن جو جامو ڪيئن پارائي سگهبو؟ اها هڪ مجازي صورت هوندي، ڇو ته مشاهدو دل جي حاضر ۽ زبان جي قاصر هجڻ جو نالو آهي. اهوئي سبب آهي جو خاموشي گفتگو کان بهتر آهي. خاموشي مشاهدي جي نشاني ۽ گفتگو مشاهدي جي گواهي آهي. شهادت ۽ مشاهدي ۾ زمين آسمان جو فرق آهي. پيغمبر ﷺ جن کي الله جي قرب واري وڏي مقام تي جو عطا ٿيو، ان لاءِ فرمايائون: لا احصيٰ ثناءً عليڪ. "مان تنهنجي ثنا جو حق ادا ڪري نٿو سگهان". حضور ﷺ جن مشاهدي جي مقام تي هئا. مشاهدو اتحاد جو ڪمال هوندو آهي. اتحاد جي عالم ۾ زبان ڪولڻ خود بيگاني هجڻ جو اظهار آهي. پاڻ فرمايائون: انت ڪما اثنيت عليٰ نفسڪ. تون اها هستي آهين جو پنهنجي ثناءَ پاڻ ڪري رهيو آهين". يعني، هتي جو ڪجهه تون چوندين، چڻ ته مان چئي رهيو آهيان. تون جيڪا پنهنجي ثناءَ ڪندين، اها چڻ مون ڪئي. منهنجي زبان اهڙي درجي واري ناهي جو منهنجو حال بيان ڪري سگهي. بيان به اهڙو نه ٿيندو جيڪو منهنجي ڪيفيت جو اظهار ڪري سگهي. هن مضمون متعلق ڪنهن جو شعر آهي:

تمنيت من اهوي فلما رايته

ابهت فلم املڪ لساناً و لا طرفاً

"هن سان ملڻ جي تمنا هئي. جڏهن مليو تڏهن حيرت جو اهو عالم آهي جو نه زبان تي اختيار آهي، نه اک تي."

اهي سمورا حڪم مشاهدي جا آهن جيڪي مختصر طور تي لکيا اٿم. توفيق الله تعاليٰ وٽان آهي.

## (نائين حجاب جو کلڻ - صحبت ۽ ان جا آداب)

الله تعاليٰ فرمايو آهي: يا ايهاالذين آمنوا قوا انفسڪم و اهليڪم ناراً اي اد بواهم. "اي ايمان وارؤ! پاڻ کي ۽

پنهنجي اهل عيال کي دوزخ جي باھ کان بچايو. ۽ انهن کي ادب سيکاريو". پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: حسن الادب من الايمان. "سهڻو ادب ايمان جو حصو آهي". پئي هنڌ فرمايو اٿن: ادبني ربي فاحسن فاديبي. "منهنجي پروردگار مون کي ادب سيکاريو ۽ سهڻو ادب سيکاريو". دين ۽ دنيا جي سيني ڪمن جي سينگار جو مدار ادب تي آهي. سڀ ماڻهو، ڪافر، مسلمان، بيدين، توحيد وارا، سني ۽ بدعتي ان ڳالهه تي متفق آهن تہ معاملات ۾ سٺو ادب هڪ ساراهہ جهڙي شيءِ آهي. دنيا جي ڪابہ رسم، سني ادب کان سواءِ پوري ٿي نٿي سگهي. ماڻهن ۾ مروت جي حفاظت، دين ۾ سنت جي حفاظت ۽ محبت ۾ عزت جي حفاظت جو نالو ادب آهي. اهي ٽيئي شيون هڪ ٻئي سان ڳنڍيل آهن. جنهن کي مروت جو لحاظ ناهي، اهو سنت جو پوئلڳ نہ ٿيندو. جيڪو سنت جو پوئلڳ ناهي، ان کي عزت جو لحاظ نہ ٿيندو. اعمال ۾ ادب جو لحاظ مطلوب جي تعظيم سان حاصل ٿيندو آهي. الله تعاليٰ ۽ ان جي آيتن (نشانين) جي تعظيم تقويٰ (پرهيزگاري) جو جُزو آهي. جيڪو ماڻهو بي ادبي کان الله جي جَلوَن جي تعظيم نہ ڪندو آهي، ان کي طريقت ۾ ڪوبہ مقام نہ ملندو آهي. الله جي طالب کي جذبو ۽ حال جو غلبو، ڪنهن بہ حالت ۾ ادب جي لحاظ رکڻ کان منع نہ ڪندا آهن. ادب الله جي طالبن جي عادت ۾ شامل هوندو آهي، ۽ عادت ٻي فطرت (طبعيت ثانيہ) بڻجي ويندي آهي. طبعيت ڪڏهن بہ ختم نہ ٿيندي آهي. زندگي هوندي تہ طبعيت بہ موجود هوندي. جيستائين وجود قائم آهي، تيستائين الله جا طالب ادب جي لحاظ کي ڪڏهن تکلف سان ۽ ڪڏهن تکلف کان سواءِ پنهنجي ڌيان ۾ رکندا آهن. جيڪڏهن هوشياري جي حالت ۾ ادب جو لحاظ تکلف سان ٿيندو آهي، تہ جذب جي حالت ۾ وري الله تعاليٰ سندن ادب جي لحاظ جي حفاظت ڪندو آهي. ياد رکو! الله جو ولي ڪڏهن بہ ادب کي ترڪ نہ ڪندو آهي، ولايت لاءِ پيغمبر ﷺ جن جي سنت جي پيروي ضروري آهي. ادب کي ترڪ ڪندڙ محمدي اخلاق کان تمام پري هوند و آهي. ان کان سواءِ ادب جو ترڪ ڪرڻ محبت جي نہ هجڻ جو دليل آهي، لأن المودة عند الأ داب و حسن الأ داب صفت الاحجاب "محبت سني ۾ سٺو ادب آهي. سٺو ادب محبت ڪرڻ وارن جي صفت آهي." الله تعاليٰ جنهن تي جيتري ڪرامت عطا ڪندو آهي. ان کي اوتري دين جي آداب جي پاسداري جي توفيق بہ عطا ڪندو آهي. ان جي ابتڙ بيدين (ملحد) چوندا آهن (الله مٿن لعنت ڪري) ٻانهي تي جڏهن غلبو ڪندي آهي، تڏهن هن تان دين جي پيروي ختم ٿي ويندي آهي. مان هن ڳالهہ کي ڪنهن ٻي جاءِ تي وڌيڪ کولي بيان ڪندس. انشاءُ الله.

آداب جي ٽي قسم آهن: هڪڙا توحيد جا آداب. يعني اڪيلائپ ۾ توڙي ماڻهن ۾ بي ادب نہ هئڻ گهرجي. علمن ۾ اهڙو طريقو اختيار ڪرڻ گهرجي، جهڙو بادشاهن جي درٻار ۾ ڪيو ويندو آهي. حديثن ۾ ذڪر آيو آهي، تہ هڪ دفعي حضور ﷺ جن پير ڊگها ڪري ويٺا هئا، تہ جبرائيل عليہ السلام آيو ۽ اچي چيائين: يا محمد اجلس جلسة العبيد. "اي محمد ﷺ، الله جي درگاھ ۾ غلامن وانگر ويهہ." چون ٿا، تہ حضرت حارث محاسبي چاليهہ سال پٺ کي ٽيڪ ڏيئي، گوڏا أيا ڪري ويٺو رهيو. ماڻهن پڇيس: "ايتري قدر تڪليف ڇو ٿو سهين؟" جواب ڏنائين: "مون کي شرم ٿو اچي تہ الله جي مشاهدي ۾ غلامن وانگر نہ ويهان."

مان هڪ دفعي خراسان جي هڪ ڳوٺ ڪمند ۾ ويس، اُتي هڪ مشهور ماڻهو "ادب ڪمندي" رهندو هو. بزرگ ماڻهو هو. چوويهہ سال بيٺو رهيو. نماز ۾ فقط تشهد لاءِ ويهندو هو. مون پڇيو تہ چيائين: "اجا اهڙو مقام حاصل نہ ٿيو آهي، جو الله جي مشاهدي ۾ ويهي سگهان".

حضرت بايزيد کان ماڻهن پڇيو: "اوهان کي اهو رتبو ڪيئن مليو؟" فرمايائين: "مون ڪڏهن بہ الله جي آڏو صحبت جي آداب کي نہ وساريو. اڪيلائپ توڙي ماڻهن ۾ هڪ جهڙو رهيو آهيان. ڪنهن بہ صورت ۾ ادب جي لحاظ کي نہ ڇڏيو اٿم." معبود جي مشاهدي ۾ ادب جو لحاظ حضرت بي بي زليخا کان سکڻ گهرجي. جڏهن حضرت يوسف عليہ السلام کي اڪيلائپ ۾ پنهنجي خواهش قبول ڪرائڻ جي درخواست ڪيائين، تہ اڳ ۾ پنهنجي معبود جي بدن کي ڍڪيائين. حضرت يوسف عليہ السلام پڇيس: "اهو ڇو؟" چيائين: "مان نٿي چاهيان، تہ منهنجو معبود مون کي توسان هن بي حُرمتي جي حالت ۾ ڏسي. اهو ادب ناهي." جڏهن حضرت يوسف عليہ السلام حضرت يعقوب عليہ السلام کي ملي ويو،

تڏهن الله تعاليٰ بي بي زليخا کي نئين سر جوان بڻايو. کيس اسلام جي راهه نصيب ٿي. ۽ هوءَ حضرت يوسف عليه السلام سان پرڻجي ويئي. چيائينس: "اي زليخا! مان تنهنجو اهوئي محبوب آهيان. پري ڇو ٿي هٽين؟ ڇا منهنجي محبت ختم ٿي ويئي؟" جواب ڏنائين: "هرگز نه. هاڻي ته اڳي کان به وڌيڪ آهي، مگر مان هميشه معبود جي آداب کي آڏو رکندي آهيان. پهرئين ڏينهن اڪيلائپ ۾ منهنجو معبود بُت هو. کيس اکيون نه هيون. مگر ان تي ڪا شيءِ ڍڪي ڇڏيو هيم. جيئن بي ادبي جي تهمت کان بچي سگهان. هاڻي منهنجو معبود اهو آهي، جيڪو اک يا ٻي شيءِ کان سواءِ ڏسي رهيو آهي. هر حالت ۾ ان جي نظر مون تي آهي. مان نٿي چاهيان، ته ادب کي ترڪ ڪريان."

جڏهن پيغمبر ﷺ جن معراج تي ويا، ته ادب جي لحاظ کان ٻنهي جهانن کي نظر انداز ڪري ڇڏيائون. الله تعاليٰ فرمايو: مازاغ البصر و ما طغيٰ ماذاغ البصر اي برؤية الدنيا وما طغيٰ اي برويۃ العقبيٰ. "نه اک ڦيرايائون ۽ نه وري حد کان اڳتي وڌيا يعني دنيا ڏانهن نظر ڪرڻ لاءِ اک نه ڦيرايائون ۽ نه وري آخرت جي ڏسڻ لاءِ اک ٻي راهه ٿئي."

ادب جو ٻيون قسم پنهنجي ذات متعلق آهي، يعني آدمي کي گهرجي، ته هر حالت ۾ پنهنجي نفس سان مروت رکي، ايتري قدر جو جيڪا به شيءِ الله تعاليٰ لاءِ يا عام مخلوق لاءِ ادب کان ٻاهر هجي، اها پنهنجي ذات لاءِ به روا نه رکي. ان جو مثال اهو آهي، ته هميشه سچائي ڪندو رهي، ۽ جنهن شيءِ جي خلاف ٻاڻ هجي، اها زبان تي نه آڻي، ڇو ته بي مروتي ٿيندي. گهٽ کائي، جيئن پاخاني ڏانهن گهٽ وڃڻو پويس. پنهنجي ڪنهن اهڙي شيءِ کي نه ڏسي، جنهن تي ڪنهن ڏاري جي نظر پوڻ به حرام هجي. حضرت علي ڪرم الله وجه جن ڪڏهن به پنهنجي اوگهڙ نه ڏٺي هئي. ماڻهن جي پڇڻ تي فرمايو هئائون، ته "مون کي شرم اچي، جو اهڙي شيءِ تي ڏسان، جنهن جي هر جنس شيءِ کي ڏسڻ مون لاءِ حرام هجي.

ادب جو ٽيون قسم باقي مخلوق متعلق آهي. هن ۾ وڏي ۾ وڏي شيءِ اها آهي، ته سفر ۾ توڙي گهر (حضر) ۾ مخلوق جي سهڻي نموني ۾ پيش اچڻ گهرجي ۽ سنت جي پيروي ڪجي. انهن ٽنهي قسمن کي هڪ ٻئي کان جدا ڪري نٿو سگهجي. هاڻي مان ٽنهي قسمن کي ترتيب وار بيان ڪندس، ته توڙاءِ ۽ ٻين پڙهڻ وارن لاءِ ڳالهه سولي ٿي پوي. انشاءالله العزيز.



# باب ويهون

## صحبت ۽ ان متعلق ڪم

الله تعاليٰ فرمايو آهي: ان الذين آمنوا وعملوا الصالحات سَيَجعَلُ لَهُمُ الرَحمنُ وُداً. "جن ماڻهن ايمان آندو ۽ نيڪ عمل ڪيا، انهن کي الله تعاليٰ دوست رکندو آهي." يعني ان لاءِ، تہ اهي پنهنجن پائرن جا حق ادا ڪندا آهن ۽ ڪين پاڻ تي فضليت ڏيندا آهن. پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: ثلث تصفين لڪ ود اخيڪ ان تسلم عليہ ان لقيہ وتوسع لہ في المجلس و تدعوه باحب اسمائہ. "ٽي شيون ڀاءُ جي دل ۾ دوستيءَ کي قابو ڪنديون آهن: پهرين هي، تہ رستي ۾ ملي تہ سلام ڪري، ٻي هي، تہ ڪيس مجلس ۾ ڪشادي جڳهہ ڏي، ۽ ٽئين، تہ ڪيس انهيءَ نالي سان سڏ ڪري جيڪو هن کي وڌيڪ پسند هجي. الله تعاليٰ اهو بہ فرمايو آهي: انما المومنون اخوة فَاصلحو بين اخويكم. "سڀ مومن پاڻ ۾ پائر آهن، پائرن ۾ صلح پيدا ڪرايو. "سڀني لاءِ اهو حڪم آهي، تہ ٻن پائرن ۾ پيار ۽ مهربانيءَ جا جذبا پيدا ڪريو، جيئن ڪنهن جي دل ۾ ڪنهن لاءِ رنجش نہ رهي. پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: اكثروا من الاخوان فان ربكم حي كريم يستحي لن يعذب عبده بين اخوته يوم القيامته. "پائيچارو وڌايو، توهان جو پروردگار جيئرو ۽ ڪريم آهي. هو قيامت جي ڏينهن پنهنجي ڪرم سان ڪنهن کي پنهنجي پائرن آڏو عذاب نہ ڏيندو."

اهو ضروري آهي، تہ ڪنهن سان بہ همنشيني صرف خدا تعاليٰ لاءِ هجي ۽ نفس جي خواهش پوري ڪرڻ لاءِ نہ هجي، ۽ نہ وري پنهنجي ڪا غرض يا مراد نظر ۾ هجي، تہ جيئن انسان آداب جي حفاظت جي ڪري شڪرانو ادا ڪري.

حضرت مالڪ بن دينار پنهنجي ڇاٽي مغيره بن شعبہ کي چيو: اي مغيره! جنهن ڀاءُ يا دوست جي صحبت مان ڪو ديني فائدو نہ هجي، اها ترڪ ڪر، سلامتي ان ۾ آهي، مقصد هي آهي، تہ صحبت پاڻ کان وڏي سان رک يا ننڍي سان، جيڪڏهن صحبتي وڏو آهي، تہ توکي فائدو پوندو، ۽ جيڪڏهن ننڍو آهي، تہ بہ توکي فائدو پوندو، چو تہ هو توکان ڪجهہ سکي ويندو. بهرحال ڏهاڙي ديني فائدو حاصل ٿيندو. ان ڪري پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: ان من تمام التقويٰ تعليم من لم يعلم. "جو ماڻهو نٿو ڄاڻي، تنهن کي سيکارڻ وڏي پرهيزگاري آهي."

حضرت يحيٰ بن معاذ کي روايت آهي، تہ پاڻ فرمايائون: بئس الصديق صديق تحتاج ان تقول لہ اذ ڪرني في دُعائڪ وبئس الصديق صديق بلجيڪ الي الاعتذار في ذلة ڪانت منڪ. خراب دوست اهو آهي، جنهن کي چوڻو پوي تہ مون کي دعا ۾ ياد رکجان (هڪ گهڙي جي صحبت جو حق هميشہ خير جي دعا ۾ ياد رکڻ آهي) ۽ اهو دوست خراب آهي، جنهن جي صحبت خاطر تواضع جي محتاج هجي (چو تہ صحبت خوشيءَ جو سرمايو هوندي آهي) ۽ اهو دوست خراب آهي، جنهن جي آڏو قصور جي معافي وٺڻي پوي (چو تہ عذر بيگانگي جو دليل آهي ۽ بيگانگي صحبت ۾ ظلم آهي).

پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: المرءُ عليٰ دي خليلہ فلينظر احد ڪم يخال. "آدمي پنهنجي دوست جي دين تي هوندو آهي، تنهن ڪري توهان کي سوچڻ گهرجي، تہ توهان جو صحبتي ڪير آهي؟" جيڪڏهن ڪو چڱن ماڻهن جو صحبتي هوندو، تہ خراب هجڻ جي باوجود چڱو سڏبو، ۽ چڱن جي صحبت ڪيس چڱو بڻائي ڇڏيندي. خراب ماڻهن جي صحبت ۾ ويهڻ وارو ماڻهو چڱو هوندو، تڏهن بہ خراب ٿي ويندو، چو تہ سندن خراب ڪمن جي پيروي ڪندو رهندو. بُرائي جي پيروي ڪرڻ وارو بہ بُرو هوندو آهي.

هڪ ماڻهو ڪعبي جو طواف ڪري رهيو هو. سندس چپن تي هيءَ دعا هئي: اللهم اصلح اخواني. "اي منهنجا موليٰ! منهنجن پائرن جي اصلاح ڪر." ماڻهن پڇيس تہ هن بلند مقام تي پنهنجي لاءِ دعا چو نٿو گهرين؟ هن جواب ڏنو: ان لي ارجع اليهم فان صلحوا صلحت معهم و ان فسد وان فسدو معهم. "مان پنهنجي پائرن وٽ موٽي ويندس. جيڪڏهن نيڪ ٿيا، تہ مان بہ سندن صحبت ۾ نيڪ ٿي ويندس، ۽ جيڪڏهن هو خراب ٿيا تہ مان بہ ضرور خراب ٿي ويندس." مطلب هي

آهي، تہ جڏهن منهنجي بهتري منهنجي پائرن جي بهتري تي مدار ٿي رکي تہ مان ڇو نہ هنن لاءِ دعا گهران؟ تہ انهن جي ڪري منهنجو مقصد بہ پورو ٿي وڃي. انهن سڀني ڪمن جو بنياد هن ڳالهہ تي آهي، تہ نفس کي دوستن سان تسڪين ملندي آهي. انسان جنهن بہ مجلس يا محفل ۾ هوندو، تہ اتان وارن جون عادتون ۽ ڪم جذب ڪري وٺندو. ڇو تہ سڀ معاملت ۽ ارادت حق ۽ باطن جو مرڪب آهن، هو جو ڪجهہ ڏسندو آهي، اهو سندس طبعيت تي غلبو ڪندو آهي. طبعيت تي صحبت جو اثر تمام زيادهہ ٿيندو آهي، عادت اهڙي سخت شيءِ آهي جو آدمي صحبت جي فيض سان عالم ٿي ويندو آهي، تعليم سان طوطو ماڻهو وانگر ڳالهائڻ سگهي ويندو آهي. محبت سان گهوڙو حيوانيت واريون عادتون ڇڏي، انساني عادتون اختيار ڪندو آهي، اهڙا ٻيا بہ گهڻائي مثال آهن، جن مان صحبت جو اثر چٽيءَ طرح سان نظر ايندو آهي. مشائخ سڀورا هڪ ٻئي جي تلقين ڪندا آهن، مشائخن اها ڳالهہ فرض وانگر ٿي وئي آهي.

گهڻن مشائخن صوفين جي جماعت لاءِ صحبت جي آداب تي وڏا ڪتاب لکيا آهن، حضرت جنيد هڪ ڪتاب "تصحيح الارادت" نالي لکيو. هڪ ڪتاب حضرت احمد بن خضرويہ بلخي لکيو، جنهن جو نالو "الرعاية لحقوق الله" آهي. حضرت محمد بن علي ترمذي بہ هڪ ڪتاب "آداب المريدين" جي نالي سان لکيو آهي.

ابوالقاسم حڪيم ابوبڪر دراق، سهل بن عبدالله تستري، ابوعبدالرحمان سلمي ۽ استاد ابوالقاسم قشيري (مٿن الله جون رحمتون هجن)، سڀني انهيءَ موضوع تي مفصل ڪتاب لکيا آهن، اهي سڀ ماڻهو هن فن جا امام ٿي رهيا آهن، هن ڪتاب جو پڙهندڙ ٻين ڪتابن جو محتاج نہ ٿئي، هن ڪان اڳ تنهنجي سوال جي جواب ۾ چئي چڪو آهيان، تہ هي ڪتاب تو لاءِ ۽ ٻين طريقت جي طالبن لاءِ ڪافي هئڻ گهرجي، تنهنڪري مان انهن صوفين سڀورن جي خيالن ۽ معاملن جي آداب جي مختلف قسمن تي بابن جي صورت ۾ ترتيب ڏيئي رهيو آهيان. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.



# باب ايڪيهون

## صحبت جا آداب

اها خبر پئجي وئي آهي، ته مريد لاءِ سڀ کان اهم شيءِ صحبت آهي ۽ هر حالت ۾ صحبت جا فرض ڪيا ويا آهن. مريد لاءِ اڪيلائپ هلاڪت جو سبب بڻبي آهي. تنهنڪري پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: الشيطان مع الواحد و هو من الاثنين بعد. "شيطان اڪيلي ماڻهو سان گڏ هوندو آهي ۽ ٻن مان پيون هوندو آهي." الله تعاليٰ فرمايو آهي: مايڪون من نجويٰ ثلثة الاهــوَ رابـعـُهـُـم. "جيڪڏهن ٽي ماڻهو صلاح ڪري رهيا هجن، تـه چوٿون الله هوندو آهي." مطلب تـه مريد لاءِ اڪيلائپ کان وڏيڪ ڪو فتنو ڪونهي. حڪايتن ۾ آيو آهي، تہ حضرت جنيد جي هڪ مريد کي هي غلط فهمي ويهجي وئي تہ هو ڪمال جي درجي تي پهچي ويو آهي ۽ هاڻي هن لاءِ اڪيلائپ صحبت کان سٺي آهي. هن اڪيلائپ اختيار ڪئي ۽ مشائخن جي جماعت کان منهن موڙي ڇڏيائين. رات جو هن وٽ هڪ اُٺُ آندو ويو هو ۽ چيو ويندو هو تـہ: "هلو توکي بهشت هلڻو آهي." هو اُٺ تي سوار ٿيندو هو ۽ هڪ سٺي هوا واري جڳهه تـي پهچي ويندو هو. سهڻن ماڻهن سان گڏجي سٺا کاڌا کائيندو هو. صبح تائين اتي رهندو هو. پوءِ کيس ننڊ اچي ويندي هئي. جاڳندو هو، تہ پنهنجي جاءِ تي هوندو هـو. هوريان هوريان سندس دل ۽ دماغ ۾ غرور ويهجي ويو ۽ تڪبر کيس پوريءَ طرح سان جڪڙي ڇڏيو. هو پاڻ تـي انهيءَ حالت جي وارد ٿيڻ جو دعويدار بڻجي ويو. حضرت جنيد کي پتو پيو، تـه هـو وٽس آيو، ۽ ڏٺائين تـہ هو غـرور ۽ تڪبر ۾ مبتلا هيو. حال پڇيائينس، تـہ هن سارو واقعو بيان ڪري ٻڌايو. حضرت جنيـد چيس اڄ رات انهيءَ جاءِ تي وڃجان ۽ اتي پهچي ٽي ڀيرا پڙهجانءِ لا حول ولا قوة الا باالله العلي العظيم: رات جي وقت هو اوڏانهن ويو. هو دل ۾ ٿي حضرت جنيد جو منڪر بڻجي ويو هو. ڪجهه وقت گذرڻ تي هن آزمائش جي خيال کان ٽي ڀيرا لاحول پڙهيو. سڀني حاضر ٿيلن ۾ هڪ وڏي رڙ ٿي ۽ سڀ هليا ويا، ۽ هن پاڻ کي هڪ گند جي ڍير تي ويٺل ڏٺو. سندس چوڌاري مئل جانورن جا هڏا پيا ها. کيس پنهنجي غلطيءَ جو احساس ٿيو ۽ توبهه ڪيائين. مطلب تـہ مريد لاءِ اڪيلائپ کان وڌ ٻيو فتنو ڪونهي.

صحبت جو اهم شرط هي آهي، تـه هر ماڻهوءَ جو درجو ڌيان ۾ رکجي. مرشد لاءِ عزت، هڪجيڏن سان گپ شپ، ٻارن سان شفقت ۽ وڏن سان وڏي عزت ۽ احترام سان پيش اچڻ گهرجي. پوڙهن کي پيءُ جو، هڪجيڏن کي ڀائرن جو، ۽ ننڍن کي اولاد وارو درجو ڏيڻ کپي. حسد ۽ ڪيني کان بچڻ گهرجي. دشمني دور ڪرڻ گهرجي. جتي نصيحت جي ضرورت هجي، اتي ڪرڻ گهرجي. صحبت ۾ گـلا ۽ خيانت ناجائز آهن. پاڻ ۾ هڪ ٻئي جي قـول ۽ فعل ۾ غلط ڪاري ڪرڻ نـہ کپي، ڇو تـہ صحبت فقط الله لاءِ هوندي آهي، جيڪا ڪنهن قول يا فعل سان ٽـٽي نـہ سگهندي آهي.

مون شيخ المشائخ ابوالقاسم گرگاني کان پڇيو. صحبت جو شرط ڪهڙو آهي؟ فرمايائين، تہ صحبت جو شرط اهو آهي، تہ تون پنهنجي حصي جو طلب نـہ ڪر. صحبت ۾ سڀئي خرابيون انهيءَ ڳالهه مان پيدا ٿينديون آهن، جو هر هڪ پنهنجو حصو گهرندو آهي. حصي گهرڻ واري کان اڪيلائپ سٺي آهي. سچي صحبت اها آهي، تـہ پنهنجو حصو ڇڏي ٻين جي حصي جو خيال ڪرڻ گهرجي. هڪ درويش چيو: مان هڪ دفعي ڪـوفي کان مڪي شريف وڃي رهيو هئس. رستي ۾ حضرت ابراهيم خواص ملي ويو. مون کيس همراهي (صحبت) جـي درخواست ڪئي. فرمايائين: هن ڳالهه لاءِ ضروري آهي، تـہ هڪ امير هجي ۽ هڪ خادم. جيڪڏهن تون چاهين تـہ پاڻ امير ٿي. مون چيو اهو ڪم (اميرن وارو) اوهان ڪيو. چيائين: نيڪ آهي، پر توکي منهنجي حڪم موجب ڪم ڪرڻو پوندو. عرض ڪيم تـہ نيڪ آهي. منزل تي پهتاسون، تـہ چيائين: "ويهي رهه." مون حڪم جي تعميل ڪئي. هن کوهه مان پاڻي ڪڍيو. سرديءَ جي موسم هئي، ڪاٺيون گڏ ڪري باهه ٻاريائين، ۽ مون کي گرم ڪيائين. مان جڏهن بـہ ڪنهن ڪم لاءِ اٿيس ٿي، تـہ ويهڻ جو حڪم ٿي ڪيائين. مون کي

حڪم مڃڻو ٿي پيو ۽ چُپ ڪري ٿي رهيس. رات جو سخت مينهن پيو. پنهنجي گودڙي ڪڍيائين. ۽ صبح تائين منهنجي مٿان جهلي بيٺو رهيو. مان شرم ۾ ٻڏندو ٿي ويس. مگر شرط موجب ڪجهه به چئي نٿي سگهيس. صبح ٿيڻ تي مون چيو تہ: "اڄ مان امير ٿو ٿيان." فرمايائين "نيڪ آهي" جڏهن منزل تي پهچي، اُتي رهياسون. تہ وري بہ خدمت پنهنجي ذمي ڪندو رهيو. مون چيو "مان امير آهيان. اوهان کي منهنجي حڪم کان ٻاهر وڃڻ نہ گهرجي". چيائين: اهو نافرمان هوندو آهي، جيڪو پنهنجي امير جي خدمت ڪندو آهي." هو مڪي تائين اهڙي طرح منهنجو همسفر رهيو. مڪي پهچي مان شرم کان پڇي ويس. هن مون کي منيٰ ۾ ڏٺو ۽ چيو: "ڏس پٽ! درويشن سان صحبت ڪرڻ جو طريقو اهوئي آهي، جيڪو مون تون سان اختيار ڪيو.

حضرت انس بن مالڪ فرمايو آهي: صحبت رسول الله ﷺ و خدمته عشرسنين فوالله ماقال لي أف قط وما قال لي بشيءِ فعلت ڪذا و لابشيءِ لم افعله لما لاقعلت ڪذا. "مان ڏهہ سال پاڪ ڪريم ﷺ جن جي خدمت ۾ رهيس. خدا جو قسم آهي تہ ڪڏهن اُف بہ نہ چيائون ۽ نہ وري ڪنهن ڪم لاءِ چيائون، تہ ڇو ڪيئي، نہ وري نہ ڪرڻ تي چيائون تہ ڇو نہ ڪيئي؟

درويش ٻن قسمن جا ٿيندا آهن: هڪڙا مقيم ۽ ٻيا مسافر. مشائخن جي سنت آهي، تہ مسافر پاڻ کان مقيمن (گهر ۾ رهندڙن) کي وڌيڪ سمجهن، ڇو تہ مسافر پنهنجي حصي جي تلاش ۾ ڦرندا رهندا آهن ۽ مقيم الله جي خدمت ۾ ويٺا هوندا آهن. مسافرن کي هر حالت ۾ گهرج هوندي آهي ۽ مقيم سڪ حاصل ڪرڻ ۾ مست رهندا آهن. فضيلت ان لاءِ هوندي آهي، جيڪو وڃي چڪو آهي، ان لاءِ نہ هوندي آهي جيڪو وڃڻ جو طالب هوندو آهي. مقيمن کي جُڳائي تہ هو مسافرن کي وڌيڪ سمجهن، ڇو تہ هو لاڳاپن سان واسطو رکندڙ آهن. ۽ مسافر لاڳاپن کان ڌار ٿيل هوندا آهن. ۽ اڪيلا رهندا آهن. مقيم مزي سان ويٺا هوندا آهن ۽ مسافر تلاش ۾ رهندا آهن. ڪراڙن کي گهرجي، تہ نوجوانن کي وڌيڪ سمجهن، ڇو تہ سندس مقابلي ۾ نوجوان نوان آيل آهن ۽ مٿن گناهن جو بار گهٽ آهي. جوانن کي وري پوڙهن کي وڌيڪ سمجهڻ گهرجي، ڇو تہ هو عبادت ۽ خدمت ۾ ڪانئن اڳ ۾ آهن. ائين ٿيندو تہ ٻنهي طرفن کان چوڻڪاري جو سبب بڻبو، ٻي حالت ۾ هلاڪت ۾ هلاڪت هوندي.

**(فصل)**

آداب سنين عادتن جي هڪ جاءِ تي گڏ ٿيڻ کي سڏيندا آهن. اديب کي اديب ۽ مؤدب کي مؤدب ان لاءِ چوندا آهن جو انهن جي جيڪا ڳالهہ هوندي آهي، اها نيڪ هوندي آهي. جنهن ۾ نيڪ عادتون جمع ٿي وڃن، اهو اديب آهي، عام اصطلاح ۾ وري لغت ۽ صرف و نحو جي عالم کي اديب سڏيندا آهن. صوفين وٽ الادب الوقوف مع المحسنات ومعنا. ان تعامل الله في الادب سراً و علانية و اذا ڪنت ڪذالڪ ڪنت اديباً و ان ڪنت اعجمياً و ان لم تڪن ڪذالڪ تڪون عليٰ ضده، "ادب نيڪ ڪمن تي برقرار رهڻ جو نالو آهي ۽ ان جو مطلب هي آهي تہ الله تعاليٰ سان هر معاملي ۾ ڳجهو يا ظاهر ادب هلجي. جيڪڏهن معاملو ادب سان آهي تہ ماڻهو ادب آهي ۽ اديب آهي، توڙي عجمي هجي. ٻي حالت ۾ ان جي ابتڙ ٿيندو." معاملت ۽ عبارت آرائي کي ڪو دخل ناهي. هر حالت ۾ ڪم ڪندڙ ماڻهو رڳو ڳالهائندڙ ماڻهن کان سٺا هوندا آهن.

هڪ بزرگ کان ماڻهن پڇا ڪئي، تہ ادب جو شرط ڪهڙو آهي؟ جواب ڏنائين: "جو ڪجهہ چاڻان ٿو، اهو هڪ جملي ۾ٻڌايان ٿو. ادب هي آهي، تہ جو ڪجهہ تنهنجي زبان مان نڪري، اهو سچ هجي. جيڪڏهن ڪو معاملو ڪري تہ ان جو بنياد حق ۽ انصاف تي هجي ڪلام سچو هئڻ گهرجي، پوءِ ڪٿي ڪَوڙو ڇو نہ هجي؟ عمل نيڪ هئڻ گهرجي، توڙي سخت هجي، ڳالهايو تہ سچ ڳالهايو، چپ رهو تہ سچائيءَ سان چُپ رهو."

"لمعُ" جو لکندڙ حضرت شيخ ابونصر سراج ادب جون مختلف صورتون بيان ڪندي فرمائي ٿو: الناس في الادب عليٰ

ثلث طبقات اما اهل الدنيا فاكثر أدابهم في الفصاحة والبلاغة و حفظ العلوم و اسمار المملوک و اشعار العرب و اما اهل الدين فاكثر أدابهم في رياضة النفس و تاديب الجوارح و حفظ الحدود و رک الشهوات و اما اهل الخصوصية فاكثر أدابهم في طهارت القلوب و مراعاة الاسرار والوفاء العهود و حفظ الوقت وقلة الالتفات الي الخواطر و حسس الادب في مواقف الطلب و اوقات الحضور ومقامات القرب. "ادب جي لحاظ کان ماڻهو ٽن قسمن جا هوندا آهن: هڪڙا دنيا وارا، جن وٽ فصاحت، بلاغت، علمن ۽ فنن جي تحقيق، بادشاهن جا داستان، مختلف شاعرن جا سنا شعر، علمي شيون، شاهي شجرا، ۽ عربي زبان جا شعر ياد ڪرڻ ادب ۾ اچي وڃن ٿا. ٻيا دين وارا، جن وٽ نفس جو ادب، رياضت ۽ مجاهدي جي عادت، جسماني عضون جي ادب واري سکيا، الله جي حدن جي حفاظت ۽ نفساني خواهشن کي ڇڏڻ جو ن ڳالهيون ادب آهي. ٽيان خاص ماڻهو جن وٽ دل کي پاڪ رکڻ، باطن جي رازن تي نظر رکڻ، واعدا پاڙڻ، وقت جو خيال رکڻ، خيالن جي پريشاني کي دُور ڪرڻ، طلب ۽ قرب جي حالت ۾ الله آڏو، ادب سان رهڻ جون سڀ ڳالهيون ادب ۾ داخل آهن.

اها جامع عبارت آهي. ان جي سمجهاڻي هن ڪتاب جي مناسب جڳهن تي ڏني ويندي.

# باب ٻاويهون

## رهائش ۽ صحبت جا آداب

جيڪڏهن ڪو درويش رهائش اختيار ڪري، ته ان لاءِ ادب جو شرط هي آهي، ته جيڪڏهن سندس دروازي تي ڪو مسافر اچي، ته ان جي عزت ۽ احترام ڪري، ۽ ان سان وڏي خوشيءَ سان پيش اچي، ۽ عزت سان پاڻ وٽ رهائي. هن کي سمجهڻ گهرجي، ته جڻ اهو حضرت ابراهيم عليه السلام جي مهمانن مان آهي. ان سان اهڙو برتاءُ ڪري، جهڙو حضرت ابراهيم عليه السلام پنهنجن مهمانن سان ڪندو هو. ڪنهن به تڪلف ڪان سواءِ، وٽس جو ڪجهه هجي (ماحضر) اهو سندس آڏو رکي. جيئن الله تعاليٰ فرمايو آهي: فَجاءَ بِعِجلٍ سَمِينٍ. "هو تندرست ۽ ڪوڪ ڪيل ٻُڪل ڪاڏو آيو." ادب جي لحاظ کان مهمانن کان اهو نه پڇيائين، ته هو ڪٿان آيو هو؟ ۽ ڪيڏانهن وڃي رهيو هو؟ ۽ سندس نالو ڇاهو؟ هن اهو سمجهيو، ته اهڙا ماڻهو الله تعاليٰ جي طرف کان ايندا آهن. ان جي طرف ڏانهن ويندا آهن. ۽ سندس نالو "الله جا ٻانها" هوندو آهي. ميزبان کي گهرجي، ته ڏسي ته مسافر کي اڪيلائپ جي ضرورت آهي يا ڪچهريءَ جي. جيڪڏهن اڪيلائپ چاهي، ته پاڻ جڳهه خالي ڇڏي هليو وڃي ۽ جيڪڏهن ڪچهريءَ جي ضرورت هجي ته بي تڪلف ٿي، همدرديءَ سان هن سان گڏ رهجي. جيڪڏهن هو وهاڻو مٿي هيٺان رکي سمهڻ جو ارادو ڪري، ته هن جي پيرن کي زور ڏجن. جيڪڏهن مهمان چوي، ته ڪيس زورن ڏيارڻ جي عادت ناهي، ته پوءِ زور نه پرجي، جيئن هو دل ۾ نه ڪري. صبح جو ڪيس هڪ سٺي غسلخاني (حمام) ۾ وٺي وڃڻ گهرجي. هن جا ڪپڙا ناپاڪ جڳهه تي نه رکجن، ۽ ڪنهن ڏارئي کي مهمان جي خدمت لاءِ مقرر نه ڪجي. اها خدمت اهڙي پنهنجي ماڻهوءَ جي حوالي ڪرڻ کپي، جيڪو پوري اعتقاد سان ڪيس هر ميراڻ کان پاڪ ڪري سگهي، پُٺيءَ تي ڪَنهي ۽ گوڏن توڙي هٿن پيرن جي مالش ڪري. ايتري قدر (خدمت ڪرڻ) ڪافي آهي. جيڪڏهن توفيق هجي، ته نوان ڪپڙا نهرائي ڏئي. ٻي حالت ۾ تڪلف نه ڪري، ۽ سندس ڪپڙا ڌوئي، پاڪ ڪري ڪيس پارائي. جيڪڏهن هو حمام کان واپس اچي ۽ ٻه - ٽي ڏينهن مهمان ٿي رهي، ۽ شهر ۾ ڪنهن پير، جماعت يا ڪنهن امام سان ملڻ چاهي، ته هن کي ملائجي. جيڪڏهن ائين نه چاهي ته مٿس زور نه پرجي، ڇو ته الله جو طالب ڪنهن وقت اهڙي حال ۾ هوندو آهي، جو سندس دل به هن جي اختيار ۾ نه هوندي آهي. ماڻهن حضرت ابراهيم خواص کان سندس سفر جو احوال پڇڻ چاهيو. هن فرمايو: "هڪ دفعي حضرت خضر عليه السلام مون سان گڏ رهڻ گهريو، مون انڪار ڪيو، ڇو ته ان وقت منهنجي دل الله جي ذات کان سواءِ ڪنهن به شيءِ ڏانهن مائل نه هئي. مون نٿي چاهيو، ته منهنجي نظر ۾ ڪنهن ٻي شيءِ لاءِ عزت احترام هجي، جنهن جي ڪري مان پنهنجو ڌيان ان ڏانهن ڏيان. اهو ڪنهن به صورت ۾ روا ناهي ته درويش ڪنهن مسافر کي دنيا وارن جي سلام لاءِ، سندن مهمان نوازين لاءِ، يا بيمارن جي سنڀال لاءِ پاڻ سان گهمائيندو رهي. جنهن گهر ۾ رهيل (اقامت گزين) درويش کي مسافرن ۾ اهڙي لالچ هجي، جو ڪين پنهنجي پِنَ جو وسيلو بڻائي، ۽ پنهنجي غرض لاءِ ڪين جڳهه جڳهه تي رلائيندو وتي، ته ان لاءِ بهتر اهو آهي، ته مسافرن کي ذليل ڪرڻ جي بدران مٿس ۾ ئي هنن جي خدمت جو بار نه کڻي.

مان پنهنجي سفر ۾ ڪنهن به شيءِ کان ايترو تنگ نه ٿيو آهيان، جيترو جاهل خدمت ڪندڙن کان، جيڪي مون کي ڪنهن سوچ کان سواءِ گڏ گهمائيندا، وڏن ماڻهن ۽ ڳوٺاڻن جي گهرن جا چڪر ڪاٽرائيندا رهيا. مان وڏي ڪراهت سان هنن سان گڏ رهيس ۽ ڪين بخشيندو رهيس، مگر دل ۾ پڪو ارادو ڪيم ته رهائش ڪانپوءِ مسافرن سان ڪڏهن به اهڙو سلوڪ روا نه رکبو. بي ادبن جي صحبت مان اهوئي فائدو حاصل ٿيندو آهي، جو جيڪو ڪم اهي ڪن، اهو پاڻ کي ڪرڻ نه گهرجي.

جيڪڏهن مسافر خوش ٿي ڪجهه ڏينهن رهي، ۽ ڪنهن دنيوي ضرورت جي طلب ڪري، ته درويش کي گهرجي ته سندس ضرورت پوري ڪري. جيڪڏهن مسافر ڪوڙو ۽ بي همٿ هجي، ته پوءِ سندس محال ضرورتن جو پورو ڪرڻ هرويرو لازم ناهي، ڇو ته اهو الله جي سالڪن جو طريقو ناهي. الله جي سالڪن کي درويشن سان ملڻ جي ڪا ضرورت نه هوندي

آهي. جيڪڏهن ڪنهن جو دامن دنيوي ضرورتن سان پريل آهي، تہ ڪيس بازار ۾ وڃي خريد فروخت ڪرڻ گهرجي، يا ڪنهن بادشاهہ جي درگاهہ جي درباني ڪرڻ گهرجي.

چون ٿا، تہ حضرت جنيد پنهنجن مريدن وٽ رياضت ۽ مجاهدي ۾ مشغول هو. هڪ مهمان آيو. هن لاءِ گهڻو تڪلف ڪيو ويو ۽ ماني آندي وئي. هن چيو، "مون کي فلاڻي شيءِ جي ضرورت آهي. حضرت جنيد چيو: توکي انهيءَ شيءِ لاءِ بازار وڃڻو پوندو. تون بازاري ماڻهو آهين. مسجد ۽ عبادتخاني سان تنهنجو ڪوبہ واسطو ڪونهي.

مان ٻن درويشن سان حضرت ابن المعلا جي زيارت لاءِ وڃي رهيو هئس. هو رملہ نالي هڪ ڳوٺ ۾ رهندڙ هو. اسان رستي ۾ فيصلو ڪيو، تہ هر ماڻهو پنهنجي دل ۾ ڪا ڳالهہ سوچي. ڏسون، تہ پير صاحب اسان جي باطني ڪيفيت ڄاڻي ٿو يا نہ؟ مون سوچيو، تہ مون کي حسين بن منصور جي مناجات ۽ ڪلام وٺڻ جي اميد رکڻ گهرجي. ٻئي چيو، تہ ڪيس تِرِيءَ جي مرض جي شفا گهرجي. ٽئين چيو، تہ ڪيس صابوني حلوو (برفي) گهرجي. اسان جڏهن خدمت ۾ حاضر ٿياسون، تڏهن سندس حڪم سان حسين بن منصور جي مناجات ۽ سندس بيو ڪلام لکيا پيا هئا. اهي منهنجي آڏو رکيائين. ٻئي درويش جي پيٽ تي هٿ گهمايائين تہ سمورو سور ڇڏي ويس. ۽ تِرِيءَ جي تڪليف دور ٿي ويس. ٽئين کي چيائين، تہ صابوني حلوو بادشاهن جي درٻارين جي غذا آهي، مگر تو ولين جو لباس ڪيو آهي. اهو لباس شاهي نوڪرن ۽ دنيا وارن کي نٿو جڳائي. ٻن مان هڪ ڳالهہ اختيار ڪر. رهندڙ لاءِ صرف ان مسافر جي رعايت روا آهي، جيڪو خدا جي رعايت ۾ مشغول رهي، ۽ پنهنجي حصي تان هٿ ڪڻي. جيستائين ڪو ماڻهو پنهنجي حصي وٺڻ تي قائم آهي، تيستائين محال آهي، تہ ڪو بيو ماڻهو سندس لذتن حاصل ڪرڻ ۾ هن جو ٻانهن ٻيلي بڻجي. درويش هڪ ٻئي جا رهنماً هوندا آهن. هو رهزن نہ ٿيندا آهن. جيستائين ڪو پنهنجي حصي لاءِ ضد ڪري، تيستائين ٻئي کي مخالفت ڪرڻ گهرجي. هو جڏهن پنهنجي حصي کان بي نياز ٿي وڃي، تڏهن ٻئي تي لازم آهي، تہ سندس حصو برقرار رکي، جيئن ٻيئي راهہ پوري ڪرڻ وارن ۾ شمار ٿين ۽ گمراهن ۾ شامل نہ ٿين.

حديثن ۾ آيو آهي، تہ پيغمبر ﷺ جن حضرت ابو ذر رضہ غفاري ۽ حضرت سلمان رضہ فارسي جي وچ ۾ برادري قائم ڪئي هئي. ٻيئي صفہ وارن صحابين جا سردار ۽ رئيس هئا. ٻيئي باطن جا صاحب هئا. هڪ ڏينهن حضرت سلمان رضہ حضرت ابوذر رضہ جي گهر ملڻ لاءِ ويو. حضرت ابوذر رضہ جي گهر واري شڪايت ڪئي، تہ سندس پاءُ نہ ڏينهن جو ڪجهہ کائي ٿو، نہ وري رات جو سمهي ٿو. حضرت سلمان رضہ چيو، تہ جيڪڏهن ڪا کاڌي جي شيءِ هجي تہ آڻيو. جڏهن کاڌي لاءِ ڪجهہ آيو، تہ حضرت سلمان رضہ چيو تہ ڪيس (حضرت ابو ذر رضہ کي) ساڻس شامل ٿيڻو پوندو، چو تہ سندس روزو فرضي نہ هو. حضرت ابو ذر رضہ شامل ٿيا. رات ٿي چيائين: "اڌا سُمهڻ ۾ بہ توکي شامل ٿيڻو پوندو، (ان لجسدک عليک حقاً، وان تزوجتک عليک حقاً وَان لربک عليک حقاً). چو تہ توتي تنهنجي جسم جو بہ حق آهي. تنهنجي گهر واري جو بہ حق آهي، ۽ تنهنجي پروردگار جو بہ حق آهي." ٻئي ڏينهن تي حضرت ابوذر رضہ رسالت بارگاهہ ۾ حاضر ٿيو، تہ پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايس: "مان توکي ائين چوندس، جيئن ڪالهہ توکي سلمان رضہ چيو هو." ان لجسدک عليک حقاً. حضرت ابوذر رضہ پنهنجي حصي کي ترڪ ڪيو هو. حضرت سلمان رضہ هن جي حصي کي قائم ڪيو. ۽ حضرت ابو ذر رضہ پنهنجي معمول کي ڇڏي ڏنو. انهيءَ بنياد تي، جو ڪجهہ بہ ڪيو ويندو اهو نيڪ رهندو.

هڪ دفعي جو ذڪر آهي، تہ مان عراق ۾ گهڻو مال جمع ڪري ۽ گهڻو خرچ ڪري رهيو هئس. مون تي قرض چڙهي ويو. جنهن کي ضرورت هوندي هئي، اهو مون ڏانهن رخ ڪندو هو. مان سندن لوڀ لالچ جو شڪار ٿي ويس. وقت جي سردارن مان هڪڙي سردار مون کي لکيو: "پُٽَ خبردار! دل کي خدا کان هٽائي اهڙن ماڻهن کي خوش رکڻ ۾ مشغول نہ رهہ. جيڪي نفساني خواهشن ۾ مشغول آهن. جيڪڏهن ڪا دل پنهنجي دل کان پياري هجي، تہ ان جي آرام پهچائڻ ۾ پنهنجي دل کي مصروف رک. بيءَ حالت ۾ توکي انهيءَ ڳالهہ تان هٿ ڪڻڻ گهرجي. ٻانهن لاءِ الله جي ذات ڪافي آهي." انهيءَ سردار جي صلاح تي عمل ڪرڻ سان ٿوري وقت ۾ ئي مون کي فراغت حاصل ٿي وئي. مقيمن ۽ مسافرن جي صحبت متعلق اهي حڪم آهن.

# باب ٽيويھون

## سفر جا آداب

رھائش ڇڏي سفر اختيار ڪرڻو پوي، تہ سفر جا آداب ڌيان ۾ رکڻ گھرجن. پھرئين ڳالھ ھي آھي، تہ سفر خدا جي راھ (سبيل الله) ۾ ڪرڻ گھرجي. نفس جي تابعداري کان منھن موڙي، ظاھر جي سفر وانگر باطن جو سفر نہ ڪرڻ گھرجي، يعني نفساني خواھش کي پوئتي ڇڏڻ گھرجي. ھميشہ وضوء سان رھڻ گھرجي ۽ پنھنجن وردن کي وڃائڻ نہ کپي. سفر جو ڪو مقصد ھئڻ گھرجي، يعني بيت الله جو حج، جھاد، ڪنھن پاڪ جڳھ جي زيارت، علم جي تلاش، يا ڪنھن بزرگ جي مزار جي زيارت. جيڪڏھن ڪو اھڙو مقصد نہ ھوندو تہ سفر بيڪار ٿيندو.

سفر ۾ گودڙي، مصلو، لوٽو، رسي، جُتي ۽ لٺ (عصا) پاڻ سان کڻڻ گھرجن. جيئن گودڙي سان بدن ڍڪڻ، مصلي تي نماز پڙھڻ: لوٽي سان وضوء ڪرڻ، عصا (لٺ) سان ايذاء رسائيندڙ جانورن کان محفوظ رھڻ جي ضرورت آھي. انھن شين ۾ بيا فائدا بہ آھن. وضوء جي حالت ۾ جتي پاتل ھوندي تہ مصلي تي اچي سگھبو. جيڪڏھن ڪو درويش، سنت جي لحاظ کان ڪجھ ٻيون شيون، مثلاً ڦڻي، ننھن لاھڻي، سئي ۽ سُرمو بہ رکندو تہ نيڪ ٿيندو. انھن شين کانسواء جيڪڏھن ڪو ٻيو سامان بہ ھوندو، تہ ڏسڻو پوندو تہ درويش في الحال ڪھڙي مقام تي آھي. جيڪڏھن ارادت واري مقام تي ھوندو تہ ھر شيء جي حيثيت ھڪ روڪ، ھڪ بُت، ھڪ پِٽ ۽ ھڪ حجاب واري ھوندي، ۽ نفساني غرور ۽ سرڪشي جو اظھار ٿيندو. جيڪڏھن درويش تمڪين ۽ استقامت جي مقام تي ھوندو، يعني ھو ثابت قدم ھوندو، ۽ نفساني خواھش تي غلبو ھوندو تہ ڪيس سمورو سامان رکڻ روا آھي.

ھڪ دفعي شيخ ابومسلم فارسي بن غالب انصاري، شيخ ابوسعيد ابوالخير فضل الله بن محمد سان ملڻ آيو. ڏنائين، تہ تخت تي چار وھاڻا رکيو ستو پيو ھو. پير پير تي رکيل ھئس ۽ ھڪ مصر جي چادر ويڙھيل ھيس. ھن جا پنھنجا ڪپڙا ميرا ۽ چمڙي جھڙا ٿي ويل ھئا. تڪليف کان بدن سُڪل ھئس. محنت جي ڪري رنگ زرد ٿيل ھئس. دل ۾ ڪراھت پيدا ٿيس ۽ سوچيائين: "مان بہ درويش آھيان ۽ ھي بہ درويش آھي. ھو ايتري آرام ۾، ۽ مان ايتري تڪليف ۾ آھيان. حضرت ابوسعيد ھن جي باطني غرور جي ڪيفيت ڄاڻي ورتي ۽ چيائين: "اي مسلم! تو ڪھڙي ڪتاب ۾ پڙھيو آھي تہ خودبين (پنھنجو پاڻ ڏسندڙ) بہ درويش ٿيندو آھي." ٻڌ! مون فقط الله تعاليٰ کي ڏٺو ۽ الله تعاليٰ مون کي تخت تي ويھاريو. تو فقط پاڻ کي ڏٺو ۽ منيء تي ويھڻ کانسواء ڪجھ بہ حاصل نہ ڪيئي. اسان جي نصيب ۾ مشاھدو ۽ تنھنجي نصيب ۾ مجاھدو آھي. اھي ٻيئي طريقت جا مقام آھن. الله جي ذات انھن کان پاڪ آھي ۽ درويش مقامات ۽ احوال کان فاني ۽ آزاد ھوندو آھي." شيخ ابومسلم فرمائي ٿو: "اھا ڳالھ ٻڌي، منھنجو ھوش اڏامي ويو ۽ سڄي دنيا مون لاء اونداھي ٿيڄي ويئي. ھوش ۾ آيس تہ معافي گھريم، ھن مون کي معاف ڪيو. مون عرض ڪيو، تہ مون کي وڃڻ جي اجازت ملي، ڇو تہ مان ديدار جي طاقت ساري نٿي سگھيس. ھن چيو تہ نيڪ آھي. مثال جي طور تي ھي شعر پڙھيائين:

آنچہ گوشم نتوانست شنيده بخبر

ھمہ چشم بعيان يڪسره ديم آن ببصر

"جا ڳالھ منھنجا ڪن نہ ٻڌي سگھيا، اھا منھنجين اکين ظاھر ۾ ڏسي ڇڏي."

مسافر کي ھميشہ سنت جي پيروي ڪرڻ گھرجي ۽ جڏھن ڪنھن رھندڙ (مقيم) سان ملاقات ٿئي، تہ عزت ۽ احترام سان پيش اچڻ گھرجي، سلام ڪرڻ کپي ۽ اڳ ۾ کٻي پير جو پادر لاھڻ گھرجي، ڇو تہ اھا نبي ﷺ جن جي سنت آھي. جُتي پائڻ وقت اڳ ۾ سڄو پير پادر ۾ وجھڻ گھرجي. پيرن ڌوئڻ وقت اڳ ۾ سڄو ۽ پوء کٻو پير ڌوئڻ گھرجي. منزل تي پھچي، درويشن جي صحبت ۾ مشغول ٿيڻ کان اڳ ۾ ٻہ رڪعتون شڪراني جي نماز پڙھڻ گھرجي، ۽ پوء

درويشن جي صحبت ۾ مشغول ٿي وڃڻ گهرجي. رهندڙن (مقيم) تي ڪنهن به قسم جو اعتراض ڪرڻ نه جڳائي، ڪنهن سان به معاملي ۾ زيادتي ڪرڻ نه گهرجي. پنهنجي سفر جون مصيبتون بيان نه ڪجن. مجلس ۾ ويهي پنهنجي ذاتي علم جون ڳالهيون، روايتون ۽ حڪايتون وڏائي بيان نه ڪرڻ گهرجن، ڇو ته انهيءَ نموني جون ڳالهين غرور جي گواهي ڏينديون آهن. هر ڪنهن سان ڏک ونڊڻ ۽ في سبيل الله ٻين جو بار سهڻ گهرجي. اها ڳالهه خدا جي برڪت جو سبب آهي. جيڪڏهن مقيم يا سندن ماڻهو ڪا ڳالهه ڪن ۽ سلام يا زيارت جي دعوت ڏين، ته وس آهر انهن جي مخالفت نه ڪرڻ گهرجي. پنهنجو پاڻ دنيا وارن سان رواداري جو قائل نه ٿجي پر ڪنهن عذر يا تاويل سان اهڙي ڳالهه کي ٽاري ڇڏڻ کپي. پنهنجي محال ضرورت جو بار مٿن نه وجهڻ گهرجي. نفس جي راحت ۽ خواهش پوري ڪرڻ لاءِ اميرن جي اوطاقن تي وڃڻ خراب آهي. مطلب ته مسافر ۽ مقيم جي سيني معاملن ۾ الله تعاليٰ جي رضا ڌيان ۾ رکڻ گهرجي. هڪٻئي تي پروسو هجي ۽ هڪٻئي کي ٻُرو نه سڏجي. غيو حاضريءَ ۾ گِلا نه ڪجي. الله تعاليٰ گلا کي تمام خراب سڏيو آهي. حقيقت وارا ڪمُ (فعل) کي ڏسي، ڪم ڪندڙ (فاعل) تي نظر رکندا آهن. سڀ ماڻهو الله جي مخلوق آهن. جيڪڏهن ڪنهن ۾عيب آهي، يا هو بي عيب آهي، حجاب ۾ آهي يا مشاهدي ۾، مگر ڪنهن جا عيب ڪڍڻ فاعل (الله تعاليٰ) تي اعتراض ٿيندو. آدمي هجڻ جي حيثيت ۾ مخلوق تي نظر رکڻ جڳائي، جيئن سيني کان آزاد ٿي وڃجي، ۽ سمجهڻ کپي، ته سڀ حجاب ۾ آهن، ۽ غلبي هيٺ، قبضي هيٺ ۽ عاجز آهن. هرڪو پنهنجي انهيءَ فطرت تي رهندو آهي، جنهن تي پيدا ڪيو ويو آهي، مخلوق کي خدا جي بادشاهي ۾ ڪو دخل ناهي. ڪنهن به شيءِ جي اصليت، خدا جي ذات کانسواءِ ڪوبه مٽائي نه سگهندو. توفيق الله تعاليٰ جي اختيار ۾ آهي.



# باب چوويهون

## طعام جا آداب

انسان لاءِ غذا هڪ لازمي شيءِ آهي. کائڻ پيئڻ سان طبعيتن جو سڪون برقرار رهندو آهي، مگر مروت جو شرط هي آهي، تہ ان ۾ مبالغي کان ڪم نہ ورتو وڃي، ۽ ماڻهو رات ڏينهن کائڻ پيئڻ جي فڪر ۾ غرق نہ رهي. حضرت امام شافعي فرمايو آهي: من كان همته ما يدخل جوفه كان قيمة مايخرج منه. "جيڪو پيٽ ۾ داخل ڪرڻ جي فڪر ۾ رهندو آهي، ان جو قدر ۽ قيمت اهو هوندو آهي، جيڪو سندس پيٽ مان نڪرندو آهي." الله تعاليٰ جي سالڪن لاءِ گهٽو کائڻ سڀ کان وڏيڪ نقصانڪار هوندو آهي. اڳ ۾ بُک جي باري ۾ ڪجهہ لکيو ويو آهي ۽ هتي اهو ڪافي آهي.

چون ٿا، تہ حضرت بايزيد کان ماڻهن پڇيو: "اوهان بک جي گهڻي تعريفِ ڇو ڪندا آهيو؟ چيائين: "ٺيڪ آهي. جيڪڏهن فرعون بکيو هجي ها تہ فرعون هرگز ائين نہ چوي ها تہ مان اوهان جو رب آهيان." قارون بکيو هجي ها، تہ سرڪشي نہ ڪري ها. ثعلبہ بکيو هو تہ سڀ ڪيس تعريف جو لائق سمجهندا هئا. ڍئو ڪري هن نفاق جو ٻج پوکيو. الله تعاليٰ ڪافرن جي باري ۾ فرمايو: ذرهم ياكلوا ويتمتعوا وَ يلههِمُ الاملُ فسوف يعلمون "هنن کي ڇڏي ڏيو، تہ هو کائن، عيش ڪن ۽ تمنائن ۾ ڦاٿل رهن. هو جلدي سڀ ڪجهہ ڄاڻي وٺندا". وري ٻئي هنڌ فرمايو اٿس: والذين كفروا يتمتعون ويا كلون كما ياكل الانعام النهار مثوي لَهم. ڪافر دنيا ۾ عيش حاصل ڪندا آهن ۽ چوپائي مال وانگر کائيندا آهن. انهن جي جاءِ دوزخ ۾ آهي.

حضرت سهيل بن عبدالله فرمائي ٿو: "مان شراب سان پريل پيٽ کي، حلال کاڌي سان پريل پيٽ کان بهتر سمجهندو آهيان." ماڻهن پڇيو، تہ ڇو؟ جواب ڏنائين: پيٽ شراب سان پرجي ويندو عقل گم ٿي ويندو، نفس جي باهہ وسامي ويندي، ۽ پيئڻ واري جا هٿ ۽ زبان محفوظ ٿي ويندا، ان جي ابتڙ جيڪڏهن پيٽ طعام سان پريل هوندو، تہ بيهوديون ڳالهيون زور وٺنديون، شهوت وڌندي ۽ نفساني خواهشون جاڳنديون. مشائخ سڳورن اهڙن ماڻهن لاءِ فرمايو آهي: اكلهم كاكل مرضيٰ و نومهم كنوم الغرقي و كلامهم ككلام الثكلي. "اهي مريضن وانگر کائيندا آهن، اهڙن ماڻهن وانگر سمهندا آهن، جيڪي ننڊ ۾ غرق هوندا آهن، ۽ اهڙين عورتن وانگر ڳالهائيندا آهن، جيڪي پنهنجن ٻارن جي مري وڃڻ ڪري دانهون ڪنديون آهن.

طعام جي آداب جو هڪڙو شرط هي آهي، تہ اڪيلو نہ کائجي، ۽ کائڻ وقت هڪ ٻئي لاءِ قرباني ڏجي. حضور ﷺ جن فرمايو آهي: شرالناس من اكل وحده و ضرب عبده ومنع رفده. "سڀ کان خراب ماڻهو اهو آهي، جيڪو اڪيلو کائي، غلام مري ۽ بخشش ڪندڙ نہ هجيٰ."

دسترخوان تي ويهڻ وقت بسم الله چوڻ سان کائڻ شروع ڪجي، رڪيل شين کي اُٿلائڻ پٿلائڻ نہ گهرجي، تہ جيئن ٻين کي ڪراهت نہ اچي، اڳ ۾ لوڻ وارو کاڌو (نمڪين) کائجي، کائڻ ۾ ساٿين سان انصاف ڪجي.

حضرت سهل بن عبدالله کان ماڻهن هن آيت جو مفهوم پڇيو: اِن الله يامر بالعدل والاحسان. "بيشڪ الله تعاليٰ عدل ۽ نيڪي جو حڪم ڏيندو آهي." جواب ڏنائين: "عدل هي آهي، تہ کائڻ ۾ پنهنجي ساٿي (گڏ کائڻ واري) سان انصاف ڪجي، ۽ احسان اهو آهي، تہ کائڻ وقت هن کي پاڻ کان بهتر سمجهڻ گهرجي. منهنجي مرشد جو چوڻ آهي: "مون کي اُن ماڻهوءَ تي عجب لڳندو آهي، جيڪو دنيا جي ترڪ ڪرڻ جي دعويٰ ڪندو آهي، ۽ ڏينهن رات کائڻ جي فڪر ۾ پريشان رهندو آهي."

کاڌو هٿن سان کائجي ۽ نظر فقط پنهنجي گراهہ تي وجهڻ گهرجي. پاڻي ان وقت پيئڻ کپي. جڏهن اُڃ هجي ۽ ايترو پاڻي پيئڻ گهرجي جو جگر تَر ٿي وڃي. گراهہ ننڍو ڪري وات ۾ وجهجي، ۽ هوريان هوريان چٻاڙجي. ائين نہ ڪرڻ سنت

۽ صحت جي اُبتڙ ٿيندو. ڪاڏو ڪائي "الحمد لله" پڙهجي، ۽ هٿ ڌوئجن. جيڪڏهن جماعت مان ٻه يا ٽي يا وڌيڪ ماڻهو ڪنهن دعوت تي چوريءَ هليا وڃن، ۽ ڪجهه ڪائن ته اهڙي ڳالهه کي ڪي مشائخ حرام سمجهندا آهن، ۽ صحبت جي حقن ۾ خيانت ڄاڻندا آهن. اولئک ما ياڪلون في بطونهم الاّ النار. "اهي ماڻهو پنهنجي پيٽن ۾ باهه کان سواءِ ڪجهه به نه ڀريندا آهن". ٻي جماعت جو خيال آهي، ته جيڪڏهن اهي پاڻ همخيال جماعت جا ماڻهو هجن ته پوءِ روا آهي. هڪ ٻي جماعت جو خيال آهي، ته جيڪڏهن ماڻهو اڪيلو هجي، تڏهن به جائز آهي، ڇو ته اڪيلائپ ۾انصاف جو سوال ئي پيدا نه ٿيندو آهي. انصاف صحبتين جي موجودگيءَ ۾ ٿيندو آهي. اڪيلائپ ۾ صحبت جو حڪم لاڳو نه ٿيندو آهي ۽ ان جي ڪري ماڻهو پڇا هيٺ نه ايندو.

وڏي ۾ وڏي ڳالهه هيءَ آهي، ته درويش جي دعوت کي رد نه ڪجي ۽ دنيادار جي دعوت قبول ئي نه ڪجي. ان جي گهر نه وڃجي، ۽ ڪانئس ڪا به شيءِ نه گهرجي. اهڙي ڳالهه طريقت وارن لاءِ تڪليف جو سبب بڻبي. دنيا وارا درويش جا محرم نه هوندا آهن. ماڻهو ساز سامان جي گهٽائيءَ جي ڪري دنيادار تي نه ويندو آهي، ۽ ان جي نه هجڻ جي ڪري درويش بڻجي نه ويندو آهي. جو ماڻهو درويشيءَ کي شاهوڪاريءَ کان بهتر سمجهندو آهي، اهو دنيادار نه هوندو آهي، پوءِ ڪٿي بادشاهه هجي. درويشي جو منڪر دنيا دار هوندو آهي، پوءِ ڪٿي مسڪين هجي.

دعوت تي ڪنهن شيءِ ڪائڻ يا نه ڪائڻ ۾ تڪلف نه ڪجي. وقت جي لحاظ کان جو ملي، سو ڪائجي. دعوت ڪرڻ وارو محرم هجي، ته پرڏيل لاءِ روا آهي، ته ڪاڏو گهر به ڪٿي وڃي. نامحرم هجي، ته ان جي گهر وڃڻ به روا ناهي، بهر حال ڪاڏو ڪٿي وڃڻ نيڪ ناهي. حضرت سهل بن عبدالله فرمائي ٿو: "ڪاڏو ڪٿي وڃڻ ذلت آهي." توفيق الله جي اختيار ۾ آهي.



# باب پنجويهون

## گھمڻ ڦرڻ جا آداب

الله تعاليٰ فرمايو آهي: وعباد الرحمٰن الذين يمشون عليٰ الارض هـَوناً: "الله جا ٻانها اهي آهن جيڪي زمين تي نـوڙت سان هلندا آهن." الله جي طالب کي گھرجي، تہ هو هلڻ وقت سوچي تـہ پنهنجو قدم ڇا لاءِ کڻي رهيو آهي؟ ڪنهن نفساني خواهش لاءِ يا فقط الله لاءِ؟ جيڪڏهن هو نفساني خواهش لاءِ قدم کڻي رهيو آهي، تہ توبهہ ڪري، ۽ جيڪڏهن الله تعاليٰ جي خوش ڪرڻ لاءِ کڻي رهيو آهي، تہ وڌيڪ ڪوشش ڪري، الله تعاليٰ جي وڌيڪ خوشنودي حاصل ڪري.

هڪ دفعي حضرت دائود طائي دوا پيتي. ماڻهن چيس، تہ اڱڻ ۾ ڪجهہ گھمو تہ دوا پنهنجو اثر ڪري. هن جواب ڏنو: "مان شرمسار آهيان. مون کان قيامت ۾ اهو سوال ٿيندو، تـہ مون پنهنجي نفس لاءِ ايترا قدم ڇو کنيا؟" الله تعاليٰ فرمايو آهي: وَ تَشهَدُ اَر جُلُهـُم بِمَا كَانُوا يَكسِبُونَ. "دنيا ۾ جو ڪجهہ هنن ڪمايو، ان لاءِ سندن پير گواهيٰ ڏيندا." درويش کي جُڳائي تہ جاڳڻ جي حالت ۾ مٿو جهڪائي هلي. پنهنجي سامهون رستي کان سواءِ ڪيڏانهن بہ نہ ڏسي. جيڪڏهن ڪو رستي ۾ ملي تہ پنهنجا ڪپڙا پاڪ بچائڻ خاطر، هن کان پري نہ ڪري، تہ متان هن کي لڳي وڃن. سڀئي مومن ۽ سندن ڪپڙا پاڪ هوندا آهن. اها فقط آڪڙ ۽ وڏائي آهي. البت جيڪڏهن ڪو ڪافر آهي، متس ڪا گندگي (نجاست) لڳل هجي، تہ پوءِ پري ٿيڻ روا آهي. جيڪڏهن ڪنهن جماعت سان گڏ هلڻ جو اتفاق ٿئي، تہ اڳتي وڌڻ جو ارادو نہ ڪجي، ڇو تہ زيادتي ڪرڻ تڪبر آهي. ان ڪان سواءِ هرو ڀرو پوئتي هلڻ جو ارادو بہ نـہ ڪجي، ۽ حد کان وڌيڪ هيٺانهين ٿيڻ جو مظاهرو بہ نہ ڪجي. اهو بہ هڪ قسم جو تڪبر آهي. ڏينهن جو جُتي کي ناپاڪ ٿيڻ کان بچائي، تہ الله تعاليٰ رات جو ڪپڙن کي نجاست (گندگي) کان بچائي. جڏهن ڪو درويش يا جماعت گڏ هجي، تہ رستي ۾ ڪنهن سان ڳالهائڻ لاءِ نہ بيهجي. اٿين نہ ٿئي جو گڏ هلندڙ کي انتظار ڪرڻو پوي. هوريان هلجي، تکڙ نـہ ڪجي، ڇو تـہ تکڙ حرص وارن جو طريقو آهي. ايترو بہ هوريان نہ هلجي، جو اها هلڻي غرور وارن جو هلڻ ڏسڻ ۾ اچي. هر قدم زمين تي پوري خيال سان رکجي مطلب تہ رفتار اهڙي هئڻ گھرجي، جو ڪوئي پڇي، تہ ڪيڏانهن وڃي رهيو آهين؟ تہ ڪنهن تڪلف کان سواءِ جواب ڏئي سگھجي تہ: اني ذَاهِبُ اليٰ رَبي سَيَـهدِين "مان پنهنجي رب ڏانهن وڃي رهيو آهيان. هو جلدي منهنجي رهنمائي ڪندو." جيڪڏهن رفتار نيڪ نہ هوندي تہ هلڻ ڏچو (وبال) بڻجي ويندو، ڇو تـہ صحيح قدم قلب جي صحيح ڪيفيتن جو نتيجو آهي. جن جا خيال الله ڏانهن لاڙو رکندڙ هوندا، انهن جا قدم خيالن جي پيروي ڪندا.

حضرت بايزيد فرمايو آهي: درويشن جي رفتار مراقبي کان سواءِ غفلت جو نشان آهي. جو ڪجهہ هوندو، اهو ٻن قدمن سان حاصل ٿي ويندو آهي: هڪڙو قدم پنهنجي نصيب جو رکجي ۽ ٻيون الله تعاليٰ جي فرمان جو. پهريون قدم کڻجي ۽ ٻيون قدم رکجي. طالب جي رفتار فاصلي پوري ڪرڻ جي نشاني آهي، مگر الله جو قرب فاصلي پري ڪرڻ سان حاصل ٿيندو آهي. هن جي قرب لاءِ ڪو فاصلو ناهي، تنهنڪري طالب لاءِ آرام سان هلڻ کان سواءِ ٻيو ڪوبہ چارو ڪونهي. توفيق عطا ڪرڻ وارو الله آهي.

# باب ڇهويهون

## سفر ۽ حاضريءَ ۾ سمهڻ جا آداب

هن موضوع جي باري ۾ وڏن مشائخن ۾ ڪافي اختلاف آهي. هڪ جماعت جو خيال آهي، تہ سالڪ کي فقط ان وقت سمهڻ گهرجي جڏهن ننڊ جو ايترو غلبو هجي، جو سمهڻ کان سواءِ رهي نہ سگهجي. پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: النوم اخ الموت. "ننڊ ۽ موت جي برداري آهي." زندگي نعمت ۽ موت مصيبت(بلا) آهي. هر حالت ۾ نعمت مصيبت کان وڌيڪ مرتبي واري آهي. حضرت شبلي کان روايت آهي: اطلع الحق علي فقال من نامَ غَفَلَ و من غفل حجب. "الله تعاليٰ مون تي نظر ڪئي ۽ فرمايائين تہ سمهڻ وارو غافل ۽ غافل حجاب ۾ آهي."

هڪ ٻي جماعت جي عقيدي موجب سالڪ پنهنجي اختيار سان بہ سمهي سگهندو آهي، ۽ الله تعاليٰ جي حڪمن جي پوري ڪرڻ کان پوءِ زوري ننڊ ڪري سگهندو آهي. پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: رفع القلم عن ثلث عن النائم حتيٰ ينتبه وعن الصبي حتيٰ يحتلم و عن المجنون حتيٰ يفيق. "ٽن ماڻهن تي حڪم جاري نہ ٿيندا آهن: هڪڙو سمهندڙ، جيڪو جاڳيو نہ هجي، ٻيون ڇوڪرو، جيڪو بالغ نہ ٿيو هجي ۽ ٽيون چريو، جيڪو هوش ۾ نہ آيو هجي." سُتل ماڻهو حڪمن جي تڪليف کان آزاد هوندو آهي، ڇو تہ هر مخلوق کي نقصان پهچائي نہ سگهندو آهي. اهو بي اختيار هوندو آهي، سندس نفس خواهشن کان پري هوندو آهي. سندس ڪراماً ڪاتبين (افعال لکڻ وارا فرشتا) فارغ هوندا آهن. سندن زبان دعوا ڪري نہ سگهندي آهي. هو ڪُوڙ ۽ گلا ۾ گرفتار نہ هوندو آهي. هو خودبيني ۽ رياءَ کان پاڪ آهي. لايَملڪُونَ لاَنفُسَهُم ضَراً و لا يَملِڪُونَ موتاً ولا حَيواةً ولا نُشُوراً. "اهي پنهنجي جان کي نہ نقصان پهچائي سگهندا آهن، ۽ نہ فائدو. ڪين پنهنجي موت ۽ حياتيءَ تي اختيار نہ هوندو آهي ۽ ٻيهر جيئري رهڻ جي طاقت نہ رکندا آهن". ان ڳالهہ متعلق حضرت ابو عباس فرمايو آهي: لاشيءِ اشد عليٰ ابليس من نوم العاصي فاذا نام العاصي يقول متيٰ تنبه ويقوم حتيٰ يعصي الله. "شيطان لاءِ گنهگار جي ننڊ کان وڌيڪ ڪابہ شيءِ ڳوري ڪانهي. گنهگار سمهندو آهي، تہ شيطان چوندو آهي تہ اهو ڪڏهن جاڳندو ۽ الله تعاليٰ جي نافرماني ڪندو."

هن موضوع تي حضرت جنيد ۽ حضرت علي بن سهل اصفهانيءَ ۾ اختلاف آهي. هن باري ۾ حضرت علي اصفهاني حضرت جنيد ڏانهن هڪ مزيدار خط لکيو. مون اهو لفظ بہ لفظ نہ ٻڌو آهي، مگر ان جو مطلب هيءُ آهي تہ هن خط ۾ لکيو: "ننڊ غفلت ۽ قرار جو ٻيون نالو آهي. هن کان پري رهڻ لازمي آهي، ڇو تہ الله جي محب کي ڏينهن رات جو بہ قرار نہ هوندو آهي. جيڪڏهن هو سمهندو، تہ پنهنجو مقصد وڃائي ڇڏيندو پنهنجو پاڻ کان ۽ پنهنجي روزگار کان غافل ٿي ويندو. الله تعاليٰ کان دور ٿي ويندو."

الله تعاليٰ حضرت دائود عليه السلام کي وحي جي وسيلي ٻڌايو: يا دائود ڪذب من ادعي محبتي فاذا جنه الليل نام عني. "اي دائود! اهو ماڻهو منهنجي محبت جي دعوا ۾ ڪوڙو آهي، جو رات ٿيڻ تي سمهي پيو ۽ منهنجي ياد کان غافل رهيو."

حضرت جنيد حضرت اصفهانيءَ کي خط جي جواب ۾ لکيو: اسان جو جاڳڻ اسان جو فعل آهي ۽ ننڊ الله تعاليٰ جو انعام آهي. جا شيءِ اسان جي اختيار کان سواءِ ظاهر ٿيندي آهي، اُها يقين سان ان شيءِ کان وڌيڪ هوندي آهي، جيڪا اسان جي اختيار سان ظاهر ٿئي. الله جي محبن لاءِ ننڊ سندن عطا ڪيل نعمت آهي." هن مسئلي جو واسطو صحو ۽ سڪر سان آهي. ان جو بيان اڳ ۾ تفصيل سان ٿي چڪو آهي. عجب آهي جو حضرت جنيد جيڪو صحو جو مڃيندڙ هو، تنهن هتي سڪر جي تعريف ڪئي آهي. ممڪن آهي، تہ هو لکڻ وقت حال جي غلبي هيٺ هجي، ۽ وقت جي ڪيفيت مطابق لکيو هجائين. اهو بہ ممڪن آهي، تہ حقيقت ان ڳالهہ جي ابتڙ هجي. سمهڻ عين صحو هوندو آهي ۽ جاڳڻ عين سڪر. ننڊ

انساني صفت آهي. جيستائين انساني صفت رهندي، تيستائين انسان کي صحو سان نسبت هوندي. جاڳڻ الله تعاليٰ جي صفت آهي. انسان پنهنجي صفت کان ٻاهر هوندو ته حال جي غلبي هيٺ هوندو. مون مشائخ جي هڪ جماعت کي ڏٺو، جيڪا حضرت جنيد جي قول موجب ننڊ کي جاڳڻ کان وڌيڪ سمجهندي هئي، ڇو ته گهڻو ڪري پيغمبرن، ولين ۽ بزرگن کي ڪشف ننڊ جي حالت ۾ ٿيو آهي. پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: ان الله تعاليٰ يباهي بالعبد الذي نامَ في سجوده ويقول الله تعاليٰ لملائكته انظروا يا ملائكة الله عبدي روحه في محل وبدنه علىٰ بساط العبادة. "الله تعاليٰ کي ان ٻانهي تي ناز آهي، جيڪو سجدي ۾ سمهي پئي. هو ملائڪن کي چوندو آهي: منهنجي ٻانهي کي ڏسو. ان جو روح مون سان راز ۽ نياز ۾رڪيل آهي ۽ هن جو بدن عبادت جي مصلي تي آهي." پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: من نامَ علىٰ طهارت يوذن لروحه ان يطوف بالعرش ويسجد الله تعاليٰ "وضوءَ سان سمهڻ واري جي روح کي عرش جي طواف ۽ الله تعاليٰ کي سجدي ڪرڻ جي اجازت هوندي آهي."

چون ٿا، ته شاهه شجاع ڪرماني چاليهن سالن تائين لڳاتار جاڳندو رهيو. هڪ رات سمهڻ وقت الله تعاليٰ جي ديدار کان فيضياب ٿيو. ان کان پوءِ هو هميشه انهيءَ اميد تي سمهندو رهندو هو. انهيءَ مضمون تي قيس بن عامر جو شعر آهي:

وانيٰ لا ستنعص و مالي نعيسة

لـعـل خيـالا منـک يلقي خيالنا

"مون کي ننڊ نٿي اچي، پر سمهندس، شايد خواب جي حالت ۾ تنهنجو خيال منهنجي دل ۾ سمائجي وڃي."

مون هڪ اهڙي جماعت کي به ڏٺو آهي، جيڪا حضرت علي بن سهل وانگر جاڳڻ کي ننڊ کان وڌيڪ سمجهندي هئي، ڇو ته رسولن جي وحي ۽ ولين جي ڪرامتن جو واسطو جاڳڻ سان هوندو آهي.

هڪڙو بزرگ فرمائي ٿو: لـوکان في النوم خير لكان في الجنة نوم. "جيڪڏهن ننڊ ۾ ڪا چڱائي هجي ته جنت وارن کي به ننڊ ملي ها." بهشت ۾ نه حجاب هوندو ۽ نه ننڊ. ثابت ٿيو، ته ننڊ هڪ حجاب آهي. لطيفن جا صاحب بيان ٿا ڪن، ته حضرت آدم عليه السلام بهشت ۾ سُتو ته ڏاڏي حوا سندس کٻي پاسي مان پيدا ٿي، ۽ انهن سڀني تڪليفن جو سبب بڻي. اهو به چون ٿا، ته جڏهن حضرت ابراهيم عليه السلام پنهنجي پٽ حضرت اسماعيل عليه السلام کي چيو: يا بُني اني أرَىٰ فِي المَنَامِ أَنِي أذبحُکَ. "پٽ مون خواب ڏٺو، ته توکي ذبح ڪري (ڪُهي) رهيو آهيان." حضرت اسماعيل جواب ڏنو: هـذا جزاءُ من نام عن حبيبه لـو لمْ تنم لما امرت بذبح الولد. "اها ان جي جزا آهي جو پنهنجي حبيب کان غافل ٿي، سمهي پيو. نه پاڻ سمهو ها، نه پٽ جي ڪُهڻ جو حڪم ونو ها. اوهان جي ننڊ اوهان کي پـٽ کان محروم ڪري ڇڏيو ۽ مون کي پنهنجي جان کان. منهنجو درد هڪڙي گهڙيءَ جو ۽ اوهان جو سڄي حياتي جو درد هوندو.

حضرت شبلي متعلق مشهور آهي، ته هو رات جو لوڻ جي پاڻي جو لوٺو ۽ هڪ سرائي پاڻ سان رکندو هو. ننڊ غلبو ڪندي هيس، ته سرائي پاڻي ۾ ٻوڙي اکين ۾ وجهي ڇڏيندو هو، ته ننڊ ڦـٽي ويندي هيس. مون بخارا ۾ شيخ احمد سمرقندي کي ڏٺو، جيڪو چاليهن سالن تائين رات جو نه ستو هو. ڏينهن جو ٿورو وقت سمهي رهندو هو.

جڏهن ماڻهوءَ کي موت وڻندو آهي، تڏهن هو ننڊ کي جاڳڻ کان وڌيڪ سمجهندو آهي. جيڪڏهن حياتي موت کان وڌيڪ وڻندڙ نظر اچي، ته جاڳڻ کان وڌيڪ سمجهندو. تڪلف سان جاڳڻ کي ڪا حيثيت نه ملندي آهي. حيثيت ان ڳالهه ۾ ٿيندي، جڏهن ڪيس غيب جي بردي مان جاڳڻ جي توفيق عطا ٿئي. پيغمبر ﷺ جن الله تعاليٰ وٽ پهتل هئا ۽ بلند درجو حاصل ڪيل هئي. هنن سمهڻ توڙي جاڳڻ ۾ ڪوبه تڪلف نه ڪيو. الله تعاليٰ جو ڪين حڪم ٿيو ته: قُـم اليل الا قليلاً نصفه أوِ انقُصْ منه قليلاً. اوهان رات جو (عبادت ۾) بيهو مگر گهٽ يعني اڌ رات ڪجهه گهٽ. جيڪڏهن ڪو تڪلف شان سمهي پوي، ته ڪا وڏي ڳالهه ڪانهي. وڏي ڳالهه اها ٿيندي، ته ڪيس الله تعاليٰ جي مرضيءَ سان سمهڻو پوي. الله تعاليٰ "اصحاب ڪهف" کي وڏي عزت بخشي، ڪين وڏو درجو عطا ڪيو، سندن جسم تان ڪفر جو پردو پري رکيو. هن نه سمهڻ ۾ تڪلف ڪيو، نه جاڳڻ ۾. الله تعاليٰ سندن نگهباني ڪئي ۽ سندن ڪوشش کان سواءِ انهن جي پرورش ڪئي، ۽

فرمايو: و تَحسبُهُمْ أيقاظاً و هُمْ رُقُود و نُقَلِّبهُمْ ذات اليَمين وَ ذات الشمَالِ. "توهان انهن کي جاڳندڙ سمجهو، توڙي سُمهي رهيا آهن. ۽ اسان انهن جا ڪِي ۽ سڄي تي پاسا بدلائيندا رهون ٿا." اهي ٻئي صورتون بي اختياريءَ جي حالت ۾ نڪتيون ٿين. ٻانهي کي جڏهن اهڙو مقام عطا ٿيندو آهي، جتي سندس پنهنجو اختيار هلي نہ سگهندو آهي ۽ هر شيءِ هن جي پهچ کان ٻاهر هوندي آهي، ۽ هو غير کي ڪٿي نہ سگهندو آهي، اهو سُمهي پوي يا جاڳي، ٻنهي حالتن ۾ عزت جو مالڪ هوندو آهي.

مريد لا سمهڻ جو شرط اهو آهي، تہ ابتدا جي هر هڪ خواب کي (سمهڻ جي حالت کي) پنهنجي عمر جو آخري وقت سمجهي. گناهن کان توبهہ ڪري، پنهنجي مخالفن يا پنهنجي مٿان ناراض ڪيل ماڻهن کي راضي ڪري، چڱيءَ طرح پاڪائي جو خيال رکي، سڄي هٿ تي مٿو رکي، قبلي ڏانهن منهن ڪري سمهي، دنيا جي ڪمن جي اصلاح ڪرڻ کان پوءِ اسلام جي نعمت حاصل ٿيڻ جو شڪرانو بجا آڻي ۽ اهو واعدو ڪري، تہ هو جاڳڻ کان پوءِ گناهہ نہ ڪندو. جيڪو جاڳڻ وقت پنهنجو اهڙو ڪم پورو ڪندو، تنهن کي ننڊ يا موت کان ڪوبہ خوف ٿي نہ سگهندو.

چون ٿا، تہ هڪڙو بزرگ امام وٽ ايندو رهندو هو. امام شان شوڪت ۽ نفس جي سرڪشيءَ ۾ مبتلا هو. بزرگ هر بار چوندو هو: "مرڻ گهرجي". امام کي اها ڳالهہ خراب لڳندي هئي، تہ هڪڙوگداگر ڪيس هميشہ اهڙي ڳالهہ چوي. هن سوچيو: "سڀاڻي مان اڱرائي ڪندس". ٻئي ڏينهن تي اهو بزرگ آيو، تہ امام صاحب پڇيو: "مرڻ گهرجي". بزرگ مصلو وڇايو. ان تي مٿو رکي چيائين: "مري ويس". ان وقت ئي سندس ساهہ نڪري ويو. امام پاڻ لاءِ تنبيهہ سمجهي، ۽ سوچيائين، تہ بزرگ جو مطلب اهو هو تہ "مون وانگر موت جي تدبير ڪر."

منهنجو مرشد مريدن کي تاڪيد ڪندو هو، تہ فقط ان وقت سمهڻ گهرجي، جڏهن ننڊ غلبو ڪري. جاڳڻ کان پوءِ وري سمهڻ جي ڪوشش نہ ڪجي، ڇو تہ ٻيون دفعو سمهڻ بيڪار ٿيڻ الله جي مريدن لاءِ حرام آهي. هن باري ۾ گهڻو ڪجهہ چئي سگهجي ٿو. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.



# باب ستاويهون

## ڳالهائڻ ۽ چپ رهڻ جا آداب

الله تعاليٰ فرمايو آهي: وَ مِنِ اَحسَنَ قَولاً مِمَن دَعا اِلَيٰ اللهِ وَ عَمَلَ صالحاً. "ان کان وڌيڪ ڪهڙي ڳالهہ تي سگهندي، جو الله ڏانهن دعوت ڏجي ۽ سٺا ڪم ڪجن." ٻئي هنڌ فرمايو اٿس: قَو مَعرُوف. "چڱي ڳالهہ چوڻ." وري فرمايو اٿس: قُولُو آمَنا بِاالله. "چئو، تہ اسان الله تي ايمان آندو." الله تعاليٰ سني ڳالهائڻ جو حڪم اهڙيءَ طرح ڏنو آهي، جهڙيءَ طرح پنهنجي رب هجڻ جو حڪم ڏنو اٿس ۽ پنهنجي صفت ۽ ثنا سان گڏ پنهنجي درگاهہ ڏانهن دعوت ڏيڻ جو حڪم ڪيو اٿس. ڳالهائڻ جي طاقت هڪ وڏي نعمت آهي. هن جي ڪري ماڻهو ٻين جانورن کان مٿانهون ليکجي ٿو.

الله تعاليٰ فرمايو آهي: وَ لَقَد ڪَرَمنا بَنِي آدَمَ. "اسان آدم جي اولاد کي بزرگي عطا ڪئي آهي." مُفَسرنَ ڪَرمنا جو مطلب "ڳالهائڻ جي طاقت عطا ڪرڻ" ڄاتو آهي. ياد رکڻ گهرجي، تہ جيتري وڏي نعمت "ڳالهائڻ" آهي، اوترو خرابي جو مرڪز بہ اهوئي "ڳالهائڻ" کي آهي. پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: اخوف ما اخاف علي ماتي اللسان. "اُمت ۾ مان زبان متعلق گهڻو خوف ٿو رکان". بهر حال ڳالهائڻ جو مثال شراب وارو آهي جيڪو عقل کي مست ڪري ڇڏيندو آهي، جنهن کي ان جي عادت پئجي ويندي آهي، تہ اهو ڪيس ڇڏي نہ سگهندو آهي. طريقت وارا ڳالهائڻ کي مصيبت سمجهي، ضرورت کان سواءِ نہ ڳالهائيندا آهن. ڳالهائڻ وقت اڳ پُٺ جي سوچ ڪندا آهن. جيڪڏهن ڪا ڳالهہ خدا جي مرضيءَ مطابق سمجهندا آهن، تہ ان کي ظاهر ڪندا آهن، ٻيءَ حالت ۾ چُپ رهندا آهن، چو تہ سندن ايمان هوندو آهي، تہ الله تعاليٰ هر هڪ راز کان واقف آهي، ۽ اُهي بدبخت آهن، جيڪي اها ڳالهہ نہ سمجهندا آهن. الله تعاليٰ فرمايو آهي: اَم يَحسَبُونَ اِنا لاتَسمَعُ سِرَهُم وَ نَجوا هُم بَلياَ رُسُلَنا لَدَيهِم يَڪتُبُونَ. "ڇا اهي سمجهن ٿا، تہ اسان سندن ڪنهن جي ڳالهين ۽ مخفي رازن کان واقف ناهيون؟ اسان سڀ (ڪجهہ) ٻڌندا آهيون ۽ اسان جا فرشتا لکندا آهن." پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: من صمت نجا. "جنهن چُپ ڪئي، تنهن ڇوٽڪارو حاصل ڪيو."

چُپ رهڻ ۾ بيحد فائدا ۽ ڪاميابيون آهن. مشائخن جي هڪ جماعت چُپ رهڻ کي ڳالهائڻ کان سٺو سمجهندي آهي. هڪ جماعت وري ڳالهائڻ کي چپ رهڻ تي فضيلت ڏيندي آهي. حضرت جنيد جي قول موجب: الفاظ ۽ عبارتون ڪنهن شيءِ جي دعوا ڪرڻ جو دليل نہ آهن. حقيقت جي ثابت ڪرڻ ۾ دعوا بيڪار هوندي آهي. ڪڏهن اهڙو وقت بہ ايندو آهي جو ڳالهائڻ تي اختيار هجڻ جي باوجود چُپ رهڻو پوندو آهي. مثلاً : خوف جي وقت ڳالهائڻ جي اختيار ۽ طاقت هوندي بہ ڳالهائي نہ سگهبو آهي. اهو نہ ڳالهائڻ، معرفت جي حقيقت لاءِ نقصان جو سبب نہ هوندو آهي. مگر ڪنهن بہ حالت ۾ اجائي (بي حقيقت) دعوا کي معاف بہ ڪري نٿو سگهجي، چو تہ اها منافقي جي پاڙ آهي. ياد رکڻ گهرجي، تہ حقيقت کان سواءِ دعوا ڪرڻ منافقي آهي ۽ دعوا کان سواءِ حقيقت اخلاص آهي. لان من اسس بنيانہ عليٰ بيان استغني عليٰ بيان استغنيٰ فيما بينہ و بين ربہ من اللسان. "جيڪو بيان جي ٽيڪ وٺندو، اهو زبان کان بي نياز نہ رهندو، ۽ جنهن پنهنجي ڪلام جو بنياد مشاهدي تي رکيو، اهو پنهنجي ۽ الله جي وچ واري راز جي باري ۾ زبان کان بيپرواهہ رهندو." ٻين لفظن ۾ جڏهن ٻانهي لاءِ رستو ڪُلي ويندو آهي، تڏهن هو ڳالهائڻ کان بي نياز ٿي ويندو آهي، چو تہ ڳالهائڻ ٻين (غير) کي ٻڌائڻ لاءِ هوندو آهي، الله تعاليٰ حالتن بيان ڪرڻ کان بي نياز هوندو آهي. غير الله ان لائق نہ هوندو آهي، تہ هن ڏانهن ڌيان ڏجي. حضرت جنيد جو هي قول انهيءَ ڳالهہ کي چٽو ٿو ڪري: من عرف الله ڪَل لسانہ. "جنهن الله کي سڃاتو، ان جي زبان گُنگي ٿي." هونئن بہ مشاهدي جي حالت ۾ ڳالهائڻ حجاب هوندوآهي.

مشهور آهي، تہ هڪ دفعي حضرت جنيد جي ڪچهريءَ ۾ حضرت شبلي ويٺو هو. اوچتو وڏي آواز سان نعرو هڻي چيائين: اي منهنجا مراد! هن جو اشارو الله تعاليٰ ڏانهن هو. حضرت جنيد چيس: اي ابابڪر، جيڪڏهن تنهنجو مقصد الله

تعاليٰ آهي، تہ تو وڏي آواز سان نعرو ڇو هڻيو؟ هن جي ذات ان کان بي نياز آهي. جيڪڏهن تنهن جو مقصد الله تعاليٰ ناهي، تہ پوءِ تو ابتڙ ڪم ڇو ڪيو؟ الله تعاليٰ کي تنهنجي گفتار جو علم اڳ ۾ ئي آهي. حضرت شبلي توبهہ (استغفار) ڪئي.

جي ماڻهو ڳالهائڻ کي چُپ کان چڱو سمجهندا آهن، اهي چوندا آهن: اسان کي پنهنجي حال بيان ڪرڻ لاءِ الله تعاليٰ جو حڪم آهي، تہ جيئن اسان جي دعوا حقيقت تي هجي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو هزارن سالن تائين دل ۾ الله جو عارف هجي، ۽ ضرورت آهر چپ نہ رهي، تہ جيستائين هو زبان سان معرفت جو اقرار نہ ڪندو، تيستائين سندس حيثيت ڪافرن جهڙي هوندي. الله تعاليٰ سڀني مسلمانن کي پنهنجي انعامن ۽ نوازشن تي شڪر ڪرڻ ۽ سندس حمد و ثنا جو حڪم ڏنو آهي ۽ پيغمبر ﷺ جن کي فرمايو آهي: وَاَما بنعمة رَبِّكَ فَحَدِث. "پنهنجي رب جي نعمت بيان ڪر". اسان جو ڳالهائڻ الله تعاليٰ جي حڪم جي تعميل ۽ تعظيم آهي. الله تعاليٰ فرمايو آهي: اُجيبُ دَعوَة الداعِ اذا دَعان. "مان پڪارڻ واري کي پڌندو آهيان، جڏهن بہ هو سڏيندو آهي." اهڙيءَ طرح ڪيتريون ئي آيتون آهن، جيڪي ڳالهائڻ جو حڪم ڏين ٿيون. هڪ شيخ جو چوڻ آهي: جيڪو پنهنجو حال بيان ڪري نٿو سگهي، ان کي صحيح حال معلوم ئي نٿو ٿئي، ڇو تہ حال جو ترجمان حال ئي هوندو آهي. ڪنهن شعر چيو آهي:

لسان الحال افصح من لسان

وصمتي عن سوالي ترجماني.

"منهنجي حال جي زبان منهنجي زبان کان وڌيڪ آهي. منهنجي خاموشي منهنجي ترجمان آهي."

چون ٿا، تہ هڪ دفعي حضرت شبلي بغداد جي هڪ محلي ڪرخ ڏانهن وڃي رهيو هو. ڏٺائين تہ هڪڙو طريقت جي دعوا ڪندڙ چئي رهيو هو: السكوت خير من الكلام فقال الشبلي سكوتك خير من كلامك لان كلامك لغو و سكوتك هزل و كلامي خير من سكوتي لان سكوتي حلم و كلامي علم. "چپ رهڻ ڳالهائڻ کان بهتر آهي. حضرت شبلي چيس، تہ تنهنجو چُپ رهڻ تنهنجي ڳالهائڻ کان بهتر، تنهنجو ڳالهائڻ اجايو (لغو) ۽ تنهنجو چُپ رهڻ کلڻ هاب ڪندڙ آهي. منهنجو ڳالهائڻ منهنجي چپ رهڻ کان چڱو آهي، ڇو جو منهنجو چپ رهڻ بردباري (حلم) ۽ ڳالهائڻ علم آهي. مطلب اهو آهي، تہ جيڪڏهن ڳالهائيندس تہ منهنجي بردباري هوندي، ۽ جيڪڏهن ڳالهائيندس تہ منهنجي علم جو اظهار هوندو. مان چپ رهندو آهيان تہ بردبار هوندو آهيان ۽ ڳالهائيندو آهيان تہ عالم هوندو آهيان.

مان چوان ٿو، تہ ڳالهائڻ (ڪلام) ٻن قسمن جو هوندو آهي. ۽ خاموشي بہ ٻن قسمن جي ٿيندي آهي. هڪڙي ڳالهائڻ جو بنياد حق تي ۽ ٻئي جو ناحق (باطل) تي هوندو آهي. اهڙيءَ طرح هڪ خاموشي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ هوندي آهي ۽ ٻي غفلت جي ڪري ٿيندي آهي. ڳالهائڻ يا چپ ڪرڻ وقت هر ڪنهن کي پنهنجو پاڻ تي نظر ڪري ڏسڻ گهرجي. جيڪڏهن ڳالهائڻ جو بنياد حق تي هجي، تہ اهو ڳالهائڻ چپ رهڻ کان ڀلو هوندو، ٻي حالت ۾ چپ رهڻ ڳالهائڻ کان ڀلو ٿيندو. ساڳي طرح جيڪڏهن خاموشي مقصد حاصل ڪرڻ ۽ مشاهدي ماڻڻ لاءِ هوندي، تہ ڳالهائڻ کان سٺي سمجهبي پر جيڪڏهن غفلت ۽ حجاب جي ڪري هوندي، تہ پوءِ ڳالهائڻ بهتر ٿيندو. ڪي دعوا ڪندڙ اهڙا هوندا آهن، جيڪي ڪجهہ اجاين (فضول) ڳالهين ڪجهہ نفساني خواهشن ۽ بيڪار عبارتن ۾ دلچسپي رکندا آهن. اهڙن جي نظر ۾ ڳالهائڻ چپ رهڻ کان سٺو هوندو آهي. اهڙيءَ طرح جاهلن جي هڪ جماعت ڪوهہ ۽ مناري ۾فرق ڪري نہ سگهندي آهي، اُها چپ رهڻ کي ڳالهائڻ کان سٺو سمجهندي آهي. اهي ٻئي جماعتون هڪ جهڙيون آهن. انهن کي ڳالهائڻ ۽ چپ رهڻ ڏنو وڃي. اوهان ڪهڙن کي ڳالهرائيندا ۽ ڪهڙن کي چُپ ڪرائيندا؟ الامن نطق اصاب او غلط و من اُنطقَ عصم من الشطط. "جيڪو ڳالهائي ٿو اهو صحيح هوندو يا غلط هوندو. جيڪو ڳالهايو ويندو آهي، ان کي خطا ۽ خلل کان بچايو ويندو آهي. ابليس (مٿس لعنت هجي) چيو: انا خير منه "مان ان (آدم عہ) کان بهتر آهيان." ۽ حضرت آدم عليه السلام کان چورايو ويو: رَبَّنَا ظَلَمنَا اَنفُسنَا. "اي اسان جا مولي! اسان پاڻ تي ظلم ڪيو آهي."

طريقت جي دعوا كندڙ پنهنجي گفتار (ڳالهائڻ) ۾ اجازت حاصل ڪيل (مامور) ۽ بيقرار هوندا. ۽ خاموشي (چپ رهڻ جي حالت) ۾ شرمندا ۽ بي اختيار هوندا آهن. من كان سكوته حياء كان كلامه حيواة. "جنهن جي خاموشي حيا جي ڪري هوندي آهي، ان جو ڳالهائڻ دليلن لاءِ حياتيءَ جو پيغام هوندو آهي." ڇو ته هو مشاهدي جي حالت ۾ ڳالهائيندا آهن، ۽ سمجهندا آهن. ته ديدار ڪان سواءِ ڳالهائڻ ذلت ۽ خواري وارو هوندو آهي. هو جڏهن پنهنجو پاڻ ۾ (اختيار ۾) هوندا آهن، تڏهن خاموشيءَ کي ڳالهائڻ ڪان بهتر سمجهندا آهن. جڏهن هو مشاهدي ۾ گُم هوندا آهن، ته ماڻهو سندن ڪلام کي پنهنجي جان جو عويذ بڻائيندا آهن. انهيءَ بنياد تي ڪنهن بزرگ فرمايو آهي: من ڪان سكوته له ذهباً ڪان كلامه لغيره مُذهباً. "جڏهن خاموش هوندا آهن، تڏهن سندن خاموشي سون هوندي آهي، ۽ جڏهن ڳالهائيندا آهن تڏهن سندن ڪلام سون ٺاهڻ جو اڪسير جهڙو نسخو هوندو آهي." سالڪ کي گهرجي، ته جڏهن هو پانهپ (عبديت) جي مقام تي هجي، ته خاموش رهي، ايتري قدر جو سندس ڳالهائڻ واري طاقت ربُوبيت جو اقرار ڪري ڳالهائڻ لڳي، ۽ سندس ڳالهائڻ مريدن کي قابو ڪري ڇڏي.

ڪلام جا آداب اهي آهن، ته سالڪ الله جي حڪم ڪان سواءِ نه ڳالهائي ۽ ان جي حڪم ڪان سواءِ زبان سان ڪجهه به نه ڪڍي.

خاموشي جا آداب اهي آهن، ته اختيار ڪرڻ وارو جاهل نه هجي. ڪيس جهالت تي اطمينان نه اچي، ۽ غفلت ۾ گرفتار نه هجي.

مريد کي گهرجي، ته رهبرن جي ڪلام ۾ دخل اندازي نه ڪري، ان ۾ تصوف نه ڪري، اجائي ڪوڙو گفتگو نه ڪري. جنهن زبان سان شهادت جو ڪلمو پڙهيو اٿس، ۽ توحيد جو اقرار ڪيو اٿس، ان کي ڪوڙ ۽ گلا ۾ استعمال نه ڪري. مسلمانن جي دل نه ڏکائي. درويش کي سندن نالو وٺي سڏ نه ڪري. جيستائين هن ڪان ڪجهه پڇيو نه وڃي تيستائين زبان نه کولي. درويش لاءِ خاموشيءَ جو هيءُ شرط به آهي، ته ڪوڙ (باطل) تي چپ نه رهي. ڳالهائڻ جو شرط اهو آهي، ته سچ ڪان سواءِ ڪوبه لفظ زبان مان نه ڪڍي. هن ڳالهه جا ڪيترائي پاسا آهن ۽ بيشمار لطيفا بيان ڪري ٿا سگهجن، مگر اهو ڪافي ٿو سمجهان، جيئن ڪتاب ڊگهو ٿي نه وڃي. الله بهتر ٿو ڄاڻي.



# باب اَٺاويھون

## سوال ڪرڻ نہ ڪرڻ جا آداب

الله تعاليٰ فرمايو آهي: لَا يَسْئَلُونَ النَّاسَ اِلْحَافاً "اهي ماڻهن جي پنيان پئي سوال نہ ڪندا آهن." جڏهن ڪو سوال ڪندو آهي، تہ رَد نہ ڪندا آهن. الله تعاليٰ پنهنجي پيغمبر کي چيو آهي: وَ اَمَّا السَّائِلَ فَلَا تَنْهَرْ. "سوال ڪرڻ واري کي ڇڙٻ نہ ڏي". هڪ جماعت جو خيال آهي، تہ الله تعاليٰ کان سواءِ ڪنهن کان بہ سوال ڪرڻ نہ گهرجي، ۽ ان کان سواءِ ڪنهن کي گُهرجون پوريون ڪندڙ بہ سمجهڻ نہ گهرجي. سوال ڪرڻ ڇڻ، تہ الله تعاليٰ کان منهن موڙڻ آهي، ۽ ٿي سگهي ٿو، تہ مُنهن موڙيندڙ کي ائين ئي ڇڏيو وڃي. چون ٿا، تہ هڪ دنيادار ماڻهو حضرت رابعہ عدويہ کي چيو: "اي رابعہ! ڪا ضرورت هجئي، تہ مان پوري ڪريان." رابعہ جواب ڏنو: "مون کي پنهنجي رب کان بہ دنيا گهرڻ ۾ شرم ٿو اچي، پوءِ پنهنجي هم جنس کان ڪهڙي طرح دنيوي شيءِ گهرنديس؟".

ٻڌو ويو آهي، تہ هڪ دفعي ابو مسلم هڪ الله واري بزرگ کي چوريءَ جي غلط الزام تي جيل ۾ وجهي ڇڏيو. ان رات هن حضور ﷺ جن کي خواب ۾ ڏٺو: فرمايائون: اي ابومسلم! مان خدا جي حڪم سان آيو آهيان. مون کي الله تعاليٰ فرمايو آهي، تہ تو سندس هڪ دوست کي بيڏوهہ جيل ۾ وڌو آهي. هن وقت ئي وڃي کيس آزاد ڪر. ابومسلم هڪدم اٿيو، مٿي ۽ پيرين اگهاڙي جيل ۾ پهتو ۽ دروازو کولي درويش کي آزاد ڪيائين، معافي ورتائين ۽ چيائين: "ڪا ضرورت هجئي تہ حڪم ڪريو." درويش چيو: "منهنجو مالڪ اهڙو آهي، جيڪو اڌ رات جو ابومسلم کي بستري مان اُٿاري، مون کي مصيبت مان ڇڏائڻ لاءِ موڪلي ٿو سگهي، تہ پوءِ مان ڪنهن ٻئي جي آڏو هٿ ڇو ڊگهو ڪريان." ابومسلم روئڻ لڳو ۽ درويش هليو ويو.

هڪ ٻي جماعت سمجهي ٿي، تہ درويش کي سوال ڪرڻ جائز آهي، ڇو تہ الله تعاليٰ اهو چيو آهي تہ مون رڳو سوال ئي نہ ڪيو، پر اهو چيو آهي، تہ ڪنهن جي پنيان پئي سوال نہ ڪريو، ۽ اجائي ضد نہ ڪريو. پيغمبر ﷺ جن خود اصحابن جي ضرورت پوري ڪرڻ لاءِ همٿ وارن کي همٿايو آهي ۽ اسان لاءِ ارشاد فرمايو آهي: اطلبوا الحوائج عند حسان الوجوه. "پنهنجي گهرج پوري ڪرڻ لاءِ سٺن چهرن وارن ماڻهن کان گهرندا ڪريو."

ڪجهہ بين مشائخن سوال ڪرڻ کي ٽن صورتن ۾ جائز ڪيو آهي: هڪ دل جي فراغت لاءِ، انهن جي قول موجب ٻن مانين جي ايتري حيثيت ناهي جو ڏهاڙي انهن جو انتظار ڪيو وڃي ۽ پريشانيءَ (اضطراري جي حالت) ۾ اسان لاءِ الله جي درگاهہ مان ڪي بي گهرج ئي نہ هجي، ڇو تہ ڪاڏو ۽ ان جو انتظار پنهنجو پاڻ هڪ وڏو ڪم ٿيندو. حضرت بايزيدؒ وٽ حضرت شقيقؒ جو هڪ مريد زيارت لاءِ آيو. هن حضرت شقيقؒ جو حال پڇيو. مريد ٻڌايو، تہ هو ماڻهن کان منهن موڙي توڪل تي ويٺو آهي. حضرت بايزيدؒ چيو: "واپس وڃين، تہ کيس چئجانءِ: "الله تعاليٰ کي ٻن مانين لاءِ آزمائڻ ڇڏي ڏئي، بک لڳڻ جي حالت ۾ پنهنجي هم جنسن کان بہ مانيون گُهري وٺي. پنهنجي توڪل جو طريقو ڇڏي ڏئي، جيئن سندس بدبختي جي ڪري سندس شهر ۽ ملڪ غرق ٿي نہ وڃي."

سوال جي ٻي جائز صورت هي آهي، تہ نفس جي رياضت لاءِ ڪجي، جيئن سوال ڪرڻ جي ذلت سهي، ان جي تڪليف گوارا ڪجي. ٻين جي نظر ۾ پنهنجي قدر ۽ قيمت جو اندازو لڳائجي ۽ تڪبر کان محفوظ رهجي. حضرت جنيدؒ حضرت شبليؒ کي چيو هو: "اي ابابڪر! تنهنجي مٿي ۾ غرور آهي جو تون خليفي ۽ سامري جي امير جي دربانن جي سردار جو پٽ آهين. توکي تيستائين ڪابہ شيءِ حاصل نہ ٿيندي، جيستائين بازار ۾ نہ گهمندين، ۽ ڪنهن کي سوال نہ ڪندين. ائين ڪرڻ سان توکي پنهنجي قدر ۽ قيمت جو احساس ٿيندو. حضرت شبليؒ سندس حڪم جي تعميل ڪئي. خيرات وٺڻ جي معاملي ۾ بہ ڪنجوسائي وڌندي رهي، ۽ ٽيهن سالن ۾ نوبت اتي پهتي، جو سڄي بازار گهمندو رهيو، مگر کيس ڪنهن

ڪجهه بہ نہ ڏنو. واپس اچي حضرت جنيدؒ کي حال ٻڌايائين. هن فرمايو: "هاڻي توکي پنهنجو قدر ۽ ملهه معلوم ٿي ويو. ماڻهو توکي ڪجهه نٿا سمجهن. پنهنجي دل کي انهن کان هٽائي ڇڏ ۽ ڪنهن بہ صورت ۾ سندن صحبت اختيار نہ ڪر. اهو سڀڪجهه نفس جي رياضت لاءِ هو، روزگار حاصل ڪرڻ لاءِ نہ هو."

حضرت ذوالنون مصريؒ جو چوڻ آهي: "منهنجو هڪ دوست هو، جنهن سان وڏو هم خيال هئس. قضا سان هو مري ويو، ۽ الله تعاليٰ کيس آخرت جي نعمتن سان نوازيو. مون کيس خواب ۾ ڏٺو ۽ پڇيو تہ مٿس ڪيئن گذري؟ هن چيو تہ منهنجي پروردگار مون کي بخشي ڇڏيو. مون پڇيو تہ ڪهڙي صِلي ۾" چيائين: "الله تعاليٰ فرمايو، تہ مون لاءِ ڪمينن ۽ بخيل ماڻهن هٿان وڏيون تڪليفون سَٺيون. انهن وٽ سوال ڪيئي ۽ صبر ڪيئي. ان ڳالهہ جي ڪري توکي بخشي ڇڏيم."

جائز سوال جي ٽئين صورت هي آهي، تہ سوال الله تعاليٰ جي عزت ۽ وڏائي لاءِ ڪيو وڃي. دنيا جي هر شيءِ جو حقيقي مالڪ اهو آهي، ۽ ماڻهو فقط وڪيل ۽ چوڪيدار آهن. ماڻهو پنهنجي نصيب جي شيءِ الله تعاليٰ جي وڪيل کان گهرندا آهن، سوال ماڻهن کي ڪندا آهن، ۽ نظر الله تعاليٰ ڏانهن هوندي اٿن. بانهو جڏهن پاڻ کي اهڙو ٻڌائيندو آهي، تڏهن الله جي حرمت ۾ جو ڪجهه وڪيل کان گهرندو آهي، اهو طاعت ۾ الله تعاليٰ کي تمام ويجهڙو هوندو آهي. اهڙي وڪيل جي وسيلي سوال الله تعاليٰ جي حضور ۾ اقبال جو نشان آهي، غائب هجڻ يا مُنهن مَوڙڻ جو ناهي.

چون ٿا، تہ حضرت يحييٰ بن معاذؒ کي هڪ ڌيءِ هئي. هڪ ڏينهن هن پنهنجي ماءُ کان ڪا شيءِ گهري. ماڻس چيو تہ هوءِ خدا کان گهري. ڌيڻس چيو: "مون کي شرم ٿو اچي، تہ جو پنهنجي ذاتي ضرورت جي شيءِ خدا کان گهران. جو تون ڏيندينءَ، اهو بہ تہ خدا جو آهي."

سوال جا آداب هي آهن: جيڪڏهن سوال پورو نہ ٿئي، تہ درويش وڌيڪ خوش ٿئي، ماڻهن تي نظر نہ هجي. بازاري ماڻهن کان سواءِ نہ ڪري. پنهنجي ضرورت فقط ان ماڻهو کي ٻڌائي، جنهن جي حلال جي ڪمائي جو يقين هجي. سوال صرف ضرورت جيترو هجي. سينگار ۽ اجائي مال گڏ ڪرڻ جو سوال نہ هجي. وقتي ضرورت لاءِ هجي. سڀاڻي ضرورت آڏو نہ رکي، جيئن دائمي تباهي ۾ گرفتار نہ ٿئي. الله تعاليٰ کي پنهنجي پِنَ جو وسيلو نہ بڻائي، پنهنجي پاڪبازي جي نمائش نہ ڪري، جيئن ماڻهو سندس پارسائي جو ٻڌي وڌيڪ نہ ڏين. مون هڪ وڏي مرتبي واري صوفي کي ڏٺو، هڪ ٻڪ ۾ پاهہ ٽيل هو. جهنگ مان نڪري، رستي جي تڪليف سهندو، ڪوفي جي بازار ۾ آيو. هٿ تي هڪ جهرڪي ويهاري ڇڏي هئائين ۽ ڏاڍيان ڇٽي رهيو هو: "ڪير آهي جيڪو مون کي هن جهرڪي لاءِ ڏئي؟" ماڻهن پڇيس: "تون ائين ڇو ٿو ڪرين؟" هن چيو: نيڪ آهي، مان اهو نٿو چوان، تہ ڪجهه خدا لاءِ ڏيو. دنيوي شيءِ لاءِ فقط هڪ حقير شيءِ جي سفارش آڻڻ گهرجي.

هن باري ۾ ڪجهه لکي ٿو سگهجي مگر مون ديگهہ جي خوف کان ڪجهہ ضروري ڳالهيون بيان ڪيون آهن. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

# باب اٽٽيهون

## پرٽجڻ ۽ چڙي هجڻ جا آداب

الله تعاليٰ فرمايو آهي:هُنَ لباس لَكُمر وَ أنتُمر لِبَاس لَهُنَ. "اهي (عورتون) اوهان جو لباس آهن ۽ اوهان انهن جولباس آهيو." پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهيٰ: تَنَا كِحُوا تَكثَرُوا فَاني اُبَاهي بِكُمر الأمَمر يَومَ القِيَامَـةِ وَلَـو بِالَـقَـةِ. "نكاح كريو ۽ گهڻا ٿيو. مون کي توهان جي گهڻائي تي قيامت جي ڏينهن، سيني اُمتن تي فخر هوندو، پوءِ کٿي ڪريل ٻار ڇو نہ هجن". ٻئي هنڌ فرمايو اٿن: ان اعظم النساء برکة اقلهن مونة و احسنهن و جوها و ارخصهن مهوراً. "وڏي ۾ وڏي عظمت واري ۽ برڪت ڀري اها عورت آهي جيڪا ڪفايت ڪندڙ، سهڻي ۽ گهٽ حق مهر واري آهي. "صحيح حديثن مان ثابت آهي، تہ سيني مردن ۽ عورتن لاءِ نڪاح جائز (مباح) ڪيو ويو آهي. جيڪو ماڻهو حرام کان بچي نہ سگهي، ان لاءِ تہ فرض آهي. جيڪو ٻارن ٻچن جا حق ادا ڪري سگهي، تنهن لاءِ سنت آهي. طريقت وارن مان هڪ جماعت جو خيال آهي، تہ شهوت دور ڪرڻ لاءِ بہ نڪاح لازمي شيءِ آهي. ٻي جماعت جو چوڻ آهي، تہ نڪاح نسل قائم رکڻ لاءِ ضروري آهي، جيئن اولاد ٿئي. جيڪڏهن اولاد پيءُ جي جيئري مري ويندو، تہ شفاعت ڪندو ۽ جيڪڏهن پيءُ مري ويندو تہ اولاد ان لاءِ دعائون گهرندو.

روايتن ۾ آهي، تہ حضرت عمر رضہ بن خطاب پيغمبر ﷺ جن جي نياڻيءَ کي حضرت ام ڪلثوم رضہ جي ٻانهن لاءِ سندس پيءُ حضرت علي ڪرم الله وجه کي عرض ڪيو. حضرت علي ڪرم الله وجه فرمايو، تہ نياڻي ننڍڙي آهي، ۽ اوهان ڪُراڙا ٿي چڪا آهيو. منهنجو ارادو آهي، تہ پنهنجي ڀائٽي عبدالله بن جعفر رضہ سان پرڻايان. حضرت عمر رضہ پيغام موڪليو تہ وڏي عمر جون عورتون ڪافي آهن، مگر ام ڪلثوم رضہ لاءِ درخواست جو مقصد نفس جو اطمينان ناهي، پر نسل جي بقا آهي، ڇو تہ مون پيغمبر ﷺ جن کان ٻڌو آهي: ڪل نسب و حسب ينقطع بالموت الا حسبي ونسبي ويروي ڪل سبب و نسب الا سببي و نسبي. "سڀ حسب نسب موت سان ختم ٿي ويندا، مگر منهنجو حسب نسب قائم رهندو. هر سبب ۽ نسب ختم ٿي ويندو، مگر منهنجو سبب ۽ نسب ختم نہ ٿيندو." منهنجو سبب تہ آهي منهنجي ضرورت هي آهي، تہ منهنجو نسب بہ قائم رهي، ۽ ٻنهي طرفن کان حضور ﷺ جن جي فرمانبرداري ۾ قائم هجان. حضرت علي ڪرم الله وجه ام ڪلثوم رضہ کي حضرت عمر رضہ جي نڪاح ۾ ڏيئي ڇڏيو، ۽ حضرت زيد رضہ ان جي پيٽ مان پيدا ٿيو.

پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: تنکح النساء عليٰ اربعة علي المال و الحسب و الحسن والدين فعليکم بذات الدين فانه ما استفاد امرءُ بعد الاسلام خير امن زوجة مومنة موافقة ليسر بها اذا نظر اليها فوائد و زوائد. "چئن مقصدن حاصل ڪرڻ لاءِ عورت سان نڪاح ڪيو ويندو آهي. مال، حسب، حسن ۽ دين. نڪاح ديندار عورت سان ڪريو، ڇو تہ اسلام کان پوءِ مومن لاءِ فرمانبردار مومن عورت غنيمت آهي، جنهن کي ڏسڻ سان خوشي حاصل ٿيندي آهي." ايماندار ماڻهو اهڙي عورت سان صحبت ڪرڻ ۾ قوت، ثابت قدمي ۽ پاڪبازي حاصل ڪندو آهي، ۽ ڪيس دنيا ۾ محبت (اُنسيت) نصيب ٿيندي آهي. خرابيون سڀ ڇڙي هجڻ ۾ آهن، ۽ نيڪيون صحبت ۾ آهن. حضور ﷺ جن فرمايو آهي: الشيطان مع الواحد. "شيطان اڪيليٰ ماڻهوءَ سان هوندو آهي." اها حقيقت آهي، تہ جڏهن مرد يا عورت اڪيلا هوندا آهن، تہ شيطان صحبتي ٿيندو آهي. هو نفس جي شهوت کي اُڀاريندو آهي. دين جي حُرمت ۽ حرام کان بچڻ لاءِ زال مڙس جي صحبت کان وڌيڪ ڪابہ شيءِ ناهي. شرط اهو آهي، تہ ٻنهي ۾ محبت موافقت هجي. هر خيال نہ هجڻ واري عورت سان صحبت ڪرڻ کان وڌيڪ تڪليف يا عذاب ٻيو ڪونهي. درويش کي گهرجي، تہ اڳ ۾ چڱي طرح سوچي، ۽ نڪاح ڪرڻ يا ڇڙي هجڻ جي چڱائي ۽ بُرائي تي ڌيان ڏئي، تہ جيئن اهڙو ڪم ڪري، جنهن جو پورو تدارڪ ڪري سگهي.

ڇڙي رهڻ ۾ ٻہ خرابيون آهن: هڪڙي سنت جي ترڪ ڪرڻ ۽ ٻي نفساني خواهشن جي گهڻائي (طغيان) ۽ حرام ۾

ڦاسي وجڻ جو امڪان. اهڙيءَ طرح نڪاح ڪرڻ ۾ ٻه ٻه خرابيون آهن: هڪڙي، دل جو الله کان سواءِ ٻين ۾ مشغول رهڻ ۽ ٻي، نفساني لذت جي گهٽتائي. اهو مسئلو اڪيلائپ ۽ صحبت سان واسطو رکندڙ آهي. صحبت ڏانهن لاڙو رکندڙ درويش لاءِ نڪاح ضروري آهي ۽ اڪيلائي پسند ڪندڙ لاءِ ڇڙو رهڻ چڱو آهي. پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي سيروا فقد سبق المفردون. "ڇڙي رهڻ وارا اڳرا ٿي ويا آهن. حضرت حسن رضہ بصري فرمايو آهي: نجا المخفون و هلك المثقلون. "ٿوري بار وارا ڇوٽڪارو حاصل ڪري ويا ۽ گهڻي بار وارا هلاڪ ٿي ويا." حضرت ابراهيم خواص رح فرمايو: مان ڳوٺ ۾ ڪنهن بزرگ جي زيارت لاءِ ويس. گهر ۾ داخل ٿي ڏٺم. ته سچو گهر الله جي ولي جي عبادتگاهه وانگر پاڪ آيو. ٻه محراب هئا. هڪڙي ۾ اهو بزرگ ويٺو هو. ۽ ٻئي ۾ هڪ پاڪباز ڪراڙي عورت هئي. گهڻي عبادت جي ڪري ٻيئي ڪمزور هئا. منهنجي اچڻ تي ٻنهي خوشي جو اظهار ڪيو. مان اُتي ٽي ڏينهن رهيس. واپس موٽڻ جو ارادو ڪيم. ته بزرگ کان پڇيم، ته ساڻس انهي عورت جو ڪهڙو رشتو هو؟ چيائين. ته هوءَ رشتي ۾ سندس چاچي جي ڌيءَ هئي ۽ پرڻيل هئي. مون چيو. ته ٽي ڏينهن اُتي رهندي ڇاتم ته ٻيئي پاڻ ۾ ڌاريا آهيو. هن چيو. ته پنجهٺ سالن کان ائين رهندا آهيون. پڇا ڪيم. ته: "ڇو؟" چيائين. ته هو ننڍپڻ کان وٺي هڪٻئي سان پيار ڪندڙ هئا ۽ هن (عورت) جي پيءُ سندس ٻانهن پرڻي ۾ ڏيڻ کان انڪار ڪيو هو. ڇو ته ڪيس سندن محبت جو راز معلوم ٿي ويو هو. ڪيتري وقت تائين جدائي جو درد سَٺو. "آخر سندس پيءُ مري ويو. ۽ منهنجي پيءُ سندس شادي مون سان ڪرائي". اسان پهرين رات ملياسون. ته هن چيو: " الله تعالىٰ اسان تي وڏي نعمت عطا ڪئي آهي. اسان کي ملائي سمورا غم دور ڪري ڇڏيا آهن." مون چيو: "بيشڪ". هن وري چيو: "اڄ رات جو اسان کي نفساني خواهش کي پامال ڪرڻ گهرجي ۽ الله جي مهرباني جو شڪرانو ادا ڪرڻ لاءِ عبادت ڪرڻ گهرجي." مون چيو: "بهتر آهي". ٻي رات به ائين ٿيو. ٽئين رات مون چيو: "ٻه راتيون تنهنجي چوڻ تي شڪرانو ادا ڪيو آهي. اڄ رات منهنجو چوڻ ڪرڻ گهرجي. اهڙيءَ طرح پنجهٺ سال گذري ويا آهن. اسان هڪ ٻئي کي هٿ نه لاتو آهي ۽ سڄي عمر شڪراني ۾ گذاري رهيا آهيون."

جيڪڏهن ڪو درويش نڪاح ڪري ۽ ڪنهن عورت سان صحبت ڪرڻ چاهي، ته هن کي گهرجي، ته ان پرده نشين عورت جي کاڌ خوراڪ جو بندوبست ڪري ۽ حلال جي مال ان جو حق مهر ادا ڪري، ۽ نفساني لذتن ۾ غرق نه رهي، همبستريءَ کان اڳ پنهنجا ورد وظيفا پورا ڪري. لوڀ لالچ کي ختم ڪري ۽ خدا جي در تي هي مناجات ڪري: "اي منهنجا موليٰ! تو نسل جي بقا لاءِ پيار جو جذبو پيدا ڪيو آهي. تنهنجي رضا موجب مان هن صحبت کي قبول ٿو ڪريان. پروردگار هن ۾ مون کي ٻه شيون عطا ڪر: هڪ هيءَ ته مان حرام جي ڪم کان محفوظ رهان. ۽ ٻي هيءَ ته مون کي اهڙو پٽ ڏي، جيڪو تنهنجو ولي ٿئي. مگر (ڪا ڳالهه به) منهنجي دل کي توکان پري ڪري، ڪنهن ٻي شيءِ ۾ مشغول نه رکي."

حضرت سهل بن عبدالله تستريءَ جو پٽ ننڍپڻ ۾ جڏهن پنهنجي ماءُ کان کائڻ لاءِ ڪجهه گهرندو هو، ته هوءَ فرمائيندي هيس: "پنهنجي خدا کان گُهر." ڇوڪرو محراب ۾ وڃي سجدو ڪندو هو. ۽ ايتري ۾ ماڻس سندس آڏو اچي ڪاڏو رکي ويندي هئي. ڇوڪري کي اهو پتو نه پوندو هو. ته اهو ڪاڏو ماڻس رکيو هو. اهڙي طرح کيس الله تعاليٰ کان گهرڻ جي عادت پئجي وئي. هڪ ڏينهن هو مدرسي کان آيو. ته ماڻس گهر ۾ نه هئي. هن پنهنجي ضرورت لاءِ سجدو ڪيو. الله تعاليٰ سندس ضرورت پوري ڪئي. ماڻس کي جڏهن اها خبر پئي، تڏهن حيران ٿي وئي ۽ پڇيائين. ته اهو ڪاڏو ڪٿان آيو؟ ڇوڪري جواب ڏنو: "جتان ڏهاڙي ايندو آهي." اهڙيءَ طرح جڏهن حضرت زڪريا عليه السلام حضرت مريم عليها السلام وٽ ايندو هو، ته گرميءَ جي ڏينهن ۾ سرديءَ جو ۽ سردي جي ڏينهن ۾ گرميءَ جو ميوو ان وٽ موجود ڏسندو هو. ته عجب کائي پڇندو هو ته: "اهو ميوو ڪٿان آيو؟" هوءَ فرمائيندي هئي: "الله تعاليٰ وٽان." اهو ضروري آهي. ته سنت جو پورو ڪرڻ، درويش کي دنيا جي حرام ۽ دل جي مشغولي ۾ غرق ڪري نه ڇڏي. درويش جي هلاڪت سندس دل جي خرابي هوندي آهي. دولتمند جو نقصان پورو ٿي ويندو آهي. مگر درويش جو نقصان ڪڏهن به پورو نه ٿيندو آهي. هن

زماني ۾ اها ڳالھ محال آهي، تہ ڪنھن ماڻھوءَ کي اھڙي زال ملي، جيڪا ضرورت کان وڌيڪ خرچائو ۽ محال شين جي گھرجائو نہ ھجي. اھوئي سبب آهي، جو ھڪ جماعت ڇڙي رھڻ ۽ بار کان ھلڪي ٿيڻ کي بھتر سمجھندي آهي، ۽ ھن حديث کي آڏو رکندي آهي. حضور ﷺ جن فرمايو آهي: خير الناس في آخر الزمان خفيف الحاذ قيل يا رسول الله ما خفيف الحاذ قال الذي لا اھل لہ ولا ولد لہ."آخري زماني ۾ اھو ماڻھو فائدي ۾ رھندو جيڪو گھٽ اولاد وارو ھوندو. اصحابن پڇيو تہ "ان مان ڪھڙي مراد آهي؟" فرمايائون: "جنھن ماڻھوءَ کي اھل وعيال نہ ھوندو." اھو بہ فرمايائون: سيروا سبق المفردون. "اھل ۽ عيال نہ رکندڙ ماڻھو اوھان کان اڳي نڪري ويا."

طريقت وارن جو ان ڳالھ تي اتفاق آهي، تہ الله جي سالڪن ۾ چڱا ۽ اڪيلا ماڻھو سڀ کان ڀلا آھن، بشرطيڪ سندن دلين ۾ خرابي نہ ھجي ۽ ھو گناھن ۽ نفساني خواھشن حاصل ڪرڻ کان منھن موڙين. عام ماڻھو نفساني خواھشن حاصل ڪرڻ لاءِ ھن حديث جو سھارو وٺندا آھن: حُبب الي من دنياکم ثلث طيب، والنساءُ وجعلت قرة عيني في الصلواة. اوھان جي دنيا ۾ مون کي ٽي شيون محبوب آھن: خوشبوءِ، عورت ۽ اک جو سرور نماز." عورت کي حضور ﷺ جن محبوب سڏيو آهي، تنھنڪري نڪاح ڪرڻ سنو آهي. پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: لي حرفتان الفقر والجھاد. "منھنجا بہ ڪم آھن: ھڪڙو فقر ۽ ٻيو جھاد" انھن کان دور ڇو ٿا رھو؟ جيڪڏھن عورت محبوب ھئي، تہ اھي ڪم بہ محبوب ھئا. فقط پنھنجي لاڙي کي پيغمبر ﷺ جن جو محبوب سڏڻ غلط آهي. ڪو ماڻھو پنجاھ سالن تائين حرص ۽ ھَوس ۾ مبتلا رھي ۽ چوي، تہ ھو سنت جي پيروي ڪري رھيو آهي، تہ اھو سخت غلطيءَ ۾ آهي. پھريون فتنو، جيڪو ڌرتيءَ تي ظاھر ٿيو، اھو عورت جي ڪري عمل ۾ آيو ھو. يعني ھابيل ۽ قابيل جو فتنو. اھڙيءَ طرح جڏھن الله تعاليٰ کي منظور ٿيو، تہ ٻن فرشتن کي عذاب ۾ وجھي، تڏھن ان جو سبب بہ عورت ھئي. پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: "ماترڪت بعدي فتنتہ اضر عليٰ الرجال من النساءُ. "مون پنھنجي پٺيان مردن لاءِ عورت کان وڌيڪ ڪوبہ وڏو فتنو نہ ڇڏيو آهي." جنھن فتني جو ظاھر اھو آهي، ان جي حقيقت ڇا ھوندي؟

مان يارھن سالن تائين ھن فتني کان محفوظ رھيس. مگر آخرڪار قضا جي ڪري ھن فتني جو شڪار ٿيس. منھنجي دل اڻ ڏٺي ھڪ پري جھڙيءَ عورت جي حسن تي مست ٿي وئي، ۽ پورو سال انھيءَ آفت ۾ مبتلا رھيس. ممڪن ھو، تہ منھنجو دين برباد ٿي وڃي. مگر الله تعاليٰ جي فضل ۽ ڪرم جي ڪمال مون کي ھلاڪت کان بچائڻ جو بندوبست ڪيو، ۽ پنھنجي رحمت سان ڇوٽڪارو عطا ڪيو. الله تعاليٰ جي انھي عظيم نعمت جو شڪر آهي.

طريقت جو بنياد ڇڙي ھجڻ تي آهي. نڪاح کان پوءِ حالت بدلجي ويندي آهي. نفساني شھوتن جي باھہ اھڙي ناھي جو ڪوشش سان وسائي سگھجي. ڇو تہ پاڻ کان پيدا ٿيل مصيبت جو علاج ماڻھو پاڻ ئي ڪري سگھندو آهي. ٻئي ڪنھن جي وس جي ڳالھ نہ ھوندي آهي. ياد رکو، تہ نفساني خواھش ٻن نمونن سان پري ٿي سگھندي آهي: ھڪڙي انسان جي پنھنجي تڪليف ۽ ڪوشش جو وسيلو بڪ آهي. جو ڪجھ محنت ۽ مجاھدي کان ٻاھر آهي، اھو بيقرار رکڻ وارو خوف يا سچي محبت آهي. سچي محبت ھوريان ھوريان ھمٿ ۽ ارادي تي اثر ڪري، آخر دل جي تسڪين جو سبب بڻبي آهي. محبت ھوريان ھوريان سيني عضون تي پنھنجي حڪومت قائم ڪري ڇڏيندي آهي. اھا سيني حواسن کي ختم ڪري انسان کي متانھين مقام تي پھچائيندي آهي ۽ ڪيس سيني بيھوده ڳالھين کان پاڪ ڪري ڇڏيندي آهي.

ھڪ دفعي حضرت احمد حمادي سرخسي ماوراءالنھر ۾ رھيل ھو. ماڻھن ھن کان شادي ڪرڻ لاءِ پڇيو. چيائين: "نہ". وري پڇيائونس: "ڇو"؟ جواب ڏنائين: مان ڪڏھن پنھنجو پاڻ کان غائب رھندو آھيان، ۽ ڪڏھن حاضر. غائب ھجڻ واري حالت ۾ مون کي ٻنھي جھانن جي ڪابہ شيءِ ياد نہ رھندي آهي. حاضر ھجڻ واري حالت ۾ نفس کي اھڙي منزل تي رکندو آھيان جو جيڪڏھن فقط ھڪ ماني ملي وڃي، تہ ان کي ھزارن حورن جي برابر سمجھندو آھيان. دل کي مشغول رکڻ، ھڪ وڏي ڳالھ آهي، پوءِ اھا ڪھڙي بہ نموني سان حاصل ٿئي.

ھڪ ٻي جماعت جو خيال آهي، تہ نڪاح ۽ ڇڙي رھڻ ۾ اسان جو ڪو دخل ڪونھي. ڏسڻ گھرجي، تہ مقدر موجب

غيب جي پردي مان ڇا ظاهر ٿو ٿئي؟ جيڪڏهن مقدر ۾ ڇڙو رهڻ آهي تہ پوءِ پاڪ رهڻ جي ڪوشش ضروري آهي. جيڪڏهن مقدر ۾ پرڻجڻ آهي، تہ سنت جي پيروي لازمي آهي، ۽ پنهنجي دل کي غفلت کان ڪنهن بہ صورت ۾ بچائڻو آهي. جيڪڏهن مولئ جي مرضي شامل هوندي، تہ ڇڙي هجڻ جي حالت ۾ بہ ماڻهو حفاظت ۾ رهي سگهندو. مثلاً حضرت يوسف عليه السلام جيڪو زليخا جي برغلائڻ ۾ بہ بچي ويو. زليخا اڪيلائپ ۾ مليس، ۽ مراد حاصل ڪري ٿي سگهيو. مگر پاڻ کي ڪُڌي ڪم کان پري رکيائين، ۽ پنهنجي مراد کان بي مراد رهي نفساني خواهش کي قبضي ۾ رکيائين. هو پنهنجي عيبن تي نظر رکڻ ۾ مشغول رهيو. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن پرڻجڻ ۾ بہ الله جي رضا شامل آهي، تہ پرڻو حضرت ابراهيم عليه السلام جي پرڻي وانگر ٿيندو. ڪيس الله تعالىٰ تي پورو پورو پروسو هو. هن پنهنجي گهريلو زندگي کي پنهنجي اڪيلي مشغولي نہ بڻايو. جڏهن حضرت ساره جي دل ۾ ساڙ پيدا ٿيو، ۽ هن غيرت ظاهر ڪئي، تڏهن حضرت ابراهيم عليه السلام پاڻ حضرت هاجره کي وٺي ويو. ۽ مڪي جي غيرآباد واديءَ ۾ ڇڏي آيو. الله تعالىٰ پنهنجي مرضي موجب سندس پالنا ڪئي.

مطلب اهو نڪتو، تہ انسان جي هلاڪت نہ پرڻي ۾ آهي ۽ نہ وري ڇڙي رهڻ ۾ آهي. حقيقت ۾ هلاڪت پنهنجي اختيار تي هلڻ ۽ نفساني خواهشن جي پيروي ڪرڻ ۾ آهي. عيالدار لاءِ لازم آهي، تہ هو روزاني پنهنجا ورد وظيفا قضا نہ ڪري، پنهنجا احوال نہ وڃائي ۽ وقت برباد نہ ڪري ڪيس گهرجي تہ گهر وارن سان مهرباني سان پيش اچي، پاڪ ڪمائي سان روزي حاصل ڪري، پنهنجي ضرورتن جي پوري ڪرڻ لاءِ ظالم حاڪمن جو چمچو نہ بڻجي، جيئن ڪيس اولاد بہ اهڙو پيدا نہ ٿئي.

چون ٿا، تہ هڪ ڏينهن حضرت احمد بن حرب نيشاپوري جي خدمت ۾ ڪجهہ رئيس ۽ سردار آيا هئا. هو سيني جي وچ ۾ ويٺو هو. ايتري ۾ سندس پٽ شراب ۾ مست ٿيو، جهوٽا کائيندو، بيپرواهيءَ سان اُتان لنگهي ويو. سيني ماڻهن کي ڏک ٿيو. حضرت احمد پڇيو: "اوهان ماڻهن ۾ پريشاني ڇو آئي آهي."سيني جواب ڏنو، تہ ڪين انهيءَ ڇوڪري جي حالت تي ڏک ٿيو، جنهن پنهنجي پيءُ جو خيال بہ نہ ڪيو.حضرت احمد فرمايو: "هو معذور آهي. هڪ رات اسان جي گهر ۾ پاڙي وارن وٽان ڪاڌو آيو هو، جيڪو مون ۽ منهنجي زال ٻنهي کاڌو هو. ان رات انهيءَ ڇوڪري جو نطفو بڻيو هو. اسان زال مڙس ننڊ جي غلبي هيٺ آيل هئاسون، ايتريقدر جو اسان جا سمورا ورد ۽ وظيفا قضا ٿي ويا هئا. صبح ٿيڻ تي اسان انهيءَ ڪاڌي جي باري ۾ پڇا ڳاڇا ڪئي، پاڙي واري ٻڌايو، تہ اهو ڪاڌو هڪ شادي مان آيو هو. اسان وڌيڪ پڇا ڪئي، تہ پتو پيو تہ اهو ڪاڌو بادشاهہ جي گهران آيل هو.

ڇڙي هجڻ جي آداب ۾ اهو شامل آهي، تہ هن جي نظر خراب (ناشائستہ) شين تي پوڻ نہ گهرجي، نہ ٻڌڻ جهڙيون ڳالهيون، نہ ٻڌجن. اهڙين ڳالهين تي بہ سوچ ويچار نہ ڪجي، جيڪي سوچڻ جهڙيون نہ هجن. نفساني خواهشن جي باهہ کي بک سان وسائڻ گهرجي، دل کي دنيا جي دلچسپين کان بچائڻ گهرجي. پنهنجي نفساني خواهشن کي علم ۽ الهام نہ سڏجي ۽ شيطاني اٽڪلباز جي تاويل نہ ڪجي. اهوئي طريقت ۾ مقبول ٿيڻ جو رستو آهي.

اهي صحبت ۽ معاملي جا آداب آهن، جيڪي مختصر طور تي بيان ڪيا ويا آهن. اهي واقعي ٿورا آهن. مگر ٿوري شيءِ گهڻائيءَ جي رستي جو دليل هوندي آهي. الله وڌيڪ ڄاڻندڙ آهي.

## (عشق جو ڪلڻ)

## صوفين جا اصطلاح

صوفي سڳورن جو ڪلام . سندن لفظن جون حدون ۽ حقيقتون ۽ معنائون.

الله تعالىٰ توکي نيڪي ڏئي. علم ۽ هنر وارن ۽ معاملي جي صاحبن وٽ پاڻ ۾ رمزن بيان ڪرڻ لاءِ اهڙا خاص لفظ ۽ اصطلاح هوندا آهن، جن جو مطلب انهن کان سواءِ ٻيو ڪو سمجهي نہ سگهندو آهي. اهي عبارتون ۽ اصطلاح ان لاءِ ٺاهيا

ويندا آهن. تہ ڳالھ چڱيءَ طرح سان سمجھائي سگھجي، ۽ مشڪل شيءِ مريد لاءِ سولي ۽ چٽي ٿي سگھي. ان کان سواءِ هڪ ٻيو مقصد بہ هوندو آهي، تہ راز جون ڳالهيون نااهل ماڻهن کان لڪائي سگھجن. ان لاءِ چٽا دليل موجود آهن. لغت وارن جا وري پنهنجا اصطلاح آهن. مثلاً فعل ماضي، فعل مستقبل، صحيح، معتل، اجوف، لفيف، ناقص وغيره. نحو وارن جا پنهنجا اصطلاح آهن، مثلاً رفع، نصب، جر، ضم، ڪسره، جزم، منصرف، غير منصرف وغيره. عروض وارن جا پنهنجا اصطلاح آهن مثلاً بحر، دائرو، سبب، وتد، فاصلو وغيره. حسان وارن جا پنهنجا ناهيل اصطلاح آهن، مثلاً فرد، زوج، ضرب، تقسيم، ڪعب، جزء، اضافت، تضعيف، تنصيف، جمع، تفريق وغيره. فقه وارن جا بہ پنهنجا اصطلاح آهن، مثلاً علت، معلول، قياس، اجتهاد، دفع، الزام وغيره. حديث وارن جا بہ پنهنجا ناهيل اصطلاح آهن، مثلاً مسند، مرسل، احاد، متواتر، جرح، تعديل وغيره. ڪلام (فلسفي) وارن جا بہ پنهنجا اصطلاح آهن، عرض، جوهر، ڪُل، جُز، جسم، حدوث، تحير، توالي وغيره. اهڙيءَ طرح صوفين سڳورن بہ مطلب بيان ڪرڻ يا راز لڪائڻ لاءِ ڪجھ لفظ مقرر ڪري ڇڏيا آهن. اهو ان لاءِ، تہ جنهن کي چاهن، انهن کي پنهنجو مطلب سمجھائين، ۽ جنهن لاءِ چاهن، انهن کان ڳالھ ڇپائي ڇڏين. مان اهڙن لفظن (اصطلاحن) مان ڪن جي پوري سمجھاڻي ڏيندس، ۽ انهن جو فرق ٻڌائيندس. جيئن توکي ۽ ڪتاب پڙهندڙن کي فائدو پهچي ۽ مون کي ثواب (نيڪ دعا) حاصل ٿئي.

## (حال، وقت ۽ انهن جو فرق)

"وقت" هڪ مشهور اصطلاح آهي ۽ هن متعلق وڏن مشائخن ڪجھ بيان ڪيو آهي. مان ڊيگھہ ڪرڻ نٿو چاهيان. هتي وقت ۽ حال جي فقط ڪيفيت ٻڌائيندس، ۽ ٻنهي جو فرق ظاهر ڪندس.

صوفين سڳورن وٽ، وقت هڪ اهڙي حالت جو نالو آهي، جنهن ۾ درويش، ماضي ۽ مستقبل کان بي نياز ٿي ويندو آهي. سندس دل تي الله جو فيض نازل ٿيندو آهي. ۽ سندس باطن اهڙيءَ طرح بيخوديءَ ۾ اچي ويندو آهي، جو مشاهدي ۾ نہ گذريل حالت جي ياد رهندي آهي ۽ نہ وري آئنده جو خيال رهندو آهي. پر هر ڪنهن سان اها حالت نہ رهندي آهي، ۽ اها خبر پوندي آهي تہ اسان جي گذريل تقدير ڇا هئي يا پڇاڙي ۾ ڇا ٿيندو؟ ليڪن اهڙن ماڻهن تي اهڙي ڪيفيت ضرور طاري ٿيندي آهي، جيڪي چوندا آهن تہ "اسان جو علم ماضي ۽ مستقبل کي قبضي ۾ آڻي نٿو سگھي. اسان لاءِ اهو وقت خوب آهي. جيڪڏهن اسان ماضي ۾ مشغول رهنداسون، يا مستقبل جي فڪر ۾ رهنداسون. تہ اسان جي ۽ وقت يعني الله جي مشاهدي جي وچ ۾ پردو اچي ويندو، ۽ اهو پردو پريشانيءَ جو سبب بڻجي ويندو." مطلب تہ جيڪا شيءِ وس کان باهر هجي، ان جي باري ۾ سوچڻ بيڪار آهي.

حضرت ابوسعيد خرازؒ فرمايو آهي: "پنهنجي پياري وقت کي پياري ۾ پياري شين کان سواءِ ڪنهن بہ شيءِ ۾ نہ وڃايو. پياري ۾ پياريون شيون فقط ماضي ۽ مستقبل جي وچ واري عرصي ۾ ظاهر ٿينديون آهن. حضور ﷺ جن فرمايو آهي: لي مع الله وقت لا يسعني فيه ملك مقرب ولا نبي مرسل. "مون تي پنهنجي الله سان اهڙو وقت بہ ايندو آهي، جنهن ۾ ڪنهن ويجهڙي فرشتي يا نبي مرسل جي گنجائش بہ نہ هوندي آهي." يعني هزارين حالتون منهنجي دل کان پري هونديون آهن. ۽ منهنجي نظر ۾ ڪنهن جي بہ ڪا حيثيت نہ هوندي آهي. اهوئي سبب هو جو معراج واري رات زمينن ۽ آسمانن جو دلچسپيون سندن آڏو آنديون ويون، مگر ڪنهن ڏانهن بہ ڌيان نہ ڏنائون. الله تعاليٰ فرمايو: ما زاغ البصر و ما طَغيٰ. "نہ نظر ڦري ۽ نہ حد کان ٻاهر نڪتي." حضور ﷺ جن پيارا (عزيز) هئا ۽ پياري شيءِ کان سواءِ ڪنهن ۾ بہ مشغوليت نہ هوندي آهي.

موحد (توحيد ۾ عقيدو رکندڙ) لاءِ بہ وقت هوندا آهن: هڪڙو گم ٿيڻ جو ۽ ٻيو حاصل ڪرڻ جو. هڪڙو وصال (ميلاپ) جو ۽ ٻيو وڇوڙي جو. ٻنهي حالتن ۾ سندس وقت غلبي هيٺ هوندو آهي. وصال ۾ سندس خدا سان وصل هوندو آهي ۽ وڇوڙو بہ خدا سان ئي هوندو آهي. ٻانهي جو اختيار ۽ سندس محنت ٻنهي وقتن تي قائم نہ رهندا آهن. جنهن سان ٻنهي جي صفت ڪري سگھجي. ٻانهي جو اختيار سندس حالتن کان جدا ڪيو ويندو آهي، تنهنڪري هو جو ڪجھ ڪندو

آهي، اهو وقت جي اثر هيٺ هوندو آهي.

حضرت جنيدؒ فرمايو آهي: "مون هڪ درويش کي بيابان ۾ جي وڻ هيٺ سخت محنت ۽ مجاهدي جي حالت ۾ ڏٺو." پڇيومانس: "اتي ڇو ويٺو آهين؟ ايتري قدر سختي ۽ مصيبت ڇو ٿو سهين؟" جواب ڏنائين: مون کي "وقت" حاصل ٿيو هو، جيڪو هن جاءِ تي برباد ٿي ويو آهي. مان ان غم ۾ هتي ويٺو آهيان. مون پڇيو: "ڪيتري وقت کان اتي ويٺو آهين؟" چيائين: "ٻارهن سالن کان." پوءِ مون کي دعا گهرڻ لاءِ عرض ڪيائين. تہ شايد ڪيس وڃايل وقت وري ملي وڃي. حضرت جنيدؒ چيو، تہ هن حج کان فارغ ٿي ان لاءِ دعا گهري، جيڪا قبول ٿي، ۽ سندس مراد پوري ٿي وئي، واپس موٽڻ تي ڏٺائين، تہ اهو درويش ساڳئي جاءِ تي، ۽ ساڳي حالت ۾ ويٺو هو. پڇيائينس: "توکي تنهنجو وقت ملي ويو. هاڻي ڇو ويٺو آهين؟" چيائين: "اهو منهنجي وحشت جو مقام هو. منهنجي دولت گم ٿي هئي، اتي ئي واپس ملي آهي. هاڻي اهو منهنجي محبت جو مقام آهي، ان کي ڇڏڻ نيڪ نٿو سمجهان. تون بلاشڪ هتان مزي سان هليو وڃ. مان پنهنجي مٽي هتي جي مٽيءَ سان ملائيندس، جيئن حشر واري ڏينهن تي ان جاءِ تان اُٿان. جتي منهنجي محبت جي دولت آهي ۽ جيڪا منهنجي راحت جو مقام آهي." شعر

فكل امريءِ يولي الجميل مجب

وكل مكان أنبتُ العز طيب

"جو بہ سهڻو تحفو محبوب وٽان ايندو آهي، اهو پيارو ٿيندو آهي. جنهن جاءِ تي عزت ملندي آهي، اُها پاڪ هوندي آهي."

جا شيءِ انساني اختيار کان ٻاهر هوندي ۽ جنهن کي محنت ۽ مشقت سان حاصل ڪري نہ سگهبو، ۽ جيڪا بازار ۾ وڪامي نہ سگهندي، پوءِ توڙي ڪٿي ان جي بدلي ۾ پياري جان بہ پيش ڪئي وڃي، ان جي حاصل ڪرڻ يا پري ڪرڻ ۾ انسان کي ڪو دخل ڪونهي. بيئي ڳالهيون هڪ جهڙيون آهن. هن ڳالهہ جي تحقيق ۾ انساني اختيار بلڪل ختم هوندو آهي. مشائخن جو چوڻ آهي: الوقت سيف قاطع. "وقت ڪاٽڻ واري تلوار آهي." تلوار جي صفت ڪاٽڻ آهي، تنهنڪري وقت جي صفت بہ ڪاٽڻ آهي. وقت: ماضي ۽ مستقبل جي پاڙ وڍيندو آهي. گذريل ڪالهہ ۽ اچڻ واري سڀاڻي کي ختم ڪري ڇڏيندو آهي. تلوار جو وجود خطرناڪ هوندو آهي. هوءَ يا بادشاهہ بڻائي ڇڏيندي آهي، يا هلاڪ ڪري ڇڏيندي آهي. جيڪڏهن ڪو هزار سال سندس خدمت ڪري ۽ پنهنجي ڪنڌ تي رکي گهمندو رهي، تڏهن بہ هوءَ وڍڻ وقت پنهنجي مالڪ يا غير جي گردن وڍڻ ۾ ڪا تميز نہ ڪندي آهي. هن جي صفت قهر آهي. ڪنهن جي بہ قبضي ۾ رهي. سندس صفت ختم نہ ٿيندي آهي.

حال، هڪ واردات آهي، جيڪو وقت تي نازل ٿي، ڪيس اهڙيءَ طرح سينگاريندو آهي، جهڙيءَ طرح روح جسم کي سينگاريندو آهي. وقت حال جو محتاج هوندو آهي، ڇو تہ سندس "صفا" ۽ قيام جو مدار حال تي رهندو آهي، جڏهن وقت جو صاحب حال جو صاحب بڻبو آهي، تڏهن هو تبديلي يا قيرڦار کان آزاد ٿيندو آهي ۽ ثابت قدم رهندو آهي. حال کان سواءِ وقت جو زوال ممڪن ناهي. حال جي اچڻ سان سموريون ڪيفيتون وقت بڻجي وينديون آهن. جنهن تي زوال نہ ايندو آهي. فيض جو اچڻ وڃڻ فقط شڪل ۾ ظاهر ٿيڻ جي ڳالهہ هوندو آهي. حال کان اڳ ۾وقت جي صاحب تي وقتي طور تي حال نازل ٿيندو آهي، ۽ ان تي غفلت طاري ٿيندي آهي. ڪيس حال حاصل ٿيندو آهي، تہ مٿس وقت جو غلبو ٿيندو آهي، ڇو تہ وقت جي صاحب تي غفلت غلبو ڪندي آهي، ۽ حال جي صاحب تي غلبو حاصل ڪري نہ سگهندي آهي. مشائخن جو قول آهي: الحال سكون اللسان في فنون البيان. "هنرن جي بيان ڪرڻ ۾ زبان جو خاموش رهڻ حال آهي." حال واري ڪيفيت سندس عمل مان ظاهر ٿيندي آهي. هڪ پيغمبر جو قول آهي: السئوال عن الحال محال. "حال متعلق سوال ٿي نہ سگهندو آهي. ڇو تہ قال جي فنا جو نالو حال آهي.

اُستاد ابوعلي دقاقؒ جو قول آهي: "جيڪڏهن دنيا ۽ آخرت ۾ خوشي ۽ هلاڪت آهي. تہ اها انهيءَ وقت جو نصيب

آهي، جنهن ۾ "تون" آهين. اهو حال ناهي. حال الله تعاليٰ جي طرف کان ٻانهي تي عنايت نازل ٿيڻ جو نالو آهي، جنهن جي اچڻ سان هر شيءِ فنا ٿي ويندي آهي. حضرت يعقوب عليه السلام وقت جو صاحب هو. هڪڙي وقت تي جدائيءَ جي حالت ۾ سندس اکين جي نظر هلي وئي، تہ ٻئي وقت تي وصال جي حالت ۾ سندس نظر واپس اچي وئي. هڪڙي وقت تي روئڻ سبب وار جهڙو سنهو ٿي ويو. ۽ ٻئي وقت تي تازو توانو ٿي ويو. ڪڏهن خوف جي حالت ۾ ۽ ڪڏهن خوشيءَ جي عالم ۾ رهيو. حضرت ابراهيم عليه السلام حال جو صاحب هو. هن نہ وڇوڙي ۾ ورلاپ ڪيا ۽ نہ وصال ۾خوشي ظاهر ڪئي. سج، چنڊ ۽ تارا سندس حال جي مدد ڪندا رهيا. ۽ پاڻ هر شيءِ جي ڏسڻ کان آزاد رهيو. ڪيس شيءِ نظر آئي، ان ۾ الله تعاليٰ جو جلوو ڏٺائين. ۽ فرمايائين: لا اُحِبُ ال اٰفِلِينَ. "مان ڇپي ويندڙ (فاني) شين سان محبت نہ رکندو آهيان." وقت جي صاحب لاءِ دنيا ڪڏهن ۾ دوزخ ٻڻجي ويندي آهي، ڇو تہ هو الله جي مشاهدي کان محروم ٿي ويندو آهي ۽ محبوب جي حجاب کان سندس دل وحشت ۾ گرفتار ٿي ويندي آهي. ڪڏهن وري هو مشاهدي جي دولت حاصل ڪري بهشت وانگر باغ باغ ٿي ويندو آهي. ان جي ابتڙ حال جي صاحب لاءِ حجاب ۽ مشاهدي جون حالتون هڪ جهڙيون هونديون آهن، ڇو تہ هو هميشه مشاهدي جي مقام تي هوندو آهي. مطلب تہ حال "مراد" جي صفت آهي ۽ وقت "مريد" جو درجو آهي. ڪر وقت جي راحت ۾ هوندو آهي، تہ ڪو حال جي خوشيءَ ۾ خدا سان هوندو آهي. ٻنهي منزلن جي وچ ۾ اهو فرق آهي. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

## (مقام، تمڪين ۽ سندن فرق)

مقام مان مراد طالب ڪي پنهنجي مطلوب جي حق ڪي سخت ڪوشش ۽ سچي نيت سان ادا ڪرڻو آهي.هر هڪ مريد لاءِ هڪ مقام هوندو آهي، جيڪو منڍ ۾ طلب جو سبب هوندو آهي. هوندڻ تہ الله جو طالب هر مقام تان فائدو حاصل ڪندو آهي، ۽ هر مقام تان گذرندو آهي، مگر سندس قيام هڪ مقام تي ٿيندو آهي، ڇو تہ مقام ۽ ارادت جو واسطو جبلت ۽ فطري ترڪيب سان آهي. اهو واسطو فعل ۽ عمل سان ناهي. الله تعاليٰ فرمايو آهي: وَ مَـا مِـنا الا لَـهُ مَقَـامٌ مَعلومٌ. "سيني لاءِ هڪ مقرر مقام هوندو آهي." حضرت آدم عليه السلام لاءِ توجهہ جو مقام هو. حضرت نوح عليه السلام لاءِ زهد جو. حضرت ابراهيم عليه السلام لاءِ تسليم جو. حضرت موسيٰ عليه السلام لاءِ الله ڏانهن ڌيان ڏيڻ (انابت) جو. حضرت دائود عليه السلام لاءِ غم جو. حضرت عيسيٰ عليه السلام لاءِ اميدن جو. حضرت يحيٰي عليه السلام لاءِ خوف جو ۽ اسان جي پيغمبر ﷺ جن لاءِ ذڪر جو مقام هو. هوندڻ تہ هر هڪ طالب هر جڳهہ تان فائدو حاصل ڪندو آهي، پر آخرڪار هو پنهنجي اصليت ڏانهن ڌيان ڏيندو آهي. حارثہ مڪتب جي عقيدي موجب، مقامن جي باري ۾ ڪجهہ بيان ڪري چڪو آهيان. حال ۽ مقام جو فرق بہ ظاهر ڪري چڪو آهيان. مگر هتي بہ ڪجهہ بيان ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان. الله تعاليٰ جي رستي جا ٽي پاسا آهن: مقام، حال ۽ تمڪين. الله تعاليٰ پيغمبرن کي موڪليو، تہ حق جو رستو وجي ڏيکارين ۽ مقامن کي ظاهر ڪن. هڪ لک چوويهہ هزار نبي آيا ۽ هر هڪ پنهنجي مقام سان آيو. پيغمبر ﷺ جن جي اچڻ سان هر مقام کي "حال" نصيب ٿيو. ۽ اهڙي جڳهہ ملي، جيڪا انسان جي محنت ۽ ڪوشش جي دائري کان ٻاهر هئي. ايتريقدر جو دين تڪميل تي پهچي ويو. ۽ الله جي نعمتن جي حد ٿي وئي. ۽ الله تعاليٰ فرمايو: اليوم اڪملت لڪم دينڪم و اتممت عليڪم نعمتي و رضيت لڪم الاسلام ديناً. "اڄوڪي ڏينهن تي توهان لاءِ دين کي ڪامل ڪيو ويو. توهان تي مون پنهنجي نعمت پوري ڪري ڇڏي. ۽ توهان لاءِ اسلام جي دين کي پسند ڪيم." وري حال جي صاحبن (اهل تمڪين) جي حالت ظاهر ٿي. جيڪڏهن سيني جو احوال بيان ڪريان تہ سيني مقامن جي شرح ڪريان تہ پنهنجي مقصد کان پري هٽي ويندس.

تحقيق وارن وٽ تمڪين مان مراد پنهنجي مقام ۽ درجي جي انتها تي پهچڻ آهي. اهوئي سبب آهي جو مقام وارا پنهنجا مقام بدلائيندا رهندا آهن. مگر تمڪين جي درجي کان نڪرڻ محال هوندو آهي. مقام سيڪڙاٽن ۽ تمڪين ڪمال تي پهتلن جو درجو هوندو آهي. منڍ ۾ پچاڙيءَ جي طرف وڃي سگهندا آهن. مگر پڇاڙي (انتها) کان اڳتي ڪوبہ گذر نہ

ٿيندو آهي. مقام حق جي سلوڪ جون منزلون آهن. ۽ تمڪين حق جي درگاهه جو مقام آهي. الله جا دوست الله جي راهه ۾ پاڻ کان پري ۽ منزل کان بيگانا رهندا آهن. انهن جو باطن الله جي ذات ۾ مشغول هوندو آهي. الله جي مشغوليءَ ۾ سببن ۽ علتن جي موجودگي مصيبت ۽ پريشاني جو سامان هوندي آهي.

جاهليت واري دور ۾ شاعر پنهنجي ممدوحن جي مدح معاملي سان ڪندا هئا ۽ ڪجهه ڏينهن تائين پنهنجا شعر ٻڌائيندا هئا. پنهنجي ممدوح وٽ پهچڻ وقت پنهنجي تلوار ڪڍي گهوڙي جا پير وڍي ڇڏيندا هئا ۽ تلوار به ڀڃي ڇڏيندا هئا. ان مان سندن مطلب اهو هوندو هو، ته گهوڙي جي ضرورت فقط بارگاهه تائين پهچڻ لاءِ هئي ۽ تلوار وري ان لاءِ هئي ته بارگاهه پهچڻ ۾ رنڊڪ وجهندڙ حاسد کي ماري رستو صاف ڪيو وڃي. بارگاهه تائين پهچڻ کان پوءِ تلوار جي ڪا ضرورت نه رهي، جو ته اتان موٽڻ جو خيال ئي ڪونه رهندو. تورن ڏينهن گذرڻ کان پوءِ شاعر پنهنجا شعر پيش ڪندو هو.

اهڙيءَ طرح حضرت موسىٰ عليه السلام کي به اهڙو ئي حڪم ٿيو. منزلون ڪاٽي، مقامن پوري ڪرڻ کان پوءِ جڏهن تمڪين جي جاءِ (حال) تي پهتو، ته سندس تبديلي (تغير) جا سمورا سبب ختم ٿي ويا، تڏهن الله تعالىٰ فرمايو: فَاخْلَعْ نَعْلَيْكَ وَ اَلْقِ عَصَاكَ. "پنهنجي جتي لاهيو ۽ لٺ اڇلي ڇڏيو،" جو ته اهي شيون مسافري جي سببن مان هيون. وصل جي بارگاهه ۾ مسافري جي سامان واري مصيبت جي جڳهه نه هوندي آهي. محبت جو منڍ الله جي طلب ۽ پڇاڙي (انتها) الله سان قرار وٺڻ آهي. پاڻي جيستائين درياءَ ۾ هوندو آهي، ته ان ۾ وهڪرو به هوندو آهي. سمنڊ ۾ پوڻ کان پوءِ قرار ۾ ايندو آهي، ۽ سندس سواد (ذائقو) بدلجي ويندو آهي. سمنڊ ڏانهن پاڻيءَ جي ضرورت وارو نه ايندو آهي. ان ڏانهن فقط جواهرن جا طالب ايندا آهن. اهي جان جي بازي لڳائيندا آهن. هو سِرَ ڏڙ جي پرواهه نه ڪري ٽٻيون هڻي يا ته جواهر هٿ ڪندا آهن، يا وري پنهنجو سِرُ وڃائيندا آهن.

هڪ مرشد (شيخ) جو چوڻ آهي: التمكين رفع التلوين. "تمڪين تبديلي ختم ٿيڻ جو نالو آهي." لفظ تلوين به صوفين سڀني جو هڪ اصطلاح آهي، جيئن حال، مقام ۽ اصطلاح آهن. معنىٰ ۾ ٻئي ويجهڙا آهن. تلوين جو مطلب "تبديل ٿيڻ" آهي، يعني هڪڙي حال مان ٻئي حال ۾ وڃڻ. تمڪين جي صاحب يا متمڪن مان مراد اهو سالڪ آهي، جيڪو ڪڏهن به پريشان نه ٿئي ۽ پنهنجي سموري سامان سان الله جي درگاهه ۾ رسائي حاصل ڪري وڃي. غير جي گمان کان پاڪ هجي، ڪوبه معاملو سندن ظاهر کي بدلائي نه سگهي، ۽ ڪوبه حال سندس باطن تي اثر وجهي نه سگهي. حضرت موسىٰ عليه السلام اڃا تلوين جي مقام تي هو. الله جي جمال جي هڪ جهلڪ سان بيهوش ٿي ويو، جيئن الله تعالىٰ فرمايو آهي: وَخَرَّ مُوسىٰ صَعِقاً. "(حضرت)موسىٰ غش کائي ڪِري پيو." حضور ﷺ جن تمڪين جي مقام تي هئا. مڪي شريف مان عين جلون جي وچ ۾ قاب قوسين (ٻن ڪمانن جي وِٿي) تائين هليا ويا، مگر سندن طبعيت ڪوبه لوڏو نه کاڌو ۽ منجهن ڪابه تبديلي نه آئي. اهو اعلىٰ مقام هو. تمڪين جون به صورتون آهن. هڪڙي اها جنهن جو واسطو الله جي مشاهدي سان هجي، ۽ ٻي اها جو تمڪين جي نسبت پاڻ سان هجي. پاڻ سان نسبت واري جون صفتون باقي رهنديون آهن، ۽ الله جي مشاهدي جي نسبت واري جون صفتون فنا ٿي وينديون آهن. صفتن جي فنا هجڻ وارو (فاني الصفت)، محو، صحو، محق، فنا، بقا، وجود ۽ عدم کان ٻاهر هوندو آهي، جو ته انهن صفتن لاءِ موصوف جي ضرورت هوندي آهي. جڏهن موصوف الله جي مشاهدي ۾ غرق هوندو آهي، تڏهن سندس هر صفت ختم ٿي ويندي آهي.

هن موضوع لاءِ ٻيو به گهڻو ڪجهه آهي، مگر مان ايترو ڪافي ٿو سمجهان. توفيق الله تعالىٰ جي طرف کان هوندي آهي.

## (محاضره ۽ مڪاشفه)

سهڻين نشانين (لطيف آيات) جي لحاظ کان محاضرو دل جي حضور حاصل ٿيڻ کي چوندا آهن ۽ مڪاشفو باطن جي حيرت (تحير) جو نالو آهي، جيڪو حقيقت جي جلوي کي ڏسي ظاهر ٿيندو آهي. محاضري جو واسطو آيتن (نشانين) جي ڏسڻ سان آهي، ۽ مڪاشفي جو تعلق شاهدن جي ڏسڻ سان آهي. محاضري جي نشاني، آيتن جي اَڏو دائمي فڪر آهي

۽ مڪاشفي جي نشاني. الله تعاليٰ جي بيحد وڏائي جي آڏو دائمي حيرت آهي. الله جي ڪمن ۾ فڪر مند ٿي رهڻ ۽ الله جي جلال ۾ حيرت ۾ رهڻ، ٻنهي ۾ فرق آهي. فڪر ڪندڙ دوستيءَ جي مقام (محل) تي هوندو آهي، ۽ حيرت ۾ رهندڙ محبت جي مقام تي هوندو آهي. حضرت ابراهيم عليه السلام آسمانن جي ملڪوتي نظام ڪي ڏٺو، ۽ غور ڪيو تہ سندس دل ڪي حضور حاصل ٿيو. هو الله جا ڪم ڏسي فاعل (الله تعاليٰ) جو طالب ٿيو. سندس قلب جي حضور ڪم ڪي ٿي ڪم ڪندڙ جو دليل بڻايو. هن معرفت جي ڪمال واري حالت ۾ چيو: اني وَجَهتُ وَ جهِيَ لِلـذي فـطـرَ السمٰـوات وَ الاَرضَ حَنـيفاً. "مون پنهنجو منهن زمينن ۽ آسمانن جي پيدا ڪندڙ ڏانهن ڪري ڇڏيو آهي."

جڏهن الله تعاليٰ پنهنجي حبيب ﷺ جن کي ملڪوت جي سير لاءِ گهرايو، تہ پاڻ الله تعاليٰ کان سواءِ ڪنهن ڏانهن بہ ڏيان نہ ڏنائون. هنن ملڪوت ڏانهن وجهڻ تي بہ نظر ڪانہ ڪئي، نہ وري ڪنهن بہ مخلوق کي نظر ۾ رکيو، ۽ نہ پنهنجو پاڻ ڏانهن ڏٺو. ان جي نتيجي ۾ متن الله جي ذات جي حقيقت ظاهر ٿي پئي. انهيءَ ڪشف (راز ظاهر ٿيڻ) جي حالت ۾ سندن شوق ۽ محبت وڌيڪ ٿيا. ديدار جي طلب ٿي ۽ ديدار نہ ٿيو. ويجهڙائي چاهيائون، مگر اها بہ ممڪن نہ ٿي سگهي. وصل جو ارادو ڪيائون، مگر هو بہ ممڪن نہ هو. جيتري قدر سندن دل تي دوست جي پاڪيزگي پنهنجا نقش ڄمائيندي وئي، اوتري قدر ويجهڙائي ۽ ديدار جو شوق وڌندو ويو. پاڻ اهڙن مقام تي هئا، جتان اڳتي وڌڻ يا پنتي هٽڻ جي جاءِ ڪانہ هئي. سخت حيران ٿيا. تہ دوستيءَ واري جاءِ تي حيران ٿيڻ ڪفر وانگر هوندو آهي. محبت واري جاءِ تي وصل شرڪ هوندو آهي ۽ اتي حيرانيءَ جو سوال ئي پيدا نہ ٿيندو آهي. قلب ۾ حيراني تڏهن ايندي آهي، جڏهن منجهس هستي هوندي آهي. اهو شرڪ آهي. محبت ۾ حيراني ڪيفيت ۾ هوندي آهي، جيڪا توحيد آهي. تنهنڪري حضرت شبليؒ فرمائيندو هو: يا دليل المتحيرين زدني تحيرا. "اي حيرت وارن جا رهبر! منهنجي حيرت وڌاءِ." مشاهدي ۾ حيرت جو وڌيڪ هجڻ درجن جي واڌاري جو سبب هوندو آهي.

اها ڳالهہ مشهور آهي، تہ هڪ ڀيري حضرت ابوسعيد خرازؒ، حضرت ابراهيم سعد علويؒ سان گڏ، درياءَ جي ڪناري تي هڪ الله جي دوست کي ڏٺو. هن کان پڇيائون: "الله جي راهہ ڪهڙي آهي؟" جواب ڏنائين تہ: "بہ رستا آهن: هڪڙو خاص ماڻهن جو رستو ۽ هڪڙو عام ماڻهن جو." ٻيهر پڇيائونس تہ: "پنهنجي ڳالهہ کولي سمجهائي." هن چيو: "عام رستو اهو آهي، جنهن تي اوهان هلي رهيا آهيو. اهو رستو ڪجهہ سببن جي ڪري اختيار ڪيو ويندو آهي، ۽ ڪجهہ سبب اهڙا بہ هوندا آهن، جيڪي رد ڪرڻا پوندا آهن. خاص ماڻهو اهي آهن، جيڪي سببن جي سبب ڏانهن ڏسندا آهن، ۽ سببن ڏانهن نہ نهاريندا آهن." هن حڪايت جي سمجهاڻي (شرح) متي بيان ٿي چڪي آهي، ۽ منهنجو مقصد بہ ان کان وڌيڪ ڪونهي. توفيق الله تعاليٰ جي طرف کان آهي.

## (قبض ۽ بسط)

قبض ۽ بسط بہ حالتون آهن، جيڪي انساني اختيار کان ٻاهر آهن. اهي نہ ڪوشش سان حاصل ٿي سگهنديون آهن ۽ نہ وري تڪلف سان دور ٿي سگهنديون آهن. الله تعاليٰ فرمايو آهي: و الله يَقبِضُ و يَبسُطُ. "قبض ۽ بسط الله تعاليٰ جي قبضي ۾ آهن." قبض مان مراد حجاب جي حالت ۾ دل جي بندش آهي ۽ بسط جو مطلب ڪشف جي حالت ۾ دل جو کُلڻ آهي. ٻيئي شيون انساني ڪوشش کان سواءِ الله جي طرفان هونديون آهن. عارفن لاءِ قبض جو مقام اهڙو آهي، جهڙو مريدن لاءِ خوف جو. عارفن لاءِ بسط اهڙو آهي جهڙي مريدن لاءِ اميد. صوفين جي هڪ جماعت جو عقيدو اهو ئي آهي. هڪ ٻي جماعت جي خيال موجب قبض جو مقام بسط کان مٿانهون آهي. ان جا بہ سبب آهن: هڪڙو اهو، تہ الله جي ڪلام ۾ قبض جو ذڪر بسط جي ذڪر کان اڳ ۾ آهي، ٻيو اهو تہ قبض ۾ ڳاراڻو ۽ قهر هوندو آهي. ان جي پرورش سندس لطف کان بهتر هوندي آهي. ڇو تہ هو هڪ تمام وڏو پردو آهي. هڪ ٻي جماعت جي خيال موجب بسط جو درجو قبض کان مٿانهون آهي، ڇو تہ الله تعاليٰ جي ڪتاب ۾قبض جو ذڪر کي اڳ ۾ آڻڻ بسط جي فضيلت جي اڳ ۾ آڻڻ جي نشاني آهي. عربن جي عادت مطابق جنهن شيءِ کي اڳ ۾ آندو ويندو آهي. اها فضيلت ۾ آخري هوندي آهي. الله تعاليٰ فرمايو

آهي: فمنهم ظَالِمٌ لِنَفسه و منهم مُقتَصِدٌ سابق بالخيرات بِاذنِ الله "ماڻهن مان ڪي اهڙا آهن. جي پاڻ تي ظلم ڪندا آهن. ڪي وچٿرا هلندا آهن. ۽ ڪي وري الله تعاليٰ جي حڪم موجب نيڪي جي ڪمن ۾ هڪ ٻئي کان اڳتي وڌڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. الله تعاليٰ اهو بہ فرمايو آهي: ان الله يُحِبُ التوابين وَ يُحِبُ المتطهرين. "الله تعاليٰ توبهہ ڪرڻ وارن ۽ پاڪ رهڻ وارن کي دوست رکندو آهي." هيءُ بہ الله تعاليٰ فرمايو آهي: يَا مَريَمُ اقنُتِي لِرَبِّكَ وَاسجُدِي وَ اركَعِي مَعَ الرَّاكِعِينَ. "اي مريم عہ! پنهنجي رب جي فرمانبرداري (اطاعت) ڪر. سجدو ڏي. ۽ رڪوع ڪرڻ وارن سان رڪوع ڪر." اها بہ حقيقت آهي تہ بسط ۾ فرحت هوندي آهي، ۽ قبض ۾ هلاڪت. عارفن لاءِ معرفت حاصل ڪرڻ کان سواءِ فرحت ڪا بہ شيءِ ناهي، ۽ محبوب کان دور رهڻ کان سواءِ ٻي ڪابہ هلاڪت ڪانهي. جدائي جي منزل کان ميلاپ جو مقام مٿانهون ۽ اعليٰ درجي وارو هوندو آهي.

منهنجو مرشد سائين فرمائيندو هو، تہ قبض ۽ بسط بہ حقيقتون آهن. جيڪي الله تعاليٰ جي طرفان دل تي وارد ٿينديون آهن. جڏهن ڪا حقيقت وارد ٿيندي آهي، تڏهن باطن کي ان مان خوشي حاصل ٿيندي آهي، ۽ نفس قهر هيٺ ايندو آهي. يا وري باطن قهر هيٺ ٿيندو آهي ۽ نفس خوشي حاصل ڪندو آهي. هڪ ماڻهو لاءِ سندس باطن جو بندش هيٺ اچڻ (قبض ۾ اچڻ) سندس نفس جي خوشي جو سبب ٿيندو آهي. ٻئي ماڻهو لاءِ باطن جو کُلڻ، نفس جي بندش هيٺ اچڻ جو ذريعو بڻبو آهي. جيڪو هن کان وڌيڪ چوندو، اهو پنهنجو وقت وڃائيندو. حضرت بايزيد فرمايو آهي: قبض القلوب في بسط النفوس و بسط القلوب في قبض النفوس. "دل جي بندش (قبض) نفس جي ڪشادگي (بسط) ڪندي آهي، ۽ دل جي ڪشادگي، نفس جي بندش جو سبب هوندي آهي." قبض ۾ آيل نفس خلل کانْ حفاظت ۾ هوندو آهي، ۽ ڪشادگي وارو باطن لغزش کان بچيل رهندو آهي. غيرت دوستي جو دستُور آهي ۽ غيرت جي بندش (قبض) حق جو نشان آهي. دوست پنهنجي دوست تي عتاب ڪندو رهندو آهي. "بسط" دوست جي عتاب جي نشاني آهي. مشهور آهي، تہ حضرت يحييٰ عليه السلام ڪڏهن بہ نہ کِلندو هو، ۽ حضرت عيسيٰ عليه السلام وري روئيندو نہ هو. حضرت يحييٰ عليه السلام قبض جي حالت ۾ هو، ۽ حضرت عيسيٰ عليه السلام بسط جي حالت ۾ هو. جڏهن پاڻ ۾ ملندا هئا، تڏهن حضرت يحييٰ عليه السلام فرمائيندو هو: "اي عيسيٰ! اوهان جدائيءَ جي خوف کان بي نياز آهيو؟" حضرت عيسيٰ عليه السلام فرمائيندو هو: "ڇا اوهان الله تعاليٰ جي رحمت کان نااُميد آهيو؟ خدا جي تقدير کي نہ توهان جو روئڻ مٽائي سگهندو ۽ نہ منهنجو کِلڻ. قضا کي واپس ڪري سگهندو. اَن ڪري: لاقبض ولا بسط ولا طمس ولا انس ولا محو ولا صحو ولا محق ولا عجز ولا جهد الا من الله. نہ بندش آهي، نہ ڪشادگي، نہ مٽجڻ آهي. نہ محبت نہ بيخودي آهي ۽ نہ هوشياري، نہ ميٽجي وڃڻ آهي، نہ عاجز ٿيڻ ۽ نہ وري ڪوشش ڪرڻ. اهي سڀ حالتون الله جي طرف کان آهن ۽ ان کانسواءِ ڪنهن جي طرف کان نہ آهن.

## (محبت ۽ خوف)

الله توکي نيڪي ڏئي. محبت ۽ خوف الله جي سالڪن جي احوال ۾ شامل آهن. جڏهن الله تعاليٰ پنهنجي ٻانهي جي دل تيل پنهنجي جلال جي روشني وجهندو آهي، تڏهن هو خوف جي مقام تي هوندو آهي. جڏهن پنهنجي جمال جو جلوو پسائيندو آهي، تڏهن محبت نصيب ٿيندي آهي. خوف وارا سندس جلال آڏو تڪليف ۾ هوندا آهن. محبت وارا حق جي جمال جي مشاهدي ۾ مسرور هوندا آهن. هڪڙي دل سندس جلال سان دوستي جي باهہ ۾ جلندي آهي، ۽ ٻي دل سندس جمال سان مشاهدي جي انوار ۾ روشن ٿيندي. ٻيئي برابر نہ ٿي سگهنديون آهن.

مشائخن جي هڪ جماعت جي خيال موجب خوف عارفن جو درجو آهي، ۽ محبت مريدن جي منزل آهي، ڇو تہ جيڪو الله جي بارگاهہ ۾ الله جي وصفن جي پاڪيزگيءَ سان برقرار هوندو آهي، ان تي وڌيڪ خوف طاري هوندو آهي. سندس طبيعت محبت کان پري رهندي آهي، ڇو تہ محبت هم جنس سان ٿيندي آهي. اهو محال آهي، تہ ٻانهو الله تعاليٰ جو هم جنس يا هم شڪل بڻجي سگهي. تنهنڪري اهو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي، ۽ اهو بہ ٿي نٿو سگهي تہ الله تعاليٰ جي مخلوق سان محبت ٿي سگهي. جيڪڏهن محبت ممڪن آهي، تہ فقط ان جي ذڪر سان ٿي سگهي ٿي، مگر الله جو ذڪر پنهنجو

پاڻ الله تعاليٰ کان ٻي شيءِ آهي، جو ته اها ٻانهي جي صفت آهي. محبت ۾ محبوب کانسواءِ ٻي ڪنهن به شيءِ ۾ اٽڪڻ سراسر غلط خيال، بي بنياد دعوا ۽ ڪوڙي غرور جو دليل آهي. خوف خدا جي عظمت جي مشاهدي سان طاري ٿيندو آهي. عظمت الله تعاليٰ جي صفت آهي. هڪڙي ٻانهي جو ڪم پنهنجي فعل سان هجي، ۽ ٻئي ٻانهي جو ڪم پنهنجا افعال فنا ڪري الله تعاليٰ جي بقا سان هجي، ته ٻنهي ۾ ڇنو فرق هوندو. حضرت شبلي رحه جي باري ۾ مشهور آهي ته هن چيو: "مان ڪافي وقت تائين انهيءَ خيال ۾ مبتلا هئس ته الله تعاليٰ جي محبت سان سرشار آهيان، ۽ مون کي الله تعاليٰ جي مشاهدي ۾ محبت جو درجو حاصل آهي. هاڻي پتو پيو اٿم ته هم جنس کانسواءِ ٻئي سان محبت ٿي نه سگهندي آهي.

هڪ جماعت جي خيال ۾ خوف (هيبت)، جدائي ۽ تڪليف سان واسطو رکندڙ آهي ۽ محبت وصل ۽ رحمت جو نتيجو هوندي آهي. تنهنڪري الله جي دوستن کي خوف کان محفوظ رهڻ گهرجي ۽ محبت کي قائم رکڻ گهرجي. محبت محبت کي چاهيندي آهي. ان لاءِ هم جنس هجڻ لازمي آهي.

منهنجو مرشد فرمائيندو هو: "مون کي ان ماڻهوءَ تي عجب لڳندو آهي، جيڪو چوندو آهي، ته الله تعاليٰ سان محبت ناممڪن آهي." الله تعاليٰ، ته پاڻ فرمائي ٿو: وَ اِذا سَالَکَ عِبَادي عَني فَاني قَريب- يا عِبَادي لاَخَوفُ عَلَيڪُمُ اليَومَ وَلاَ اَنتم تَحزَنُونَ. "جڏهن اوهان کان منهنجا ٻانها منهنجي باري ۾ سوال ڪن، (تڏهن کين ٻڌايو)، تحقيق مان انهن کي ويجهڙو آهيان. اي منهنجا ٻانهؤ! اڄ اوهان لاءِ ڪوبه خوف ۽ ڏک ڪونهي."

جڏهن ٻانهو الله تعاليٰ جو فضل ۽ ڪرم ڏسندو آهي، تڏهن سندس دوستي اختيار ڪندو آهي. دوستي مان محبت پيدا ٿيندي آهي، جو ته دوست جو خوف بيگاني هجڻ ۽ سندس محبت يگاني هجڻ جو نشان آهي. انساني فطرت اها آهي، ته هو پنهنجي نعمت عطا ڪندڙ سان محبت رکندو آهي. اسان تي الله تعاليٰ جا ڪيترائي انعام عطا ٿيل آهن ۽ اسان کي اُن جي اهڙي معرفت حاصل ٿيل آهي، جو خوف جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي.

منهنجو چوڻ آهي، ته اختلاف هجڻ جي باوجود ٻيئي جماعتون حق تي آهن، جو ته خوف جو غلبو، نفس جي لوڀ لالچ ۽ بشريت کي فنا ڪرڻ لاءِ هوندو آهي. محبت باطني طور تي طاري ٿيندي آهي ۽ الله جي معرفت عطا ڪندي آهي. الله تعاليٰ پنهنجي جلال جي تجلين سان پنهنجي دوستن جي نفس کي فنا ڪندو آهي ۽ پنهنجي جمال جي نور سان باطن کي بقا بخشيندو آهي. فنا وارا خوف کي اوليت ڏيندا آهن، ۽ بقا وارا محبت کي فضيلت ڏيندا آهن. هن کان اڳ ۾ فنا ۽ بقا واري بيان ۾ هن ڳالهه جي سمجهاڻي پيش ڪري چڪو آهيان.

## (قهر ۽ لطف)

قهر ۽ لطف به ٻه اصطلاح آهن، جن جي ذريعي صوفي سڳورا پنهنجي روزگار جي ڪيفيت سان بيان ڪندا آهن. "قهر" جو مطلب الله تعاليٰ جي رضا سان پنهنجي مرادن کي فنا ڪرڻ ۽ پنهنجي نفساني مقصدن کي، ڪنهن ذاتي مراد کانسواءِ روڪڻ آهي. "لطف" مان مراد، الله جي حڪم سان باطن جي بقا، مشاهدي جو دائمي هجڻ، ۽ حال جي استقامت آهي.

هڪ جماعت جو چوڻ آهي، ته الله تعاليٰ جي رضا سان مراد حاصل ڪرڻ ۾ بزرگي آهي. ٻي جماعت جو چوڻ آهي ته بزرگي اها آهي ته الله تعاليٰ انسان کي پنهنجي مراد کانسواءِ هر مراد کان نامراد ڪري ڇڏي ۽ ڪيس نامراديءَ جي غلبي هيٺ رکي. ايتري قدر جو هو اُج سبب درياءَ ڏانهن وڃي ته درياءَ سڪي وڃي.

مشهور آهي، ته بغداد ۾ ٻه درويش رهندا هئا. درويشيءَ ۾ ٻنهي جو درجو بلند هو. هڪڙو قهر وارن ۽ ٻيو لطف وارن ۾ شامل هو. ٻنهي ۾ اٽڪ-ٽ هئي، ۽ هڪ ٻئي جي ڪيفيت کي گهٽ سمجهندا هئا. هڪڙو چوندو هو ته خدا جو لطف سيني شين کان پلو آهي، جو ته سندس فرمان موجب: اَللهُ لَطِيفٌ بِعِبَادِه. "الله تعاليٰ پنهنجن ٻانهن تي لطف ڪندڙ آهي." ٻيو چوندو هو، ته "قهر" جو مقام مٿانهون آهي، جو ته اَللهُ تعاليٰ فرمايو آهي: وَهُوَ قَاهِرُ فوقَ عباده. هو پنهنجن ٻانهن تي قاهر (قدرت رکندڙ) آهي." انهيءَ مسئلي تي ڪافي وقت تائين ٻنهي ۾ بحث ٿيندو رهيو. آخرڪار "لطف" واري

صاحب مكي شريف ڏانهن وڃڻ جو ارادو ڪيو. مگر اوڏانهن پهچڻ کان اڳ ۾ هڪ جهنگ ۾ قيام ڪيائين ۽ مجاهدي ۾ مشغول ٿي ويو. ڪيترا سال گذري ويا ۽ ڪنهن کي به هن جي خبر نه پئي. هڪ دفعي ڪو ماڻهو مڪي کان بغداد اچي رهيو هو. رستي ۾ انهيءَ درويش سان ملاقات ٿي ويس. درويش چيس: "جيڪڏهن تنهنجو بغداد ڏانهن وڃڻ ٿئي، ته ڪرخ واري محلي ۾ منهنجي دوست سان ملي، ڪيس چئجان. ته جيڪڏهن ڪرخ جي محلي واريون دلچسپيون جهنگ ۾ ڏسڻ چاهين، ته مون ڏانهن هليو اچ. اهو ماڻهو بغداد پهتو، ۽ درويش جو نياپو پهچايائين. انهيءَ درويش چيو، ته تون جڏهن واپس وڃين، ته ڪيس منهنجي طرفان چئجان. ته اها ڪا فخر جهڙي ڳالهه ڪانهي، جو تولاءِ خوفناڪ جهنگ کي ڪرخ جي محلي وانگر بڻايو ويو آهي. ته تون درگاهه کان دور پيچي نه وڃين. فخر واري ڳالهه ته هيءَ آهي جو مون لاءِ ڪرخ جي محلي کي سندس خوبصورتين جي باوجود خوفناڪ جهنگ وانگر بڻايو ويو آهي. ته مان ان ۾ خوش رهان.

حضرت شبلي ؒ پنهنجي مناجات ۾ فرمايو: "يا الاهي! جيڪڏهن تون آسمان کي منهنجي ڳلي جو طوق ۽ زمين کي منهنجي پيرن جو زنجير بڻائي ڇڏين، ۽ سڄي دنيا منهنجي خون جي پياسي ٿي وڃي. تڏهن به توکان ڦري نه سگهندس."

منهنجي مرشد فرمايو: "هڪ سال صحرا ۾ ولين سڳورن جو ميڙ ٿيو. منهنجو مرشد حضرت حصري مون کي پاڻ سان وٺي ويو. مون ڏٺو، ته ڪجهه ماڻهو هوا جي تخت تي اُڏامندا اچي رهيا هئا. ڪن ماڻهن کي تختن تي آندو ٿي ويو. ڪجهه اُڏرندا ٿي آيا. حضرت حصري ڪيڏانهن به ڌيان نه ڏنو. مون هڪ جوان کي تباهه حالت ۾ ايندي ڏٺو. سندس جُتي ڇاتل، عصا (لٺ) ٽٽل ۽ پير بيڪار ٿيل هئا. سندس مٿو اگهاڙو ۽ بدن سڙيل هو. ڏاڍو ضعيف ۽ ڪمزور هو. هو سامهون آيو، ته حضرت حصري ٽپو ڏيئي هن کي مٿانهين جڳهه تي ويهاريو. مون کي ڏاڍو عجب لڳو. مجلس ختم ٿيڻ تي حضرت حصري کان ان متعلق پڇا ڪيم، فرمايائين، ته اهو ولين سڳورن ۾ اهڙو ولي آهي، جيڪو ولايت جو فرمانبردار ناهي، پر خود ولايت سندس فرمان هيٺ آهي.

مطلب، ته اسان جيڪا شيءِ پاڻ اختيار ڪندا آهيون، اها اسان لاءِ مصيبت هوندي آهي. مون کي فقط ان شيءِ جي آرزو آهي جنهن ۾ الله تعاليٰ مصيبت کان محفوظ رکي ۽ نفس جي برائي کان بچائي ۽ قهر ۾لطف جي تمنا نه هجي. جيڪڏهن لطف ۾ هجان ته قهر جو ارادو نه ٿئي، ڇو ته اسان کي سندس اختيار ۾ ڪو دخل ڪونهي.

## (نفي ۽ اثبات)

مشائخ سڳورا بشري صفتن کي مٽائڻ ۽ الله جي رضا ثابت ڪرڻ کي نفي ۽ اثبات جو نالو ڏيندا آهن. نفي مان مراد بشري صفتن جي نفي آهي ۽ اثبات مان مراد الله جي قوت جي ثابتي وٺندا آهن. محو جو مطلب "ڪُل" جو ميٽجڻ آهي ۽ "ڪُل" جي ميٽجڻ واسطو فقط صفتن سان ٿي سگهي ٿو. ۽ نه ذات سان. جيستائين "ڪُل" موجود هوندو آهي، تيستائين ذات برقرار رهندي آهي. تنهنڪري لازم آهي ته سٺين خصلتن جي اثبات سان خراب صفتن جي نفي ڪجي. يعني الله جي طلب ۾ الله جي اثبات سان. الله جي دوستي جي دعوا جي نفي ڪجي، ڇو ته دعوا نفساني غرور جو هڪ پاسو آهي. جڏهن صوفي پنهنجي عادت موجب بشري وصفن جي معاملي ۾ الله تعاليٰ جي غلبي هيٺ هوندا آهن، ڇوندا آهن. اها بشري صفتن جي نفي ۽ الله جي بقا جي اثبات آهي. هن کان اڳ ۾ فقر، صفوت، فنا ۽ بقا جي باب ۾ گهڻو ڪجهه چئي چڪو آهيان. مان ايترو ڪافي ٿو سمجهان.

صوفي سڳورا اهو به چوندا آهن، ته مراد الله تعاليٰ جي اختيار جو اثبات ۽ انساني اختيار جي نفي آهي. انهيءَ بنياد تي ڪنهن بزرگ چيو آهي: اختيار الح لعبده مع علمه خير من اختيار عبده لنفسه مع جهله بربه. "ٻانهي جي حق ۾ پنهنجي علم سان الله تعاليٰ جو اختيار، اُن اختيار کان بهتر آهي، جيڪو ٻانهي کي پنهنجي نفس جيَ حق ۾ الله جي رضا جي علم کانسواءِ هجي." محبت فقط محبوب جي اختيار جو اثبات ۽ محبت ڪرڻ واري جي اختيار جي نفي آهي. اها هڪ مڃيل حقيقت آهي.

حڪايتن ۾ آيو آهي، ته هڪڙو ماڻهو درياءَ ۾ ٻڏي رهيو هو. ڪنهن پڇيس ته: "ڇا تون بچڻ ٿو چاهين؟" جواب

ڏنائين تہ: "نہ". وري پڇيو ويس: "ٻڌڻ ٿو چاهين؟" جواب ڏنائين: ٻيهر پڇيو ويس: "عجيب ڳالهہ آهي. جو نہ ٻڇڻ ٿو چاهين، نہ ٻُڌڻ." هن جواب ڏنو: "مون کي هلاڪ ٿيڻ يا بچڻ سان ڪو واسطو ناهي. مان اهو چاهيان ٿو، جيڪو الله تعاليٰ چاهي ٿو."

مشائخن فرمايو آهي، تہ گهڻ ۾ گهڻ مقام پنهنجي اختيار جي نفي آهي. الله تعاليٰ جو اختيار ازلي آهي ۽ ان جي نفي محال آهي. انساني اختيار عارضي (ٿوري وقت لاءِ) آهي، ۽ ان جي نفي روا آهي. عارضي اختيار کي پامال ڪري ڇڏڻ گهرجي، تہ اختيار حاصل ٿئي. جڏهن حضرت موسيٰ عليہ السلام جبل طُور تي ويو، تڏهن "بسط" جي حالت ۾ الله جي ديدار جي آرزو ڪيائين، ۽ پنهنجي اختيار کي آڏو رکي، عرض ڪيائين: "رَبِ أرِنـي. "اي منهنجا مولا! مون کي ديدار ڪراءِ." الله تعاليٰ فرمايو: "لَـن تَـرانـي. "مون کي نہ ڏسي سگهندين." عرض ڪيائين: "منهنجا موليٰ ديدار حق آهي ۽ مان حقدار آهيان. مون کان انڪار ڇو ٿو ڪيو وڃي!؟" حڪم ٿيو: "ديدار برابر حق آهي، مگر دوستيءَ ۾ اختيار باطل هوندو آهي."

هن موضوع تي گهڻو ڪجهہ چئي ٿو سگهجي، مگر منهنجو مقصد فقط اهو آهي، تہ انهن اصطلاحن جو مطلب بلڪل چٽو ٿي وڃي. توفيق الله جي طرف کان آهي. جمع ۽ تفرقي، غيبت ۽ حضور جو ذڪر تصوف جي مڪتبن ۾ اڳي ڇڪو آهي. صحو ۽ سڪر ۽ سندن مختلف شڪليون بيان ٿي چڪيون آهن. بيان جي ٺيڪ جڳهہ بہ اهائي هئي. ضرورت جيترو هتي بہ بيان ڪيو ويو آهي، جيئن هر ڪنهن ڪم جو نمونو سامهون اچي وڃي. الله بهتر ٿو ڄاڻي.

## (سادو گفتگو ۽ بحث مباحثو)

مسامره ۽ محادثہ ٻن اصطلاحن جا نالا آهن. اهي طريقت جي ڪاملن جي احوال جا نالا بہ آهن. محادثو باطن جو گفتگو آهي، جنهن ۾ زبان خاموش رهندي آهي. مسامره باطن جي ڳجهہ ۾ دائمي خوشي محسوس ڪرڻ کي چوندا آهن. عام معنيٰ جي لحاظ کان مسامره رات ۾ ۽ محادثہ ڏينهن ۾ ڪو اهڙو وقت هوندو آهي، جنهن ۾ ظاهري ۽ باطني سوال جواب ٿيندا آهن. اهوئي سبب آهي، جو رات جي مناجات کي مسامره ۽ ڏينهن جي دعائن کي محادثہ سڏيندا آهن. ڏينهن جو حال ڪشف جي دنيا ۽ رات جي حالت کي ستر سڏبو آهي.

الله جي محبت ۾ مسامره جو مقام محادثي کان مٿي آهي، مسامره جي نسبت حضور ﷺ جن سان آهي. الله تعاليٰ چاهيو، تہ حضرت جبرائيل کي موڪليائين، جيڪو ڪين رات جي ، ٿت مڪي شريف کان "قاب قوسين" تائين براق تي وٺي ويو. راز ۽ نياز جون ڳالهيون ٿيون، خدا جو سخن ٻڌائون، گفتگو کان عاجز ٿيا، ۽ عرض ڪيائون: لاأحصي ثَـنَـاءَ عَـلَـيـڪَ. "مان اوهان جي ثناءُ جو حق ادا ڪري نٿو سگهان." محادثي جو تعلق حضرت موسيٰ عليہ السلام سان آهي. جڏهن ڪيس الله جي حضور جي تمنا ٿي، تڏهن چاليهن ڏينهن جي واعدي ۽ انتظار کان پوءِ، هڪ ڏينهن طُور تي آيو، ۽ هر ڪلاميءَ جو فيض حاصل ڪيائين، بسط (انبساط) جي حالت ۾ ديدار جو عرض ڪيائين، مقصد حاصل نہ ٿيو، ۽ بيهوش ٿي ويو. هوش ۾ اچڻ ڪانپوءِ عرض ڪيائين: تُـبتُ الَـيـڪَ "مان توبهہ ٿو ڪريان." اهو فرق هو ان ذات پاڪ ۾ (جنهن کي الله جي بارگاهہ ۾ آندو ويو. سُبحَـانَ الذي أسري بـِعَـبده لَـيلاً. "پاڪ آهي الله جي ذات جنهن پنهنجي ٻانهي کي رات جو سير ڪرايو.") ۽ حضرت موسيٰ عليہ السلام ۾، جيڪو بارگاهہ ۾ حاضر ٿيو. ولَـما جَـاءَ مُـوسَـيٰ لـِمـيقَـاتـِنـا. "جڏهن موسيٰ واعدي جي مقام تي آيو."

رات دوستن جي اڪيلائپ ۽ ڏينهن ٻانهن جي عبادت جو وقت آهي. ٻانهو حد کان وڌندو آهي، تہ سزا جي لائق هوندو آهي، دوست محدود نہ هوندو آهي، ڇو تہ هو جو ڪجهہ ڪندو آهي تہ اهو دوست مرضيءَ مطابق ڪندو آهي. توفيق الله تعاليٰ جي اختيار ۾ آهي.

## (علم اليقين، عين اليقين ۽ حق اليقين)

انهيءَ اصول جي ٽنهي اصطلاحن جو واسطو علم سان آهي. جنهن علم ۾ يقين شامل نہ هجي ۽ جنهن جي صحت تي

يقين نہ هجي، اهو علم ناهي. جڏهن علم حاصل ٿيندو آهي، تڏهن غيب اکين جي آڏو اچي ويندو آهي. قيامت جي ڏينهن ايمان وارا الله تعاليٰ کي اهڙيءَ طرح ڏسندا، جهڙي طرح اڄ هن دنيا ۾ کيس ڄاڻن ٿا. جيڪڏهن ڳالهہ هن جي ابتڙ هوندي، تہ حشر ۾ ديدار نہ ٿيندو. يا وري انهن جو هاڻوڪو علم صحيح نہ هوندو. اهي ٻيئي حالتون توحيد جي خلاف آهن، ڇو تہ الله جي توحيد جو اثبات اهو آهي، تہ مخلوق جو هاڻوڪو علم درست هجي ۽ حشر جي ڏينهن ديدار واري ڳالهہ صحيح هجي ۽ توحيد جي باري ۾ علم اليقين عين اليقين ٿي وڃي ۽ حق اليقين علم اليقين ٿي وڃي. ڪن ماڻهن جو خيال آهي، تہ "عين اليقين" الله جي مشاهدي متعلق پوري علم حاصل ڪرڻ جو نالو آهي. اهو ناممڪن آهي، ڇو تہ الله جو مشاهدو علم حاصل ٿيڻ جو وسيلو آهي، جيئن ٻڌڻ وغيره. ٻڌڻ (سماع) جي علم جو پورو ٿيڻ ناممڪن آهي، تہ الله جو مشاهدو بہ ناممڪن آهي.

صوفين وٽ علم اليقين دنيوي معاملن جي باري ۾ حڪمن جو ڄاڻڻ آهي. عين اليقين مان مراد سڪرات جي وقت جو ۽ آخرت جو سفر جي علم آهي. حق اليقين جو مطلب حشر جي ڏينهن الله تعاليٰ جي ديدار ۽ ان جي ڪيفيت کان فائدو وٺڻ آهي. مطلب، تہ علم اليقين عالمن جو مقام آهي، ڇو جو هو شرعي حڪمن تي ثابت قدم هوندا آهن. عين اليقين الله تعاليٰ جي عارفن جو درجو آهي، ڇو تہ هو هر وقت موت لاءِ تيار هوندا آهن. حق اليقين جي خاص ٻانهن (مُحبن) جي فنا جو مقام آهي، ڇو تہ هو ساري موجودات کان مُنهن موڙيون وينا آهن. علم اليقين جو بنياد مجاهدي تي آهي، عين اليقين جو الله جي محبت تي هوندو آهي، پهرئين شيءِ عام، ٻي خاص ۽ ٽئين خاص الخاص آهي.

## (علم ۽ معرفت)

اصول جا عالم علم ۽ معرفت ۾ ڪو فرق نہ ڪندا آهن. هو ٻنهي کي هڪجهڙو سمجهندا آهن. البت اهو ضرور چوندا آهن، تہ الله تعاليٰ لاءِ فقط عالم جو لفظ استعمال ٿي سگهي ٿو. عارف جو لفظ استعمال ڪري نٿو سگهجي، هن موضوع لاءِ ڪا پڪي نص (سَنَدَ) موجود ناهي. طريقت جا مشائخ انهيءَ علم کي معرفت سڏيندا آهن، جنهن ۾ عمل ۽ حال شامل هجن، ۽ علم وارو بيان ڪري. ان جي ابتڙ اهو علم جنهن کان حال الڳ هجي ۽ عمل کان خالي هجي، اهو صرف علم آهي ۽ ان جو ڄاڻندڙ عالم، جيڪو معنيٰ ۽ حقيقت جو عالم هوندو آهي، ان کي عارف سڏبو آهي، جيڪو صرف عبادت کي ذهن ۾ رکندو آهي، مگر حقيقت جي فهم کان واقف نہ هوندو آهي، ان کي عالم سڏبو آهي. صُوفي سڳورا جڏهن پنهنجي همعصرن جي تحقير (ڌڪار) ڪرڻ چاهيندا آهن، تہ کين دانشمند سڏيندا آهن. عام ماڻهو هن کي بُرو سمجهندا آهن، حالانڪ علم حاصل ڪرڻ جي بُرائي نہ هوندي آهي. علم کان سواءِ علم کي بُرو سڏڻ مراد هوندو آهي. لَانِ العالِم قَائِم بِنَفسِہ وَ العَارِف قائِم بِرَبِہ. "علم پنهنجي ذات ۾ قائم هوندو آهي، ۽ عارف پنهنجي رب ۾." هن موضوع تي معرفت جي حجاب کُلڻ واري باب ۾ گهڻو ڪجهہ چيو آهي. هتي ايترو ڪافي آهي.

## (شرعيت ۽ طريقت)

اهي بہ صوفين جي اصطلاحن ۾ شامل آهن. شرعيت مان مراد ظاهري حال جي صحت، ۽ حقيقت مان مراد باطن جي درستي آهي. بہ جماعتون هن معاملي ۾ غلطي تي آهن: هڪڙا ظاهر جا عالم آهن، جيڪي شرعيت ۽ طريقت ٻنهي ۾ فرق نہ ڪندا آهن ۽ چوندا آهن تہ شرعيت پنهنجو پاڻ حقيقت، ۽ حقيقت شرعيت آهي. ٻي بيدينن (ملحدن) جي جماعت آهي، جيڪا ٻنهي کي الڳ الڳ سمجهندي آهي. انهن جي خيال موجب حقيقت هوندي شريعت جي ضرورت ناهي. اهو عقيدو مشبهن، قرامطين، شيعن ۽ ٻين وسوسيٰ پيدا ڪندڙ ماڻهن جو آهي. هن ڳالهہ جو دليل (تہ شرعيت جا حڪم حقيقت کان جدا آهن)، اهو ڏنو ويندو آهي، تہ ايمان جي معاملي ۾ دل جي تصديق، زبان جي قول کان جدا آهي، ۽ هن ڳالهہ جو دليل (تہ ٻيئي آهن) اهو آهي، تہ زباني قول کان سواءِ فقط دل جي تصديق سان ايمان نٿو اچي، ۽ تصديق کان سواءِ قول بي معنيٰ هوندو آهي. قول ۽ تصديق جو فرق ظاهر آهي، تنهنڪري حقيقت جو مطلب اهو آهي، جنهن ۾ ڪوبہ رد (نسخ) روا ناهي.

حضرت آدم عليه السلام کان وٺي قيامت تائين حقيقت جو حڪم جهڙو ۽ قائم هوندو. مثلاً الله جي معرفت، معاملي ۾ نيت جي سچائي وغيره. شرعيت ۾ تبديلي (نسخ) جائز آهي، مثلاً احڪام ۽ اوامر وغيره. شرعيت انساني فعل آهي ۽ حقيقت الله جي پالنا. حفاظت ۽ پاڪيزگي آهي. ان مان ثابت ٿيو، ته حقيقت جي وجود کان سواءِ شرعيت جو قيام محال آهي، ۽ شرعيت جي حفاظت کان سواءِ حقيقت جو قيام محال آهي. ان جو مثال ماڻهو آهي جيڪو روح سان جيئرو آهي. جڏهن هن کان روح جدا ٿيندو آهي، تڏهن اهو مُردو سڏبو آهي. روح جي حيثيت هوا جهڙي آهي. ظاهر آهي، ته بدن ۽ روح جي اهميت سندس هڪبئي سان ميلاپ ۾ آهي. اهوئي معاملو شرعيت ۽ حقيقت جو آهي. شرعيت کان سواءِ حقيقت ريا ۽ حقيقت کان سواءِ شرعيت منافقي آهي. الله تعاليٰ فرمايو آهي: وَالَّذِينَ جَاهَدُوا فِينَا لَنَهْدِيَنَّهُمْ سُبُلَنَا. "جيڪي ماڻهو اسان لاءِ ڪوشش ڪندا آهن، اسان انهن کي رستو ڏيکاريندا آهيون." مجاهدو، شرعيت ۽ هدايت حقيقت آهي. شرعيت ٻانهي لاءِ ظاهري حڪمن جي حفاظت آهي، ۽ حقيقت ٻانهي جي باطني احوال جي حفاظت آهي. اها حفاظت الله تعاليٰ جي طرف کان آهي. شرعيت انساني ڪم ۽ حقيقت خدائي انعام آهي.

صوفين جي اصطلاحن جو ٻيون قسم اهي عبارتون آهن، جيڪي صوفين جي ڪلام ۾ استعاري طور (اُڌاري ورتل معنيٰ ۾) استعمال ٿينديون آهن. انهن جو تفصيل ۽ شرح مشڪل آهي. مان هتي مختصر طور بيان ڪندس. انشاءَ الله العزيز.

**حق:** هن مان مراد الله تعاليٰ جي پاڪ ذات آهي. اهو الله تعاليٰ جي نالن مان هڪ نالو آهي. ذالكَ بِأَنَّ اللهَ هوالحق. "اها ڳالهه ان لاءِ آهي، ته الله حق آهي.

**حقيقت:** هن مان مراد الله جي وصال جي جڳهه ۾ ٻانهي جو قيام، ۽ پاڪائيءَ جي مقام تي سندس باطن جو وقُوف (بيهڻ) آهي.

**خطرات:** هن مان مراد دل جا انديشا آهن.

**وطنات:** هن مان مراد الله تعاليٰ جون اهي حقيقتون آهن، جيڪي باطن ۾ ظاهر ٿينديون آهن.

**طمس:** هن مان مراد ان اصلي شيءِ جي نفي آهي، جنهن جو اثر ياد رهندو آهي.

**رمس:** هن مان مراد دل مان ڪنهن شيءِ جي نفي ڪرڻ آهي.

**علائق:** هن مان مراد اهي سبب آهن، جن جي ڪري طالب پنهنجو مقصد حاصل نہ ڪندو آهي.

**وسائط:** هن مان مراد اهي سبب آهن، جن جي ڪري ماڻهو پنهنجو مقصد حاصل ڪري وٺندا آهن.

**زوائد:** هن مان مراد دل ۾ الله تعاليٰ جي نُور جي گهٽائي آهي.

**فوائد:** هن مان مراد باطن جو پنهنجي واسطيدار شين جو معلوم ڪرڻ آهي.

**ملجا ؑ:** هن مان مراد دل جو پنهنجي مقصد حاصل ڪرڻ ۾ يقين رکڻ آهي.

**منجا ؑ:** هن مان مراد دل جو مصيبتن کان آزاد ٿيڻ آهي.

**ڪُليت:** هن مان مراد انسانيت جي صفتن کي پوريءَ طرح حاصل ڪرڻ آهي.

**لوائح:** هن مان مراد نفي جي هوندي پنهنجو مقصد حاصل ڪرڻ آهي.

**لوامع:** هن مان مراد دل تي نور جو پنهنجن فائدن سميت ظاهر ٿيڻ آهي.

**طوالع:** هن مان مراد الله جي معرفت جي نور جو دل تي پاڇو پوڻ آهي.

**طوارق:** هن مان مراد رات جي دعا جي حالت ۾ خوشخبري يا ڇڙٻ سان دل تي هڪ حالت جو ظاهر ٿيڻ آهي.

**لطائف:** هن مان مراد حال جي باريڪين ۾ ڳجهيءَ طرح دوستيءَ جو اشارو آهي.

**سِر:** هن مان مراد الاهي محبت جو راز ڇُپائڻ آهي.

**نجوي:** هن مان مراد غير جي اطلاع جي خرابين کي لڪائڻ آهي.

**اشارة:** هن مان مراد غير جي اطلاع کان سواءِ پنهنجي مقصد کان باخبر رهڻ آهي.
**ايما ءُ:** هن مان مراد ڪنهن اشاري ۽ بيان کان سواءِ خطاب ڪرڻ آهي.
**وارد:** هن مان مراد دل تي معنيٰ جو ظاهر ٿيڻ آهي.
**انتباهه:** هن مان مراد دل مان غفلت جو ختم ٿيڻ آهي.
**اشتباهه:** هن مان مراد سچ ۽ ڪوڙ ۾ شڪ ڪرڻ آهي.
**قرار:** هن مان مراد وحدانيت جي حال ۾ دل جي ڇُر پُر آهي. صوفين جي اصطلاحن مان ڪجهه اصطلاح ۽ معنائون مختصر طور تي هتي بيان ڪيون اٿم. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

اصطلاحن جو ٽيون قسم اهڙو آهي، جنهن ۾ صوفي سڳورا الله جي توحيد ۽ پنهنجو عقيدو، استعاري کان سواءِ بيان ڪندا آهن. اهڙا ڪجهه اصطلاح هيٺ ڏجن ٿا:

**عالَم:** هن مان مراد الله تعاليٰ جي مخلوق آهي. چون ٿا، ته ارڙهن هزار يا پنجاهه هزار عالم آهن. فلسفي وارن وٽ ٻه عالم آهن: هڪڙو علوي ۽ ٻيو سفلي. اصول جا عالِم چون ٿا، ته عرش کان تحت الثريٰ تائين هڪڙو عالم آهي. مطلب، ته عالم مخلوقات جي مختلف قسمن جو مجموعو آهي. طريقت وارا ٻه عالم ارواح ۽ عالم نفوس (روحن جي نفسن جي عالم جا) قائل آهن. مگر سندن مطلب فلسفي وارن جي ٻن عالمن وارو ناهي. طريَقت وارن جو مطلب رُوحن ۽ نفس جو ميڙ آهي.

**مُحدِث:** جنهن جو وجود پوءِ ظاهر ٿيو هجي يعني جيڪو اڳ ۾ نه هو ۽ پوءِ وجود ۾ آيو.
**قديم:** جنهن جو وجود هميشه کان هو ۽ هوندو. هي الله جي ذات کان سواءِ ٻيو ڪوبه ناهي.
**ازل:** جنهن جي ابتدا (منڍ) نه هجي.
**ابد:** جنهن جي انتها (پڇاڙي) نه هجي.
**ذات:** ڪنهن شيءِ جي اصليت ۽ حقيقت.
**صفت:** اها شيءِ جيڪا پنهنجي وجود کان سواءِ بيان ۾ اچي سگهي، جنهن جو پنهنجو وجود نه هجي ۽ موصوف جي موجودگيءَ ۾ ظاهر ٿي سگهي.
**اسم:** ڪنهن شيءِ جي اصليت يا ڪيفيت جو تعريفي ڪلمو يا اشارو.
**تسميه:** اهڙو تعارف جنهن ۾ عظمت جو پاسو هجي يا نالو رکڻ.
**نفي:** ڪنهن فاني شيءِ جو نه هجڻ ثابت ڪُرڻ.
**اثبات:** ٿي سگهڻ واري شيءِ جو وجود يا هجڻ ثابت ڪرڻ.
**شيئان:** اهي شيون جن جو وجود هڪ ٻئي تي مدار رکي.
**ضدات:** اهي شيون جن جو وجود هڪٻئي جي ابتڙ هجي.
**غَيران:** ٻن شين مان هڪ جو وجود ٻي شيءِ جي فنا لاءِ جائز هجڻ.
**جوهر:** ڪنهن شيءِ جو اصل جيڪو پنهنجو پاڻ قائم هجي.
**عرض:** جا شيءِ جوهر سان ڳنڍيل هجي.
**جسم:** پکڙيل جُزن مان تيار ٿيل مرکب.
**سوال:** ڪنهن شيءِ جي ڳهرج ظاهر ڪرڻ.
**جواب:** ڪنهن سوال جي مقصد کي ظاهر ڪرڻ.
**حُسن:** جيڪا شيءِ خدا جي حڪم موجب هجي يا بهتر هجي.
**قبيح:** جو خدا جي حڪم جي ابتڙ هجي.

**سفلہ:** الله جي حڪم جي نافرماني ڪرڻ.

**ظلم:** ڪنهن شيءِ کي سندس اصل مقام تان هٽائڻ.

**عدل:** ڪنهن شيءِ کي ان جي مناسب جڳهه تي رکڻ.

**ملڪ:** (بادشاھ) جنهن جي افعال تي اعتراض ڪري نہ سگهجي.

صوفين جا اِهي ڪجهہ مخصوص اصطلاح آهن. جيڪي مون هتي مختصر طور تي لکيا آهن. جن جي ڄاڻائڻ جي الله جي طالبن کي سخت ضرورت آهي.

اصطلاح جو چوٿون قسم جن جي سمجهاڻي ضروري آهي. اهي صوفي سڀئي ورن وٽ استعمال ۾ ايندا آهن. انهن جو مطلب عام لغوي معنيٰ کان ڪجهہ مختلف هوندو آهي.

## (خاطر)

خاطر مان صوفين جو مطلب اهڙو خيال هوندو آهي. جيڪو دل ۾ ظاهري ٿي، جلد ڪنهن ٻئي خيال اچڻ سان ئي ختم ٿي وڃي. ۽ خيال ڪندڙ کي ان جي دور ڪرڻ جي قدرت حاصل هجي. اهڙيءَ حالت ۾ درويش الله تعاليٰ جي طرف کان ظاهر ٿيڻ وارن ڪمن (امور) مان پهرئين خيال جي پيروي ڪندا آهن. چون ٿا. تہ هڪ دفعي حضرت خيرالنساجؒ جي دل ۾ خيال پيدا ٿيو. تہ حضرت جنيدؒ دروازي تي بيٺو آهي. هن انهيءَ خيال کي دور ڪرڻ جو خيال ڪيو. مگر ٻئي خيال کي رد ڪرڻ ۾ وري ساڳيو خيال ظاهر ٿيو. هن ٻيهر بہ ڪوشش ڪئي، مگر وري بہ اهو ئي ٿي ٿيو . ٻاهر نڪتو، تہ ڏنائين حضرت جنيدؒ بيٺو هو. هن چيس: "اي خير! جيڪڏهن پهرئين خيال جي پيروي ڪندي، درويشن واري رسم پوري ڪرين ها تہ مون کي ايترو وقت بيهڻو نہ پوي ها." مشائخن جو چوڻ آهي. تہ جيڪڏهن "خاطر" اها هئي، جيڪا حضرت خيرالنساجؒ تي وارد ٿي، تہ پوءِ حضرت جنيدؒ خيرالنساجؒ جو مرشد هو. تنهنڪري مريد جي سموري احوال کان باخبر هو.

## (واقع)

واقع مان مراد اها شيءِ آهي. جيڪا دل تي وارد ٿئي. ۽ "خاطر" جي اُبتڙ ۽ جٽاءُ واري هجي. ۽ طالب ان کي دور ڪري نہ سگهي. عام محاوري ۾ چيو ويندو آهي:" منهنجي دل ۾ خيال گذريو ۽ منهنجي دل تي هڪ چيز وارد ٿي." خيالات، تہ هر هڪ دل ۾ ايندا آهن. مگر واقعات فقط ان دل ۾ پيدا ٿيندا آهن، جنهن ۾ حقانيت جي جڳهہ هوندي آهي. جڏهن مريد کي الله جي راھ ۾ ڪا رڪاوٽ پيش ايندي آهي. تہ ان کي "قيد" جو نالو ڏيندا آهن. ۽ چوندا آهن تہ: "هن کي ڪو واقعو پيش آيو آهي." لغت وارا واقع مان مراد ڪنهن مسئلي ۾ مونجهاري پيدا ٿيڻ کي وٺندا آهن. جڏهن صحيح حل ملي ويندو آهي، ۽ مشڪل دور ٿي ويندي آهي. تڏهن چوندا آهن تہ واقع حَل ٿي ويو. طريقت وارن وٽ واقع حَل نہ ٿيندو آهي. جيڪڏهن حَل ٿي وڃي، تہ اهو "خاطر" سڏبو ۽ نہ "واقع"، چو تہ واقع هڪ تمام اهم شيءِ هوندي آهي، ۽ هر وقت ان جي حيثيت بدلجي نہ سگهندي آهي. الله تعاليٰ بهتر ڄاڻندڙ آهي.

## (اختيار)

طريقت وارن وٽ "اختيار" مان مراد اها آهي. تہ الله تعاليٰ جي اختيار کي پنهنجي اختيار کان مٿي سمجهيو وڃي، يعني خير ۽ شر (نيڪي ۽ بدي)، جو ڪجهہ بہ الله جي طرفان هجي. ان کي ڪافي ڄاڻڻ کپي. الله تعاليٰ جي اختيار کي اختيار ڪرڻ بہ الله جي اختيار سان حاصل ٿيندو آهي، چو تہ جيستائين الله تعاليٰ بانهي کي بي اختيار نہ ڪري، تيستائين هو پنهنجي اختيار ڇڏڻ جي لائق نہ هوندو آهي. حضرت بايزيدؒ کان ڪنهن پڇيو: "امير ڪنهن کي چوندا آهن؟" چيائين: "جنهن کي پنهنجو ڪوبہ اختيار نہ هجي." هڪ دفعي حضرت جنيد ؒ بخار ۾ مبتلا هو. دعا گهريائين: "منهنجا موليٰ! مون کي خيريت عطا ڪر." سندس باطن مان آواز آيو: "منهنجي بادشاهيءَ ۾ دخل ڏيڻ وارو تون ڪير آهين؟ مان پنهنجي

بادشاهيءَ جو انتظام تو کان بهتر ڄاڻان ٿو. منهنجي اختيار تي راضي رهه ۽ پنهنجو اختيار ظاهر نه ڪر." الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

## (امتحان)

هن مان مراد ولين جي دلين جو انهن مختلف مصيبتن ۾ مبتلا ٿيڻ آهي، جيڪي الله جي طرف کان ظاهر ٿينديون آهن. مثلاً: خوف، غم، قبض، هيبت وغيره. الله تعاليٰ فرمايو آهي: أُولٰـئِكَ الذين امتحن الله قلوبهم للتقويٰ لهم مغفره وَ اجر عَظِيم. "اهي ماڻهو جن جون دليون پرهيزگاريءَ جي آزمائش ۾ آهن. وڏي بخشش ۽ وڏي اجوري جا حقدار آهن. هي درجو تمام مٿانهون آهي. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

## (بلا)

"بلا" مان مراد ولين لاءِ تڪليفن، بيمارين، ۽ ڏکن جي وسيلي جسماني آزمائش آهي. جيتري مصيبت هوندي آهي، اوترو قرب حاصل ٿيندو آهي. مصيبت ولين جي پوشاڪ، بزرگن جو پينگهو، ۽ نبين جي غذا ٿيندي آهي. حضور ﷺ جن فرمايو آهي: نحن معاشر الانبياء اشد الناس بلاءً "اسان نبين جي جماعت، سڀ کان وڌيڪ مصيبتون سهندا آهيون." ٻئي هنڌ فرمايو اٿن: اشد الناس بلاءً الانبياء ثم الاولياء ثم الا مثل فالامثل. "سڀ کان وڌيڪ مصيبت ۾ نبي هوندا آهن، پوءِ ولي، پوءِ بزرگ هوندا آهن ۽ پوءِ جيڪي ٻيا بزرگ هوندا آهن." مطلب ته بلا اها مصيبت هوندي آهي، جيڪا مومن جي دل ۽ جان تي نازل ٿيندي آهي. بلا جي حقيقت اصل ۾ الله جي نعمت ٿيندي آهي. ظاهر ۾ اها هڪ لڪل راز هوندي آهي. ان کي سهڻ مومن لاءِ وڏي ثواب جو سبب هوندو آهي. ڪافرن تي نازل ٿيڻ واري مصيبت "بلا" نه هوندي آهي. اها سندن بدبختي هوندي آهي. بدبختيءَ مان ڇوٽڪارو حاصل نه ٿيندو آهي. بلا جو مقام امتحان کان بلند آهي. امتحان جو اثر فقط دل تي هوندو آهي ۽ بلا جو اثر جسم ۽ دل ٻنهي تي ٿيندو آهي. الله وڌيڪ ڄاڻندڙ آهي.

## (تحلي)

هن مان مراد آهي ڪنهن سٺريل ۽ سٺن لڇڻن واري ۽ چڱن قولن واري قوم سان پيٽ ڪرڻ. حضور ﷺ جن فرمايو آهي: اليس الا يمان بالتحلي و التمني لكن ما و قرفي القلوب و صدقه العمل. "مشابهت پيدا ڪرڻ ۽ ڪنهن وانگر ٿيڻ جي آرزو رکڻ سان ايمان حاصل نه ٿيندو آهي. ايمان اهو آهي جو دل ۾ قرار وٺي ۽ ان جي تصديق عمل سان ڪئي وڃي." ڪنهن حقيقي عمل کان سواءِ پنهنجو پاڻ ڪنهن جماعت سان مشابهت ڏيڻ "تحلي" آهي. جي ماڻهو ڏيکاءُ ڪندا آهن، اهي خواريءَ جو منهن ڏسندا آهن. ۽ سندس حقيقت ظاهر ٿي ويندي آهي.

## (تجلي)

مقبول ٿيل دلين تي الله جي نور جو نُزُول، جنهن جي وسيلي سندن دل جي اک الله جي ديدار جي لائق ٿيندي آهي. انهيءَ اندر واري اک ۽ ظاهري اک ۾ فرق آهي. دل جي اک وارو پنهنجي مرضيءَ جو مالڪ آهي. ديدار ڪري يا نه ڪري، يا ڪڏهن ڪري ۽ ڪڏهن نه ڪري. ظاهري اک وارو ائين ڪري نه سگهندو. بهشت ۾ ظاهري اک واري ديدار وقت جيڪڏهن ڪو ڏسڻ نه چاهيندو. ته اهو ممڪن ئي نه سگهندو. تجلي تي پردو اچي سگهندو آهي. ظاهري اک واري ديدار ۾ پردو روا ناهي. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

## (تخلي)

هن مان مراد اهڙن ڪمن کان مُنهن موڙڻ آهي، جيڪي الله جي قرب ۾ رنڊڪ وجهندڙ هجن. مثلاً دنيا، جنهن کان هٿ ڪڍڻ گهرجي، يا آخرت، جنهن جي محبت کان دل خالي رکڻ کپي، يا نفس جي خواهش جي پيروي، جنهن کي ڇڏڻ جڳائي، يا مخلوق جي صحبت، جنهن کان پاڻ کي پري ڪرڻ گهرجي ۽ ان جو خيال دل مان ڪڍڻ گهرجي.

(شرود)

آفتن، حجابن، ۽ پريشانين کان ڇوٽڪاري حاصل ڪرڻ کي شرود سڏيندا آهن. الله جي طالب لاءِ سموريون آفتون حجابن ۾ هونديون آهن. طالبن جي حجاب هٽائڻ جي ڪوشش، ۽ تدبير جو نالو شرود آهي. جنهن جو نتيجو سڪيون آهي، ڇو تہ الله جا طالب اڳ ۾ بيقرار هوندا آهن. ۽ پوءِ آرام نصيب ٿيندو اٿن.

(مقصود)

هن مان مراد حقيقت جي طلب لاءِ صحيح ارادو ڪرڻ آهي. حقيقت وارن جو ارادو ڪنهن ڇرپر کان بي نياز هوندو آهي. الله جو طالب سڪون (آرام) جي حالت ۾ بہ ارادي جو صاحب هوندو آهي. اها ڳالهہ عام قاعدي جي ابتڙ آهي، ڇو تہ هر قاصد لاءِ يا تہ ظاهر ۾ قاصد هجڻ جو اثر هوندو آهي، يا باطن ۾ ڪو نشان هوندو آهي. ان جي ابتڙ الله جا دوست ڪنهن سبب کان سواءِ طلب جا صاحب هوندا آهن ۽ هو ڪنهن ڇر پر کان سواءِ قصد ڪندا آهن. سندن سموريون صفتون قصد هونديون آهن. هو انتها جي حد تائين قصد ڪندا آهن. هنن کي دوستي حاصل ٿيندي آهي، تہ پوءِ ننهن کان ڇوٽيءَ تائين قصد بڻجي ويندا آهن.

(اصطناع)

هن مان مراد اها آهي، تہ الله تعاليٰ مومن کي سيني دنيوي معاملن کان آجو ڪري، انساني، لذتن، خواهشن ۽ انساني صفتن کان خالي ڪري بلڪل مهذب بڻائي ڇڏي. انهيءَ طريقي سان هو هوش ۽ حواس کان پري ٿي ويندو ۽ الله تعاليٰ کان سواءِ هر شيءِ کان بي نياز ٿي ويندو. اهو اصطلاح نبين لاءِ استعمال ٿيندو آهي. ڪن مشائخن ان کي ولين سان بہ لاڳو ڪيو آهي.

(اصطفا)

هن مان مراد اها آهي، تہ الله تعاليٰ بانهي جي دل کي خاص پنهنجي معرفت لاءِ چونڊي، معرفت جي نور سان پرپور ڪري ڇڏي. هن جي درجي لاءِ خاص، عام، مومن، گنهگار، عابد، ولي، ۽ نبي سڀ برابر آهن. الله تعاليٰ فرمايو آهي: ثُمَّ اَورَثنَا الكِتَابَ الذين اصطَفَينَاَ مِن عِبَادِنَا فَمِنهُم ظَالِمٌ لِنَفسِهِ وَ مِنهُم مُقتَصِدٌ وَ مِنهُم سَابِقٌ بِالخَيرات. "پوءِ اسان سنن (برگزيده) ماڻهن کي ڪتاب عطا ڪيو. انهن مان ڪجهہ ظالم وڃترا، ۽ ڪجهہ نيڪيءَ جي ڪمن ۾ اڳرائي ڪندڙ آهن.

(اصطلام)

هڪ لطيف آزمائش جي وسيلي بانهي جي ارادي کي فنا ڪري الله جي غلبي سان دل جو امتحان وٺڻ. آزمايل دل ۽ پاڙ کان پٽيل دل بيئي هم معنيٰ آهن. البت امتحان جي مقابلي ۾ اصطلام خاص ۽ لطيف آهي.

(رين)

دل تي ڪفر ۽ گمراهيءَ جو اهڙو پردو، جيڪو فقط ايمان جي نور سان دور ٿي سگهندو آهي. جيئن ڪافرن جي باري ۾ الله تعاليٰ فرمايو آهي: ڪلا بل ران عليٰ قلوبهم ما ڪانوا يڪسبون. "اهو هرگز ائين نہ آهي، تہ هو پنهنجي مرضيءَ سان ڪفر ٿا ڪن، پر جو ڪجهہ ڪفر يا شرڪ هو ڪن ٿا، ان لاءِ سندن دلين تي هڪ قسم جي ڪٽ يعني پردو پئجي ويو آهي. ڪن جو خيال موجب رين اهڙو پردو آهي، جيڪو ڪڏهن بہ نہ لهندو آهي، ڇو تہ ڪافرن جي دل ڪڏهن بہ اسلام قبول نہ ڪندي آهي. هنن جي مسلمان ٿيڻ جو علم الله کي اڳ ۾ ئي هوندو آهي.

(غين)

هيءَ هڪ اهڙو حجاب آهي، جيڪو توبهہ سان دور ٿي ويندو آهي. هن جا بہ قسم آهن: هڪڙو خفيف ۽ ٻيون غليظ

حجاب غافلن ۽ ڪبيره (وڏن) گناهہ ڪندڙ تي ايندو آهي. خفيف حجاب هر ڪنهن لاءِ تي سگهندو آهي. توڙي ولي يا نبي هجي. حضور ﷺ جن فرمايو آهي: اَنَّـهُ ليُغان علي قلبي و انِي لاستغفر الله في كل يوم مائة مرة. "منهنجي دل تي خفيف (هلڪو) پردو اچي ويندو آهي. ۽ مان ڏهاڙي هڪ سؤ دفعا استغفار (توبهہ) ڪندو آهيان. غليظ حجاب لاءِ توبهہ ۽ خفيف حجاب لاءِ رجوع الي الله (الله ڏانهن ڌيان ڏيڻ) جي ضرورت هوندي آهي. توبهہ جو مطلب گناهن کان بندگيءَ ڏانهن موٽڻ آهي ۽ رجوع جو مطلب پنهنجو پاڻ الله تعاليٰ ڏانهن موٽڻ آهي. توبهہ جرم جي ڪري ڪبي آهي. جُرم عام ۽ انهن لاءِ خدا جي حڪمن جي نافرمانيءَ جو نالو آهي ۽ خدا جي دوستن لاءِ الله مرضيءَ جي مخالفت ڪرڻ آهي. عام ماڻهن جو گناهہ نافرماني آهي. الله جي دوستن جو گناهہ اهو آهي، تہ ڪين پنهنجي هستيءَ جو احساس ٿئي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو غلط ڪم ڇڏي، سڌو رستو اختيار ڪري، تہ ان کي تائب (توبهہ ڪرڻ وارو) سڏيندا آهن. جيڪڏهن ڪو ڪو سٺي ۾ سٺي ڪم ڏانهن ڌيان (رجوع) ڏئي، تہ ڪيس آئب سڏيندا آهن. اهو سڀڪجهہ توبهہ جي باب ۾ بيان ٿي چڪو آهي.

## (تلبيس)

ڪنهن شيءِ کي ان جي حقيقت کان ٻي طرح پيش ڪرڻ کي تلبيس سڏيندا آهن. الله تعاليٰ فرمايو آهي: وَلَلَبَسنَا عليهم مَا يَلبِسُون. "تحقيق! اسان انهن ۾ شڪ وجهندا آهيون، جيڪي شڪ ڪندا آهن." اها صفت الله جي ذات کان سواءِ ڪنهن لاءِ بہ نيڪ ناهي، جو ڪافر کي مومن جي صورت ۾ ۽ مومن کي ڪافر جي صورت ۾ تيستائين پيش ڪري، جيستائين حقيقت ظاهر ڪرڻ جو وقت اچي. صوفين ۾ جڏهن ڪو سٺين خصلتن کي خراب لڇڻن ۾ لڪائيندو آهي، تڏهن چوندا آهن، تہ اهو تلبيس ٿو ڪري. ان صورت کان سواءِ ڪنهن ٻي جاءِ تي اهو لفظ استعمال نہ ٿيندو آهي. ريا ۽ نفاق کي تلبيس نہ سڏبو آهي، حالانڪ حقيقت ۾ تلبيس اها آهي. تصوف ۾ تلبيس نقط خدا جي فعل قائم ڪرڻ لاءِ استعمال ٿيندي آهي.

## (شُرب)

عبادت ۽ فرمانبرداري جي مِٺاڻ، عظمت ۽ بزرگيءَ جي مزي، پيار ۽ محبت جي خوشيءَ جو نالو شُرب آهي. شرب جي لذت کان سواءِ انسان ڪوبہ ڪم ڪري نہ سگهندو آهي. جسم لاءِ شُرب پاڻيءَ سان ۽ دل لاءِ راحت ۽ مناڻ سان آهي. منهنجو مرشد فرمائيندو هو، تہ شُرب ڪانسواءِ مريد ۽ شُرب کان سواءِ عارف، ارادت ۾ معرفت کان بيگانا هوندا آهن. مريد لاءِ شُرب ضروري آهي، تہ جيئن هو ارادت ۾ طلب جو حق پورو ڪري. عارف لاءِ شُرب جي ضرورت ناهي، مبادا ڪيس الله تعاليٰ کان سواءِ ڪنهن شيءِ مان شُرب حاصل ٿئي. جيڪڏهن اهڙو شُرب نفس سان تعلق رکندو، تہ عارف الله جي قرب کان محروم ٿي ويندو.

## (ذوق)

ذوق بہ شرب وانگر هوندو آهي. فرق صرف اهو آهي تہ هو شرب فقط راحت ۽ لذت لاءِ استعمال ٿيندو آهي، ۽ ذوق راحت ۽ رنج ٻنهي لاءِ استعمال ٿيندو آهي. ڪنهن عارف چيو آهي: ذُقت الحلاوة وذقت البلاء و ذقت الراحت. "مون مِٺاڻ چکيو، مون رنج ۾ راحت جو مزو ورتو." شُرب جي باري ۾ چيائين: شَرِبَتُ بِكاس الوَصل او بِكاس الود. "مون وصل ۽ محبت جو پيالو پيتو." وغيره. الله تعاليٰ شرب جو ذڪر ڪندي فرمايو: كُلُوا وَ شرَبُوا هَنيئاً بِما كُنتُم تَعلَمُونَ. "مزي سان کائو پيئو." ذوق جو ذڪر ڪندي فرمايائين: ذُوق اِنَّكَ اَنتَ العَزِيزُ الكَرِيم. "چَک، تون پيارو ۽ سڳورو آهين." ٻي جاءِ تي فرمايائين: ذُوقُوا مَسَّ سَقَرَ. "دوزخ جو مزو وٺو."

اهي صوفين ۾ استعمال ٿيندڙ اصطلاح جا حڪم ۽ معنائون آهن. جيڪڏهن سڀ بيان ڪريان، تہ ڪتاب ڊگهو ٿي ويندو. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

## (يارهين حجاب جو کلڻ - سماع)

ظاهر آهي، تہ علم حاصل ڪرڻ جا پنج ذريعا آهن: ٻُڌڻ، ڏسڻ، چکڻ، سُنگهڻ ۽ ڇُهڻ. اهي الله تعاليٰ جا عطا ڪيل پنج دروازا آهن، جن جي وسيلي هر قسم جو علم انساني باطن ۾ داخل ٿيندو آهي. آواز ۽ خبر جو واسطو ٻڌڻ سان آهي. مختلف رنگن ۽ جسمن جو لاڳاپو ڏسڻ سان، ڪوڙاڻ ۽ مِناڻ جو چکڻ سان، بدبوءِ ۽ خوشبوءِ جو سِنگهڻ سان، سختي ۽ نرميءَ جو ڇُهڻ سان آهي. انهن پنجن حواسن مان چئن لاءِ پنهنجو پنهنجو خاص مقام آهي ۽ هڪڙو حواس سيني عضون ۾ پکڙيل آهي. ٻُڌڻ جومقام ڪَنَ، ڏسڻ جو اک، چکڻ جو وات ۽ سِنگهڻ جو نڪ آهي. ڇُهڻ جو حواس سيني عضون ۾ پکڙيل آهي. آدمي اک سان ڏسندو آهي، ڪنن سان ٻڌندو آهي، نڪ سان سنگهندو آهي ۽ وات سان چکندو آهي. ڇُهڻ جي معاملي ۾ هن جو سارو جسم، سرد گرم، سخت ۽ نرم ۾ فرق ڪري سگهندو آهي. قياس جي لحاظ کان بہ اهو ممڪن آهي، تہ جهڙيءَ طرح ڇُهڻ جي طاقت سيني عضون ۾ موجود آهي، تهڙيءَ طرح باقي حواس ۽ انهن جون قوتون بہ سيني عضون ۾ هئڻ گهرجن. ليڪن معتزلن جي عقيدي موجب هر حِس (حواس جي قوت) پنهنجي خاص مقام کان سواءِ ڪنهن ٻئي عضوي ۾ ٿي نٿي سگهي. پنجن حواسن مان هڪڙي يعني ڇُهڻ جو ڪو خاص مقام ناهي، تہ اها شيءِ باقي چئن حواسن مان هڪڙي يعني ڇُهڻ جو ڪو خاص مقام ناهي، تہ اها شيءِ باقي چئن حواسن لاءِ بہ روا ٿي سگهندي. بهرحال هيءَ بحث جي جاءِ ناهي. ايترو بيان ڪرڻ ضروري هو.

هڪ حِس يعني ٻُڌڻ کي ڇڏي، باقي چئن حواسن مان هڪ حِس ڏسندي آهي، ٻي سِنگهندي آهي، ٽئين چکندي آهي، ۽ چوٿين ڇُهندي آهي. هن ڪائنات جي عجيب شين کي ڏسي، سنين شين کي سِنگهندي، سهڻين نعمتن جو سواد چکندي، نرم ۽ نازڪ شين کي ڇُهندي، عقل جي رهنمائيءَ جا سبب پيدا ٿيندا آهن. ۽ انهن حواسن جي وسيلي عقل تي ظاهر ٿي ويندو آهي، تہ هيءَ ڪائنات حادث (فنا ٿيندڙ) آهي. تبديلي ۽ قيرقار حادث هجڻ جو دليل آهي. هن ڪائنات جو پيدا ڪندڙ آهي، هن ڪائنات جو جزو ناهي. ساري ڪائنات پيدا ڪئي وئي آهي. پيدا ڪرڻ وارو خالقِ اڪبر آهي. ڪائنات جسم جو عالم آهي. الله جي پاڪ ذات جسم ناهيندڙ آهي. الله تعاليٰ قديم آهي ۽ سڄي ڪائنات حادث آهي. الله جي ذات کي ڪا حد ناهي ۽ ٻي هر ڪا شيءِ محدود آهي. هو قادر آهي. عليم آهي. هر جاءِ تي سندس قبضو آهي. هو جو ڪجهہ چاهي، سو ڪري سگهي ٿو. هن سچين نشانين جا پيغمبر موڪليا آهن. انهن پيغمبرن تي ايمان آڻڻ تڏهن لازم ٿيو، جڏهن الله جي معرفت جا ڪلما، دين ۽ شريعت جا باقي حڪم، انهن جي زبان کان ٻڌا ويا. اهوئي سبب آهي، جو اهلسنت والجماعت ٻڌڻ کي ڏسڻ کان پلو سمجهندا آهن. جيڪڏهن ڪو چوي، تہ سماعت ٻڌڻ جو مقام آهي، ۽ ڏسڻ نظر جو مقام آهي، تہ الله جو ديدار سندس ڪلام ٻڌڻ کان بهتر ٿيندو؟ ان ڳالهہ جو جواب هيءُ آهي: حديثن جي نَسَد موجب بهشت ۾ مومنن کي الله جو ديدار نصيب ٿيندو. ديدار جو عقلي دليل ڪشف کان بهتر ناهي. اسان پيغمبر ﷺ جن کان ٻڌو تہ بهشت ۾ الله جو ديدار ٿيندو، ۽ نظر جا حجاب لهي ويندا. ان حالت ۾ ظاهر آهي، تہ ٻُڌڻ ڏسڻ کان بهتر آهي. ان کان سواءِ شريعت جا حڪم ٻڌڻ سان واسطو رکن ٿا. اهي ئي قائم ٿي ٻڌڻ سان ٿيندا آهن. سيني نبين سڳورن جو پيغام زبان سان ٻڌايو. جن اهو پيغام ٻڌو، اهي عاشق ٿي ويا. پوءِ معجزا ظاهر ٿيا. معجزن جي ڏسڻ جو علم بہ ٻڌڻ سان حاصل ٿيو. انهن جي دليل جي هوندي بہ جيڪو ٻڌڻ جي فضيلت کان انڪار ڪندو، اهو يقين سان شريعت جو منڪر ٿيندو ۽ شريعت جي حڪمن کي ڏسي وائسي ڇپائيندو. هاڻي مان سماع (ٻڌڻ) جي باري ۾ مختصر طور بيان ڪندس. انشاء الله العزيز.

# باب ٽيھون

## (قرآن پاڪ جو ٻڌڻ)

سيني ٻڌڻ جهڙين ڳالهين مان زيادھ اهر، دل لاءِ فائدو ڏيندڙ، ظاهر ۽ باطن لاءِ ترقيءَ جو سبب، ۽ ڪنن لاءِ لذت ڏيندڙ خدا جو ڪلام آهي. سيني ايماندارن کي ان جي ٻڌڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي. جنن، انسانن ۽ ڪافرن لاءِ اهو اهم ڪلام ٻڌڻ فرض ڪيو ويو آهي. قرآن جي معجزن مان اهو بہ هڪ معجزو آهي، تہ ان جي ٻڌڻ سان طبعيت ڪڪ نہ ٿيندي آهي، چو تہ ان ۾ وڏو سوز سمايل آهي. ايتري قدر جو قريش جا ڪافر بہ رات جو لڪي حضور اڪرم ﷺ جن جي نماز ۾ قرائت ۽ تلاوت شوق سان ٻڌندا هئا. ۽ قرآن جي لطافت تي حيران ٿيندا هئا. انهن ڪافرن مان مشهور هي هئا: نضربن حارث سيني کان فصيح هو. عقبہ بن رفيع بلاغت جو جادو رکندڙ هو. ابوجهل بن هشام خطاب ڪرڻ ۽ دليل ڏيڻ ۾ مجيل شخصيت جو مالڪ هو. انهن کان سواءِ ٻيا بہ ڪافي ماڻهو هئا، هڪ رات حضور ﷺ جن جي تلاوت ٻڌي عتبو بيهوش ٿي ويو، ۽ بعد ۾ ابوجهل کي ٻڌايائين تہ: "اهو انساني ڪلام معلوم نٿو ٿئي." انسانن ۽ جنن جا ٽولا ٽولا ٿي حضور ﷺ جن کان قرآن ٻڌو ۽ چوڻ لڳا: انا سمعنا قرآنا عجباً. "اسان عجيب ڪلام پڙهندي ٻڌو." پوءِ الله تعاليٰ جنن جو اهو قول بيان فرمايو، تہ قرآن روحاني بيمارين ۾ مبتلا دلين جي رهنمائي ڪندو آهي. يَهدِي الي الرشد فا منا بہ ولَن نشرڪَ بِرَبِنا احداً "اهي قرآن نيڪي جو رستو ڏيکاريندو آهي، اسان ان تي ايمان آندو ۽ ڪنهن کي بہ الله تعاليٰ جو شريڪ نہ ٺهرائينداسون". قرآن جي هر نصيحت ٻين نصيحتن کان بهتر آهي. ان جو هر جملو سيني لفظن کان وڌيڪ بليغ آهي، ان جو هر حڪم سيني حڪمن کان وڌيڪ لطيف آهي، هن جو هر انڪار وارو حڪم (نهي) سيني اهڙن حڪمن کان وڌيڪ اثر وارو آهي. ان جو هر واعدو سيني واعدن کان وڌيڪ دلڪش آهي، ان جو هر خوف سيني خوفن کان وڌيڪ جان ڳاريندڙ آهي، ان جو هر قصو سيني قصن کان وڌيڪ اثرائتو آهي، ان جو هر مثال سيني مثالن کان فصيح آهي، هزارين دليون ان جو شڪار آهن. هزارين جانيون ان جي لطيف مضمونن جي اثر هيٺ پامال آهن. هي ذليل کي عزت ۽عزيز کي ذلت ڏيندو آهي.

اسلام قبول ڪرڻ کان اڳ ۾ جڏهن حضرت عمرؓ ٻڌو، تہ سندس ڀيڻ ۽ ڀيڻويو مسلمان ٿي ويا آهن، تڏهن ڪاوڙ ۾ تلوار کڻي، محبت کي وساري ڪين قتل ڪرڻ جي ارادي سان گهر مان نڪتو. الله تعاليٰ سورة طٰـهٰ جي پردي ۾ ان جي تاڙ ۾ لشڪر ويهاري ڇڏيو هو. جڏهن ڀيڻ جي دروازي تي آيو، تڏهن انهيءَ پاڪ دامن عورت سورة طٰه جي منڍ واري آيت پڙهڻ شروع ڪئي: طٰه مان انزلنا عليڪ القرآن لِتَشقيٰ الا تذڪرة يَخشيٰ. "اي رسول! اسان قرآن ان لاءِ نازل نہ ڪيو آهي، تہ ان جي ڪري تون تڪليف سهين. هي ڊڄڻ وارن لاءِ پيغام آهي."

حضرت عمرؓ جي جان ڪلام جي باريڪين جو شڪار ٿيجي وئي ۽ سندس دل لطيف حقيقتن ۾ گم ٿي وئي. صلح جو رستو اختيار ڪيائين، عداوت جو جامو لاهي ڦٽو ڪيائين، مخالفت ڇڏي، دوستي تي لهي آيو.

مشهور آهي، تہ جڏهن صحابي سڳورن حضور ﷺ جن جي اڳيان هي آيت پڙهي، تہ بيهوش ٿي ويا: انَ لَدَينَا انڪَالاً وَ جَحِيماً وَ طَعَاماً ذاَ غُصَةٍ وَ عَذَاباً اَلِيماً. "اسان وٽ طوق، زنجير ۽ دوزخ جي باھ آهي. نڙيءَ ۾ اٽڪي پوڻ وارو کاڌو، درد ناڪ عذاب آهي." جڏهن حضرت عمر رضہ جي اڳيان هي آيت پڙهي وئي، تہ هو نعرو هڻي بيهوش ٿي ويو. ڪيس اُٿاري گهر پهچايو ويو ۽ پوري هڪ مهيني تائين بستري تي ستو پيو هو. اِن عَذَابَ رَبِڪَ لَوَاقِعٍ. "بيشڪ! تنهنجي رب جو عذاب ضرور ايندو ۽ ان کي ٽارڻ وارو ڪوبہ ڪونهي."

چون ٿا، تہ ڪنهن ماڻهو حضرت عبدالله بن حنظلہ رضہ آڏو هي آيت پڙهي: لَهُم مِن جَهَنَمَ مِهَاد و مِن فَوقِهِم غَوَاس. "ڪافرن لاءِ جهنم جي باھ جا بستر ۽ مٿان وڇڻ وارا ڪپڙا هوندا" آيت ٻڌي روئڻ لڳو. راوي سمجهيو، تہ هو مري ويو. ٿوري دير کان پوءِ اٿي ويٺو، تہ ماڻهن ڪيس ويهڻ لاءِ عرض ڪيو. چيائين، تہ ڪيس انهيءَ آيت

جي هيبت ويهڻ نہ ڏنو. حضرت جنيدؒ اڳيان کنهن هيءَ آيت پڙهي: يا ايها الذين آمنوا لِمَ تقولون مالا تفعلون. "اي ايمان وارؤ! اوهان اهڙي ڳالهہ چو ٿا چئو، جيڪا نٿا ڪريو؟" هن فرمايو: "منهنجا موليٰ! اسان جو ڪجهہ چئون ٿا، اهو تنهنجي حڪم سان چئون ٿا، ۽ جو ڪجهہ ڪريون ٿا، اهو تنهجي توفيق سان ڪريون ٿا. اسان جو قول ۽ اسان جو فعل ڪجهہ بہ ناهي."

حضرت شبليؒ متعلق مشهور آهي، تہ ڪنهن سندس اڳو هيءَ آيت پڙهي: وَاذكُر رَبَّكَ اِذَا نَسِيتَ. "پنهنجي رب کي ياد ڪر جڏهن تون ڀُلجي وڃين." هن فرمايو: "ذڪر جو شرط ڀلجي وڃڻ آهي (پنهنجو پاڻ). ساري دنيا ذڪر ۾ ناڪام آهي." اهو چيائين، ۽ نعرو هڻي بيهوش ٿي ويو. جڏهن هوش ۾ آيو، تڏهن فرمايائين: "مون کي اهڙيءَ دل تي حيرت آهي، جيڪا الله جو ڪلام ٻڌي، پنهنجي جاءِ تي برقرار رهي، ۽ ان جان تي، جيڪا الله جو ڪلام ٻڌي نڪري نہ وڃي." هڪ بزرگ کان روايت آهي، تہ هو هيءَ آيت پڙهي رهيو هو: وَاتقُوا يَوماً فيه الي الله. "ڊڄو ان ڏينهن کان جڏهن اوهان ان ڏانهن موٽايا ويندئو." غيب کان آواز آيو: "هوريان پڙهہ! هن آيت جي هيبت کان چار پَريون مري ويون آهن." هن درويش ذڪر ڪيو آهي: "مون ڏهن سالن ۾ صرف ايترو قرآن پڙهيو يا ٻُڌو آهي، جيترو نماز لاءِ ضروري هو." ماڻهن پڇيس تہ چيائين: "انهيءَ خوف کان مون تي حجت پوري ٿي نہ وڃي."

مان هڪ ڏينهن شيخ ابوالعباسؒ جي خدمت ۾ حاضر ٿيس، هيءَ آيت پڙهي رهيو هو ۽ روئي رهيو هو: ضَرَبَ اللهُ مَثَلاً عَبداً مملُوكاً لاَ يَقدِرُ عَلىٰ شيءِ. "الله تعاليٰ هڪ اهڙي ٻانهي جو مثال بيان ڪيو آهي، جو ڪنهن ٻئي جي ملڪيت آهي ۽ ڪيس ڪنهن بہ ڪم جو قدرت ناهي." مون سمجهيو، تہ مري ويو هوش ۾ آيو، تہ پڇيومانس: "قبلہ اها ڪهڙي حالت آهي؟" فرمايائين: "گذريل يارهن سالن کان وٽي منهنجو ورد انهيءَ آيت تائين پهتو آهي، ۽ مان ان کان اڳتي نڪري نہ سگهيو آهيان."

مون حضرت ابوالعباسؒ کان پڇيو: "اوهان ڏهاڙي ڪيترو قرآن پڙهندا آهيو؟" فرمايائين: "اڳ ڏينهن ۾ بہ دفعا قرآن ختم ڪندو هئس، هاڻي چوڏهن سالن ۾ انفال سُورة تائين پهتو آهيان. ٻڌو ويو آهي، تہ حضرت ابوالعباسؒ قصاب هڪ قاريءَ کي قرآن پڙهڻ لاءِ چيو. هن هيءَ آيت پڙهي: يا اَيُهَا العَزيز مَسنَا وَ اَهلَنَا الضُرُ وَجِئنَا بِبِضَاعَة مُزجة. "اي عزيز (مصر) اسان کي ۽ اسان جي اهل عيال کي بک ڏاڍو تنگ ڪيو آهي، ۽ اسان ٿوري مُوڙي کڻي آيا آهيون." [ قَالُوا اِن يَسرق فَقَد سَرَقَ اَخُ له مِن قبل. "انهن (حضرت يوسف عہ جي ڀائرن) چيو، جيڪڏهن هن (ابن يامين) چوري ڪئي آهي، تہ ٿي سگهي ٿو، چو تہ هن جو ڀاءُ بہ اڳ ۾ چوري ڪري چڪو آهي."]

هن فرمايو: "وري پڙهہ." قاري پڙهيو: "لاَ تَشرِيب عَلَيكُمُ اليَوم يَغفِرُ اللهُ لَكُم. "اڄ اوهان تي ڪا پَڪڙ ڪانهي. الله اوهان کي بخشي."

ان کان پوءِ هن دعا ڪئي: "منهنجا موليٰ! مان ظلم ۾ حضرت يوسف عہ جي ڀائرن کان گهٽ ناهيان. تون ڪرم ۾ حضرت يوسف عليه السلام کان وڌيڪ آهين. مون سان اها ڪر جيڪا يوسف عہ پنهنجن ڀائرن سان ڪئي." انهن سڀني ڳالهين جي باوجود مسلمانن (عابدن يا گنهگارن) سڀني کي قرآن پڙهڻ جو حڪم آهي. الله تعاليٰ فرمايو آهي: وَاِذَا قُرِءَ القُرآن فَاستَمِعُوا لَهُ وَ انصتُوا لَعَلكُم تُرحَمُون. "جڏهن قرآن پڙهيو وڃي، تہ ٻڌو ۽ خاموش رهو، جيئن رحم جا حقدار ٿجي وڃو." جنهن بہ حال ۾ ڪوئي قرآن پڙهي، ماڻهن کي خاموشيءَ ۽ ڌيان سان ٻُڌڻ جو حڪم آهي. الله تعاليٰ جو فرمان آهي: فَبَشر عِبَاد الذِينَ يَستَمِعُونَ القَول. "انهن لاءِ خوشخبري آهي، جيڪي اسان جو ڪلام ٻُڌندا آهن"، ۽ سڀني شين تي عمل ڪندا آهن، يعني حڪم پورا ڪندا آهن. ٻيءَ جاءِ تي الله تعاليٰ فرمايو آهي: اَلذِينَ اِذَا ذُكِرَ اللهُ وَجِلَت قُلُوبُهُم "اُهي ماڻهو، جڏهن الله جو ذڪر ٿيندو آهي، تہ سندن دليون خوف ڪائينديون آهن." ٻي جاءِ تي خدا جو فرمان آهي: اَلذين آمَنُوا وَ تَطمَئِنُ قُلُوبُهُم بِذِكرِ اللهِ اَلاَ بِذِكرِ اللهِ تَطمَئِنُ القُلُوب. "ايمان وارا الله جي ذڪر کان مطمئن ٿيندا آهن، ۽ ياد رکو دلين کي اطمينان فقط الله جي ذڪر سان حاصل ٿيندو آهي." اهڙيون ٻيون بہ گهڻيون ئي

آيتون آهن. جيڪي انهيءَ ڳالهه تي زور ڏين ٿيون ڏين. ان جي ابتڙ انهن ماڻهن کي نندير ويو آهي. جيڪي خدا جي ڪلام کي صحيح معنيٰ ۾ نٿا ٻڌن ۽ ڪنن مان ٻڌل ڪلام کي دل ۾ نٿا ويهارن. الله تعاليٰ فرمايو آهي: خَتَمَ اللهُ عَلَىٰ قُلُوبِهِمْ وَعَلَىٰ أَبْصَارِهِمْ غِشَاوَةٌ. "الله تعاليٰ انهن جي دلين ۽ ڪنن تي مُهر هڻي ڇڏي آهي. ۽ انهن جي اکين تي پردو آيل آهي." الله تعاليٰ اهو به فرمايو آهي، ته جهنم وارا چوندا: لَوْ كُنَّا نَسْمَعُ أَوْ نَعْقِلُ مَا كُنَّا فِي أَصْحَابِ السَّعِيرِ. "جيڪڏهن اسان (دنيا ۾) قرآن ٻڌون ۽ سمجهون ها. ته اڄ جهنم ۾ نه هجون ها." وري فرمايائين: وَمِنْهُمْ مَنْ يَسْتَمِعُ إِلَيْكَ وَجَعَلْنَا عَلَىٰ قُلُوبِهِمْ أَكِنَّةً أَنْ يَفْقَهُوهُ وَفِي آذَانِهِمْ وَقْرًا. "انهن مان ڪجهه ماڻهو ٻڌن ٿا، مگر انهن جي دلين تي پردا آهن. ۽ هو نٿا سمجهن. هنن جا ڪَن ٻوڙا آهن." وري فرمايائين: وَلَا تَكُونُوا كَالَّذِينَ قَالُوا سَمِعْنَا وَهُمْ لَا يَسْمَعُونَ "انهن ماڻهن وانگر نه ٿيو، جيڪي چون ٿا، ته اسان ٻڌو، مگر هُو نٿا ٻڌن." اهڙيون بيون گهڻيون آيتون آهن.

روايت آهي، ته هڪ دفعي پيغمبر ﷺ جن حضرت عبدالله رضه بن مسعود کي فرمايو: اقرا عَلَي فقال انا اقرا عليک وَ عَلَيکَ اُنزل فقال رسول ﷺ اني اَحَبَ اَن اسمعه غَيري. حضرت عبدالله رضه عرض ڪيو، ته قرآن حضور جن تي نازل ٿيو آهي، مان اوهان کي ٻڌايان؟ فرمايائون ته مان ٻين کان ٻڌڻ پسند ڪندو آهيان. اهو ان ڳالهه جو پڪو دليل آهي، ته ٻڌڻ وارو پنهنجي حال ۾ پڙهڻ واري کان ڪامل هوندو آهي، چو ته حضور ﷺ جن فرمايو آهي، ته مان ٻئي ماڻهوءَ کان ٻڌڻ پسند ڪندو آهيان. قاري حال يا غير حال جي حالت ۾ پڙهندو هجي، مگر ٻڌڻ وارو هميشه حال جي حالت ۾ ٻڌندو آهي. ڳالهائڻ ۾ هڪ قسم جو تڪبر جو شڪ هوندو آهي، ۽ ٻڌڻ ۾ نوڙت جي ڳالهه هوندي آهي.

پيغمبر ﷺ جن اهو به فرمايو آهي: شَيبتني سورة هُود. "مون کي هود سُورت پوڙهو ڪري ڇڏيو آهي." اهو به ان لاءِ جو سورة جي آخر ۾ هي ڪلما آهن: فَاستَقِم كَمَا اُمِرتَ. "ثابت رهه، جيئن حڪم ڪيو ويو آهي." ماڻهو الله جي حڪم تي ثابت قدم رهڻ ۾ عاجز آهي، چو ته هو خدا جي توفيق کان سواءِ ڪجهه به ڪري نه سگهندو آهي. جڏهن حڪم ٿيو ته، "ثابت قدم رهه." ته پاڻ حيران ٿي ويا، ته انهيءَ حڪم تي قائم ڪيئن رهي سگهبو؟ انهيءَ جي ڪري ڪمزور ٿيندا ويا ۽ تڪليف وڌندي وئي، ايتريقدر جو هڪ ڏينهن اُٿڻ لڳا ته زمين تي تِري ڪوڙي زور ڏنائون. حضرت ابوبڪر رضه چيو: يا رسول الله! اهو ڇا آهي؟ اوهان اڃا جوان ۽ تندرست آهيو. فرمايائون: مون کي هود سورة پوڙهو ڪري ڇڏيو آهي. ان ۾ ذڪر ٿيل حڪمن مون کي ايترو خوف ڏياريو آهي، جو منهنجي طاقت جواب ڏئي رهي آهي.

حضرت ابو سعيد خدري رضه کان روايت آهي: كنت في اصابة فيها ضعفاء المهاجرين و ان بعضهم يستر بعضا من العري و قاري يقرءُ علينا ونحن نستمع لـقراته قال فجاءَ رسول الله ﷺ حتيٰ قام علينا فلما راه القاري سكت قال فسلم فقال ماذا كنتم تصنعون قلنا يا رسول لله كان قاري يقراء علينا ونحن نستمع لقراته فقال النبي صلي الله عليه وسلم الحمد لله الذي جعل في امتي من امرت ان اصبر نفسي معهم قال ثم جلس وسطنا ليعدل نفسه فينا ثم قال بيده هكذا اقتحلق القوم فلم يعرف رسول الله صلي الله عليه وسلم منهم احد قال و كانوا ضعفاء المهاجرين فقال النبي ﷺ البشر و اصعاليک المهاجرين بالفو ز التام يوم القيامة تدخلون الجنة قبل اغنياء بنصف يوم كان مقداره خمس مائه عام. "مان اصحابن جي هڪ جماعت ۾ ويٺو هئس. جنهن ۾ ڪمزور ۽ لاغر مهاجر هئا. اوگهڙ کان بچڻ لاءِ سڀ هڪٻئي ۾ پردو ڪيو ويٺا هئا. قاري قرآن پڙهي رهيو هو ۽ اسان ٻڌي رهيا هئاسون. اوچتو حضور ڪريم ﷺ جن اچي ويا. قاري خاموش ٿي ويو. پاڻ سلام ڏئي پڇيائون. ته ڇا ڪري رهيا آهيو؟ اسان جواب ڏنو. ته قرآن پڙهيو ٿي ويو ۽ اسان ٻڌي رهيا هئاسون. فرمايائون: الله جو شڪر آهي جو منهنجي امت ۾ اهڙا ماڻهو به آهن، جن سان مون کي صبر ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي. ان کان پوءِ سيني جي وچ ۾ ويهي رهيا. اهڙيءَ طرح جو خصوصيت سان نظر نٿي آيا. سمورا هڪ دائري (گول) ۾ هئاسون. پوءِ فرمايائون: اي مهاجرو! مان اوهان کي قيامت جي ڏينهن جي بشارت (خوشخبري) ٿو ڏيان. ته اوهان ڪامياب هوندا. اوهان پنهنجي شاهوڪار (دولتمند) ڀائرن کان اڌ ڏينهن اڳ بهشت ۾ داخل ٿيندا. اهو اڌ ڏينهن پنج سؤ

سالن جي برابر هوندو."

مٿئين حديث ۾ ڪجهه اختلاف بہ آهن. مگر اهو اختلاف فقط لفظن جو آهي، معنيٰ جي لحاظ کان ڪوبہ فرق ناهي.

**(فصل)**

زُراره رحمۃ اللہ علیہ بن ابي اوفي هڪ وڏي شان وارو صحابي هو. هڪ دفعي هو امامت ڪري رهيو هو. هڪ آيت پڙهيائين ۽ ان جلال جو تاب نہ سهي سگهيو. رڙ ڪري مري ويو.

حضرت ابوجُهين رحمۃ اللہ علیہ وڏن تابعين مان هئو. ان جي سامهون هڪ آيت پڙهي وئي تہ رڙ ڪري مري ويو. حضرت ابراهيم نخعي رحمۃ اللہ علیہ کان روايت آهي: هڪ دفعي ڪوفي جي پسگردائيءَ ۾ هڪ ڳوٺ کان لنگهي رهيو هئس. هڪ عورت کي نماز ۾ بيٺل ڏٺم. منجهس نيڪيءَ جا نشان نظر اچي رهيا هئا. نماز کان فارغ ٿي، تہ مون عزت ۽ احترام کان کيس سلام ڪيو. هن عورت پڇيو: "تون قرآن ڄاڻندو آهين؟" جواب ڏنم تہ "هائو." چيائين: "ڪجهہ پڙهي ٻڌاءِ." مون هڪ آيت پڙهي، تہ عورت نعرو هڻي بيهوش ٿي وئي ۽ سندس روح اُڏامي ويو.

احمد رحمۃ اللہ علیہ بن ابي الحواري رڻ ۾ هڪ جوان کي ڏٺو. جنهن کي تلها ڪپڙا ۽ گودڙي پهريل هئي. هڪ کوهہ تي بيٺو هو. هن چيو: "اي احمد رحمۃ اللہ علیہ! وقت تي اچي ويو آهين مون کي هن وقت سماع (راڳ) جي ضرورت آهي، تہ جيئن پنهنجي جان الله تعاليٰ جي حوالي ڪري سگهان. حضرت احمد رحمۃ اللہ علیہ کي غيبي اشارو ٿيو ۽ هي آيت پڙهيائين: ان الذين قالوا ربنا الله ثم استقاموا "تحقيق! اهي ماڻهو جن چيو الله اسان جو رب آهي ۽ ان جي ڳالهہ تي ثابت قدم رهيا" جوان چيو: "تو اها آيت پڙهي، جيڪا فرشتا منهنجي اڳيان پڙهي رهيا آهن." هو ائين چئي اُتي جو اُتي مري ويو. هن موضوع تي بيو بہ گهڻو ڪجهہ آهي. سڀ ڪجهہ بيان ڪندس تہ مقصد فوت ٿي ويندو. تنهنڪري اهو ڪافي ٿو سمجهان. توفيق الله تعاليٰ جي اختيار ۾ آهي.



# باب ايڪٽيهون

## (شعر ٻڌڻ)

شعر ٻڌڻ روا (مباح) آهي. پيغمبر ﷺ جن به شعر ٻڌا آهن. اصحاب سڳورن به شعر ٻُڌا ۽ چيا آهن. حضور ﷺ جن فرمايو آهي: ان من الشعر لحكمة. "ڪنهن شڪ شبهي کان سواءِ شعر حڪمت آهي." ٻي هنڌ فرمايو اٿن: الحكمة ضالة المومن حيث وجدها فهوا حق بها. "حڪمت مومن جي وڃايل شيءِ آهي، جتي به ملي ته مومن ان جو وڌيڪ حقدار آهي." هتي شعر مان مراد اها آهي، جنهن ۾ حڪمت هجي. ۽ حڪمت مومن جو حق آهي، پوءِ اها جتي به هجي. وري حضور ﷺ جن فرمايو آهي، ته عرب وارن ۾ لبيد شاعر جو هي قول سڀني کان سچو آهي:

الاكل شيءِ ما خلا الله باطل

وكل نعيم لا محالة زائل

"ٻڌوا الله کان سواءِ هر شيءِ باطل (ڪُوڙي) آهي ۽ هر هڪ نعمت تي زوال ايندو آهي."

عمرو بن الشريد پنهنجي پيءُ کان روايت تو ڪري: قال راستنشدني رسول الله ﷺ هل تردي من شعر امية بن ابي الصلت شيئاً فانشدته مائة قافية فجعلت كلما مررت علي بيت قال هيه فقال رسول ﷺ كاد ان يسلم في شعره. "مون کي رسول الله جن شعر پڙهڻ جو حڪم ڏنو ۽ پڇيو، ڇا اميه بن ابي الصلت جا شعر ٻڌائي سگهندين؟ مون هڪ سؤ شعر ٻڌايا. هر شعر کان پوءِ فرمائيندا رهيا، ته ٻڌاءِ. آخر ۾ فرمايائون، ته اميه پنهنجي شعرن ۾ مسلمانيءَ کي ويجهڙو آهي."

حضور ﷺ جن ۽ اصحاب سڳورن وٽان اهڙيون ڪيتريون ئي روايتون آهن. مگر عام ماڻهن ۾ ڪجهه غلط فهميون آهن. هڪ جماعت هر قسم جا شعر ٻڌڻ حرام سمجهندي آهي، ۽ انهيءَ بنياد تي اسلامي پائرن تي نڪته چيني ڪندي رهندي آهي. ٻي جماعت هر قسم جا شعر ٻُڌڻ جائز سمجهندي آهي، ۽ ڏينهن رات محبوب جي حُسن ۽ زلفن متعلق غزلن ٻڌڻ ۾ مشغول رهندي آهي. ٻنهي جماعتون هڪٻئي جي خلاف دليل پيش ڪنديون آهن. منهنجو مقصد انهن جي ترديد يا تائيد ناهي. مان ايترو ڪافي ٿو سمجهان، ته صوفين سڳورن جو طريقو بيو آهي. حضور ﷺ جن کان شعر جي باري ۾ پڇيو ويو، ته پاڻ فرمايائون: ڪلام حسنه حسن و قبيحه قبيح. "شعر ڪلام آهي، جنهن جو مضمون سٺو آهي، اهو شعر به سٺو آهي، ۽ جنهن جو مضمون خراب آهي، اهو شعر به خراب آهي." يعني جنهن شيءِ جو نثر ۾ ٻڌڻ حرام آهي، مثلاً: گـلا، ٻـهتان، فحش ڪلامي، الزام هڻڻ، ڪفر جا ڪلما، ان جو نظم ۾ ٻڌڻ به حرام آهي، جنهن شيءِ جو نثر ۾ ٻڌڻ حلال آهي، مثلاً: واعظ، حڪمت، الله جي آيتن ۾ دليل، الله جي گواهين تي تبصرو، اهڙو نظم ۾ ٻڌڻ به حلال آهي. مطلب جهڙيءَ طرح اهڙو حسن ڏسڻ، جنهن ۾ خرابي هجي، اهو حرام ۽ منع ٿيل آهي، بلڪل اهڙيءَ طرح اهڙي حسن متعلق نظم ۽ نثر ٻڌڻ به حرام ۽ منع ٿيل آهي. ان جي تعريف ٻڌڻ به حرام آهي. جيڪو تعريف ٻڌڻ کي حلال سمجهندو، اهو لازمي طور تي ان کي ڏسڻ ۽ ڇهڻ کي به حلال سمجهندو. اهڙو ڇنو ڪفر ۽ بي ديني ٿيندو. جيڪڏهن ڪو چوي، ته مان اکين، وارن، خطن ۽ ترن جي تعريف ۾ الله جو آواز ٿو ٻُڌان، ۽ الله جو طالب آهيان، ته بيو اهو به چئي سگهندو ته مان انهن شين جي ڏسڻ سان الله کي ٿو ڏسان ۽ ان جو طالب آهيان. جو ته اک ۽ ڪَـن ٻنهي آفت جي جاءِ ۽ علم جو مرڪز آهن. اهڙيءَ طرح ٻيون چئي سگهندو، ته مان سهٽي بدن کي ڇـهان ٿو، جو ته ٻيا ماڻهو ان جي ڏسڻ ۽ ٻـُڌڻ کي جائز ٿا سمجهن. مان به الله جو طالب آهيـان. سمورا حواس معنيٰ جي ڄاڻ ۾ هڪ جهڙي اهميت رکندا آهن. اهڙيءَ طرح سان سموري شرعيت بلڪل باطل ٿي ويندي. حضور ﷺ جن جو هي فرمان: العينان تزنيان. "اکيون به زنا ڪنديون آهن." ختم ٿي ويندو. نامحرمن کي ڇهڻ تي ڪابه ملامت نه ٿيندي. ۽ شرعي حدون ٽُٽي وينديون. اهو ڇٽي گمراهيءَ جو مقام آهي. جڏهن جاهل مـاڻهو پنهنجي حال ۾ مست ٿيل صوفين کي ڏسندا آهن. ته سمجهندا آهن شايد اهي ماڻهو به نفساني خواهشن ۾ قاتل آهن. انهن راڳ (سماع) کي به جائز ڄاتو آهي، ۽ چوندا آهن، ته جيڪڏهن جائز نه هجي ها، ته صوفي ان کي اختيار نه ڪن ها. جاهلن، صوفين جي ظاهر جي پيروي ڪئي آهي ۽ باطن کان پري رهيا آهن. اهڙيءَ طرح پاڻ به هلاڪ ٿيا آهن. ۽ پاڻ سان ٻين کي به هلاڪت ۾ وڌو اٿن. اها هن زماني جي سڀ کان وڏي مصيبت آهي. پنهنجي جاءِ تي ان جي پوري سمجهاڻي ڏني ويندي. انشاءالله العزيز.

# باب ٻٽيهون

## (راڳ آواز ٻڌڻ)

پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: زينوا اصواتكم بالقرآن. "پڙهڻ وقت آواز کي سنواريو." الله تعاليٰ فرمايو آهي: يَـزِيد فِـي الخَـلقِ مَـا يَـشَـاءُ. "هو پيدا ڪرڻ ۾ جو چاهيندو آهي وڌيڪ ڪندو آهي" تفسير ڪرڻ وارا هن مان عمدو آواز مراد وٺندا آهن. پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: من اراد ان يستمع صوف دائود فليستمع صوف ابي موسيٰ اشعري. "جيڪو حضرت دائود جي آواز ٻڌڻ جي تمنا رکي، اهو ابو موسيٰ اشعري جو آواز ٻُڌي." حديثن ۾ آيو آهي، تہ "بهشت وارن لاءِ بهشت جي باغ ۾ راڳ هوندو ۽ ان جي صورت اها هوندي جو هر هڪ وڻ مان سُرن ۽ نغمن جو آواز ٻُڌبو."

جڏهن مختلف آواز گڏ ٿيندا آهن، تڏهن طبعيت تي عجيب ڪيفيت طاري ٿيندي آهي. اهڙو راڳ انسانن ۽ حيوانن ۾ عام آهي. روح هڪ لطيف شيءِ آهي. سُريلي آواز ۾ بہ سوين دفعا وڌيڪ لطافت هوندي آهي. روح جڏهن سريلو آواز ٻڌندو آهي، تڏهن جنسي لاڙو ظاهر ٿيندو آهي. طبعيتن ۽ بيـن تحقيقـن جا دعوا ڪندڙ هن موضوع جي باري ۾ گهڻو ڪجهہ چيو آهي ۽ سُر - تار تي وڏا ڪتاب لکيا ويا آهن. انهن جي فن جا نشان اڄ اسان جي آڏو ڳائڻ وڄائڻ جي اوزارن ۾ موجود آهن، جيڪي ماڻهن هوَس ۽ کيل تماشي لاءِ شيطاني نموني تي تيار ڪيا آهن. هنن جو چوڻ آهي، تہ اسحاق موصلي هڪ باغ ۾ ڳائي رهيو هو. هڪ ڳائيندڙ بُلبل هن جي راڳڻي ٻڌي چُپ ٿي وئي. ڪجهہ وقت ٻڌندي رهي، پوءِ تڙقي تڙقي ڪري پئي، ۽ مري وئي. هن قسم جون ڪيئي حڪايتون آهن. هنن ڳالهين بيان ڪرڻ جو مقصد اهو آهي، تہ سُر ۽ سُرود سيني جان وارن تي اثر ڪندا آهن. حضرت ابراهيم خواصؒ جو چوڻ آهي: "مان هڪ دفعي عرب جي قبيلي جي سردار وٽ مهمان ٿيس. هڪ حبشي کي ڏٺم. طوق ۽ زنجيرن ۾ جڪڙيل هو. تنبوءَ جي دروازي تي اُس ۾ پيو هو. مون کي رحم آيو، ارادو ڪيم تہ سردار وٽ سندس سفارش ڪريان. جڏهن ماني آئي ۽ سردار بہ عزت ڏيڻ لاءِ ماني ۾ شريڪ ٿيڻ آيو، تڏهن مون کائڻ کان انڪار ڪيو. عربن لاءِ اها شيءِ تمام خراب (ناگوار) آهي. سردار انڪار جو سبب پڇيو. مون چيو: "منهنجو انڪار ان ڪرم جي اميد تي آهي جيڪا مان سردار ۾ رکان ٿو." سردار جواب ڏنو: "منهنجو سمورو مال متاع حاضر آهي. کائڻ کان انڪار ٿيڻ نہ گهرجي." مون چيو: "مون کي مال متاع جي ضرورت ناهي. فقط اهو غلام گهرجي." سردار چيو: "اڳ ۾ هن جو جُرم سمجهي وٺو. پوءِ هن کي ڇڏي ڏنو ويندو. غلام کهڙي ڳالهہ آهي. سموري ملڪيت توهان جي اختيار ۾ آهي." مون جرم پڇيو. سردار بيان ڪيو: هي غلام حدي خوان (قافلي ۾ آواز ڏيندڙ) آهي. نهايت سُريلو آهي. مون ڪيس ڪجهہ اُٺ ڏنيئي، اَنُ کڻي اچڻ لاءِ چيو. هن هر هڪ اُٺ تي ٻن اُنن جو بار رکيو. رستي ۾ ڳائيندو آيو ۽ اُٺ ڊُڪندا رهيا. ٿوري وقت ۾ هتي پهچي ويو. جڏهن بار لاٿو ويو، تڏهن سڀ اُٺ هڪ هڪ ٿي مرندا ويا. مون کي عجب لڳو ۽ چيم: "اي سردار! اوهان برابر سچا آهيو، مگر مون کي انهيءَ ڳالهہ جي ثابتي گهرجي." اسان اها ڳالهہ ڪري رهيا هئاسون، تہ ڪجهہ اُٺ صحرا مان کوهہ تي پاڻي پيئڻ لاءِ آيا. اُنن وارن (شتربانن) جي بيان موجب اهي اُٺ ٽن ڏينهن جا اُڃيا هئا. سردار ان حبشي غلام کي حُدي خوانيءَ جو حڪم ڏنو. اُٺ هن جو آواز ٻڌي اهڙا مست ٿي ويا، جو ڪنهن بہ پاڻي کي منهن نہ لڳايو ۽ جلدي جهنگ ۾ ٽڙي پکڙي ويا. ان کان پوءِ سردار اهو غلام مون کي ڏنو.

اهو عام طور تي ڏٺو آهي، تہ اُٺ چارڻندڙ ۽ گڏهن وارا ڳائيندا آهن، تہ جانورن تي خوشيءَ جي حالت طاري ٿي ويندي آهي. خراسان ۽ عراق ۾ رات جو هرڻن کي پڪڙڻ وارا ٿالهي وڄائيندا آهن. هرڻ ان جو آواز ٻڌي پنهنجي جاءِ تي چُرڻ پُرڻ کان سواءِ بيهي رهندا آهن، ۽ پڪڙيا ويندا آهن. هندستان ۾ هرڻ جا شڪاري جهنگ ۾ ڳائيندا آهن. هرڻ سُريلن آوازن جي ڪيف ۾ جهومندا انهن ڏانهن ايندا آهن. شڪاري انهن کي گهيري ۾ آڻي ڳائيندا آهن. ايتري تائين جو

هرڻ اکيون بند ڪري، سُمهي پوندا آهن ۽ پڪڙيا آهن. ننڍا ٻار پينگهي ۾ روئيندا آهن تہ انهن کي سُريلي آواز ۾ لولي ڏبي آهي، تہ خاموش ٿي لولي ٻڌندا آهن. اهڙن ٻارن لاءِ طبيب چوندا آهن تہ انهن جا حواس نيڪ آهن. اهي وڏا ٿي هوشيار ۽ فهم وارا ٿيندا.

چون ٿا، تہ ايران جو ڪو بادشاهہ وفات ڪري ويو. هن جو هڪ ٻن سالن جو پُٽ هو. وزيرن خيال ڪيو، تہ ڪيس تخت تي ويهاريو وڃي. حڪيم بزرجمهر سان مشورو ڪيو ويو. هن چيو تہ نيڪ آهي، پر ڏسڻ گهرجي، تہ سندس حواس نيڪ آهن يا نہ؟ وزيرن پڇيو، تہ اها خبر ڪيئن پوندي؟ حڪيم جي حڪم موجب ڳائڻ ڳائڻ شروع ڪيو. ٻار خوشيءَ ۾ هٿ پير هڻڻ لڳو. حڪيم چيو، تہ انهيءَ ٻار مان چڱائيءَ جي اميد رکڻ گهرجي. مطلب، تہ نغمن جو اثر حڪيمن جي چوڻ موجب هڪ مڃيل ڳالهہ آهي ۽ ان لاءِ وڌيڪ دليل جي ضرورت ناهي. جيڪڏهن ڪو نغمي، سرود يا ساز جي دل تي اثر ڪرڻ جي ڳالهہ کي نہ مڃي تہ پڪ سمجهيو هو ڪوڙ ڳالهائي ۽ منافقي ڪري رهيو آهي. ڪيس ڪو احساس ئي ڪونهي، تنهنڪري انسانيت ۽ تصوف کان ٻاهر آهي. ڪي ماڻهو الله جي حڪم جو خيال رکي، راڳ کان منع ڪندا آهن. مگر گهڻا فقيهہ هن ڳالهہ تي متفق آهن، تہ جيڪڏهن ڪليل تماشو مقصود نہ هجي، ۽ سُر فحش ڳالهين ۾ نہ ڦاسائي، تہ ان جو ٻڌڻ روا آهي. هن جي ٻاري ۾ ڪافي روايتون ۽ سَنَدون موجود آهن. حضرت عائشہ رضہ کان روايت آهي: قالت كانت عندي جارية تغني فاستاذن عمر رضہ فلما احسته فرت فلما دخل عمر رضہ ما اضحك يا رسول الله صلي عليه وسلم فقال له عمر رضہ لا ابرح حتيٰ اسمع ماكان سمع رسول الله صلي الله عليه وسلم فدعا رسول الله صلي الله عليه وسلم الجارية فاخذت تغني و رسول الله صلي الله عليه وسلم يستمع. "مون وٽ هڪ ڪنيز (ٻانهي) ڳائي رهي هئي، تہ حضرت عمر رضہ اندر اچڻ جي اجازت گهري. ڪنيز کي پتو پيو ۽ ان جي اچڻ جو آواز ٻڌائين، تہ ڀڄي ويئي. حضرت عمر رضہ اندر داخل ٿيو، تہ رسول الله ﷺ جن تبسم فرمايو (ڪِليا). حضرت عمر رضہ کلڻ جو سبب پڇيو، تہ پاڻ فرمايائون: "هڪ ڪنيز ڳائي رهي هئي. تنهنجي پيرن جو آواز ٻڌي ڀڄي وئي." حضرت عمر رضہ عرض ڪيو: "مان تيستائين هتان نہ ويندس، جيستائين اها شيءِ نہ ٻُڌان، جيڪي سائين جن ٻڌي آهي." پاڻ ڪريم ﷺ جن ڪنيز کي گهرايو، هوءَ ڳائڻ لڳي ۽ پاڻ ٻڌندا رهيا."

اهڙي قسم جون بيون بہ گهڻيون روايتون آهن. شيخ الرحمان سلمي انهن سڀني کي پنهنجي ڪتاب "السماع" ۾ ڪَٺو ڪيو آهي، ۽ راڳ جي جائز هجڻ جو فيصلو ڏنو آهي. مشائخ سڀڙن جو مقصود ٻيو آهي. فقيهن وري اجازت عام ماڻهن جو ڪم آهي. صوفين لاءِ اجازت اها آهي، جيڪا اعمالن لاءِ فائديمند هجي. هوش وارن لاءِ لازم آهي، تہ اهڙن ڪمن جو پيڇو ڪن، جن ۾ ڪو فائدو هجي.

هڪ دفعي مان مرو ۾ هئس. اهلحديث جي امامن مان هڪ مشهور امام مون کي چيو، تہ هن رات جي جائز هجڻ تي هڪ ڪتاب لکيو آهي. مون چيو: "اها دين ۾ هڪ وڏي مصيبت پيدا ٿي وئي آهي. هڪڙي امام هڪ اهڙي شيءِ کي جائز قرار ڏنو آهي، جيڪا سڀني خرابين جو منڍ آهي." امام پڇيو: "جيڪڏهن جائز ناهي، تہ توهان ڇو ٻڌندا آهيو؟" مون جواب ڏنو تہ: "ان لاءِ ڪافي سبب آهن." يڪ طرفو ۽ قطعي فيصلو ڪرڻ نہ گهرجي. جيڪڏهن راڳ جو دل تي اثر ٺيڪ روا آهي، تہ راڳ بہ روا آهي. جيڪڏهن راڳ جو اثر حرام آهي، تہ راڳ بہ حرام آهي. مطلب، تہ هر اها شيءِ، جيڪا ظاهر ۾ فسق (بيحيائي) جهڙي آهي ۽ باطن ۾ ان جو اثر مختلف شڪلين ۾ ظاهر ٿئي ٿو، تہ اِها هڪ قطعي فيصلي هيٺ اچي نٿي سگهي. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

# باب ٽيٽيهون

## (سماع)

معلوم هئڻ گهرجي، تہ راڳ جي باري ۾ مختلف طبيعتن لاءِ مختلف حڪم آهن. طبيعتن جا لاڙا مختلف هوندا آهن. تنهنڪري سڀني لاءِ هڪڙو حڪم ظلم ٿيندو. راڳ ٻڌڻ وارا ٻن قسمن جا ماڻهو هوندا آهن: هڪڙا اهي جيڪي معنيٰ ڏانهن ڪَن ڏيندا آهن، ۽ ٻيا اهي جيڪي آواز تي جهُومندا آهن. ٻنهي جا سٺا ۽ خراب پهلو آهن. ٻنهي ۾ ڪجھ فائدا ۽ ڪجھ نقصان آهن. سريلو آواز ٻڌڻ انساني فطرت ۾ داخل آهي. اهو معنيٰ جي غلبي کان ٻڌبو آهي. جيڪڏهن معنيٰ حق واري هوندي، تہ راڳ بہ حق وارو ٿيندو. جيڪڏهن معنيٰ باطل هوندي، تہ راڳ بہ باطل ٿيندو. ان لحاظ کان جنهن ماڻهوءَ جي طبعيت ۾ فساد هوندو، اهو جو ڪجھ ٻڌندو، سو فساد ٻڌجي ويندو. اهي سڀ معنائون حضرت دائود عليہ السلام جي حڪايتن ۾ آيل آهن. الله تعاليٰ جڏهن کيس پنهنجو خليفو بڻايو تہ کيس مٺو آواز عطا ڪيائين، کيس سندس گـَلو، ساز بڻائي ڏنو. هن جي آواز تي جبل جهومندا هئا، جهنگلي جانور، پکي، پهاڙ ۽ بيابان سندس نغمن جي جادو هيٺ اچي ويندا هئا. هلندڙ درياءُ بيهجي ويندا هئا. اُڏامندڙ پکي ڪِري پوندا هئا. جنهن جهنگ ۾ هو ڳائيندو هو، اتي مهيني تائين جانور ڪجھ کائيندا پيئندا نہ هئا. ٻار کير نہ گهرندا هئا، ۽ روئڻ ڇڏي ڏيندا هئا. ماڻهو راڳ ٻڌي موٽندا هئا، تہ اُنهن مان، ڪلام، آواز ۽ سُر جي ڪيفيت کان ڪيترا مري ويندا هئا. هڪ دفعي ست سوءُ ڪنيزون ۽ ٻارهن هزار پوڙها مري ويا، الله تعاليٰ جي مرضي ٿي، تہ هوَس وارن ڳائيندڙن ۽ عارف راڳيندڙن ۾ فرق قائم ڪيو وڃي. ابليس جي طبعيت ۾ پريشاني پيدا ٿي. هن انسانن کي وسوسن ۾ وجهڻ جو ارادو ڪيو. پنهنجي اٽڪلن جي اجازت گهريائين. اجازت ملي ويس. هن ٻنسري ۽ تنبور ناهي ورتا، ۽ حضرت دائود عليہ السلام جي مقابلي ۾ هڪ مجلس برپا ڪيائين: راڳ وارا ٻن جماعتن ۾ ورهائجي ويا. جيڪي شقي هئا، سي شيطاني ٻنسرين (مزامير) جا عاشق بڻجي ويا، ۽ جيڪي نيڪ هئا، سي حضرت دائود عليہ السلام جا سلامي ٿيا. معنيٰ وارن آڏو نہ حضرت دائود عليہ السلام جو سُر هو ۽ نہ ٻي شيطاني جماعت جون ٻنسريون. اهي حق تي هئا. اُنهن لاءِ دائودي سُر هدايت جو سرچشمو هو، ۽ ابليسي ساز فتنو ۽ فساد هئا. اهي سڀني کان ڏار ٿي ويا، ۽ سڀني کان لاڳاپا لاهي ويٺا. هنن غلط کي غلط ۽ نيڪ کي نيڪ ڏسي ڇڏيو. جنهن کي اهڙي نموني جو راڳ حاصل ٿئي تہ اهو روا آهي. دعوا ڪندڙن جي هڪ جماعت جو چوڻ آهي: "اسان لاءِ راڳ ان جي ظاهري صورت کان ٻي طرح هوندو آهي. "اهو محال آهي. ولايت جو ڪمال هي آهي، تہ هر شيءِ اهڙي نظر اچي، جهڙي اصل ۾ آهي. جيڪڏهن ائين ناهي تہ پوءِ نظر جو قصور آهي. اهو هر ڪنهن کي معلوم آهي، تہ پيغمبر ﷺ جن فرمايو آهي: اللهم ارنا حقائق کل الاشياءُ ڪماهي: "منهنجا مولي! اسان کي سڀني شين جي اهڙي حقيقت ڏيکار جيڪا اصليت ۾ آهي."

جڏهن صحيح نظر اها آهي، تہ هر شيءِ پنهنجي اصلي روپ ۾ نظر اچي، تہ درست راڳ بہ اهو آهي تہ جيڪو ٻڌو وڃي، اهو اهڙو هجي جيڪو ٻڌايو وڃي. ٻنسرين ۽ سازن تي فدا ٿيڻ وارا نفس جي خواهش ۾ مبتلا هوندا آهن. اهي اصليت کان پري ٿي پوءِ ٻڌندا آهن. نہ تہ جيڪر راڳ جي سمورين خرابين کان بچي وڃن. گمراهيءَ ۾ مبتلا ٿيل ماڻهن الله جو ڪلام ٻڌو، تڏهن بہ وڌا گمراهہ ٿي ويا. نضر بن حارث ڪلام پاڪ ٻڌو تہ چيائين: هـذا اساطير الاولين. "اهي اڳين ماڻهن جون ڪهاڻيون آهن." عبدالله بن سعد بن ابي، وحي جو ڪاتب هو. هن چيو: فتبارک الله احسنُ الخالقين. هڪ جماعت "لاتدرکہ الابصار" کي الله جي ديدار جي نفي ۾ دليل بڻايو. هڪ ٻي جماعت ثم استوىٰ علي العرش" کي طرف ۽ مڪان جو ثبوت ڄاتو. هڪ ٽئين جماعت وَجاءَ ربک و الملک صفاً صفا کي الله تعاليٰ جي آمد جو دليل ڄاتو. اُنهن جي فطرت ۾ گمراهي هئي، تنهنڪري اُنهن لاءِ خدا جي ڪلام جو ٻڌڻ بہ فائديمند نہ ٿيو. توحيد پرست ماڻهو ڪنهن شاعر جو شعر ٻڌي بہ ان چوندڙن جي خالق تي نظر رکندو آهي. فعل جي بلندي، فاعل جي طرف تي راهہ جو دليل بڻبي آهي.

گمراهيءَ ۾ پيل، قرآن حڪيم ٻڌي بہ ٻڌڪي ويا، حق وارا باطل جو ڪلام ٻڌي بہ هدايت حاصل ڪندا آهن. اها هڪ چٽي حقيقت آهي، جنهن جو انڪار ڪرڻ غلط آهي. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

## (فصل)

راڳ جي باري ۾ وڏن مشائخن جا بيشمار لطيفا ۽ مقالا آهن، جيڪي سمورا هن ڪتاب ۾ آڻي نٿا سگهجن. ان هوندي بہ ڪن جو بيان ڪريان ٿو جيئن توڪي فوريءَ طرح فائدو حاصل ٿي سگهي. توفيق الله تعاليٰ جي اختيار ۾ آهي.

حضرت ذوالنون مصريؒ فرمايو آهي: اَلسماع وارِد دالحق يزعج القلوب اليٰ لحق فمن اصغيٰ اليـه بحق تحقيق ومن اصغيٰ اليه بنفس تزندق. "راڳ الله جو انعام آهي، جيڪو دلين کي الله ڏانهن ڌيان ڏياريندو آهي. جنهن حقيقت کي نظر ۾ رکيو، اهو الله ڏانهن هليو ۽ جنهن جي اڳو نفساني خواهش رهي،اهو ٻڌڪي ويو." ان مان مراد اها نہ آهي تہ راڳ الله جي ميلاپ جو سبب بڻجي ويندو آهي. مطلب هي آهي، تہ ٻڌڻ وارو فقط حقيقت تي نظر رکي، آواز ۾ اُلجهي نہ وڃي، تہ الله جو فيض حاصل ڪري. الله جو ذڪر دل کي اُڀاريندو آهي، تنهنڪري الله جي تابعدار کي مشاهدو حاصل ٿيندو، ۽ نفس جو پوڄاري حجاب ۾ رهجي ويندو ۽ تاويلن ۾ ڦاسي پوندو. زندقو فارسي جو لفظ آهي (عربي جي شڪل ۾). فارسي زبان ۾ ان جو مطلب تاويل آهي. انهيءَ سبب جي ڪري، هو پنهنجي مذهبي ڪتاب جي تفسير کي زنديءَ پازند چوندا آهن. لغت وارن آتش پرستن کي زنديق جو نالو ڏنو. انهيءَ قول موجب مسلمانن جي هر قول جي تاويل ٿي سگهندي آهي، جيڪا قول جي ظاهري صورت کان ٻي طرح هوندي آهي. تنزيل ديانت داخل ٿيڻ جو نالو آهي، ۽ تاويل ٻاهر نڪرڻ کي چوندا آهن. اڄ ڪلهہ مصر ۾ شيعي فرقي جا ماڻهو (جيڪي انهن آتش جو اولاڪ آهن) اهوئي چوندا آهن ۽ انهن لاءِ زنديق لفظ اسم عَلَم ٿي ويو آهي. حضرت ذوالنون جو مطلب هي آهي تہ حقيقت وارا راڳ ۾ الله ڏانهن ڌيان ڏيندا آهن، ۽ هَوس وارا وڏيون تاويلون ڪري گمراهہ ٿي ويندا آهن.

حضرت شبليؒ جو قول آهي: السماع ظاهره فتنة و باطنه عبرة فمن الاشارة حل لـه استماع العبرة و الا فقد استدعي الفتنة و تعرض للبلية. "راڳ ظاهر ۾ فتنو آهي ۽ باطن ۾ عبرت. جيڪو اشارو سمجهندڙ آهي، ان لاءِ عبرت وٺڻ مباح آهي، ٻيءَ حالت ۾ سموري طلب فتنو آهي، ۽ مصيبت کي دعوت ڏيڻ آهي." مطلب هي آهي، تہ جيڪڏهن دل ۾ الله جي طالب ناهي تہ راڳ بَلا ۽ آفت جو سبب آهي.

حضرت ابو علي رودباريؒ کنهن راڳ جي باري ۾ سوال ڪيو. جواب ۾ فرمايائين: ليتنا تخلّـصنا راسَ بـراس. "ڪاش اسان راڳ کان سراسر بچي نڪرون، ڇو تہ انسان هر شيءِ جو حق ادا ڪري نٿو سگهي." جيڪڏهن هو ڪو حق ادا ڪري نٿو سگهي، تہ کيس پنهنجي خطا جو احساس ٿئي ٿو، ۽ پوءِ چئي ٿو تہ جيڪر کيس هر طرح سان آزادي نصيب ٿئي ها.

هڪ بزرگ فرمايو آهي: السماع تنبيه الاسراسر لما فيه من المغيبات. "راڳ باطل ۾ لڪل شين کي ڏسڻ لاءِ باطن کي اُڀاريندو آهي، تہ جيئن الله سان بلڪل ٻڌل رهي." مريدن لاءِ جڳهين ڳالهين کي مخفي رکڻ لاءِ ملامت جهڙي ڳالهہ آهي. دوست غائب هجڻ جي باوجود دل ۾ حاضر هجڻ گهرجي. جيڪڏهن دل کان بہ غائب آهي تہ پوءِ دوستيءَ جو ڪو وجود ناهي.

منهنجي مرشد فرمايو آهي: اَلسماع زاد المُضطَرِين فمن وصل استغني عن السماع. "راڳ نوڙت وارن جو سفر جو توشو آهي. جيڪي منزل تي پهچي ويا تن لاءِ راڳ جي ضرورت ناهي." ڇو تہ وصل جي مقام تي ڪجهہ ٻڌڻ جي ضرورت نہ رهندي آهي. ٻڌڻ "خبر" جو هوندو آهي ۽ خبر غائب سان واسطو رکندي آهي. مشاهدي جي حالت ۾ ٻڌڻ جو ڪو مقام ئي نہ رهندو آهي.

حضرت حصريؒ فرمايو آهي: باالسماع ينقطع اذا انقطع ممن يستمع منـه ينبغي ان يكوب سماعك متصلا غير منقطع. "انهيءَ راڳ کي ڪوئي ڇا ڪري، جيڪو ڪاٽجي وڃڻ وارو هجي، جنهن کي ڳائڻ وارو ڳائي ختم ڪري تہ ان جو اثر بہ ختم ٿي وڃي. راڳ ٻڌڻ ۽ غير منقطع هئڻ گهرجي." اهو محبت جي گلشن ۾ همت جي گڏ ٿيڻ ڏانهن اشارو آهي. هن مقام تي عارف لاءِ ساري ڪائنات سماع کي پيدا ڪندي آهي، ۽ هي هڪ وڏو درجو آهي.

# باب چوٿيهون

## (راڳ متعلق اختلاف)

راڳ جي باري ۾ مشائخن ۽ حقيقت وارن ۾ اختلاف آهي. هڪ جماعت جو خيال آهي، تہ راڳ غيبت جو سبب آهي، ڇو تہ مشاهدي جي حالت ۾ راڳ ممڪن ناهي. دوست جي وصل ۾ دوست جي نظر دوست تي هوندي آهي، ۽ ان کي راڳ جي پرواهہ نہ هوندي آهي. راڳ هڪ خبر آهي، ۽ خبر مشاهدي جي حالت ۾ دوري ۽ پردي وانگر هوندي آهي. راڳ سيکڙاٽ (مبتدي) ماڻهن جو وسيلو آهي، جنهن سان هو غفلت ۽ پريشانيءَ کي ڇڏي آرام حاصل ڪندا آهن. جن کي اڳ ۾ ئي حاصل هجي، اهي راڳ سان پريشان ٿيندا آهن. ٻي جماعت جو خيال آهي، تہ راڳ حاضري جو ذريعو آهي، ڇو تہ محبت فنا ۽ محويت جي تقاضا ڪندي آهي. جيستائين دوست هر طرح سان دوست ۾ گم (مستغرق) نہ ٿيندو آهي، تيستائين سندس محبت ناقص هوندي آهي. محبت دل لاءِ وصل جو مقام آهي. باطن لاءِ مشاهدو روح جو وصل ۽ جسم جي خدمت آهي. اهڙيءَ طرح ضروري آهي تہ ڪَنَ لاءِ بہ ڪجهہ هجي، جيئن اک لاءِ ديدار آهي. ڪنهن شاعر هزل جي انداز ۾ شراب جي طلب لاءِ ڇا نہ خوف چيو آهي:

الا فاسقني خمر او قل لي هي الخمر
ولا تسقني سرا اذا امكن الجهر

"اي دوست! مون کي شراب پيار، ۽ مُنهن سان چئُو، تہ هيءَ شراب آهي. مون کي لڪي نہ پيار. ظاهر پيارڻ بہ تہ ممڪن آهي."

يعني مون کي شراب ڏي، جنهن کي منهنجي اک ڏسي سگهي، منهنجو هٿ ڇُهي وٺي، منهنجي زبان چکي وٺي، منهنجو نَڪُ سنگهي وٺي. هائو، هڪ حِس بي نصيب رهجي وڃي، يعني راڳ. مُنهن سان بہ چئُو، تہ هي شراب آهي، جيئن ڪَنَ کي بہ ان جو حصو ملي وڃي.

هي بہ چوندا آهن، تہ راڳ حضوري جو ذريعو آهي، ڇو تہ غائب منڪر هوندو آهي. ظاهر آهي، تہ انڪار ڪرڻ وارو هن جي لائق نہ هوندو آهي. مختصر اهو تہ راڳ واسطي سان بہ هوندو آهي ۽ واسطي کان سواءِ بہ. جو ڪجهہ قاري کان ٻڌو وڃي، اهو غيبت جو سبب هوندو آهي، ۽ جو الله تعاليٰ کان ٻڌو وڃي اهو حضوري جو ذريعو هوندو آهي. انهيءَ بنياد تي ڪنهن بزرگ چيو آهي تہ منهنجو مخلوقات سان ڪوبہ واسطو ناهي، انهن جي ڳالهہ ٻڌان يا انهن جي باري ۾ ڪا ڳالهہ ڪريان. ان جو ڪو ضرور ڪونهي، الله وارن جي ڪلام کان سواءِ . الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

# باب پنجٽيھون

## (راڳ ۾ صوفين جو مقام)

معلوم هئڻ گهرجي، تہ صوفين لاءِ درجي بدرجي راڳ جا مقام آهن، جن مطابق هو راڳ مان فائدو حاصل ڪندا آهن. طالب ڪي راڳ پچائڻ ۾ مدد ڏيندو آهي، شوق وارن لاءِ ديدار جو سبب بڻبو آهي. يقين وارن لاءِ يقين جي تائيد ڪندو آهي، مريد لاءِ بيان جي تحقيق، محب لاءِ تعلقات کان بيزاري ۽ فقير لاءِ مڪمل طور تي نا اميديءَ جو سبب هوندو آهي. اصل ۾ راڳ سج وانگر آهي ۽ سڀني شين تي چمڪندو آهي، مگر هر شيءِ تي سندس ظرف (ڦانءُ) مطابق گرمي، ذوق ۽ مشرب حاصل ٿيندو آهي، هڪ شيءِ سڙي ويندي آهي، ٻي شيءِ روشن ٿي ويندي آهي، ڪا گرمي (تپش) جي ڪري ڳري ويندي آهي، ڪنهن تي فقط ڪرم جي نوازش ٿيندي آهي، تحقيق جي لحاظ کان راڳ ڪي ٽن درجن ۾ ورهائي سگهبو: هڪڙا سيکڙاٽ، ٻيا وچولي درجي وارا ۽ ٽيان ڪامل. هاڻي هر هڪ جي باري ۾ سمجهاڻي لاءِ هڪ فصل لکندس، تہ جيئن پڙهندڙ جي فهم ۾ اچي سگهي.

**(فصل)**

چاڻڻ گهرجي تہ راڳ الله جو فيض آهي ۽ انساني نفس ڪي اجائي بڪوات (هزل) ۽ راند روند کان پاڪ ڪندو آهي، سيکڙاٽ جي طبعيت ڪنهن بہ حالت ۾ الله جي فيض جي لائق نہ هوندي آهي. فيض حاصل ٿيڻ سان طبعيت ۾ ڳاراٽو ۽ پريشاني پيدا ٿيندا آهن. ڪجهہ ماڻهو بيهوش ٿي ويندا آهن. ڪجهہ هلاڪ ٿي ويندا آهن. ۽ ڪوبہ اهڙو نہ هوندو آهي، جيڪو وچڙائي جي حد ٽپي وڃي. اها شيءِ عين مشاهدو آهي، مشهور آهي، تہ روم جي ڪنهن شفاخاني ۾ ماڻهن هڪ عجيب شيءِ ٺاهي هئي، هو ان کي "انڪليون" سڏيندا هئا. هونئن بہ يوناني هر عجيب شي کي اهو نالو ڏيندا آهن. اهو هڪ قسم جو هڪ تار وارو ساز هوندو آهي. هفتي ۾ ٻہ دفعا مريضن کي ان جي پرسان آڻي وڄائڻ شروع ڪندا آهن. ۽ بيماري مطابق اُن جو آواز ڪنن ۾ پهچائيندا آهن. جڏهن ڪنهن کي مارڻو هوندو اٿن، تڏهن اهو دير تائين ان کي ٻڌرائيندا آهن، ايتري تائين جو هو مري وڃي. موت جو وقت مقرر آهي، پر ان جو هر حالت ۾ ڪونہ ڪو سبب هوندو آهي، طبيب ماڻهو انکي هميشه ٻڌندا آهن. ۽ انهن تي ان جو ڪوبہ اثر نہ ٿيندو آهي. جو تہ اهو سندن طبعيت جو موافق نہ ٿيندو آهي، مون هندستان ۾ ڏٺو تہ قاتل زهر ۾هڪڙو ڪيڙو پيدا ٿيندو آهي، ان جي زندگي اهوئي زهر ٿيندو آهي، جو جو ان جي اصليت زهر آهي. ترڪستان ۾ اسلام جي سرحد تي هڪ شهر ۾ ڏٺم، هڪ جبل ۾ باهہ لڳي وئي اهو جلي رهيو هو، ۽ پٿرن مان نوشاد اُڀري رهيو هو، ان ۾ هڪ ڪُئو هو، جڏهن باهہ مان ٻاهر نڪتو، تڏهن مري ويو. مطلب اهو آهي تہ سيکڙاٽ ماڻهن جي پريشاني فيض نازل ٿيڻ جي حالت ۾ ان ڪري هوندي آهي، جو سندن جسماني جوڙجڪ (ترڪيب) بلڪل مختلف هوندي آهي، جڏهن اها پريشاني بار بار ٿيندي آهي، تڏهن سيکڙاٽن کي آرام ملي ويندو آهي، جڏهن حضرت جبرائيل عليه السلام حضور ﷺ جن وٽ وحي کڻي آيو، تہ حضور ﷺ جن کي ديدار جو تاب نہ ٿيو. جڏهن پاڻ ڪامل ٿي ويا، تڏهن هڪ گهڙي بہ حضرت جبرائيل نہ ايندو هو تہ پاڻ ڪريم ﷺ جن بيقرار ٿي ويندا هئا. ان جهڙن بيشمار گواهيون آهن، جيڪي سيکڙاٽن جي پريشاني ۽ ڪاملن جي آرام جو دليل آهن. حضرت جنيدؒ جو هڪ مريد راڳ ۾ تمام پريشان رهندو هو، ۽ ٻين درويشن کي هن کي ٽيڪ ڏيڻي پوندي هئي. ڪن درويشن حضرت جنيدؒ وٽ شڪايت ڪئي، تہ حضرت جنيدؒ چيو، جيڪڏهن اڄ کان پوءِ راڳ ۾ پريشان ٿيو، تہ ڪيس پنهنجي صحبت مان ٻاهر ڪڍي ڇڏبو. حضرت ابو محمد جُريريؒ فرمائي ٿو: "مون راڳ ۾ هڪ ماڻهوءَ کي ڏٺو، هن جا چَپ بند هئا، سندس وار وار مان هڪ چشمو اُڀري رهيو هو. ٻئي ڏينهن ڏٺم تہ ساڳي طرح بيهوش هو. جڏهن بہ ڪيس ڏٺم تہ چَپ بند ڪيون خاموش وينو هو، ليڪن سندس جسم جي هر وار مان چشمو اُڀري رهيو هو، ايتري قدر جو سندس هوش حواس ختم ٿي ويا. اهو معلوم ٿي نہ سگهيو تہ

مٿس اهو راڳ جو اثر هو. يا مٿس پنهنجي مرشد جو احترام غالب هو.

چون ٿا، ته هڪ ماڻهوءَ راڳ جو نعرو لڳايو. مرشد کيس خاموش رهڻ جو حڪم ڏنو. هو مراقبي ۾ ويهي رهيو. غور سان ڏٺائون ته مئو پيو هو. مون شيخ ابو مسلم کان ٻڌو ته هڪ درويش راڳ ۾ ڏاڍو پريشان ٿيندو هو. ڪنهن ماڻهوءَ سندس مٿي تي هٿ رکي چيو: "ويهي رهه." هو ويهڻ سان ئي مري ويو.

حضرت جنيدؒ فرمائي ٿو: "مون هڪ درويش کي ڏٺو ته راڳ ۾ مري ويو. حضرت دُراجؒ کان روايت آهي، ته هو هيڪر حضرت ابن القرطيؒ سان دجلي درياءَ جي ڪپ سان بصري ۽ اُبلہ جي وچ ۾ وڃي رهيو هو. ڪنهن جڳهه تي هڪ محل جي ڇت ڏٺائين، ته هڪڙو ماڻهو ويٺو هو، ۽ ان جي اڳيان هڪ ڪنيز هي شعر ڳائي رهي هئي:

في سبيــل الله ود　　كان مني لك اقبل

كل يوم تتكون　　غير هــذا بك اجمل

"مان توسان الله جي نالي تي محبت ڪندو هئس. تنهنجو ڏهاڙي نئون روپ ڪهڙو نه سهڻو معلوم ٿيندو آهي."

هڪ نوجوان انهيءَ محل جي هيٺيان گودڙي پائيو، لوٽو هٿ ۾ کيو بيٺو هو. هن چيو: "اي ڪنيز! خدا جي واسطي اهو بيت وري ٻڌاءِ. منهنجي زندگي هڪڙي دم وانگر باقي آهي. شايد انهيءَ شعر ٻڌڻ سان ختم ٿي وڃي." ڪنيز ٻيهر شعر پڙهيو. انهيءَ نوجوان هڪ نعرو هنيو ۽ مري ويو. مالڪ ڪنيز کي چيو: "تون آزاد آهين." پاڻ هيٺ لٿو، ۽ انهيءَ جوان جي ڪفن دفن ۾ مصروف ٿي ويو. بصري جي سڀني ماڻهن جنازي جي نماز پڙهي. ان کان پوءِ ان ماڻهوءَ اعلان ڪيو: "مان فلاڻي خاندان جو ماڻهو آهيان، پنهنجي سموري ملڪيت الله جي راهه ۾ وقف ٿو ڪريان. پنهنجن سڀني غلامن کي آزاد ٿو ڪريان." ان کان پوءِ هو اتان هليو ويو، ۽ ان جي باري ۾ ڪنهن کي ڪا خبر نه پئجي سگهي. مطلب اهو آهي، ته راڳ جي حالت ۾ حال جو غلبو هئڻ گهرجي، جو بدڪارن کي بدڪاريءَ کان بچائي سگهي. هن زماني ۾ اهڙا گمراهه موجود آهن، جيڪي بدڪارن جي راڳ ۾ شامل ٿيندا آهن، ۽ سمجهندا آهن ته اسان جي الله جي راهه ۾ راڳ ٿا ڳايون. فاسق ۽ فاجر (بي حيا) ماڻهو ان جا همخيال بڻجي، وڌيڪ بي حيائيءَ ۾ مبتلا ٿيندا آهن. اهوئي سندن هلاڪت جو سبب بڻجي ويندو آهي. حضرت جنيدؒ کان پڇيائون: "جيڪڏهن عبرت حاصل ڪرڻ لاءِ گرجا ۾ هليو وڃجي ۽ مراد مشرڪن جي ذلت ڏسڻ هجي، ۽ اسلام جي نعمت لاءِ شڪرانو ادا ڪرڻو هجي، ته اهو جائز ٿيندو؟" فرمايائين: "جيڪڏهن اوهان گرجا ۾ وڃي ڪجهه ماڻهن کي الله جي بارگاهه ۾ آڻي سگهو، ته پوءِ ڪو حرج ناهي، ٻي حالت ۾ وڃڻ جائز ناهي."

مختصر هي آهي، ته جيڪڏهن ماڻهو عبادت خاني مان خرابات ڏانهن هليو وڃي ته ان لاءِ خرابات به عبادت خانو ۾ اچي وڃي ته ان لاءِ عبادت به خرابات بڻجي ويندو. هڪ بزرگ چيو: "مان بغداد ۾ هڪ درويش سان وڃي رهيو هئس اسان هڪ ڳائڻيءَ کي هي شعر ڳائيندي ڏٺو:

منيٰ ان تكن حقا تكن احسن المُنيٰ

والا فقد عشنا بــهــا زمــنــا رغــداً

جيڪو آرزو حق آهي، ته خوب آهي، ٻيءَ حالت ۾ اسان آرزو ۾ هڪ زمانو رهياسون، جيڪو گذري ويو." درويش هڪ نعرو هنيو ۽ مري ويو. اهڙيءَ طرح حضرت ابو علي رودباريؒ فرمايو آهي: "مون درويش کي ڏٺو، جيڪو هڪ ڳائڻ واري جي آواز ۾ مست هو. مون به ٻڌو، ته هو هڪ سوز واري آواز ۾ ڳائي رهيو هو:

اَمُد كفي بالخضــوع

اليٰ الذي جاد بالصنيع

"مان هن ڏانهن عاجزي سان پنهنجو هٿ وڌايان ٿو، جيڪو مون تي احسان ڪرڻ چاهي." هڪ درويش نعرو هنيو ۽ ڪِري پيو. ان ڏانهن وڌي ڏٺائون، ته مري ويو هو. هڪ ماڻهوءَ جي روايت آهي: "مان حضرت ابراهيم خواصؒ سان وڃي رهيو هئس. هڪ واديءَ ۾ منهنجي دل ۾ خوشيءَ جي موج پيدا ٿي ۽ مون هڪ شعر پڙهيو:

| | |
|---|---|
| صلح عند الناس اني عـاشـق | غير ان لم يعرفوا عشقي لمن |
| ماليس في الانسان شيء حسـن | الا و احسن منه صـوف حسن. |

"اها، تہ خبر آهي تہ مان عاشق آهيان، مگر ماڻهن کي اهو معلوم ناهي، تہ ڪنهن تي عاشق آهيان؟ انسان ۾ سهڻي آواز کان وڌيڪ ڪابہ سهڻي شيء ناهي."

حضرت ابراهيمؒ چيو: "اهو شعر وري پڙهہ." مون وري پڙهيو. هن وجداني ڪيفيت ۾ پٽ تي پير هنيا. مون ڏٺو تہ سندس پير ميڻ وانگر ٿي ويا ۽ بيهوش ٿي ويو. هوش آيو تہ چيائين: "هاڻي هاڻي بهشت ۾ هئس. مگر تون ڏسي نٿو سگهين."

اهڙيون ڪيتريون ئي حڪايتون آهن، جيڪي هن ڪتاب ۾ آڻي نٿيون سهگجن. مون پاڻ ڪي ڏٺو تہ هڪ ماڻهو آذربائجان جي جبلن ۾ وڃي رهيو هو ۽ هينيان شعر پڙهي رهيو هو:

| | |
|---|---|
| و الله ما طلعت شمس ولا غربت | الا و انت مني قلـبـي و وسـواس |
| ولا جـلـسـت لـيٰ قوم أحدثهم | الا و انت حـديـثـي بـيـن حـلاس |
| لـمـا ذكرتک محزوناً ولا طربا | الا و حــبــک مــقـرون بـــانـفـاس |
| ولا همت بشرب الماء من عطش | الارائت خيالا منک فــي لاكـــاس |
| فلو قدرت عــلـي الاقيان زرتكم | مجيئا علي الوجه و مشيا علي الراس |

"خدا جو قسم ڪابہ صبح ۽ ڪابہ شام نٿي ٿئي، جڏهن تون منهنجي دل ۾ منهنجي خيالن ۾ناهين. مان تيستائين ڪنهن سان بہ گفتگو ڪرڻ نٿو ويهان جيستائين منهنجي صحبتن ۾ تنهنجو ذڪر نٿو ٿئي. مون رنج ۽ خوشي جي حالت ۾ تنهنجو ذڪر نہ ڪيو آهي، مگر ان وقت جڏهن تنهنجي محبت منهنجي ساهہ ۾ مليل رهي آهي. مون اڄ ۾ ڪڏهن پاڻي نہ پيتو آهي، جيستائين پيالي ۾ تنهنجو خيال نہ پيو آهي. جيڪڏهن منهنجي وس ۾ هجي، تہ مان منهن ڀَر رڙهندو تنهنجي ديدار لاءِ اچان".

انهن شعرن ۾ پڙهڻ سان سندس حالت بدلجي وئي، ٿورو وقت ويٺو ۽ پٽ ڪي ٽيڪ ڏئي مري ويو. الله تعاليٰ مٿس رحمت ڪري.

## (فصل)

وڏن مشائخن جي هڪ جماعت قصيدن ۽ قرآن کي اهڙي سُر سان پڙهڻ (جيئن حرف پنهنجو مخرج قائم نہ رکن) کي ڪراهت جهڙو سمجهندا آهن. هنن پنهنجن مريدن کي ان کان پرهيز ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي ۽ پاڻ بہ پرهيز ڪئي اٿن. ايتري قدر جو پرهيز ۾ مبالغو ڪيو اٿن. انهن ماڻهن جون ڪيتريون ئي جماعتون آهن. هر هڪ جماعت پنهنجي پنهنجي خيال موجب ان کي مڪروهہ سمجهندي آهي. هڪ جماعت تہ اهڙي آهي، جو روايتن جي بنياد تي پنهنجن وڏن جي پيروي ۾ ان کي حرام سمجهندي آهي. حضور ﷺ جن حضرت حسانؓ بن ثابت جي ڪنيز کي ڳائڻ تي تنبيهہ ڪئي هئي. حضرت عمر رضہ هڪ صحابي کي دُرا هنيا هئا، جو جو هو ڳائي رهيو هو. حضرت علي ڪرم الله وجه جو معاويہ تي ان ڳالهہ جي ڪري اعتراض هو، تہ هن ڳائڻ واريون لَونديون جو رکيون هيون؟ پاڻ پنهنجي فرزند حضرت حسن رضہ کي هڪ حبشي عورت جي ڏسڻ کان منع ڪي هئائون، جيڪا ڳائي رهي هئي، ۽ جنهن لاءِ چيائون، تہ شيطان جي سنگتياڻي آهي. اهڙيءَ طرح ٻيون بہ ڪيتريون ئي شيون آهن، جيڪي شعرن ۽ قصيدن ڳائڻ جي منع تي گواهي ڏين ٿيون. اهو بہ چيو ويندو آهي، تہ ڳائڻ کي مڪروهہ سمجهڻ لاءِ سڀ کان وڏو دليل امت جو اجماع آهي. هڪ جماعت تہ هن کي بلڪل حرام سڏيو آهي. ان باري ۾ حضرت ابوالحارثؒ کان روايت آهي، تہ هو راڳ لاءِ گهڻو زور ڏيندو هو. هڪ رات ڪو ماڻهو سندس عبادت خاني ۾ آيو، ۽ چيائين: "الله وارن جي هڪ جماعت ڪَٺي ٿي آهي. اهي سڀ اوهان جي ديدار جا مشتاق آهن. مهرباني ڪري هلندا تہ ڪرم سمجهنداسون." شيخ چيو: "مان اچان ٿو." پاهر نڪري ان جي پٺيان هليو. ٿورو اڳتي هليو، تہ ڪجهہ

ماڻهو مليس، جيڪي حلقو ٻڌيون وينا هئا. هنن جي وچ ۾ هڪ پوڙهو هو. انهن وڏي تعظيم ڪئي. پوڙهي چيو: "اجازت هجي ته ڪجهه شعر ٻڌايان." شيخ عرض قبول ڪيو. ماڻهو سني سُر سان شعر پڙهڻ لڳا. اهڙا شعر هئا، جيڪي شاعر جي جدائيءَ ۾ لکندا آهن. سڀ ماڻهو وجد ۾ اچي بيهي رهيا ۽ نعرا هڻڻ لڳا ۽ اشارا ڪرڻ لڳا. ابوالحارثؒ کي سندن حال تي تعجب ٿيو، مگر خوشيءَ جي محفل گرم رهي، ايتري تائين جو صبح ٿي ويو. ان وقت پوڙهي چيو: "اي شيخ! تو اهو به نه پڇيو آهي، ته مان ڪير آهيان ۽ هي جماعت ڪهڙن ماڻهن جي آهي؟" شيخ چيو: "مان تنهنجي رعب جي ڪري سوال ڪري نه سگهيو آهيان." هن چيو: "مان عزازيل آهيان ۽ اهي سڀ ماڻهو منهنجا فرزند آهن. اهڙيءَ طرح ويهڻ ۽ ڳائڻ ۾ مون کي ٻه فائدا آهن: هڪ ته مان تنهنجي جدائي جي مصيبت ۾ رُئان ٿو ۽ پنهنجي عزت وارن ڏينهن کي ياد ٿو ڪريان ۽ ٻيون هي، ته عابد ماڻهن کي الله جي رستي کان دور ٿو ڪريان ۽ غلط رستي تي آڻيان ٿو." حضرت ابوالحارث چيو، ته ان وقت ئي منهنجي دل مان راڳ جو شوق ختم ٿي ويو.

مون (علي بن عثمان) شيخ ابوالعباسؒ الاشقاني کان ٻڌو. هن فرمايو: "مان هڪ ڏينهن هڪ ميڙ ۾ هئس. ڪجهه ماڻهو راڳ ڳائي رهيا هئا. مون ڏٺو ته اُگهاڙا جِنَ نچي رهيا هئا. ۽ سڀ ماڻهو انهن کي ڏسي رهيا هئا. ۽ جوش ڏيکاري رهيا هئا."

هڪ ٻي جماعت ان لاءِ راڳ جي قائل ناهي، ته متان سندن مريد مصيبت ۽ بيڪاري ۾ مبتلا ٿي وڃن، سندن پيروي کان وڃن، ۽ توبهه جو خيال ڇڏي گناهن ۾ مشغلو ٿي وڃن. يا نفساني خواهش سندن ارادن کي ٽوڙي ڇڏي. اهي ماڻهو راڳ (سماع) جا قائل ناهن. ۽ نه وري راڳ وارن وٽ ويهندا آهن. حضرت جنيدؒ کان روايت آهي، ته هن هڪ مريد کي سندس توبهه جي ابتدا وقت فرمايو: "جيڪڏهن سلامتي چاهين، ته توبهه جو خيال رک. راڳ (جيڪو صوفي ڪندا آهن) کان نفرت ڪر. ۽ پاڻ کي جوان ٿيڻ تائين ان جي لائق نه سمجهه. ۽ پوڙهي ٿيڻ تي پنهنجي ڪري ماڻهن کي گنهگار نه ڪر.

هڪ ٻي جماعت جي خيال ۾ راڳ ڪرڻ وارن جا ٻه قسم آهن: هڪڙا ڪيل تماشي وارا ۽ ٻيا خدا سان لاڳاپي رکڻ وارا. پهرئين قسم جا ماڻهو فتني وارا هوندا آهن ۽ خوف ۾ مبتلا رهندا آهن. الله تعاليٰ سان لاڳاپي رکڻ وارا پنهنجي مجاهدي، پنهنجي رياضت ۽ لاڳاپن لاهڻ جي ڪري فتنن کان بچيل هوندا آهن. ڪين ڪوبه خوف نه هوندو آهي. مٿين ٻنهي جماعتن مان پهرينءَ کي لاهي ۽ ٻيءَ کي الاهي چوندا آهن. اسان لاهي ناهيون، الاهي آهيون. تنهنڪري راڳ کي ترڪ ڪرڻ اسان لاءِ بهتر آهي، ۽ اسان اهڙي شيءِ ۾ مشغول رهڻ چاهيون ٿا، جيڪا اسان جي وقت سان موافق هجي.

هڪ ٻي جماعت جو خيال آهي، ته جڏهن عام ماڻهن لاءِ راڳ ۾ فتنو آهي، ۽ اسان جي راڳ جي ڪري ماڻهو ٻي دين محجوب ٿين ٿا، ته اسان عام ماڻهن کي نصيحت ٿا ڪريون ۽ غيرت جي ڪري پاڻ ڪنارو ٿا ڪريون. اهو طريقو تمام سٺو آهي. هڪ ٻي جماعت جي عقيدي موجب حضور ﷺ جن فرمايو آهي: من حسن اسلام المرءُ ترک مالا يغنيه. "ماڻهن جو سولو اسلام اهو آهي، ته اهڙين ڳالهين کي ڇڏي ڏين، جن جي ڪين ضرورت نه هجي." يعني ان شيءِ کان مُنهن موڙي ڇڏي، جنهن کان پري ٿيڻ لازم هجي چو جو غير ضروري ۽ بيسود ڳالهين ۾ مشغول هجڻ وقت وڃائڻ آهي. پنهنجي ساٿين جو قيمتي وقت انهن سان ملي برباد نه ڪريو. ڪجهه خاص صوفين چيو آهي، ته راڳ جي حيثيت خبر واري آهي ۽ ان جي لذت حاصل ڪرڻ ٻاراڻو ڪيل آهي. مشاهدي ۾ خبر جي ڪا قيمت نه هوندي آهي. فقط مشاهدي سان واسطو رکڻ گهرجي. اهي مشاهدي متعلق حڪم آهن، جيڪي مختصر طور تي بيان ڪيا ويا آهن. هاڻي صوفين جي وجد، وجود ۽ تواجد متعلق ڪجهه بيان ڪندس. توفيق الله جي طرف کان آهي.

# باب چنٽيهون

## (وجد، وجود ۽ تواجد)

وجد ۽ وجود ٻئي مصدر آهن. هڪڙي جو مطلب غم ۽ ٻيئي جو مطلب حاصل ڪرڻ آهي. ٻنهي جو فاعل هڪ آهي. مصدر جي صورت ۾ ٻنهي ۾ ڪوبہ فرق ٿي نٿو سگهي. عام طور تي چيو ويندو آهي: وجديجد و جوداً وجدناً. ان جي معنيٰ حاصل ڪرڻ ٿيندي. جيڪڏهن وجد يَجِد وَ جداً چئبو، تہ منعيٰ غمگين هجڻ ٿيندي. جيڪڏهن وجد يجد جدة چئبو، تہ تونگر معنيٰ ونبي، ۽ وجد يجد موجودة چئبو، تہ معنيٰ غصي ۾ هجڻ ٿيندي. انهن سڀني جو فرق مصدرن ۾ آهي، فعلن ۾ ناهي.

صوفين جي نظر ۾ وجد ۽ وجود ۾ ٻن حالتن جو اثبات آهي، جيڪي راڳ (سماع) ۾ ظاهر ٿينديون آهن. هڪڙي حالت غم کي ۽ ٻي حالت غم حاصل ڪرڻ کي ويجهي هوندي آهي. غم جي حقيقت محبوب کي دُوري، مراد جو گم ٿيڻ آهي. مراد جي حصول جي حقيقت حاصل ڪرڻ آهي. حُزن ۽ وجد ۾ فرق هي آهي تہ "حُـزن" انهيءَ غم کي چوندا آهن، جيڪو پنهنجي مقدر جو هوندو آهي، وجد انهيءَ غم جو نالو آهي، جيڪو ٻئي کان محبت جي طور تي ملي. اهي سموريون تبديليون طالب جون صفتون آهن. الله تعاليٰ جي پاڪ ذات-هر تبديلي کان مٿانهين آهي. وجد جي ڪيفيت بيان ۾ اچي نہ سگهندي آهي، چو تہ اهو ظاهر ۾ غم هوندو آهي، ۽ غم کي قلم بيان ڪري نہ سگهندو آهي. مطلب تہ وجد طالب ۽ مطلوب جي وچ ۾ هڪ راز آهي، جنهن جو بيان ڪرڻ ڪشف جي حالت ۾ غيبت وانگر آهي، وجود جي ڪيفيت ڏانهن اشارو ڪرڻ يا ان کي ظاهر ڪرڻ ٺيڪ ناهي، چو تہ هيءَ مشاهدي ۾ خوشي وانگر آهي، ۽ خوشي کي طلب جي ذريعي حاصل ڪري نٿو سگهجي. محبوب جي طرف کان وجود محب جي حق ۾ هڪ فيض آهي، جنهن کي اشاري سان ٻڌائڻ ناممڪن آهي. مون وٽ "وجد" جي هڪ غمناڪ ڪيفيت آهي، جيڪا فرحت يا سنجيدگيءَ سان، يا غم سان، يا خوشيءَ سان ظاهر ٿيندي آهي، ۽ وجود دل تان غم جو دفع ٿيڻ يا مقصود حاصل آهي. وجد وارو يا شوق جي غلبي کان پريشان هوندو آهي، يا مشاهدي مان آرام (سڪون ) حاصل ڪري، ڪشف جي ڪيفيت حاصل ڪندو آهي، يعني تہ رنج، فرياد، يا روح کان پريشان ٿيندو آهي، يا خوشي ۾ سُرُور کان آرام وٺندو آهي. صوفي سڳورن ۾ هن ڳالهہ تي بہ اختلاف آهي، تہ وجد وڌيڪ ڪامل آهي يا وجود. هڪ جماعت جو خيال آهي، تہ وجود مريدن جي ۽ وجد عارفن جي صفت آهي. عارفن جو مقام مريدن کان مٿانهون هوندو آهي. جيڪا شيءِ حاصل ڪري سگهبي آهي اها عقل ۾ بہ اچي سگهندي آهي، ۽ ان کي پنهنجي جنس جي صفت هوندي آهي، ۽ ادراڪ (عقل) موجود هوندو آهي، ۽ ادراڪ ۾ حد هوندي آهي. خدا جي ذات کي ڪا حد نہ هوندي آهي. طالب، جو ڪجهہ حاصل ڪندو آهي، اهو مشرب ۽ عمل کان سواءِ ڪجهہ نہ هوندو آهي. هو جو ڪجهہ حاصل ڪندو آهي، ان سان سندس ڪو واسطو ڪونہ هوندو آهي ۽ هو ان جي طلب کان عاجز هوندو آهي.

هڪ جماعت جو چوڻ آهي، تہ وجد مريدن جو سوز آهي، ۽ وجود محبن جو تحفو. محبن جو مقام مريدن کان مٿانهون آهي، تنهنڪري تحفي جو سُڪون، سوز کان وڌيڪ ڪامل هوندو آهي، انهيءَ ڳالهہ کي هڪ حڪايت جي وسيلي ظاهر ڪري نٿو سگهجي. هڪ ڏينهن حضرت شبلي پنهنجي حال جي جوش ۾ حضرت جنيدؒ جي خدمت ۾ آيو، حضرت جنيدؒ کي غمگين ڏسي پڇيائين: "اي مرشد! ڪهڙي ڳالهہ آهي؟" حضرت جنيدؒ فرمايو: "جنهن طلب ڪئي اهو غمگين ٿيو." (من طلب وجد). حضرت شبليؒ جواب ڏنو: لا بل من وجد طلب. " نہ مگر جيڪو غمگين ٿيو تنهن طلب ڪئي" مشائخن هن ڳالهہ جي باري ۾ گهڻو ڪجهہ چيو آهي، حضرت جنيدؒ جو اشارو وجد ڏانهن هو. منهنجي خيال ۾ حضرت جنيدؒ جو قول وڌيڪ پختو هو، چو تہ جڏهن انسان سمجهندو آهي، تہ خالق سندس جنس مان ناهي، تڏهن سندس غم الم وڌي ويندو آهي. هن موضوع تي هن ڪتاب ۾ ٻي جاءِ تي بہ ذڪر آيو آهي. مشائخن جو اتفاق آهي، تہ علم جو غلبو وجد

جي غلبي کان مضبوط هوندو آهي، جو تہ وجد جي حالت ۾ وجد وارو (واجد) خطري ۾ هوندو آهي. مگر علم جي طاقت سان عالم امن جي مقام تي هوندو آهي. انهن سڀني ڳالهين مان اها مراد ٿي نڪري، تہ سڀني حالتن ۾ طالب کي علم ۽ شرعيت جو تابعدار ٿيڻ گهرجي، جو تہ جيڪڏهن وجد جو غلبو هوندو، تہ هو خطاب نہ ڪري سگهندو ۽ جڏهن خطاب ڪري نہ سگهندو، تڏهن عذاب ۽ ثواب کان بہ آزاد ٿيندو. اهڙيءَ حالت ۾ سندس شڪل ديوانن واري ٿي ويندي ۽ ڪيس الله جي ولين ۽ ويجهڙن ٻانهن سان ڪوبہ واسطو نہ رهندو. جيڪڏهن علم جو غلبو رهندو، تہ ٻانهو الله جي حڪمن ۾ ۽ منع ڪيل شين کان پناهہ ۾ رهندو، عزت ۽ احترام سان هوندو. حال جي طاقت علم تي غالب ٿيندي آهي، تہ ٻانهو الله جي حدن کان ٻاهر نڪري ويندو آهي ۽ خطاب ڪرڻ جي لائق نہ رهندو آهي. هو يا معذور ٿي ويندو آهي يا مغرور. اها ئي شيءِ حضرت جنيدؒ جي قول ۾ آهي، انهن فرمايو آهي، تہ رستا بہ آهن: يا علم ۽ عمل يا اهڙي هلت، جيڪا علم کان سواءِ هجي. علم عمل کان سواءِ بہ عزت ۽ شرف جو سبب بڻبو آهي، جيڪڏهن عمل نيڪ هوندو، تہ تڏهن بہ جهالت جي ڪري ناقص نظر ايندو آهي. انهيءَ بنياد تي حضرت بايزيدؒ فرمايو آهي: كفر اهل الهمة اشرف من اسلام اهل المنية. "همٿ وارن جو ڪفر بہ آرزو وارن جو جي اسلام کان بهتر آهي." يعني همٿ وارن لاءِ ڪفر ۽ بي شڪري ممڪن ئي ناهي، حضرت جنيدؒ حضرت شبليؒ لاءِ فرمايو آهي: الشبلي سكران ولو افاق من سكره لجاء من امام ينتفع به. "شبليؒ مست آهي، جيڪڏهن هوش ۾ اچي وڃي، تہ جيڪر اهڙو امام بڻجي وڃي، جنهن مان فائدو حاصل ڪري سگهجي."

حڪايتن ۾ آيل آهي، تہ هڪ دفعي حضرت جنيدؒ، محمد بن مسروقؒ، ابوالعباسؒ بن عطا هڪ جاءِ تي گڏ ٿيا. قوال هڪ شعر پڙهي رهيو هو ۽ سمورا ماڻهو تواجد جي حالت ۾ هئا، حضرت جنيدؒ بلڪل ساڪن ٿيو ويٺو هو. ڪنهن پڇيس: "اي شيخ! تنهنجي نصيب ۾ راڳ مان ڪجهہ بہ ناهي ڇا؟" ان تي هن هي آيت پڙهي: تَحسَبُهَا جَامِدَةً وَهِيَ تَمُرُّ مَرَّ السحاب. "تون پهاڙن کي ڏسندين، تہ خيال ڪندين تہ هڪ جاءِ تي ڄميل آهن، حالانڪ اهي تکڙا هلي رهيا آهن."

تواجد کي وجد ۾ آڻڻ لاءِ هڪ تڪلف هوندو آهي ۽ انعام الله جون گواهيون دل جي آڏو پيش ڪندو آهي، ان جي وصل جو خيال ۽ انساني تمنائون موج ۾ اينديون آهن. هڪ جماعت هن معاملي ۾ رسمن جي پابند هوندي آهي، اها صوفين جي ظاهري حرڪتن (ڇُرپُر) ۽ نچڻ جي ترتيب ۽ اشارن جي پيروي ڪندي آهي، اهو حرام آهي. هڪ ٻي حقيقت وارن جي جماعت آهي، جيڪا انهن حرڪتن ۽ رسمن سان صوفين جي احوال ۽ سندن مقام جي طلبگار هوندي آهي.

حضور ﷺ جن فرمايو آهي: من تشبه بقوم فهو منهم. "جو ڪنهن قوم سان مشابهت پيدا ڪندو آهي، اهو ان مان هوندو آهي." ٻئي هنڌ فرمايو اٿن: اذ اقراتم القرآن فابكوا و ان لم تبكوا فتبا كوا. "جڏهن قرآن پڙهو تڏهن روئو، جيڪڏهن روئڻ نہ اچي تہ روئڻ واري شڪل بڻايو". اها حديث تواجد جي جائز هجڻ لاءِ گواهہ آهي. انهيءَ بنياد تي ڪنهن بزرگ چيو آهي: "هزارين ميل ڪوڙ سان هلو تہ هڪ ميل سچائيءَ جو ايندو." هن معاملي جي باري ۾ گهڻوئي مواد آهي، ليڪن مان ايترو ڪافي ٿو سمجهان. توفيق الله جي قبضي ۾ آهي.

# باب ستٽيهون

## (ناچ)

شرعيت ۽ طريقت ڪي ڪا اهميت ناهي، ڇو تہ عقل وارن جي نظر ۾ ناچ تمام سنيءَ طرح ڪيو وڃي، تڏهن بہ کيل تماشو ٿيندو. جيڪڏهن بيهودي نموني سان ڪيو ويندو، تہ بيهودائپ کان سواءِ ڪجهہ نہ هوندو. مشائخن سڀني مان ڪنهن بہ ناچ کي تعريف جي لائق نہ ڄاتو آهي، ۽ ڪنهن طرح سان بہ مبالغو نہ ڪيو آهي. اهل حشو (بيڪار ماڻهو) جيڪي دليل پيش ڪندا آهن، اهي سڀ باطل آهن. وجد وارن جي چرپر ۽ عمل هڪ جهڙا هوندا آهن، تنهنڪري گهڻا واهيات ماڻهو ناچ جي پيروي ڪندا آهن، ۽ مبالغي جي حد تائين پهچي ويندا آهن، ۽ ناچ کي پنهنجو شغل بڻائي ڇڏيندا آهن. مون هڪ جماعت کي ڏٺو، جنهن جي نظر ۾ تصوف، ناچ کان سواءِ ڪجهہ بہ ناهي. اهي انهيءَ ۾ مصروف ٿيل آهن. هڪ ٻي جماعت ان جي حقيقت جي منڪر آهي، ان جا ماڻهو نچڻ کي شرعي طور ۽ عقلي طور تي ذڪار جي لائق سمجهندا آهن. اهو ناممڪن آهي، جو وڏيڪ سمجهڻ (فضيلت) جا دعويدار اهڙيون حرڪتون ڪن. جڏهن هلڪڙائيءَ جو غلبو ٿيندو آهي، تڏهن هڪ قسم جو خفقان (سوداءَ) ظاهر ٿيندو آهي، ۽ رسمن جي پابندي ختم ٿي ويندي آهي. پريشانيءَ جي ڪيفيت ۽ ناچ ڪنهن صورت ۾ بہ طبعيت کي سٺو نہ لڳندو آهي. حقيقت ۾ انهيءَ سان فقط گداز پيدا ٿيندو آهي، جو ماڻهو ان کي رقص سڏيندو آهي، اهو حقيقت کان پري هوندو آهي. هيءَ هڪ اهڙي ڪيفيت آهي، جيڪا بيان ۾ نٿي اچي سگهي. جنهن چکيو ناهي، اهو سمجهي بہ نہ سگهندو. (من لم يذق لا يدري)

### (نوجوانن ڏانهن ڏسڻ)

نوجوانن ڏانهن ڏسڻ ۽ انهن سان صحبت ڪرڻ کان منع ٿيل آهي، ۽ ان ڳالهہ کي جائز سمجهڻ وارو ڪافر آهي. هن باري ۾ جيڪي بہ دليل پيش ڪيا وڃن ٿا، انهن جو بنياد جهالت تي آهي. مون جاهلن جي هڪ جماعت کي ڏٺو، جيڪا انهيءَ تهمت جي بنياد تي، طريقت وارن کان منهن موڙي وئي. انهن ماڻهن پنهنجو هڪ نئون مذهب ناهي ورتو. مشائخ سڀني انهن سڀني ڳالهين کي مصيبت سمجهندا آهن. اهو حلولي عقيدي وارن جو مذهب آهي. الله تعاليٰ انهن تي رحمت ڪري. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

# باب اٺٽيهون

## (ڪپڙا ڦاڙڻ)

معلوم هئڻ گهرجي، تہ ڪپڙا ڦاڙي ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ صوفين جي عادت آهي. اهي ماڻهو وڏين وڏين مجلسن ۾ پهچي ويندا آهن، جتي وڏا مشائخ بہ موجود هوندا آهن. مون عالمن جي هڪ جماعت کي ڏٺو، جيڪي ان ڳالهہ جا منڪر آهن، ۽ چوندا آهن، تہ نيڪ ۽ سالم ڪپڙي کي ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ جائز ناهي. اهو هڪ قسم جو فساد آهي ۽ ناممڪن آهي، جو فساد سان درستي حاصل ٿئي. ماڻهن کي ڪنهن سبب کان سواءِ پنهنجا ڪپڙا ڦاڙڻ نہ گهرجن. اهي ڇا جي ڪري ڪپڙا ڦاڙي، انهن ، مان گودڙيون ٺا ٺاهين، اڳو پيچو ۽ ڪيسا وغيره ڦاڙي، ڇا لاءِ ٽڪرا ٽڪرا ٺا ڪن. ۽ انهن کي پيهر نيڪ ٺا ڪن. جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪپڙي جا سؤ ٽُڪرا ڪري، پوءِ انهن کي ڳنڍي ٿو، ۽ ٻيو پنج ٽڪرا ڪري ڳنڍي ٿو، تہ ٻنهي ۾ ڪو فرق ڪونهي، ڇو تہ هر ٽڪري ۾ مومن جي دل جي راحت جو سامان هوندو آهي، جيڪو هڪ ٽڪري کي ٻئي ٽڪري سان ڳنڍڻ ۾ حاصل ٿيندو آهي. تصوف ۾ ڪپڙن ڦاڙڻ جي اجازت ناهي. سماع (راڳ) جي حالت ۾ بہ سالم حال هجڻ وقت ڪپڙا ڦاڙڻ نہ گهرجن، ڇو تہ اهو اجايو اسراف ٿيندو. ان هوندي بہ جيڪڏهن ٻڌندڙ تي راڳ جو غلبو ٿي وڃي ۽ هو خطاب ڪري نہ سگهي ۽ بي خبر ٿي وڃي، تہ ان کي معذور سمجهڻ گهرجي. جڏهن ڪا اهڙي حالت طاري ٿي وڃي، ۽ ڪا جماعت ان جي پيروي ۾ ڪپڙا ڦاڙي تہ جائز آهي. طريقت وارن جون گودڙيون ٻن قسمن جون ٿينديون آهن، هڪڙي اها، جيڪا راڳ وقت درويش پاڻ ڦاڙي، ۽ ٻي اها، جو ڪجهہ ماڻهو پنهنجي مرشد جي حڪم سان ڪنهن جا ڪپڙا ڦاڙين، پوءِ اهي ڪنهن ڏوهہ جي توبهہ واري حالت ۾ يا وجد جي ڪري بي خودي جي حالت ۾ ڦاڙين. انهن سيني گودڙين ۾ مشڪل ۾ مشڪل سماعي گودڙي هوندي آهي. ان جون ٻہ صورتون آهن: هڪ مجروح ۽ ٻي درست. ڦاٽل (مجروح) ڪپڙن لاءِ ٻہ شيون شرط آهن، يا تہ ان کي سِبي واپس ڪيو وڃي، يا ڪنهن ٻئي درويش کي نذرانو ڪري ڏنو وڃي، يا وري تبرڪ طور ٽڪرا ٽڪرا ڪري ورهايو وڃي. درست جي حالت ۾ وري ڏسڻ گهرجي، تہ راڳ ڳائڻ واري درويش جي مراد ڇا هئي؟ جيڪڏهن سندس مراد قوال کي ڏيڻ آهي، تہ ان کي ڏجي، جيڪڏهن مراد جماعت کي ڏيڻ آهي تہ ان کي ڏجي. جيڪڏهن ڪنهن مقصد کان سواءِ آهي، تہ اهو فيصلو مرشد تي ڇڏڻ گهرجي، تہ هو ڪهڙو حڪم ٿو ڏئي تہ جماعت کي ڏنو وڃي، ٽڪرا ٽڪرا ڪري، يا قوال کي ڏنو وڃي؟ جيڪڏهن قوال کي ڏجي، تہ ٻين جي موافقت جو شرط ناهي، ڇو تہ گودڙي، ان جي اهل ڏانهن نٿي وڃي. درويش پنهنجي اختيار سان يا مجبوري سان ڏني آهي. ٻين جي موافقت ضروري ناهي. جيڪڏهن جماعت کي ڏيڻ غرض هجي، تہ ٻين رفيقن جي موافقت ضروري آهي، مرشد کي گهرجي، تہ درويشن جو ڪپڙو قوالن کي نہ ڏئي. اهو روا آهي، تہ ڪو دوست گودڙيءَ مان ڪا شيءِ ڪڍي قوال کي ڏئي، ۽ باقي ڪپڙو درويش کي موٽائي ڏئي، يا سڀ ٽڪرا ٽڪرا ڪري ورهائي ڇڏي. جيڪڏهن ڪو گودڙي غلبي جي حالت ۾ اُڇليل آهي، تہ ان لاءِ مشائخن ۾ اختلاف آهي. گهڻن جو خيال آهي، تہ حضور ﷺ جن جي هن حديث موجب قوال کي ملڻ گهرجي: من قتل قتيلا فلہ سلبہ. "جنهن قتل ڪيو ان کي مقتول جو سامان ملندو."

جيڪڏهن گودڙي قوال کي نہ ڏني وڃي، تہ طريقت جو شرط ٽُٽي ويندو. هڪ جماعت جو چوڻ آهي، مون کي ان سان اتفاق آهي، تہ جنهن طرح سان قاتل جي باري ۾ ڪن فقيهن وٽ امام جي حڪم کان سواءِ مقتول جو ڪپڙو قاتل کي نہ ڏيندا آهن. تهڙيءَ طرح هتي بہ مرشد جي حڪم کان سواءِ ڪپڙو قوال کي ڏيڻ نہ گهرجي. جيڪڏهن مرشد کي بہ ڏيڻ چاهي، تہ اها اعتراض جوڳي ڳالهہ ناهي. الله بهتر ڄاڻندڙ آهي.

# باب اوڻيتاليھون

## (راڳ جا آداب)

راڳ جا ڪجھ شرط آھن. جيستائين ضرورت نہ ھجي، تيستائين نہ ڪيو وڃي. ان کي عادت ۾ شامل نہ ڪيو وڃي. دير دير سان ڪيو وڃي، جيئن ان جو احترام گھٽجي نہ وڃي. راڳ جي وقت مرشد جو ھجڻ ضروري آھي. راڳ واري جاءِ عام ماڻھن کان خالي ھئڻ گھرجي. قوال شريعت جو احترام ڪرڻ وارا ھجن. دل دنيا جي مشغلن کان خالي ھجي، ۽ طبيعت کيل تماشي ڏانھن مائل نہ ھجي ۽ تڪلف کان نفرت ڪندڙ ھجي. جيستائين دل ۾ راڳ ٻڌڻ جي طاقت نہ ھجي، تہ ان جو ٻڌڻ ۽ ان ۾ مبالغو ڪرڻ ضروري ناھي. طاقت ظاھر ٿئي، تہ ان کي رد ڪرڻ نہ گھرجي. پر انھيءَ طاقت جي پيروي ڪجي. جيڪڏھن حرڪت جي تقاضا ڪري، تہ حرڪت ڪرڻ گھرجي، ٻيءَ حالت ۾ آرام سان (ساڪن) رھڻ گھرجي. اھو بہ ضروري آھي، تہ حرڪت، وجد ۽ طبيعت جي قوت ۾ فرق برقرار رکڻ گھرجي. راڳ ٻڌڻ واري الله جي قبوليت واري ظرف (ٿانءُ) موجب فيض ملندو آھي، ۽ اھو انھيءَ مطابق داد ڏئي سگھندو آھي. جڏھن ان جو غلبو طاري ٿئي، تڏھن تڪلف سان ان کي دُور ڪرڻ نہ گھرجي، ۽ غلبو گھٽ ٿئي، تہ بہ تڪلف سان جذب ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪرڻ گھرجي. حرڪت جي حالت ۾ بہ ڪنھن ٽيڪ جي اميد نہ رکجي. جيڪڏھن ڪو ٽيڪ (سھارو) ڏئي، تہ منع نہ ڪجي. سماع ۾ ڪنھن کي بہ دخل انداز ٿيڻ نہ گھرجي. وجد واري جي ڪيفيت کي وڏيڪ ڪرڻ نہ گھرجي ۽ ان جي حالت ۾ دخل ڏيڻ نہ جڳائي. وجد واري جي نيت کي بہ ٽوڙڻ نہ گھرجي، ڇو تہ ان جي آزمائش واري لاءِ تمام گھڻي پريشاني ۽ بي برڪتي ھوندي آھي. جيڪڏھن قوال سٺو ڳائي رھيو ھجي، تہ ان کي اھو نہ چوڻ گھرجي، تہ تون سٺو ڳائي رھيو آھين. جيڪڏھن ھو خراب ڳائي رھيو ھجي، يا غير مناسب شعر ٻڌائي رھيو ھجي، تہ بہ طبيعت کي پريشان نہ ڪرڻ گھرجي ۽ ان کي اھو نہ چوڻ گھرجي تہ ان کان سٺو ڳاءِ. ان لاءِ طبيعت ۾ خصومت پيدا ٿيڻ نہ گھرجي. ھن کي وچ ۾ آڻڻ نہ گھرجي. پر الله جي حوالي ڪرڻ گھرجي ۽ سھڻي نموني سان ٻڌڻ گھرجي. جيڪڏھن ڪنھن جماعت تي سماعت طاري ٿي وڃي ۽ ڪنھن بہ ھڪ کي ان مان حصو نہ ملي، تہ محروم رھڻ واري لاءِ جائز ناھي، تہ ھو ٻين جي سُڪر واري ڪيفيت کي صحو جي انداز سان ڏسي. ڪيس پنھنجي وقت تي آرام (اطمينان) سان رھڻ گھرجي، جيئن ان کي بہ حصو ملي ۽ ھو بہ برڪت مان فيض وٺي. مان (علي بن عثمان) جنھن ڳالھہ کي عزيز رکندو آھيان، تہ سيڪڙاٽ راڳ نہ ٻڌي، جيئن سندس طبيعت پريشان ٿي نہ وڃي. سماع ۾ وڏا خطرا ۽ خرابيون آھن. عورتون مڪانن جي ڇتين تان درويشن کي سماع جي حالت ۾ ڏسنديون آھن ۽ ان ڳالھہ مان سماع وارن تي وڏا حجاب پئجي ويندا آھن. بھتر آھي، تہ اتي جوانن کي ويھڻ نہ ڏجي، ڇو تہ جاھل صوفين سيني ڳالھين کي پنھنجو طريقو بڻائي ڇڏيو آھي ۽ سچائيءَ کان پري ھٽي ويا آھن. مان انھن سيني ڳالھين کان، جيڪي انھن خرابين مان مون تي گذريون آھن، توبھہ ٿو ڪريان ۽ الله تعاليٰ کان دعا ٿو گھران، تہ منھنجي ظاھر ۽ باطن کي خرابين کان محفوظ رکي. توکي ۽ پڙھڻ وارن کي ھن ڪتاب جي حقن پورن ڪرڻ جي وصيت ٿو ڪريان. توفيق الله تعاليٰ جي اختيار ۾ آھي.

و بالله التوفيق والحمد لله رب العالمين الصلواة والسلام عليٰ رسولہ محمد و آلہ اجمعين وسلم تسليماً ڪثيراً ڪثيرا.

وڪتبہ الراجي اليٰ رحمة الله المتين اضعف المساڪين بھاؤالدين زڪريا عفي الله عنہ و عن سائرالمسلمين وجعل يومہ خيرا من امسہ اليٰ يوم الدين من امر الله في شھور 664ھ.

# سنڌي ادبي بورڊ پاران تاريخ تي ڇپايل پيا ڪتاب

| | | |
|---|---|---|
| 1- سنڌ مسلمانن جي فتح ڪان اڳ | ايڇ.ٽي.لئمبرڪ/مترجم : سليم احمد | 120/= |
| 2- لُب تاريخ سنڌ | خان بهادر خداداخان<br>مترجم : حافظ خير محمد اوحدي | 100/= |
| 3- سنڌ- هڪ عام جائزو | ايڇ.ٽي.لئمبرڪ/مترجم : سليم احمد | 120/= |
| 4- سنڌ جي فتح (ڀاڱو-1) | ميجر جنرل ڊبليو ايف پي نيپيئر<br>مترجم : سومار علي سومرو | 120/= |
| 5- سنڌ جي فتح (ڀاڱو-2) | ميجر جنرل ڊبليو ايف پي نيپيئر<br>مترجم : سومار علي سومرو | 120/= |
| 6- مڪلي نامه | پير حسام الدين راشدي | 200/= |
| 7- تحفة الطاهرين | شيخ محمد اعظم ٺٽوي<br>مترجم : عبدالرسول قادري بلوچ | 70/= |
| 8- ڳالهيون منهنجي سنڌ جون | پير حسام الدين راشدي<br>مترجم : غلام محمد لاکو | 100/= |
| 9- سنڌ جي دربار | جيمس برنس/مترجم : محمد حنيف صديقي | 60/= |
| 10- سنڌ ۾ قديم ڪنڌرن جي کوٽائي | اين. جي. مجمدار/مترجم : عطا محمد ڀنڀرو | 150/= |
| 11- سنڌ جي اقتصادي تاريخ | ڊاڪٽر ايس پي ڇٻلاڻي | 100/= |
| 12- سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ وسندڙ قومون | رچرڊ برٽن/محمد حنيف صديقي | 120/= |
| 13- سنڌو ماٿر جي سڀيتا | محمدادريس صديقي/شمس سرڪي | 100/= |
| 14- تاريخ طاهري | سيد طاهر محمد نسياني ٺٽوي<br>مترجم : نياز همايوني | 100/= |
| 15- تاريخ مظهر شاهجهاني | يوسف ميرڪ/نياز همايوني | 150/= |
| 16- سمن جي سلطنت | غلام محمد لاکو | 60/= |
| 17- يادگيريون | سيٺ نائونمل<br>مترجم : محمد حنيف صديقي | 120/= |
| 18- چچ نامه (سنڌي) | محقق/شارح: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ<br>مترجم : مخدوم اميراحمد | 225/= |
| 19- ٿراڻو پارڪر | منگهارام اوجها | 60/= |
| 20- سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ | ڀيرومل مهرچند آڏواڻي | 65/= |
| 21- قديم سنڌ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو | شمس العلماءُ مرزا قليچ بيگ | 100/= |
| 22- سنڌ جا قديم آثار | هينري ڪزنس/مترجم : عطا محمد ڀنڀرو | 160/= |
| 23- قديم سنڌ | ڀيرومل مهرچند آڏواڻي | 145/= |
| 24- تحفة الڪرام | مرتب: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ<br>سنڌيڪار: مخدوم اميراحمد | 250/= |
| 25- ٺٽي جا قديم اسلامي يادگار | ڊاڪٽر احمد حسن داني/سنڌيڪار: عطا محمد ڀنڀرو | 260/= |
| 26- ٺٽي جا ڪاتب | محمد عبدالغفور/سنڌيڪار :عطا محمد ڀنڀرو | 120/= |
| 27- بهشت ۽ دوزخ | مترجم ۽ سهيڙيندڙ: ولي رام ولڀ | 110/= |